# مهاڀارت

ليکڪ

چڪرورتي راجگوپالاچاري

سنڌيڪار

پروفيسر تاراچند گاجرا

# مهاڀـــارت

ليکڪ :

چڪرورتي راج گوپال آچاري

سنڌيڪار:

پروفيسر تاراچند گاجرا

ايم. اي.


قيمت : ١٠٠ رپيا

ڇپائيندڙ :

امــر لــوڪ پبليڪيشن

شيخ زيد ٽرسٽ بلڊنگ ڪراچي

⊛ مهاڀارت پهريون دفعو انگريزيءَ ۾ ڇپيو.
⊛ مهاڀارت پهريون دفعو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو.
⊛ مهاڀارت پاڪستان ۾ پهريون دفعو ڇپيو.

هن ڪتاب لاءِ خرچ جو وڏو حصو سيٺ ڪرشن لال ٻيسواڻي پنهنجي پوڄيه پتا ديوان سڳر لال ٻيسواڻي جيڪب آباد واري جي پوتر يادگيريءَ لاءِ ڏنو ۽ ٻين داتارن جن سهائتا ڪئي، انهن جا به اسان شڪرگذار آهيون.

# ڀومڪا

جڏهن ڪو ڀرڀوءِ جو پيارو، پرماتما جي پرسنتا دواران آتم پرساد پائي، پنهنجي انهيءَ ذات جي وسيلي جيون جي ساڌارڻ هلين چلين کي آدرشي بڻائڻ جو يتن ڪندو آهي، جڏهن هو پنهنجي هردي جي پرواهه، ٻڌيءَ جي گهرائيءَ ۽ تيزيءَ ۽ من جي اڌارين ۽ ڪلپنا دواران رواجي ڳالهين کي سندر ۽ من موهيندڙ روپ ڏيندو آهي، تڏهن سندر ساهتيه پيدا ٿيندو آهي. اهڙو ساهتيه يڳ يڳ روپن ۾ پرگهٽ ٿيئي ٿو.

ڏهن نه اهو ساهتيه رنگ منچ تي ڏيکارڻ يوڳ ناٽڪ جو پ وٺي ٿو. ڪڏهن ڪلا ۽ ڪشلتا سان ڀرپور ڪوتا جو ٻس ڌارڻ ڪري ٿو. ڪنهن وقت وري لسين ۾ اتم من رهيندڙ لکتين ۾ نڪري نروار ٿيئي ٿو.

اتهاس کي پڙهي منش پنهنجي آئينده کي بڻائيندا آهن. تهاسي پرشن جي هلت چلت ۽ اتهاسي آکاڻين ۽ گهٽنائن جي ورنن جو هلندڙ پيڙهين جي آچار وهنوار تي گهاٽو پرڀاءُ پوندو آهي.

پر جي اتهاس جو اهڙو اثر آهي ته اپنياسن ۽ آکياڪائن، ڪٿائن ۽ ڪهاڻين جو پرڀاءُ ڪو گهٽ ڪونه آهي. ڪن سٿائن ۾ ناٽڪن ۽ اپنياسن جي اداڪارن جي چترن جو پرڀاءُ تهاس جي ويرن جي جيونين کان به وڌيڪ گهاٽو ٿيندو آهي. سندر ساهتيه جا سندر چتر پاٺڪن جي هردي پٽ تي چٽجي ويندا آهن.

اتم ساهتيه اهو آهي جيڪو ديش ۽ ڪال جي سيمائن کي پار ڪري ساري سنسار کي سوادي ۽ سندر مانسڪ يوجن پهچائي ٿو. جنهنجو پرڀاءُ ساريءَ وشو تي پوي ٿو. اهڙي ساهتيه مان هر منش پرڀاٽا پائي ٿو ۽ اهو بوڌ پرائي ٿو ته منش ماتر ۾ مولڪ ايڪتا آهي. سڀ ايشور پتر آهن. سڀني

جو سک دک ساڳيو آهي. اهو ساهتيہ ادارن ۽ سڀاڻيوتيءَ جي سکيا ڏئي ٿو. مهاڀارت اهڙو ئي الم گرنٿ آهي. مهاڀارت رڳو ڀارت ورش جو نہ آهي، پر ساريءَ وس جو آهي.

الم ساهتيہ ٿيندو ساري سنسار جو آهي، پر جنهن يوميءَ ۾ پيدا ٿيندو آهي ٿنهن يوميءَ جو متس پرڀاءُ ضرور رهندو آهي ۽ انهيءَ يوميءَ جي رهندڙن لاءِ انجا چٽر لرالو روپ ڌارڻ ڪندا آهن. جنهن راشٽر جو ساهتيہ هوندو، ٿنهن راشٽر جي لوڪن کي انجي اداڪارن جو چٽر وڌيڪ چٽائيءَ سان سمجهڻ ۾ ايندو. گليور، سرراجرڊي ڪاورلي، فالسٽاف ۽ شئلاڪ جي نالي وٺڻ سان جي وچار هڪ انگريز جي من ۾ پيدا ٿيندا، سي ٻئي ڪنهن جي من ۾ پيدا ڪونہ ٿيندا. اهڙيءَ ريت رام، لڇمڻ ۽ هنومان، ڪرشن، ارجن ۽ ڀيم، سيتا، ساوتري ۽ دروپديءَ جي نالن ڳنهڻ سان ڀارت واسين جي هرڌي ۾ جي ڀاوَ پيدا ٿين ٿا، سي ٻين جي دلين ۾ ڪونہ ايندا.

سچ تہ ايامن کان وٺي اسان جي پيتائن ۽ مهاپرشن، راماڻ ۽ مهاڀارت جي سکيائن جي وسيلي پنهنجا مهان ڪاريہ سڌ ڪيا آهن. جت مهاڀارت جي سکيائن ويہ پرشن ۾ ويرتا جو انگ چمڪايو آهي، ٿت انهيءَ گرنٿ رلن کي پڙهي يا انجون ڪٿائون ٻڌي ساڌارڻ ۾ ساڌارڻ پرش بہ دليريءَ ۽ درپتا سان پنهنجي پريڪاين مان پار پيا آهن. هو همٿ ۽ ويساهہ سان ڌرم ۽ ڌيرج جي مارگ تي هلي سگهيا آهن.

مهاڀارت جو اصلوڪو نالو 'جيہ' آهي. اهو نالو مهاڀارت جي پهرين اڌياءَ ۾ ڏنل آهي. 'جيہ' شبد جو ارٿ آهي 'سوڀ'. سنساري سوڀ پائڻ لاءِ ۽ پڻ سچي پچي آتمڪ سوڀ پراپت ڪرڻ لاءِ هن گرنٿ جو پڙهڻ ضروري آهي. ('جيہ' ۾ اٽڪل ويهہ هزار شلوڪ آهن.)

'جيہ' ڪرشن دواپاپئين وياس ٺاهيو هو. انهيءَ کي ٺهي هزارين ورهيہ ٿي ويا آهن. وياس مهراج جي زماني ۾ ڇاپخانا

ڪونہ هوندا هئا. ليڪن ڪلا جي ٻہ ابتري انتي ڪالہ ٿي هئي. انهيءَ زماني ۾ ايشوري ذات جا ڏٽي، اتم ڪٿاڪار مهاڀارت جي ڪٿا ڪندا رهندا هئا. ڪٿا ڪندي هو پراڻين آکاڻين ۽ سڌانتن کي نون مثالن سان سمجهائيندا هئا، جئن ماستر ڪنهن ڪتاب کي پاڙهيندي پنهنجي تجربي جا مثال ڏيندا هلندا آهن. اهڙيءَ ريت هنن ڪٿاڪارن دواران هر پرڪار جو چالو جٿادار ساهتيہ 'جيہ' ۾ ملندو ويو. اهڙيءَ ريت ڏند ڪٿائون، آکياڪائون، اِتهاس، ڀوگول، ٻين ٻين وديائون، نانا پرڪار جون ڪلائون، راج نيتي، ڌرم نيتي، لتو شاستر سيني کي هن مهان گرنٿ ۾ جاءِ ملندي رهي. مهاڀارت هڪڙو وشو ڪوش بڻجي پيو. ٻيءَ ريت چئجي تہ اڄ مهاڀارت هڪ پستڪاليہ آهي، جنهن ۾ ڀهريون گرنٿ آهي 'جيہ' ۽ ٻيا گرنٿ آهن هنن ڪٿاڪارن جون داخل ڪيل کيپڪيون (ملاوٽون). (اڄ مهاڀارت ۾ اٽڪل هڪ لک ويهہ هزار شلوڪ آهن.)

جيڪڏهن کيپڪن کي ڪڍي ڇڏبو تہ بہ اصلوڪي ڪوتا هڪ الم 'مهاڪاويہ' جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ ايندي. اها ڪوتا هڪ پلون پل الهاسي ڪوتا آهي. شاهاڻي آهي سندس عبارت، شاندار آهن سندس پاتر ۽ اداڪار ۾ مهان آهي سندس نايڪ (شري ڪرشن). جن گهٽنائن جو منجهس ورنن آهي، سي جٽڪ خود وڌاتا جا ليک آهن، اڻمٽ ۽ اٽرائتا.

جنهن چتر پٽ تي مهاڀارت جا چتر چٽيا ويا آهن، سو آهي وشال ۽ ويڪرو، ڪافي لنبو ۽ ڪشادو. وري چتر آهن چٽا ۽ گهاٽا. منجهن نہ رڳو مهان اپلاشائن مان پئدا ٿيندڙ وڏا وڏا ڪرم موجود آهن، پر سوڪيمر ۽ سندر ڀاوناڻن جا سوادي چٽ بہ چمڪي رهيا آهن.

ڀيشمر ويرتا جو پورڻ پتلو آهي. هو پهلوان بہ آهي تہ ادارچت بہ آهي.

دروڻاچارءِ کي ڏسنديئي ڀوڄ ڀاوَ پيدا ٿئي ٿو.
ڪرڻ جيتوڻيڪ ايماني آهي، تہ بہ دان ويرآهي. ڀرڻ جو پڪو ۽ وچن جو پورو آهي.
دريوڌن نڙر ۽ هوڏي آهي، پر آپدائن کي منهن ڏيڻ لاءِ ملھہ مڙس آهي.
پنج ئي پانڊو ديوتائن جو روپ آهن. سندن سهنشيلتا ڪمال جي آهي.
دروپديءَ جي دکن ۽ دردن جي ڪهاڻي پٿر کي بہ پاڻي ڪري جھڙي آهي.
ڪنتي وير پٽرن جي وير ماتا آهي.
گانڌاري پتي ورت ڌرم جي پوري مورت آهي. پاپي پٽرن جي ماتا هئڻ ڪري جيڪي ڪيس دکہ ملن ٿا، تن کي ڌيرج سان سهي ٿي.
وري ڀڳوان ڪرشن لاءِ ڇا چئجي؟ سڀني جو شرومڻي آهي. سڀني کان اوچو ۽ وڏي شڪتي شالي آهي. سندس انساني خصلتن مان هروقت روحانيت چمڪي رهي آهي. سموري ڪاويہ ۾ سندس نسوارٿپڻو ۽ الم ۾ يوڄن پڌرائي پڌرا پيا ڏسڻ ۾ اچن.
مهاڀارت اهڙو مهان آهي جو انهي ترجمي پڙهڻ مان بہ انهي ڪشادگي ۽ اوچتا اسانکي ظاهران ظهور ڏسڻ ۾ اچي ٿي.
مهاڀارت جنهن سماج جو ورنن ڪري ٿو، سا سماج سکہ ۽ سمپتيءَ سان سمپن آهي. اوچي آهي انهي سنسڪرتي ۽ الم انهي سڀيتا. جيتوڻيڪ مهاڀارت جي ڪٿا پراڻي سمي جي آهي تہ بہ سندس معيار ۽ ماپا اڄ جي وقت سان بہ پورا نهڪي اچن ٿا.
مهاڀارت جي زماني ۾ ڀارت ۾ ٻن ٻن راڄن ۾ وڙهايل هو. اهي هڪ ٻئي جي آڌين ڪونہ هئا پر سنتنتر هئا. ڪنهن ڪنهن وقت ڪو ڏاڍو پرسڌ يا مها ابلاشي راجا سمرات ٿيو

هو. ٻه اهڙا اپاڌي همت ڪرڻ لاءِ ڪيس ٻين راڄائن جي سوڀ ڪري وٺڻي پوندي هئي ۽ پڻ ڪيس ڪو مها يڳ ڪرڻو پوندو هو. ٻر گهڻو ڪري انهيءَ ۾ به زور ٻردستي ڪم ۾ ڪونه ايندي هئي. مانڊليڪ (ننڍا) راڄائون سو-اپا (خود ارادي) سان پنهنجي مٿا ڏيندا هئا.

مهاڀارت جي سمي يڌ ودّيا ۾ لوڪن ڏاڍي اُنتي ڪئي هئي. سئنڪ شڪتيءَ ۽ جنگي ڪاريگريءَ جو ڏاڍو قدر ٿيندو هو. مهاڀارت ۾ رزمي رمزن جو پورو پورو بيان آهي. پڻ انهيءَ سمي ۾ نيڪ ماڻهن لي ماپيل جنگي دستا موجود هئا. يڌ نيتيءَ جي سمبنڌ ۾ سندر ۽ نشچت نيم ٺهيل هئا. انهن جي ڀڃڪڙيءَ کي ڪتري لوڪ نفرت جي نگاهه سان ڏسندا هئا.

جنهن سمي ڪروڪيتر جي يڌ لي هئي تنهن وقت ڪلجڳ جو آرنڀ ٿيو هو. انهيءَ ڪري نيمن جي ڀڃڪڙيءَ جا ڪيترا اٿوٽندڙ مثال ڪٿا ۾ موجود آهن. لڙائي هئي ڏاڍي اگري. هاڃيءَ ۽ هار جي ڊپ ۾ لوڪن کي ڏاڍو ماندو ۽ مايوس ٿي ڪيو. ڪيترن جا پيارا پٽر ۽ ٻيا سنبنڌي موت جو شڪار ٿيا هئا. انهيءَ ڪري ڌرم ۽ مريادا کي ڪئي وار ڀنگ ڪيو ويو. گرنٿ ڪار انهن اڌرمن جي ڪمن جو ورنن ڏاڍي ڇيندڙ نموني ۾ ڪيو آهي.

مهاڀارت جي مهان سکيا اِها آهي ته ڌڪار مان ڌڪار پيدا ٿيندي آهي. اپڪار ۽ هنسا مان برٻادي ايندي آهي. ڌرم جي رکيا ڪبي ته ڌرم اسانجي رکيا ڪندو. ڌرم جي هاڃي ڪبي ته ڌرم اسان جي هاڃي ڪندو. اهوئي سڌانت ساريءَ ڪٿا ۾ سمايل آهي. هر منجهيل معاملو انهيءَ جي وسيلي ٿي سلجهي ٿو. ڪارن بادلن جي اندر اِهائي جوليءَ جي ريکا آهي. لوهي ۽ شيهي جي تارن جي وچ اِهائي سوني جي تند آهي.

انهيءَ زماني ۾ وسندڙ ڳوٺ ۽ سهڻا نگر ٻڌي موجود هئا. شهر سندر باغائن ۽ من موهيندڙ محلن سان سينگاريل هئا. جيوت ۽ سماج جو رنگ ڍنگ سڌريل ۽ سهڻو هو. هر پرڪار جو سک ۽ سمپتي موجود هئي. لوڪ چئن ۽ چش سان پنهنجو سمو ڪاٽي سگهندا هئا. واپار به ڪافي وڌيل هو. پر انهيءَ هوندي به مکيه ڌنڌو کيتي ٻاڙي هو.

انهيءَ سمي سڀيتا ۽ سکيا، سنسڪرتي ۽ ساهتيه جا مکيه ڪيندر هئا اسان جا سندر ۽ سهڻا بن. اتي سنسار جي جهنجهٽن ۽ جنجلن کان دور تياڳي ۽ تپسوي ودوان رهندا هئا. انهن مهاتمائن جي ڪٽيائن ۾ وهنواري گيان ۽ آتمڪ وديا جي جوتي جڳندي رهندي هئي. راجڪمار ۽ رئيسن جا پٽ وڏي اتساهه ۽ امنگ سان اتي وديا پراپت ڪرڻ لاءِ ويندا هئا. ٽٽل ٿڪل ٻڍا مڙس وري شانتي هٿ ڪرڻ لاءِ وڃي اهي ان جون پونگيون وسائيندا هئا. ديش جا راجائون انهن سيتائن جي مندرن ۽ دوارن جي پرگهور لهندا هئا. وڏي ۾ وڏو سمراٽ به انهن گوردين کي پوڄ ڪري سمجهندو هو.

پراڻڪ زماني ۾ هندو سماج ۾ ذات پات جا سخت ٻنڌڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ويدڪ زماني ۾ چار ورڻ آهن. مهاڀارت جو وقت ٻنهي جي وچ ۾ اچي ٿو. انهيءَ سمي چار ذاتيون موجود آهن. ڪجهه ننڍ وڏائيءَ جي ڇڪتاڻ به آهي. پر انهيءَ هوندي به جدا جدا ذاتين وارا پاڻ ۾ واهه شاديءَ جا لاڳاپا ڪن ٿا. يڌ کيتر ۾ ڪيترا برهمڻ کترين جيان خوب لڙن ٿا.

مهاڀارت ۽ رامايڻ جو ڀارت جي جنتا تي ايترو اثر آهي جو انهن جي پڙهڻ کان سواءِ ڪو به ڌاريو مسافر ڀارت جي رهڻي ڪهڻي کي پوريءَ طرح سمجهي ڪونه سگهندو، پوءِ چاهي هو ڪري ساري ديش جو سفر ڪري.

اهڙي وياپڪ اثر جو اهو ڪارڻ هو جو اڄ کان ٿورو اڳ

سڀ ٻار تواسي مهاڀارت ۽ رامائڻ جون آکاڻيون انهيءَ وقت سکندا هئا، جنهن وقت هو پنهنجي ماتا جي گود ۾ ڪيڏيندي پنهنجي ماتري ڀاشا سکندا هئا.

اڄ ڪالهه حالتون منجهيل آهن. اها پراڻي پرمپرا بدلجي رهي آهي. پراڻي زماني جي سرلتا ۽ سادگي گم ٿيندي وڃن ٿيون. گهرو جيوت جو نمونو ڦيرو کائي ويو آهي. انهيءَ هوندي به اسان جي ديش ۾ ڪيترا آدمي آهن جن کي رامائڻ ۽ مهاڀارت جي ڪا خبر ڪانه آهي. پر اڄ ڪالهه جيڪي هو ٻڌن ٿا، سو ڪٿڪن ۽ سنيمائن وارن جي ڪلپنائن ۾ ويڙهيل آهي. انهيءَ ڪري هو والميڪيءَ ۽ وياس واري پوري سچ ۽ شان جو درشن ڪري نٿا سگهن.

مان انهيءَ پيڙهي جو آدمي آهيان، جا پيڙهي اڄ جي پيڙهي کان وڌيڪ ڀاڳوان آهي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ پيڙهي رامائڻ ۽ مهاڀارت جي سچائي کي، وڌيڪ سندر روپ ۾ ڏٺو هو. انهيءَ ڪري دل ۾ آيم ته مان ڪجهه پنهنجو واندو وقت تامل ديش جي ٻالڪن کي مهاڀارت جي ڪٿا سرل ڀاشا ۾ ٻڌايان. انهيءَ ڪري ڪي ورهيه ٿيا ته مان ششوپال جي آکاڻي هڪ تامل ماسڪ پتر لاءِ لکي. سمپادڪ کي اها ايترو پسند پيئي جو هن مونکي هرکايو ته مان سمورو مهاڀارت اهڙين آکاڻين جي روپ ۾ پنهنجي ديش جي ٻالڪن لاءِ لکان. مان هٻڪندي انهيءَ ڪم ۾ هٿ وڌو. پر جيڪر مان اهو ڪم شروع ڪيو ته ان منهنجي مٿان جادوءَ جهڙو اثر ڪيو. منهنجي دل لڳي وئي. مان ائين سمجهڻ لڳس ته تامل ٻار منهنجي چوڌاري ڪٿا ٻڌڻ لاءِ ڏاڍيءَ انتظاريءَ سان ويٺا آهن.

مان سمورو مهاڀارت هڪ سؤ سٺن آکاڻين ۾ پورو ڪيو. لکندي لکندي منهنجي دل ۾ پراڻا دل ڇڪيندڙ ۽ پوتر سنبنڌ تري آيا. هرهڪ واڪ ۾ منهنجي لاءِ سنائن سدا هلندڙ سڳنڌ ڀريل هئي.

— راجگوپال آچاريه

# سنڌيڪار جا ٻه شبد

ڀ. سنڌيه سندر ساهتيه جو ديش جي سڀيتا ۽ اتهاس تي گهرو پرڀاءُ پوندو آهي. ڀارت جي پراچين ساهتيه ۾ مهاڀارت جو اوچو استان آهي. مهاڀارت جي ڪٿائن ذريعي سان ڀارت ۾ انيڪ ويرپرش پيدا ٿيا آهن. رامائڻ ۽ مهاڀارت جون ڪٿائون هن ديش جي ڳوٺ ڳوٺ ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڦهليل آهن. شري راجگوپال آچاريه هن مهان گرنٿ جي مکيه وارتائن کي ١٠٧ آکاڻين ۾ ورنن ڪيو آهي. ڄڻڪ ڏاگهر ۾ ڪري سمورو ساگر داخل ڪيو اٿس. سموري شاستر جو سار ۽ تت ڪڍي پاٺڪن کي ٻڌايو اٿس.

اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو هندستان ڪتاب گهر وارن شري راجگوپال آچاريه جي مهاڀارت جو سنڌيءَ ۾ ترجمو تيار ڪرايو آهي. مان انهيءَ ڳالهه کي پنهنجو سڀاڳ سمجهان ٿو جو هن ترجمي ڪرڻ جو ڪم مونکي سونپيو. ترجمي ڪندي مونکي ڏاڍو آنند مليو آهي. هيءُ ترجمو انگريزيءَ تان ٿيل آهي، جيتوڻيڪ مان ڪٿي ڪٿي هندي انوواد کان به ڪجهه سهايتا ورتي آهي. هن ترجمي کي تيار ڪندي مان ڪوشش اها ڪئي آهي ته ليکڪ جون ڀاونائون ۽ ويچار جيتري قدر ٿي سگهي اوتري قدر سنڌس ئي شبدن جي تنز سنڌي ارٿ دوارا ئي پرگهٽ ڪريان. انهيءَ اصول تي عمل ڪندي به مان ڪٿي به شبدن جي ڄار ۾ ڦاسي ڀاونائن ۽ ويچارن کي قربان ڪونه ڪيو آهي. سموري ترجمي ۾ مان ليکڪ جي ليکڻين کي هيٺ مٿي يا اڳي پوءِ ڪونه ڪيو آهي. البت ليکڪ جي ڀومڪا جو روپ مان پنهنجي نموني ۾ ڦيرايو آهي. انگريزي ترجمي جا ٻه ڇاپا نڪري چڪا آهن. ٻنهي ڇاپن جي ڀومڪا جدا جدا آهي. مان انهن ٻن ڀومڪائن ۾ جيڪي ويچار ظاهر ڪيا ويا آهن تنکي گڏي ڪري نئين روپ ۾ پاٺڪن جي اڳيان پيش ڪيو آهي.

جڏهن شري راجگوپال آچاريه پنهنجي پوٿڪا ۾ ڏيکاريو
آهي ته مهاڀارت جو مول تت وياس جو ناهيل آهي. پر پوءِ
وقت بوقت ڪٿاڪارن ۽ اڏاڻڪن انيڪ ملاوٽون ڪيون
آهن. ملاوٽ ڪندڙ به هوشيار ڪاريگر ۽ ڪلا جا ڄاڻو ڏسڻ
۾ اچن ٿا. پڻ پڻ ڳالهين کي ڳنڍڻ ۾ هنن ڪمال ڪري ڏيکاريو
آهي. هن گرنٿ ۾ جيوتشڪ اتهاس ۽ ڀوگول، ڀوتڪيءَ ۽
گڻت، ڌارمڪ سدانتن ۽ درشنن جي ٽن جون انيڪ ڳالهيون
موجود آهن، ته به مهاڀارت آهي مهاڪاويه. انهيءَ ڪري
انکي انهيءَ درشٽيءَ سان پڙهڻ ۽ ڏسڻ گهرجي. فلاڻي ڳالهه
منهنجي سدانت سان نٿي ٺهڪي تنهنجو ويچار ترجمي ڪرڻ
واري کي ڪرڻو ڪونه آهي. ترجمان جو ڪم آهي ته ليکڪ
جي ڳالهين کي جيئن جو تيئن ظاهر ڪري. سدانتن جي بحث
مباحثي جي جاءِ ڪا ٻي ٿيندي آهي.

مهاڀارت جي سمالوچنا لکڻ يا انهن ڏنلن ڳالهين جو کنڊن
منڊن ڪرڻ يا منجهس آيل ڪٿائن جي گهري سمجهاڻي
ڏيڻ هن ترجمي جو ڪم نه آهي. انهيءَ ڪري مان اوتار واد
وغيره بابت ڪجهه به ڪٿي به نه چيو آهي. البت ڪن ڪن
ڪٿائن جي کولڻ لاءِ هڪ ٻن هنڌ مان هڪ اڌ نوٽ ڏنيو
آهي. ڪو وجهه مليو ته مان سنڌرروپ ۾ هڪ گرنٿ لکندس
جنهن ۾ مان اتهاس جو تت يا سدانت جو تت ظاهر ڪري
ڏيکاريندس. انت ۾ مان وري به هندستان ڪتاب گهر وارن
کي ڌنيواد ڏيان ٿو جو هنن مونکي هيءُ ڪم سونپيو. ترجمي
ڪرڻ ۾ مهاشيه گنگارام ايم. اي. ۽ منهنجي سپتريءَ سشيلا ديويءَ
مونکي سهائتا ڪئي آهي، مان انهن کي به ڌنيواد ڏيان ٿو.
پتر بلديو منهنجي غيرحاضريءَ ۾ ڪيترا پروف ڏنا آهن ۽
اهڙي ريت منهنجو بار هلڪو ڪيو آهي.

تاراچند گاجرا

# فهرست

# گڻپتي ـ ليکاري

ڀڳوان وياس، ويدن جو نامور گرنٿڪار، جنهن جي واسطي پرسڌ آهي تہ انهيءَ رشيءَ ئي سنسار کي مهاڀارت جهڙو مهاڪاويہ سوکڙيءَ طور ڏنو سو مهامني پاراسر جو پٽ هو.

مهاڀارت جي رچنا رچڻ کان پوءِ هو هن ڪٿا کي سنسار اڳيان پرسڌ ڪرڻ لاءِ ساڌن ڳولڻ لڳو. هن برهما جو چنتن ڪيو؛ انهيءَ تي پرجاپتي هن جي اڳيان اچي پرگهٽ ٿيو. وياس هن کي سر نوائي پرڻام ڪيو ۽ هٿ جوڙي پرارٿنا ڪئي تہ: ”سوامي، مون هڪ اتم پستڪ جي رچنا رچي آهي، مگر ڪوئي اهڙو پرش خيال ۾ نٿو اچي جيڪو منهنجي چوڻ تي لکي سگهي. برهما وياس مهاراج جي واکاڻ ڪئي ۽ چيو: ”مهاتما گڻپتيءَ کي ياد ڪري سڏ پوءِ کيس وينتي ڪريو تہ هو توهان جو ليکاري ٿئي.“ ائين چئي برهما انترڌان ٿي ويو. مهاتما وياس گڻپتيءَ جو چنتن ڪيو ۽ هو اچي سندس سنمک پرگهٽ ٿيو. وياس سندس جوڳو ستڪار ڪيو ۽ چيو: ”سوامي گڻپتي! آءٌ مهاڀارت جي ڪٿا چوندو ويندس ۽ مان اوهان کي پرارٿنا ٿو ڪريان تہ ڪرپا ڪري اها لکندا وڃو.“

گڻپتيءَ وراڻيو: ”ٺيڪ آهي. آءٌ اوهان جي اڇا پوري ڪندس، مگر منهنجو قلم لکندي رڪجڻ نہ کپي. تنهن ڪري بنا ترسڻ ۽ هٻڪ جي اوهانکي اچارڻو پوندو. آءٌ رڳو انهيءَ تي شرط تي لکي سگهندس.“

وياس اهو شرط قبول ڪيو. البت خبرداريءَ سان ٻيو شرط وجهندي هن چيو تہ ”اهو شرط قبول آهي، پر جيڪي اچاريان، تنهنکي لکڻ کان اڳ اوهان کي چڱيءَ طرح سمجهڻو پوندو.“

گڻپتيءَ منڪي اهو شرط قبوليو. پوءِ وياس مهاراج مهاڀارت جي ڪٿا ٻڌائڻ شروع ڪئي. وقتي وقتي هُن اهڙا پيچيدا شلوڪ ٿي رچيا جو گڻپتيءَ کي انهن جي اَرٿ سمجهڻ لاءِ ذرا ترسڻو ٿي پيو. وياس ان جو فائدو وٺي من ۾ ڪيترا شلوڪ گهڙي ٿي ورتا. ان طرح وياس مهاراج جي لکائڻ سان گڻپتيءَ جي هٿان مهاڀارت لکيو ويو.

هيءَ ڳالهه ڇاپخاني جي زماني کان گهڻو اڳ جي آهي. انهيءَ زماني ۾ ودوانن جي يادگيري ئي پستڪن جي رکيا جو سادن هوندي هئي. وياس پهريائين پنهنجي پٽ مهاتما شُڪ کي اهو مهاڪاويه سيکاريو. ان کانپوءِ هُن ڪيترن ششن کي سمجهايو. جي ائين نه ڪري ها ته اڄ مهاڀارت ڳولهيو نه لڀي ها.

ڪٿا آهي ته نارد مهاڀارت جو داستان ديون کي ٻڌايو ۽ شڪديو، گندرون راڪشسن ۽ يڪشن کي سيکاريو. وري سداچاري ودوان وئشمپاين، جيڪو وياس جو مکيه شش هو، ڌرتي منش جاتيءَ جي ڀلائيءَ لاءِ اهو مهاڪاويه پرڪاشت ڪيو. جنميجيه، مهاراجا پريڪشت جي پٽ، هڪ وڏو يگيه ڪيو. انهيءَ يگيه جي هلندي وئشمپاين هُن جي وينتي ڪرڻ تي مهاڀارت جي ڪٿا ڪري ٻڌائي. ان کان پوءِ اها ڪٿا جڏهن وئشمپاين ٻڌائي ته سوت نيمشارڻيه بن ۾ رشين جي سڀا ۾ دهرائي. ان سڀا جو اڳوان هو رشي شونڪ.

سوت گڏ ٿيل رشين ڏانهن نهاري چيو: ”اها منهنجي سڀاڳيه جي ڳالهه آهي جو وياس مهاراج جو رچيل مهاڀارت مون ٻڌو آهي. ان ۾ منش جي ڌرم ۽ جيوت جي ٻين اُديشن بابت سکيا ڏنل آهي. مان چاهيان ٿو ته اها توهان کي ورڻن ڪري ٻڌايان.“ اهي لفظ ٻڌي يوگي لوڪ انتظاريءَ وچان هُن جي چوگرد اچي مڙيا.

سُوت اُنهيءَ هلي ڇيو، "مهاڀارت جي مکيه ڪٿا ۽ ان ۾ جيڪي اُپ-ڪٿائون آهن سي مون وئشمپاين کان يڳيه وقت ٻڌيون هيون. اهو يڳيه مهاراجا جنميجيه رچيو هو. ڪٿا ٻڌڻ کان پوءِ مان لنبيءَ تيرٿ ياترا تي نڪتس ۽ ڪيترن پوتر استانن تي ويس. مان انهيءَ ڀوميءَ تي به ويس جتي مهاڪاويه ۾ بيان ڪيل وڏي يڌ لڳي هئي. هاڻي آءٌ اوهان سان مکاميلو ڪرڻ آيو آهيان." ائين چئي هن انهيءَ وڏيءَ سڀا ۾ مهاڀارت جي ڪٿا شروع ڪئي.

مهاراجا شانتنو جي مرتيوءَ کان پوءِ چترانگد هستناپور جو راجا ٿيو. هن کان پوءِ وري وچتر ويريه سنگهاسن تي براجمان ٿيو. وچتر ويريه کي ٻه پٽ هئا - هڪ جو نالو هو ڌرتراشٽر ۽ ٻئي جو پانڊو. وڏو ڀاءُ ڄمندي ئي اکين سڃو هو. ان ڪري ننڍو ڀاءُ، پانڊو، تخت تي ويٺو. راڄ ڪندي پانڊوءَ ڪو اپراڌ ڪيو جنهن ڪري ڪيس ٻن استرين سميت ٻن ۾ وڃڻو پيو. اتي هن ڪيترا ورهيه پراشچت ڪندي گهاريا.

ٻن ۾ رهندي پانڊوءَ جي ٻن استرين ڪنتيءَ ۽ مادريءَ پنجن پٽن کي جنم ڏنو جي "پنجن پانڊون" جي نالي سان مشهور ٿيا. جڏهن هو اڃا ٻن ۾ ئي هئا ته پانڊو گذاري ويو. رشين پنجن پانڊون جو پالن پوشن ڪيو. ائين سندن ٻال اوستا گذري وئي. جڏهن وڏو ڀاءُ يڌشٽر سورهن ورهين جي ڄمار کي پهتو تڏهن رشي هنن کي هستناپور موٽائي وٺي آيا ۽ کين ڀيشم پتا جي حوالي ڪيائون.

ٿوري ئي عرصي ۾ پانڊو ويدن ۽ ويدانت ۾ پرويڻ ٿيا ۽ ڪيترن هنرن جو - خاص ڪري اٿهن جو، جن جو ڪترين سان لاڳاپو آهي - پڻ اڀياس ڪيائون. سورداس ڌرتراشٽر جا پٽ ڪورو ايرکا ۾ جلڻ لڳا ۽ پانڊون کي طرح طرح جا ڏک ڏيڻ لڳا.

انت ۾ ڪتنب جي بزرگ ڀيشم وچھ ڀيڻي ناھ ڪرايو. ان موجب پاندون جي پلڪ ڀيو الدر پرست جو راج ۽ ڪورون کي ھٿ آئي ھستناپور.

ڪجھ وقت کان پوء ان سمي جي راجائن جي چالو رواج موجب پاندون ۽ ڪورون جي وچھ چوپڙ راند ٿي. شڪنيء ڪورون پاران داء ھلايو ۽ يڌشٽر کان کٽيو. ان جو نتيجو اھو ٿيو جو پاندون کي تيرھن سال بن ۾ رھڻو پيو. ھو راج ڇڏي دروپديء سوڌا جھنگ ڏانھن راھي ٿيا.

داء جي شرطن موجب پاندون ٻارھن سال بن ۾ گھاريا ۽ ھڪ سال لڪل اوستا ۾ رھيا. جڏھين ھو موٽيا تڏھين دريوڌن کان پنھنجي وڏن جو ورثو گھريائون. دريوڌن سندن راج قبائي ويٺو ھو ۽ ھن اھو موٽائڻ کان انڪار ڪيو. ان سبب جنگ لڳي. پاندون دريوڌن تي سوڀ پائي ۽ پنھنجو ورثو وري ھٿ ڪيو.

ھنن ڇٽيھ سال راج ڪيو. پوء پنھنجي پوٽي پريڪشت کي راج ڏيئي پاڻ وطن جي ڇوڏن سان ات پڪي دروپديء سميت بن ڏانھن ويا.

مھاڀارت جي ڪٿا جو اھو آھي سار. اسانجي ديش جي ھن پراچين ۽ وچتر مھاڪاوي ۾ پاندون جي ڪرم ڪٿا کانسواء ڪيتريون ٿي ٻيون اُتم سکياٺون ۽ درشتانت سمايل آھن. سچ پچ مھاڀارت ھڪ مھاساگر آھي جنھن ۾ انڳ ڳجھيا جواھر ۽ انڳ ميا موتي موجود آھن. رامائڻ ۽ مھاڀارت ڀوميء جي آچار ۽ سڀيتا جو زنده چشمو آھن.

[ا]

## ديو ورت

گنگا مانگا ديهي ڌاري، شانتنوءَ جي اکيان اڳي پرگهٽ ٿي. سندس الوڪڪ سونهن ڏسي راجا مست ٿي پيو. ڪيس هٿ ڪرڻ لاءِ هو راڄ، ڌن، دولت، بلڪ پنهنجي جان به مٿس نڇاور ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. ڏاڍيءَ اڪير مان ليلائي چيائينس: "تون ڪري ڪير به هجين، مان توکي ضرور پنهنجي راڻي بڻائيندس."

گنگا وراڻيو: "او مهاراجا! آءٌ تنهنجي ڌرمپتني ٿيندس پر ڪن شرطن سان. پهريون ته تون يا ٻيو ڪو به مونکان نه پڇندو ته آءٌ ڪير آهيان، ۽ ڪٿان آئي آهيان. ٻيو جيڪي به آءٌ ڪريان تون ان ۾ رڪاوٽ نه وجهندين، پوءِ ڪري مان چڱو ڪريان يا مَنو، ڪنهن به ڪارڻ تون مون سان ڪاوڙ نه ڪندين. نڪي تون مونکي ڪو به اڻ-سهائيندڙ لفظ چوندين. جي شرطن جي ابتڙ هلندين ته آءٌ يڪدم توکي ڇڏي ويندي‌س. اٿيئي قبول؟"

راجا هو پريمي پاڳل. سو قسم کڻي ڪري پنهنجي قبوليت ڏنائين ۽ گنگا سندس استري بڻجي ساڻس گڏ رهڻ لڳي. هن پنهنجي شيل، سونهن ۽ آتوٽ پريم سان مهاراجا جي دل کسي ورتي. مهاراجا شانتنو ۽ گنگا پورڻ آنند جي جيوت گذارڻ لڳا. ٻئي پريم ۾ اهڙا ته مست هئا جو ڪين پتو پئي ڪو ته رهيو ته ڪيترو وقت گذري.

گنگا ستن سارا سٽ پٽ ڄڻيا. هر هڪ نئون ڄاول ٻار هوءَ

ڪٽي وڃي گنگا نديءَ ۾ ڦٽو ڪندي هئي ۽ پوءِ مهاراجا وٽ مشڪندي اچي ويهندي هئي.

شانتنوءَ کي هيڙيءَ راڪسي هلت تي ڏک به لڳندو هو ۽ ڪاوڙ به ايندي هئي پر هو وچن ڏيئي چڪو هو، تنهڪري سڀ صبر سان سٺائين. عجب ضرور لڳندو هيس. من ۾ چوندو هو ته هيءَ ڪير آهي، ڪٿان آئي آهي ۽ هن طرح خوني ڏائڻ وانگر ڇو ٿي هلت هلي؟ هڪ وچن جو ٻڌل، ٻيو سوپيا جو داس، ٽيون پريم جو پوڄاري، سو راجا کي همت ئي ڪانه ٿي جو ڪري گنگا کي ڏوراپو ڏي.

ان طرح جڏهن اٺون ٻار ڄائو ۽ گنگا ان کي به نديءَ ۾ اڇلڻ لڳي هئي ته شانتنوءَ جو صبر ٽٽي پيو.

هن رڙ ڪري چيو: ”بس! بس!! ڇو پنهنجي نردوش ٻارن جو هٿين ڀيانڪ ۽ اسڀاوڪ خون ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌي بيٺي آهين؟“ انهن زوردار لفظن سان مهاراجا هن کي روڪيو.

گنگا وراڻيو: ”او مهاراجا! ٻار جي موهه ۾ ڦاسي، تو پنهنجو وچن وساريو آهي. ان ڪري مان وڃان ٿي، آءٌ هن ٻار کي نه ماريندس. پر پنهنجي ٻاري ۾ ڪا به فتوا ڏيڻ، کان اڳ منهنجي ڪٿا ٻڌ. آءٌ وسشٽ جي سراپ سبب مجبور ٿي هيءَ ڌڪار جوڳو ڪم ڪري رهي آهيان. مان ديوي گنگا آهيان. سُر ۽ نر، ديوتائون ۽ منش ٻئي منهنجي پوڄا ڪندا آهن. وسشٽ اٺن وسن کي سراپ ڏنو ته هو مرت لوڪ ۾ جنم وٺندا ۽ هنن جي وينتيءَ تي آءٌ سندن ماءُ ٿيڻي هيس. مان اهي تو مان ڄڻيا ۽ اهو تنهنجي لاءِ چڱو آهي جو انهن ٿيو ڇاڪاڻ ته انهن وسن جي جيڪا تو هيءَ شيوا ڪئي آهي، ان ڪري اُتم ۽ اوچ لوڪن ۾ جنم وٺندا ين. مان تنهنجو هيءُ پويون ٻالڪ ڪجھ وقت پاليندس ۽ پوءِ توکي پنهنجي سوکڙيءَ طور موٽائي

ڏيندا پس." انهن لفظن چوڻ کان پوءِ ديوي پار سوڌو گم ٿي وئي. اهوئي بالڪ هو جو پوءِ مشهور رشي ٿيو.

ان وقت کي وسشٽ سراپ ڇو ڏنو؟ وسوءَ پنهنجي استري سوڌا هڪ پهاڙ تي شڪل ڪرڻ ويا. اتي وسشٽ جي ڪٽيا هئي. ڪٽيا جي ٻاهران وسشٽ جي ڳانءِ لنديني چري رهي هئي. هڪ وسوءَ جي ان تي نظر پيئي. ڳانءِ جي اَنُل سوڀيا هن کي موهي ڇڏيو ۽ هن استري کي اها ڳئو ڏيکاري. ان سوينيڪ جانور کي ڏسي سڀ استريون اوچي سر سان ان جي ساراهه ڪرڻ لڳيون ۽ هڪڙيءَ پنهنجي پتيءَ کي چيو ته "ناٿ! اها ڳئو منهنجي لاءِ ڪاهي هلو."

هن ورندي ڏني: "اسان ديون کي ڳانءِ جي کير جي کهڙي لوڙ آهي؟ هيءَ ڳانءِ مني وسشٽ جي آهي جو هن ساري استان جو مالڪ آهي. اسان ان جو کير پي پڪ امر ٿي پوندو پر اهو اسان لاءِ ڪارائتو نه آهي ڇو ته اسين اڳيئي امر آهيون. ڇا اسان لاءِ اهو نيڪ آهي ته پنهنجي من جي پُرَ کي پوري ڪرڻ لاءِ وسشٽ جي ڪاوڙ سر تي کڻون؟"

ٿريا هٺ سنسار ۾ مشهور آهي. هيءَ ديوي پنهنجي خيال کان نه ٽري ۽ چوڻ لڳي: "مرت لوڪ ۾ منهنجي هڪ پياري ساهيڙي آهي. آءٌ ان جي ڪري ئي هيءَ عرض ڪريان ٿي."

وڌيڪ هن چيو: "وسشٽ جي موٽڻ کان اڳ اسين ڳانءِ سوڌو پڄي نڪرنداسين. اهو ڪم منهنجي ڪري ضرور ڪرڻو پوندو. ڇاڪاڻ ته اها منهنجي سخت چاهنا آهي." آخر پتي مڙيو. سڀ وسو گڏجي ڳانءِ ۽ سندس وڇڙو وٺي هليا ويا.

جڏهن وسشٽ پنهنجي آشرم ۾ موٽيو ته ڳانءِ ۽ سندس وڇڙو گم ڏٺائين. ڇاڪاڻ ته سندس روزاني ڪريا ڪرم لاءِ اهي ٻئي تمام ضروري هئا، تنهن ڪري انهن جي کوج ڪرڻ لڳو. جلد ئي پنهنجي يوگ بل سان سڀ ڪجهه ڄاڻي ورتاءِ.

ڪروڌ چڙهي ويس ۽ وسن کي سراپ ڏنائين ته مرت لوڪ ۾ جنم وٺن. منيءَ جي ڪپسيا هئي اڃا ڪٿي ۽ لڪي، سو اُچا سنڪلپ مس ڪياءِ ته وسن جي من ۾ اچي ڦٽڙي پيئي. انهيءَ گهٻرات ۾ هو منيءَ جي شرڻ ۾ ڪِري پيا ۽ ڪانئس ڪميا جي گهر ڪرڻ لڳا.

وسشٽ چيو: ”سراپ ضرور پنهنجو اثر ڏيکاريندو. پرڀاسا وسو، جنهن اوهانکي چيڙيو هو سو سنسار ۾ گهڻو وقت رهندو، پر رهندو شان شوڪت سان. باقي ٻيا جمندي ئي مڪت ٿيندا. منهنجو وچن وٿرتو نه ويندو پر سراپ کي ايتري حد تائين نرم ڪندس.“ ڪروڌ جي ڪارڻ وسشٽ جي تپسيا جو اثر گهٽجي پيو. انهيءَ ڪري هو وري وڃي تپسيا ۾ لڳو. جيڪي مني تپ ڪندا آهن، تن کي سراپ ڏيڻ جي شڪتي پراپت ٿيندي آهي. پر اُن شڪتيءَ کي ڪم آڻڻ سان سندن گڻن جو خزانو گهٽجي ويندو آهي.

وسن کي ڪجهه ڏينهن ملپو ۽ ديوي گنگا وٽ وڃي ڪيس چوڻ لڳا: ”اسين لوڪي پراڻما تا ڪريون ته تون اساڃي ماتا ٿيءُ. اسين وليه تا ڪريون ته اساڃي خاطر پرٿويءَ تي لهي ڪنهن يوڳيه پرش سان وواهه ڪر ۽ جڏهن تي اسين جنم وٺون تڏهن اسان کي جل ۾ ڦتو ڪري سراپ کان آجو ڪر.“ ديويءَ سندن عرض اُنايو. پرٿويءَ تي آئي ۽ شانتنوءَ جي پتني بڻي.

جڏهن ديوي گنگا شانتنوءَ کي ڇڏيو ۽ اُتين ٻار سان اندرلوڪ ڏانهن ويئي تڏهن مهاراجا سڀ اندرين جا سک ڀوڳ ڇڏي ويراڳ ورتيءَ سان راڄ ڪرڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن هو گنگا نديءَ جي ڪناري تي پئي گهميو ته هن هڪ ٻالڪ ڏٺو جو سونهن ۾ ديوتائن جي راجا اندر جي سمان هو. انهيءَ وقت گنگا ۾ پاڻيءَ جي چڙهه هئي. ٻالڪ چڙهه کي

روڪڻ لاءِ بند ٻڌڻ تي چاهيو ۽ ان لاءِ تير چٽي چٽي تي اوڏانهن اُڇليائين. شڪتي شالي نديءَ سان انهن تي ڪيڏيائين جيئن هڪ ٻالڪ پنهنجي ديالو ماتا سان. مهاراجا هيءُ نظارو ڏسندي اچرج ۾ پئجي ويو. اتي سندس ڏرمپتني اچي پرگهٽ ٿي ۽ ٻالڪ کي کڻي پنهنجي پتيءَ اڳيان پيش طور رکيائين.

ديويءَ چيو: ”هيءُ اُهو اٺون ٻار آهي جيڪو مون توکي ڇڏي ڏنو هو. هن وقت لاءِ مون هن کي پاليو ناليو آهي. هن جو نالو آهي ديوورت. هٿيارن جي هنر ۾ هيءُ پرويڻ ٿيو آهي ۽ ويڙهه ۾ پرسرام جو ثاني آهي. هي وسشٽ کان ويد ۽ ويدانت سکيو آهي ۽ جيڪو هنر ۽ گيان شنڪر وٽ آهي تنهن جي ڪيس پوري ڄاڻ آهي. هن ٻار کي پاڻ سان وٺي وڃ. هو وڏو ڏانش ڌاري آهي، سوروير آهي ۽ راڄنيتيءَ جو ڄاڻو آهي.“ پوءِ ٻالڪ کي آشيرواد ڏنائين ۽ ڪيس سندس پتا جي سپرد ڪري انترڌان ٿي وئي.

[٢]

# ڀيشم جي پرتگيا

مهاراجا هن نيجوان راڄڪمار ديوورت کي وٺي ڏاڍو گدگد ٿيو ۽ ڪيس يووراج جي پدوي ڏيئي تخت جو وارث بڻايو.

چار سال گذري ويا. هڪڙي ڏينهن مهاراجا جيئن جمنا جي ڪناري تي گهمي رهيو هو ته اوچتو هوا ۾ هڪ غيبي مڌر سڳنڌ ڦهلجي وئي. راجا ان جو ڪارڻ ڄاڇڻ لڳو. ڏنائين ته اها سڳنڌ هڪ نوجوان سندريءَ مان اچي رهي آهي. ڇا ته ڇوڪريءَ جي سونهن هئي! جنسي سرڳ جي اپسرا پئي لڳي. هڪ رشيءَ ڪيس ور ڏنو هو ته ”تو مان سدائين ديولوڪ

جي سڳنڌ پيئي نڪرندي" اها سرهاڻ هيئنر ساري ٻن کي خوشبوءِ سان ڀَرِ ڪري رهي هئي.

مهاراجا کي جڏهن کان گنگا وڇوڙو ڏيئي ويئي هئي، تڏهن کان هن پنهنجي اندرين کي ضابطي هيٺ رکيو هو. پر هن الوڪڪ سندريءَ جي سوڀيا ڏسڻ سان هن جي ضابطي جا زنجير ٽٽي پيا ۽ اڇهل خواهش سان سندس دل ڀرجي ويئي. ڇوڪريءَ کي چيائين ته "مون سان شادي ڪر."

ڪماريءَ وراڻيو: "مان مهاڻي آهيان ۽ مهاڻن جي مکيءَ جي ڌيءَ آهيان. توهان هن کي چئي پلي موڪل وٺو." ان ڇوڪريءَ جو جهڙو روپ سنو هو تهڙوئي سندس آواز منو هو.

سندس پيءُ هڪ چتر ماڻهو هو. هن چيو: "اي راجن! ان ۾ شڪ ڪونهي ته پين ڪنيائن جيان هيءَ به ڪنهن نه ڪنهن سان ضرور پرڻبي ۽ توهان سچ پچ هن ڪنيا لاءِ لائق ور آهيو. پر توهان هن سان لائون لهو ان کان اڳي توهان کي هڪ انجام ڪرڻو پوندو."

شانتنوءَ وراڻيو: "جي انجام واجبي هوندو ته ڪندس."

مهاڻن جي مکيءَ چيو: "هن ڇوڪريءَ مان جيڪو ٻار پيدا ٿئي سو توهان کان پوءِ راڄ ڌڻي ٿئي."

جيتوڻيڪ مهاراجا تي ڪام-انڌ سوار هئي ته به هو انهيءَ انجام لاءِ تيار نه ٿيو. انهيءَ انجام جي معنيٰ هئي گنگا پٽر ديوتا سروپ ديو ورت کان سندس حق کسڻ. اها قيمت اَدا ڪرڻ ۾ راجا پنهنجي گهٽتائي ٿي سمجهي. تنهن ڪري هو دلشڪسته ٿي هستناپور ڏانهن موٽيو. هن اها ڳالهه ڪنهن سان به نه کولي ۽ اندر ئي اندر ڳرندو رهيو.

هڪڙي ڏينهن ديو ورت پيءُ کي چيو ته "پتاجي! اوهان جا سڀ منورٿ سڌ آهن. پوءِ به اوهان ڇو اُداس آهيو ۽ ڪهڙي ڳجهي دک سبب چنتا ۾ ڇڪتا چور ٿي رهيا آهيو؟"

مهاراجا ورندي ڏني: ”پيارا پُٽ! تون جيڪي چوين ٿو سو سچ آهي. اڄ سڄو هندستان مالڪ پيڙا ڪان پيڙجي رهيو آهيان. تون منهنجو هڪڙو ئي پٽ آهين ۽ هميشه فوجي معاملن ۾ رڌل آهين. دنيا ۾ حيالي بي بقا آهي ۽ جنگيون لڳاتار لڳن ٿيون. ايشور نہ ڪري ۽ ڪا آپدا تنهنجي مٿان اچي ڪڙڪي تہ اسان جو گهراڻو ئي ختم ٿي ويندو. البت تون هڪ سؤ پٽن جي برابر آهين. تنهن هوندي بہ جيڪي شاسترن جا گياتا آهن تن جو چوڻ آهي تہ هن ڪڻ ڀنگ سنسار ۾ جنهن کي رڳو هڪ پٽ آهي سو جڻڪ پٽ کانسواءِ آهي. اها نيڪ ڳالهہ نہ آهي تہ اسان جي گهراڻي جي هستي صرف هڪ حياتيءَ تي مدار رکي. مونکي سڀ کان وڏيڪ خيال اهو آهي تہ اسان جو گهراڻو سدا هلندو رهي. منهنجي ڳڻتي جو اهو ئي ڪارڻ آهي.“ پتا، پٽ اڳيان سچي وارتا ظاهر ڪرڻ کان شرمائجي، ساڻس هن ڇل ڀري نوع ۾ ڳالهايو.

ڏاهي ديوورت سهي ڪيو تہ سندس پيءُ جي مانسڪ مونجهاري جو ڪو ٻجهو ڪارڻ آهي. انڪري رٿوان کان سوال پڇي جمنا ڪناري تي مهاڻيءَ سان ملاقات وارو سمورو منجهہ پرايائين. ان بعد هو مهاڻن جي مکيءَ ڏي ويو ۽ پنهنجي پتا لاءِ سندس ڌيءَ جو سڱ گهريائين. مهاڻي ڳالهايو اَدب سان، پر پڪو پختو: ”منهنجي ڌيءَ سچ پچ مهاراجا جي پتني ٿيڻ جي يوڳيہ آهي؛ پوءِ سندس پٽ راجا نہ ٿيڻ کپي؟ پر توکي راج جو وارث ڪيو ويو آهي ۽ سياويڪ تون ئي پيءُ کان پوءِ تخت تي وهندين. اهائي ڳالهہ وواه جي رستي ۾ رڪاوٽ آهي.“

ديوورت جواب ڏنو: ”مان توکي وچن ٿو ڏيان تہ هن ڪماريءَ مان جيڪو پٽ اُپجڻ ٿيندو سو ئي راجا ٿيندو. مان سندس فائدي ۾ راج ڀاڳ جو حق ٿياڳ ٿو ڪريان“ ائين چئي هن وڏيءَ انوسار پرلکيا ڪئي.

مهاڻن جي مکيءَ چيو: ”اي ڀارت ڪل جا سپوت! تو اهو ڪيو آهي جو راڄ گهراڻي مان هن مهل تائين ٻئي ڪنهن ڪين ڪيو آهي. تون سچ پچ سورهيه آهين. تون بارڻ ٿي منهنجي ڌيءَ کي پنهنجي پتا ڏانهن وٺي وڃ. پر ڪنوار پيءُ جي حيثيت ۾ مان ڪجهه وڌيڪ چوڻ چاهيان ٿو، سو ڌيرج سان ٻڌ. مونکي ذرو به شڪ نه آهي ته تون پنهنجو وچن پوريءَ ريت پاڙيندين پر مان ڪئن اميد رکان ته جيڪا تنهنجي اولاد ٿيندي سا راڄ گديءَ جي حق تان هٿ ڪڍندي؟ تنهنجا پٽ سياويڪ تو وانگر ٿي بهادر ٿيندا ۽ جيڪڏهين هو زوريءَ راڄ هٿ ڪرڻ چاهيندا ته سندن مقابلو ڪرڻ ڏکيو ٿيندو. اهو سنديه مونکي ستائي رهيو آهي.“

اهو پيچيده سوال ٻڌي ديوورت، جو پنهنجي پيءُ جي اڇا پوري ڪرڻ لاءِ آتو هو، پنهنجو مهان تياڳ ڪري ڏيکاريو. ڪنيا جي پيءُ سان انجام ڪياءِ: ”آءٌ ورواه هرگز نه ڪندس ۽ پنهنجو جيون اکنڊ برهمچريه کي ارپڻ ڪندس.“ سورهيه ٻانهن مٿي کڻي پرتگيا ڪيئي. جيئن هن تياڳ جا اهي شبد اچاريا تيئن ديوتائن مٿانئس گلن جي ورکا ڪئي ۽ وايومنڊل ۾ ”ڀيشم“، ”ڀيشم“ گونجڻ لڳو. ”ڀيشم“ معنيٰ اهو جيڪو ڀيانڪ پرتگيا ڪري ۽ ان جو پالن ڪري. ان وقت کان وٺي ديوورت تي اهو نالو پئجي ويو. پوءِ گنگا-پتر ڪماري ستيه وتيءَ کي پنهنجي پتا ڏانهن وٺي ويو.

شانتنوءَ کي ستيه وتيءَ مان چترانگد ۽ وچترويريه نالي ٻه پٽ پيدا ٿيا جيڪي هڪ ٻئي جي پٺيان تخت تي ويٺا. وچترويريه کي ڌرتراشٽر ۽ پانڊوءَ نالي ٻه پٽ سندس ٻن استرين امبڪا ۽ امبالڪا مان پيدا ٿيا. ڌرتراشٽر جا سؤ پٽ ڪورون جي نالي سان سڏبا هئا. ۽ پانڊوءَ کي پنج پٽ هئا جيڪي پانڊون جي نالي سان پرسڌ هئا.

ڀيشم ڳهڻو ئي وقت جيئرو رهيو. ڪروکيتر جي مشهور يڌ جي پڄاڙيءَ تائين سڀ هن کي پتامهہ طور عزت ڏيندا هئا.

[٣]

## امبا ۽ ڀيشم

ستيہ وتيءَ جو پٽ چترانگد هڪڙي گنڌروءَ سان جنگ ڪندي مارجي ويو. جيئن ته هو اولاد کانسواءِ مري ويو انهن ڪري سندس ڀاءُ وچتر ويريہ حقي وارث ٿيو. پر هو صغير هو ۽ جيسين وڏو ٿيو تيسين ڀيشم سندس نالي ۾ راڄ هلايو.

جڏهين وچتر ويريہ جوانيءَ کي پهتو تڏهين ڀيشم هن جي لاءِ ڪنوار جي ڳولها ڪرڻ لڳو ۽ جڏهين ٻڌائين ته ڪاشيءَ جي راجا جون ڌيئر پراچين ڪترين جي رواج موجب سويمبر ڪرڻ واريون آهن تڏهين پنهنجي ڀاءُ واسطي ڪين هٿ ڪرڻ لاءِ اوڏانهن ويو. ڪوشل، ونگ، پندر، ڪالنگا جا راجائون ۽ راجڪمار ۽ راڄ اڌڪاري به سويمبر لاءِ انهيءَ جڙي ڪاشيءَ ۾ آيا هئا. راڄ ڪماريون ته سونهن جي ڪري ديسان ديس مشهور هيون. انهيءَ ڪري انهن کي هٿ ڪرڻ لاءِ سخت چٽاڀيٽي تي رهي هئي.

ڪشترين ۾ ڀيشم پرسڌ ٻلوان هو. ٻهرين سڀني سمجهو ته هي مهاپرتاپي سورويرُ سويمبر جو فقط السو ڏسڻ آيو آهي پر جڏهين ڏٺائون ته هو اميدوار آهي تڏهين گهڻو ڪليش ٿين ۽ ڪن نااميد ٿيا. هنن کي اها ڄاڻ ڪانہ هئي ته هو سچ پچ پنهنجي ڀاءُ وچتر ويريہ لاءِ آيو هو.

راجائون ڀيشم کي طعنا هڻڻ لڳا. چي: ”پارس ڪل جو هيءَ

نهايت نيڪ ۽ سچيتو سپوت شايد اهو وساري ويٺو آهي ته هو ڏاڍو پوڙهو آهي. پنهنجي پرتگيا به مڃاڻ ڀاڃي ويو آهي! هن ٻڍي مڙس جو سنويمبر سان ڪهڙو واسطو؟ ڏڪار هجي هن جي سفيد ريش تي!" راجڪمارين جن کي گهوٽ چونڊڻا هئا تن ته ٻڍي مڙس ڏانهن ڀورو نهاريو به ڪونه.

ڀيشم جو ڪروڌ ڀڙڪو کائي اٿيو. گڏ ٿيل راجائن کي بهادري آزمائڻ لاءِ للڪاري، ڀيشم سڀني کي جيتي ٽنهي راجڪمارين کي پنهنجي رٿ ۾ کڻي هستناپور ڏانهن روانو ٿيو.

ڀيشم اڃا ٿورو ئي وڌيو ته سؤڀ ديش جي راجا شالوءَ کيس روڪيو. راجا شالوءَ جو امبا سان گهڻو پريم هو انهيءَ ڪري هو ڀيشم جو مقابلو ڪرڻ لڳو. پر ڀيشم هو ٻلوان برهمچاري ۽ نپڻ ڌنرڌاري. جيتوڻيڪ پريم جي مستيءَ ڪري شالو ڏاڍيءَ ويرتا سان وڙهيو ته به ڀيشم جي ٻاڻن کيس ڦٽي ڪيرائي وڌو. امبا جي منت ڪرڻ تي ڀيشم شالوءَ کي جيئدان ڏنو.

راجڪمارين سميت هستناپور ۾ پهچي ڀيشم سنڌن وواهه وچترويريه سان ڪرڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. جڏهن سڀ وواهه لاءِ گڏ ٿيا تڏهين امبا خنده زنيءَ سان ڀيشم کي چيو: "او گنگا پتر! توکي سڌ آهي ته شاسترن ۾ ڪهڙو آديس ٿيل آهي. مون من سان سؤڀ جي راجا شالوءَ کي پنهنجو پتي چونڊيو آهي. تو مون کي هٿ زوريءَ آندو آهي. اهو ڄاڻندي، او شاسترن جا گياتا! توکي جيئن وڻي تئين ڪر."

ڀيشم هن جي زوردار اعتراض اڳيان جهڪيو ۽ کيس پنهنجي ماڻهن سان سؤڀ ديس ڏانهن روانو ڪيو. ٻن ننڍين ڀينرن امبڪا ۽ امبالڪا جو وواهه وچترويريه سان وڌيءَ پرماڻ ڪيو ويو.

امبا خوشيون ڪندي شالوءَ ڏانهن ويئي ۽ جيڪي ڪجهه ٿيو سو سڀ کيس بيان ڪري ٻڌايائين. چيائينس: "اوائل

ڪاڻ مون توکي من ئي من ۾ پتي چونڊيو آهي. ڀيشم مونکي تو ڏانهن موڪليو آهي. هيئنر شاستر وڌيءَ موجب مون سان وواهه ڪر."

شالوءَ ورائيو: "ڀيشم جي هوندي ڀيشم مونکي جيتي توکي کڻي ويو. منهنجي بي عزتي ٿي آهي. ان ڪري هيئنر مان توکي پنهنجي پتني ڪيئن بڻائيندس. ڏانهس موٽي وڃ ۽ جئن آڳيا ڪريئي ليئن ڪر." ائين چئي شالوءَ امبا کي ڀيشم ڏانهن واپس موڪليو.

هوءَ هستناپور موٽي آئي ۽ ڀيشم کي سموري وارتا ڪري ٻڌايائين. پتامهه، وچتر ويريه کي ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ پرڀايو پر هن انهيءَ ڇوڪريءَ سان وواهه ڪرڻ کان انڪار ڪيو جنهن جي دل اڳم ئي ٻئي کي ڏنل هئي.

امبا پوءِ ڀيشم کي ليلائي چيو: "جيئن ته ٻيو ڪو رستو ڪونهي، ان ڪري توهان ئي مون سان وواهه ڪريو." ڀيشم پنهنجي پرتگيا ائين ڀنگ ڪري، سو نه اسميو هو. امبا جي حال تي ڏک ٿيس. وچتر ويريه کي موڙڻ جي ڪوشش لسقل ويس. انهيءَ ڪري کيس وري به شالوءَ وٽ وڃي کيس ٻاز آڻڻ جي صلاح ڏنائين. ڀهرين نه ايمان وڃاڻ هن ائين نه ڪيو ۽ هستناپور ۾ ئي ڪيترا ورهيه رهي پيئي. آخر سخت مايوسيءَ وچان شالوءَ وٽ وري ويئي. پر شالوءَ پنهنجي هوڏ کان هيٺ نه لٿو.

ڪمل ڄڻ امبا ڇهه ورهيه وڏيڪ اجائي آشا ۽ برهه جي باهه پر ڪاٽيا. سندس دل جو ڪمل ڪومائجي ويو. سندس چهرو مرجهائجي ويو. سندس سندر سياءُ جو ميناج پر پاڻي اڏامي ويو. هن سمجهيو نه سندس ڏکن ڏوجهرن جو ڪارڻ ڀيشم ئي هو. انهيءَ ڪري هوءَ ڀيشم کي ڏڪار ڀري درشٽيءَ سان ڏسڻ لڳي. سوچڻ لڳي ته ڪئن ڀيشم کان وير وٺجي.

هن راجائن ۾ ڪنهن اهڙي سورويُر جي خوب ڳولها ڪئي جو سندس آڏ کي اُجهائي ۽ پيشم ڪان بدلو چڪائي. پر سڀ وِئرت ويا. پيشم هو پيانڪ. سڀ جوڌا ڪانئس ڪن هٽندا هئا.

اهي ڪري ڪنهن ۾ ڪتري پتر هن ابلا جو عرض نه اوناٿو. آخر سبر همني ديو (ڪارلڪ سوامي، شو جو پٽ) جي آسيس ڪرڻ لاء هن سخت تپ ڪرڻ شروع ڪيو. هو متس پرسن ٿي سندس اڳيان اچي پرگهٽ ٿيو ۽ کيس هڪ ڪمل گلن جي جي مالها ڏني جنهن جا گل ڪڏهين به ڪومائجڻ جا ڪونه هئا. مالها ڏيئي ديوتا چيس: "جيڪو هيء مالها پائيندو، سو پيشم جو شترو ٿيندو."

امبا مالها کڻي وري هر هڪ ڪتريء وٽ ويئي هر هڪ کي اها ڇهن مُکن واري ديوتا جي مالها وٺڻ لاء ليلائي چيائين ته "مهنجي نمت لڙو." پر ڪنهن ۾ به همٿ ڪانه هئي جو پيشم جو وروڌ ڪري. آخر مهاراجا دروپد وٽ ويئي پر هن به سندس عرض نه اگهايو. پوء دروپد جي محلات جي دروازي وٽ مالها ٽنگي بن ڏاهن هلي ويئي.

ڪي تپي تپيسر ساڻس اچي مليا. کين پنهنجي ڏک پري وارتا ٻڌايائين؛ انهن صلاح ڏنس ته "پرشرام وٽ وڃي پرارٿنا ڪر." هن سندن صلاح مڃي.

سندس دک پريل ڪهاڻي ٻڌي پرشرام جي دل ۾ ديا آئي ۽ چيائينس: "پياري بالڪي! توکي ڇا کپي؟ چاهين ته آءٌ شالوء کي چئي سگهان ٿو ته توسان لائون لهي."

امبا چيو: "نه، مونکي اها چاهنا ڪانهي. هن ڪان پوء مونکي وواهه، گرهست يا سک جي اِڇا ڪانه آهي. جيون ۾ مهنجي لاء رڳو هڪڙي آرزو آهي: "پيشم ڪان بدلو، پيشم جو موت"- بس اهوئي ور ٿي منگان."

پرشرام ڪشتري قوم کي هميشه ڏڪاريندو هو. امبا جي ڪشٽ
جي ڪهاڻي ٻڌي هنجي ڪروڌ ڀڙڪو کاڌو. ان ڪري هن جي
ڀالهه مٿي ڀيشم سان لڙيو. انهيءَ زماني جي انهن ٻن مهان
يوڌن جي وچ ۾ اها لنبي يڌ هلي پر آخر ۾ پرشرام کي پنهنجي
هار سوڪار ڪرڻي پيئي. هن، امبا کي چيو، "مونکان جيڪي
ٿي سگهيو سو مون سڀ ڪيو پر اسفل ٿيو آهيان. ڀيشم جي
شرڻ وڃي پئو. اهوئي رستو تنهنجي لاءِ چڱو آهي."

ڏک ۽ ڪروڌ ۾ جلندي فقط بدلي جي ڪامنا ۾ لڳندي،
امبا هماليه ڏانهن ويئي، جتي شو جي آشيرواد ڪٽڻ لاءِ هن
ڪٺور تپسيا ڪئي ڇو نه مشن جي سهائتا مان هوءَ هيٺڙ
نراس ٿي چڪي هئي. شو سندس اڳيان پرگهٽ ٿيو ۽ کيس
ور ڏئي چيائين، "ٻئي جنم ۾ تون ڀيشم جو گهات ڪندينءَ."

امبا انهيءَ ٻئي جنم لاءِ اڌير ٿي پيئي. انهيءَ لاءِ نه سندس
من جي ڪامنا جلد پوري ٿئي. هن هڪ چکيا ٺاهي ۽ انجي
شعلن ۾ ٽپو ڏنو. سندس اندر جي آگ ۾ هن آگ کان گهٽ
ڪاڙهه هئي. ائين هڪ ٻئي ۾ سمائجي ويون.

شو مهاراج جي ڪرپا سان مهاراجا دروپد جي گهر ۾ امبا
ڌيءَ جو جنم ورتو. جنم کان ڪجهه سال پوءِ هن ڏٺو ته اها
سدا سبز مالها جيڪا محلات جي دروازي وٽ ٽنگي پيئي
هئي تنهن کي ڀؤ کان ڪنهن هٿ به ڪين لاتو هو. اها هن
کڻي پنهنجي ڳلي ۾ پاتي. پٽس دروپد کي هن جي اٻهرائيءَ
تي وياڪلتا ورتي ويئي ۽ کيس ڀيشم جي ڪروڌ جو ڀؤ
ويڙهي ويو. راجڌانيءَ مان هن پنهنجي ڌيءَ کي جهنگل ڏانهن
نيڪالي ڏني. جهنگل ۾ هن تپسيا ڪئي ۽ سمي پائي بدلجي
مرد ٿي پيئي ۽ شکنڊي جوڌي جي نالي سان مشهور ٿي.

ڪوروڪيتر جي جنگ ۾ جڏهن ارجن ڀيشم تي حملو ڪيو
تڏهين شکنڊي، ارجن جو ڪوچوان هو. هاڻي ڀيشم کي سڌ

هئي ته شڪنتلا جو جنم اپسرا جي روپ ۾ ٿيو هو. هوءَ اصل ۾ امبا هئي. زال ذات سان وڌندڙ ڪترين جي ڏرم جي ورڌ آهي. انهيءَ ڪري ڀيشم هٿ هلائڻ ڇڏي ڏنو.

انهيءَ رٿ ارجن، شڪنتلا جي آڙ ۾ وڌي ڀيشم کي جيتي سگهيو. ڀيشم کي خبر هئي ته پرٿويءَ تي سندس پريکشا ڪال پورو ٿيو آهي، انهيءَ ڪري هو هارائڻ لئي راضي هو. پونيءَ پڌ ۾ ڀيشم کي اهڙو تير لڳا. انهن مان جيڪو اونهو ٿي ويو لنهن بابت چيائين ته: "هي ارجن جو تير آهي ۽ نه شڪنتلا جو." ان طرح هن مهان وير پاسو ڪوڙيو.

## [۵]

## ديوياني ۽ ڪچ

پراچين سمي ۾ ٽنهي لوڪن تي اڌڪار پائڻ لاءِ ديون ۽ دئيتن جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي. ٻنهي ڌرين کي پنهنجا پنهنجا پرسڌ آچاريه هئا. برهسپتي جيڪو ويدن جي وديا جو وڏو ڄاڻو هو سو ديون جو سونهون هو. اسرن وري شڪر آچاريه جي گنڀير بڌيءَ تي ڀروسو رکيو. اسرن کي زبردست فائدو اهو هو جو شڪر آچاريه جي ئي هٿ ۾ گپت سنجيوني هئي جا مردي کي جيئرو ڪندي هئي. ان طرح اسر جيڪي جنگ ۾ مئا تي سي ور ور جيئارجي پئي ويا ۽ ديون سان پنهنجي جنگ هلائيندا پئي هليا. انهيءَ پرڪار ديو پنهنجن سپاهيڪ شترن سان هن نمبيءَ جنگ ۾ پنهنجي هاڃي ڏسڻ لڳا.

هو برهسپتيءَ جي پٽر ڪچ ڏي ويا ۽ کيس سهائتا لاءِ پراٿنا ڪيائون. کيس ليزاري ڪري چيائون، "ڪوئي رستو ڳوڙي شڪر آچاريه جو دادلو پڇي. پوءِ کيس باز آڻي سندس شش ٿي. هيڪر ساٿس گهاٽو سنبنڌ جوڙ ۽ سندس وشواس

ٻاهر ٻڌجي ڪنهن نه ڪنهن نموني سنجيوني هٿ ڪر. اهڙيءَ ريت ديوتائن جي جيڪا وڏي اوڻائي آهي سا دور ڪر."

ڪچ سندن عرض اوٿايو ۽ شڪر آچاريه سان ملڻ لاءِ لڳو. شڪر آچاريه اسرن جي راڄ واليءَ ورشپرو ۾ رهندو هو. ڪچ شڪر آچاريه جي گهر ويو ۽ کيس نيڪ نموني نمسڪار ڪري چيائين: "آءٌ انگرس منيءَ جو پوٽو ۽ برهسپتيءَ جو پٽ ڪچ آهيان. آءٌ برهمچاري آهيان ۽ اوهان جي رکشا هيٺ گيان پراپت ڪرڻ چاهيان ٿو." انهيءَ زماني ۾ اهو نيم هو ته ٻڌيمان گورو وديا پراپت ڪندڙ يوڳيه شش کي انڪار نه ڪندو هو. ان ڪري شڪر آچاريه ڪچ جو عرض قبول ڪيو ۽ چيائينس: "ڪچ تون چڱي ڪٽنب جو آهين. مان توکي پنهنجي شش طور سويڪار ڪريان ٿو. انهيءَ ڪري به مان راضي آهيان ته ائين ڪرڻ سان آءٌ برهسپتيءَ جو به ستڪار ڪندس."

ڪچ پنهنجي گوروءَ شڪر آچاريه جي گهر ۾ مقرر ٿيل خدمتون بجا آڻيندي ڪيترا سال گذاريا. شڪر آچاريه کي هڪ سندر ڪنيا ديوياني نالي هئي، جنهن ۾ ڏاڍو موهه هوس. ڪچ برهمچريه جي پرڻگيا کي ڀڱ ڪرڻ بنا ناچ گاني ۽ کيل واود جي ذريعي شيوا ڪندي انهيءَ ڪنيا جي پريم هٿ ڪرڻ ۾ سڦل ٿيو.

اسرن کي جڏهين هن ڳالهه جي خبر پيئي، تڏهين ڏاڍي چنتا ٿين. کين شڪ پيو ته ڪچ جو مقصد چاپلوسي ڪري شڪر آچاريه کان سنجيونيءَ جو ڳجهه هٿ ڪرڻ آهي. سياوڪ اها مصيبت ٽارڻ لاءِ هنن يتن ڪيو.

هڪڙي ڏينهن ڪچ جيئن پنهنجي گوروءَ جا ڍور چارڻ ۾ مشغول هو ته اسرن هن کي پڪڙي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو ۽ سندس ماس ڪتن ڏانهن اڇلايائون. ڍور جڏهين ڪچ کان

سواءِ مونيا ته ديوانيءَ کي ذاتي انتظاري ٿي ۽ ٻيءَ ڏانھن
ڏوري سخت روئڻ ڪندي چيائين: "سڄ لهي ويو آهي،
اونداهو رات وارو اچي پهچي ۽ ٻورو ٿيو آهي پر ته به ڪچ
اڃا ڪُهر ڪين وريو آهي. ٻيو ٻنهي پاڻ موٽي آيا آهن.
ضرور ته اُنھن تي ڪنهن مٿان ڪا آفت آئي آهي. مان هن ڪانسواءِ
رهي نه سگهنديس."

موهڻيءَ ۾ فاتل يتيم ... جهونيءَ جي ڪلا سان مٿل جوان کي
جيئارڻ لاءِ منتر هڻي پنهنجي عدم ڪم جيئرو ٿي پيو ۽ مشڪندي
گوروءَ سان مليو. ديوانيءَ جي پڇڻ تي دير جو سبب ٻڌائيندي
ڪچ چيو ته: "جيئن آءٌ ٻيو ۽ چاري رهيو هوس ته اسر منهنجي
مٿان اچي ڪڙڪيا ۽ مونکي ماري ڇڏيائون. وري ڪيئن
جيئرو ٿيس سا مونکي خبر ڪانه آهي."

هڪ موقع تي ڪچ، ديوانيءَ لاءِ جهنگل ۾ گل پٽڻ ويو
ته اسرن پڪڙي ڪٽي ڇڏيس ۽ سندس سرير پائوڊر (اٽو)
جهڙو بڻائي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ملائي ڇڏيائون. ڪافي وقت
گذرڻ کان پوءِ به جڏهن ڪچ ڪين موٽيو تڏهن ديوانيءَ
اڳي وانگر پيءُ وٽ وڃي جهون سنجيونيءَ سان وري به هن
کي جيئرو ڪيو ۽ جيڪي ڪچ تي ٿيو هو سو ڪانئس ٻڌائون.

وري ٽيون دفعو اسرن ڪچ کي ڪُهي سندس سرير ساڙي،
ان جي رک شراب ۾ ملائي شڪر آچاريه کي پيئت ڪيائون
جنهن کي ڪنهن به قسم جو شڪ ڪين پيو. گانيون وري به
ڏنار ڪانسواءِ گهر موٽي آيون ۽ ديوانيءَ وري پيءُ وٽ ڪچ
لاءِ ڏک ڀريو عرض ڪڍي وڃي.

شڪر آچاريه ڌيءَ کي دلاسو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي
پر سڀ اجائي. هن چيو: "جيتوڻيڪ مون پاڻ به ڪچ کي
جيئدان ڏنو آهي، پر ڏسجي ٿو ته اسر هن کي ختم ڪرڻ لاءِ
سنئيري پينا آهن. موت سڀني لاءِ آهي ۽ تو جهڙيءَ ڏاهيءَ

لاءِ واجب نہ آهي جو ان تي غم ويٺي ڪرين. هن سنسار ۾ تنهنجي لاءِ جواني ۽ سونهن آهي، تون خوب موج ڪر."

ديوياڻيءَ جو ڪجھ سان گهاٽو ٻڌ هو. دنيا جي شروع کان وٺي ڪنهن نہ ڪنهن جي ٻاهرڪي سياڻپ جي شبدن سان ڪونہ وساريو آهي. دانا ئي هن درد جي دوا ڪري آهي. ڀرم جي پيڙيل ديوياڻيءَ چيو: "انگرس جو پٽ ۽ برهسپتيءَ جو پٽ ڪچ نردوش ڇوڪرو هو جيڪو اسان جي اڱڻ تڪ شيوا ۾ مشغول رهندو هو. آءٌ هن کي بيحد پيار ڪندي هيس. هن جي مارجڻ سبب منهنجي حياتي ڦٽڪي ۽ نہ سهڻ جهڙي ٿي پيئي آهي. مان بہ هن جي پٺيان ويندس." پوءِ ديوياڻيءَ بکون ڪڍڻ شروع ڪيون.

شڪر آچاريہ کي ڌيءَ جي غمگينيءَ سبب سخت چوٽ لڳي. اسرن سان ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ محسوس ڪيائين تہ برهمڻ هتيا جهڙي نندڻ جوڳي دوش سبب سندن قسمت ٽٽندي. هن سنجيوني ڪلا سان ڪچ کي ظاهر ٿيڻ لاءِ سڏ ڪيو. ڪچ جوان ان وقت شڪر آچاريہ جي شرير ۾ شراب جي صورت ۾ پڪڙيو پيو هو تنهن کي زندگي ملي پر پنهنجي عجيب استان سبب ٻاهر اچڻ کان روڪيو پيو هو. هو اتان صرف پنهنجي ناليءَ تي جواب ڏيڻ ۾ رهيو هو. شڪر آچاريہ ڪروڌ پرٿي گهٻراهٽ وچان پڪاريو. "او برهمچاري! تون منهنجي اندر ڪيئن داخل ٿئين؟ ڇا هيءَ ڪم بہ اسرن جو آهي؟ جي سچ پچ ائين آهي تہ اها وڏي شرارت ۽ شيطاني چئبي. مان ڀانيان ٿو تہ اسرن کي ڪڏهن ماري وجهي ديوتائن سان شامل ٿيان. پر مولڪي سموري ڳالھ ٻڌاءِ." ڪچ ڏکيءَ اوستا ۾ هوندي بہ سڀ ڪجھ ورنن ڪري ٻڌايو.

ونشمپاين اڳتي چيو: اتاهہ مهما وارو مهان آتما ٻيسوي شڪر آچاريہ، ساڻس شراب ۾ ڪيل ٺڳيءَ تي ناراض ٿيو ۽

انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ ظاهر ڪياءِ: ”جو آدمي اڳيان وڃان شراب پئي ته لڏهن کان ڏرم موڪلائي ويندو. سڀ هن کي ڌڪاريندا. انسان ذات لاءِ هيءَ منهنجو سنديش آهي ته اهيءَ کي شاستر جو ضروري آديش ڪري سمجهڻ کپي.“

پوءِ پنهنجي ڏيءَ ديويانيءَ ڏانهن منهن ڪري چيائين: ”پياري ڌيءَ، منهنجي لاءِ هيءَ هڪ ڏکيو مسئلو آهي. ڪچ کي جيئرو رهڻو آهي ته منهنجو پيٽ ڦاڙي ٻاهر نڪري اچي. ان جي معنيٰ منهنجو موت. منهنجي موت سان ئي هن جي حياتي خريد ڪري سگهجي ٿي.“

ديويانيءَ روئڻ شروع ڪيو ۽ چيائين: ”افسوس مان ٻن ٻاهين جي وچ ۾ آهيان منهنجي لاءِ هر طرح موت آهي. اوهان مان ڪوئي به لاس ٿيو ته مان جيئري نه رهنديس.“

جيئن شڪر آچاريه هن ڏکيائيءَ مان رستو ڳولي ورتو ته حقيقي سمجهاڻي هن جي اڳيان ظاهر ٿي. ڪچ کي چيائين: ”او برهسپتيءَ جا پٽ! مان هاڻي سمجهان ٿو ته تون ڪهڙي آديش سان مون وٽ آيو آهين... ۽ سچ پچ تو اهو پاتو آهي! ديويانيءَ جي ڪاڻ توکي ضرور جيئدان ڏيڻو اٿم پر ساڳئي وقت موٽڪي به هن جي صدقي مرڻ کان بچڻو آهي. هڪڙو ئي رستو آهي ته توکي سنجيوني ڪلا جي ديکشا ڏيان، ان لاءِ ته تون جڏهين منهنجا آندا چيري ٻاهر نڪرين ۽ اُن ڪري منهنجو موت ٿئي ته تون موٽکي جيئاري سگهين، جيڪو گيان مان توکي ڏيان ٿو سو ڪم آڻي موٽکي جيئرو ڪجه جيئن ديويانيءَ کي اسان ٻنهي مان ڪنهن جي لاءِ به غم ڪرڻو نه پوي.“ انهيءَ ريت شڪر آچاريه ڪچ کي سنجيونيءَ جو گيان ڏنو. يڪدم ڪچ شڪر آچاريه جي شرير مان ائين نڪري آيو جيئن پورڻما جو چنڊ بادل مان نڪري ايندو آهي. جڏهن ته ڪچ جيئرو ٿي ٻاهر نڪتو ته ئي شڪر آچاريه نڪر نڪر ٿي ڪري پيو.

پوءِ ڪچ نئين طرح حاصل ڪيل سنجيونيءَ جي ذريعي شڪر آچاريه کي جلد جيئرو ڪيو. ڪچ شڪر آچاريه اڳيان لاءِ وندنا ڪري چيو: "گورو جيڪو اڻ ڄاڻ کي ٻڌي ڏي ٿو سو پتا آهي. ان ڪانسواءِ جڏهن ته مان توهان جي شرير مان نڪتو آهيان، تنهن ڪري توهان منهنجي ماتا به آهيو."

ڪچ گهڻيئي سال وڏيڪ شڪر آچاريه جي سنڀال هيٺ رهيو. جڏهن سندس پڙهڻ لڳيا جو مدو پورو ٿيو، تڏهن ديوتائن جي دنيا ۾ وڃڻ لاءِ گوروءَ کان آگيا ورتائين. جڏهن جدا ٿيڻ لاءِ هو ته ديوياڻيءَ نماڻائيءَ سان هن ريت چيس: "او انگرس جا پوٽا! تو پنهنجي اردوش جيون، اوچ وديا ۽ ڪليتا سان منهنجي دل کسي ورتي آهي. مون توکي گهڻي وقت کان ڪوملتا سان پيار ڪيو آهي ۽ ان وقت به جڏهن تون پوريءَ ريت برهمچريه جا نيم پالي رهيو هئين، مان توکي پيار ڪندي هيس. هاڻي توکي پيار جو بدلو ڏيڻ کپي ۽ مون سان وواهه ڪري مونکي خوش ڪرڻ گهرجي. برهسپتي ۽ تون منهنجي سنمان جا پوريءَ طرح لائق آهيو."

انهن ڏينهن ۾ پڙهيل ودوان برهمڻ استريءَ لاءِ سرلتا سان دل کولي ڳالهائڻ رواجي ڳالهه هئي. پر ڪچ چيو: "اي نراپراڌ ديوي! تون منهنجي گوروءَ جي پٽري آهين ۽ هميشه منهنجي ستڪار يوڳيه آهين. مان تنهنجي پتا جي شرير مان ڄمي ٻاهر نڪتو آهيان ۽ ان طرح جيون پاتو اٿم. ان ڪري مان تنهن جو ڀاءُ آهيان. اي منهنجي ڀيڻ! مونکي پاڻ سان وواهه ڪرڻ لاءِ چوڻ تنهنجي لاءِ نيڪ نه آهي."

ديوياڻيءَ هن کي لاچايو پر اچايو. چيائينس: "تون برهسپتيءَ جو پٽ آهين، نه منهنجي پيءُ جو. مان تنهنجي جياپي جو ڪارڻ آهيان. ڇاڪاڻ جو منهنجو توسان پيار هو انهيءَ ڪري مان توکي بار بار جيئدان ڏيارايو. سچ ته اهو آهي مون، توکي

همیشھ پیار ئي ڪيو اهي ۽ توکي ٻنهنجو پتي بڻائڻ تي چاهيو آهي. مون جھڙي لرد وش ٻريمڻ کي ڇڏي ڏيڻ توکي نٿو جڳائي."

ڪچ ورندي ڏني: ""مونکي اڏرم ڪرڻ لاءِ نہ لالچاءِ. تون هن وقت جڏهين ڪروڌ جي ڪري ٽيي لعل ٿي ٻيٺي آهين، تڏهين همیشھ کان ٻہ وڌيڪ من موهڻي ٿي لڳين. پر مان تنهنجو پاءُ آهيان. مهرباني ڪري مونکي موڪل ڏي. منهنجي گوروءَ شڪر آچاريہ جي سدا پورڻ ريت شيوا ڪندي رهہ."

اهي لفظ چئي ڪچ ٽرميءَ ۽ لمرتا سان پاڻ ڇڏايو ۽ ديوتائن جي راجا اندرجي لوڪ ڏانهن راهي ٿيو. شڪر آچاريہ پهنجي ڌيءَ کي ڌيرج ڏنو.

## [٦]

## ديوياڻيءَ جو وواهہ

گرميءَ جي موسم هئي، ٽپهريءَ جو وقت هو. ديوياڻي ۽ اُسرن جي راجا ورش پرو جون ڌيئر راند ڪري ڪري البت ٿڪجي پيون هيون. اُلي ٻن پر ٿڌي پاڻيءَ جو هڪڙو تلاءُ هو. نينگريون سرور جي ڪنڌي تي ڪپڙا رکي تلاءُ ۾ سنان ڪرڻ لاءِ گهڙيون. انهيءَ وېل اچي اوچتي زوردار هوا لڳي ۽ سيني جا ڪپڙا گڏجي مسجي هڪڙو ٻُوڙهو ٿي پيا. جڏهين سنان ڪري ڪپڙا پائڻ لڳيون تڏهين ڪي قدر ڪپڙا مٽجي ويا. راجا جي ڌيءَ سرمشتا ڪري ديوياڻيءَ جا ڪپڙا پاتا. انهيءَ تي ديوياڻيءَ کي ناراضگي ٿي ۽ ڪي قدر چڙجي جي نموني ۾ چياءِ نہ اها ڳالهہ سٺهين نٿي تہ شش جي ڌيءَ گوروءَ جي ڪنيا جا وستر اوڍي.

جيتوڻيڪ اهي لفظ ڪچ مٺ بوٽي چڙچي طور چيا ويا هئا

پر راجڪماري سرمشٽا کي انهن تي ذاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ ايمان ۾ پرچي چيائين "اها خبر ڪانه اٿيئي ڇا ته تنهنجو پيءُ روز منهنجي پتا جي اڳيان نمرتا سان لمندو آهي؟ ڇا تون انهيءَ وڏير جي ڌيءُ نه آهين جيڪو منهنجي پيءُ جي دان تي گذارو ڪندو آهي؟ تون اها ڳالهه وساري ٿي ڇڏين ته مان راج گهراڻي جي ڪنيا آهيان جن جو ڪم آهي شاهاڻي نموني دان ڪرڻ. تون انهيءَ جاتيءَ جي آهين جيڪا پنندي ۽ دان وٺندي آهي. توکي ڪيئن ٿي همت ٿئي جو مون سان ان نموني تي ڳالهائين؟ ڳالهائيندي ڳالهائيندي سرمشٽا جي ڪاوڙ جي ڊگري وڌي چڙهندي تان جو جوش ۾ اچي ديوياڻيءَ جي ڳل تي چماٽ وهائي ڪڍيائين ۽ ان کي ڪري هڪ اونڌي کوهه ۾ اڇلايائين. اسر راجڪمارين سمجهيو ته ديوياڻي مري ويئي آهي ۽ چپ ڪري راج ڀون ڏانهن موٽي آيون.

ديوياڻي مٿي ته ڪانه پر کوهه ۾ ڪرڻ ڪري سندس حالت نازڪ هئي. کوهه جا پاسا هٿا اتاهان، ان ڪري هوءَ مٿي چڙهي ڪين سگهي. اتفاق اهڙو ٿيو جو انهيءَ وقت پرت ڪل جو سمراٽ يياتي انهيءَ بن ۾ شڪار ڪيلي رهيو هو. ڪيس اچي اڄ ستايو سو پاڻيءَ جي ڳولها ڪندي اچي انهيءَ کوهه تي پهتو. جڏهن کوهه ۾ ليئو پاتائين تڏهن ڏٺائين ته ڪا شيءِ منجهس چمڪي رهي آهي. وڌيڪ چڱيءَ طرح نهارڻ سان هن ڏٺو ته اتي هڪ سهڻي سندري ليٽي پيئي آهي.

اچرج ۾ اچي پڇيائين: "اي سندري! تنهن جي ڪنن جون واليون ورور ڪري لڏي رهيون آهن ۽ تنهنجا انهن جونين جيان چمڪي رهيا آهن. تنهنجي پتا جو نالو ڇا آهي؟ تون ڪهڙي ڪل جي آهين؟ هن کوهه ۾ تون ڪيئن ڪريءَ؟"

ديوياڻيءَ وراڻيو: "مان شڪراچاريه جي پٽري آهيان، مونکي اها خبر نه آهي ته مان کوهه ۾ ڪري پيئي آهيان. ڪرپا ڪري مونکي هتان ڪڍو: "اٿين ڇٽي هن همت

مٿي ڪيو. ڀياڻيءَ سندس هٿ پڪڙي ڪيس ڪوهه مان ٻاهر آڻدو.
ديوياڻيءَ جو ارادو اسرن جي راجڌانيءَ ڏانهن وڃڻ جو
ڪونه هو. جڏهن هوءَ هردم سرمشٽا جي وهنوار جو ويچار
ڪرڻ لڳي تڏهن هن ائين سمجهيو ته اسر ڪڪريءَ ۾ وڃڻ
سلامت نه آهي. ڀياڻيءَ ڏانهن نهاري چيائين: "تون هڪ
ڪنواريءَ ڪنيا جو ساڄو هٿ جهليو آهي تنهن ڪري توکي
هن سان وواهه ڪرڻ گهرجي. مان سمجهان ٿي ته تون هر پرڪار
منهنجي من جو راجا ٿيڻ جي لائق آهين."
ڀياڻيءَ جواب ۾ چيو: "پريه آلما! آءٌ کتري آهيان ۽ تون
برهمڻ ڪنيا آهين. مان توسان ڪيئن وهانءُ ڪريان؟ شڪرآچاريه
جڳت گورو ٿيڻ جي لائق آهي. ان جي ڪنيا مون جهڙي
کتريءَ سان وهانو ڪرڻ لاءِ ڪيئن تي تيار ٿئي؟ هي آدر
يوڳ ديوي! تون پنهنجي گهر موٽي وڃ." ائين چئي ڀياڻي
پنهنجي راجڌانيءَ ڏانهن راهي ٿيو.
پراڻي رواج موجب برهمڻ کي اهو اڌڪار هو ته کتري
ڪنيا سان پڻ وهانءُ ڪري پر برهمڻ جي ڪنيا جو کتري
پتر سان وهانءُ ڪرڻ پاپ سمجهو ويندو هو. مکيه ويچار اهو
هو ته استريءَ جو جاتي استان هيٺ نه ڪجي. انهيءَ ڪري
'انلوم وواهه'، يعني اهي وواهه جنهن ۾ مڙس مٿاهينءَ جاتيءَ
جو هجي ۽ زال هيٺاهين جاتيءَ جي ٺيڪ سمجها ويندا هئا.
پر 'پرتيلوم وواهن' جي شاسترن ۾ منع هئي. يعني اوچ جاتيءَ
جي ڪنيا گهٽ جاتيءَ جي مڙس سان وهانءُ اٿي ڪري سگهي.
ديوياڻيءَ کي گهر موٽڻ جو ارادو ڪين هو سو ... جي
سمنڊ ۾ ٽپيون ڏيندي بن ۾ هڪڙي برج جي ... رهي.
شڪرآچاريه کي ديوياڻي پنهنجي پراڻن ... هئي.
هن کي خبر هئي ته سندس لينگر ساهڙ ... راڻد
ڪرڻ ويٺي آهي. سو گهڻوئي وقت انهيءَ انتظاريءَ ۾ وٺو
رهيو ته من چوڪر موٽي. آخر هڪ استريءَ کي هن جي ڳولها

لاءِ روانو ٿيا. مائيءَ ڏاڍي سخت ڳولها ڪئي. ايتري ۾ اچي انهيءَ وڻ وٽ بيٺي. ڏٺائين ته ديوياڻي ڏک ۽ مايوسيءَ ۾ ڀرپور آهي. ڪروڌ ۽ ڪٿڻيءَ جي ڪري سندس اکيون ڳاڙهيون لعل ٽيون پيون آهن. ڏيرج سان ديوياڻيءَ کان انهيءَ حال جي جاچ ڪرڻ لڳي.

ديوياڻيءَ چيو: "اي سکي! تون يڪدم موٽي وڃ ۽ وڃي پتا کي چئه ته مان ڪڏهين به ورش پروجي راڄ ڏاليءَ ڏاهن ڪوله موٽندس." سو مائي شڪر آچاريه وٽ موٽي آئي.

شڪر آچاريه کي ڳالهه ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ ڀڄندو پنهنجي پٽريءَ وٽ آيو.

پنهنجي ڌيءَ کي ڪوڏائيندي چيائين: "منش پنهنجي چڱن ڪرمن جي ڪري سکي ٿيندو آهي ۽ مٺن ڪرمن جي ڪري دکي ٿيندو آهي. ٻين جا ڀلا يا برا ڪم اسان تي ٻنهه اثر وجهي نٿا سگهن." اهڙيءَ طرح گيان جون ڳالهيون ڪري هو پنهنجي ڪنيا کي ڌيرج ڏيڻ لڳو.

ديوياڻيءَ جو چت چڙ ۽ ڏک جي ڪري ڀٽي چڪو هو ۽ هن چيو: "پتا! مهنجي ڀلاين ۽ براين جي ڳالهه ڇڏي ڏيو. اهي ڄاڻن ۽ مان ڄاڻان. پر مونکي هيءَ ڳالهه ٻڌايو ته ڇا جڏهين سرمشٽا چيو ته تون انهيءَ ياٽ جي ڌيءَ آهين جيڪو راجائن جي خوشامد ڪندو آهي، تڏهين هن سچ تي چيو يا ڪين؟ هن چيو ته مان انهيءَ ايٿوءَ جي ڌيءَ آهيان جو خوشامد ڪري دان وٺي جيئندو آهي. هن اهڙيءَ طرح سان اهنڪار وچان مونکي ٻاڦائيندي به سنتوش نه ڪيو. هن مونکي تڪ هڻي کڏي ۽ ڀرواريءَ کڏ ۾ اڇلائي ڇڏيو. اهڙي ڪنيا جي پتا جي راڄ جي ڪنهن به حصي ۾ مان رهي نه سگهنديس."

ائين چئي ديوياڻي اچي روئڻ ۾ ڇتڪي.

شڪر آچاريه هاڻي اوچي ڳالهه تي وڃي ۽ شان شوڪت سان چيائين: "ديوياڻي! تون درٻاري ياٽ جي ڌيءَ ڪونه

آهين. تنهنجو ٻيءُ خوشامد جي ڪمائيءَ تي ڪوله گذارو
ڪندو آهي. تون انهيءَ جي ڪنيا آهين جنهنجي سچو سنسار
عزت ڪندو آهي. ديوتائن جي راجا اندر کي به ان جي خبر
آهي. وشوبرو تي جيڪو مان تو ڪيو آهي سو به هو ڀلائي
نه سگهي. پر ڪو به لائق آدمي پنهنجن گڻن جي واکاڻ نه
ڪندو آهي. تنهن ڪري مان پنهنجي بابت وڌيڪ ڪجهه
به نه چوندس. تون استري جاتيءَ جي اندر هڪ ٻي ٻها رتن
آهين. اُٿ ۽ پنهنجي پر يوار جو سک ۽ سمپتي وڌاءِ. ڌيرج نه
ڇڏ. هل ته گهر هلون."

ڀڳوان وياس شڪراچاريه جي دواران هينيان شبد پنهنجي
ڌيءَ کي چوايا آهن ۽ انهيءَ نموني منش ماتر کي اُپديش
ڪيو آهي:

"اهو منش جيڪو پنهنجي پاڙيسرين جو اوڻايون، ڌيرج
۽ سنتوش سان سهي ٿو سو سنسار جو مالڪ بڻجي ٿو. اهوئي
ڪوچوان پڪو سوارٿي آهي جيڪو هڪڙي چنچل گهوڙي
کي قبضي ۾ رکي ٿو. انهيءَ کي ڪوچوان ٿورو ئي سڏبو جيڪو
واڳون هٿ ۾ جهلي ٿو پر گهوڙي کي هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ
ڏئي ٿو؟ منش به اهو آهي جيڪو پنهنجي ڪروڌ کي قبضي
هيٺ رکي ٿو. وير پرش اهو آهي جيڪو ڪاوڙ کي ائين ٿو
اڏائي جئين سپ پنهنجي پراڻي کل مٽائي. اهو منش جيڪو
ٻين جا ڏلل وڌي ۾ وڏا سنتاپ سنتوش سان سهي ٿو سوئي
پنهنجي منزل تي رسندو. جو منش ڪڏهين به ڪروڌ ۾ نٿو
اچي سو انهيءَ ڪرم ڪانڊيءَ کان به وڌيڪ اوچو آهي جو
ڪرم ڪانڊي شاستر ۾ ٻڌايل يگيه سؤ ورهين تائين نيڪ نيڪ
نمولي ڪندو رهي ٿو. اهو منش جيڪو ڪروڌ جو داس
بڻجي ٿو. تنهن کي سندس سيوڪ ۽ سڪا، ياٽر ۽ برادري،
سندس پتني ۽ پٽر، ڌرم ۽ پنج اڪيلو ڇڏي وڃن ٿا. گيانيءَ

پُرش ڇوڪرن ڇوڪرين جا ڳالهو ٻڌي، دل ۾ نه ڪندا آهن.“

ديوياڻيءَ امرتا پورو ڪ ڇيو: ”برابر مان هڪڙي ننڍڙي ٻارڙي آهيان پر مان اِنتري لنڍڙي نه آهيان جو اوهانجي ڏنل سکيا مان لاڀ وٺي نه سگهان. اُنهيءَ هوندي به اُنهن آدمين سان رهڻ نه چڱائي جن ۾ حياءُ ۽ شرم ڪونهي. سياڻا آدمي اُنهن جي سنگت ڇڏي ڏيندا آهن جيڪي سدئن ڪٺنب جي گلا ڪندا آهن. ٻي فضيلتا آدمي ڪري کهڙا به شاهوڪار هجن، هو سڀ ٻيچ چنڊال آهن. هو ذات پات ۽ پنچات پنگت جي ليکي ڪان نڪتل آهن. ڏرما تمائن کي اُنهن سان گڏ گهارڻ نه گهرجي. وشوپرو جي ڏيءَ مونکي جيڪي طعنا هنيا آهن تن منهنجي اندر ڪروڌ جي آگ ٻاري ڇڏي آهي. هٿيارن جا زخم وقت پائي ڇٽي ويندا آهن، ٻاهر مان پٽندا تيل قت به آهستي آهستي ڇٽي ويندا آهن پر ڪٺؤ وچنن جا زخم موت تائين پيا ستائيندا آهن.“

شڪر آچار يه وشوپرووت ويو ۽ گمڀيرتا سان گهور ڪري هن ڏانهن نهارڻ لڳو. نهاري نهاري چيائين: ”اي راجن! جيتوڻيڪ پاپ جي سزا يڪدم نه ملندي آهي پر منش جا پاپ اڳي يا پوءِ هن جي سکه جي سلي کي ساڙي ڇڏيندا آهن. برهسپتيءَ جو پٽ ڪچ برهمچاري هو. هو جتي هو. هن ڪڏهين به پاپ نه ڪيو هو. هو سچائي ۽ تپسيا سان منهنجي شيوا ڪندو هو. هن ڪڏهن به ڌرم جو رستو نه ڇڏيو هو. تنهنجي اوڪرن هن کي ڪهڻ جي ڪوشش ڪئي. مون اها ڳالهه چپ ڪري سٺي. منهنجي پٽري، جنهن کي پنهنجو سو مان پيارو آهي، تنهنکي تنهنجيءَ ڪنيا جا بي عزتيءَ ڀريا شبد ٻڌڻا پيا. تنهن ڪانسواءِ تنهن جي ڌيءَ هن کي ڪري کوهه ۾ ڌڪو ڏنو. هاڻي منهنجي ڌيءَ تنهنجي راڄ ۾ ٻيهر رهي نه سگهندي ۽ ان ڌاران مدهنجو هت رهڻ به اسنيو آهي. سو آءٌ تنهنجو راڄ ڇڏي ٿو وڃان.“

اهي واکيہ پڏي اسرن جو راجا ڏاڍو دکي ٿيو ۽ چياءِ تہ جيڪي الزام توهان مون تي ڏڙهن ٿو، تن جي مونکي بلڪل خبر نہ آهي. جي توهان مونکي ڇڏي ڏيو تہ مان باقي زندگي پاڻ پوري کندس.

شکر آچاريہ جواب ۾ چيو: ”مونکي تنهن جي ۽ تنهنجي اسرن جي اوستا جي ايتري چنتا نہ آهي جيتري پنهنجي کنيا جي سک جي. مونکي ۾ سنسار اها هڪڙي ئي کنيا آهي ۽ اها مونکي پراڻن کان پياري آهي. جي توهان هن کي راضي ڪري سگهين تہ ڇگو نہ تہ مان هليو ويندس.“

وشوپرو پنهنجي دربارين سوڌو واليءَ وٽ ويو جتي ديوياني وپني هئي ۽ سڀني هن جي پيرن تي ڪري پيا ۽ معافي گهرڻ لڳا.

ديوياني مرڪ جي نہ ڪئي ۽ چيائين، سرمشٽا جنهن مونکي کوهہ جي ڏيءَ ڪري کوٺيو سا منهنجي داسي ٿيڻ گهرجي ۽ پرڻجي ڪري جنهن گهر ۾ مان وڃان اتي هلي منهنجي سيوا ڪري.“

وشوپروءَ اها ڳالهہ قبول ڪئي ۽ نوڪرن کي چياءِ تہ سرمشٽا کي سڏي اچو.

سرمشٽا پنهنجو ڏوهہ قبول ڪيو ۽ نمرتا پوروڪ اهي ڪري چيائين تہ ”جئين سکي ديوياني چوي ٿي تئين پل ٿئي. منهنجي ڏوهہ ڪري منهنجو پتا پنهنجو گورو ڪونہ گنوائيندو. مان ديوياني جي داسي ٿينديس.“ ديوياني هاڻي شانت ٿي ۽ پتا سان گڏجي موٽي آئي.

هڪ دفعو وري ديوياني يياليءَ سان ملي ۽ هنکي وري ساڳي اوسان ڪياءِ تہ جنهن حالت ۾ تو منهنجو ساڄو هٿ پڪڙيو آهي تنهن حالت ۾ توهان منهنجو پتي ٿيو ٻڌيج. يياليءَ وري بہ اڳيون اعتراض پيش ڪيو ۽ چياءِ تہ کتري، براهمڻيءَ سان ڌرم انوسار وواهہ نتو ڪري سگهي. انهن سوال جواب

ڪندي هو ليٽ شڪر آچاريه وٽ ويا ۽ ڪانئس آڳيا وٺي وواهه ڪيائون. هيءَ ٻرلي لوم وواهه جو هڪڙو مثال آهي. ٻرلي لوم وواهه تمام ورلي ۽ لاچار حالت ۾ ڪيا ويندا هوا. شاسترن ۾ ڌرم الوسار ڪمن جي وڏي آهي ۽ اپراڌ جي ڪمن جو نشيڌ ٿيل آهي. پر اهو نيم آهي ته جيڪڏهين هڪ دفعو وهان ٿي ويو ته اهو رد ڪري نه سگهبو.

ڀيالي ۽ ديوياڻيءَ گهڻيئي ڏينهن سک ۽ آنند ۾ گذاريا. سرمشٺا اهو سمورو وقت ديوياڻيءَ جي داسي ٿي رهي. هيڪر سرمشٺا ڀياليءَ سان ايڪانت ۾ ملي ۽ هن کي وينتي ڪيائين ته مونکي به پنهنجي ڌرمپتني بڻاءِ. ڀياليءَ هن جو عرض اگهايو ۽ ديوياڻيءَ جي ڄاڻ بنا هن سان شادي ڪيائين.

ديوياڻيءَ کي سموري خبر پيئي ۽ هوءَ اچي ڏاڍي ڪاوڙي. ديوياڻيءَ وڃي پنهنجي پيءُ کي دانهن ڏني. شڪر آچاريه ڪروڌ ۾ ڀرجي ڀياليءَ کي سراپ ڏنو ته تون پنهنجي وقت کان اڳ ٻڍو ٿي پوندين.

ڀيالي اهڙيءَ طرح سان اوچتو ڀر جوانيءَ ۾ ٻڍو ٿي پيو ۽ وڃي ڪري شڪر آچاريه جي اڳيان آزي نيزاريءَ سان معافيءَ جي گهر ڪيائين. شڪر آچاريه کي اها ڳالهه ياد هئي ته ڀياليءَ ديوياڻيءَ کي کوهه مان ڪڍيو هو. سو نيٺ پگهرجي پيو ۽ چيائين: ”او راجن! تون پنهنجي جواني وڃائي ويٺو آهين. تو پنهنجي جوانيءَ جو شان گنوايو آهي. مان جيڪو توکي پاراتو ڏنو آهي سو موٽائي ڪونه وٺي سگهبو. پر جيڪڏهين تون پنهنجي ڪنهن به پٽ کي انهيءَ ڳالهه لاءِ راضي ڪري سگهندين ته هو پنهنجي جواني تنهنجي ٻڍاپي سان بدلائي ته پوءِ ائين ٿي سگهندو.“ ائين چئي شڪر آچاريه ڀياليءَ کي آشيرواد ڏيئي ڪيس روانو ڪيو.

[٧]

## ڀياتي

سمراٽ ڀياتي پالدون جو بزرگ هو. هن ڪڏهن به هار جو منهن ڪونه ڏٺو هو. هو شاسترن جي آگيا جي پوري پوئواري ڪندو هو. ايشور ۽ جن سان سندس پورو پريم هو. پترن ۽ ديوتائن جي پريم ۽ شردا سان سيوا ڪندو هو. پرجا جي ڀلائيءَ جي کيس سدا اون رهندي هئي. سندس ناموس ڏيهان ڏيهه ڦهليل هو.

اهڙي راجا پنهنجيءَ پتنيءَ، ديويانيءَ سان شادي ڪئي. انهيءَ ڪري شڪر آچاريه کيس پارالو ڏنو. هو ڦوهه جوانيءَ ۾ پڊو ٿي پيو. سندس سونهن ۽ سوڀيا گم ٿي ويئي. ڏک ۽ ڪليش کيس ورائي ويا. جوانيءَ جا وچايل سک کيس ياد پئي پيا. اها يادگيري سندس دل ۾ ڪنڊي جيان پئي چڀي.

ڀياتيءَ جي دل جوانيءَ جي موجن مزن ۾ اٽڪيل هئي. پر پيءُ وقتي پڊاپي جي ڪري هو اهي موجون ماڻي نٿي سگهيو. 'ڪنهن سان پڊاپو مٽائي،' اها چنتا سندس چت کي چور ڪري رهي هئي.

ڀياتيءَ کي پنج پٽ هوا. پنج ئي سندر ۽ سوڀنيڪ هوا. هو ڪلا شاسترن ۾ نپڻ هوا. ڌرم جا پابند هوا. ڀياتيءَ کين سڏايو ۽ درد ڀريءَ دل سان کين عرض ڪري چيو: ”توهان جي ناني شڪر آچاريه جي سراپ مونکي اوچتو ۽ سمي کان اڳ پوڙهو بڻائي ڇڏيو آهي. مان جيون جا سک پنهنجي ايڇا موجب ڪونه ڀوڳيا آهن. مونکي خبر نه هئي ته منهنجو هيءُ حال ٿيندو. انهيءَ ڪري مان سنجم جو جيون ڪاٽيندو هوس. اوهان مان هڪڙي کي منهنجي پڊاپي جو بوجهه پنهنجي مٿان هموار ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي جواني مونکي سونپڻ کپي. جيڪو اها ڳالهه قبول ڪندو ۽ مونکي جواني بخشيندو اهو ئي،

منهنجي راڄ جو ڏڻي ٿيندو. مان پورڻ جوڻ اوستائين پراپت ڪري، جيون جو آنند ماڻڻ چاهيان ٿو."

پهر ياءِ هن پنهنجي وڏي پٽ کي وينتي ڪئي. پٽهنس وراڻيو: "راڄن! جيڪڏهن مان توهان جو ٻڍاپو پنهنجي مٿان هموار ڪندس ته زالون ۽ نوڪر مونتي چٿرون ڪندا. انهيءَ ڪري مان اوهان جي آگيا مڃڻ ۾ اسمرٿ آهيان. مهرباني ڪري منهنجي ننڍن ڀائرن کان پڇو. اوهان انهن کي مون کان وڌيڪ پيار ڪندا آهيو."

ٻئي امبر پڻ نرم لفظن ۾ پيءُ جي آگيا پالڻ کان انڪار ڪيو. چيائين: "پتاجي! اوهان مونکي چئو ٿا ته مان توهان جو ٻڍاپو ڌارڻ ڪريان. ٻڍاپي ۾ نه رڳو شڪتي ۽ سونهن گم ٿي وينديون آهن. پر مان سمجهان ٿو ته ٻڌي به گهٽجي ويندي آهي. مون ۾ ايتري شڪتي نه آهي جو اوهان جي آگيا مڃي سگهان."

ٽئين پٽ چيو ته "ٻڍو آدمي نه گهوڙي جي سواري ڪري سگهندو آهي نه هاٿيءَ جي. ٻڍو آدمي ڳالهائڻ ۾ پيو هٻڪندو آهي. اهڙيءَ محتاجيءَ جي حالت ۾ مان ڇا ڪري سگهندس؟ انهيءَ ڪري مونکي اوهان جي رٿ سويڪار نه آهي."

ٽن پٽن کان نراشا جو جواب ٻڌي راجا کي ٿاڌو ڪروڌ آيو. هن کي اها آشا هئي ته چوٿون پٽ وڌيڪ چڱو جواب ڏيندو ۽ ان ڏانهن مهڙ ڪري چياءِ: "تون منهنجو ٻڍاپو وٺ. جي تون ائين ڪندين ته ٿوري وقت کانپوءِ آءٌ توکي تنهنجي جواني موٽائي ڏيندس ۽ پنهنجو ٻڍاپو واپس وٺندس." پر هن به کانئس معافي گهري ۽ چيائين ته "پيريءَ جي حالت ڏاڍي ڏکوئيندڙ ٿيندي آهي. ٻڍي مڙس کي پنهنجي بدن جي صفائيءَ لاءِ به ٻين جو محتاج ٿيڻو پوندو آهي. منهنجو

اوهان سان ڏاڍو پيار آهي ته به مان انهيءَ ڪم ڪرڻ کان لاچار آهيان.“

هيءُ جواب ٻڌي ڀيائيءَ جي دل ڏري پيئي. انهيءَ هوندي به سندس دل ۾ ڪجهه اميد باقي هئي. انهيءَ ڪري هن پنهنجي ننڍي پٽ کي عرض معروض ڪيو. هيءُ نينگر اهڙو هو جو ڪڏهين به پنهنجي پتا جي اڇا جي برخلاف نه هليو هو. ڀيائيءَ چيو: ”اي پتر! مونکي بچاءِ! مونکي ٻڍاپو پيڙي رهيو آهي. منهنجي منهن ۾ گهنج پئجي ويا آهن. منهنجا وار سفيد ٿي ويا آهن. شڪرآچاريه جي پاراني ڪري مونکي ڪمزوري وٺي ويئي آهي. ڏاڍي سخت آزمائش مان لنگهڻو ٿو پوي.

”جيڪڏهن تون منهنجون اهي ٻر ٻلتائون وٺندين ته پوءِ مان ڪجهه وقت جيون جو سک ڀوڳيندس. تنهن کان پوءِ تنهنجي جواني توکي موٽائي ڏيندس ۽ پنهنجو ٻڍاپو ۽ پنهنجا ڏک درد توکان واپس وٺندس. مهرباني ڪري پنهنجون وڏن ڀائرن وانگر انڪار نه ڪر.“

انهيءَ ننڍي پٽ جو نالو پروُ هو. منجهس اگاڌ پتري پريم هو. انهيءَ ڪري هن چيو ته ”پتا! مان ڪل خوشيءَ سان پنهنجي جواني اوهان کي ارپڻ ڪريان ٿو ۽ اوهان کي ٻڍاپي جي ڏکن ۽ راڄ ڪاروبار جي ڪنماين کان آجو ڪريان ٿو. وڃي خوب موجون ماڻيو.“ اهي شبد سڻي ڀيائيءَ پٽ کي ڪڇي ڀاڪر پاتي. پيءُ ۽ پٽ ڀاڪر پاتو مس ته ڀيائي جوان ٿي پيو ۽ پروُ پوڙهو مڙس ٿي ويو. پروُءَ راڄ ڪرڻ شروع ڪيو ۽ گهڻي پرسڌي پراپت ڪئي.

ڀيائي گهڻو ئي وقت حياتيءَ جا سک وٺندو رهيو. انهيءَ هوندي به جڏهين ڪيس شانتي نه آئي تڏهن هو ڪبير جي وانگا ۾ هليو ويو ۽ اتي وڃي هڪڙيءَ اپسرا سان موجون ماڻڻ لڳو. ڀيائيءَ گهڻوئي وقت اها اجائي ڪوشش ڪئي

۽ يوڳ بلاس دوارا ترشنا کي پورو ڪريان ائين ڪندي ڪيس ستيه جو پان ٿيو.

پوءِ پروءِ وٽ موٽي آيو ۽ چيائين: ”هي پيارا پٽ! جئين آگ گيهه وجهڻ سان ڪين اُجهامندي آهي، تئين اندري سک جي اِڇا يوڳ بلاس دوارا ڪين ڄهمندي آهي. اها ڳالهه مون اڳ پڌي به هئي ۽ پڙهي به هئي، پر پوريءَ طرح محسوس ڪين ڪئي هئي. دنيا جا پدارٿ ڏن ڏان، پڳ يو پکر ۽ اِستريون ڪڏهن به منش جي ترشنا کي سنتوش ڏيئي نه سگهندا. شانتي تڏهين ملندي جڏهين اسين راڳ دويش جي دوندن (دوند=ٻن مختلف شين جا جوڙ جئن: (۱) راڳ=موهه، دويش=وير، (۲) گرمي ۽ سردي، (۳) اڄ ڀڪ وغيره.) کان مٿي چڙهنداسين. انهيءَ اوستا ۾ ئي برهم ساڪشاٽ ٿئي ٿو. وٺ پنهنجي جواني واپس وٺ ۽ گيان ۽ پڌيءَ دوارا ڄگيءَ ۾ ويهي راڄ ڪر.“

اهي شبد چئي پياتيءَ پنهنجو پڍاپو واپس ورتو پروءُ اڳي کان اڳرو ٿي پيو. پياتيءَ ڪيس راڄ تلڪ ڏيئي وڃي بن ۾ واسو ڪيو. اُتي هن خوب تپسيا ڪئي ۽ سمو پائي سرڳ سڌاريو.

## [۸]

# وِدُر

رشي مانڊويه جنهن من جي شڪتي ۽ شاسترن جو گيان پراپت ڪيو هو، سو پنهنجو سمو تپ ڪرڻ ۽ سچ جي کوج ۾ گذاريندو هو. هو شهر جي ٻاهران بن مڌ هڪڙيءَ ڪٽيا ۾ رهندو هو. هڪڙي ڏينهن جڏهين هو پنهنجي ڪٽيا جي ٻاهران برڄ جي ڇايا ۾ سماڌي لڳائي ويٺو هو، تڏهن بن مان هڪڙي ڌاڪن جي ٽولي اچي لنگهي. راڄ ڪرمچاري

لڪڙو لڪڙو اُهن جي پنيان ٿي آيا. ڌاڪن سمجهيو ته هن آشرم ۾ سهوليت سان لڪي پناهه وٺي سگهندا، انهيءَ ڪري هو اندر گهڙي ويا. هنن ڦر جو مال ڪري هڪڙيءَ ڪند ۾ رکيو ۽ پاڻ لڪي ويٺا. راجا جا سپاهي پيرو کڻندا اچي آشرم ۾ پهتا. مانڊويه رشي ته گهري ڌيان ۾ مگن هو. سپاهين جي ٽوليءَ جي نائڪ هن کان حڪمان حڪم پڇيو ته: "تو لٽيرن کي لنگهندو ڏٺو ڇا؟ هو ڪيڏانهن ويا؟ يڪدم جواب ڏي ته اسين انهن جي پٺ وٺي کين پڪڙيون." رشي يوگ ابياس ۾ مگن هو، انهيءَ ڪري کيس جواب نه ڏنائين، نائڪ بي فضيلتيءَ سان وري ساڳيو سوال ڪيو.

رشي پُرپو يڪتيءَ ۾ هو لين، انهيءَ ڪري هن ڪجهه ڪين ڪولي. انهيءَ وچ ۾ ڪي سپاهي آشرم جي اندر گهڙي ويا؛ چورايل سامان تي سندن نظر پيئي. انهن اها خبر اچي پنهنجي نائڪ کي ٻڌائي. پوءِ سڀ اندر گهڙي ويا. چورايل سامان ته هٿ ڪيائون ۽ لڪل چور به لڌائون.

نائڪ سمجهو ته برهمڻ بهانو ڪري شانتيءَ ۾ ويٺو رهيو آهي. سچ پچ ته لٽيرن جو سرڪردو اهو ئي آهي ۽ انهيءَ ئي اهو ڌاڪو هڻايو آهي. پوءِ سپاهين کي حڪم ڏنائين ته ڪٽيا کي گهيرو وجهي وٺو. پاڻ راجا وٽ ويو ۽ وڃي هن کي ٻڌايائين ته مانڊويه رشي چوريءَ جي مال سوڌو پڪڙيو ويو آهي. راجا کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. هن سمجهو ته ڌاڪن جي سردار اِها بي ادبي ۽ گستاخيءَ جو رستو ورتي دنيا کي ٺڳڻ لاءِ رشيءَ جو ويس ڌارڻ ڪيو آهي. هن سوچ سمجھ جي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي ئي کان ۽ حڪم ڪيائين ته انهيءَ وڏي اپراڌيءَ کي سوريءَ تي چاڙهيو وڃي.

نائڪ ڪٽيا ڏي موٽي آيو. هن مانڊويه رشيءَ کي اچي پاڻي جي ڇنڊ تي چاڙهيو ۽ چوريءَ جو مال راجا کي سپرد ڪيو ويو.

ڌرماتما رشيءَ کي جيتوڻيڪ ڀالي جي چهنب تي چاڙهيو ويو ته به هو مئو ڪونه. جنهن وقت کيس ڀالي جي چهنب تي چاڙهيو ويو، تنهن وقت هو يوگ اڀياس ۾ لڳل هو ۽ يوگ شڪتيءَ دوارا جيئندو رهيو. بن جي ٻين ڀاڱن ۾ جيڪي رشي رهندا هئا. سي مانڊويه جي ڪٽيا ڏانهن ڪاهي آيا ۽ اچي هن کان پڇيائون ته هن مصيبت ۾ ڪيئن اچي ڦاٿين؟

مانڊويه جواب ۾ چيو: ”مان ڪنهن کي ڏوهه ڏيان؟ راجا جا نوڪر جن جو ڪم آهي سنسار جي رکيا ڪرڻ تن منهنجي مٿان هيءَ مصيبت نازل ڪئي آهي.“

جڏهين راجا کي اها سڌ پيئي ته ڀالي جي چهنب تي چڙهيل رشي اڃا جيئرو جاڳندو آهي ۽ بن جا سڀ رشي کيس ورائي ويٺا آهن، تڏهن هن کي اچرج به لڳو ۽ ڀؤ به ٿيو. هو پنهنجن نوڪرن سوڌو ڀڄندو بن ڏانهن ويو ۽ وڃي حڪم ڪيائين ته رشيءَ کي يڪدم ڀالي تان لاهيو. پوءِ هو رشيءَ جي پيرن ۾ ليٽي پيو ۽ نمرتا پوروڪ اويدن ڪيائين ته کيس معاف ڪيو وڃي ڇو ته هن اڻ ڄاڻائيءَ وچان اهڙو حڪم ڏيئي پاپ ڪيو آهي.

مانڊويه راجا سان بلڪل ڪونه ڪاوڙيو. هو سڌو ڌرمراج ڏانهن هليو ويو. ڌرمراج پنهنجي راج سنگهاسن تي براجمان هو. رشيءَ پڇيس: ”مون ڪهڙو پاپ ڪيو آهي جو مون کي هيڏو ڪشٽ ڏنو ويو آهي؟“

ڌرمراج کي رشيءَ جي مهان شڪتيءَ جي پوري پروڙ هئي سو نمرتا پوروڪ چيائين: ”رشي ور! تو پکين ۽ مکين کي ستايو آهي. ڇا توکي ڄاڻ نه آهي ته سڀيئي ڪرم چڱا ۽ لڳا پوءِ اهي ڪري ڪهڙا به ننڍڙا هجن ته به پنهنجو ڦل سنئو يا منو ضرور ڏيکاريندا آهن.“

ڌرمراج جو جواب ٻڌي مانڊويه رشي عجب ۾ پئجي ويو ۽ ڪانئس پڇيائين ته ”اهو پاپ مون ڪڏهن ڪيو هو.“

ڌرم راج جواب ڏنو: ”جڏهين تون ٻار هئين.“ انهيءَ وقت ماندويه رشيءَ ڌرم راج کي سراپ ڏيئي چيو ته ”تو جيڪا مونکي سزا ڏني آهي سا ڏاڍي ڳوري آهي. هڪڙو ٻار جو اگيان ۾ اهڙي چوڪ ڪري تنهن کي هيڏي سزا ڏيڻ نه جڳائي. انهيءَ ڪري توکي مرت لوڪ ۾ منش جو جنم وٺڻو پوندو.“

انهيءَ سراپ ڪري ڌرم راج ودر جي جنم ۾ آيو. ودر جي ماتا وچتروير جي پتنيءَ امبالڪا جي داسي هئي.

هن ڪٿا مان سڌ آهي ته ودر ڌرم راج جو اوتار هو. انهيءَ زماني جا لوڪ ودر کي مهاتما ڪري سمجهندا هئا. ڌرم شاسترن جي ڄاڻ ۾ ودر لاثاني هو: راجنيتيءَ ۾ به ودر پنهنجو مٽ پاڻ هو. منجهس لڪو هو راڳ ۽ نڪو هو دويش ۽ ڪروڌ. ودر پندرهين سورهين ورهين جو مس هو ته ڀيشم کيس سمراٽ ڌرتراشٽر جو مکيه صلاحڪار ڪري مقرر ڪيو. وياس جي چوڻ موجب ٽنهي لوڪن ۾ ودر جهڙو ڌرماتما ۽ گياني ڪوئي ڪونه هو. جڏهين ڌرتراشٽر پٽن کي چوپڙ کيڏڻ جي موڪل ڏني تڏهين ودر هن جي پيرن تي ڪري پيو ۽ گنڀيرتا سان انهيءَ ڳالهه جو ورود ڪيائين. چيائين ته ”هي سوامي! مونکي اهو ڪرم پسند ڪونه آهي. انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيندو جو تنهنجي سنتان ۾ جنگ ۽ جهڳڙو پيدا ٿيندو. مهرباني ڪري پنهنجن ٻارن کي اها موڪل نه ڏي.“

ڌرتراشٽر گهڻيئي حيلا هلايا ته سندس پٽ انهيءَ ڪڌي ڪم کان باز اچي. ڌرتراشٽر چيو ته ”اي پٽ! چوپڙ نه کيڏ. ودر کي اها پسند نه آهي. ودر مهان گياني آهي؛ هو سدائين اسان جو ڪلياڻ چاهيندو آهي. هن جو رايو آهي ته انهيءَ راند مان واڌوڪي ۽ ورود پيدا ٿيندو. هن گندي ڪم مان اهڙي باهه پيدا ٿيندي جنهن ۾ اسين سڀ ۽ اسان جو راج ڀسم ٿي ويندا. پر دريوڌن اها صلاح ڪانه مڃي. ڌرتراشٽر جي ٻڌي

پٽ موھ ڪري پرشت تي ٻيٺي ھئي. ھن جوا ڪرڻ لاء پڌشٽر
کي لياڳي نيند ڏياري موڪلي.

[٩]

## ديوي ڪنتي

شري ڪرشن جي پڙ ڏاڏي جو نالو شورسين ھو. ھو
ياد و ونش جو ھڪ پرسڌ راجا تي گذريو آھي. سندس ڪنيا
پرتا پنھنجي سونھن ۽ سندر گڻن ڪري مشھور ھئي. شورسين
جي سؤت، ڪنتي پوچ کي ڪوبہ ٻالڪ ڪونہ ھو. انھي
ڪري ھن پرتا کي گود ۾ ورتو. انھيءَ وقت کان وٺي پرتا
کي ڪنتي ڪري سڏڻ لڳا.

جڏھن ڪنتي اڃا ننڍڙي ھئي تہ رشي دروا سا اچي
سندس پيءُ جو مھمان ٿيو. ڪنتيءَ سچو سال درواسا جي
خبرداريءَ، سھن شيلتا ۽ پريم سان شيوا ڪئي. درواسا
ڪنتيءَ سان ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ ھن کي ھڪ ديوي منتر سيکاريائين
درواسا چيو تہ "جي تون ھيءُ منتر پڙھي ڪنھن بہ ديوتا
کي سڏ ڪندينءَ، تہ ھو اچي تنھن جي اڳيان پرگھٽ ٿيندو ۽
توکي پاڻ جھڙو سندر ۽ شاندار پٽ ڏيئي ويندو. درواسا کي
يوگہ بل دوارا خبر پيئي ھئي تہ ڪنتيءَ جي پتيءَ پانڊوءَ کي
وڏا ڪشٽ اچڻ وارا آھن ۽ کيس اھو سراپ مليل آھي تہ ھو
سنتان الپن ڪري نہ سگھندو. انھيءَ ڪري ئي ھن ڪنتيءَ
کي ھڪ ھيءُ ور ڏنو.

ننڍيءَ عمر وارن ۾ ھر شيءِ جي پرکا وٺڻ جي ڏاڍي
اڇا ٿيندي آھي. انھيءَ ڪري ڪنتيءَ يڪدم ڪري جپ
ڪيو ۽ سوريہ ديوتا کي سڏيو. يڪدم سڄو آڪاش بادلن
سان ڇانئجي ويو ۽ سورج ڀڳوان بادلن جي ڇايا ۾ اچي ان

سندريءَ جي اڳيان بيٺو ۽ هن ڏي دل ڇڪيندڙ آرزوءَ ۽ عزت ڀريءَ نظر سان نهارڻ لڳو. ڪنتي وائڙي ٿي ويئي ۽ پڇيائين: "اي ديو! تون ڪير آهين؟" سورج چيو "پريه ڪماري! مان سورج آهيان. تو پتر دا (پٽ ڏيندڙ) منتر جو جاپ ڪيو آهي ۽ انهيءَ ڪري مان تو ڏانهن ڇڪجي آيو آهيان."
ڪنتي هي لفظ ٻڌي وسميءَ ۾ پئجي ويئي ۽ چيائين: "مان ڪنواري ڪنيا آهيان ۽ پنهنجي پتا جي آڌين آهيان. مان اڃا ماتا ٿيڻ جي لائق نه آهيان ۽ نڪي ئي منهنجي اهڙي اڇا آهي. مان رڳو دروَاسا جي ڏنل ور جي پريکشا پئي ڪيئي. مهرباني ڪري موٽي وڃو ۽ منهنجي ٻاراڻي بيوقوفيءَ کي معاف ڪريو."

سورج جي واسطي موٽڻ اسنڀو هو. منتر جي شڪتي هن کي قابو ڪيو بيٺي هئي. هو ڏانهن ڪنتي دل ۾ ڏاڍو دکي ٿي رهي هئي ڇاڪاڻ جو کيس سنسار جي ٽوڪ ۽ طعني جو ڀؤ ٿي ٿيو. پر سورج کيس چيو: "توکي ڪو ڏوهه ڪونه ڏيندو. مون مان جڏهين توکي پٽ پيدا ٿي چڪندو، تڏهين تون وري ڪنواري ٿي پونديئن."

سورج ڀڳوان، جو ساريءَ وشو کي جيون ۽ جوتي ڏي ٿو، تنهن جي ڪرپا سان ڪنتيءَ کي گرڀ ٿيو. ديوتائن مان جيڪو گرڀ ٿيندو آهي، ان جو ٻالڪ تتڪال جنم وٺندو آهي. تون مهن جي ساڌ جي تڪليف ماتا کي ڪانه ڀوڳيندي آهي. ڪنتيءَ مان ڪرڻ پيدا ٿيو. ڪرڻ سورج جهڙو تيجوان ۽ سندر هو. جمڻ وقت کيس ايشوري زره پهريل هئي ۽ سندس ڪنن ۾ سرڳي ڪنڊل لٽڪيل هوا. سمو پائي هو دنيا جي مهان يوڌن مان هڪڙو ٿيو. سورج جي آشيرواد جي ڪري ڪنتي ٻار ڄڻڻ کان پوءِ وري ڪنيا ٿي پيئي.

ڪنتيءَ کي پتوئي نٿي پيو ته مان هن ٻالڪ کي ڇا ڪريان. پنهنجي اپراڌ کي لڪائڻ لاءِ ڪنتيءَ ٻار کي ڪري هڪڙيءَ

پيتيءَ ۾ بند ڪيو ۽ ان کي نديءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو. هڪڙو ڪوچوان هو، جنهن کي سنتان ڪا نه هئي. انهيءَ جي نظر هن وهندڙ پيتيءَ تي پئجي ويئي. پيتي کوليائين ته ڪيس هڪڙو ڏاڍو سندر ٻالڪ ڏسڻ ۾ آيو. ٻالڪ کي ڏسي ڪري هو اچرج ۽ آنند ۾ ٻڏجي ويو. ٻار ڪري پنهنجي استريءَ کي سونپيائين. ڪوچوان جي استري هن کي سڳيءَ ماءُ جيان پريم ڪرڻ لڳي. اهڙيءَ طرح سورج پتر، ڪرڻ، هڪڙي ڪوچوان جي گهر ۾ پلجڻ لڳو.

جڏهين ڪنتي وواهه ڪرڻ جوڳي ٿي، تڏهين ڪنتي جو سيني پاڙيسري راجڪمارن کي ليند ڏاڍي ۽ سويمبر رچيائين. ڪنتيءَ جي سونهن جي ساراهه ۽ سندس سيرت جي سڳنڌ هرهنڌ ڦهليل هئي. انهيءَ ڪري گهڻيئي پريم پريل راجڪمار سويمبر جي استان تي اچي گڏ ٿيا. ڪنتيءَ ڀارت جاتيءَ جي ليجوان پر ليندڙيءَ، راجا پانڊوءَ جي گلي ۾ هار وڌو. پانڊوءَ جو ليج وري اهڙو هو جو سموري سموهه ۾ ڪو به سندس مقابلو نٿي ڪري سگهيو. شاستر وڌيءَ موجب وواهه سنسڪار پورو ٿيو. ڪنتي پنهنجي پتيءَ سان گڏجي هن جي راجڌاني هستناپور ڏانهن روانو ٿي. ان زماني ۾ اهو رواج هو ته راجائون ٻه يا ٽي زالون پرڻيا هئا. انهيءَ ۾ رکيو اندري سک سندن لکش ڪونه هوندو هو پر هنن جي اها اڇا هوندي هئي ته سندن ونش قائم رهي. انهيءَ رواج انوسار ۽ ڀيشم پتامهه جي صلاح موجب پانڊوءَ مدر جي راج پتريءَ مادريءَ سان به وهانءُ ڪيو.

## [١٠]

## پانڊوءَ جو ديهانت

هيڪڙ پانڊو بن ۾ شڪار ڪرڻ ويو. اتي هڪڙو رشي

۽ سندس استري هرڻ ۽ هرڻيءَ جو روپ ڌاري ٻوڙ ڪري رهيا هئا. پانڊوءَ تير هلايو. تير لڳڻ سان هرڻ روپ رشيءَ جو مرتيو ٿيو. مرڻ ويل رشيءَ پانڊوءَ کي سراپ ڏيندي چيو: ”پاپي! جنهن وقت تون استري سک ڀوڳيندي تنهن وقت تنهنجو موت ٿيندو.“ پانڊوءَ جي دل ڇڄي پيئي ۽ پنهنجو راج ڀيشم ۽ ودر کي سپرد ڪري وڃي ٻن ۾ رهيو. اتي هو پورڻ برهمچريه جو جيون گذارڻ لڳو. ڪنتيءَ ڏٺو ته پانڊوءَ کي پتر سنتان جي اڇا آهي پر هو سنتان اتپن ڪرڻ ۾ سراپ جي ڪري اسمرٿ آهي. ڪنتيءَ درواسا جي ور واري ڳالهه پانڊوءَ کي ٻڌائي. پانڊوءَ ڪنتيءَ تي زور آندو ته هوءَ پنهنجي لاءِ ۽ ٻڻ مادريءَ لاءِ اهو منتر ڪم ۾ آڻي. اهڙيءَ طرح ڪنتيءَ کي ٽي ۽ مادريءَ کي ٻه پٽ پيدا ٿيا. پنج ئي جوان ٻن ۾ تپسوين جي وچ ۾ پاليا ويا. پانڊو پنهنجي پتنين ۽ پترن سميت ڪيترائي ورهيه ٻن ۾ جيئندو رهيو.

بسنت جي رت هئي. سڄيءَ سرشٽيءَ ۾ پريم ئي پريم ٿي نظر آيو. گل ٻهڪي رهيا هوا. وليون چمڪي رهيون هيون. پکين عجيب لاتيون ٿي لنويون. ٻن جا سڀ پراڻي آنند منگل ۾ مگن هئا. جيتوڻيڪ مادريءَ هر هر پانڊوءَ کي منع ڪئي، ته به پانڊوءَ پنهنجو پرڻ ڀڳو ۽ رتوراج جي پربل پرڀاو هيٺ مادريءَ جو وڇڙو ورتو. جئين هن مادريءَ کي ڇهيو، تئين رشيءَ جي سراپ پنهنجو پرڀاءُ ڏيکاريو ۽ پانڊو مردو ٿي، ڌرتيءَ تي ڪري پيو.

ڏک وچان مادريءَ جي دل ڦاٽڻ لڳي. هن ائين سمجهيو ته راجا جي موت جو ڪارڻ مان ئي آهيان. انهيءَ ڪري هوءَ چکيا ٺاهي ستي ٿي ۽ ڪنتيءَ کي مرڻ کان اڳ وينتي ڪيائين ته سندس پٽن جي چڱيءَ پرگهور لهي. وڌوا پڻي جي دک ۾ ڪنتي دکي ٿي رهي هئي ۽ پنج پانڊو روئي رهيا هئا. ٻن جي رشين کي مٿن دया آئي، سو انهن کي هستناپور ڏانهن

وٽي ويا ۽ وچي ڀيشم جي سپرد ڪيائون. انهيءَ ويل يڌشٽر جي آيُو رڳو سورهن سال هئي.

رشي جڏهين هستناپور ۾ پهتا ۽ پانڊوءَ جي موت جي خبر ڏنائون تڏهين سڄي راڄ ۾ ڏک ڇانئجي ويو. وڏر، ڀيشم، وياس، ڌرتراشٽر ۽ ٻين گڏجي ڪري سڀ ڪريا-ڪرم پورو ڪيو. پرجا جي هرهڪ ماڻهوءَ کي اهڙو ڏک ٿيو جهڙو ڪنهن ويجهي مائٽ جي مرڻ ڪري ٿيندو آهي.

ستيه وتي جيڪا ڪنتيءَ جي وڏي سس هئي تنهن کي وياس چيو ته اڳيون وقت ته مزي سان گذري ويو آهي پر ايندڙ زماني ۾ وڏا ڏک اچڻا آهن. سنسار جو ٻالڪپڻو ائين لنگهي ويو آهي، جئين هڪ سندر ۽ سهڻو سپنو. هاڻي اهڙو سمو ايندو، جنهن منجهه ڇل ۽ پرپنچ جو بول بالا ٿيندو. انهيءَ سمي پاپ ۽ ڀيڙا پرگهٽ ٿيندا. اوهان جي گهراڻي تي به وڏيون مصيبتون اچڻيون آهن. ڪال چڪر کي ڪوئي روڪي نٿو سگهي. تنهنجي لاءِ چڱو ائين آهي ته هيءُ نگر ڇڏي وڃي ۽ ٻن ۾ تپسيا ڪرين، جنهن ڪري تون پنهنجي پريوار جو ڏک ۽ درگتي نه ڏسين. ستيه وتي امبڪا ۽ امبالڪا سميت ٻن ڏي هلي ويئي، اتي تپسيا ڪري ٽيئي سرڳ ڏانهن راهي ٿيون. اهڙيءَ طرح پنهنجي سنتان جي دکي اوسٿا ڏسڻ کان بچي ويون.

## [۱۱]

## ڀيم

هستناپور جي راڄ محل ۾ سکي جيون ڪاٽيندي پانڊوءَ ۽ ڌرتراشٽر جا پٽ نيٺ وڏا ٿيا. شرير جي شڪتيءَ ۾ ڀيم سڀني کان سرس هو. هو دريوڌن ۽ ٻين ڪورون کي وارن کان وٺي گهليندو هو ۽ کين مارون به ڪڍندو هو. ڪورو

ڪانئس ڏڪندا هوا. ڀيم ترڻ ۾ به ڏاڍو هوشيار هو. بعضي بعضي هو ڌرتراشٽر جي ڪنهن پٽ کي ٻانهن ۾ جهلي وٺي تلاءَ ۾ ٽپيون هڻندو هو ۽ ايترو وقت پاڻيءَ ۾ رهندو هو جيسين سندس شڪار جو مٿو تي ويندو هو. ڪورون مان جيڪڏهين ڪو وڻ تي چڙهندو هو ته هو ڌرتيءَ تي بيهي وڻ کي وٺي لت هڻندو هو. ڀيم جي لت هڻڻ ۽ ڪورون جو انهين ڌرتيءَ تي ڪرڻ جئين ڪو پڪو ميوو ڇڻي پوندو آهي. ڀيم جي اهڙن چرچن ۽ چنچلائپ ڪري ڌرترراشٽر جي پٽن جا بدن ڦٽيا پيا هوندا هئا. انهيءَ ڪري ننڍي هوندي کان وٺي ئي ڪورو ڀيم کي خوب ڌڪاريندا هئا.

جڏهين راجڪمار وڏا ٿيا تڏهين ڪرپا آچاريه کين ڌنروديا (تيراندازي) ۽ شسترن استرن (شستر اهي هٿيار آهن جن کي هٿ ۾ جهلي وڙهبو آهي جئن تلوار، ڀالو وغيره. استر اهي هٿيار آهن جيڪي پري کان اڇلائبا آهن، جئن تير، گوليون وغيره) ڪم آڻڻ جو هنر سيکاريو. ٻيون به راجڪمارن جي لائق جيڪي سکيائون ٿينديون آهن سي، کين ڏنائين. ڀيم سان ايرکا رکندي دريوڌن جي ٻڌي ملين تي چڪي هئي ۽ انهيءَ ڪري هن ڪيتريون ئي غيرواجبي حرڪتون ڪيون.

دريوڌن جي من ۾ ڏاڍي آنڌمانڌ هئي. سندس پتا سورداس هو، تنهن ڪري راڄ پانڊو ڪندو هو ۽ اها ڳالهه پڌري پيئي هئي ته پانڊوءَ جي مرڻ کان پوءِ سندس پورا (حقي وارث) يڌشٽر راڄ جو ڌڻي ٿيندو. دريوڌن اها ڳالهه نه سهي ڪئي ته سورداس هئڻ جي ڪري ڌرتراشٽر انهيءَ چڪر کي ڦيرڻ ۾ اسمرٿ آهي. هاڻي هو رٿون رٿڻ لڳو جئين هو يڌشٽر کي سنگهاسن تي ويهڻ کان روڪي. هن سمجهيو ته ڀيم جي مرڻ ڪري پانڊون جي شڪتي گهٽجي ويندي. سو ڀيم کي مارڻ جو پڪو ارادو ڪيائين.

دريوڌن ۽ سندس ڀائرن صلاح ڪئي ته ڀيم کي گنگا ۾

اچلي چڏيون. ارجن ۽ يڌشٽر کي ڪري ڪاٺ ۾ وجهون پوءِ ديش همٿ ڪري ان جي مٿان راڄ ڪريون!

دريوڌن پنهنجن پائرن ۽ سوٽن سان گڏجي گنگا تي سنان ڪرڻ لاءِ ويو. رانديون روندبون ڪري سڀ ٿڪجي پيا ۽ پنهنجن پنهنجن تنبن ۾ آرامي ٿيا. ڀيم ٻين کان وڌيڪ ٿڪليف ورتي هئي. وري ڪيس جيڪو کاڌو ڏنو ويو، تنهن ۾ زهر پيل هئي. انهيءَ ڪري ڀيم تي ننڊ غالب پئجي ويئي ۽ هو نديءَ جي ڪنني تي ئي ليٽي پيو. دريوڌن جهنگ جون وليون پٽي ڀيم کي سوگهو ٻڌو ۽ ڪيس ڪڍي ڪري نديءَ ۾ اڇلايو. ڀيم کي اڳوپوءِ پوري ڪرڻ لاءِ پاپي دريوڌن انهيءَ هنڌ ڪا ڪلا ڪوڙائي ڇڏيا هوا. هن جو خيال هو ته ڪلا ڀيم جي شرير ۾ گهڙي ويندا ۽ هو مري ويندو. اتفاق اهڙو ٿيو جو جنهن هنڌ ڀيم ڪريو تنهن هنڌ انهن ڪلن مان هڪڙو به ڪونه هو. نديءَ ۾ زهري ناڳ هوا. انهن ڀيمسين کي خوب ڏنگيو. نانگن جي زهر ڀيم جي کاڌي واري زهر جي اثر کي ذائل ڪري ڇڏيو. نديءَ جي لهر سان وهندو، ڀيم وڃي ڪناري تي پهتو.

دريوڌن پنهنجن ساٿين سوڌو خوش ٿيندو گهر موٽيو. هن سمجهيو ته زهر ۽ ڪلن جي زخمن ڪري ڀيم پڪ مري چڪو هوندو.

يڌشٽر دريوڌن کان ڀيم بابت پڇا ڪئي. دريوڌن يڌشٽر سان ٺڳي ملائي چيو ته ڀيم اسان کان اڳ ئي شهر ڏي هليو آيو آهي. يڌشٽر دريوڌن جي ڳالهه تي اعتبار ڪري، پنهنجي ماءُ کان اچي ڀيم جي موٽڻ جي جاچ ڪئي. ڪنتيءَ چيس ته ڀيم اڃا ڪونه موٽيو آهي. انهيءَ ڪري يڌشٽر ۽ ٻين کي اچي شڪ پيو ته ڀيم سان ڪا مڙيئي حرڪت ٿي آهي. هو پائر گڏجي ٻن ڏي ويا ۽ هنڌ هنڌ ڀيم جي ڳولها ڪرڻ لڳا. ڪين ڀيم ڪٿي به ڏسڻ ۾ نه آيو. ڏاڍي ڏک ۾ پرجي پوئتي موٽيا.

ڪجهہ وقت گذرڻ ڪان پوء ڀيم جي لبد گلي ۽ هو لڏ ندو لمندو ٽڪو ماندو گهر موٽي آيو. ڪنتيءَ ۽ يڌشٽر هنجي آجيان ڪئي ۽ خوشيءَ ۾ پرچي ساٽس ياڪر پاتو. زهر ڏني ويئي ڀيم کي مارڻ جي واسطي پر ان جو اثر الٽو ٿيو. زهر جي ڪري ڀيم جي طاقت وڌي ويئي.

هاڻي ڪنتيءَ ودر کي گهرايو ۽ ڳجهه ڳوہ ۾ هن کي چيائين ته "دريوڌن پاپي ۽ الياچاري آهي. هو راڄ هٿ ڪرڻ لاءِ ڀيم کي مارڻ ٿو گهري. مونکي ڏاڍي بي آرامي آهي." ودر وراڻيءَ ۾ چيو ته "جيڪي توهان چئين ٿي سو سچ آهي، پر اها ڳالهه ظاهر نہ ڪر ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهين پاپي دريوڌن کي خبر پيئي تہ توهان مٿس الزام ٿي هڻين تہ پوءِ سندس ڪروڌ ۽ دويش هيڪاري وڌندو. لنهنجي پٽن جي حياتي وڏي آهي. ان ڪري ڪوبہ ڊپ نہ ڪر. يڌشٽر وري ڀيم کي چيو تہ جيڪي وهيو واپريو آهي سو ڪنهن کي نہ ٻڌاءِ. آئينده اسان کي وڌيڪ خبردار ٿيڻ گهرجي ۽ هڪ ٻئي کي مدد ڪري پنهنجو بچاءُ ڪرڻ گهرجي.

ڀيم کي جيئرو جاڳندو ڏسي دريوڌن عجب کائڻ لڳو ۽ سندس دويش ۽ ايرکا جي اگني ڀڙڪو کائي وڌڻ لڳي. تڏهن آهون پريندي هو اندرئي اندر ڳرڻ لڳو.

[۱۲]

## ڪَرڻ

پانڊون ۽ ڪورون پهريائين ڪرپا آچاريہ کان شستر وديا سکي ۽ پوءِ دروڻا چاريہ کان. ہر يکشا جو ڏينهن مقرر ٿيو. هرهڪ راجڪمار کي، پنهنجو هنر ڏيکارڻو هو. الهيءَ نظاري جي ڏسڻ لاءِ نہ رڳو راڄ ونش جا لوڪ اچي گڏ ٿيا هوا، پر ساڌارڻ جنتا

۽ وڏيءَ سنکيا ۾ اچي مڙي هئي. ارجن شستر ودّيا ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريو ۽ سڀ عجب ۾ پئجي سندس ساراهه ڪرڻ لڳا. انهيءَ ڪري دريوڌن جي من ۾ ايرکا ۽ دويش پڙڪي اٿيا ۽ سندس پيشاني ڪاري ڪلور ٿي ويئي.

جئين سڀ لهڻ لڳو ته اوچتوئي اوچتو دروازي جي پاسي کان هڪڙو زبردست ۽ ڏيان ڇڪيندڙ گجگوڙ جهڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هڪڙو زبردست جوڌو مقابلي لاءِ هٿيار ڪڙڪائيندو ٿي آيو. سڀني جي نظر انهيءَ پاسي ڏي ڦري ويئي. هُن ڏٺو ته هڪ ديوتائن جهڙو سندر جوان پيڙ کي چيريندو اندر اچي ٿو ۽ لوڪ اچرج ۾ پئجي چپ چاپ هن کي رستو ڏيندا وڃن ٿا. انهيءَ جوان جي پيشانيءَ مان تيج ۽ ٻل چمڪي رهيا هئا. هن ايمان پريل اکين سان چوڌاري نهاريو ۽ درُڻاچاريه ۽ ڪرپا آچاريه کي لاپرواهيءَ سان نمسڪار ڪيو. هو سڌو ڪاهي آيو ارجن وٽ. ارجن ۽ ڪرڻ ساڳيءَ ماءُ مان ڄايا هوا، پر ڪين انهيءَ ڳالهه جو سماءُ ڪونه هو. اهڙيءَ ريت ٻه ڀائر هڪ ٻئي جي سامهون ٿي بيٺا.

ڪرڻ گهري ۽ گجگوڙي آواز ۾ چيو: ”ارجن! مان توکان وڌيڪ هنر ڏيکاريندس.“

درونا جي اشاري تي ڪلي جي ڪوڏ ني، ڪرڻ ارجن جهڙا سڀ ڪرتب ڪري ڏيکاريا. دريوڌن اهو نظارو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڪري ڪرڻ کي ڳلي لڳايائين. دريوڌن چيو: ”ڀلي آئين اي جوڌ جوان! توکي خود ورڌاتا اسان ڏانهن موڪليو آهي. مان ۽ منهنجو راڄ تنهنجي حڪم ٻڌڻ لاءِ تيار آهيون.“ ڪرڻ جواب ۾ چيو: ”راڄن! مان اوهان جو ڏاڍو ٿورائتو آهيان. مونکي رڳو ٻه شيون گهرجن. هڪ مان تنهنجي پريم جو ڪانکي آهيان ۽ ٻيو مان چاهيان ٿو ته پارٿ (ارجن) سان اڪيلي سر لڙان.“

دريوڌن وري ڪرڻ کي ياڪر پاتو ۽ چيائين ”منهنجي سڀ سمپتي تنهنجي آهي پلي موج ماڻ.“
دريوڌن جي دل مان پريم جون ڌارائون وهڻ لڳيون. هوڏانهن ارجن هٺڙي گستاخي ڏسي ڪروڌ سان پرجي ويو. ڪرڻ اهڙي مضبوط ۽ شاندار ڍنگ سان بيٺو هو جڻين ڪا پهاڙ جي اوچي چوٽي آڪاس سان ڳالهيون ڪري. ڪورون سندس خوب آجيان پئي ڪئي. ارجن ڏانهس شوخيءَ مان نهاري چيو ”او ڪرڻ! منهنجي هٿان مارجي تون هاڻي جو هاڻي انهيءَ نرڪ ۾ ويندين جنهن ۾ بن ڪوٺ جي ايندڙ آدمي ۽ بنا چوڻ جي ڳالهائيندڙ آدمي ويندا آهن.“
ڪرڻ تڪار ۽ ڪل پرپل لفظن ۾ ورائيو: ”هيءَ رنگ پومي رڳو توهان جي لاءِ نه آهي پر سڀني لاءِ کليل آهي. راڄ انهيءَ جو ٿيندو آهي جيڪو شڪتي شالي هوندو آهي. ٻڪ ٻڪ ڪرڻ ڪمزورن جو ڪم آهي. اجائي ڳالهائڻ مان ڪهڙو سود؟ آءٌ نه ٻاڻ چوڙي ڳالهيون ڪريون.“
ڪرڻ جو اهو چئلينج قبولي، درٿاچاريه کان آگيا وٺي پنهنجن ڀائرن سان هيڪر ڀاڪر پائي ارجن مقابلي لاءِ تيار ٿيو. هوڏانهن ڪرڻ ڪورون کان موڪل وٺي هٿيار ڪڻي سامهون آيس.
ٻجلي ۽ گجگوڙ جو ديوتا اِندر ۽ اننت ڪرڻاَن جو ڏاٽي سورج انهيءَ ويل اچي پرگهٽ ٿيا. جڻڪ هي ديوتا پنهنجي سنتان کي مونهار لڙائيءَ لاءِ چوري رهيا هئا ۽ انتظاريءَ سان ان جو نتيجو ڏسي رهيا هئا.
جڏهن ڪنتيءَ جي ڪرڻ تي نظر پيئي تڏهين هن کي يڪدم سڃاتائين ۽ شرم جي ڪري، مٿس مورچا اچي ويئي. ودر نوڪرياڻيءَ کي آگيا ڪئي ته ڪنتيءَ جي سنڀال ڪري. ڪنتي سڃيت ٿي ۽ ماڻسڪ پيڙا جي ڪري پٿر وانگر ٻهي رهي. سمجهي نٿي سگهي ته ڇا ڪريان!

جئين هو لڙڻ لاءِ تيار ٿيا ٿئين ڪرپا آچاريه جنهن کي هن قسم جي لڙائي جي سيني نيمن جي پوري ڄاڻ هئي، اچي ڀنهي جي وچم بيٺو ۽ ڪرڻ کي چيائين:

”هي راجڪمار! جيڪو توسان وڙهڻ لاءِ ليار ٿيو آهي سو پرٿا پاللدوءَ جو پٽر آهي. هو ڪورو ونش جو انش آهي. اي وير! ٻڌاءِ ته تنهنجو پتا ڪير هو ۽ ڪهڙيءَ ڄاليءَ جو لون مان مٿي ڪري رهيو آهين؟ جڏهين لنهنجي ڪل جو پتو پوندو تڏهين پارٿ توسان وڙهڻ لاءِ ليار ٿيندو. اوچ گهراڻي ۾ اُپن ٿيل راجڪمار ورودي‌ءَ جي ڪل ۽ ڪلاچار جي ڄاڻ بنا هن سان ڪڏهين به دوند يڌ نه ڪندا آهن يعني دوبدو ڪونه لڙندا آهن.

ڪرپا آچاريه جا هي شبد سڻي ڪرڻ جو سر شرم جي ڪري اٿين جهڪي پيو جئين مينهن جي ماري ڪري ڪمن چو گل. شرم جي ماريل ڪرڻ جو ليج ئي گم ٿي ويو. اٿي دريوڌن اٿي ڪري چيو: ”جيڪڏهين انهيءَ ڪري جنگ ٽاري وڃي ٿي، ڇاڪاڻ جو ڪرڻ راجڪمار نه آهي، ته ان جو علاج سولو آهي، مان ڪرڻ کي انگ ديش جو راجا بنائي متس چٽ رکان ٿو. پوءِ ڀيشم ۽ ڌرتراشٽر جي آگيا وٺي دريوڌن اٿي جو اٿي سڀ سڳن ساڻ پورا ڪيا ۽ ڪرڻ کي چٽ، جواهر ۽ ٻيا شاهي نشان ڏيئي انگ جو راجا بڻايو. هاڻي دوندو يڌ شروع ٿيڻ واري هئي. اوچتوئي اوچتو ڪوچوان اڌيرٿ، جنهن ڪرڻ کي پاليو هو، سو اچي اتي پرگهٽ ٿيو. هو لٺ تي ٽيڪ ڏيئي ڏڪندو ڏڪندو ٿي آيو. اڌيرٿ کي ڏسندي ئي انگ جو راجا ڪرڻ پتري پريم وچان هن جي اڳيان نمڻ لڳو. اڌيرٿ ڪرڻ کي پٽ ڪري سڏيو ۽ پنهنجي ڪمزور ٻانهن ۾ هن کي جهلي خوشيءَ جا ڳوڙها ڳاڙڻ لڳو. ڪرڻ جو مٿو راج تلڪ جي ڪري اڳيئي آلو ٿيو پيو هو، سو هنن ڳوڙهن جي ڪري وڌيڪ آلو ٿي پيو.

هيءَ نظارو ڏسي ييمسين ڪلندي ۽ ڪجهوڙ ڪندي چيو ته ”هيءَ هڪڙي ڪوچوان جو پٽ آهي. ڪرڻ! پنهنجي خاندان جي ڏنڊي موجب ڇهبوڪ هٿ ۾ کڻي گهوڙا هڪل. تون انهيءَ جي لائق نه آهين جو ارجن جي هٿان تنهنجو موت ٿئي. تڪي ٿي توکي انگ ديش ۾ راڄ ڪرڻ جڳائي.“

هي ٻي عزتيءَ جا لفظ ٻڌي ڪرڻ سنائي ۾ پئجي ويو. سندس چپ ڏڪڻ لڳا ۽ بنا ڪنهن حرف ڪڇڻ جي هڪڙي سرد آه ڀري اهڙ سج ڏانهن نهارڻ لڳو.

دريوڌن وري ڪاوڙ ۾ ڀرجي ڪري وڏي واڪي چيو: ”درڪودر! اهڙيءَ طرح سان ڳالهائڻ توکي سونهين ٿو. ڪنهن ڪٽريءَ جو گڻ سندس ٻل تي آهي. مهاوبرن جي ٻوروجن جي ونشاولي جاچڻ ۽ وڏين ندين جي بنياد جي ڳولها ڪرڻ عقلمنديءَ جي ڳالهه نه آهي. مان توکي سوين اهڙا مثال ٻڌائي سگهندس جتي رواجي گهر ۾ پيدا ٿيل پرش به مهاوير ٿي ويا آهن. مونکي اها پڻ خبر آهي ته خود تنهنجي جنم بابت به ناشائتا سوال پڇي سگهبا. ڏس، ته هيءَ ڪهڙو نه بهادر آهي! سندس شڪل ۽ چال ديوتائن جهڙي آهي! سندس ڪنڊل ۽ زره سرڳ جي يادگيري ڏياري رهيا آهن. هٿيارن هلائڻ ۾ هو پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سچ پچ هن جي جنم بابت ڪجهه مڙيوئي رهسيه آهي. ڀلا هرڻ مان ڪڏهن واگهه پيدا ٿي سگهيئو؟ تو ائين به چيو ته هو انگ ديش تي راڄ ڪرڻ جي لائق نه آهي. مان ته سچ پچ سمجهانٿو ته هو ساري سنسار جو سمراٽ ٿيڻ جي لائق آهي. دريوڌن پانڊون تي ڪاوڙ چنبڙيندو ۽ ڪرڻ سان پريو وندڙيندو ڪيس پنهنجي رٿ تي چاڙهي وٺي ويو.

سج لهي هليو. لوڪ گوڙ شور ۾ ٽڙڻ پکڙڻ لڳا. ٽنهين جي جهرمر ۾ ڪي ارجن جي ساراهه ڪرڻ لڳا ته ڪي ڪرڻ جي، ڪي وري دريوڌن جا گيت ڳائڻ لڳا.

اندر سڀني ڪيو ته نيٺ هڪ ڏينهن سندس پٽ ارجن ۽ ڪرڻ جي وچ ۾ مها يڌ لڳندي. انهيءَ ڪري هو برهمڻ جو ويس ڌاري ڪرڻ وٽ آيو. ڪرڻ دان لاءِ مشهور هو. اندر ڪائنس سندس ڪنڊل ۽ زره دان ۾ گهريا. سورج ديوتا اڳيئي سپني ۾ ڪرڻ کي خبردار ڪري چڪو هو ۽ چيو هئائينس ته اندر ٺوڪي ان رهت نڪيندو. ان هوندي به ڪرڻ سواليءَ کي موٽائڻ لاءِ تيار نه هو. تنهن ڪري اها زره ۽ اهي ڪنڊل جيڪي ڪيس ڄمڻ ۾ ئي مليا هئا سي، لاهي ڪري برهمڻ کي ڏناءِ.

ديوتائن جو راجا اچرج ۽ آنند ۾ پئجي ويو ۽ دان وٺڻ کان پوءِ ڪرڻ جي ساراهه ڪرڻ لڳو. چي "تو اهڙو ڪم ڪيو آهي جو ٻئي ڪڏهن ڪين ڪيو." دان وٺي اندر کي ڪجهه مڙيوئي شرم ٿيو ۽ پنهنجي ادارتا ڏيکارڻ لاءِ ڪرڻ کي چياءِ ته جيڪو ور وٺڻ سو گهر. ڪرڻ چيس: "منهنجي اڇا آهي ته تنهنجو شڪتي نالي شستر، جو دشمنن کي مات ڪري سگهندو آهي، سو مونکي ملي. اندر اهو ور دان ڏنو، پر ان ۾ هڪڙو ڏکيو شرط وڌائين. چيائينس: "تون هن شستر سان رڳو هڪڙي ئي دشمن تي وار ڪري سگهندي. اهو ڪير به هوندو ته مري ويندو. پر ان کان پوءِ ٺوڪي هيءَ شستر ڪارائتو نه ٿيندو. پر مون وٽ موٽي ايندو." اهي لفظ چئي اندر انترڌان ٿي ويو.

ان کان پوءِ ڪرڻ پرشرام وٽ ويو ۽ هن کي چياءِ ته مان برهمڻ آهيان. انهيءَ ڇل ڪري سندس شش بڻيو. ڪرڻ پرشرام کان برهم استر نالي هٿيار ڪم آڻڻ جو منتر سکيو. هڪڙي ڏينهن پرشرام ڪرڻ جي گوڏي تي مٿو رکي سمهيو پيو هو. انهيءَ وقت هڪڙو زهريلو جيت ڪرڻ جي سٿر ۾ پيهي ويو ۽ رت ريلا ڪري وهڻ لڳو ۽ ڪرڻ کي سخت درد ٿيو. انهيءَ هوندي به ڪرڻ انهيءَ خيال کان ته سندس

گوروءَ جي ننڊ نه ٽٽي، چپ چاپ ڪري ويٺي رهيو ۽ ذرو به نه لڏيو لميو. جڏهين پرشرام جاڳيو تڏهين اها رت ڏنائين جا ڪرڻ جي سٿر مان وهي رهي هئي. پرشرام چيو ”پرڻ پٽ! تون برهمڻ نه آهين. شاريرڪ سنتاپن جي وچم ڪنهن ٻي اهڙيءَ طرح شانت ٿي رهي سگهندو آهي. هاڻي سچي پچي ڳالهه ڪر.“

ڪرڻ قبول ڪيو ته هن ڪوڙ ڳالهايو هو. سچ پچ ته هو هڪ ڪوچوان جو پٽ هو. ڪروڌ ۾ اچي پرشرام ڪيس هن ريت سراپ ڏنو:

”چاڪاڻ جو تو پنهنجي گوروءَ سان ٺڳي ڪئي آهي تنهن ڪري اهو برهم استر جو تو سکيو آهي سو توکي آئيءَ ويل ڪم نه ڏيندو. عين موقعي تي اهو منتر توکان وسري ويندو ۽ تنهن جي رت جو ڦيٿو گپ ۾ گهڙي پوندو.“

انهيءَ سراپ ڪري ٿي ارجن سان آخرين يڌ ڪندي ڪرڻ کان اهو منتر وسري ويو جيتوڻيڪ هن کي پوئين گهڙيءَ تائين اهو ياد هو. ڪرڻ دريوڌن جو وفادار دوست هو ۽ انت تائين ڪورون جو ساٿ ڏنائين. ڀيشم ۽ درونڻ جي مرڻ کان پوءِ ڪرڻ ڪورون جي سينا جي رهبري ڪئي ۽ ٻه ڏينهن سانده تمام ويرتا سان وڙهندو رهيو. انت ۾ سندس رٿ جو ڦيٿو ڌرتيءَ ۾ گهڙي پيو ۽ هو ان کي ٻاهر ڪڍي نه سگهيو. جڏهين هو انهيءَ آفت ۾ هو تڏهين ارجن کيس ڪُنو. ڪرڻ کي مرندو ڏسي ڪنتي دک جي ساگر ۾ ٻڏي ويئي. چاڪاڻ جو لڄ وچان ڪنتي پنهنجي دک جي ڪارڻ جو اظهار نه ٿي ڪري سگهي تنهن ڪري سنديس دک ڪندي جيان ٿي سندس دل کي چير وڌا.

[۱۳]

## دروڻاچاريه

دروڻاچاريه ڀاردواج ناليءَ برهمڻ جو پٽ هو. هن ويد ۽ [ويدانگ معنيٰ ويد جا انگ. اهي آهن. (۱) شڪشا (اها وديا جنهن جي وسيلي ٺيڪ اچار ڪري سگهجن)؛ وياڪرڻ (اها وديا جا ٺيڪ نموني ٻولي ڳالهائڻ سيکاري)؛ (۳) نرڪت (اها وديا جيڪا شبدن جا بنياد ڏيکاري)؛ (۴) ڇند اها وديا جيڪا ڪوتا جا نيم سيکاري)؛ (۵) ڪلپ (اها وديا جنهن ۾ يگهه ڪرڻ ۽ منترن جي ڪم آڻڻ جي وڌي آهي) (٦) جوتش (تارن ۽ گرهن بابت وديا) ] ويدانگ چڱيءَ طرح سان پڙهيا هئا. پوءِ هو ڌاش وديا سکڻ لڳو ان ۾ به ڪماليت حاصل ڪيائين. پنچال ديش جو راجا ڀاردواج جو گهاٽو متر هو. سندس پٽ دروپد ۽ دروڻ گڏجي ڪري هڪ ڪٽيا ۾ پڙهيا هوا. جوڀن اوستا جي ادارتا پري مترتا انهن جي وچم قائم ٿي ويئي. دروپد هيڪڙ باراٽي جوش وچان دروڻاچاريه کي چيو ته جڏهين مان راج ڌڻي ٿيندس تڏهين توکي اڌ راج ورهائي ڏيندس. وديا ابياس پوري ڪرڻ کان پوءِ دروڻاچاريه، ڪرپا آچاريه جي ڀيڻ سان، وواهه ڪيو. کين اشولٿاما ناليءَ پٽر الپن ٿيو. دروڻاچاريه جو پنهنجي پتنيءَ ۽ پتر سان الي پريم هو. انهن جي ڪاتر هن ڌن هٿ ڪرڻ ٿي چاهيو، جيتوڻيڪ ننڍي هوندي ٻنهي جي هن ذري به پرواهه نه ڪئي هئي. دروڻاچاريه کي خبر پيئي ته پرسرام پنهنجي سمپتي برهمڻن ۾ وراهي رهيو آهي. انهيءَ ڪري هو پرسرام وٽ ڪاهي ويو. پر جڏهين اتي پهتو تڏهين پرسرام پنهنجو سمورو ڌن دان ۾ ڏيئي چڪو هو ۽ بن ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪري رهيو هو. پرسرام جي اڇا هئي ته دروڻاچاريه کي ڪجهه مڙبوئي مدد ڪريان. تنهن ڪري هن کي چيائين ته جي چاهين ته

مان توکي پنهنجي شستر وديا سيکاريان. دروڻ اها آڇ خوشيءَ سان قبول ڪئي. هو اڳيئي وڏو ڌنرڌاري هو. هاڻي نه جنگي فن جو لاثاني استاد ٿي پيو. انهيءَ وقت جا سڀ راڄ گهراڻا ڪيس پنهنجو گورو بڻائڻ لاءِ منتظر هوا.

هاڻي دروپد پنچال ديش جو راجا ٿي چڪو هو. پنهنجي اڳئين متر دروپد جي ادارتا جون ڳالهيون ياد ڪري، دروڻاچاريه اها آشا ڪري هن وٽ ويو ته هو ضرور ادارتا سان سندس آجيان ڪندو. دروڻ ڏنو ته راجا دروپد، وديارٿي دروپد کان بنهه نرالو آهي. جڏهين دروڻ، دروپد کي پراڻي مترتا جي يادگيري ڏياري، تڏهين دروپد کي ڪا خوشي بنهه ڪانه ٿي، هن هتوڙين انهيءَ ڳالهه کي هڪڙي بي جاءِ گستاخي ڪري سمجهيو. بلڪ ڌن جي نشي ۾ چڪناچور، دروپد چيو "اي برهمڻ! توکي اهڙي همت ڪيئن ٿي ٿئي جو تون مونکي پنهنجو دوست ڪري ڪوٺين؟ سنگهاسن تي ويٺل راجا ۽ رلندڙ پينوءَ جي وچ ۾ دوستي ڪئن ٿي سگهندي؟ تون ڪهڙو نه مورک آهين جو پراڻي رواجي واقفيت جي آڌار تي پاڻ کي هڪڙي راجا جو متر ٿو سمجهين! ڀلا ڪڏهين نرڌن ۽ ڌنوان جو دوست ٿيو آهي؟ ڪڏهين جهنگلي اودوان ۽ وِدوان جو متر بڻيو آهي؟ ڪڏهين ڪانئر ۽ وير ۾ متر بڻيا آهن؟ مترتا ته هڪجهڙن جي وچ ۾ ٿيندي آهي. هڪڙو رولو فقير، راجا جو متر بڻجي نٿو سگهي. دروڻاچاريه کي محلات مان ڌڪاليو ويو. سندس ڪنن ۾ ڌڪار جي شبدن پڻ آواز ڪيو ۽ سندس دل ۾ ڪروڌ جي آگ ٿي جلي. هن من ئي من ۾ پرڻ ڪيو ته هن ايماني راجا کي ضرور سزا ڏيندس. هن منهنجو اپمان ڪيو آهي ۽ پالڪپڻي جي پوتر پريت جو حق ادا نه ڪيو آهي. اهڙا پهه پچائيندو دروڻاچاريه روزگار جي ڳولها ۾ هستناپور ڏانهن روانو ٿيو. ڪجهه ڏينهن پنهنجي سالي ڪرپاچاريه جي گهر ۾ چپ چاپ ڪري گذاريائين.

هڪڙي ڏينهن شهر پناهه جي ٻاهران راڄ پٽن ڪينهونءَ سان ٻئي راند ڪئي. ڪينهون ۽ ڀڏشتر جي منڊي وڃي کوهه ۾ ڪريا. راجڪمار کوهه جي چوڌاري بيهي رهيا ۽ ڏٺائون ته کوهه جي تري ۾ صاف پاڻيءَ وچان منڊي جهلڪا ڇڏي رهي آهي. هنن کي سماءُ نٿي پيو ته کوهه مان منڊي ڪيئن ڪڍون. هنن کي اها به خبر نه پيئي ته سندن پرسان هڪ ڪاري رنگ جو برهمڻ چپ ڪري مشڪي رهيو آهي.

برهمڻ اوچتو چيو: "اي راجڪمارو! اوهان وير پرش جي ولش جا ٻالڪ آهيو، پوءِ اوهان کوهه مان ڪينهون ڇو نٿا ڪڍو؟ جنهن کي به شستر وديا ايندي هوندي تنهن کي خبر هوندي ته ڪينهون ڪيئن ڪڍجي. ڇو ته مان توهان کي ڪڍي ڏيان."

ڀڏشتر کلندي چيو: "اي برهمڻ! جيڪڏهين تو اسان کي ڪينهون ڪڍي ڏنو ته اسين توکي ڪرپا آچاريه جي گهر ۾ سندر ڀوڄن ڪارائينداسين." الي درونڻ هڪڙو ڏڀ ڪنيو ۽ منتر پڙهي ان کي کوهه ۾ اڇلايائين. اهو ڏڀ تير جيان ڪينهون ۾ وڃي کتو. پوءِ هڪ ٻئي پنيان ڏڀ ويو اڇلائيندو. ڏڀ هڪ ٻئي ۾ اٽڪندا ويا ۽ هڪڙي قسم جو زنجير ٺهي پيو. ان کي ڇڪي ڪري دروناچاريه ڪينهون ٻاهر ڪڍيو.

اهو ڏسي راجڪمار اچرج ۾ پئجي ويا ۽ هن کي منڊي ڪڍڻ لاءِ به چيائون. دروناچاريه هڪڙو ڏنش هٿ ڪيو ۽ ان تي هڪ ٻاڻ چاڙهي ان کي کوهه ۾ اُڇلايائين. ٻاڻ کوهه ۾ پهچي پوئتي ٿيو ڏنو ۽ ٻاڻ سان منڊي به ڪٽي آيو. برهمڻ مشڪنديءَ راجڪمارن کي منڊي به ڏني. برهمڻ جا هنر عجيب ڪرتب ڏسي راجڪمار واٽڙا ٿي ويا. چيائونس "اي ديوتا! اسين توکي نمسڪار ڪريون ٿا. ڪرپا ڪري ٻڌايو ته اوهين ڪير آهيو ۽ اسين توهانجي ڪهڙي شيوا ڪريون؟"

برهمڻ چيو: "راڄ پٽرو! ڀيشم کان وڃي پڇو ته آءٌ ڪير آهيان!" جڏهين راجڪمارن ڀيشم کي احوال ڏنو تڏهين هن

سهي ڪيو ته اهو برهمڻ مشهور درونا چاريه آهي. پيشمر اهو
پڻ نشچو ڪيو ته پانڊو ۽ ڪورو ودّيڪ سکيا درونا چاريه
کان ئي پراپت ڪن. پيشمر درونا چاريه جي چڱيءَ پر آجيان
ڪئي ۽ هن کي راجڪمارن جي سکيا لاءِ مقرر ڪيو. جڏهين
ڪورو ۽ پانڊو هٿيارن هلائڻ جي وديا سکي چڪا تڏهين
دروڻ ڪرڻ ۽ دريوڌن کي چيو ته وڃي دروپد کي پڪڙي
وٺي اچو ۽ اهڙيءَ طرح گورو دکشنا ادا ڪريو. هو ويا پر
سڦلتا پراپت نه ڪري سگهيا. پوءِ گوروءَ ارجن کي ساڳي آڪيا
ڪئي. ارجن دروپد کي شڪست ڏني ۽ کيس ۽ سندس
وزير کي پڪڙي اچي درونا چاريه جي اڳيان حاضر ڪيو.

درونا چاريه دروپد کي چيو ”اي مهان راجا! ڏک نه!
ننڍي هوندي اسين پاڻ ۾ متر هئاسين پر تو متر تا وساري
ڇڏي ۽ منهنجي بي عزتي ڪئي. تو مونکي چيو هو ته راجا
جو دوست راجائي ٿي سگهندو. هاڻي مان راجا آهيان ڇاڪاڻ
جو مون تنهنجو راج فتح ڪيو آهي. پر مان چاهيان ٿو ته
تنهنجي متر تا وري هٿ ڪريان. انهيءَ ڪري مان توکي
اڌ راج موٽائي ٿو ڏيان. تنهنجو سڌانت اهو آهي ته هڪجهڙن
۾ ئي دوستي ٿي سگهندي آهي. هاڻي اسين ٻئي هڪجهڙا
آهيون. اڌ راج جو مالڪ مان آهيان. درونا چاريه سمجهو ته
تنهنجي بي عزتيءَ جو پورو بدلو وٺي چڪو آهيان. انهيءَ
ڪري هن دروپد کي آزاد ڪيو ۽ ساڻس عزت پري هلت
هليو. دروپد جو ايمان ٽٽي پيو، پر ساڻ ساڻ هن جي من ۾
درونا چاريه لاءِ وير پيدا ٿيو. درونا چاريه دروپد جي سومان
کي هيءُ زخم رسايو هو، انهيءَ ڪري درو پد وير وٺڻ جو
پڪو پهه پچايو. هن جپ ۽ تپ ڪيو. هن ورت رکيا ۽ يگيه
رچيا. سندس مطلب هو ته ديوتائون پرسن ٿي کيس اهڙو پٽ
ڏين جو درونا چاريه کي کهي ۽ کيس ڪا اهڙي ذيءَ ڏين
جا ارجن سان پرڻجي. راجا جي تپسيا سڦل ٿي، هنکي دروپديءَ

جھڙي ڏيءُ پيدا ٿي. ٻنهي کيس ڌرشٽ ديمن جهڙو پٽ به ڄائو. ڪوروڪيتر جي لڙائيءَ ۾ ڌرشٽ ديمن پانڊون جو سپه سالار هو. هن ڊروڻاچاريه جي هٿ ڪرڻ ۾ سهايتا ڪئي.

[۱۴]

## لاک جو گهر

ڀيم جي شرير جي شڪتي ڏسي ۽ ارجن جي هوشياري پسي، دريوڌن ايرکا جي آگ ۾ جلڻ لڳو. هن پانڊون کي ناس ڪرڻ جو پڪ پڇايو. انهيءَ گندي ڪم لاءِ ڪرڻ ۽ شڪني دريوڌن جا صلاحڪار بڻيا ۽ کيس ڪنيون اٽڪلون سيکارڻ لڳا. ڌرتراشٽر هو سياڻو آدمي. هن کي پنهنجن پائٽين لاءِ پريم به هو. پر هوءَ ارادي جو ڪچو هو. پنهنجن پٽن سان گهڻو موه هوس. پنهنجن ٻارن جي خاطر ڪچا دليل به هن کي پڪا ڏسڻ ۾ آيا. بعضي بعضي ڄاڻي ٻجهي به هو پاپ جي پنت جو پانڌي بڻبو هو.

دريوڌن پانڊون کي مارڻ جا گهڻيئي رستا سوچيا. ودر جي اچا هئي ته پرت جو هيءَ پريوار پاپ جي ڪمڪان بچي پوي. تنهن ڪري هو لڪي لڪي پانڊون کي مدد ڏيندو هو ۽ انهيءَ ڪري ئي پانڊو بچيا.

دريوڌن جي نظر ۾ پانڊون جو هڪڙو وڏو گناهه اهو هو، جو نگرواسي ڪليءَ طرح سندن ساراهه ڪندا هوا ۽ هر وقت ائين چوندا هئا ته يڌشٽر ئي راڄ ڪرڻ جي لائق آهي. ماڻهو مجموعا ناهي چوندا هئا ته چاڪاڻ جو ڌرتراشٽر جنم ڪان سورداس هو تنهن ڪري هو راجا ٿيو ئي نه هو ۽ ائين واجب نه آهي ته هو راڄ پنهنجي هٿ ۾ رکي. ڀيشم به راجا ٿي نٿو سگهي، ڇو ته هو سچ جو پوڄاري آهي ۽ هن اهو پرڻ ڪيو

آهي ته مان راجا نه ٿيندس. ان ڪري يڌشٽر کي ئي راڄ تلڪ ڏيڻ کپي. يڌشٽر ئي ڪورو ونش تي راڄ ڪرڻ جي جوڳيه آهي. هو ئي نياءِ پوروڪ ديش جي سنڀال ڪري سگهندو.
اهڙيءَ ريت لوڪ چوندا ولندا هوا. اهي شبد دريوڌن جي ڪنن لاءِ وک جي مثل هوا. انهيءَ ڪري هو ايرکا ۾ لڇندو ۽ ٻڇندو رهيو. هيڪر هو ڌرتراشٽر وٽ ويو ۽ وڃي ڪيس دانهن ڏنائين ۽ چيائين ته ”لوڪ بيهوده ٻون ڳالهيون ٿا ڪن. ڀيشم ۽ اوهان جهڙن بزرگن لاءِ به ڪين عزت ڪانهي. هو چون ٿا ته يڌشٽر کي يڪدم سنگهاسن تي وهارڻ کپي. انئين ٿيو ته پوءِ اسان جو ناس ٿي ويندو. چاڪاڻ جو اوهان سورداس هئا ان ڪري راڄ اوهان کي نه مليو ۽ اوهان جو ڀاءُ راجا ٿيو. جيڪڏهين پانڊوءَ جو وارث يڌشٽر ٿئي ته پوءِ اسين ڪيڏانهن وڃون؟ پوءِ اسان جي سنتان جو ڇا ٿيندو؟ يڌشٽر کان پوءِ سندس پٽ راڄ ڌڻي ٿيندو ۽ ان کان پوءِ وري ان جو پٽ ۽ ائين پيڙهي پانڊوءَ جي ولش راڄ ڪندي. پوءِ اسان جو ته ڇاڙهوئي نه ٿيندو ۽ اسان کي روزيءَ لاءِ به سندس محتاج رهڻو پوندو. هن کان ته نرڪ ۾ رهڻ بهتر آهي.“
اهي شبد ٻڌي ڌرتراشٽر ٻڍيءَ ۾ پئجي ويو ۽ چيائين: ”پٽ! جيڪي تون چوين تو سو سڀ سچ آهي. پر يڌشٽر ڌرم جو مارڳ ڪونه ڇڏيندو. هو سڀني کي پيار ڪندو آهي. يڌشٽر ۾ سندس سرڳواسي پتا جا سڀئي گڻ موجود آهن. نگرواسي سندس ساراهه ڪن ٿا ۽ سندس تي سهايتا ڪندا. پانڊوءَ پاڻ ڪي سڀني سنتانن ۽ منترين ۾ پنهنجي اوچ آچار دواران پيارو بڻايو هو. اهي سڀ يڌشٽر جو پاسو وٺندا. عام لوڪ ته پانڊون جي پوڄا ڪندا آهن. اسين ڪنهن به طرح پانڊون کان ڪٽي نه سگهنداسين. جي اسان انياءُ ڪيوسين ته لوڪ بغاوت ڪندا. هو يا اسان کي ماريندا يا ديش نيڪالي ڏيندا. اسين هرهنڌ بدنام ٿينداسين.“

دريوڌن چيو: ”اوهان کي اجايو ڀؤ ورلو آهي. ڀيشم گهٽي گهٽي ۾ گهٽو بي طرفدار رهندو. اشوٿاما جو مون سان ڏاڍو پيار آهي. انهيءَ ڪري سندس پتا ڊروڻ ۽ سندس ماموُ ڪرپاچاريه به اسان جي پاسي ٿيندا. ودر کليو کلا ڀي اسان جي مخالفت نه ڪندو. هن کي اهڙي همت ڪانه آهي. اوهان ڪنهن طرح پانڊون کي وارڻاوت ميلي ۾ ڏياري موڪليو. جڏهين هو اوڏانهن ويندا تڏهين اسان پنهنجا طرفدار وڌائيندا سين. مان اوهان کي سچ ٿو چوان ته منهنجي ڏک جو پيالو ڀرپور ٿي چڪو آهي. مون ۾ وڌيڪ سهڻ جي شڪتي ڪانه رهي آهي. منهنجي دل ڦاٽي ٿي. منهنجي ليٽڻ ۾ ننڊ ئي نٿي اچي. منهنجي زندگي منهنجي لاءِ بوجهه آهي.“

اِن ڪان پوءِ پتا کي وڌيڪ دٻاءُ وجهڻ لاءِ هن ڪن ڪوڙ نيتيءَ وارن کي پنهنجي پکش ۾ ڪيو. هڪ هڪ ڪري هو ڌرتراشٽر جا ڪن ڀرڻ لڳا. انهن سڀني جو سرڪردو هو ڪڻڪ نالي هڪڙو برهمڻ. هو شڪنيءَ جو منتري هو. هن ڌرتراشٽر کي راجنيتيءَ جون ڪيتريون رمزون ٻڌايون ۽ مثال ڏيئي پنهنجي دليل جي پشٽي ڪئي. هن چيس: ”اي راجن! پانڊو پٽرن ۽ سندس ڀرياو کان پاڻ کي بچايو. هو تنهنجي ۽ تنهنجي سنتان لاءِ وڪه جي برابر آهن. برابر پانڊو تنهنجا ڀائٽيا آهن پر ويجها مائٽ ئي وڌيڪ خطرناڪ ۽ دشمن ٿيندا آهن.“ ڪڻڪ وڌيڪ چيو: ”مون سان ناراض نه ٿيءُ. راڄا کي رڳو نالي ۾ وڏو نه ٿيڻو آهي. هن کي شڪتي به ڪم ۾ آڻڻي آهي. جيڪو شڪتي نه ڏيکاريندو آهي انهيءَ جي شڪتيءَ ۾ ڪنهن جو به وشواس نه ٿيندو آهي. راجنيتيءَ جا ڀيد گپت رکڻ کپن ۽ جنتا کي تڏهين ئي خبر پوڻ کپي جڏهين رٿون عمل ۾ اچي چڪن. وري ٻرايون بنا دير جي دور ڪرڻ کپن. جيڪو ڪنڊو شرير جي اندر پيو هوندو، سو ضرور ايذائيندڙ زخم پيدا ڪندو.

شڪتي شالي شترن کي ناس ڪري ڇڏيندا ۽ نربل ورودي کان به لاپرواهه رهڻ نه کپي. بعضي بعضي هڪ چڻنگ ئي سڄو بن ساڙي ڀسم ڪندي آهي. شڪتي شالي شتروءَ کي ٻجوڙ سان ناس ڪرڻ کپي. انهيءَ ئي ڪري ڏيا ڪرڻ مورکتا آهي. اي راڄن! پانڊون پٽن کان پاڻ بچايو. هوڏانهن زور وارا آهن.“

پوءِ دريوڌن ڌرتراشٽر کي چيو ته ”مون هاڻي گهڻائي مددگار هٿ ڪيا آهن. ڪيترن کي ڌن ۽ مان ڏيئي مون پنهنجو بڻايو آهي. راڄ منتري به هاڻي اسان جي پاسي آهن. جيڪڏهين توهين جلدي پانڊون کي وارڻاوت ڏانهن روانو ڪندا ته پوءِ سڄو شهر اسان جي پاسي ڏي هليو ايندو. هنن جو ڪو به مترهتي نه بچندو. هيڪر راڄ اسان جي هٿ ۾ ايندو ته پوءِ اسان جو ڪجهه بگاڙي نه سگهندا ۽ پوءِ هو ڀل هٿ موٽي به اچن. انهيءَ ۾ به اسان کي ڪو خطرو ڪونه رهندو.“

جڏهين جدا جدا ماڻهن ڌرتراشٽر کي اهي ڳالهيون سمجهايون، تڏهن هن جي من کي لوڏو اچي ويو ۽ هن پٽ جي ڳالهه مڃي. هاڻي سوال هو ته اها رٿ ڪيئن ۽ ڪڏهن عمل ۾ آڻجي؟ وزير پانڊون جي روبرو وارڻاوت جي ساراهه ڪرڻ لڳا ۽ پڻ اها ڳالهه پرسڌ ڪيائون ته اتي ايندڙ شو جي ياد ۾ هڪ وڏو ميلو لڳڻو آهي. سرل سڀاو پانڊو وڃڻ لاءِ تيار ٿيا. خاص ڪري جڏهن ڌرتراشٽر به پيار ڀريل شبدن ۾ ڪين ساڳي ڳالهه چئي. پانڊون کي ائين به چيو ويو ته وارڻاوت جا لوڪ اوهان جي آجيان ڪرڻ لاءِ ڏاڍو منتظر آهن.

هاڻي دريوڌن گدگد ٿيڻ لڳو. هن ڪرڻ ۽ شڪنيءَ سان گڏجي ڪري اها صلاح ڪئي ته ڪنتي ۽ سندس پٽن کي وارڻاوت ۾ ڪهي ڇڏجي. دريوڌن پروچن نالي پنهنجي منتريءَ کي گهرايو ۽ هن سان ڪا ڳجهي صلاح ڪياءِ. پانڊو وارڻاوت ڏي ويا تنهن کان اڳ پروچن وڃي اتي پهتو ۽ هن جي آگت ياگت لاءِ وڃي هڪ سهڻو محلات تيار ڪياءِ.

هن محلات جي ناھڻ لاءِ سٽي، لاک، گيھ، تيل ۽ چربيءَ جھڙيون جلد ٻرندڙ شيون ڪم ۾ آنديون ويون. محلات جي ڪاگل به اھڙين شين سان ڪٽي ويئي جي جلدي ٻري اُٿن. هن محلات جي ڪيترن ڀاڱن ۾ اھڙيون سڪيون شيون رکي ڇڏيون جي جلدي سڙي ڀسم ٿين. جنهن هنڌ تمام خطرناڪ شيون هيون اُتي ئي هن ڪشش ڪندڙ بسترا ۽ ڪوچ وڇائي ڇڏيا. جيئن محلات تيار ٿيو تيئن پانڊون کي نگر ۾ هر پرڪار جي سھوليت ڏني ويئي. خيال اھو ھو ته جڏھين پانڊو محلات ۾ نهي وهندا، تڏھين رات جي وقت محلات کي باھ ڏني ويندي. پانڊون کي ٻاھران ڏاڍو پيار ۽ پريم ڏيکاريو ويو، جيئن هنن کي ڪنھن به قسم جو شڪ شبھو پيدا نه ٿئي. اھڙي رٿا رٿي ويئي جيئن باھ لڳڻ جي حالت ۾ ائين چئي سگھجي ته ھيءَ ھڪڙو اتفاق ٿيو آھي. ڪورون جو ڪو به ڏوھ ڪونه آھي.

## [١٥]

## پانڊو ڪيئن بچي پيا

پنھنجن بزرگن کان ادب سان موڪلائي ۽ پنھنجن ساٿين کي پريم سان الوداع چئي، پانڊو وارڻاوت ڏانھن روانا ٿيا. نگر واسي ڪجھ پنڌ ساڻن گڏجي ويا. پوءِ يڌشٽر جي زور ڀرڻ تي من ۾ مايوس ٿي ھو پوئتي موٽيا. انھيءَ وقت ودر يڌشٽر کي گپت ڀاشا ۾ ھن رِيت چيو: ”چالاڪ راجنيتي شتروءَ جي چال مان اھوئي بچي سگھندو، جيڪو اڳواٽ انجي چال کي سمجھي سگھندو ۽ ان جي مقابلي لاءِ تياري ڪندو. هن سنسار ۾ رڪ جي هٿيارن کان وڌيڪ تکا هٿيار موجود آهن. جنھن سڄاڻ کي انھن کان بچڻو ھجي، انھيءَ کي انھن

هٿيارن جي مقابلي جي جاچ ٿيڻ گهرجي. اهي اگهي جا جهنگل
کي ساڙي ڀسم ڪندي آهي سا ٻر ۾ لڪل ڪئي جو وار به
ونگو نه ڪري سگهندي آهي ۽ جاهو جو زير زمين پنهنجو
گهر ٺاهيندڙ آهي سو ان کان بچي نڪرندو آهي. سياڻو ماڻهو
تارن کي ڏسي سهي ڪندو آهي ته مان ڪهڙي هنڌ
بيٺو آهيان."

اهڙيءَ طرح سان رکو يڌشٽر کي ٿي اشارو ڏنو ويو ته
دريوڌن ڪهڙي نه ڏڪار جوڳي سازش ڪئي آهي ۽ ان کان
بچڻ جو ڪهڙو طريقو آهي. يڌشٽر ودر کي چيو ته مون ٿنهن
جو مطلب سمجهي ورتو آهي. ڪجهه وقت کان پوءِ يڌشٽر اها
ڳالهه پنهنجي ماتا سان ڪئي. جيتوڻيڪ پانڊو روانگي ٿيڻ
وقت بلڪل خوش ها ته به اها خبر ٻڌي مٿانئن اداسي
ڇانئجي وئي.

وارڻاوت جا لوڪ پانڊون جي اچڻ جو ٻڌي ڏاڍو خوش
ٿيا ۽ سندن سواگت شان شوڪت سان ڪيائون. جيسين لاک
جو محلات پئي ٺهيو تيسين پانڊو ٻين لوڪن جي گهرن ۾ رهندا
ها. پروچن اڳواٽ ئي سندن رهڻ جو پربنڌ ڪري ڇڏيو
هو. جڏهن لاک محل ٺهي تيار ٿيو تڏهن پروچن پانڊون کي
اوڏانهن وٺي ويو. جيڪو محلات دريوڌن پانڊون کي برباد
ڪرڻ لاءِ تيار ڪرايو هو، تنهنجو نالو پروچن رکيو "شِوم".
شوم جي معنيٰ آهي ڪلياڻڪاري. يڌشٽر جيئن لاک محل ۾
پرويش ڪيو، تيئن هو ان جي ڪنڌ ڪڙڇ جاچڻ لڳو. هن
کي پڪ ٿي وئي ته جاءِ اهڙين شين جي ٺهيل آهي جنکي
باهه يڪدم وچڙي ويندي. پوءِ يڌشٽر ڀيم کي هن ريت
چيو:- "جيتوڻيڪ اسان کي پتو آهي ته هيءُ محلات اسانجي
موت لاءِ هڪ جار آهي ته به اسان کي حراس ۾ اچڻ نه گهرجي.
پروچن کي اسان جو پتو نه پوڻ گهرجي ته ڪو اسان کي سندس

سازش جو سنڌ ملي چڪو آهي. وقت سر اسان کي هنان پنجي نڪرڻ کپي. ٻر حال في الحال اسان کي اهڙي هلت هلڻ گهرجي جيئن شترن جي دل ۾ شڪ شبو پيدا نه ٿئي، ۽ هو اوندهه ۾ ئي رهن. يڌشٽر جي هيءَ صلاح سڀني پاڻ ۽ ماتا کي ڏاڍي وڻي. هو چپ چاپ لاک گهر ۾ رهڻ لڳا. هاڻي ودر جو هڪ قاصد اچي وارد ٿيو. هو سرنگ لڳائڻ ۾ ڏاڍو هوشيار هو. هڪڙي ڏينهن هن ايڪانت ۾ يڌشٽر کي چيو ته جنهن نشانيءَ ودر لوڪي گپت ٻوليءَ ۾ خبردار ڪيو هو تنهن نشانيءَ مان هت آيو آهيان. مونکي موڪليو اٿس توهان جي بچاءَ لاءِ.

انهيءَ ڏينهن کانپوءِ ڪاريگر لڪ چپ ۾ ڏيري ڏيري تي، سرنگ تاهڻ ۾ لڳي ويو، تان جو هن اندري ۾ گهڻي سرنگ تاهي جو محلات جي ڪوٽ ۽ کاهيءَ کي به پار ڪري ويئي. پروچن محلات جي دروازي وٽ رهڻ شروع ڪيو پانڊو. رات ڀر هٿيارن پنوهارن سان جاڳندا رهندا ها. ٻر ڏينهن جو ويندا هوا جهنگل ۾ گهمڻ ڦرڻ ۽ شڪار ڪرڻ. ائين گهمندي هو جهنگل جا سڀ رستا ۽ پيچرا جاچيندا رهندا هوا. پروچن اها ڪوشش ڪئي هئي ته پانڊون کي سندن سازش جو پتو نه پوي ۽ پانڊون جي اها ڪوشش هئي ته پروچن کي سندن رٿن جي جاڻ نه ٿئي. اهڙيءَ طرح سان سڄو سال گذري ويو.

آخر پروچن سمجهيو ته مان هاڻ گهڻو ٿي وقت ترسيو آهيان ۽ گوليءَ چوڙڻ جو وقت اچي ويو آهي. يڌشٽر کي به پروڻ پتجي ويا. هن پنهنجي ساٿين کي چيو ته: ”رات پنهن جي آهه ته ڏينهن پرانو آهي.“ ڪنتي انهيءَ ڏينهن ڏاڍا سنا ۽ سوادي طعام تيار ڪيا. هن جو خيال هو ته نوڪرن چاڪرن کي ايترو کارايان پياريان جو رات سندن ننڊ ئي نه کلي. پڙرو ڪاڌو کائي سڀ نوڪر چاڪر گهري ننڊ ۾ سمهي پيا. ڪي ته شراب جي نشي ۾ چڪناچور ٿي رهيا هوا. پروچن به غفلت

جي آرام ۾ ليٽي پيو. اڌ رات جو پيمسين محلات جي جدا جدا جاين تي وٺي باهه ٻاري. ڪنتي ۽ سندس پٽ لڪڙو لڪڙو زير زمين رستي کان اوندهه ۾ ٺاڪوڙا هڻي پڇي نڪتا. منٽن جي اندر سڄي محلات کي باهه وڪڙي ويئي. ڪي ڳوٺواسي ڏڪندا ۽ چيندا رڙيون ڪندا اچي ان جي چوڌاري بيٺا. ڪيترا هيڏانهن هوڏانهن باهه وسائڻ لاءِ اجائي ڪوشش ڪندا رهيا ۽ سيني ڳڌجي چيو: ”هاءِ! هاءِ! هيءَ دريوڌن جي شرارت آهي. هو ڀر ابراڌ پانڊون کي ڪهڻ ٿو چاهي.“ منٽن جي اندر سڄو محلات سڙي ڀسم ٿيو. پروچن جي جاءِ کي به باهه وڪڙهي ويئي ۽ هو اتان نڪري نه سگهيو. اهڙيءَ طرح ڪيس سندس پاپن جو ڦل مليو.

وارڻاوت جي لوڪن هستناپور ڏانهن خبر موڪلي ته پانڊون جو محلات سڙي خاڪ ٿي ويو آهي ۽ ان ۾ رهندڙ سڀ لوڪ موت جو شڪار ٿي ويا آهن. هيءَ خبر ٻڌي ٻڍي ڌرتراشٽر کي دک ته ضرور ٿيو پر اندر هو خوش به ٿيو. وياس ڀڳوان لکي ٿو ته جهڙيءَ طرح سان گهري تلاءَ جو پاڻي مٿاڇري تي گرم ۽ هيٺ ٿڌو ٿيندو آهي تيئن ڌرتراشٽر جي دل اندر خوش ۽ ٻاهر اداسين هئي. ڌرتراشٽر ۽ هن جي پٽن ڏک جو سانگ رچڻ لاءِ پنهنجا شاهاڻا ڪپڙا لٿا ۽ ڳهڻا لاهي ڦٽا ڪيا. رواجي ماتمي ڪپڙا پائي گنگا تي وڃي ڪريا ڪرم ۾ لڳي ويا. گهر موٽندي روئندا رڙندا ورلاپ ڪندا آيا. سڀ لوڪ رڻ پٽڻ ۾ لڳي ويا. پر ٿورويتا ودر ائين سمجهي ڪري ته ڄمڻ مرڻ پرالبد جي آڌين آهي، پنهن جي دک کي پنهنجي من ۾ ئي دٻائي ڇڏيو. هن کي اهو به خيال هو ته پانڊو لاک گهر مان بچي نڪتا هوندا. انهيءَ هوندي به هن ٻاهرين مريادا رکڻ لاءِ ڳچ ڳوڙها ضرور ڳاڙيا. ٻڍو پتامهه ڀيشم ته دک ساگر ۾ غوطا کائڻ لڳو. پر ودر ڪيس ڌيرج ڏنو ۽ پنهنجي رٿيل رٿا مان پوريءَ طرح سان واقف ڪيو.

لاک گهر کي اگنيءَ ديوتا جي حوالي ڪري ماتا ڪنتي ۽ سندس پنج ئي پٽ سلامتيءَ سان جهنگل ۾ ڀڄي ويا. ڀيم ڏٺو ته اوجاڳي ۽ چنتا ۽ ڀؤ جي ڪري سندس ڀائر ٿڪا ٽٽا پيا آهن ۽ سندس ماءُ جي حالت رحم جوڳي آهي. هن ماءُ کي ڪٽي ڪلهي تي وهاريو ۽ سهديو ۽ نڪل کي ڪري چوُن کنيائين. هڪ هٿ ڏنائين ارجن کي ۽ ٻيو ڏنائين يڌشٽر کي. اهڙيءَ ريت وايو پتر ڀيم مست هاٿيءَ جيان ٻوُٽن ۽ ٻوٽن کي پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙيندو جلدي جلدي هلندو رهيو. جڏهن گنگا جي ڪناري پهتا ته ودر جي موڪليل ٻيڙي اچي ڏسڻ ۾ آئي. يڌشٽر مهاڻي کان ڪيترا ڏکيا سوال پڇيا. جڏهن کيس پڪ ٿي ته اهو ملاح سچو متر آهي ۽ ويساهه ڪرڻ جي لائق آهي، تڏهن هو ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيا ۽ راتون رات گنگا پار ڪيائون. ٻئي ڏينهن شام تاءِ لڳڙو لڳڙو هلندا ئي رهيا انهيءَ لاءِ ته ڪٿي ٻچاءَ جي جاءِ ملي. ايتري ۾ سج لهي چڪو ۽ چئني طرف اوندهه انڌوڪار ٿيڻ لڳو. جهنگلي جانورن سڄي جهنگل ۾ رڙ مچائي ڇڏي. ڪنتي ۽ پانڊو ٿڪ جي ڪري ڇڪنا چور ٿي چڪا هوا. هو سخت اُڃ ڪري، پاڻيءَ لاءِ تڙپي رهيا هوا. ننڊ مٿن غالب پئي پوندي ويئي. سندن سر ۾ چڪر اچڻ لڳا. هڪڙو قدم به اڳتي وڌي نه سگهيا. ڀيم کي ڇڏي باقي چارئي ڀائر ڌرتيءَ تي ويهي رهيا. ڪنتي ته ويهي به نه ٿي سگهي. ڏاڍي ڏک مان چيائين ”مان نه اڄ ۾ مري رهي آهيان. مان هڪ قدم به اڳتي هلي نه سگهنديس. ڀل ڌرتراشٽر جا پٽ مونکي هتان کڻي وڃن؛ پر مان نه اُٿي ئي پئجي رهنديس.“ ائين چئي کيس غش اچي ويو ۽ ڌرتيءَ تي ڪري پيئي. پنهنجن ساٿين جي هيءَ دردشا ڏسي، ڀيم آويش ۾ اچي ويو ۽ هيڏانهن هوڏانهن جهنگل ۾ ڪنهن تلاءَ جي تلاش ڪرڻ لڳو. نيٺ کيس هڪڙو پاڻيءَ جو حوض ڏسڻ ۾ آيو. هن پيڙا جا پتا پٽي انهن جا

ڏونا ناهي منجهن پاڻي وجهي اڇي ماٺا ۽ پاڻن کي ڏنو. پنهن جو ڊپتو به خوب پسائي ڪٽي آيو. جڏهن سيني جي پياس لٿي، تڏهن هو اهڙيءَ گهريءَ ننڊ ۾ پئجي ويا جو ڪين پنهن جي بدن جو به پتو نه رهيو. ڀيم جاڳندو رهيو ۽ من ۾ چوندو رهيو ڏس ته هن جهنگل ۾ ڪيترا نه وڻ ٽڻ ۽ وليون ٻوٽا آهن. اهي سڀ هڪ ٻئي سان پريم ڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي جي رکشا ڪن ٿا. انهيءَ ڪري ڪهڙي نه موج ۾ رهن ٿا! جڏهن وڻ ٽڻ به ايترو پريم ڏيکارين ٿا تڏهن پاپي ڌرتراشٽر ۽ دريوڌن مانک ڏيهيءَ هوندي به ڇو اسان سان ايترو وير ڀاوُ رکنتا؟

پنج ئي ڀائر پنهنجي ٻڍيءَ ماتا سوڌا انيڪ سنڪٽ سهندا ۽ آپدائن جو مقابلو ڪندا برابر اڳتي ئي وڌندا رهيا. ڪڏهن ته جوانيءَ جي جوش ۾ هڪ ٻئي سان ڏک ورهائيندا هوا. ڪڏهن لڪڙي هاٿ لاءِ پنهنجي ماءُ کي ڪري پنهن جي پنيءَ لي چاڙهيندا هوا. بعضي ٽڪ جا مارڳ جتي ايندو هون الي ئي ويهي رهندا هوا.

هلندي هلندي هڪڙي ڏينهن ڪين مهرشي وياس جو درشن ٿيو. سڀ سندس پيرن لي ڪري پيا. مهرشيءَ ساڻن سهانيولي ڏيکاري، ڪين سندر اپديش ڏنو. جڏهن ڪنتي ڏک کي سانڍي نه سگهي، تڏهن هوءَ خوب رئڻ لڳي. اهو حال ڏسي مهاراج چيو: ”ڪوبه ڌرماتما اهڙو دري نه آهي جو سدا ڌرم ئي ڪمائيندو رهي ۽ ڪوبه پاپي اهڙو ڪريل نه آهي جو سدا پاپ ۾ ئي پيو هجي. سنسار ۾ سڀ منش پاپ به ڪندا آهن ۽ پنج به ڪمائيندا آهن. انهيءَ ڪري جڏهن ڪنهن جي مٿان ڪا آفت اچي، تڏهن هن کي ائين ئي سمجهڻ کپي ته هيءَ منهنجن پنهنجن ڪرمن جو ئي ڦل آهي. ائين سمجهي ڪيس انهيءَ آپدا کي ڌيرج سان سهڻ گهرجي. تون به ڌيرج ڌري، همت ڪري هن ڏک کي سهه.“ پوءِ وياس پانڊون کي صلاح ڏني ته برهمڻ برهمچارين جو ويس ڌارڻ

ڪري وڃي ايڪ چڪر نگر ۾ رهو. اها صلاح ٻڌي سيٺي لڪل ويس پهريا ۽ مرگ ڇالائون هٿن ۾ کنيون ۽ وڃي هڪڙي برهمڻ جي گهر ۾ رهيا.

## [١٥]
## بڪاسر ٻڌ

ايڪڇر نگر ۾ پانڊو برهمڻ جو روپ ڌارڻ ڪري گذارو ڪرڻ لڳا. برهمڻ جي گهرن مان وڃي ڀکيا وٺي ايندا هوا؛ جيڪي ڪجهه ملندو هون سو اچي ماتا جي اڳيان پيش ڪندا هوا. جڏهن سندس پٽ ڀکيا ڪرڻ ويندا هوا تڏهن ڪنتيءَ کي ڏاڍي اداسي وٺي ويندي هئي. اکيون ڦاڙي ويٺي سندن واٽ نهاريندي هئي. جيڪڏهن اتفاق سان ڪنهن ڏينهن دير ٿي ويندي هئن ته ڪنتيءَ جو آرام ڦٽي پوندو هو؛ سندس من ۾ پيا ٻڌ ٻڌا اٿندا هوا.

جيڪي ڪجهه ڀکيا ۾ ايندو هو تنهن جا ڪنتي ٻه ڀاڱا ڪندي هئي. اڌ ڏيندي هئي ڀيمسين کي ۽ باقي اڌ ماءُ ۽ پٽ پنج ئي جڻا وراهي کائيندا هوا. انهيءَ هوندي به ڀيمسين جو پيٽ بکيوئي رهندو هو.

ڀيمسين هو وايو ديوتا جو انش اوتار. سندس شڪتي ماڻهوءَ کان گهڻو وڌ ايڪ هئي. جيتري هئي سندس شڪتي اوتري هئي سندس بک. لوڪ کيس ورڪودر ڪري ڪوٺيندا هوا. ورڪودر ڇئبو آهي انهيءَ کي جنهنجو پيٽ بگهڙ جيان هجي. سيٺي کي خبر آهي ته بگهڙ جو پيٽ ڪڏهن ڪونه ڀربو آهي. بگهڙ ڪٺي ڪيترو به کائي ته به بکئي جو بکيو. بک جو ماريو ڀيم ڏن بدن ڳرندو ويو. سندس هيءَ حال ڏسي ڪنتي ۽ يڌشٽر چنتا ۾ پئجي ويا.

پيمسين جڏهن ڏنو ته گذارو مشڪل آهي تڏهن هن هڪڙي ڪنيار سان ڪري دوستي ڳنڍي. هو ڪنيار جي واسطي مٿي ڪوٺيندو هو. ڪنيار مٿس ڏاڍو راضي ٿيو ۽ هن کي هڪڙي وڏي نڪر جي هانڊي ناهي ڏنائين. پيم هڪ هو ديو مڙس پيو وري هيءَ سندس هانڊي هئي عجيب! ٻار کيس ڏسي خوب کلندا ۽ نچندا ٽپندا هوا.

هڪڙي ڏينهن چار ئي ڀائر ٻکيا ٿي ويا. پيمسين اڪيلو پنهنجي ماتا وٽ وينو رهيو. ايتري ۾ گهر جي اندران ڏاڍي رئڻ جو آواز آيو. ڪنتيءَ سمجهو ته هن برهمڻ جي پريوار جي مٿان ڪا ڳوري آپدا آئي آهي. سو ويئي اندر جاچ ڪرڻ لاءِ. برهمڻ ۽ سندس ڌرمپتني ايترو ته دک ۾ هئا جو ڪا ٿِن ڳالهائڻ اڪليوئي نٿي. آخر برهمڻ دل جهلي پنهنجي ڌرم پتنيءَ کي چيو: ”اي بدنصيب ۽ بيوقوف عورت! جيتوڻيڪ مون بار بار توکي چيو ٿي ته اسين هي شهر ڇڏي هلون، تو منهنجي ڳالهه ٻڌي ئي ڪانه. تو رڳو پئي چيو ته هن شهر ۾ ئي جنم ٿيو آهي، هتي ئي وڏي ٿي آهيان، هتي ئي اسان جا بابا ڏاڏا جاوا ڄمنا ۽ مئا آهن. لنهنجا ماءُ پيءُ ۽ ڀاءُ پيڻ سرڳواس ٿي ويا ته به تو وڏن جا ڪک ڇڏڻ نه چاهيا ۽ اِلي ئي رهڻ لاءِ ضد ڪيو. چئو، هاڻي ڇا ٿي چوين؟“

”تون منهن جي ارڌنگي آهين. منهنجي ٻارن جي ماءُ ۽ منهنجي ڌرمپتني آهين. منهنجي لاءِ ته تون سچو متر ۽ ماتا جيان پريم ڪندڙ آهين. تون منهنجي سروس آهين. مان پنهن جي جئندي توکي موت جي منهن ۾ ڪيئن موڪليان؟ هيءَ ننڍڙي ٻالڪڙي ڀڳوان جي سوغات آهي. اسان جو ڌرم آهي ته هن جي سنڀال ڪريون ۽ وقت سر ڪنياڏان ڪري کيس ڪنهن يوڳيه ور جي هٿ سونپيون. هن ايشور جي ڏنل پدارٿ کي، جنهن جي دوارا اسان جي ونش هلندي رهندي، قربان ڪرڻ مهاپاپ آهي. هن پٽ کي به قربان

ڪرڻ اُسيو آهي. هيءَ اسان جي جيون جي آس آهي ۽ هي ئي اسان جي لاءِ ڀوساگر جي ٻيڙي آهي- جي هي مئو ته پوءِ پترن کي پاڻي ڪير ڏيندو؟ اسان جو پنڊ لوڙڻ ڪير ڪندو؟ انهيءَ املهه رتن کي گنوائي اسين هن جڳ ۾ ڪيئن جيئنداسين؟ هاءِ اڀاڳڻ! تو منهنجي ڳالهه نه ٻڌي ۽ پنهنجي همٿ جي ڪري اڄ هيءَ مصيبت پنهنجي مٿان آندي. جي مان اڄ مران ته ته پوءِ هنن ٻارڙن جي ڪير سنڀال ڪندو؟ هو ٻه جلد مري ويندا. ٻڌاءِ ته ڇا ڪريان؟ چڱو ائين آهي ته اسين سڀ گڏجي ختم ٿيون." ائين چئي ٻرهمڻ سڏڪا ڀري روئڻ لڳو.

ٻرهمڻي گهٽيل آواز ۾ چوڻ لڳي: "هي پراڻناٿ! پتيءَ کي پنهنجي استريءَ وٽان جيڪي ڪجهه ملڻ کپي اهو اوهين حاصل ڪري چڪا آهيو. جنهن اديش کي سامهون رکي مڙس وهانءُ ڪندا آهن اهو اديش مان پورو ڪري چڪي آهيان. مون مان اوهانکي هڪ پٽ ۽ هڪ پٽري پراپت ٿيا آهن. مان پنهنجو فرض پورو ڪري چڪي آهيان. مان نه هوندس ته به اوهين اڪيلي سر ٻارن جي سنڀال ڪري سگهندا. پر جيڪڏهن توهان سرڳواس ٿي ويا، ته مان اهو ڪم پورو ڪري ڪين سگهنديس. هيءُ سنسار دشٽن سان ڀريل آهي. هتي ڪنهن اناٿ استريءَ لاءِ جيئڻ به ڪٺن آهي. جيئن ڳجهون لاش تي لامارا ڏينديون آهن، تيئن ڏورت وڌوا استرين جي پٺيان پيا رلندا آهن. جيئن سٽيي ڪپڙي جي ٽڪر تي ڪتا اچي ڪڙڪندا آهن تيئن وڌوا استريءَ کي بدمعاش ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ جي هوءَ انهن جي چڪر ۾ اچي وڃي ته پوءِ ڪيس ڏاڍيون تڪرون ڪاٽيون پونديون آهن. توهان نه هوندا ته مان اڪيلي سر هنن اناٿ ٻچن جي سنڀال ڪونه ڪري سگهنديس. توهان بنا هي ٻچا تڙڦي تڙڦي موت جو شڪار ٿيندا، جيئن تلاءَ جي پاڻي سڪڻ تي مڇين جو حال ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري هي ناٿ! مونکي

اُي راڪشس وٽ وڃڻ ڏيو. استري پتيءَ جي هٿن ۾ مري اُٿي،
ڪان وڌيڪ ڪهڙو سڀاڳ ٿي سگهندو؟ شاسترن جي به ساکي
ٿي آگيا آهي. ڪرپا ڪري موڪي موڪل ڏيو. مان سنسار
جا سک ڀوڳي چڪي آهيان. هڪ ڌرمالما استريءَ کي جو
ڌرم پالڻو آهي سو مان پاڻ پورو ڪيو آهي. مان اوهان جي
سيوا ۾ ڪائي ڪمي ڪانه ڪئي آهي. موڪي پڪ آهي ته
موڪي سرڳ ملندو. موڪي مرڻ جي ڪا چنتا ڪانه آهي.
جي اوهان جي مرضي پوي ته منهنجي مرڻ ڪانپوءِ ٻيو
وواهه ڪجو. هاڻي دل سان موڪل ڏيو ته مان وڃي راڪس
جو طعام بڻجان. ٻارن جي اوهان سنڀال ڪندا رهجو.

سو ڌرمٽي جون هي ڳالهيون ٻڌي براهمڻ کي جوش ۾
اچي ويو. ۽ پنهنجيءَ زال کي چڪي ڪري ڇاتيءَ سان
لاتائين ۽ پريم وچان ٻارن جيان روئڻ لڳو. تنوريءَ دير ڪانپوءِ
چياءِ: ”او پريتما! او مهان آتما! ڇا توکان سواءِ مان جي
سگهندس؟ گرهستيءَ جو پهريون ڌرم اهو آهي ته هو پنهنجي
ڌرم پتنيءَ جي رکيا ڪري. جي مان پريم ۽ ڪرتويه کي
وساري توکي راڪس جي اڳڻ ڪيو ته پوءِ مان مها پاپي ٿيندس.“

براهمڻ جي ڌيءَ هيءَ سڀ وارتالاپ ڌيان سان ٻڌو ۽
سڏڪا ڀري چياءِ: ”مان آهيان ٻار، پر ٻار جي به ڳالهه ٻڌڻ
گهرجي. ٻڌو پوءِ جئين وڻيو تئين ڪريو. مان ئي قربان ٿيڻ
جي لائق آهيان. مون هڪڙيءَ کي قربان ڪرڻ سان توهان
ٻين سڀني کي بچائي سگهندا. هن آپدا جي نديءَ پار ڪرڻ
لاءِ مان ئي توهان جي ٻيڙي ٿي سگهنديس. جي اوهان ٻئي
مري ويا ته پوءِ ياتڙل ۽ مان هن ڪنور سنسار ۾ جلد برباد
ٿي وينداسين. جي هڪ جي مرڻ ڪري باقي پريوار بچي
پوي ته انهيءَ کان سٺي ڳالهه ڪهڙي ٿيندي؟ منهن جي موت
۾ خود منهن جو به ڀلو آهي.“ ٻالڙيءَ جا هي همت ڀريا
لفظ ٻڌي پيءُ ۽ ماءُ ڪري ڪيس ڀاڪراٽڙي پائي ۽ رئڻ لڳا.

ڪڪور معصوم ڪڪور هيءَ حال ڏسي طوطليءَ زبان ۾ چوڻ لڳو: "پتا! نہ روءُ، امان تون نہ روءُ، دادي! چپ ڪر، ائين چئي پهرين ٻيءَ جي ڪڇ ۾، پوءِ ماءُ جي گود ۾ ۽ پوءِ پيڻ جي گوڏي لي وينو. پوءِ هڪڙي ڪاني ڪٽي لوڏيندي چياءِ: "مان هن ڪانيءَ سان راڪاس کي ماري پورو ڪندس."

ٻار جي هيءَ چيشنا ڏسي هو ٽورو مشڪيا، پر جلد دک جي ساگر ۾ ٻيون ڏيڻ لڳا. ڪنتيءَ سمجهيو تہ هاڻي هنن کان حال وٺڻ جو نيڪ وقت آهي. سو اندر گهڙي آئي ۽ اچي ڪاٺن پڇيائين: "اوهان جي دک جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ ڇا مان اوهان جو دک لاهي سگهنديس؟"

برهمڻ چيو: "ماتا هيءَ ڳالهہ لنهنجي طاقت کان ٻاهر آهي. شهر جي ٻاهران هڪ چر آهي، جنهن ۾ ٻڪاسر نالي هڪڙو اتياچاري راڪشس رهندو آهي. تيرهن ورهين کان هو هن لگريءَ جي متان ظلم زبردستي ڪندو رهيو آهي. هن ملڪ جو راجا هڪ ڪتري آهي. پر هو شهر ڇڏي ويتر ڪيءَ ڏانهن پڇي ويو آهي. اسان جو ڪجهہ ٻچاءُ نٿو ڪري سگهي. اڳ هيءُ راڪشس پنهن جي مرضيءَ لي غفا مان نڪري ايندو هو ۽ ٻکئي شينهن وانگر ويندو هو آدمين کي ماريندو ۽ کائيندو. نيٺ هيڪر نگرواسين گڏجي ڪري راڪس کي چيو تہ هن طرح سان انڌ ٻنڌ قتل ڪرڻ لنهن جي لاءِ سهٺو نہ آهي. هر هفتي اسان طرح طرح جا طعام تيار ڪري جيترا ديگڙا تون چوندين اوترا ڏاندن جي گاڏيءَ ۾ رکي لنهنجي غفا ڏانهن موڪليندا سين. گاڏر ۽ ٻہ ڏاند بہ لنهن جي ئي کاڌي لاءِ ئيندا. اهو قبول ڪر ۽ لوڪن کي لنگ نہ ڪر. ٻڪاسر اها ڳالهہ مڃي ۽ انهيءَ وقت کان وٺي لوڪ هر هفتي واري واري سان هڪڙو آدمي ۽ کاڌي پيتي جون شيون هن کي پهچائي ڏيندا آهن. انهيءَ جي عيوض ۾ هيءُ راڪشس هن ديش جي ٻاهرين دشمن ۽ شڪاري پسن کان رکيا ڪندو آهي.

”جنهن ۽ آدميءَ هن راڪس کان شهر کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تنهن جي سڄي پريوار کي هن راڪس يڪدم ماري کائي ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن کي همت نٿي ٿئي جو ڪري هن جي برخلاف ڪجهه ڪري. اسان جو جيڪو راڄا آهي انهيءَ ۾ اهڙي توم نه آهي جو هن جي خوني چنبي کان اسان کي ڇڏائي سگهي. جنهن ديش جو راجا ڪمزور آهي انهيءَ ديش جي لوڪن کي ڀاڙ جمڻ ئي نه گهرجن. جڏهن راجا نربل آهي ۽ ديش جي رکيا ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهي تڏهن نه وهانءُ ڪرڻ گهرجي ۽ نه ڌن ڪمائڻ گهرجي. نالائق راجا جي راڄ ۾ نه استرين جو سنمان آهي نه سمپتيءَ جي سنڀال. اِلي لاءِ ڪا به سلامتي ڪانهي. ورهين کان اسان ويٺي هيءُ حال ڏٺو آهي ۽ اڄ اسان جو وارو آيو آهي ته راڪس جي قوت لاءِ اسان ڪو آدمي ڏيون. مون ۾ ايتري طاقت نه آهي جو ڪو غريب آدمي خريد ڪري مان پنهنجي بدران موڪليان. وري اسان ۾ اها به شڪتي نه آهي جو هڪڙي کي قربان ڪري پاڻ جئندا رهون. تنهن ڪري مان سڄي پريوار کي ساڻ وٺي هن پاپي بڪئي راڪس جو بک تيندس. مان جيڪر توهان کي هيءَ سمجهاڻي بڌائي دکي نه ڪريان ها، پر اوهان پاڻ ئي پيد پائڻ جي ڪوشش ڪئي. ايشور ئي اسان جي رکيا ڪري سگهيتو. پر ايشور وٽان به ڪنهن سهايتا اچڻ جي ڪا اميد ڪانه ٿي ڏسجي. هن ايڪسڃڪر لڳر جي ڪتا ۾ جيڪي راڄنيتي سچا يون سمايل آهن، سي ظاهر ظهور پيون پسجن. ڪنتيءَ ٻاهر وڃي ڀيمسين سان صلاح ڪئي ۽ پوءِ اچي برهمڻ کي چياءِ: ”هي آريه پتر! نا اميد نه ٿيءُ. ايشور مهان آهي. مون کي پنج پٽ آهن. انهن مان هڪڙو راڪس ڏي کاڌو کڻي ويندو.“

هيءَ ڳالهه ٻڌي برهمڻ عجب ۾ پئجي ويو ۽ ڪنڌ ڌوڻي چوڻ لڳو: ”ماتا! توهان اسان جا مهمان آهيو. توهان اچي

هٿ شرط ورتي آهي. تنهن جي پٽ کي موت جي منهن ۾ موڪليان انهيءَ کان وڌيڪ انياءُ ڪهڙو ٿيندو؟ مان ائين ڪڏهن ڪونه ڪندس. ڪنتيءَ اليو: "اي برهمڻ! ڏک نه، منهنجي پٽر کي منترن جي دوارا اساڌارڻ شڪتي پراپت ٿي آهي ۽ مونکي پڪ آهي ته هو هن راڪس کي ماري ڇڏيندو. هن منهنجي اکين جي سامهون گهڻن ئي راڪسن کي ماري مات ڪيو آهي. پر اها ڳالهه تون ڳجهي رکج جي ڳالهه پڌري ٿي ته پوءِ هن جي شڪتي گم ٿي ويندي."

ڪنتيءَ کي اهو ڀؤ هو ته جي هن ڳالهه جو واءُ شگاف ٿيو ته دريوڌن جي آدمين کي اسان جي اڳيات واس جو پتو پئجي ويندو.

جڏهن ڪنتيءَ ڀيم سان اها سموري ڳالهه ڪئي، تڏهن ڀيم ايترو خوش ٿيو جو ڪپڙن ۾ ئي نه پي ماپيو. جڏهن چار ڀائر ڀکيا ڪري گهر موٽيا تڏهن ڌرم پٽر ڏٺو ته ڀيم جو منهن خوشيءَ ۾ ٻهڪي رهيو آهي. هن يڪدم انومان ڪيو ته ڀيم کي ڪو سورهيائيءَ جو ڪم ڪرڻو آهي ۽ ڪنتيءَ کان ان بابت جاچ ڪرڻ لڳو. ڪنتيءَ ڪيس پيرانتي ڳالهه ڪري ٻڌائي. يڌشٽر رڙ پئي چيو: "هي ڇا آهي؟ هيءَ ته ڏاڍو اُهرو ۽ بي خيالو قدم آهي. ڀيم جي ٻل تي ئي ڀروسو رکي اسين سک جي ننڊ سمهون ٿا. ڀيم جي ئي شڪتيءَ دوارا اها آس اٿئون ته موٽي اهو راڄ هٿ ڪنداسون جو اسان کان ٺڳيءَ سان کسيو ويو آهي. ڀيم ئي اسان کي لاک گهر مان بچايو. ڀيم ئي اسان جو آسرو ٿي رهيو آهي. ڀيم جي جان جوکي ۾ وجهڻ سياڻپ جو ڪم نه آهي. ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڏک سهي سهي تنهنجي ٻڌي ڪمزور ٿي وئي آهي." انهيءَ تي ڪنتيءَ چيو، "يڌشٽر برهمڻ جي گهر ۾ اسان ڪيترا ڏينهن سک پاتو آهي. اڄ جڏهن هن جي مٿان مصيبت آئي آهي، تڏهن انسانيت جي تقاضا اها آهي ته اسان هن کي سندس ڀلائيءَ جو بدلو

چٽڪو ڪري ڏيون. ڀيم جي ٻل ۽ پراڪرم جي مونکي پوري
پوري ڄاڻ آهي. توهان ڪا به چنتا نه ڪريو. جنهن ڀيم هڊمب
راڪس کي ماريو، جو ڀيم اسان کي وارڻاوت کان هيستائين
وٺي آيو، انهيءَ جي سنبنڌ ۾ مونکي نه ڀؤ آهي نه چنتا. اسان
جو فرض آهي ته اسين ڀيم کي ٻڪاسر ڏي موڪليون."

انهيءَ ڪانپوءِ نگر جا لوڪ ماس، شراب، کاڌ خوراڪ ۽
ڏهي وغيره کڻي آيا ۽ اچي ٻن ڏاندن جي گاڏيءَ ۾ رکيائون.
ڀيم ٽپ ڏيئي گاڏيءَ تي چڙهيو ۽ چر ڏانهن هاڪڻ لڳو. گاڏي
هلي ۽ ان سان گڏ بيوگل باڄن ۽ نگرواسين جي سرگس به نڪتي.
جڏهن غفا جي ويجهو آيا تڏهن لوڪ ڀيمسين کي اڪيلو ڇڏي
موٽي موٽيا. ڀيم ڏاندن کي ڌڪائيندو اڳتي هليو. هن ڏٺو
ته سڄو رستو هڏين سان ڍڪيو پيو آهي. ماڻهن ۽ جانورن
جا وار ۽ کلون چوڌاري وکريا پيا آهن. جت ڪٿ خون جا
نشان موجود آهن. سڄي جاءِ بدبوءِ سان ڀريل آهي. هليون
۽ باز لامارا پيا تا ڏين. هن ڪراهت ڏيندڙ نظاري جي ڀيم
کي به پرواه نه ڪئي پر جيڪي طعام راڪس واسطي تيار
ڪيا هئائون سي بي پرواهيءَ ۽ موج سان کائيندو ويو. دل
۾ چوڻ لڳو ته اسان جي تيندي لڙائي ۽ پوءِ کاڌو هيڏي
هوڏي اڏامي ويندو. تنهن ڪانسواءِ جڏهن مان راڪس کي
ماريندس تڏهن مونکي سولڪ لڳندو ۽ پوءِ کائڻ کان رهجي
ويندس. بهتر آهي ته هاڻي ئي سڀ کاڌو کائي ختم ڪريان.

راڪس هڪ هو ٻکيو ٻيو ويهي ويهي تيو هو ڪڪ سو
جڏهن ڀيم کي کاڌو کائيندو ڏٺائين تڏهن ته چريو ٿي پيو. ڀيم
راڪس کي لڙڻ لاءِ للڪاريو. راڪس جو شرير هو جهڙو
جبل. سندس مٿي ۽ مڇن جا وار هئا باهه جهڙا ڳاڙها لعل.
وات وري اهڙو وڏو هوس جو ٻنهي ڪنن تائين پي پهتس.
سندس روپ ڪوئي ڏسي ها ته ڊپ ۾ ڏڪندو ئي رهي ها.
ڀيمسين ڏٺو ته ٻڪاسر منهنجي طرف ڏي اچي رهيو آهي.

سو چا ڪيائين جو منهن ڪري ڦيريائين ۽ بلڪل لاپرواهيءَ
سان ڪاڏي ڪانئڻ ۾ لڳي رهيو. راڪس ڪاوڙجي ڪري ڀيمسين
کي پنيءَ واري مڪ ڦهڪائي ڏني. پر ان جو ڀيمسين تي
ڪجھ اثر نه ٿيو، هو نه پنهنجي ڪانئڻ ۾ ئي مگن هو. راڪس
ڏٺو ته هت هتر پتر وڙهڻ جو ڪم نه آهي. سو هڪڙو وڻ
پاڙون پٽيائين ۽ وٺي ڀيمسين ڏي اولاريائين. ڀيمسين ڪجهي
هت سان وڻ کي جهلي سڄي هٿ سان پنهنجو ڪاڏو کائيندو
رهيو. جڏهن ماس ۽ اَن ختم ٿي ويو تڏهن ڌهيءَ جو دلو پي
منهن اگهي راڪس ڏي نهاريائين. ڀيم ڪائي واندو مس ٿيو
ته ٻئي هڪ ٻئي کي وچڙي ويا. ڀيمسين جي ڌڪن ڪري
راڪس ڏرليءَ تي ڪري پيو. ڀيم چيس، ”اي دشت راڪس!
ذرا آرام ڪر. تو ريءَ ديو ڪانپوءِ چيائينس، اٿي وري وڙهه.
ڀيم وري راڪس کي ڪيرائي ڇڏيو. ائين ڪيترا دفعا ٿيو.
نيٺ ڀيمسين راڪس کي منهن ڀر ڪري اڇليو ۽ سندس پنيءَ
تي چڙهي وينو. کيس ڳرڏن سان ايترو ڳنڍيائين جو سندس
ڪرنگهو ڪنجي ٽڪر ٽڪر ٿي پيو. سور جو ستايل راڪس
رڙيون ڪرڻ لڳو ۽ سندس پراڻ پکيڙو پڇري مان اڏامي
ويو. سندس وات مان خون جي ڌار وهڻ لڳي. ڀيمسين راڪس
جي لاش کي گهليندو شهر جي دروازي وٽ اچي پهتو.
لاش کي اتي اڇلي گهر ۾ وچي سنان ڪيائين ۽ ماءُ کي وچي
سڄو قصو ٻڌايائين. ڪنتيءَ جڏهن سموري ڪهاڻي ٻڌي
تڏهن هوءَ آنند ۽ اُتساهه ۾ اچي ويئي.

## [١٦]

## دروپدي سويمور

جڏهن پانڊو برهمڻڪو روپ ڌارڻ ڪري ايڪچڪر پورا
۾ رهيا پيا هئا، تڏهن کين خبر پيئي ته پنچال جي راجا

دروپد جي ڌيءَ دروپديءَ جو سويمور ٿيڻو آهي. ايڪچڪر نگر جا ڪيترا برهمڻ سويمور جو شاهاڻو شان ڏسڻ لاءِ ۽ دان دکشڻا هٿ ڪرڻ لاءِ اوڏانهن وڃڻ لاءِ تيار ٿيا.

ڪنتيءَ کي دنياداريءَ جي پوري سمجهه هئي ۽ ماتري پريم جو پرواهه سندس هرديءَ ۾ موجود هو. انهيءَ ڪري هن سهوليت سان سهي ڪيو تہ سندس پٽ سويمور ۾ وڃي دروپديءَ هٿ ڪرڻ چاهين ٿا. يڌشٽر کي سڏي چياءِ:

”پٽ! هن نگر ۾ اسان گهڻوئي وقت رهي چڪا آهيون. هڪ ئي هنڌ رهڻ ڪري ۽ هر هر ساڳيا نظارا ڏسڻ ڪري من ڪڪ ٿي پوندو آهي. هاڻي دان ملڻ ۾ بہ ڪنتائي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هلو تہ راجا دروپد جي ديش ۾ هلي وسون. راجا دروپد جو ديس ڌن ڌانيہ سان ڀرپور آهي. اتي راڄ بہ نياءَ ۽ نيتيءَ انوسار هلي ٿو.“

”نيڪي اور پوڇ پوڇ“! پانڊون ماءُ جي ڳالهہ يڪدم مڃي ورتي ۽ پانچال ڏانهن روانہ ٿيا.

ايڪچڪر نگر جا برهمڻ ٽولا ٺاهي پنچال ڏانهن روانا ٿيڻ لڳا. پانڊو بہ برهمڻڪي ويس ۾ ٿي انهيءَ راهہ جا راهي ٿيا. ڏگهي منزل طيءِ ڪري هو دروپد جي راڄڌانيءَ ۾ اچي وارد ٿيا. شهر جو خوب سير ڪري هو هڪ ڪنڀر جي گهر اچي ٽڪيا. چالاڪ جو هو برهمڻڪي ويس ۾ هئا، انهيءَ ڪري ڪين ڪو سڃاڻي ڪين سگهيو.

جيتوڻيڪ دروپد ۽ دروڻاچاريہ جو ناهہ ٿي چڪو هو، تہ بہ دروپد جي دل ۾ اڳيون ڳالهيون ڪنڊي جيان چڀي رهيون هيون. جو دروڻاچاريہ هن جي اپمان ڪيو هيو، سا ڳالهہ هو وساري نٿي سگهيو. دروپد جي پربل اڇا هئي تہ دروپديءَ جو ارجن سان وياهہ ڪرايان. جڏهن هن ٻڌو تہ پانڊو لاکہ جي گهر ۾ جلي ڀسم ٿي ويا آهن، تڏهن هو ڏکہ ۾ پئجي ويو. پر جڏهن سندس ڪن تي اها ڳالهہ آئي تہ شايد

پانڊو لاک محل مان بچي نڪتا آهن، تڏهن سندس سنڌ آشا جاڳي اٿي. اهو خيال ڪري ته سويمور جي خبر ٻڌي شايد پانڊو اچي پڻ گهڻ ٿين، هن سويمور جي پڌرائي ڪئي.

سويمور لاءِ ڏاڍيون تياريون ڪيون ويون هيون. سڀ سارا چوڏنهن ڏينهن عام لوڪن جي وندر لاءِ راند يون روند يون ۽ چٽاڀيٽيون پئي ٿيون. مٿدان ۾ مهمانن جي رهڻ لاءِ سندر جايون ٺهرايون ويون هيون. انهن جي وچ ۾ هو سويمور منڊپ، سندر ۽ سهڻو، جنهن تارن ۾ چنڊ. منڊپ جي اندر هڪ وڏو ڌنش رکيل هو، ان جون تارون هيون رڪ جون نهيل. ڌنش جي مٿان گهڻيءَ اوچائيءَ تي سوني جو نشانو رکيل هو. ان جي هيٺان هڪ چمڪيلو ينتر جنهن جي وچ ۾ سوراخ هو، خوب تي ڦريو. راجا دروپد اٿي چيو: ”اي ويرُ کتريو! جيڪو راج ڪمار هن ڌنش مان اهڙيءَ طرح باڻ ڇوڙيندو جنهن ڦرندڙ ينتر جي ٽنگ مان لنگهي وڃي نشاني کي لڳي تنهن کي دروپدي ور مالا پهرائيندي.“

هن سويمور منڊپ ۾ ڀارت جي دور دور ديشائن مان انيڪ راجا اچي گڏ ٿيا هئا. ڌرتراشٽر جا پٽ به آيا هئا. ڪرڻ، شليه، ششوپال، جراسنڌ ۽ ڪرشن به اتي موجود هئا. تماشبين به هزارن ۾ پڌاريا هئا. سڄو منڊپ سمنڊ جي گجگوڙ جيان گونججي رهيو هو. اهڙيءَ هل هنگامي ۾ به خوشيءَ جو سندر ۽ سهڻو واجٽ ٻڌڻ ۾ پئي آيو. بيوگل باجا ٿي وڳا. ڌرشٽد يمن گهوڙي تي سوار ٿي منڊپ ۾ پرويش ڪيو. پنيانس هاٿيءَ تي چڙهيل هئي سندس ڀيڻ دروپدي. هو تازو وياند جو سنان ڪري آئي هئي ۽ سندس ريشمي سهڻا وستر هوا ۾ پئي لڏيا. سندس سوياويڪ سندرتا هئي جڻ سورج جي چمڪ. سندس منڊپ ۾ اچڻ سان چوڌاري سڳنڌ ڦهلجي ويئي. هاڻ هوءَ هاٿيءَ تان هيٺ لٿي ۽ ورمالا هٿ ۾ جهلي بيهي رهي. راجڪمار سندس شڪل ڏسي وائڙا ٿي

ويا. آهستہ آهستہ هوءَ ويديءَ تي چڙهي. برهمڻ خوب منتر اُچارڻ لڳا ۽ يڳہ ڪنڊ ۾ 'سواهہ سواهہ' چئي آهوتيون ڏيڻ لڳا. شانتي پاٺ ڪانپوءِ راڳہ بند ٿيو ۽ ڌرشٽديمن دروپديءَ کي هٿ کان وٺي منڊپ جي وچ ۾ آيو ۽ اتي هن ريت گهوشڻا ڪئي:

”هي منڊپ ۾ براجمان راجڪمار! ڏسو هيءَ ڌنش آهي، هي ٻاڻ آهن، مٿي نشانو ٽنگيل آهي ۽ اُهي هينان ڦيٿو ڦري رهيو آهي. جيڪو راجڪمار سانده پنج تير ڦيٿي جي اُنگہ مان لنگهائي نشاني تي هڻندو، سوئي دروپديءَ کي ڪٽندو. بشرطيڪ هو سٺي ڪٽنب جو ۽ درستي مڙس هوندو.“

انهيءَ کان پوءِ هن پنهنجي ڀيڻ کي هڪ هڪ راجڪمار جي حسب ۽ نسب جي واقفيت ڪرائي.

هڪ هڪ ڪري راجڪمار ڌنش کي ڏوري ٻڌڻ لڳا. پر هو انهيءَ ۾ ئي ناڪامياب ٿيا. ڏوري هٿئي ڪوري ۽ سخت. ششوپال، جراسنڌ، شليہ ۽ دريوڌن سڀ اُسقل تي شرم جا ماريا اچي پنهنجي جاين تي ويٺا. هاٺي آيو ڪرڻ جو وارو سيني سمجهيو تہ هو ضرور سوڀارو ٿيندو. پر هو بہ ٿر ٿان کسي ويو. ڏوري سندس هٿ مان ڇڏائي ويئي ۽ ڌنش هڪ جهٽڪي جيئن جيان سندس هٿ مان ٽپ ڏيئي وڃي پري پيو. اتي اچي ڏاڍو گوڙ شور ٿيو. جيترا وات اوترا ٻول ٻاهيون. ڪن چيو تہ هيءَ هڪ سازش آهي راجائن کي شرمندي ڪرڻ لاءِ. هن پريکيا مان ڪوبہ پار ڪونہ پوندو. انهيءَ گهمسان جي وچ ۾ ويٺل برهمڻن مان هڪ جوان ڌنش ڏانهن وڌڻ لڳو. اهو جوان هو برهمڻ جي ويس ۾ لڪل ويرُ ارجن. هڪ منٽ لاءِ سڀ شانت ٿي ويا. پر جلد وري لڙ ٿيڻ لڳو. خود برهمڻن ۾ بہ ڌريون ٿي پيون. هڪڙا پنهنجي براد ريءَ جي اندر اهڙو ويرُ ڏسي خوش ٿيڻ لڳا. ٻيا ايترا ۾ جلڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا تہ هيءَ ڪم برائيءَ جو مريادا جي

ورتل آهي. هڪڙن پئي چيو ته جت ڪرڻ ۾ شليہ جهڙا مهارٿي هارائي چڪا آهن، لت هيءُ برهمڻ ضرور ناڪامياب ٿيندو ۽ اهڙيءَ طرح ساري برهمڻ جاتيءَ کي شرمندو ٿيڻو پوندو.

ٻين وري چيو: ”هن جوان جو ساهس ڏسي اسان کي پڪ ٿي ٿئي ته هو ضرور کٽندو. ڏسو ته هو ڪهڙي پڪي ارادي سان اڳتي وڌي رهيو آهي. ڪيس پوري پوري ڄاڻ آهي ته ڪهڙو ڪم ڪرڻو آهي. جت کتري ناڪامياب ٿيا آهن، لت هيءُ برهمڻ شايد ڪامياب ٿئي. براهمڻ شرير جي بل ۾ کترين کان گهٽ ٿيندا آهن پر دنيا ۾ رڳو بدني طاقت ئي ته سڀ ڪجهه ڪونه آهي. تپسيا جي طاقت ڪا گهٽ ڪانه آهي. پوءِ ڇو نه هيءُ به قسمت آزمائي؟“

ارجن ڏنش جي ويجهو آيو ۽ اچي ڏرشٽديمن کان پڇاءِ ته ”ڇا برهمڻ ڏنش موڙڻ جي ڪوشش ڪري سگهي ٿو؟“

ڏرشٽديمن وراڻيو: ”اي وير شرومڻي! منهنجي ڀيڻ ڪنهن به ڪلين شاندار آدميءَ سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي بشرطيڪ هو ڏنش موڙي ٻاڻ نشاني کي هڻي. منهنجا وچن اٽين آهن جڻن پٿر تي ليڪو. انهن ۾ رتيءَ جو به ڦير ڪونه ٿيندو.“

ارجن، نارائڻ جو ڌيان ڪري ڏنش هٿ ۾ کنيو ۽ سولائيءَ سان ڏوريءَ ۾ ٻڌائين. تير ڪڍي ڏوريءَ تي رکي ڇوڏاري نهاري مشڪڻ لڳو. سڀ لوڪ سناٽي ۾ پئجي ويا. ارجن هڪ ٻي پنيان پنج ڪان ڪشيا، پنجئي وڃي نشاني کي لڳا، ۽ نشانو نهه ڪري اچي پٽ پيو. لوڪن ۾ اچي لڙ ٿيو ۽ واڄٽ وڄڻ لڳا. جيڪي برهمڻ سڀا ۾ ويٺا هئا، تن خوشيءَ وچان پنهنجا اپرنا هوا ۾ اڏايا ۽ آنند منگل منائڻ لڳا.

الهيءَ هل هنگامي وقت دروپديءَ وڌي ڪري ارجن جي ڳچيءَ ۾ ورمالا وڌي. جڏهن ارجن ڏانهن نهاريو لڏن سندس اکين مان پريم جون لهرون ڦاٿي ٿي ڪتيون.

پنهنجي ماتا کي هيءَ منگل وارتا ٻڌائڻ لاءِ پدشٽر ۽ نڪل ۽ سهديو اوڏانهن روانا ٿيا. پر ڀيم پنهنجي جاءِ تي ئي ويٺو رهيو. ڪيس ڊپ ٿي ٿيو مبادا نا اميد ٿيل راجڪمار ارجن تي ڪاهه ڪن.

ڀيم جو انومان ٺيڪ نڪتو. راجڪمار ڪروڌ وچان رڙيون ڪرڻ لڳا. هنن چيو ته ”برهمڻ ۾ سويمور جو رواج ئي ڪونه آهي. هيءَ ڇوڪري جيڪڏهن ڪنهن راجڪمار سان وهانءُ نٿي ڪرڻ چاهي ته ڀلي ڪنوارو ئي رهڻ گهرجي يا چکيا تي چڙهي ٻاڻ کي ڀسم ڪرڻ گهرجي. ڪهڙي اڪر دروپدي هڪ برهڻ سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي آهي؟ اسين هن وواهه کي ضرور روڪينداسين. ڌرم جي رکيا ڪارڻ هن ڪم کي روڪڻ گهرجي.“

راجڪمارن جو جوش وڌندو ويو. ائين ڏسڻ ۾ آيو ته ڪو وڏو هنگامو ٿيڻ وارو آهي. اهو حال ڏسي ڀيمسين ٻاهر نڪري ويو. ٻاهر وڃي هن هڪ وڻ پاڙون پٽي اکڙو اوڏيو جو ان جا سڀ پن ڇڻي پيا. باقي ڇڏيل ٽڪر کي ائين کڻي کلهي تي رکيائين ڄڻ ڪا لٺ هجي. انهيءَ طرح ارجن جي پاسي ۾ اچي بيٺو. ارجن برهمڻ جي روپ ۾ مرگهه ڇالا اوڍي بيٺو هو. دروپدي مرگهه ڇالا جو هڪ سرو پڪڙي بيٺي هئي.

شري ڪرشن ۽ بلرام وڳوڙي راجڪمارن کي سمجهائڻ لڳا. انهيءَ وچ ۾ ڀيم، ارجن ۽ دروپدي ڪنڀر جي جهوپڙيءَ ڏانهن هلڻ لڳا. ڌرشٽديمن چپ چاپ سندن پٺيان هلڻ لڳو. ڪنڀر جي ڪٽيا ۾ جيڪي ٿيو، سو ڏسي ڌرشٽديمن وسمئه ۾ پئجي ويو. هو جهٽ پوٺتي موٽيو ۽ اچي پيءُ کي ٻڌائين ”پتاجي! هجي نه هجي، مونکي ته پڪ ٿي ويئي آهي ته هيءَ آدمي پانڊو ئي آهن. جڏهن دروپدي پنهنجي ور جي مرگهه ڇالا کي جهلي اڳتي وڌڻ لڳي، تڏهن مان به سندن پٺيان وڃڻ لڳس. هو وڃي هڪ ڪنڀر جي جهوپڙيءَ ۾ پهتا. اتي مون

ڏنو ته هڪ ديوي ويٺي هئي. سندس منهن مشعال جيان ٿي ٻريو. جنهن لموليءَ سان هن ڳالهايو ٿي، تنهن مان مولکي پڪ ٿي ويئي ته هوءَ ديوي ڪنتي آهي."

راجا دروپد جي لينبد ٿي پنجئي پانڊو، ڪنتي ۽ دروپدي اچي راج ڀون ۾ وارد ٿيا. يڌشٽر راجا دروپد کي پنهنجو سمورو حال ڏنو. دروپد کي اها پڪ ٿي ته هي ئ پنج پانڊو آهن، تڏهن خوشيءَ ڪري هو ڪپڙن ۾ نٿي ماپيو: هن دل ۾ چيو ته "جڏهن مهابلي ارجن منهنجو ناٺي آهي، تڏهن دروڻاچاريه جي دشمنيءَ جو مولکي ڪهڙو ڊر؟" انهيءَ خيال ڪري سندس دل کي تسلي ٿي.

جڏهن يڌشٽر دروپد کي ٻڌايو ته اسان اهو نهراءُ ڪيو آهي ته پنج ئي پانڊو دروپديءَ سان وواهه ڪنداسين، تڏهن هنکي عجب لڳو ۽ سندس دل ۾ گهرڙا پئدا ٿي. پانڊون جي هن خيال جو وروڌ ڪندي هن چيو: "هيءَ ڪهڙو ته اياءُ آهي. اهڙيءَ ڳالهه کي ڪڏهن به ڌرم انڪول ڪونه سمجهيو ويندو آهي. هيءَ ڳالهه سنسار جي چالو رواج جي به ورڌ آهي. اهڙو پاپ جو خيال اوهانجي دل ۾ ڪئن پئدا ٿيو؟"

اِنيءَ يڌشٽر چيو "راجن مولکي معاف ڪريو. اسان اهو نشچو ڪري چڪا آهيون ته جيڪي ڪجهه ملندو سو ونڊي ورچي ماڻينداسين. اهو فيصلو اسان هڪ آپدا جي وقت ڪيو هيو. اسانجي ماتا جو ائين چوڻ هو. اسين انهيءَ ڳالهه کان منهن موڙي ڪونه سگهنداسين."

اهي دليل ۽ وارتائون ٻڌي دروپد اها ڳالهه سويڪار ڪئي ۽ شاسترن وڌيءَ وواهه جا سڀئي ساڌن پورا ڪيا ويا.

[١٧]

## اِندر پرست

جڏهن سويمور جي خبر هستناپور ۾ پهتي، تڏهن ودر

ڏاڍو خوش ٿيو. هو جلدي وڃي ڌرتراشٽر سان مليو ۽ هنکي چيائين "راڄن! اسان جا وڏا ڀاڳ آهن. راجا دروپد جي ڪنيا اسان جي گهر ۾ آئي آهي. انهيءَ ڪري اسان جو ڀل ڀيٽو ٿيو آهي."

ڌرتراشٽر هو پنهنجي پٽ جي موھ ۾ قائل. ۽ وري دريوڌن ۾ سوير ور ۾ ويو هو. سو هن سمجهيو ته دريوڌن دروپديءَ کي کٽي آيو آهي. انهيءَ ڪري چيائين "واھ وڏاتا! واھ ڀاڳ! بيشڪ اڄ آنند جو ڏينهن آهي. وڃ پڃال پٽريءَ کي وٺي اچ ته سندس خوب آجيان ڪريون."

ودر يڪدم غلط فهميءَ کي دور ڪيو ۽ چيو ته "ڀاڳوان پانڊو پٽ اڃا جيئرا آهن. دروپدي کي ته ارجن جيتي آيو آهي. پنجن ئي پانڊون گڏجي ڪري دروپديءَ سان شاستر وڌيءَ موجب وواھ ڪيو آهي. ڪنتي، دروپدي ۽ پنجئي ڀائر راجا دروپد جي گهر ۾ صحيح سلامت آهن. سڀ خوب موجون ماڻي رهيا آهن."

هي ڳالهيون ٻڌي ٻڍي راجا کي ڏاڍو ڏک ٿيو، پر ٻاهريون ٻنو رکي چيائين "ودر تنهنجي واتون هيءَ شبد سڻي مان گدگد ٿو ٿيان. اسين ته پانڊون کي مئل سمجهي ماتم ڪري چڪا هواسين. پانڊو پٽ جيئرا آهن. دروپدي اسانجي ننهن ٿي آئي آهي. انهيءَ کان وڌيڪ ڪهڙي آنند جي وارتا ٿيندي؟"

دريوڌن کي جڏهن پتو پيو ته پانڊو لاک محل مان بچي نڪتا آهن ۽ هڪ ورهيه اگيات واس ۾ گذاري دروپد جي ڪنيا سان پرڻجي اڳي کان به وڌيڪ طاقتور ٿيا آهن، تڏهن ايرکا ۽ دويش جي آگ ۾ جلي رک ٿي ويو.

دريوڌن ۽ دشاسن دک جا ماريل ڏکي ويا شکني ڏانهن. چيائون "ماما! اسان جي ته ستياناس ٿي ويئي. پروچن ٿي پروسي رکڻ ڪري اسين خراب خوار ٿيا آهيون. اسانجا دشمن پانڊو اسان کان وڌيڪ سياڻا آهن. سندن ڀاڳ به ڀلير و آهي.

ڌرشٽديمن ۽ شڪنيءَ اڄ سنڌن سنبنڌي ساٿي ٿيا آهن. هاڻي صلاح ڏي ته اسين ڇا ڪريون؟"
پوءِ دريوڌن ڪرڻ سان گڏجي، پنهنجي سورداس پتا وٽ ويو ۽ چيائين "پتا اوهان ودر کي چيو ته اڄ اسان جا وڏا ڀاڳ آهن! ڇا هي ڀاڳ آهي يا نڀاڳ جو اسان جي شترن اڄ اهڙو زور ورتو آهي، جو هو اسانکي سولائيءَ سان پورو ڪري سگهندا. اسان جيڪا سازش ڪين مارڻ لاءِ ڪئي هئي سا ڪامياب ڪانه ٿي. وري انهن کي انهيءَ سازش جو سمورو سماءُ آهي. انهيءَ ڪري اسانکي انهن مان وڏيڪ خوف آهي. هاڻي يا ته اسان ڪين اٿي جو اڃ ختم ڪريون يا پاڻ ختم ٿيڻ لاءِ تيار رهون. هاڻي ڪرپا ڪري انهيءَ مشڪلات ۾ اسانکي نيڪ رستو ٻڌايو."
ڌرتراشٽر جواب ۾ چيو "پٽ! تون جيڪي چوين ٿو سو بلڪل نيڪ آهي. پر اسانکي اهڙيءَ طرح هلڻ گهرجي، جئن ودر کي اسان جي اندر جو پتو نه پوي. انهيءَ ڪري مان ساڻس منيون منيون ڳالهيون ڪيون. هاڻي ٻڌاءِ ته تنهنجي ڪهڙي صلاح آهي."
دريوڌن چيو "منهنجي مت اهڙي مارجي ويئي آهي جو مونکي ڪابه ڳالهه سجهي نٿي اچي. پنج ئي پانڊو سڳا پاڻ ڪونه آهن. انهيءَ ڪري اسين شايد ڪنتيءَ ۽ مادريءَ جي پٽن ۾ ڇڪتاڻ پيدا ڪري سگهنداسين. دروپد کي به رشوت ڏيئي پنهنجي طرف ڇڪڻ گهرجي. ڇا ٿيو جو هن جي ڌيءَ جو پانڊون سان وواهه ٿيو؟ ناڻو نر کي نوائي ڇڏيندو آهي. هت دنيا پر زر جي ئي بازي آهي."
اها ڳالهه ٻڌي ڪرڻ مشڪڻ لڳو ۽ اليائين "هي سڀ واهيات ڳالهيون آهن."
دريوڌن وري چيو "اسانکي اهڙي تجويز ڪرڻ گهرجي، جئن پانڊو هستناپور ۾ پير ئي نه پائن. نه هت ايندا نه اسانکان

راڄ جي گهر ڪندا. ڪن برهمڻن دوارا ن دروپد جي راڄ ۾ اهڙا افواهه ڦهلائڻ گهرجن ته جي پانڊو هت ايندا ته سندن خير ڪونه آهي. ڊڄ جا ماريل هت ايندا ئي ڪونه. اسين صحيح سلامت وڃنا هت راڄ ڪنداسين."

ڪرڻ وري مشڪيو ۽ چيائين "هيءَ به اجائي بڪ آهي. ان ريت پانڊون کي ڊڪائڻ اسمبو آهي."

وري دريوڌن پڇيو: "ڇا اسان دروپديءَ جي وسيلي پائرن ۾ ڦوٽ پيدا ڪري ڪونه سگهنداسين؟ هنن پنجن ئي رواج ۽ انساني فطرت جي برخلاف هڪ زال سان وواهه ڪيو آهي. اسانکي اهڙا آدمي هٿ ڪرڻ گهرجن جيڪي ڪام شاستر جا پورا استاد هجن، انهن جي وسيلي پائرن ۾ هڪ ٻئي جي برخلاف شڪ جاڳائڻ گهرجن. اهڙيءَ ريت پڪ ئي پڪ اسانجو ڪم پورو ٿيندو. هئن به ڪرڻ گهرجي: ڪي سهڻيون ڇوڪريون هٿ ڪري پانڊون کي انهن جي ڄار ۾ ڦاسائڻ گهرجي، جئن دروپديءَ جو من پانڊون کان ڦري وڃي. جڏهن ڪنهن به پاءُ جو من دروپديءَ کان ڦري بيهي تڏهن هنکي هستناپور ۾ آڻي ڪيس هٿ ڪرڻ جي ڪوشش وٺڻ گهرجي."

اها ڳالهه ٻڌي ڪرڻ ٺهه ٺهه ڪري کلڻ لڳو ۽ چيائين "دريوڌن لوڪي الٽيون ڳالهيون ئي خيال ۾ ايندينون آهن. ياد ڪر ته سازشن ڪرڻ ۽ پرپنچ رچڻ سان اسين پانڊون کي بلڪل جيتي ڪونه سگهنداسين. اڳ جڏهن هو هتي هئا، تڏهن ته بلڪل بي آزمودگار هئا. سندن حالت اهڙي هئي جهڙي انهن ٻڪين جي ٿيندي آهي جنکي اُجا پر ڪونه لڳا آهن، سندن ڪو سنگي ساٿي به ڪونه هو. انهيءَ وقت به هو اسانجي ڄار ۾ ڪونه ڦاٿا، سو هاڻي ڪئن ڦاسندا؟ هاڻي کين دنيا جو ڪافي تجربو ٿي چڪو آهي. وري هڪ شڪتيوان راجا جي شرڻ ورتي اٿن. انهن کانسواءِ اوهان جي هلت جي به کين پوري ڄاڻ آهي. الهيءَ ڪري سازشن مان

ڪجهه ڪين ونيو. منجهن قوت وجهڻ به ممڪن ڪونه آهي.
دروپد لوپ ۾ اچڻ وارو ڪونه آهي. هو ڪنهن به حالت ۾
پانڊون جو طرف ڪونه ڇڏيندو. دروپديءَ جي من ۾ پانڊون
بابت شڪ پيدا ڪرڻ اسمپو آهي. لنهنجي رٿن لي ويچار ڪرڻ
اجايو آهي. اسان وٽ رکو هڪ ئي اپاءُ آهي. پانڊو وڌيڪ
طاقت هٿ ڪن لنهن کان اڳ ئي مٿن حملو ڪري کين ختم
ڪرڻ گهرجي. ڪرشن پنهنجي يادون کي وٺي پنچال ۾ پهچي
لنهن کان اڳ ئي انهيءَ راج لي اوچتو ئي اوچتو ٽٽي پوڻ
گهرجي. هن ڪمنائيءَ جي سمي اسان کي ويڙ ڪتري جيان
هلت ڪرڻ گهرجي. سازشون ڪم نه ڏينديون."

دريوڌن ۽ ڪرڻ جون ين ين ڳالهيون ٻڌي سورداس
راجا منجهي پيو ۽ هن پتامهه ۽ دروڻاچاريه کي صلاح ڪرڻ
لاءِ سڏايو.

جڏهن ڀيشم کي خبر پيئي نه پانڊو مئا ڪونه آهن، هو
راجا دريد جا مهمان آهن ۽ هنن دروپديءَ سان شادي ڪئي
آهي، تڏهن هو ڏاڍو خوش ٿيو.

جڏهن ڪائنس آئينده لاءِ صلاح ورلي ويئي، تڏهن هن
الپوي، شاستر گياني جن اليو: "نيڪ رستو اهو آهي نه
سندن پوريءَ ريت آجيان ڪئي وڃي. کين اڌ راج ڏنو
وڃي. نگرواسين جي به اچا آهي نه اهڙو ناهه ٿئي. اهو ئي
رستو آهي ڪل جي شان کي بچائڻ جو. لاک جي گهر کي آگ
لڳي هئي تنهن بابت لوڪن ۾ ڏاڍي چوپچو ٿي آهي ۽ کي
اوهان کي ڏوهه ڏيئي رهيا آهن. هاڻي به جيڪڏهن اوهان
پانڊون کي گهرائي کين اڌ راج ڏيندا نه ڳالهه لوڪن کان وسري
گسري وينديء سپ شڪ شبها ڪافور ٿي ويندا. منهنجي
نه اهائي صلاح آهي."

دروڻاچاريه به ساڳي صلاح ڏني ۽ چياءِ نه ڪو ناهوڪو

ايلچي موڪلي صلاح ڪريو ۽ پانڊون کي گهرائي، اڌ راڄ کين سوائپي يڌشٽر کي راڄ تلڪ ڏيو.

ڪرڻ هي ڳالهيون ٻڌي جوش ۾ اچي ويو. هو هوُ دريوڌن جو پورڻ پڳت انڌيءَ ڪري هي ڳالهيون ٻڌڻ لاءِ تيار نه هو. هن ڌرتراشٽر کي چيو:-

”مونکي حيراني آهي ته آچاريه دروڻ جنهن کي اوهان ڏن ڏانيه ۽ عزت آبرو ڏني آهي، سو هيءَ صلاح ڪيئن ٿو ڏئي؟ راجا جو ڌرم آهي ته منترين جي صلاح قبول ڪرڻ کان اڳ انهي پوري پوري طرح تور تڪ ۽ جاچ جوچ ڪري.“

هي شبد ٻڌي دروڻاچاريه جون اکيون ڪروڌ ڪري ڳاڙهيون لال ٿي پيون. جوش وچان هن چيو: ”اي پاپي! تون راجا کي غلط راهه تي هلڻ جي صلاح ڏيئي رهيو آهين. جيڪڏهن ڌرتراشٽر، ڀيشم ۽ منهنجي صلاح تي نه هلندو ته ڪورو جلد ناس ٿي ويندا.“

پوءِ ڌرتراشٽر ودر جو رايو ورتو. هن چيو: ”جا صلاح اسانجي پريوار جي بزرگ ڀيشم ۽ اسانجي گوروءَ آچاريه دروڻ ڏني آهي تنهن ۾ گيان ۽ نياءُ سمايل آهي. اوهانکي پانڊون کي ۽ دريوڌن ۽ ٻين پٽن جيان پنهنجو سنتان ڪري سمجهڻ گهرجي. جيڪي اها صلاح ڏين ٿا ته پانڊون کي دکي ڪريو، سي سڀ پڪ ڪُل ناشڪ آهن. دروپد ۽ ڌرشٽديمن، ڪرشن ۽ يادو پانڊون جا پڪا متر آهن. اهڙن ويرن کي جنگ ۾ جيتڻ اسنيڀو آهي. ڪرڻ پاپ ۽ مورکتا جي صلاح ڏيئي رهيو آهي. اهو به خيال ڪريو ته لوڪ اسانکي اهو دوش ڏيئي رهيا آهن، ته پانڊون کي لاک محل ۾ رهائي، اسان کين خون ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ بدنما داغ کي ڌوئي صاف ڪرڻ ئي نيڪ آهي. پرجا کي پانڊون جي جيئڻ جي خبر ٻڌي ڏاڍو آنند مليو آهي. پرجا سندن درشن ڪرڻ لاءِ سڪي رهي آهي. انهيءَ ڪري اوهان دريوڌن جي ڳالهه تي ڌيان

نہ ڏيو. شڪني ۽ ڪرڻ نہ ڪلهہ جا ڇوڪرا آهن. انهن کي راڄنيتيءَ جي ڪهڙي ڄاڻ؟ سندن صلاح بيڪار آهي. انهيءَ ڪري هي راڄن اوهان پيشمر جي آڳيا انوسار ڪارروائي ڪريو.“

نيٺ ڌرتراشٽر پڪو نرڻو ڪيو تہ پانڊون کي اڌ راڄ ڏيئي ساڻن صلح ڪرڻ گهرجي. انهيءَ لاءِ هن ودر کي پانچال ڏانهن روانو ڪيو.

ودر پاڻ سان جواهر ڪٽي، هڪ لڪي رٿ ۾ چڙهي پنچال ڏانهن اسهيو.

پنچال ۾ پهچي هن اهي بي بها رتن راجا دروپد کي پيٽ ڪيا پڻ سندس هر ريت عزت ڪئي ۽ راجا ڌرتراشٽر جو ڪيس نياپو ڏنو ۽ نوبدن ڪياءِ تہ پانڊون ۽ دروپديءَ کي هستناپور وڃڻ جي اجازت ڏيو.

دروپد جو ڌرتراشٽر لي ويساهہ ڪونہ هو. انهيءَ ڪري هن چيو: ”جتن پانڊون کي وٽي لٽن ڪن.

پوءِ ودر ويو ماتا ڪنتيءَ وٽ ۽ هنکي پيرين پئي ساڳي وينتي ڪياءِ. ڪنتيءَ جي من ۾ بہ ڪجهہ شنڪا هئي. تہ بہ هن ودر کي چيو: ”هي وچتر ويريہ سٽ ودر! تو ئي منهنجي پٽن جي رکيا ڪئي آهي. هو تنهنجي ئي سنتان آهن. منهنجو تو تي پورو ڀروسو آهي ۽ جتن تون چوندين لٽن ڪبو.“

ودر وراڻيو: ”تنهنجي پٽن جو وار بہ ونگو ڪونہ ٿيندو، هو راڄ جا ڌڻي ٿيندا ۽ سندن هاڪ هرهنڌ ڦهلجي ويندي. اتو نہ هلون.“

نيٺ دروپد بہ کين موڪل ڏني ۽ سڀ: ودر، ڪنتي، دروپدي ۽ پانڊو اچي هستناپور ۾ براجمان ٿيا.

راڄڪمار ورهين جي بنواس ۽ دکن کان پوءِ ديش وريا هئا، انهيءَ ڪري نگرواسي گدگد ٿيڻ لڳا. رستن لي خوب ڇٽڪار ڪيو ويو ۽ سڀ واٽون گلن ڦلن سان سينگاريون ويون.

اڌ راڄ پانڊون کي ڏنو ويو ۽ يڌشٽر کي سنگھاسن تي وهاريو ويو.

ڌرتراشٽر يڌشٽر کي آشيرواد ڏيندي چيو: ”منهنجي پراڻا پانڊوءَ هن راڄ ۾ سک سمپتي کي خوب وڌايو هو. شل تون به هن جيان هاي جس جو ڀاڳي بڻجين. ياءَ پانڊو ڪڏهن به منهنجو چيو نه موٽائيندو هو. لوڪ به مون سان ساڳي نموني هلڻ گھرجي. منهنجا پٽ پاپي ۽ اِيماني آهن. مان هن رهت راڄ جي ورهاست انهيءَ لاءِ ڪئي آهي ته اوهان منجهان وير ۽ ونجوڳ نڪري وڃي. کانڊوپرست ۾ وڃي اتي پنهنجي راڄڌاني بڻائي، اتان ئي ملڪ تي ويهي راڄ ڪر. کانڊوپرست ۾ اسان جي بزرگن، پروءَ، نهش ۽ ييائيءَ جهڙن ويرن جي راڄڌاني هئي. شل تنهنجي دوارا اهو پراڻو نگر وسي ۽ تنهنجي هر هنڌ ڪيرتي ٿئي.“

ڌرتراشٽر جي آسيس وٺي يڌشٽر هنن ڪنڌرن مان هڪ نئون نگر هوشيار ڪاريگرن جي هٿان ٺهرايو. نگر ۾ سندر محل ۽ پيڪيدار پورن ٺهرايا ويا. وري ڪوٽ اهڙا بڻايا ويا جو ڪوبه انهن ۾ سوراخ نه ڪري سگھي. انهيءَ نگر جو نالو رکيائون اندرپرست. شهر هو به سچ پچ اندر جي پوري جهڙو سهڻو ۽ دل فريب. انهيءَ نگر ۾ ڪنتي، دروپدي ۽ پانڊون چنيهه ورهيه سک ۽ سنتوش سان گھاريا، سندن عدل انصاف جي هر هنڌ هاڪ ڦهلجي ويئي!

[۱۸]

## سارنگ پکين جي ڪٿا

پراڻن جي اها شڪلي آهي جو ڪتائن ۾ پکي ۽ پسون ماڻهن جيان ٻول ٻوليندا آهن ۽ انهن دواران سندر ۽ سنيون صلاحون

ڏيندا آهن، بلڪ آتم واد جو اپديش به ڪندا آهن. انهيءَ هوندي به انهن پسن پکين جا سوڀاويڪ گڻ به آتم لمولي ظاهر ڪيا ويندا آهن.

اهڙيءَ ريت پراڻڪ ساهتيہ ۾ سوڀاو جي سندرتا ۽ ڪلپنا جي ڪلا جو اتم ميل ملي ٿو. رامائڻ ۾ هڪ هنڌ ڏاڍو وڻندڙ ورڻن موجود آهي. هنومان لاءِ چيل آهي ته هو ڏاڍو سياڻو ۽ وڏو ودوان آهي. پر جڏهن هو راوڻ جي رڻ واس ۾ هڪ سندري ڏسي ڪيس سيتا ڪري سمجهي ٿو، تڏهن هو بانڊر جيان خوب نچي ۽ ٽپي ٿو.

ڪتائون جن ۾ پکي ۽ پسون ڳالهائيندا آهن، سي ٻارن کي ڏاڍيون وڻنديون آهن. پر پراڻن جون ڪتائون وڏڙن جي وندر ۽ سکيا لاءِ نهيل آهن. پکين ۽ پسن کي منکن جي واڻي ڪتان ٿي ملي؟ انهيءَ لاءِ پراڻن ڏيکاريو آهي ته اهي پسون پکي پور بلي جنم ۾ منش يا رشي هوا. مثال طور هڪ هرڻ جي ڪتا ٿي اچي. اهو هرڻ اڳين جنم ۾ هڪ رشي هو. ٻئي هنڌ هڪ لومڙ جو ورنن ٿو اچي، هو وري گذريل جنم ۾ هڪ راجا هو. رشيءَ ۽ راجا کي ڪو سراپ مليو هيو. انهيءَ ڪري هو جانورن جي جوڻيءَ ۾ آيا. هاڻي هي هرڻ هر ريت هرڻ جي هلت ٿو هلي، پر ڳالهائي ٿو رشين جيان. لومڙ ڳالهائي ٿو هڪ سياڻي ۽ انڀوي راجا جيان. اهڙا سياڻپ سندس سڀاو جو پورو چٽر اسانجي اڳيان آڻي ٿي.

اهڙيءَ طرح انهن ڪتائن ۾ وندر به آهي ۽ گيان به موجود آهي. منجهن سنانن انادي سدانت سمايل آهن.

ڪاندو پرست جو بن ڪندن ۽ ڪاندڙن سان ڀريل هو. سڄو ميدان ڪڏون ۽ ڪوٻا هيو. هڪ پراڻي دنل شهر جا ڀرلڙ ڪنڌهر هر هنڌ ڏسڻ ۾ پي آيا. شڪاري پکي ۽ خونخوار جانور جت ڪٿ پي ڏسڻ ۾ آيا. چورن ۽ ڌاڙن الي پنهنجو اڏو

ٻڌايو ھو. انھيءَ جھنگ ۾ ٽنهي نگر اَڏيو ھو. ڪرشن ۽ ارجن اھو فيصلو ڪيو ته انھيءَ ٻن کي باھه ڏجي.

انھيءَ ٻن ۾ ھڪ سارنگ جاتيءَ جي جھرڪي ھئي ۽ ان سان گڏ ھوا چار چوزا جنکي اَڃا پر ڪونه نڪتا ھئا. سندس نر ٻئي پاسي ھڪ ٻيءَ ماديءَ سان موجون ڪري رھيو ھيو. پنھنجي استريءَ ۽ ٻارن جو ڪيس خيال ڪونه ھو. جڏھن ڪرشن ۽ ارجن جي آگيا سان ٻن کي باھه ڏني ويئي تڏھن ته ھيءَ چوزن جي ماءُ خوب رڙ لڳي. چياءِ "باھه ويجھو ويجھو پوندي ٿي وڃي. جلد ھت به پھچندي ۽ اسانکي ساڙي ڀسم ڪندي. جھنگ جا سڀ پکي گھٻراھٽ ۾ آھن. وڻ ٽڻ ڪري چوڌاري ڪري رھيا آھن. ھي منھنجا اَناٿ ٻچڙا! اوھان باھه جو ٻک ٿيندا. مان ڇا ڪريان؟ اوھانجو پتا اسانکي ڇڏي ٻئي ويو آھي. مون ۾ ايتري شڪتي ڪانه آھي جو مان اوھانکي ساڻ ڪڻي اُڏامان."

ماتا جو روج راڙو ٻڌي سندس ٻچڙن چيو "اَمان! پاڻکي دکي نه ڪر. اسين ڄاڻون، اسان جو نصيب ڄاڻي. جيڪڏھن اسين مئاسين ته پوءِ اسانکي اُتم جنم ملندو. جيڪڏھن تون اسانجي خاطر مرلديءَ ته اسانجو ڪٽنب ناس ٿي ويندو. تون ڪنھن سلامتيءَ جي جاءِ تي اُڏامي وڃ. ٻيو ڀتار ھٿ ڪري وڃي موج ڪر. جلد توکي ٻيا ٻچا پئدا ٿيندا ۽ پوءِ اسانکي وساري سگھندينءَ. اَمان! چڱيءَ پر ويچار ۽ اھو ڪجھه ڪر جيڪي اسان جي ونش لاءِ نيڪ ھجي."

ٻارڙن گھڻوئي ماءُ کي ليلايو، ته به ماڻن چيو "مان ڪونه ويندي س. مان ھمت اوھان سان گڏ ڀسم ٿيندي س."

* * *

ھاڻي ھيءَ پکي ڪير ھوا؟ ھڪڙو ھو رشي. سندس نالو ھو مند پال. ھو پورڻ برھمچاري ھو. سندس جڏھن ديھانت ٿيو تڏھن ھن سرڳ ۾ گھڙڻ جي ڪوشش ڪئي. سرڳ جي

دوارپال (دربان) کيس اندر وڃڻ کان روڪيو ۽ چياءِ ته "سرڳ نپٽن لاءِ ڪونه آهي." انهيءَ ڪري رشيءَ سارنگ جو جنم ورتو ۽ جرٽا نالي ماديءَ سان پنهنجو وقت ڪاٽيندو رهيو. جرٽا چار آنا لاٿا. پوءِ هو جرٽا کي ڇڏي ويو ۽ لپتا نالي هڪ ٻيءَ ماديءَ سان وڃي لينهن لڳاياءِ.

جنهن وقت ٻن کي باهه ڏني ويئي تنهن وقت آنا ڦٽي چڪا هوا. هيءَ پکيئڙا رشيءَ جي سنتان هوا، هو آتم واد جون ڳالهيون ڪري ٿي سگهيا! انهيءَ ڪريئي هو پنهنجي ماتا کي هيٺڙي سندر نموني سمجهائڻ لڳا.

ٻچن جي موهه ۾ ڦاٿل ماءُ ڏاڍي جاکوڙ ڪرڻ لڳي ۽ ليٽ ڪين چياءِ "ٻچڙو! هن وڻ جي پاڙ ۾ هڪ ڪئي جو ٻر آهي. مان اوهانکي اُن ۾ ڪري رکنديس. مان ٻر جو منهن مٽيءَ سان لٽي ڇڏينديس ۽ اهڙيءَ ريت اوهان باهه کان بچي ويندا. پوءِ جڏهن اگني شانت ٿيندي تڏهن مان اچي اوهانکي ٻاهر ڪڍنديس."

ٻارڙن کي اها ڳالهه نه آئڙي. انهن وراڻيو "ٻر ۾ ڪئو اسانکي ڳڙڪائي ويندو. هن ريت ٻڏي جي بک ٿيڻ کان باهه ۾ ڀسم ٿيڻ وڌيڪ شاندار آهي."

ماءُ ٻچن کي تسلي ڏيندي چيو "مون ڏٺو آهي ته ڪئي کي هڪ عقاب جهٽ هڻي کائي ويو آهي. انهيءَ ڪري اوهانکي ڏکڻ نه گهرجي."

ٻارن چيو "هڪ ڪئي جي مرڻ ڪري ڪو خطرو ٿوروئي ٿو گهٽ ٿئي. پڪ ٿي پڪ ٻر ۾ ٻيا ڪئا به هوندا. باهه هن هنڌ اچي تنهن کان اڳ توکي هتي نڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي جان بچائڻ گهرجي. اسانجي ڪارڻ تون پنهنجي جان ڇو ٿي قرباني ڪرين؟ اسان تو لاءِ ڇا ڪيو آهي؟ اسان جيان پئدا ٿيا آهيون، تان توکي ڏک ٿي ڏنو اٿئون. وڃ وڃي ڪنهن ٻئي ساٿيءَ کي هٿ ڪر ۽ سک جا ڏينهن گهار. جي اسين باهه

جو بک ٿياسين ته سرڳ ۾ جنم لهنداسين. جي باھ ۾ کان بچي
وياسين ته پوءِ توهان اچي اسان سان ملجو. وڃ، وڃ، جلدي وڃ.“
پارن جي منت ڪرڻ تي سندن ماءُ هاڻي اڏامي ويئي.
باھ وڻ کي وڪڙهي ويئي. پر هي پکيڙا بلڪل ڪونه گهبرايا
۽ هڪ ٻئي سان چين چين ڪري ڳالهائيندا رهيا. سيني ۾
جيڪو وڏو هو تنهن چيو ”سياڻي جو ڪم آهي ته خطري
جي اچڻ کان اڳ ئي سهي ڪري ته خطرو اچي رهيو آهي ۽
خطري جي اچڻ تي شانت رهي.“ ننڍڙن چيو ”تون عمر ۾
ٻه وڏو آهين ۽ عقل ۾ به وڏو. ڪا وراي آلما تي تو جهان
در ڀ ئيندي آهي.“
جڏهن اگني ديو وڻ جي ويجهو آيو، تڏهن سڀني گڏجي
ڪري هن ريت سندس آجيان ڪئي: ”هي اگني! اسان جي
ماتا اسانکي ڇڏي ويئي. اسان پنهنجي پتا جو منهن ته ڏٺوئي
ڪونه آهي. هو اسانجي ڦٽڻ کان اڳ ئي هليو ويو هو. هي
آدي ديو! تونهو آهي تنهنجي ٻوجا (جهنڊو) اسان جي
پرن ۽ ٻي پيرن جو تون ئي رکوالو آهين. ٻيو ڪير اسانجي
رکيا ڪندو؟ اسان تنهنجي شرڻ ۾ آيا آهيون.“ هنن اها
پرارٿنا اهڙي سندر سر ۾ ڪئي، جڻڪ ويدو پتا برهمچاري
ويد پاٺ ڪري رهيا آهن.
اگني ديوتا هنن ٻچڙن جي پرارٿنا اوناتي. سارو جهنگل
سڙي رک ٿي ويو، پر هنن تذر نماڻن ٻالڪن جو وار به ونگو
نه ٿيو.
جڏهن باھ وسامي چڪي تڏهن جرتا پارن وٽ ڊڪندي
آئي. انهن کي صحيح سلامت ڏسي اچرج ۾ ٻه پئجي ويئي
۽ ڏاڍيون خوشيون ڪرڻ لڳي ۽ کين چمڻ چٽڻ لڳي.
باھ جو بڌي انهن پکيڙن جي پتا کي انتظاري ٿي پيئي
۽ هن اها ڳالهه پنهنجي-نئين نينهن سان ڪئي. لپتا ليسي
وچان هنکي ڏمالي چيو: ”مونکي تنهنجي اندر جو پتو آهي.

تون هاڻي مون مان ڪڪ ٿيو آهين ۽ وري جرنا جي پريم جو مزو وٺڻ ٿو چاهين. ڇو ٿو اجايو بار ۽ پنهنجن ٻچن جي ڳالهه ٿو ٻڌائين؟ تو لـ مونکي ڇيو هيو ته اڳني ديوتا توکي وردان ڏنو آهي ته تنهنجن ٻچن کي هو ڇهندو به ڪونه. سڄون سڏو سچ ڳالهاءِ ۽ پل پنهنجي پياريءَ جرنا ڏانهن وڃ. مڙس گهڻين ئي ويساهه رکندڙن عورتن سان بي وفائي ڪئي آهي. پل مان به اهڙيءَ بي وفائيءَ جو شڪار ٿيان.”

اتي مندپال پکيءَ چيو ته ”تنهنجو الومان اجايو آهي. مان پکيءَ جو جنم ئي انهيءَ ڪري ورتو آهي ته سنتان پيدا ڪريان. انهيءَ ڪري اها سوياويڪ ڳالهه آهي ته مونکي انهن جي چنتا ٿئي. ڇڏ ته مان وڃي پنهنجن ٻچن جو منهن ڏسي جلد ئي تو وٽ موٽي اچان.”

اهڙيءَ ريت هو لپتا کي دلاسو ڏيئي اهيءَ وڻ ڏانهن ويو جت جرنا ويٺي هئي. پهرين ته جرنا مندپال ڏانهن ڪو ڌيان ڪونه ڏنو ۽ پنهنجن پٽن جي چمر چٽ ۾ ئي مشغول رهي. پوءِ لاپرواهيءَ سان مڙس کان پڇياءِ ”توهان هت ڇو آيا آهيو؟”

مندپال پريم وچان چيو ”منهنجا پٽڙا خوش ته آهن؟ انهن سيني ۾ وڏو ڪير آهي؟”

ڏاڍيءَ بي پرواهيءَ سان جرنا جواب ۾ چيو: ”توکي اسان جي ڪهڙي ڪاڻ آهي؟ وڃ وڃي اهيءَ سان موجون ڪر جنهنجي خاطر تون مونکي ڏهاڳ ڏيئي ويو آهين.”

مندپال ٺهنتي چيو: ”دنيا جو دستور آهي ته جڏهن ڪنهن زال کي ٻار ٿيندا آهن، تڏهن هوءَ پنهنجي پتيءَ جي پرواهه ڪانه ڪندي آهي. اهوئي سبب آهي جو لرد وش وسشٽ جو نه سندس پتنيءَ ارنڌ تي ايمان ڪيو.”

[١٩]

## جراسند

پانڊو اندر پرست ۾ ڏ ڍڪي سان راڄ ڪندا رهيا. يڌشٽر جي ساٿين کيس صلاح ڏني تہ راجسويگہ ڪري سمرات بڻجي. انهيءَ زماني ۾ بہ سامراجيہ (سلطنت شاهيءَ) لاءِ لوڪن ۾ ڪافي چاهہ هو.

يڌشٽر صلاح وٺڻ لاءِ شري ڪرشن کي نياپو موڪليو. جڏهن ڪرشن کي اها ڄاڻ ٿي، تڏهن هو تيز رٿ تي چڙهي دوارڪا مان اندر پرست ڏانهن روانو ٿيو.

يڌشٽر ڪرشن کي چيو: ”منهنجا آدمي مونکي زور ڪري رهيا آهن تہ راجسويگہ ڪر. انهيءَ يگہ ڪرڻ جو اڌڪار انهيءَ کي آهي جيڪو سمرات هجي ۽ جنهنجو سڀ راجائون مان ڪندا هجن ۽ جنهن اڳيان سنسار ۾ جا نريش سر جهڪائيندا هجن.“ هاڻي مونکي صلاح ڏيو تہ ڇا ڪريان. اوهان ڪڏهن بہ موهہ جي ڪري ٻين جون ڪميون نظر انداز نہ ڪندا آهيو ۽ نڪي لوڪن جي خوشامد ڪندا آهيو. اوهان ٻين کي خوش ڪرڻ لاءِ صلاح ڪونہ ڏيندا آهيو ۽ سچ سچ ٻڌائيندا آهيو.“

ڪرشن جواب ۾ چيو: ”مگڌديش جي راجا جراسنڌ سڀني راجائن کي جيتي پنهنجي آڌين ڪيو آهي. ڪترين جي مٿان جراسنڌ جو ڏاڪو ڄميل آهي. خود وڏو ششوپال بہ سندس پرياءُ آهي. ڇا توکي اگرسين جي پاپي پٽ ڪنس جي ڄاڻ ڪانہ آهي؟ جڏهن ڪنس جراسنڌ جي ڌيءُ پرڻيو ۽ هنجو مٽ بڻيو تڏهن منهنجي لوڪن جراسنڌ تي حملو ڪيو. ٽي ورهيہ لڳاتار يڌ هلي. نيٺ اسانکي هار مڃڻي پيئي ۽ مٿرا جا وڻ ڇڏي اچي دوارڪا وسائڻي پيئي. هن نئين شهر ۾ اسين هن وقت سک سان وقت ڪاٽي رهيا آهيون. ڪرڻ، ڌريوڌن ۽ ڪي ٻيا ڪري اوهان جي يگہ لاءِ اعتراض نہ بہ ڪن، پر

جراسنڌ ضرور مخالفت ڪندو. انهيءَ مخالفت جو هڪ علاج آهي، سو اهو ته جراسنڌ کي شڪست ڏيئون ۽ ماري ڇڏيون. انهيءَ حالت ۾ تون نه رڳو راجسو يگ ڪري سگهندين، پر انهن راجائن کي، جيڪي جراسنڌ جي جيل ۾ سڙي رهيا آهن، آزاد ڪري پنهنجو متر بڻائي سگهندين. هو خوشيءَ سان تنهنجي آڏيننا سويڪار ڪندا."

يڌشٽر چيو: "اوهان جو چوڻ بلڪل ٺيڪ آهي. مون جهڙا ڪيترا راجائون آهن، جن جي سنڌن ملڪ ۾ وڏي عزت آهي. هو نياءَ ۽ مريادا انوسار پنهنجو راڄ سنڀالي رهيا آهن. هو سک سان پنهنجو سمو ڪاٽي رهيا آهن. منجهن ڪنهن به پرڪار جي اجائي اڀلاشا ڪانه آهي. سمراٽ ٿيڻ جي چاهنا آهي اجائي ايمان ڪرڻ ۽ غرور جو شڪار ٿيڻ. هر هڪ راجا کي پنهنجي راڄ لئي سنتشٽ رهڻ ڇو نه گهرجي؟ انهيءَ ڪري سمراٽ ٿيڻ جي اڇا ڇڏي ٿو ڏيان. انهيءَ اپاڌيءَ ۾ رکيو ئي ڇا آهي؟ منهنجا ڀائر چاهين ٿا ته مان سمراٽ بڻجان، پر جڏهن اوهان ئي ٻلوان جراسنڌ کان ايترو ڏڪي رهيا آهيو ته مان ڪهڙي حساب ۾ آهيان؟"

ڌرم پتر جي هيڻي ڪاتر تا ۽ ڪمزوري ڀيمسين کي نه آئڙي. ڀيمسين چيو ته "راجا جو وڏي ۾ وڏو گڻ آهي مٿي ۽ مٿي چڙهڻ جو يتن ڪرڻ. جنهن کي پنهنجي ٻل جي ڄاڻ ۽ قدر ڪونه آهي، تنهنجي ٻلوان ٿيڻ مان ڪهڙو لاڀ؟ مونکي سستيءَ ۽ سکيائيءَ، سنتوش ۽ صبر جو جيون وڻيئي ڪونه ٿو. جيڪو منش آلس ۽ پرماد ڇڏي، پوريءَ ريت راڄنيتي رمزون ڪم ۾ آڻي ٿو، سو پاڻکان وڌيڪ شڪتيءَ واري کي به جيتي سگهي ٿو. هڪ هجي شڪتي ۽ ٻيو هجي راڄ وهنوار جي يُڪتي پوءِ ڪهڙو ڪم آهي جو ڪري نه سگهبو؟ منهنجي ٻل جو خيال ڪر. ڪرشن جي سياڻپ جو ويچار ڪر، ارجن جي ڌنش وديا جي ڄاڻ ڌيان ۾ آڻ. جي اسين ٽيئي گڏجي

ڪري، ٻنا هڪ ۽ هڪ جي ڪم ڪنداسين ته پوءِ ضرور جراسنڌ کي جيتينداسين.“

ڪرشن ڳالهه کي ڪاٽي چيو: ”جراسنڌ کي ضرور مارڻ گهرجي. هو انهيءَ جي ئي لائق آهي. هن ٻنا ڪارڻ ڇهاسي راجڪمارن کي ڪري ڪاٺ ۾ وڌو آهي. هن اِها رٿا ڪئي آهي ته چوڏهن راجا ٻيا پڪڙي، سؤ راڄائن جي ٻلي ڏيان. جيڪڏهن ڀيم ۽ ارجن قبول ڪن ته مان انهن سان گڏجي ويندس ۽ اسين رمز سان جراسنڌ کي پورو ڪري ڇڏينداسين ۽ باند ٿيان راڄائن کي آزاد ڪنداسين. منهنجي ته اها صلاح آهي.“

يڌشٽر کي اها ڳالهه ڪانه وڻي. هن چيو ته ”مونکي پڪ ٿو ٿئي ته سامراجيه جي لوڀ ۾ ڦاٿي مان ارجن يا ڀيم جي حياتي نه وڃائي وهان. ارجن ۽ ڀيم مونکي اکين جي ٽارن جهڙا پيارا آهن. جنهن ڪم ۾ سندن پراڻن جو جوکو آهي، تنهن ڪم لاءِ کين موڪلڻ مونکي ٺهه نٿو وڻي. منهنجي خيال ۾ هن اِيلاشا جو تياڳ ڪرڻ ئي نيڪ آهي.“

اها ڳالهه ٻڌي ويرَ ارجن وڏي واڪي چيو: ”جيڪڏهن ڀرتاپي ڀرت جي سنتان هوندي، اسين ڪو ساهس ۽ همت جو ڪم نه ڪنداسين ته پوءِ اسان جي جيئڻ جو ڪهڙو سُود؟

ڪنتري پتر ۾ ڪري ڪيترا به گڻ هجن، پر ليسين هو مشهور نه ٿيندو جيسين ڪو همت ڀريو جوکي جو ڪم نه ڪندو. الساهه مان سوڀ ملندي آهي. جيڪڏهن اسين سرجوشيءَ سان پنهنجي فرض ادائي ڪنداسين ته پوءِ قسمت اسانجي ڀيرن ۾ اچي پوندي، شڪتيءَ وارو پرش به جيڪڏهن پنهنجا ساڌن الساهه سان ڪم ۾ نه آڻيندو ته هو منهن جي ڪائيندو. ناڪاميابي گهڻو ڪري تڏهن ٿيندي آهي جڏهن اڳلي کي پنهنجيءَ شڪتيءَ جي ڄاڻ ڪانه هوندي آهي. اسانکي خبر آهي ته اسان وٽ ٻل ۽ پراڪرم جهجهو آهي. اسين پنهنجي

شڪتي پوري زور سان ڪم ۾ آڻڻ لاءِ تيار آهيون. ڀڏشتر ائين ڇوتو سمجهي ته اسين راجسويگ ڪرڻ جي يوگ نه آهيون؟
جڏهن اسين ڄڃا ٿياسين، اڏهن گيڙوءَ جا وستر اوڍيندا سين. پوءِ بن ۾ وڃي جپ تپ ۽ پراشچت ڪندا سين. هاڻي ته اسانکي پنهنجي ڪل جي مريادا موجب خوب ويرتا جا ڪم ڪرڻ گهرجن ۽ الساهه ۽ امنگ، چاهه ۽ چش سان جيون ڪاٽڻ گهرجي."
هي لفظ ٻڌي ڪرشن کي ڏاڍي خوشي ٿي. "پرت ولش جي رتن، ڪنتي پتر جي واتان اهي لفظ ٿي سهن ٿا. هن سنسار مان ويرته لڏيندا ۽ ڪانئر ته اڏيندا. کتريءَ جو وڏو ڌرم اهو آهي ته هو پنهنجي جاتيءَ سان وفادار رهي ۽ پنهنجي ڪرم کي پُٺِ نه ڏي. ڌرم ڀڏ ۾ شترن کي جيتي وجهه پراپت ڪرڻ ۾ ئي سندس سوڀيا آهي."
نيٺ ڀڏشٽر ڀين جي راين اڳيان سر جهڪائيندي اها ڳالهه قبول ڪئي ته سندن ڌرم آهي جراسند کي مارڻ.
مٿيون وارتالاپ بلڪل اڄ جي ويرن جي وارتالاپ جيان آهي. پراڻي زماني ۾ به زوراور لوڪ پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ بناوٽي دليل ڪم ۾ آڻيندا هئا.

## [٢٠]
## جراسند بڌ

مگد ديش جو راجا برهدرت پنهنجي بهادريءَ ڪري هندين ماڳين مشهور هو. سندس هٿ هيٺ سيٺا جون ٽي اَڪشَوهڻيُون هيون. هن ڪاشيءَ جي راجا جي ٻن جاڙين

هڪ اَڪشَوهڻيءَ ۾ ٢١٨٧٠ رٿ ٿيندا آهن ۽ اوترائي هاٿي ٿيندا آهن- ٽنهن کانسواءِ ٦٥٦١٠ گهوڙا ۽ ١ لک ٩ هزار ٽي سؤ پنجاهه پيادا ٿيندا آهن.

ڏيئڻ سان شادي ڪئي. شادي ڪرڻ وقت هن اِها پرتگيا ڪئي هئي ته هو ٻنهي زالن سان هڪجهڙو هلندو. ڪنهن جو به پڪ پاٽ نه ڪندو.

ورهيه گذري ويا راجا کي ڪو به ٻار پئدا ڪونه ٿيو. جڏهن ٻڍو ٿيو تڏهن راڄ وزيرن جي سپرد ڪري، پنهنجين استرين سميت ٻن ۾ وڃي تپسيا ڪرڻ لڳو. اتي هن من ۾ پتر سنتان جي اِڇا رکي گوتم ونش جي رشيءَ ڪئوشڪ جي درشن لاءِ ويو. رشيءَ کي مٿس ڪهل آئي ۽ ڪائنس سندس منورٿ لاءِ جاچ ڪياءِ. راجا سوز ڀري آواز ۾ اليو "مونکي سنتان ڪونه آهي. مان پنهنجو راڄ ڇڏي ٻن ۾ آيو آهيان. ڪرپا ڪري مونکي سنتان جو پرساد ڏيو."

رشيءَ کي ديا اچي ويئي ۽ سوچڻ لڳو ته ڪئن راجا جي منوڪامنا پوري ڪريان. اتي هڪ انب اچي رشيءَ جي ڪڇ ۾ ڪريو. رشيءَ اهو کڻي راجا کي ڏنو ۽ چياءِ "هيءُ وٺ تنهنجي من جي مراد پوري ٿيندي."

راجا انب کڻي انهيءَ جا ٻه اڌ ڪيا. هڪ اڌ هڪ زال کي ڏناءِ ۽ ٻيو اڌ ٻيءَ زال کي. هن پنهنجي پرتگيا پوريءَ ريت، پالڻ لاءِ ائين ڪيو. ڪجهه وقت کان پوءِ ٻنهي راڻين کي گرڀ ٿيو. وقت سر هنن وير ڪيو. هرهڪ راڻيءَ مان اڌ ٻار ڄايو. انهيءَ اڌ جي شڪل هيبتناڪ هئي. هرهڪ اڌ کي هڪ اک، هڪ ڪن، هڪ ڄنگهه وغيره هئا. ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو ته ٻه اڌ گڏبا ته پڪو هڪ ٻار ٿي پوندو. اها حالت ڏسي خوشيءَ جي بدران سيني کي گهرو دک ٿيو. راڻين جي من ۾ ڏاڍي وياڪلتا ۽ گهٻراٽ پئدا ٿي. دائيءَ کي چيائون ته هيءُ ماس جون لوٿون کڻي ٻهر ۾ اڇلي اچ. دائيءَ لوٿن کي ڪپڙي ۾ ويڙهي ڪري گند جي ڍير تي اڇلائي آئي.

انهيءَ وچ ۾ هڪ راڪسڻ جا ماڻهوءَ جو ماس کائيندي هئي سا اچي اتي نڪتي. هن اهي ٻئي ٽڪر ماس جا گڏ ڪري

هٿ ۾ ڪنيا. ٻئي ٽڪر پاڻ ۾ ڳنڍجي پيا ۽ هڪ سندر ٻالڪ ٺهي پيو. راڪسڻ هي اچنبو ڏسي وائڙي ٿي ويئي ۽ خيال ڪيائين ته اهڙي ٻالڪ کي مارڻ نيڪ ڪونه آهي. پوءِ هوءَ هڪ سندريءَ جو روپ ڌارڻ ڪري ٻالڪ کي کڻي راجا وٽ ويئي ۽ هنکي وڃي چيائين ته "هي ٻالڪ اوهانجو ئي آهي."

ٻڌو ونئي راجا ڏاڍو خوش ٿيو. هو ٻالڪ کي کڻي اندر گهر ۾ ويو ۽ وڃي راڻين جي هٿ ۾ ٻالڪ ڏنائين. سڄي راڄ ۾ آنند جا السؤ ٿيڻ لڳا.

هيءَ آهي راجا جراسنڌ جي جنم جي ڪهاڻي. مني چند ڪئوشڪ جي ور ڏيڻ ڪري جراسنڌ اهڙو مضبوط ٿيو جو ڪو به سندس مقابلو ڪري ڪونه ٿي سگهيو. پر ڇاڪاڻ جو ٻن ٽڪرن جي ڳنڍڻ ڪري هو پيدا ٿيو هيو، تنهنڪري ڪيس سهوليت سان ٻن اڌن ۾ ورهائي سگهجي ها. ته جدا ٿيل ٽڪر پاڻ ۾ گڏجي هڪ ٿيندا ته به منجهن اها ڪمزوري رهندي ٿي رهندي.

جڏهن جراسنڌ کي مارڻ جو فيصلو ٿي چڪو تڏهن ڪرشن چيو "جراسنڌ جا متر راجا، جئن هنس، هڊ نبڪ ۽ ڪنس وغيره، مري چڪا آهن. انهيءَ ڪري هيءَ ئي موقعو آهي جراسنڌ کي مارڻ جو. هيٺيون وجهه وري ملڻو نه آهي. جراسنڌ سان لشڪر ۽ هٿيار پيوهارن سان وڙهڻ وارث آهي. تنهنڪري هن سان ملهه يد دواران لڙڻ گهرجي."

ڪرشن جي هيءَ صلاح سيني کي قبول پيئي. انهيءَ زماني ۾ دستور هو ته جيڪڏهن ڪو راجا ٻئي کي لڙائيءَ واسطي ليند ڏيندو هو، ته ٻئي کي اها قبول ڪرڻي پوندي هئي. نه رڳو ايترو پر ليند ڏيندڙ جا شرط به اڳلي کي قبول ڪرڻا پوندا هئا. پوءِ چاهي نيند ڏيندڙ اها گهر ڪري ته يد ڪيترن ۾ لشڪرن جي وسيلي وڙهجي، چاهي هو اها گهر ڪري ته اڪيلو دوبدو لڙجي. اڪيليءَ لڙائيءَ ۾ هٿيار ڪم ۾ آڻجن يا

نہ سا ڳالهہ بہ ليند ڏينذڙ جي مرضيءَ لي ڇڏيل هئي. ملهہ يد بہ ڄوڙن لوهي دستانن سان هڪ ٻئي کي ماربو آهي يا هڪ ٻئي کي ٻڪ ۾ جاتا وجهي، پٽ بہ ڪيرائي ڪيرائي ماري پورو ڪبو آهي.

ڪرشن ۽ پانڊون انهيءَ رواج جو فائدو وٺي جراسند کي مارڻ جو پهہ پڇايو.

تنهي ڪري پنهنجو روپ بدلايو. بدن تي اوڊ پائون ولڪل، هٿن بہ ڪنيائون ڊ بي، چٽڪ ڪو ورت ڌارڻ ڪيو هئائون. انهيءَ روپ بہ هو مگڌ راج بہ آيا ۽ وڃي جراسند جي راجڌانيءَ بہ پهتا.

انهيءَ وقت جراسند کي ابنا، سبنا ٻرون پي پيا ۽ بدسوڻ پي آيا. راجا انهيءَ لاءِ برهمڻن کان پوجا پاٺ ڪرايا. پاڻ بہ ورت ۽ اپواس رکڻ لڳو. ڪرشن، ڀيم ۽ ارجن بنا هٿيارن پنوهارن جي راج پون بہ گهڙي آيا، سندن شاندار هلت چلت مان انين پي معلوم ٿيو تہ هو وڏ گهراڻا آهن. انهيءَ ڪري جراسند سندن خوب آجيان ڪئي. ڀيم ۽ ارجن تہ ڪو جواب ڪونہ ڏنو. هنن کي ڪوڙ ڳالهائڻ نتي وڻيو. انهن جي پارون ڪرشن چيو "هي ٻئي تپسيا ڪرڻ بہ لڳل آهن ۽ هنن مؤن ورت ڌارڻ ڪيو آهي. هو اڌ رات کان پوءِ ئي ڳالهائي سگهندا. راجا يگشالا بہ انهن جو آءُ آدر ڪري پاڻ محلات بہ موٽي ويو.

جراسند جو اهو دستور هو جو هو اهڙن معزز مهمانن سان سندن سهوليت ۽ سندن اڇا موجب ئي ملندو هو. انهيءَ ڪري اڌ رات جي هو هنن انتين سان ملڻ لاءِ موٽي آيو. هاڻي جراسند کي هنن جي هلت مان ڪجهہ شڪ جاڳيا. هن ڏٺو تہ هنن جوانن جي ٿوڙ وبہ ڪترين جهڙي آهي. سندن هٿن لي ڌنش جي ڏوريءَ جا زخم بہ موجود آهن. جڏهن هن کانئن سچي ڳالهہ پڇي تڏهن کيس صاف ٻڌايائون تہ "اسين تنهنجا دشمن آهيون. اسين توسان هاڻي جو هاڻي ملهہ يد ڪرڻ

چاهيون ٿا. اسان ٽنهي مان جنهن سان وڻيئي تنهن سان وڙهه."
جڏهن جراسند کي معلوم ٿيو ته سندس ٽي مهمان ڪير آهن، تڏهن هن چيو "ڪرشن تون گوالو آهين. ارجن اڃا ڇوڪرو آهي. ڀيم جي شرير جي شڪتيءَ جي هاڪ آهي. انهيءَ ڪري مان ڀيمسين سان وڙهندس." ڀيمسين کي ڪو به هٿيار پنوهار ڪونه هو، انهيءَ ڪري جراسند به ويڙهه واري ادارتا ظاهر ڪري چيو "مان هن سان هٿين پيرين لڙندس."

جراسند ۽ ڀيمسين طاقت ۾ بلڪل هڪ ٻئي جو مٽ هئا. ليرهن ڏينهن سالده سواءِ آرام ڪرڻ جي ۽ سواءِ ناشتي ورتائڻ جي هو لڙندا رهيا. ارجن ۽ ڪرشن جنگ ڏسندا رهيا. ڪنهن وقت ته سندن من ۾ آشا ۽ اميد جو لوورو ٿي چمڪيو. ڪنهن وقت هنن گهريءَ اداسيءَ ۽ انتظاريءَ جي ساگر ۾ ٻيي ٽٻيون ڏنيون.

چوڏهين ڏينهن جراسند ٿي ٿڪاوٽ جا اهڃاڻ ڏسڻ ۾ آيا. انهيءَ ڪري ڪرشن ڀيمسين کي همٿايو ۽ کيس چيائين ته هاڻي هن کي پوري ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. ڀيمسين جراسند کي مٿي کڻي، سؤ دفعا چوڌاري ڦيرائي، ڦيرائي ڪري زور سان ڌرتيءَ تي اڇلايو ۽ سندس ٽنگن کي قابو ڪري چيري ٻه اڌ ڪيو. ائين سمجهي ته جراسند مري چڪو آهي ڀيمسين خوشيءَ وچان شينهن جهڙي گجگوڙ ڪئي.

پر هڪ ڪن ۾ جراسند جا ٻه اڌ پاڻ ۾ ڳنڍجي هڪ ٿي پيا ۽ جراسند ٽپ ڏيئي ڀيمسين تي حملو ڪيو. هيءُ حال ڏسي ڀيمسين وائڙو ٿي ويو. خبر نه ٿي پيس ته ڇا ڪجي. مونجهاري ۾ منجهيل ڀيمسين ڪرشن ڏي نهاريو. ڪرشن ڀيمسين کي اشاري سان سمجهائڻ لاءِ هڪ ڳاهه جو پن کڻي، انهيءَ کي چيري ڪبي هٿ وارو اڌ ساڄي طرف اڇليو ۽ ساڄي هٿ وارو اڌ کبي طرف اڇلايو. ڀيمسين اشارو سمجهي ورتو ۽ جراسند کي کڻي، کيس چيري، سندس ٻه اڌ اُبتي پاسي ڏانهن اڇلايا.

هاڻي اهي بہ نڪر پاڻ ۾ گڏجي نہ سگهيا ۽ جت ڪريا اليڪي بنا ڇڙ ٻڙجي پيا رهيا. اهڙيءَ طرح اجيت جراسنڌ جيتجي ويو.
ڪرشن، ڀيم ۽ ارجن انهن سڀني راجائن جا بند خلاص ڪيا جنکي جراسنڌ بند بخاني ۾ بند ڪري رکيو هيو. پوءِ هو جراسنڌ جي پٽ سهديو کي مگڌ جي گديءَ تي وهاري اندرپرست ڏانهن واپس وريا.
يڌشٽر مهراج ڏوم ڏام سان راجسويگ ڪري سمراٽ بڻيو. انهيءَ وقت جيڪا سڀا ٿي تنهن ۾ چيديءَ جي راجا ششوپال بي فضيلت هلت هليو. انهيءَ ڪري ڪرشن ڪيس سڀا ۾ ئي ماري ڇڏيو.

[٢١]

## شرومڻيءَ جي پوڄا

ڪنهن سڀا ۾ ڪا ڪارروائي پسند نہ اچي، انهيءَ ڪري ڪي سڀا سد، پنهنجي ناراضگي ظاهر ڪرڻ لاءِ ان مان نڪري وڃن، اهو رواج اڄ جيان پراڻي زماني ۾ بہ موجود هو. ”واڪ آئوٽ“ جو رواج پراچين ڀارت ۾ چالو هو اهڙي ثابتي مهاڀارت ۾ موجود آهي.
انهيءَ زماني ۾ ڀارت يومي جدا جدا راڄن ۾ ورهايل هئي. جيتوڻيڪ ساري ديش ۾ هڪ ڌرم ۽ هڪ سڀيتا ڦهليل هئي، تہ بہ هر هڪ راڄ جي سنتنترتا جي پوريءَ ريت رکيا ڪئي ويندي هئي. ڪو بہ راجا ٻئي راجا جي اڌڪار تي حملو ڪونہ ڪندو هو. هان ڪڏهن ڪو بلوان راجا ديش جي سڀني راجائن وٽ پنهنجا ايلچي موڪلي سندن موڪل ۽ قبوليت سان ”راجراجيشوز“ بڻبو هو. انهيءَ کي سمراٽ (شهنشاهہ) ڪري سڏيندا هئا. گهڻو ڪري هبي ڪم بنا

لڙائيءَ ۽ ويڙهه جي ٻورو تي ٻوندو هو. جيڪو راجا سمراٽ بڻبو هو سو راجسو يگ ڪندو هو. اهڙي يگ ۾ سڀ راجائون شامل ٿيندا هئا ۽ سمراٽ جي آڻ مڃي، پنهنجي پنهنجي ديش ڏانهن موٽي ويندا هئا. انهيءَ ريت الوسار جراسنڌ جي مرڻ کانپوءِ پانڊون راجسو يگ ڪيو ۽ ان ۾ ساري ديش جا راجائون پڌاريا هئا.

جڏهن مهمانن جي آدرستڪار ڪرڻ جو سمو آيو، تڏهن سوال ٿيو ته پهريون آدرستڪار ڪنهن جو ڪجي، سيني ۾ شرومڻي ڪير آهي. ڀيشم پتامهه زوردار رايو ڏنو ته دوارڪا جي راجا ڪرشن کي پهرين ارگهه ڏيڻ گهرجي. يڌشٽر جو به ساڳيو رايو هو. انهيءَ ڪري سهديو ڪرشن کي گانءِ، ارگهه، مڌوپرڪ (ڏهيءَ، ماکيءَ ۽ گيهه جو گڏيل ڪاڙهو) آدي ڀيٽ ڪري، سندس پوڄا ڪئي.

چيديءَ جي راجا ششوپال جي ڪرشن سان اهڙي دشمني هئي جهڙي ڪنج جي سچ سان ٿيندي آهي، سو هنکي اها ڳالهه پسند ڪونه آئي.

هو ٺٺوليون ڪندو ٽهڪ ماري کلڻ لڳو ۽ چيائين: ”هيءَ کهڙو نه انياءُ ۽ مخول آهي! پر انهيءَ لي مونکي لعجب ڪونه ٿو لڳي. هنن لوڪن جون سڀ ڳالهيون ئي اونڌيون آهن. جنهن صلاح ڏني هئي تنهنجو جنم به نه النيءَ ريت ٿيو هيو (يڌشٽر منتر جي زور سان ڌرم راج مان پيدا ٿيو هيو) جنهن صلاح ڏني سو انهيءَ جو پٽ آهي جا هميشهه متاهينءَ تان هيٺ ڪرندي رهندي آهي (ڀيشم هو گنگا جو پٽ ۽ گنگا سيني ندين جيان پهاڙ تان لهي سمنڊ ڏانهن وڃي ٿي) جنهن پوڄا ڪئي تنهنجي پتا جو به نه پتو ڪونه آهي (ڪنتيءَ جي منتر پڙهڻ لي اشونيڪمار دواران، ماڌريءَ کي به ٻار پيدا ٿيا هئا.) جنهن جي عزت ڪئي ويئي آهي تنهنجي مان کهڙي ڳالهه ڪريان؟ جنم جو موڙڪ ۽ ڳنوارن ۾ پليل آهي.“

ششوپال جا هي لفظ ٻڌي، ڪي ٻيا راجا ٻه هن سان هم خيال ٿي ڪاوڙ لڳا. انهيءَ ڪري ششوپال کي وڌيڪ همت آئي، يڌشٽر ڏانهن نهاري هن چيو: ”اي سمراٽ ڀٽن جا اڳڪ! هن سڀا ۾ ڪيترائي وڏا راجائون موجود آهن. انهن کي ڇڏي تو هن گوالي جي پوڄا ڇو ڪرائي؟ ڪنهنکي ٻه سندس درجي آهر عزت نه ڏيڻ وڏو ڏوهه آهي. ساڳيءَ ريت ڪنهنکي ٻه سندس درجي کان وڌيڪ عزت ڏيڻ ٻه اپراڌ آهي. عجب آهي ته تون سمراٽ ٻڻجڻ جا سپنا لهين ٿو، پر توکي ايتري ٻه خبر ڪانه آهي.“

يڌشٽر چپ چاپ هي سخن ٻڌا، انهيءَ لي ششوپال وڌيڪ جوش ۾ اچي چوڻ لڳو: ”تنهنجي سڌ ٿي هٿ گهٽيتي، راجائون ۽ وير جوڌا اچي گڏ ٿيا آهن، تن سڀني جو اپمان ڪري، توڪري هڪ گنوار گوالي جي پوڄا ڪرائي آهي. هنکي ڪا هستيءَ ڪانه آهي. ڪرشن جو پيءُ وسديو راجا اگرسين جو نوڪر هو، هو پاڻ راجا ڪونه هو. ڪرشن راج ونش جو آدمي ڪونه آهي. جيڪڏهن توکي هيڏيءَ هلڪائپ سان ديوڪيءَ جي پٽ جي پاسخاطري ڪرڻي هئي ته ٻيو ڪو وجهه ڳولهين ها. ڇا هن ألٽي وهنوار ڪرڻ جي هيءَ ٿي جاءِ هئي ۽ هيءُ ئي موقعو هو؟ تو پنهنجي پتا پانڊوءَ جو نالو ٻوڙيو آهي. هي پانڊو پترو! اوهان اڃا ڪچا ٻچا آهيو. اوهانکي راج سڀائن جي هلائڻ جو ڍنگ معلوم ئي ڪونه آهي. هن ٻڍيءَ جي ماري ٻڍي ڀيشم اوهانکي غلط صلاح ڏيئي اوهانکي بيوقوف ٻڻايو آهي. ڪرشن ڪو راجا ڪونه آهي. اي يڌشٽر! توکي هيڏن شاندار راجائن جي وچ ۾ هن ڪمبخت جي پوڄا ڪرڻ جي همت ڪئن ٿي؟ هيءُ نه ويو ورڏ (عمر جو وڏو) ٻه ڪونه آهي. سفيد وارن جي عزت ڪرڻي آهي ته ڪرشن جو پيءُ وسديو هت موجود آهي. هيءُ ڪو تنهنجو آچاريه ٿوروئي آهي؟ تنهنجو آچاريه درون هت حاضر آهي. ڇا

ڪرشن يگه ڪرڻ ۾ ماهر آهي، جو هن جي ايتري عزت ڪئي
اٿئي؟ ائين ڪونه ٿي سگهندو. وياس مهراج جو مهان ودوان
آهي سو به هت ويٺو آهي، هن کان چڱو نه ائين ٿئي ها
ته پيشم جي پوڄا ڪرائي وڃي ها. جيتوڻيڪ هو ٻاهتريو آهي،
ته به اوهانجي گهراڻي جو پريو مڙس نه آهي. وري اوهانجو
ڪل گورو ڪرپاچاريه به هت براجمان آهي. انهن سڀني بزرگن
جي هوندي تو هن گوالي کي شرومڻي ڇو سمجهيو؟ اشوتاما
وير به آهي ۽ ودوان به آهي؛ هو سڀني شاسترن جو ڄاڻو آهي.
انهيءَ کي وساري تو ڪرشڻ ڇو چونڊيو؟

”هت راجڪمار ٻڌاريا آهن تن ۾ دريوڌن به آهي. پرشرام
جو شش ڪرڻ به آيو آهي. ڪرڻ اهو وير آهي جو اڪيلي
سر جراسند سان لڙيو هو. انهيءَ وير کي ڇڏي تو ڪرشن کي
ڀريون لمبر ڇو ڏنو؟ اهڙي ٻاراڻي پاسخاطري تو ڇو ڪئي؟
ڪرشن نه راج ونش جو آهي، نه وير پرش آهي. نه هو يگه
ڪرڻ ۾ چتر آهي، نه ودوان آهي. نڪي ٿي وري ڪو
لپي، لپيشور آهي. ويو ورڌ به ڪونه آهي. هن جي عزت
ڪري تو اسان سڀني جو اپمان ڪيو آهي.

”هي راجائو! اسان جو اها قبوليت ڏني سي نه يڌشٽر
سمراٽ ٿئي، سو انهيءَ ڪري نه نه اسان ڪانئس ڏڪون ٿا.
نڪي انهيءَ ڪري نه اسانجو منجهس ڪو غرض آهي. هو
اسانجو دشمن ٿئي چاهي دوست ٿئي؛ انهيءَ ڳالهه جي شخصي
طرح اسانکي پرواهه ڪانه آهي. اسان سندس ڌرم ڀاونا جي
ڏاڍي ساراهه ٻڌي هئي، اسانجو اهو اراد و هو نه يل هو ڌرم
ڌوجا کي اوچو جهلي سچ ۽ نياءَ جي جئه ڪري. ڌرم ۽ پيچ
جي هيڏين لنبين ڳالهين ڪرڻ کان پوءِ هن بنا ڪارڻ جي
اسانجي بي عزتي ڪئي. ڪرشن انياءَ جي رستي جراسند کي
ماريو. اهڙي پاپيءَ کي اڳوان ڪري پوڄڻ ۾ ڪهڙو ڌرم آهي؟
اڄ کان پوءِ اسان کي گهرجي نه يڌشٽر کي پاپي ڪري ڪوٺيون.“

اڳتي هلي ششوپال ڪرشن ڏانهن مخاطب ٿي چيو: ”اي ڪرشن! تنهنجي ٻڌيءَ کي ڇا ٿيو هو جو تو اها غير واجبي عزت وٺڻ قبول ڪئي؟ پانڊون جي اکين لي ته سوارت جو ڙدو چڙهيل هو. ڇا تو پاڻ وساري ڇڏيو هو؟ ڇا جيڪي سانجون سندر پرميرانون آهن، سڀ ٻه تو ڀلائي ڇڏيون؟ هو ان جيڪو ديوتائن کي پيٺ ڪرڻو آهي سو جڏهن ڪري ٻوندو آهي ته ڪتو چوريءَ چوريءَ اهو کائي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح سان تو ٻه اها شيءِ همت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جنهنجي لائق تون ٻنهه ڪونه آهين. کهڙو نه مورک آهين تون! اها ڳالهه ٻه نٿو سمجهي سگهين ته هن ۾ تنهنجي عزت ڪانه آهي، بلڪ، هن طرح توسان ٺنواي ٿي ڪئي وڃي. توسان جيڪا هلت ڪئي ٿي وڃي، سا ائين آهي، جئن انڌي کي سهڻيون سندر شيون ڏيکارڻ؛ ڪنهن سندريءَ جي نپوسنڪ سان شادي ڪرائڻ.

صاف آهي ته جهڙو آهي هيءُ سمراٽ تيئڻ وارو يڌشٽر، لهڙوئي آهي ٻيو ڀيشم ۽ لهڙوئي هي نڪمو ڪرشن.“

اهڙيءَ ريت سخت لفظ ڳالهائي، ششوپال اٿي کڙو ٿيو ۽ ڪيترن ٻين راجائن کي شامل ڪري پنهنجي ناراضگي ظاهر ڪرڻ لاءِ سڀا منڊپ مان نڪري ويو.

يڌشٽر هنن جي پنيان ويو ۽ منيون منيون ڳالهيون ڪري کين ريجهائڻ لڳو. پر انهيءَ جو ڪو ٻه اثر ڪونه ٿيو. هو سڀ ڪروڌ اگنيءَ ۾ پي جاليا. ششوپال جي اهنڪار جو پارو ويو مٿي چڙهندو تانجو يڌ جي نوبت اچي پهتي. ڪرشڻ ۽ ششوپال دوبدو لڙڻ لڳا. انهيءَ لڙائيءَ ۾ ششوپال مارجي ويو.

## [٢٢]
## شڪني جو وارد ٿيڻ

راجسو يگه جي پوري ٿيڻ تي راجا، رشي ۽ متر لوڪ جيڪي

الي پڌاريا هئا، سي پنهنجي ماڳ موٽڻ لڳا. سڀني يڌشٽر کان موڪلايو. وياس به موڪلائڻ آيو. ڌرم پتر يڌشٽر اٿي ڪري اَدب سان هنکي پنهنجي پرسان وهاريو. وياس هن ريت ڌرم پتر کي چيو "اي ڪنتيءَ جا پتر! توکي اڄ سمراٽ جي اپاڌي ملي آهي. تون هر ريت انهيءَ جي يوڳ آهين. شل تنهنجي ڪري ڪورو ونش جو شان اَڳا به وڌيڪ وڌي. هاڻي موڪل ڏي ته مان پنهنجيءَ ڪٽيا ڏانهن وڃان."

يڌشٽر هن بزرگ وڏوان جا پير ڇهي ڪري چيو "هي مهان آچاريه! رڳو تون ئي منهنجا سنديه دور ڪري سگهين ٿو. وڏن وڏوانن جو چوڻ آهي ته اڳتي ڀيانڪ ڳالهيون ٿيڻ واريون آهن، اهڙا اهڃاڻ صاف ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڇا ششوپال جي قتل کان پوءِ اهي آپدائون ختم ٿي چڪيون، يا اَڃا هاڻي شروع ٿيون ٿين؟"

ڀڳوان وياس جواب ڏنو "تيرهن ورهيه جيڪي اچڻ وارا آهن تن ۾ ته اوهانجي مٿان ڏاڍيون آپدائون ۽ ڪشٽ اچڻ وارا آهن. جيڪي بدسوڻ ٿي رهيا آهن، سي ڏيکارين ٿا ته ڪتري ونش جي بربادي ٿيڻ واري آهي. ششوپال جي مرڻ ڪري اهي دک درد ختم ڪونه ٿيا آهن. هتوئين سوين راجائون ختم ٿيڻ وارا آهن. جيڪا پراڻي هلي چلي آهي، سا سموري بدلجي ويندي. توهان پنجن ڀائرن ۽ اوهانجي سؤٽن، ڌرتراشٽر جي پٽن جي وچ ۾ دشمني پيدا ٿيندي ۽ انهيءَ دشمنيءَ جي ڪري هيءَ آپدائون اينديون. آخر هڪ لڙائي ٿيندي جنهن ۾ سموري ڪتري ونش جو ڏڪ گهٽ ناس ٿيندو. هيءَ وڌاتا جوچڪر آهي، انهيءَ چڪر کي ڪوئي روڪي ڪونه سگهندو آهي. ڪرم ريکا کي ڪوئي ميٽي نه سگهندو آهي. هنن ڳالهين ڪري توکي اُداس ٿيڻ نه گهرجي، پر ڌيرج ڌري ڌرم ۽ نياءَ جي مارڳ تي هلڻ گهرجي. چڱو خبرداريءَ سان ويهي راڄ ڪر، هاڻي مان وڃان ٿو."

وياس جون ڳالهيون سڻي يڌشٽر کي چنتائون وڌيڪ وڌي ويون.
پوءِ هن پنهنجن ڀائرن کي سارو حال ٻڌايو ۽ وڌيڪ چيائين
"پگوان وياس جون ڳالهيون ٻڌي، مان خيالي ۽ مان بيزار ٿي
پيو آهيان. وياس جي چوڻ موجب منهنجي ڪارڻ ني ڪتري،
ڪل جو ناس ٿيندو. پوءِ منهنجي جيئڻ جو ڪهڙو سود آهي؟"
ارجن پنهنجي ڀاءُ کي دلاسو ڏيئي چيو "لون راجا آهين.
الهيءَ ڪري لوڪي ڏهبرائڻ اصل نه گهرجي. ڏيرج ۽ ڌريهءَ تا
سان هر آپدا جو مقابلو ڪرڻ اسانجو ڌرم آهي. اسانکي گهرجي
ته وقت جي نزاڪت خيال ۾ رکي سوچي سمجهي ئيڪ
قدم کڻون."
الي يڌشٽر وراڻيو "شل پربهو اسان تي ديا ڪري ۽ اسانکي
سنيءَ سمجهه جو پرساد ڏي. مان ته اڄ پرتگيا ڪريان ٿو ته
تيرهن ورهيه سالده مان ڪنهن سان به ڪوڙ نه ڳالهائيندس،
نه ڀائرن سان، نه سؤٽن ۽ ٻين مائٽن سان. اهڙو ڪو به ڪم نه
ڪندس جنهنڪري ونجوڳ پيدا ٿئي. ڪروڌ مان ئي دشمني
پيدا ٿيندي آهي. ڪاوڙ مان ئي قهر ايندو آهي. مان پالي
ڪري به ڪنهن سان ڪاوڙ نه ڪندس. ڪورون جي ڳالهه
جو به خيال رکندس. اهڙيءَ ريت پگوان وياس جي چتاءَ مان
لاڀ پرائيندس." يڌشٽر جي ڳالهه سندس ڀائرن کي به وڻي.
انهن به پڪو پهه پڇايو ته هو ڪنهن به طرح جهڳڙي فساد جو
ڪارڻ نه بڻبا.
جن واقعن جي انت ۾ ڪروکيتر جي خونخوار لڙائي ٿي تن
جي شروعات لڏهن ٿي جڏهن يڌشٽر کي ڪورون جؤا ڪرڻ
لاءِ للڪاريو. الهيءَ نياڳيءَ جوا ئي سموري بربادي آندي.
يڌشٽر سياڻو به هو، يڌشٽر ڌرماتما به هو. پوءِ به جؤا ڪرڻ
جي قبوليت ڇو ڏنائين؟
مکيه سبب ته اهو هو ته هن اهو پڪو ارادو ڪيو هو تہ
ڪنهن به طرح پنهنجن سؤٽن کي ناراض نه ڪندس. جؤا لاءِ

دوستاني طور سڏ ڏنيو. انهيءَ کان منهن ڪيئن موڙي؟ انهيءَ زماني ۾ اهو دستور هو ته ڪتري لوڪ داءُ هڻڻ کان انڪار ڪرڻ ۾ پنهنجي گهٽتائي سمجهندا هئا. يڌشٽر کي اهائي انتظاري هئي ته ڪنهن به ريت ڪورون کي ناراض نه ڪريان. انهيءَ انتظاريءَ مان ئي نفرت ۽ ناس جا زهريلا ٻج پيدا ٿيا. ماڻهو کهڙو به سياڻو هجي، کهڙا به سندر ۽ سنا هجن سندس ارادا، کهڙا به ڀلا ۽ پورا هجن سندس پر، ايشوري آسيس بنا سڀ اجايا آهن. وڏاڻا ورڻ آهي ته ساري ساڃهه ۽ سمجهه بيڪار آهي. پاڳ پليرو آهي ته پلون به بادشاهيءَ لئي ڀيڇائين ٿيون.

ڌرم پتر يڌشٽر کي اها چنتا لڳل هئي ته اهڙو يتن ڪريان، جنهن کان ڇڪ تاڻ پيدا نه ٿئي. هوڏانهن دريوڌن ايرکا جي آنچ ۾ جلي رهيو هو. راجسو يگ وقت هن ڏٺو هو ته پانڊو سک ۽ سمپتيءَ جا ڏٺي هئا. ونن ڌن ۽ ڌانيه جا انبار هئا. سندن دربار ۾ هنر ۽ ڪاريگريءَ جو ڪمال پئي ڏسڻ ۾ آيو. انجنيرن جيڪو محل ٺاهيو هو تنهن جي اڳيان اندرپوري به شرمندي ٿي ٿي. دروازا سڀ اُهيل هئا چمڪندڙ شفاف بلور جا. جت پاڻي هو ات سڪي پئي ڏسڻ ۾ آئي. جت سڪي هئي ات جل جون ڇوليون پئي پسيون. دريوڌن هنن ڏکوئيندڙن خيالن ۾ اهڙو محو هو جو ڪيس خبر ئي نه پيئي ته ڪوشڪني سندس پاسي ۾ بيٺو آهي ۽ کيس ڪجهه سمجهائي رهيو آهي.

دريوڌن کي جڏهن انهيءَ ڳالهه جي ياد آئي ته ايڪ راجا ڌرتراشٽر جا متر ۽ ساٿي آهن، تڏهن آهون ڪڍڻ لڳو ۽ سڏڪا ڀرڻ لڳو. اهو حال ڏسي شڪنيءَ چيو "پٽ ڇو ٿو وينو ٿڌا ساهه ڀرين؟ ڇو ٿو دک جي ساگر ۾ ٽٻيون ڏين؟"

دريوڌن چيو "اڄ يڌشٽر اندر جي سمان ٿو ڏسجي. راجائون ڪڏ ٿيا سيا ۾ وينا هئا، انهن جي سامهون شسوپال

کي مار يو و يو. ڪنهن کي به همت ڪانه ٿي جو ڪري انهيءَ ڳالهه جو پاؤ چڪي. ڪنتي بدلجي وئيس ٿي پيا. هنن يڌشٽر جي پريم ۽ مترتا جي خاطر پنهنجي آن ۽ عزت، پنهنجي زر ۽ زيور سڀ قربان ڪري ڇڏيا. هيءَ حال ڏسي ڪري دک نه ٿيندو ته ڇا ٿيندو؟ منهنجي جيئڻ مان لاڀ ئي ڪهڙو آهي؟"

شڪني دريوڌن کي هيئن سمجهايو "دريوڌن! پانڊو به تنهنجا ڀائر آهن. ائين واجب نه آهي ته تون ساڻن حسد ڪرين. هنن کي پنهنجو حقي واجبي ورثو مليو آهي. ڀاڳ سندن ساٿ ڏنو آهي. ڪنهن کي به ڏکوئڻ کان سواءِ هو وڌي ويجهي رهيا آهن. سندن سک ۽ سمپتيءَ ڪري توکي دک ڇو ٿيڻ گهرجي؟ توکي ڪهڙيءَ ڳالهه جي ڪمي آهي؟ تنهنجا ڀائر ۽ متر تنهنجي آگيا ۾ بيٺا آهن. دروڻاچاريه، اشوٿاما ۽ ڪرڻ جهڙا مهاوير تنهنجي پک ۾ آهن. ڀيشم، ڪرپاچاريه، جئدرٿ ۽ سومدت به توسان ٻڌل آهن. مان به توسان ٻڌل آهيان. تون چاهين ته سارو سنسار جيتي سگهين ٿو. اجايو دک نه ڪر."

هيءَ اپديش ٻڌي دريوڌن اليو "ماما شڪني! اها ڳالهه سچي آهي ته منهنجا گهڻيئي ساٿي آهن، پوءِ ڇو نه لڙائي ڪري اسين پانڊون کي اندرپرست مان هڪالي ڪڍون؟"

شڪنيءَ چيو "ائين ڪرڻ سولو ڪونه آهي. مونکي خبر آهي ته يڌشٽر کي ڪيئن اندرپرست مان هڪالي ڇڏجي ۽ سو به بنا رتوڇاڻ يا لڙائيءَ جي."

انهن لفظن تي دريوڌن جي اکين ۾ اميد جي چمڪ ڏسڻ ۾ آئي. پر انهيءَ ڳالهه لي ڪيس وشواس ڪونه ٿي ٿيو. انتظاري ظاهر ڪندي پڇيائين "ماما! اوهان سچ ٿا چئو؟ ڇا لڙائيءَ بنا پانڊون کي جيتي سگهبو؟ اوهانکي سچ پچ اهڙي رٿا خيال ۾ آهي؟"

شڪنيءَ چيو "دريوڌن! يڌشٽر کي پاري راند جي چاٽ

آهي. پر هنڪي راند ڪرڻ ايندي ئي ڪونہ آهي. جيڪڏهن اسين ڪيس راند لاءِ للڪار ڪنداسين، تہ هو ڪتري ڌرم جو ڌيان رکي انڪار ڪونہ ڪندو. مونکي هن راند جون سڀ حرڪتون ۽ حرفتون اينديون آهن. منهنجي مقابلي ۾ يڌشٽر هڪ اڻڄاڻ ٻالڪ آهي. تنهنجي بدران مان پارو اڇلائيندس اهڙيءَ ريت رت جي هڪ ڦڙي هارڻ ڪانسواءِ مان يڌشٽر جو راڄ ۽ دولت توکي هٿ ڪري ڏيندس."

## [٢٣]

## راند لاءِ للڪار

دريوڌن ۽ شڪني گڏجي ڪري ڌرتراشٽر وٽ ويا. شڪني ڳالهه ڇوري چيو "هي راجن! ڏسو تہ اوهانجو مربي پٽ دريوڌن ڳڻتين ۽ چنتائن جي ڪري ساڪو ٿي ويو آهي. سندس رت ئي سڪي ويئي آهي. توهان هن جي دک درد جو ڪو خيال ئي نٿا ڪريو. انهيءَ جو مطلب ڇا آهي؟"

ڌرتراشٽر هو موهہ جي ڦاسيءَ ۾ ڦاٿل، تنهنڪري دريوڌن کي ڀاڪر پاتاءِ. سورداس راجا چيو "پٽ! مونکي تہ تنهنجي چنتا جو ڪو بہ سبب ڏسڻ ۾ نٿو اچي. تو وٽ ڪنهن بہ ڳالهه جي ڪمي ڪانہ آهي. اڄ سڄو سنسار تنهنجي آڳيا مڃي رهيو آهي. تو وٽ ديوتائن جهڙا سک موجود آهن. پوءِ تون ڇو ٿو دک ۾ ڳرين؟ وڏي ۾ وڏن ودوانن توکي پاڙهيو آهي. تو ويد پڙهيو آهي. تو ڌنر وديا سکي آهي. ٻيا هنر ۽ فن بہ توکي معلوم آهن. تون منهنجو مربي پٽ آهين، انهيءَ ڪري تون ئي تخت ۽ تاج جو مالڪ آهين. انهيءَ هوندي بہ ڳڻتيون ڇو ٿو ڪرين، پٽ مونکي ڳالهه کولي ڪري ٻڌاءِ."

دريوڌن جواب ڏنو: "پتاجي! غريب ۽ شاهوڪار، راجا

۽ رنڪ سڀ ڪائين ٻيٽن تا ۽ ڪپڙا لٽا پورين ٿا. مان به ساڳيءَ ريت گذارو ڪري رهيو آهيان. اهڙيءَ حياتيءَ گذارڻ جو ڪهڙو لاڀ آهي؟"

پوءِ ته وينو هو روئندا روئڻ، هن وچوڙ اهي سڀ ڳالهيون پنهنجي پيءُ کي چئي ٻڌايون جن جي ڪري هنڪي ايرڪا جي آڳ جلائي رهي هئي. اندرپرستا جي سموري سچ ڏچ جو هن بيان ڪيو. سؤنن جو دبدبو ڏسي هنکي اهڙو دک ٿي ٿيو جهڙو جيڪر پنهنجي راج وڃائڻ ۾ به هنکي نه ٿئي ها. پوءِ زور سان چيائين: "ڪترين جو ڌرم ڪونه آهي. ڏکڻ، ڏرڻ ۽ ڏيا ڪرڻ سان راجائن جو آن، مان ۽ شان ڪم ٿي ويندا آهن. جڏهانڪر مون پانڊون جو دبدبو ۽ شان مان جي جهلڪ ڏٺي آهي، تڏهانڪر پنهنجي ڌن دولت مان منهنجو من لٿو ياپهجي. هي راجن! پانڊو وڌندا ويا آهن ۽ اسين پنتي پئجي ويا آهيون."

ڌرتراشٽر چيو: "هي پيارا پٽ! تون منهنجي پٽ راڻيءَ جو وڏو پٽ آهين. تون اسان جي شاهي خاندان جي شان ۽ مان جو ولي وارث آهين. پانڊون سان وير نه رک. مٽن مائٽن سان وير رکڻ ڪري موت ۽ دک جو منهن ڏسڻو پوندو. وري پانڊو آهن به نرانپراڌ، پڻاءِ نه تون سرل سڀاءَ يڌشٽر سان ڇو پالي آهي؟ يڌشٽر جي شان ۽ مان ۾ اسانجو به حصو آهي. پانڊون جا ۽ اسانجا ساٿي ساڳيا آهن. يڌشٽر جي من ۾ نه وير ورڌ آهي ئي ڪونه. تون ۽ يڌشٽر ٻئي ساڳي ونش جا وير پتر آهيو. شڪتيءَ ۾ ٻئي هڪ ٻئي جا مت پارڻ آهيو. پاڻ سان ايرڪا رکڻ نهي نه ٿي. جڏ حرص ۽ حسد ڪي."

جيتوڻيڪ ڌرتراشٽر پٽ جي موهه ۾ قاتل هو ته به ڪنهن نه ڪنهن وقت هو سچ چوڻ کان ڪونه هٻڪندو هو.

دريوڌن کي پيءُ جي صلاح ڪونه وڻي ۽ هن کي جواب به پوري ادب سان ڪونه ڏنائين. چيائين ته آدمي ڪيترو به پڙهيل

هجي، پر ساداري سمجهه کان سواءِ هو ائين آهي جئن سوادي سندر طعام پر کاڌو چمچو، ڪاڌ جي چمچي کي ڪهڙي خبر سلوڻن سوادن جي؟ توهان راڄنيتي شاستر ته خوب پڙهيا آهن، پر راڄ هلائڻ جو اوهان ۾ ڦهڙئي ڪانه آهي. توهانجي ڏنل صلاح مان اها ڳالهه پڌري آهي. رواجي سنسار جو وهنوار هڪ ڳالهه آهي ۽ راڄنيتي رمزون بلڪل ٻي ڳالهه. ڏسو ته آچاريه برهسپتي ڇا ٿو چوي: ”سهنشيلتا ۽ سنتوش رواجي لوڪن کي ته سونهن ٿا، پر راڄائي لڇڻن ۾ ننڍا ليکجن؟“ ڪتريءَ جو ڌرم آهي ته سدا سرودا سوڀ ۽ واڌاري جي چاهنا ڪندو رهي. سوڀ هٿ ڪرڻ لاءِ آچار ۽ اناچار جو سوال پيدا ئي ڪونه ٿو ٿئي.“ اهڙيءَ ريت دريوڌن ڳالهائيندو رهيو ۽ پنهنجي ڳالهه جي پشٽيءَ لاءِ راڄنيتي نيم ۽ مثال پيش ڪندو رهيو. وڪيلن جيان هن ڪچ کي سچ ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي.

الي شڪنيءَ ڳالهه کي ڪاٽي پنهنجي صلاح ڏيڻ شروع ڪئي. هن ٻڌايو ته ڪئين هو ڀاري راند ڪري يڌشٽر کي هار ڏئي سندس راڄ ڀاڳ سڀ هٿ ڪندو. اهڙيءَ ريت ٻنا لڙائي جي هو پنهنجو مطلب پورو ڪندو. آخر چيائين: ”اوهان رڳو ڪنتي پٽر کي راند لاءِ نيند موڪليو. باقي سڀ ڪم مان پورو ڪندس.“

دريوڌن انهيءَ ڳالهه جي تائيد ڪندي چيو: ”جيڪڏهن اوهان يڌشٽر کي راند لاءِ گهرائيندا ته شڪني رت جي هڪ ڦڙي هارڻ ٻنائي مونکي پانڊون جي دولت هٿ ڪري ڏيندو.“

ڌرتراشٽر جواب ۾ چيو ”اوهان جي رٿ مونکي نيڪ نٿي لڳي. اسانکي ودر کان صلاح وٺڻ گهرجي. هو اسانکي نيڪ نيڪ رستو ٻڌائيندو.“

ودر سان صلاح ڪرڻ جي ڳالهه دريوڌن کي بلڪل ڪين وڻي. هن چيو ”چاچو ودر ته رواجي ڌرم اڌرم ۽ نيتيءَ انيتيءَ

جون ڳالهيون ڪندو. انهن ڳالهين سان اسانجو مقصد تورو ئي پورو ٿيندو؟ راجا لوڪن جو انهن رواجي پاپ پنج جي ڳالهين سان ڪهڙو واسطو آهي؟ وياس ۽ ودر ته سدا ڌرم جي لاٽ ٿي لوندا رهندا آهن. سچ ته اهي ٻئي اسان جي رستي ۾ هڪ روڙو آهن. ودر آهي پانڊون جو پکپاتي. هنجو مون سان پريم ڪونه آهي. انهيءَ ڳالهه جي مونکي به خبر آهي ته اوهانکي به خبر آهي."

ڌرتراشٽر چيو "پانڊو زور وارا مڙس آهن. انهن کي ناراض ڪرڻ سياڻپ جو ڪم ڪونه آهي. ٻاري راند ڪرڻ ڪري هٿونئين دشمني وڌندي. انهيءَ مان جيڪو جوش پيدا ٿيندو، سو حد کان ٻاهر نڪري ويندو. انهيءَ ڪري منهنجو ته اهوئي رايو آهي ته هن خيال کي ڇڏي ڏيو."

پر دريوڌن پنهنجي ضد کان ڪونه مڙيو. هن وڌيڪ چيو "راجنيتي ڪيتر ۾ وڌي ۾ وڌي رمز اها آهي ته پڻ پولي جو ته خيال ئي نه ڪجي. راجا جو ڪم آهي ته ٻي ڌڙو ٿي هو پنهنجي رکيا ڪري. اڄ اسين پانڊون کان وڌيڪ زوردار آهيون لنهنڪري هن وقت ئي ڳالهه جو نرٽو ٿيڻ گهرجي. اهائي دوراندیشي آهي. اهائي اڳ ڳڻتي آهي. جيڪو وجهه گسي ويندو آهي، سو وري هٿ ڪونه ايندو آهي. ٻاري جي راند اسان تورو ئي هلائي آهي؟ پانڊون کي ڏکوئڻ لاءِ تورو ئي انهيءَ جي کوج ڪئي ويئي هئي؟ ڪترين جي لاءِ اها پرم پرا جي وندر آهي. جيڪڏهن رت وهائڻ کان سواءِ راند جي دواران اسانجو مطلب پورو ٿئي ٿو ته انهر ڪهڙي اربع خطا آهي؟"

ڌرتراشٽر چيو "پيارا پٽ مان پڌو ٿي چڪو آهيان. توکي جيڪي وڻي سو توں ڪر. پر اوهانجو رستو مونکي نه ٿو وڻي. مونکي پڪ آهي ته آخر توکي پڇتائڻو پوندو. ڪرم چڪر اهڙو آهي!"

ڌرتراشٽر پٽ کي گهڻوئي سمجهايو، گهڻوئي روڪيو، پر نيٺ ڏنائين ته دريوڌن جي دليل اڳيان سندس ڳالهه نٿي ٻيهي. وري هاڻي ڳالهائي ٿڪجي به پيو، سو لوڪر کي چيائين ته وڃي يڌشٽر کي سڏي اچ. انهيءَ هوندي به هن ودر سان ڳالهه ڪئي.

ودر چيس "اي راجن! هن ريت ته اسان جي پرِوار ۾ اهڙي ابرڪا جي آگ جلندي جا وسائي نه وسامندي ۽ ونش جو سرو ناش ٿيندو."

ڌرتراشٽر وراڻيو "جي پاڳ اسانجي پر آهي ته پوءِ هن راند مان مونکي ڪو ڊپُ پراو ڪونه آهي. پر جي قسمت ۾ لهاڳ ئي لکيو پيو آهي، ته پوءِ انهيءَ آپدا کي اسين روڪي ٿي ڪٿي سگهنداسين؟ سارو سنسار پاڳ چڪر جي آڌين هلي ٿو. ان ئي ڪنهنجو وس نٿو هلي. وڃ وڃي يڌشٽر کي منهنجي پارون راند لاءِ نيندڊ ڏي."

راجا جي آگيا پاڻي ودر يڌشٽر وٽ ويو.

جيتوڻيڪ ڌرتراشٽر کي وڏاٽا جي حرڪتن ۽ منش جي ڪرتوتن جي پوري پوري ڄاڻ هئي ته به هو موهه وس ۽ پنهنجي من جي نربلتا جي ڪري اڳيان جهڪيو.

[٣٤]

داءُ

ودر کي ڏسي ڪري يڌشٽر انتظاريءَ مان پڇيو "اوهان اهڙو اداس ڇو ٿا ڏسجو. هستناپور ۾ ته سڀ سک آهي. راجا ۽ راجڪمار سڀ خوش ته آهن؟"

ودر چيو "هستناپور ۾ سڀ خوش راضي آهن. اوهان پنهنجو حال ٻڌايو. مان راجا ڌرتراشٽر جي پارون لوڪي سڏڻ

آيو آهيان ته هاڻي ڪري راند جي لاءِ جيڪو ٺٺون حال ٿيو آهي، سو ڏس. اتي اوهان جي حال جهڙو سهڻو حال نهرايو ويو آهي. راجا جي مرضي آهي تون پاڻ سڏي اوڏانهن اچي حال ڏس ۽ پاري راند ڪري واپس موٽ."

يڌشٽر ودر جو رايو هٿ ڪرڻ لاءِ چيو: "پاري جي راند ڪري ڪترين ۾ جهڳڙا پيدا ٿيندا آهن. سياڻي آدميءَ جو ڪم آهي ته انهن کان پاسو ڪري. اسين هميشه توهانجي صلاح لي هلندا آهيون. چئو ته اسين ڇا ڪريون؟"

ودر جواب ۾ چيو: "سڀني کي خبر آهي ته پاري جي راند مان هزارين انرٿ پيدا ٿيندا آهن. مان ته پاڻ ڏاڍيو يتن ڪيو ته هيءَ نوبت نه اچي. پر راجا آگيا ڏني ته مان توکي راند لاءِ نياپو ڏيئي اچان، هاڻي جئن تنهنجي مرضي پوي تئن ڪر."

جيتوڻيڪ اشاري ۾ ودر يڌشٽر کي خبردار ڪيو ته به يڌشٽر پاڻکي روڪي نه سگهيو. پاڻ ۽ ڪٽنب جي ٻين پاتين سودو هستناپور ڏانهن روانو ٿيو.

سوال ٿي سگهي ٿو ته گيانوان يڌشٽر پنهنجو گيان وساري ڇو اهو چئلينج قبول ڪيو؟ انهيءَ پل جا ٻي سبب ٿي سگهن ٿا. ڪام چيشٽا، شراب جو شوق ۽ جوا جي چاٽ، اهي ٽي اهڙيون برايون آهن، جو آدمي ڏسندي وائسندي به انهن جي اثر هيٺ پنهنجين هٿن سان پاڻ پنهنجو ناس ڪندو آهي. کترين جي رواج موجب راند جي چئلينج کان انڪار ڪرڻ شان جي گهٽتائي سمجهي ويندي هئي. ٻيون سبب اهو آهي ته يڌشٽر وياس جي ڏنل چتاءَ وقت اهو پرڻ ڪيو هو ته هو ڪورون کي دانهن يا ناراضپي جو ڪو به سبب ڪو نه ڏيندو. انهيءَ ڪري هن نينڊ قبولڻ کان انڪار ڪو نه ڪيو. انهن سببن جي ڪري، ۽ جوا لاءِ پنهنجي دلي لاڙي ڪري يڌشٽر ڪوٺ قبول ڪئي ۽ هستناپور ڏانهن هليو. يڌشٽر پنهنجن

پاڻن ۾ پنهنجي عماي سوڌو انهيءَ محلات ۾ رهيو، جيڪو سندن لاءِ خاص ٺهرايو ويو هيو.

جڏهن هڪ ٻي جي آجيان ڪري چڪا، شڪنيءَ يڌشتر کي ٻڌايو ته راند لاءِ چوپڙ وڇائي پيئي آهي. اچ ته نصيب آزمايون.

يڌشتر چيو "راڄن! جوا ڪرڻ خراب آهي. جوا ۾ ڪٿ هار جو، همت، ويرتا ۾ سدگڻن سان واسطو ڪونه آهي. اَست، ديول ۽ ٻين ودوان رشين، جيڪي سنساري وهنوار جا به پورا ڄاڻو هئا، تن چيو آهي ته 'جوا ڪرڻ اجوڳ آهي. جوا ۾ ٺڳي ڪرڻي پوندي آهي.' هنن ائين پڻ چيو آهي ته 'کتري ڌرم جو ڌرم آهي يڌ ڪيتر ۾ جنگ جيتڻ.' اوهانکي انهن ڳالهين جي پوري ڄاڻ آهي."

يڌشتر کي جوا ڪرڻ جي چوش هئي، انهيءَ ڪري سندس اندر وارو مڙيوئي انهيءَ طرف مائل هو. انهيءَ ڪري سندس جيءَ اندر هڪ جنگ لڳل هئي. نرمل ٻڌي جوا جي ورڌ هئي، پر اشد سنچت سنسڪار جوا ڪرڻ ڏانهن جهڪيل هو. جيڪي هن شڪنيءَ سان ڳالهيون ٿي ڪيون تن مان الهن اندرينءَ چڪتاڻ جو اثر صاف صاف ڏسڻ ۾ پئي آيو. شڪني هو تيزفهم تنهن يڪدم يڌشتر جي اها ڪمزوري سهي ڪري ورتي. شڪنيءَ هن ريت دليل بازي ڪرڻ لڳو: "راند کيڏڻ ۾ ڪهڙو گناه آهي؟ جنگ ۾ به ڇا ٿيندو آهي؟ ويد جا ودوان جڏهن شاستر ارٿ ڪندا آهن، تڏهن هو ڇا ڪندا آهن؟ ودوان اڻپڙهيل کي جيتيندو آهي. طاقت وارو ڪمزور تي غالب پوندو آهي. جوڳ اجوڳ کان کٽندو آهي. تجربيڪار نول کي نهوڙي نيندو آهي. پاري راند ۾ به ساري انهيءَ جي آهي، جيڪو هوشيار آهي، جيڪو وڌيڪ شڪتيءَ وارو آهي، جيڪو پورو ڄاڻو آهي. توکي جيڪڏهن پڪ ٿئي ته پل راند نه ڪر، پر ڪوڙا بهانا نه بڻاءِ، اهي پتا دليل نه ڏي."

تنهنتي يڌشتر چيو: "ڀلا ٻڌايو ته مون سان کيڏيندو ڪير؟"

دريوڌن جواب ڏيندي چيو منهنجي بدران مامو شڪني ٻارو اڇلائيندو، پر داءَ ۾ جيڪي رتن جواهر رکيا ٿن جي پورت مان ڪندس."

يڌشٽر سمجهيو هيو ته دريوڌن راند ڪندو. دريوڌن کي جيتڻ ۾ يڌشٽر کي ويرم لڳيئي ڪانه ها. باقي شڪني هو پڪو پوڏو، پورو پورو استاد، جهڙي لهڙي ڏپ. يڌشٽر راند ڪرڻ کان هٻڪڻ لڳو سو چيائين: "اهو رواج ڪونه آهي ته هڪ آدمي ٻئي جي پارون ٻارو اڇلائي."

الي شڪنيءَ يڌشٽر تي ٽوڪزني ڪندي اليو "هاٿي وري ٻيو ٻهانو ٻڻائڻ هليو آهين! ڪليو چئه ته مونکي چئلينج قبول ڪرڻ کان انڪار آهي."

يڌشٽر آويش ۾ اچي ويو. عقل ۽ سمجهه کي ٽلانجلي ڏيئي چوڻ لڳو: "چڱو چڱو. مان راند ڪرڻ لاءِ تيار آهيان."

سڀا منڊپ ڪڇا ڪڇ ڀريل هو. تر ڇٽڻ جي به جاءِ ڪانه هئي. ديش جا مدبر ۽ بزرگ دروڻاچاريه، ڪرپاچاريه، ڀيشم، ودر ۽ ڌرتراشٽر براجمان هئا. جيتوڻيڪ هنن سمجهيو ٿي ته هن راند جو نتيجو سروناش ٿيندو، ڪين ڄاڻ هو ته آخر ۾ پوري پوري برٻادي ٿيندي، ته به هو انکي روڪڻ ۾ اسمرٿ هئا. انهيءَ ڪري سندن من ۾ دک هو. راجڪمار جيڪي الي موجود هئا سي راند کي ڏاڍي چاهه سان ڏسي رهيا هئا.

پهريون داءُ لڳو جواهرات تي. پوءِ وارو آيو سوني روپي خزاني جو. ٽيون داءُ لڳو گهوڙن ۽ رٿن تي. ٽيئي دفعا يڌشٽر جي هار ٿي. پوءِ يڌشٽر ساري لشڪر ۽ هاٿين جي بازي لڳائي. اهي به هارائي وينو. ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ته ٻارو شڪنيءَ جو ٻڌو ٻانهو آهي، جئن شڪنيءَ چاهيو ٿي تئن ٻارو چپ چاپ هليو ٿي.

آهسته آهسته يڌشٽر ڳانيون، مينهون، رڍون، ٻڪريون، ڳوٺ ڳوٺا سڀ هارائيندو ويو. جئن هاراياين ٿي تئن سندس

چاهه راند لاءِ وڏندو ٿي ويو. پوءِ پنجن ئي پانڊون جي شرير ٿي جيڪي ڳهه ڳهنا ۽ ڪپڙا لٽا پيا هئا، سي ڪري داءَ ۾ رکياءِ. اهي به هارائي وينو. انهيءَ هوندي به ڪمبختيءَ سندس پٺ ڪانه ڇڏي. هو شڪنيءَ جي حرفت جو برابر شڪار ٿيندو رهيو.

شڪنيءَ للڪاري پڇيو: "بڌاءِ ته ڪا بي شيءِ به اٿئي جا داءَ ۾ رکين." يڌشٽر چيو: "اجهو منهنجو ڀاءُ نڪل، سهديو ۽ سندر نيپ جيان نرمل آهي، هو منهنجو خزانو آهي. هاڻي انهيءَ لي بازي کيڏيان ٿو."

شڪني چيو: "ائين! تنهنجي پياري راجڪمار کي جيتڻ ۾ مونکي خوشي ٿيندي." ائين چئي هن پارو اڇليو ۽ بازي کٽي.

اهو حال ڏسي سڀا ۾ وينل نندا ۽ وڏا سڀ ڏڪي ويا! پر يڌشٽر مور نه ٽريو. زور سان چياءِ: "وٺ! هي منهنجو بيو ڀاءُ سهديو. هو هر هنر ۽ فن ۾ ماهر آهي. انهيءَ کي داءَ ۾ رکڻ واجب ته ڪونه آهي، ته به مان هن تي نصيب آزمائڻ چاهيان ٿو."

شڪنيءَ وري پارو اڇليو ته ساڳيوئي نتيجو ٿيو. خوش ٿي هن چيو: "سهديو به کٽيم."

پاپيءَ شڪني کي شڪ جاڳيو ته متان يڌشٽر وڌيڪ راند ڪرڻ کان گسائي، سو هن کي جوش ڏيارڻ لاءِ چياءِ: "ڀيم ۽ ارجن تنهنجا سڳا ڀائر آهن تنهنڪري توکي مادريءَ جي پٽن کان وڌيڪ پيارا آهن. مونکي خبر آهي ته تون انهن کي ڪڏهن به داءَ ۾ نه رکندين."

شڪنيءَ جا اهي شبد يڌشٽر جي دل ۾ ڪنڊي جيان چڀڻ لڳا. هو هر ريت نراش ٿي چڪو هو، سو مر يادا جا وڌيڪ ليڪا اورانگهڻ لاءِ جهٽ تيار ٿيو.

جوش ۾ اچي چياءِ: "اي مورک شڪني! ڇا تون اسان پانڊون جي وچ ۾ ڦوٽ وجهائڻ ٿو چاهين؟ تون سدا اڌرم جي

اوت وڻندو آهين، لوڪي کهڙي ڄاڻ اسان پاڻن جي ٻولي ٻڌي ۽ سنڌر سهڻي سنبنڌ جي؟ اڄهو وڻ ارجن، اهو ارجن جو اسان کي پار پهچائڻ وارو ٻيڙو آهي، اهو ارجن جيڪو وڻرتا ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، اهو ارجن جنهن پنيان وڃڻ جي ديوي ائين گهمندي آهي جئن پتورتا پتني پنهنجي پياري پتي ديو جي پنيان."

هي لفظ ٻڌندي ئي شڪنيءَ وري زور سان پاسو ڦٽو ڪيو ۽ هڪ ڪن ۾ داءُ کي جيتي، ارجن کي هٽ ڪيو.

نياڻي يڌشٽر کي ٻي وسو بنائي ڇڏيو هو. هار پنيان هار کائيندي، هو پاڳل ۽ هٺيلو ٿي ويو هو. سو ويو وڏيڪ ۽ وڏيڪ ڪڏ ۾ ڪرندو. سندس اکين ۾ پاڻي ڀري آيو، هنياءُ تي پٿر رکي چياءِ: "شڪني، يڌڪيتر ۾ ڀيمسين ئي اسانجو اڳوان ٿي رهيو آهي. هو ٻل ۾ اندر جو مٽ آهي. سندس نالو ٻڌي راڪس به ڪنبندا آهن. شرير جي شڪتي ۾ هن سنسار ۾ ڪوبه ساٽس ٻرميچي ڪونه سگهندو. هو ٻي عزتيءَ جو هڪ حرف به سهي نه سگهندو آهي. هاڻي انهيءَ کي مان ٻڌ طور جي ٻڙ ۾ رکان ٿو."

ڀيم تي بازي هڻڻ سان يڌشٽر پنهنجو پهلوان ڀاءُ به وڃائي وينو. تنهنتي شڪنيءَ پڇيو ته "باقي ڪجهه ٻيو به بچيو اٿئي ڇا؟" جهٽ يڌشٽر چيو: "مان پنهنجي شرير تي شرط ٿو ٻڌان. جي تو کٽيو ته مان تنهنجو داس ٿي رهندس."

ڀارو اڇلائيندي شڪنيءَ چيو: "ڏس ڏس، مون وري به کٽيو." ائين چئي هو اٿي کڙو ٿيو ۽ پنجن ئي پانڊون جا نالا پڪاري چياءِ ته نيم انوسار هي پنجئي منهنجا داس آهن. سڀيءَ سڀا ۾ سناٽو ڇانئجي ويو!

ٿوريءَ شانتيءَ کان پوءِ شڪنيءَ جا طرفدار سندس ساراهه ڪرڻ لڳا. پانڊون سان همدردي رکڻ وارا ترهه ترهه ڪرڻ لڳا. انهيءَ گوڙ بگوڙ جي وچ ۾ شڪنيءَ يڌشٽر کي چيو: "تو وٽ اڃا هڪ رتن موجود آهي. هاڻي انهيءَ تي داءُ هڻ.

جي لو ڪتيو نہ آزاد ٿي پوندين. هلاءِ راند ڪي وٺ پڪ هلاءِ.“
عقل جي انڌي، نااميديءَ جي ماريل يڌشٽر يڪ پڪ ڪري چيو: ”چڱو مان دروپديءَ لئي بازي لڳائڻ لاءِ تيار آهيان.“
جتي انهيءَ زماني جا مدبر ۽ بزرگ وينا هئا، اتي گڙ بڙ تيڻ لڳي ۽ جلد سڀني زور سان چيو: ”ڌڪار! ڌڪار! اچ ڪهڙو نہ اگر پاپ ٿي رهيو آهي!“
نرم دل وارا تہ سڏڪا ڀري رئڻ لڳا. ڪي جوش جي ڪري ڀڳهر ٿي ويا.
دريوڌن، دريوڌن جا يائر ۽ ڪرڻ خوشيءَ ۾ اچي ٽپڻ لڳي ويا. ڌرتراشٽر جي پٽن مان رڳو يُيتس هو جنهن شرم وچان ڪنڌ ڪري هيٺ ڪيو ۽ ٿڌا ساهہ ڀرڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ شڪنيءَ وري پارو اڇلايو ۽ زور سان چيو ”اجهو ڏسُ! دروپدي بہ مون کٽي ورتي.“
دريوڌن پنهنجي چاچي ودر کي چيو ”وڃ پاندون جي پياريءَ پتنيءَ دروپديءَ کي وٺي اچ. اچ کان پوءِ هنڪي اسان جي گهر ۾ ليپو بهاري ڪرڻي پوندي. چئيس تہ يڪدم اچي.“
ودر وراڻيو ”تون چريو تہ نہ ٿي پيو آهين؟ وڃين ٿو بربادي‌ءَ جي طرف ڀڄندو. اچ تنهنجي حالت انهيءَ آدميءَ جهڙي آهي، جيڪو هڪ اونهي انڌي کوهہ جي وچ ۾ سنهي ڏاڱي ۾ بدل لٽڪي رهيو هجي ۽ جيڪو ڪنهن بہ وقت ڏاڱي جي ڇڄڻ ڪري ڌو وڃي کوهہ ۾ ڪري. ذرا پنهنجيءَ نازڪ حالت جو ويچار ڪر ۽ ڇُهيلن واريون ڳالهيون ڇڏي، راجائي شان موافق هلت ڪر.
پوءِ ودر سڀا ۾ ويٺلن بزرگن ڏانهن نهاري چيو: ”ڪورون جو انت ويجهو اچي رهيو آهي، انهيءَ ڪري هو پنهنجي ڀلائيءَ جي ڳالهہ ٻڌڻ ئي ڪو نہ ٿا. ذرا خيال تہ ڪريو جڏهن يڌشٽر پاڻ هارائي چڪو هو، داس بڻجي چڪو هو،

تڏهن هو دروپد جي ڌيءَ کي داءَ ۾ ڪيئن ٿي رکي سگهيو؟"
ودر جون ڳالهيون ٻڌي دريوڌن کي غصو آيو. هن پنهنجي ڪوچوان پرتگاميءَ کي چيو: "ودر جو ته اسان سان ساڙ آهي. هو پانڊون کان ڊڪي ٿو. توکي نه ڪو ڊپ ٿيڻ گهرجي. اتي تون وڃي دروپديءَ کي ڪوٺي اچ."

[٢٥]

## دروپديءَ جو دل ڏاريندڙ ڏک

پرتگامي آگيا مڃيندي زناني ڪمري ڏانهن ويو. اتي وڃي دروپديءَ کي چياءِ: "هي راجڪماري، چوپڙ راند جي پوليلا يان ۾ قاسي يڌشٽر توکي هارائي ويٺو آهي. هاڻي تون دريوڌن جي وس ۾ آهين. مان دريوڌن جي آگيا سان هت آيو آهيان ته هلي ڪري تون سندس گهر ۾ نوڪرياڻيءَ جو ڪم ڪر."
هيءَ حيرت انگيز نيا پو ٻڌي دروپدي واٽري ٿي ويئي ۽ چياءِ: "پرتگامي تون چوين ڇا ٿو؟ اهڙو ڪو راجا آهي ڇا جو پنهنجي ڌرمپتني داءَ ۾ رکي؟ ڇا يڌشٽر وٽ ٻي ڪا شيءِ بازي لڳائڻ لاءِ ڪانه هئي؟"
پرتگامي جواب ۾ چيو: "هو اڳيئي سڀ ڪجهه وڃائي ويٺو هو ۽ توکان سواءِ وٽس ٻيو ڪجهه ڪونه هو جنهن تي ڪري داءَ لڳائي."
پوءِ نه پرتگاميءَ سموري ڳالهه منڊي کان پڇاڙيءَ تاءِ دروپديءَ کي ٻڌائي. ڳالهه اهڙي هئي جا ورپرشن جي دل کي به ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏي، جا جيڪر پٿر جي سيني ۾ سل ڪري ڏي. انهيءَ هوندي به دروپديءَ همت جهلي چيو: "اي ڪوچوان موٽي وڃ. جنهن راند ڪئي تنهن کان وڃي پڇ

تہ پهرين هن پاڻ هارايو يا پهرين پنهنجي زال هارائي. اهو سوال ڪائيءَ سڀا ۾ پڇج. انهيءَ جو جواب آڻي پوءِ مونکي وٺي هلج."

پرتگامي سڀا ۾ موٽي آيو ۽ اچي يڌشٽر کان دروپديءَ جو پڇيل جواب گهريائين. يڌشٽر اهڙو ڪجهه جهڙي ئي نه.

دريوڌن پرتگاميءَ کي وري حڪم ڪيو تہ هو دروپديءَ کي جهٽ وٺي اچي ۽ ڪيس چئي تہ پاڻ اچي دربار ۾ سوال جواب ڪري.

پرتگامي موٽي آيو ۽ اچي دروپديءَ کي چيائين تہ "ليڪ دريوڌن حڪم ڪيو آهي تہ تون سڀا ۾ هلي پاڻ سوال جواب ڪر."

دروپديءَ وري چيو: "پرتگامي مون ڪون هلنديس. تون موٽي وڃ ۽ وڃي سوال جي جواب جي گهر ڪر."

پرتگامي وري دربار ۾ آيو. انهيءَ تي دريوڌن کي ڏاڍي چڙ لڳي ۽ هن پنهنجي ڀاءُ دشاسن کي چيو: "پرتگامي مورک آهي ۽ ڀيم کان ڊڪي ٿو. وڃ وڃي دروپديءَ کي گهلي آءُ."

آگيا مڃيندي پاپي دشاسن ڪلندو ڪڏندو دروپديءَ جي طرف ويو. زور سان چيائين: "اچ! دير ڇو ٿي ڪرين. اڄ تون اسان جي ٿي چڪي آهين. اي سندري لڄ نہ ڪر. هاڻي جڏهن تون اسان جي ٿي چڪي آهين، تڏهن اسان جي اڇا موجب هلت ڪر. هل! سڀا ڏانهن هل."

ائين چئي هو جهٽو مارڻ لڳو. انهيءَ تي دروپدي ڏڪندي اٿي. جڏهن هرڻيءَ کي تير لڳندو آهي، تڏهن هوءَ ڦٿڪندي ڏاهون ڪندي آهي. ساڳيو حال ٿيو دروپديءَ جو. هوءَ بہ ٻيڪاريندي محل جي اندرين ڪوٺين ڏانهن پناهہ لاءِ ڀڄڻ لڳي. دشاسن پنيانس ڪاهي ويو ۽ ڪيس پڪڙي گهلڻ لڳو. هن دروپديءَ جا چڙا چوٽيون ڪوليون، سندس ڳهہ ڳٺا ڀڃي ٽڪر ٽڪر ڪيا. گهليندي، گهيندا ريندي ڪاهي آيس

دربار ۾. ڌرتراشٽر جي پٽن جي هن نيچ وهنوار جو ورنن ڪندي ڌرن تي ڏڪي.

جڏهن دروپدي سڀا ۾ پهتي لڏهن چت کي شانت ڪري هن ريت بزرگن کي عرض ڪياءِ: ”يڌشٽر چالاڪ هوشيار کيلاڙي جي ڦندي ۾ اچي ڦاٿو هو. هن سان دوکو ڪيو ويو. اوهان هنکي ڪٿن موڪل ڏني نه هو مونکي داءَ هڻي. جڏهن هو اڳ ئي داس ٿي چڪو هو، لڏهن هو ڪنهن به قسم جي بازي لڳائي ڪٿن ٿي سگهيو؟“

پوءِ ٻانهون ڊگهيون ڪري، آسمان ڏانهن نهاري درد ڀريءَ دل سان سڏڪا ڀريندي چياءِ: ”اوهانکي به مائر، ڀينر، ڌيئر ۽ استريون آهن. اوهان پنهنجي مائٽن جو کير پيتو آهي. مائري پريم ۽ مائري پوڄا جي اوهان کي خبر آهي. اوهانکي پنهنجن ڀينرن ۽ ڌيئرن جي عزت پياري آهي. جي اهي ڳالهيون سچيون آهن، جيڪڏهن اوهان جو ايشور ۾ وشواس آهي، جيڪڏهن اوهانکي ڌرم سان پريم آهي نه هن مصيبت جي وقت مونکي ٺڏ ٺڪي ڪري ڇڏي نه ڏيو. منهنجي سوال جو پورو پورو جواب ڏيو.“

دروپديءَ جا هٽين ڏاريندڙ لفظ ٻڌي ۽ سندس هٽڙي دکي دشا ڏسي سڀ بزرگ شرم جا ماريا اکيون هيٺ ڪري ويهي رهيا. پر ڀيمسين جي دل ۾ طوفان کڙو ٿي پيو ۽ دل جي ٻخار هلڪي ڪرڻ لاءِ هن شينهن واري گجگوڙ ڪري چيو: ”اي يڌشٽر اهي ڌنڌوڙي جواري جيڪي مر يادا جا ليڪا لنگهي موالي ٿي چڪا آهن، سي پنهنجي سينڌين کي به داءِ ۾ نه رکندا آهن. پر انڌ جي گهوڙي تي سوار ٿي دروپد جي دلاريءَ کي نوڪري داءِ ۾ رکيو. ڌورت ۽ دشت هنجو اپمان ڪري رهيا آهن. پانچاليءَ کي ڪيڏي نه پيڙا ڦٽي آهي! هيڏي انڌير ۽ الياءَ کي مان سهي لتو سگهان. لنهنجي ڪرٽي هي گهور پاپ ٿيو آهي. سهديو وڃ، ڪٿان

پرلدڙ ٻنڌي ڪٺي آءُ ته مان انهن هٿن کي ساڙي ڀسم ڪريان، جن هٿن ڀارن راند ڪئي.“ ارجن اهي لفظ ٻڌي چيو: ”ڀائرا! سنڀال. تو اڳ نه ڪڏهن ائين ڪونه ڳالهايو آهي. اڄ توکي ڇا ٿيو آهي؟ اسانجي دشمنن وڏي ڄار پکيڙي آهي. سڄي سازش اسانجي سمجهه ۾ بگاڙ پيدا ڪيو آهي ۽ اسانکان پاپ ڪرم ڪرايو آهي. جيڪڏهن اسين انهيءَ ڄار ۾ ڦاسي وياسين ته پوءِ اسانجي دشمنن جي دلي مراد پوري ٿيندي. انهيءَ ڪري اسانکي ڏاڍو خبردار ٿيڻ گهرجي.“

اهي لفظ ٻڌي ڀيم ڏاڍي جتنن سان پنهنجي ڪروڌ کي روڪيو. پنچاليءَ جي پيڙا ڏسي ڌرتراشٽر جي پٽ وڪرڻ کي ڏاڍو دک ٿيو. هي نوجوان اٿي هن ريت چوڻ لڳو: ”اي ويرکنتريو! سڀ مگر ڇاتي ڇو وينا آهيو؟ مونکي خبر آهي ته مان اوهانجي اڳيان هڪ ٻالڪڙو آهيان. پر اوهان جو چپ کي چولو لائي وينا آهيو، تنهنڪري لاچار ڳالهايان ٿو. ڌيان سان ٻڌو! يڌشٽر هڪ گهري سازش جو شڪار ٿيو آهي. هن دروپدي ديويءَ کي تڏهن وقت داءَ ۾ رکيو، جڏهن ڪيس ائين ڪرڻ جو ڪو به اڌڪار ڪونه هو. دروپدي اڪيلي يڌشٽر جي ڪونه آهي. انهيءَ ڪري هيءُ داءُ اياءَ ڀي ٻڌل آهي. تنهن کان سواءِ يڌشٽر اڳيرئي پاڻ هارائي چڪو هو. هو ٻئي جو داس هو. هو آزاد آدمي ڪونه هو. هنکي ڪو به حق ڪونه هو ته دروپديءَ لي بازي لڳائي. وري دروپديءَ لي داءَ لڳائڻ جي آڇ شڪنيءَ ڪئي. اها ڳالهه جوئڙ راند جي نيمن جي ورڌ آهي، ورودي پڪ جي آدميءَ کي اهو اڌڪار ڪونه آهي ته هو داءَ جي چيز يا قيمت مقرر ڪري. اهو اعتراض به ويچارڻ جهڙو آهي. انهن دليلن کي خيال ۾ رکي مان چوان ٿو ته دروپدي نيم انوسار ڪونه کٽي وئي آهي.“

جڏهن وڪرڻ پنهنجي وکترتا پوري ڪري چڪو، تڏهن بزرگن جو هوش ٺڪاڻي آيو، سندن من تان اڳيان جو

ٻڌو ڏور تي ويو ۽ سڀ چوڻ لڳا: ”ڌرم جي جئه، پاپ جي ڪئه.“

انتي ڪرڻ ڪاوڙجي ويو ۽ چوڻ لڳو: ”وڪرڻ تون اڃا ٻچو آهين. هت سيا ۾ ايترا سارا ٻڍا پرش وينا آهن. انهن جي وڃي توکي اها جرئت ڪئن ٿي جو وڏي ڌرم اڌرم جون ڳالهيون ڪيون اٿئي؟ آيو آهي وڏو ساشتر وينا! پنهنجي اگيان ۽ ابهرائيءَ ڪري ون الهيءَ ڪل جو ناش ڪري رهيو آهين جنهن ۾ تون ڄايو نپنيو آهين. *ارڻيءَ کي رڳڙڻ سان آگ پيدا ٿيندي آهي. انت ۾ اها آگ ارڻيءَ کي ئي ساڙي ڀسم ڪندي آهي. تون به ارڻيءَ جي آگ جيان آهين. گندو ٻڪي پنهنجي آکيڙي کي ئي ڪنو ڪندو آهي. يڌشٽر جڏهن آزاد هو، تڏهن هن ڀهرين داءَ ۾ ئي پنهنجيءَ ساريءَ ملڪيت جي بازي لڳائي هئي. ساريءَ ملڪيت ۾ دروپدي به اچي ويئي. دروپدي شروع ۾ ئي شڪنيءَ جي ملڪيت ٿي چڪي هئي. انهيءَ ڳالهه تي وڏيڪ وادوواد ڪرڻ جو ضرور ڪونه آهي. پانڊون جي بدن تي جيڪي ڪپڙا آهن، سي به شڪنيءَ جي ملڪيت ٿي چڪا آهن. او دشاسن پانڊون جا ڪپڙا لاهي ۽ دروپديءَ جا وستر ڪانئس ڪسي شڪنيءَ کي ڏي.“

پانڊون جڏهن ڪرڻ جا هي ڪوڙا لفظ ٻڌا، تڏهن هنن پنهنجو پاڻ پنهنجا ٻاهريان وستر لاهي ڦٽي ڪيا، انهن جو اهو ٻرڻ هو ته ڌرم ۽ پرلشنا جو مارگ اصل نه ڇڏيندا سين ڇاهي ڪهڙا به ڪشٽ اچن.

انتي دشاسن دروپديءَ ڏانهن ڊوڙي ويو ۽ سندس ڪپڙن لاهڻ لاءِ تيار ٿيو. هاڻي جڏهن دروپديءَ ڏٺو ته مرت لوڪ جو ڪو به آدمي سندس سهايتا ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه آهي،

*ارڻي، اها ڪانيءَ جي لڪري آهي جنهن کي هون لاءِ آگ پيدا ڪرڻ لاءِ ٻيءَ ڪانيءَ سان مهٽبو آهي.

تڏهن هوءَ ڀڳوان ڪي مدد لاءِ ٻاڏائڻ لڳي. ”اي! ساري جڳت جا سوامي! هي منهنجي پوڄا جا پاتر! هي منهنجي وشواس جا ڏاتي! تون ئي منهنجو رکوالو آهين. مان تنهنجي پناهه پيئي آهيان. ڪرپا ڪري مون نڌر جو آڌار ٿيءُ. تون منهنجي لڄ رک. تون منهنجي رکيا ڪر.“ ائين چئي هوءَ بي هوش ٿي پيئي. دشاسن نرلڄ ٿي، دروپديءَ جا وستر لاهڻ شروع ڪيا. سڀ ڀدر پرش هيءُ نظارو ڏسي ڪنبڻ لڳا ۽ شرم وچان اکيون ڪري پاسي ڪيائون. عين انهيءَ وقت هڪ چمتڪار ٿيو. جڏهن دشاسن هڪ وستر لاتو ٿي، تڏهن دروپديءَ جي بدن تي ٻيو وستر چڙهي ٿي ويو. دشاسن ويو وستر لاهيندو ۽ ڍڳ ٺاهيندو. نيٺ هٽي ٿڪجي پيو. ساري سڀا هيءُ درشيه ڏسي ڪنبي اٿي ۽ ڀڳوان جي پيارن ڳوڙها ڳاڙيندي انهيءَ پرم پريتم جي پرشنسا ڪرڻ شروع ڪئي.

اتي ڀيم جوش ۾ ڪرڪندڙ چپن سان هن ريت قسم ڪيو: ”جيڪڏهن مان هن پاپيءَ دشاسن جو سينو ڦاڙي سندس هردي جي رت نه پيان ته هن ڀرت جي ڪل جي جوڌن جو شل پل ۾ به سرڳ ۾ ڀيڙ نه ٿئي.“

اوچتو گدڙ ڪوڪون ڪرڻ لڳا، گڏهه هينگون ڏيڻ لڳا، شڪاري پکي ڀيانڪ آواز ڪرڻ لڳا. انهن سونڻن مان صاف هو ته وڏي آپدا ڀرت جي ونش مٿان اچڻي آهي.

ڌرتراشٽر هاڻي محسوس ڪيو ته هن جوا جي ڪري سندس ونش جو ضرور ناس ٿيندو. سو ڪڙ لاءِ همت ڏيکاري سڀا ڏانهن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. دروپديءَ کي پنهنجي پاسي ۾ وهاري هو ساڻس مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. پوءِ هن يڌشٽر کي چيو ”تون نراپراڌ آهين. دڳ جا ڪک به توکي آسيس ٿا ڪن. تون ڪنهنکي به دشمن ڪونه سمجهندو آهين. ذرا اداراتا سان وهنوار ڪر، دريوڌن کي سندس ڪيل پاپ معاف ڪر، ۽ سڀ قصي کي وساري ڇڏ. پنهنجو راڄ ڪاڄ

ڌن دولت ۽ ٻيو سڀ سامان موٽائي ورتو. آزاد ٿي ۽ آباد ٿيو. اندرپرست ڏانهن موٽي ڪري وڃي راڄ ڪر." پانڊون ڌرتراشٽر جي هنن ڳالهين ۾ پريوءَ جي وچتر ليلا جو چمتڪار ڏٺو ۽ اچرج ۽ اچنبي ۾ پئجي پنهنجي وطن وريا. پر ارمان جو هن پليتڙي پاڳ گهڻو جٽاءُ ڪونه ڪيو.

يڌشٽر ۽ سندس ڀائرن جي اسهڻ کان پوءِ، ڪورون جي سڀا ۾ لنبو چوڙو وادوواد هليو. دشاسن، شڪنيءَ ۽ ڪن ٻين دريوڌن کي چيڙايو. الهيءَ لئي دريوڌن پنهنجي پتا کي ڏوراپا ڏيڻ ۽ طعنا هڻڻ شروع ڪيا. چي "جڏهن اسين پنهنجن رٿن ۾ پوريءَ ريت ڪامياب ٿي چڪا هئاسين، تڏهن اوهان سڄو ڀينگو ٿي پاري ڪري ڇڏيو." هن پوءِ برهسپتي جي نيتي شاستر مان پرماڻ ڏيئي اها ڳالهه سدّ ڪرڻ چاهي ته زبردست دشمن جي ناس ڪرڻ لاءِ ڪوبه هٿيار، ڪوبه وسيلو اعتراض جوڳو نه آهي. هن وڌيڪ پانڊون جي شڪتيءَ ۽ بل جو وستار ڪيو ۽ چيو ته "پانڊون کي جيتڻ جو هڪ ئي رستو آهي، سو آهي ڇل ول ۽ حرفت بازيءَ جو ۽ سندن ڌرمي ڀاونا ۽ اهنڪار ۽ ايمان جي ڪمزورين جو پورو پورو لاڀ وٺڻ جو. ڪوبه سومان پسند کتري چوپڙ راند ڪرڻ جي چئلينج قبولڻ کان انڪار نٿو ڪري سگهي. اهڙيءَ ريت ٻڌي ٻاهتڙيءَ ۾ آيل، ممتا جي ماريل، ڌرتراشٽر کان دريوڌن اها ڳالهه قبول ڪرائي ته يڌشٽر کي وري ٻاري ڪرڻ لاءِ للڪار ڪجي.

يڌشٽر اڃا اندرپرست ڏانهن روانو ٿي چڪو هو، سو يڪدم قاصد کي هن جي پٺيان پڄايو ويو. يڌشٽر اندرپرست ۾ پهتو ئي ڪونه هو ته قاصد کيس مليو ۽ ڌرتراشٽر جي پاران کيس چوپڙ لاءِ نيند ڏناءِ. اهو نياپو ٻڌي يڌشٽر چيو "ڀلائي ۽ برائي ورڌاتا جي آڌين آهي. ڪرم ريکا کي ڪوئي ميٽي ڪونه سگهندو آهي. امر کي ڪير آڏو اچي سگهندو؟ جيڪڏهن

وري راند ڪرڻي آهي، نہ پل ٽئي. راند لاءِ للڪارڪي اونائڻ ڪنرين جو ڌرم آهي. چڱو مان سويڪار ڪريان ٿو.“ وياس مهراج سچ چيو آهي ”سونو هرڻ نہ ڪڏهن ٿيو، نہ ڪڏهن ٿيندو، نہ ڪنهن ٻڌو نہ ڪنهن ڏٺو، تہ بہ رام اهڙيءَ مرگ ترشنا جي پنيان ڇو پيو؟ جڏهن آپدا اچڻ واري هوندي آهي، تڏهن بڌي پرشٽ ٿي پوندي آهي، مت مارجي ويندي آهي.“

ڌرم پتر هستناپور موٽي آيو. لوڪن گهڻوئي سمجهايو ۽ روڪيو تہ بہ هوشڪنيءَ سان راند ڪرڻ لاءِ سنيري وينو. انهن پڇي ڏسڻ ۾ آيو تہ ڪال ڀڳوان جي ڪيل ۾ يڌشٽر هڪ ٻوٽ جيان هلي رهيو هو. جئن ڪٺ پتلي جي ڏوري بازيگر جي هٿ ۾ ٿيندي آهي تئن يڌشٽر جي مهار وڌاتا جي هٿ هئي. پرٿويءَ ٿي بار وڌي ويو هو. ڪال ڀڳوان کي اهو هلڪو ڪرڻو هو. انهيءَ لاءِ يڌ جي ضرورت هئي. هيءُ سڀ سانباهہ هئا انهيءَ پرلئہ روپي يڌ جا.

هن دفعي راند جو شرط اهو هو تہ جيڪا ڌر هارائيندي سا ٻارهن ورهيہ بنواس ڀوڳيندي ۽ تيرهون ورهيہ اگيات ۾ رهندي. اهڙيءَ طرح زير زمين هلي ويندي جئن ڪنهنکي پتو نہ پوي. جي پڪڙجي پيئي تہ وري ساڳيا ٻارهن ورهيہ بنواس ڏسندي.

يڌشٽر جي نصيب ۾ هار لکيل هئي، سو هن دفعي بہ هارايائين. سڀا ۾ وينل سڀني لوڪن شرم وچان منهن ڪري هيٺ ڪيو.

## [٢٦]

## ڌرتراشٽر جي چنتا

پانڊو ولڪل ڀيري بنواس ڏانهن روانا ٿيا. سندن آخرين

درشن ڪرڻ لاءِ نگرواسي رستن تي صفون ڪري بيٺا. هنن بنواسين کي ودائي ڏيڻ لاءِ هزارين لوڪ وڻن تي، منارن تي، ماڙين تي ۽ اٽارين تي وينا رهيا. اهي راجڪمار جي مولين سان جڙيلن رٿن ۾ چڙهندا هئا، جي شاندار هاٿين جي سواري ڪندا هئا، سي پيرين پنڌ جهنگل ڏانهن ٿي ويا. اڳ ساڻن گڏ ڪلونت ۽ ڳايڪ مٺا سندر سر آلاپيندا ويندا هئا. اڄ کين ڏسي لوڪ روڄ ۽ راڙي ۾ لڳا پيا هئا. ڪيترن هاءِ هاءِ پئي ڪئي. سون پئي آکيو "ڇا ڀڳوان کي نند اچي وئي آهي؟ ڇا ايشور هي انياءُ ۽ اتياچار ڏسي نٿو سگهي ڇا؟"

ڌرتراشٽر ودر کي گهرائي ڪانئس پانڊون جي روانگيءَ جو سمورو احوال ورتو.

ودر جواب ۾ چيو "ڪنتي پتر يڌشٽر جو منهن اُگهڙيل سان ڍڪيل هو. ڀيم هنجي ٻنهي ٻانهن تي ويو. ڀيم شرم لڪائڻ لاءِ پنهنجو منهن ڪري ٻانهن تي رکيو هو. ارجن رستي تي واري پئي ڇٽڪائيندو ويو. نڪل ۽ سهديو پنهنجي شرير تي مٽي ڪري مليل هئي ۽ ٻئي يڌشٽر جي ٻنهيان پير پير ۾ پائي ٿي ويا. دروپدي ڌرم پتر سان گڏ هئي. سندس سڄو چهرو کلين وارن سان ڍڪيو پيو هو ۽ سندس اکين مان لڙڪ لڙي رهيا هئا. پروهت ڌؤميه هنن سان گڏ هو. هن سارو وقت ساموبد جي انهن منترن جو گان ٿي ڪيو، جي منتر يمديوتا جي ساراهه ۾ چيل آهن."

هيءَ ڳالهيون ٻڌي ڌرتراشٽر کي ڀؤ ۽ چنتا ورائي وئي. ڏاڍيءَ انتظاريءَ مان هن ودر کان پڇيو "ڀلا ٻڌاءِ ته نگرواسين ڇا پئي چيو؟"

ودر ورائيو "مهاراج! مان نگرواسين جا هوبهو شبد اوهان کي ٻڌائيندس." گهڻن" چيو پئي "اسان جا نيتائون اڄ هليا ويا. ڌڪار هجي ڪورو ونش جي بزرگن تي جن هن انڌير کي نه روڪيو. لوڀي ڌرتراشٽر ۽ سندس پٽن پنج آتما پانڊوءَ جي

پٽن کي بنواس ڏنو آهي. نگرواسي اهڙيءَ ريت اسان کي ڏوھہ ڏيئي رهيا آهن. هوڏانهن بادلن بنا کنوڻ خوب کنوي رهي آهي ۽ ڌرتي زور سان ڌڏي رهي آهي. بيا به انيڪ بدسوڻ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.“

ڌرتراشٽر ۽ ودر ائين ڳالهيون ڪري رهيا هئا ته ناردمني اچي اوچتو ڪتان نڪتو. هن ڪِھوشنا ڪئي ته ”اڄ کان چوڏهن ورهيه پوءِ دريوڌن جي هن پاپ جي ڪري ڪورو ناش ٿي ويندا.“ ائين چئي هو انترڌيان ٿي ويو.

دريوڌن ۽ سندس ساٿي هيءَ ڳالهہ ٻڌي، ڏڄي ويا. انهيءَ ڪري هو دروڻاچاريہ وٽ وڃي کيس نويدن ڪرڻ لڳا ته ”ڪنهن به صورت ۾ اسان کي ڇڏي نہ وڃ.“

دروڻ گنڀير منهن ڪري چيو ”گياني جو ويچار آهي ته پانڊو ديوتائن جا اوتار آهن. انهيءَ ڪري هو اجيت آهن. هو ڪنهن جي به وَس جا ڪونہ آهن. مونکي به اها ڄاڻ آهي. ڌرتراشٽر جي پٽن منهنجي شرڻ ورتي آهي. انهيءَ ڪري مان کين رڻ ۾ ڪونہ رولينداس. جيڪي ڪجهہ پڄندو سو سڀ ڪجهہ مان ڪندس. مان دل وجان سان سندن مدد ڪندس. پر ورڌاتا جي اڳيان ڪنهنجي ڪانہ هلندي آهي. جڏهن بنواس جو مدو پورو ٿيندو، تڏهن پانڊو خوب ڪروڌ ۾ ڀرجي موٽندا. مونکي خبر آهي ته ڪروڌ ڪهڙي بلا ٿيندي آهي. ڪروڌ جي ڪري مون راجا دروپد کي سنگهاسن تان لاٿو ۽ سندن اپمان ڪيو. انهيءَ اپمان جو بدلو چڪائڻ لاءِ ۽ مونکي مارڻ لاءِ هن گهوڙ تپسيا ڪري ايشور کان ور گهريو. انهيءَ لپ جو ڦل آهي جو هنکي ڌرشٽديمن جهڙو

*کنوڻ تڏهن کنوندي آهي، جڏهن آسمان ۾ ڪڪر هوندا آهن. ڪڪرن بنا کنوڻ جو کنوڻ غيرقدرتي آهي، انهيءَ ڪري هو ڪنهن ايندڙ آپدا جو اهڃاڻ سمجهيو آهي.

پٽ پڙ پيو آهي. منهنجي شروعءَ دروپد جي پانڊون سان نه رڳو گهري دوستي تي آهي، پر ٻنهي جي مائٽي به ڳنڍي آهي. هيءُ سارو چڪر وڏانا مونکي مارڻ لاءِ هلائي رهيو آهي، اهڙو گهٽڻ لوڪن جو خيال آهي. توهانجا جيڪي ڪارناما آهن، سي لوڪن جي انهيءَ راءِ جو سمرٿن ڪن ٿا، مان اوهانکي خبردار ڪريان ٿو. جيڪي ڀڳ ڀاڳ اوهانکي ڪرڻا هجن سي ڪري وٺو. جيڪو پنج ڌرم اوهانکي ڪمائڻو هجي، سو جلد ڪمايو. جيڪو سک ماڻڻو هجيؤ تنهنجي ماڻڻ ۾ به دير نه وجهو. جيڪي ڀوڳ ڀوڳڻا هجنو سي سيگهه ۾ ڀوڳي ڇڏيو. دير مدار نه ڪريو. چوڏهين ورهيه ۾ اوهان لئي وڏي وپدا اچڻي آهي. دريوڌن منهنجي صلاح مڃين نه پانڊون سان صلح ڪر. انهيءَ ۾ توهانجو ڀلو آهي، منهنجي اها راءِ آهي، اڳتي اوهانجي مرضي."

دروڻ جون هي ڳالهيون دريوڌن کي باڪل نه آئڙيون.

## سنجيه جو ڌرتراشٽر جو سان سمواد

سنجيه ڌرتراشٽر کان پڇيو: "راجن! اڄ ڪالهه اوهان اهترو دکي ڇو ٿا گذاريو؟"

انهيءَ تي سورداس راجا جواب ڏنو: "پانڊون کي دکي ڪري پنهنجو دشمن بنائڻ کان پوءِ مان سک جي ننڊ ڪئين سمهي سگهندس؟"

سنجيه جواب ڏيندي اليو: "جنهن آدميءَ کي نياڳ ورائيندو آهي، تنهنجي ٻهريون ٻڌي التي ٿي پوندي آهي، هو ڀلائيءَ کي برائي ۽ برائيءَ کي ڀلائي ڪري سمجهندو آهي. عام چوڻي آهي 'ايشور رسي نه مت کسي هٿي ڪونه هٿيار.'

ورڌانا ڏنڊا هٿي تورونئي ڪنهنجو متو قوڙيندي آهي جنهنکي ڏنڊ ڏيڻو هوندو اٿس، انهيءَ جي ٻڌي ابتي ڪري ڇڏيندي آهي. هو غلط ڪم کي ڀلائي سمجهي برائيءَ جو ٻج

چٽي ويهندو آهي ۽ پنهنجو ٻارڻ دک جي ساگر ۾ وجي ڪرندو آهي. تنهنجي پٽن جو ٻه اهڙوئي حال آهي. هنن دروپديءَ جو اپمان ڪري پنهنجي پير تي ٻارڻ ڪهاڙو هنيو آهي."

ڌرتراشٽر پڇتاءُ ظاهر ڪندي چيو: "گياناوان ودر مونکي اهڙي صلاح ڏني هئي، جا نيتيءَ ۽ نياءَ جي انڪول هئي. پر مان هنجي صلاح کي نوڪر هٽي، مورک دريوڌن جي ڳالهه ڪري رکي، هاءِ! مان ڏاڍو دوکو کاڌو."

## ودر جو رساڻو ۽ پرچاءُ

ودر وري ڌرتراشٽر کي صلاح ڏيندو هو ته پانڊون سان صلح ڪري. هو کيس چوندو هو ته "تنهنجي پٽ گهور پاپ ڪيو آهي. ڌرم پتر سان ٺڳي ٿي آهي. تنهنجو اهو فرض هو ته تون پنهنجي پٽ کي پاپ جي پٽ کان روڪين، ڌرم جي راهه تي وٺي هلين ها، هاڻي ٻه اهڙو پربند ڪر جئن تنهنجو ڏنل راڄ وري پانڊون کي ملي. ڀڌشٽر کي ٻن مان گهرائي وٺ ۽ هن سان ٺاهه ڪر. جيڪڏهين دريوڌن واجبي ڳالهه صلح سانت ۾ مڃڻ لاءِ تيار نه ٿئي ته کيس زوريءَ ڳالهه مڃاءِ."

ڌرتراشٽر ودر کي پنهنجو ڀلو چاهيندڙ ڪري ليکيندو هو. هوائين ٻه سمجهندو هو ته ودر ڪائنس وڌيڪ ڏاهو آهي. انهيءَ ڪري ڀهر ڀن ڀهر ڀن هو ودر جون ڳالهيون ڏاڍيءَ گنڀيرتا ۽ ڌيان سان ٻڌندو هو. پر ودر جون هي ڌرم جون دهايون بار بار ٻڌي ڪري هو بيزار ٿي پيو. هڪ ڏينهن ته هي ڏاڍو ڪڪ ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو: "اي ودر! تون هميشه پانڊون جي ئي طرفداري ڪندو آهين ۽ منهنجي پٽن جون شڪايتون ڪندو آهين. توکي اسانجي ڀلائيءَ جو اونو ڪونه آهي. دريوڌن مون مان پيدا ٿيو آهي. هو منهنجي جگر جو ٽڪر آهي. مان هنکي ڪهڙي اکر ڇڏيان! تون مونکي اهڙي اسوياويڪ صلاح ڇو ٿو ڏين؟ منهنجو تو مان وشواس نڪري

ويو آهي. تنهنجي مرضي پوي ته پل پانڊون وٽ هليو وڃ."

اهي لفظ چئي هن منهن ڪري ٻئي پاسي ڪيو ۽ چپ چاپ اندر بن ڪمري ڏانهن هليو ويو.

ودر کي هاٿي پڪ ٿي ته ڪورون جي وناش جو وقت اچي سر تي بيٺو آهي. دکيءَ دل سان هو هڪ تکي رٿ تي سوار ٿي انهيءَ بن ڏانهن روانو ٿيو، جت پانڊو رهيا پيا هئا.

ودر جي وڃڻ کان پوءِ ڌرتراشٽر کي ڏاڍو پڇتاءُ ٿيو. هن جوش ۾ اچي اوندو رستو اختيار ڪيو هيو. ودوان ۽ سمجهدار ودر سندس ساٿي ۽ صلاحڪار هو. انهيءَ کي ڪيڏي چڏياءِ. ودر هليو ويو پانڊون وٽ. انهيءَ ڪري پانڊون جي شڪتي گهڻ تيڻ جي ٻدران هتوئين وڌي. اهڙا خيال ڪندي هن سنجيه کي نياپو موڪلي پاڻ وٽ گهرايو. جڏهن سنجيه آيو تڏهن کيس چياءِ ته "وڃ وڃي ودر کي موٽائي وٺي اچ. هنکي وڃي چؤ ته ڏکن ڏولائن جي ماريل هڪ نياڳي موهه ۾ قاتل پتا جي پل معاف ڪر."

سنجيه پڇندو ويو بن ڏانهن. اتي ڏٺاءِ ته پانڊو مرگهه ڇالائون اوڍي وينا آهن ۽ رشين مڻين سان ڌرم چرچا ۾ لڳا پيا آهن. ودر به سندن وچ ۾ وينو وارتالاپ ڪري ۽ ٻڌي. هن ودر کي راجا جو نياپو ڏنو ۽ کيس چياءِ جيڪڏهن تون واپس نه ورندي ته ڌرتراشٽر دل شڪستو ٿي موت جو بک ٿي ويندو.

ودر هو ڌرم جو اوتار، ديا جو سروپ، پريم جو پتلو، سو پنهنجي ڀاءُ جي پلائيءَ ڪاڻ جهٽ هستناپور ڏانهن موٽي آيو.

ڌرتراشٽر ودر کي گلي لڳايو ۽ ٻئي ڀائر پريم وچان رئڻ لڳا. سندن گوڙهن سندن پيدن کي لوڙهي ڇڏيو.

## رشيءَ جو سراپ

هڪ رشيءَ ميٽرييه ڌرتراشٽر جي دربار ۾ اچي سهڙيو. راجا سندس چڱيءَ طرح آڌرڀاءُ ڪئي. رشي راجا کي

راضي ٿيو. ڌرتراشٽر هٿ جوڙي ڪانئس پڇيو: ”ڀڳوان اوهان ڪروُ جهنگل ۾ منهنجي ڀائٽين پانڊون کي ضرور ڏٺو هوندو. اهي خوش راضي ته آهن؟ ڇا هو سمورو وقت جهنگل ۾ ئي گذارڻ چاهين ٿا؟ اسانجي ونش ۾ پريم جي ڌارا گهٽجي ته ڪانه وينديءَ؟ ڪرپا ڪري منهنجي من جا سنديهه دور ڪريو.“

رشيءَ اُتر ڏيندي چيو ”اتفاق سان مونکي يڌشٽر ڪاميڪ بن ۾ مليو هو. انهيءَ وقت بن جا رشي مني ساڻس ملڻ آيا هئا. هستناپور ۾ جيڪي ٿيو واپريو هيو، اهو سمورو احوال هن اسانکي ڏنو. مونکي عجب لڳو ته توهانجي ۽ ڀيشم جي جيئندي اهڙيون ڳالهيون ڪئن ٿيون.“

انهيءَ کان پوءِ رشي دريوڌن سان مليو. دريوڌن کي چيائين ته ”تنهنجي ڀلائي انهيءَ ۾ آهي ته پانڊون سان صلح ڪر. انهن کي ستاءِ نه. خيال ڪر ته پانڊو نه رڳو پاڻ شڪتي شالي آهن، پر ڪرشن ۽ ڊروپد ۾ سندن مائٽ آهن.“ دريوڌن رشيءَ جي ڳالهه ٻڌي اٽڪڏي ڪري ڇڏي ۽ ڪيس ڪو جواب ڪونه ڏنو. هو هٿوئين ڪلڻ لڳو ۽ پنهنجن سٿرن تي ڏڪ هڻندي پيرن سان ڌرتي کوٽيندو رهيو.

اِني رشيءَ کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. هن دريوڌن ڏي گهور ڪري چيو ”توکي ايڏو اَيمان چڙهي ويو آهي؟ مان تو تنهنجي ڀلائيءَ جي ڳالهه ڇوان ۽ تون سٿرن کي ڏڪ هڻي تو منهنجي مخول اُڏائين. ياد ڪر ته ڀيمسين تنهنجون سٿرون پنهنجي گدا سان ڀڃندو ۽ تون جنگ جي ميدان ۾ مرندين.“

اِني ڌرتراشٽر ٽپ ڏيئي اُٿيو ۽ رشيءَ جي پيرن تي ڪري ڪميا لاءِ پرارٿنا ڪندو رهيو.

رشيءَ ڌرتراشٽر جي آزي نيزاري ڏسي چيو ”جيڪڏهن دريوڌن پانڊون سان صلح ڪندو ته پوءِ منهنجو سراپ ڪونه لڳندو. ٻيءَ حالت ۾ سراپ ضرور پورو پورو اثر ڏيکاريندو.“ ائين چئي رشي سوَنڌ پائي سيا مان چپ چاپ اُٿي ويو.

مهاڀارت جي ڪٿا آهي ته پراچين ڪال جي وارتا. پر منش جو سڀاءُ اڄ به ساڳيو آهي. اڄ به ڪروڌ ۽ ڏڪار انسان کي برباديءَ جي طرف گهلي رهي آهي. هنسا کي نه لحاظ آهي عمر جو، نه وقت جي اوستائن جو. انهي اڳيان ننڍو وڏو، استري پرش سڀ هڪ آهن. جيڪڏهن ڪروڌ جي وقت اسين هيءَ اڌياءُ پڙهنداسين ۽ انتي پورو ويچار ڪنداسين ته پوءِ بيوقوفيءَ کي ڇڏي سياڻپ اختيار ڪنداسين؛ پاپ کان پاسو ڪري پنج جي راهه وٺنداسين.

[٢٧]

## ڪرشن جي پرتگيا

ڪرشن ششوپال کي وچ سڀا ۾ ڪٺو هو. اها خبر سندس مترشالوَ کي پهتي. هن کي ڏاڍو غصو آيو. هو دوارڪا لئي ڪاهي ويو. ڪرشن اڃا دوارڪا موٽيو ڪونه هو. نگر جي رکيا جو ڪم بڌي اگرسين کي ڪرڻو پيو.

دوارڪا جو درگ قدرتيءَ ريت ڏاڍو مضبوط هو. لگر اڏيل هو بيٽ تي. سمنڊ لتاڙڻ بنا ڪو به دشمن درگ تي ڪاهي نٿي سگهيو. وري اڏڻ وارن به انهي رکيا جو پورو پورو پربند ڪري ڇڏيو هو. اهڙيءَ ريت درگ نهرايو هئائون جو هزارين جوڌا منجهس ائين لڪيا وينا هجن، جئن سندن تير دشمن کي لڳن، پر دشمن جا تير مٿن اثر ئي ڪونه ڪن. نازڪ وقت لاءِ ڪيتريون زير زمين سرنگهون ناهي ڇڏيون هئائون. قلعي ۾ انيڪ پرڪارن جا هٿيار موجود هئا. دشمن تي وسڪاري ڪرڻ لاءِ پٿرن جا به انبار ناهي رکيا هئائون. بارود جا گدام به ڀريا پيا هئا. جڏهن شالوَ جي حملي جي ڳالهه اگرسين بڌي، تڏهن هن وڏ يڪ خبرداري ڪئي ۽

پنهنجا ٻيڙا مضبوط ٺاهيا. سمنڊ پار ڪرڻ لاءِ جيڪي پليون ٺهيل هيون، سي سڀ ڊهرائي ڇڏيائين. جهازن کي ڪاهيءَ ۾ اچڻ کان روڪي ڇڏيائين. ساريءَ ڪاهيءَ ۾ لوهي جون تيز ڇنبن واريون شيخون کوڙائي ڇڏيائين. دروازن تي وري ڪنڊن واريون تارون هڻائي ڇڏيائين. حڪم ڪيائين ته ڪوبه آدمي بنا پرواني جي نگر کان ٻاهر نه وڃي، نڪي ڪو پرواني بنا نگر ۾ پرويش ڪري. بناوٽي پروانا نه ٺهن، انهيءَ لاءِ هر پرواني تي سرڪاري مهر جو لڳڻ لازمي ٺهرايو ويو. بازيگرن، ڪيلازين، نٽن ۽ نٽين کي شهر نيڪالي ڏني وئي. شراب پيئڻ تي سخت بندش وڌي وئي. سئنڪن جو ويتن وڌايو ويو ۽ اهڙو پربند ڪيو ويو جنهن سپاهين کي سندن پگهار نيڪ سمي تي ملي.

ديوارن جي نئين سر مرمت ڪئي وئي ۽ سوين سيوڪ ڀرتي ڪيا ويا. ڀرتي ڪرڻ کان اڳ سندن پوري پوري جاچ پڙتال ڪئي وئي.

ايتري خبرداري ڪئي وئي ته به شالو جي شڪتيءَ ڪري سپاهين ۽ عام خلق بنهي کي ڏاڍيون سختيون سهڻيون پيون. جڏهن ڪرشن کي خبر پئي ته ڪيئن دشمن سندس پياري وطن کي گهيرو وڌو آهي ۽ ڪيئن سندس همروطني تڪليفون سهي رهيا آهن، تڏهن هو لشڪر تيار ڪري شالو تي ڪاهي آيو. شالو ڪرشن جي حملي اڳيان بيهي ڪونه سگهيو ۽ گهيرو بند ڪري گهر موٽيو.

جڏهن ڪرشن دوارڪا ۾ پير پاتو تڏهن کيس خبر پئي ته هستناپور ۾ ڪهڙا ڪارا ڪم ٿي چڪا آهن ۽ ڪيئن پانڊو بن ۾ ڀٽڪي رهيا آهن. خبر ملڻ شرط ڪرشن ڪرو بن ڏانهن روانو ٿيو. ڪرشن سان گڏ ڀوج ۽ ورشني جاتيءَ جا ڪيترا جوان به بن ڏانهن راهي ٿيا. چيديءَ جو راجا ڌرشٽ ڪيتو

۽ ڪئڪيئي ديش جا ڪئي ويا ڪٽري ٻه ٻن جي طرف هليا. اهڙيءَ ريت ٻن ۾ هڪ چڱي چوکي سٽا اچي ليا ٽي. سيني کي دريوڌن لي غصو هو. سيني يڪ آواز چيو "ڌرلي ماٽا پياسي آهي. اسين الهن پاپي ڪورون جي رت سان ڀرٿويءَ ماٽا کي راضي ڪنداسين."

جڏهن آيل مهمان پنهنجي من جو بار هلڪو ڪري چڪا لڏهن دروپدي ڪرشن سان ماي. هن ميٺهن ٽمندين اکين سان گهٽيل آواز ۾، سڏڪا ڀريندي چيو "جڏهن پاپي دشاسن مونکي ڀريءَ سڀا ۾ گهلي آيو، لڏهن منهنجي ٻدن لي رکو هڪ ڪپڙو هو. ڌرتراشٽر جي پٽن منهنجو ڏاڍو اپمان ڪيو، مون سان ڏاڍيون ٽنوليون ڪيون. پاپين انين سمجهيو ٿ مان سندن ٻانهي آهيان. انهن مون سان اهڙي هلت هلي جهڙي داسين سان هلبي آهي. ڌرتراشٽر ۽ ڀيشم کي ٻه اها ڪل ڪانه پيئي ته مان ڪنهنجي ڌيءَ آهيان، مان ڪئن لاڏ ڪوڏ سان پلي آهيان. انڌن اُئين ٻه نه چاتو ته مان سندن لنهن آهيان. پانڊو ٻه هن بي عزتيءَ کي روڪي ڪونه سگهيا. دشٽ منهنجو اپمان ڪندا رهيا ۽ ساري سڀا لماشو ڏسندي رهي. نه ڀيم جو ٻل ڪم آيو، نه ارجن جو گانڊيو ڌنش ڪارگر ٿيو. اهڙيءَ حالت ۾ ڪمزور ۾ ڪمزور آدمي ٻه جوش ۾ اچي ويندو آهي ۽ پنهنجي شرم جو بچاءُ ڪندو آهي ۽ آلتائيءَ کي هڪ ڌڪ سان ڌرتيءَ تي ليٽائي ڇڏيندو آهي. ويا دروپد جي ڌيءَ، پنج آتما پانڊوءَ جي نُنهن هوندي ٻه اهڙيءَ وقت مان ٽدر نماڻي اناٿ ٿي پيس. دشٽن منهنجا چٽا ڪولي مونکي گهليو، پر ڪنهن چون ٻه نه ڪئي. پانڊو پرسڌ پهلوان آهن، ته ٻه دريوڌن اڃا جيئي ٿو. جنهن پاپيءَ جي چوڻ لي منهنجي هيءَ بي عزتي ٿي آهي، لنهنڪي جڳ ۾ جيئڻ جو ڪهڙو اڌڪار آهي؟ هن قسم جي بي حرمتيءَ کان منهنجي زندگي زهر ٿي پيئي آهي. اپمان جي جيئڻ کان مرڻ بهتر

آهي. *مڌو سوڌن! اڄ مونکي نه پت آهي، نه پتي آهي، نه مت آهه نه مائٽ آهه. اڄ تون ئي منهنجو ڪولو رهيو آهين."

ڳالهائيندي ڳالهائيندي دروپديءَ جا چپ ڦرڪڻ لڳا، سندس هٿ پير ڪنبڻ لڳا ۽ هوءَ وڌيڪ ڪجهه نه سگهي.

دروپديءَ جا دل چيريندڙ لفظ ٻڌي ڪرشن هنيکي دلاسا ڏيڻ لڳو. ڀڳوان چيو "ڀيڻ جن تنهنجو اپمان ڪيو آهي، تن سڀني جا لاش چيريا ڦاڙيا خون ۾ رڱيل هارايل لڙائيءَ جي ميدان ۾ پيا رلندا. ڳڻتي نه ڪر، اکيون اگهه. مان پرتگيا ٿو ڪريان ته تنهنجي اپمان جو پورو پورو بدلو چڪايو ويندو. مان هر ريت پانڊون کي مدد ڪندس. تون نيڻ مهاراڻي بڻبينءَ. آڀ ڪٽي ڪري پوي، هماليه پهاڙ ڪري ٽڪر ٽڪر ٿئي، ڌرتي ڪري ٻچي پري پوي، سمنڊ ڪري سڪي وڃي، ته به ڪرشن جي پرتگيا ڀڳ نه ٿيندي. منهنجو وچن اٽل رهندو. مان قسم ٿو کڻان." ائين چئي ڪرشن پڪو پڻ ڪيو. اهو پڻ گيتا ۾ چيل ڪرشن جي وچن سان ٺهڪي اچي ٿو. مهراج چيو آهي "سادن جي رکيا، دشٽن جي وناش لاءِ ۽ ڌرم جي جٿ ڪرڻ لاءِ مان يگ يگ ۾ جنم وٺندو آهيان."

ڪرشن جا هيءُ شبد سڻي دروپديءَ جو من پرچي آيو. هوءَ هنجون هاريندي ارجن ڏانهن نهارڻ لڳي. ارجن چيو "هي مرگهه نئني! ڪرشن جا شبد ڪڏهن نه ٽرندا، تون ڌيرج ڌر."

ڌرشٽديمن به ڀيڻ کي دلاسو ڏيئي چيو "ڪرشن ۽ ارجن جون پرتگيائون ضرور پوريون ٿينديون. ڪورون جو پاپ ڪين ڪائي پورو ڪندو. مان دروڻاچاريه کي ماريندس. شکنڊي ڀيشم کي پورو ڪندو. ڀيم، پاپي دريوڌن ۽ سندس ڀائرن کي يمپوريءَ جو راهي بڻائيندو. سوٽ پٽ ڪرڻ کي ارجن ڪهندو."

---

*ڪرشن مڌوءَ نالي راڪس کي ماريو هو، تنهنڪري مٿس اهو نالو پيو.

پوءِ ڪرشن چيو: ”جڏهن لولي هيءَ آيدا آئي هئي تڏهن مان دوارڪا ۾ ڪونه هيس. جي مان اُتي هجان ها ته اچي ڪري هن چوپڙ جي راند کي ئي روڪايان ها. بنا سڏ جي مان اچي اُتي حاضر ٿيان ها. دروڻاچاريه، ڪرپاچاريه ۽ ٻين بزرگن جي ستل سمجهه کي جاڳايان ها ۽ کين سندن ڌرم جي يادگيري ڏياريان ها؛ هر ريت ڪوشش ڪري هن برباديءَ آڻيندڙ راند کي روڪيان ها. جڏهن شڪنيءَ توهان سان دولاب ٿي ڪيو تڏهن مان شالو سان اُڙڻ ۾ لڳل هيس. جڏهن مان شالو کي جيتي چڪس، تڏهن ئي مونکي ٻاري راند ۽ انهي گندن نتيجن جو پتو پيو. ڏک ٿو ٿئيم جو تنهنجي درد جو يڪدم علاج نٿو ڪري سگهان. پر ليت انهيءَ جو علاج ڪرڻو پوندو ۽ ضرور ڪبو، جڏهن درياءَ جو بند ڀڄندو آهي، تڏهن انکي وري نئين سر ٺاهبو آهي. پر جيسين بند ٺهي ئي نٿي تيسين ڪجهه پاڻي ته ضرور وهي ويندو.“

پوءِ ڪرشن سڀني کان موڪلائي دوارڪا ڏانهن موٽيو. سڀدرا ۽ سندس پٽ ابيمنيو کي به پاڻ سان گڏ وٺي ويو. ڌرشتديمن وري پنهنجيءَ ڀيڻ دروپديءَ ۽ سندس پٽن کي پنچال ديش ڏانهن وٺي ويو.

## [۲۸]

## پاش پتاستر

## يڌشٽر ۽ ڀيم جو بحث

بنواس جي شروعات جي ڏينهن ۾ ڀيم ۽ دروپدي يڌشٽر سان خوب بحث ڪندا هئا. هنن جو چوڻ هو ته واجبي ريت ڪروڌ ڪرڻ ڪترين جو ڌرم آهي. چپ ڪري بي عزتي سهڻ ۽ اپمان ليڻا جي وقت سنتوش ڪرڻ ڪتريءَ جي گراوت جو

ڪ'رڻ آهي. هو بحث ڪرڻ وقت خوب جوش ۾ ايندا هئا ۽ وڏن وڏن شاسترن جا پرماڻ پيش ڪندا هئا. پنڊتُر بلڪل شانت رهندو هو ۽ رڳو چوندو هو ته "اسانکي پنهنجي پرلگيا پالڻ گهرجي. سهن شيلتا هر منش لاءِ هڪ زيور آهي. سچ ته مانهوءَ جو وڏي ۾ وڏو گڻ شيلتا آهي." ڀيمر جي صبر جو پيالو پر ٿي چڪو هو. هنجي اندر ۾ آگ ٿي جلي. هنجي نظر ۾ ڪترين کي ريڍن جيان چپ ڪري ان ۾ ويهڻ واجب نه هو. هنجو خيال هو ته يڪدم دريوڌن کي ماري راڄ هٿ ڪجي.

ڀيمر پنڊتر کي چيو "توهين ته ويد پاٺين جهڙيون ڳالهيون ٿو ڪريو. هو ويچارا ڇندن جي سرن ۽ آلاپن ۾ ئي اٽڪيا رهندا آهن. منترن جو مطلب جاڻن سندن دشمن. تنهنجي بڌي ڀرشٽ ٿي چڪي آهي. تنهنجو جنم ته ڪتري ڪل ۾ ٿيو آهي، پر تنهنجا ويچار ۽ وهنوار ڪترين جي سڀاوَ جي وپريت آهي. تنهنجي ورتي برهمڻن جهڙي ٿي وئي آهي. توکي خبر آهي ته شاسترن جي آگيا آهي ته ڪتريءَ کي دل جو مضبوط ٿيڻ گهرجي ۽ هنکي ساهس رکي شاندار ڪم ڪرڻ گهرجن. ائين واجب نه آهي ته اسين ڌرتراشٽر جي پاپي پٽن کي ائين ڇڏي ڏيون. انهيءَ ڪتريءَ جو جنم ئي اجايو آهي، جيڪو دغاباز دشمن کي نه دبائي. مهنجو رايو آهي ته دغاباز دشمن کي مارڻ سان جيڪڏهن نرڪ جو منهن ڏسڻو پوي، ته انهيءَ نرڪ کي به سرڳ سمجهڻ گهرجي. تنهنجي سهن شيلتا ته اسانجي سيني کي ساڙي ڪلور ڪري رهي آهي. اهو صبر اسانکي رات ڏينهن جلائي رهيو آهي. انهيءَ ڪري ته اسان جي نيڻن ۾ ننڊ ئي ڪانه آهي. هنن بدمعاشن اسانجو راڄ کسي ورتو آهي ۽ انهيءَ مان خوب موجون ڪري رهيا آهن. توهين ڀاول ڀوت جيان سٿل سڙهه ٿيو پيو آهين. توهين چوين ٿو ته اسانکي پنهنجي پرلگيا ڀنگ ڪرڻ نه گهرجي.

پر ائين ڪرڻ اسمجهو آهي. ارجن، جنهنجو نالو ديشان ديش
مشهور آهي، سو اگيات واس ۾ ڪيئن رهي سگهندو؟ همالي
کي به ڪو ڳاهه جي هڪ پڙيءَ سان لڪائي سگهبو؟ ارجن،
نڪل ۽ سهديو ٽيئي شينهن مڙس آهن. اهي ڪيئن سڄو سال
ڪال رهندا؟ پلا دروپدي جنهنجي ساريءَ هند ۾ هاڪ
آهي، سا ٻاهر نڪرندي ۽ لوڪن کان لڪي رهندي؟ ڳهيان
جهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين. هيءُ نه ٿيڻ جهڙا ڪم ڪري اسين
ڪريون ٻه، ته به دريوڌن جا دوت اسانکي ڳولهي ڦولهي
لهندا. هن پرتگيا کي پاڙڻ اسمجهو آهي. اهو شرط وڌو ئي انهيءَ
لاءِ ويو آهي ته اسين وري وري رلندا رهون. شاستر به منهنجيءَ
ڳالهه جو سمرٿن ڪن ٿا. الي چيل آهي ته لاچاري حالت ۾
جيڪا پرتگيا ڪئي ويندي آهي، سا پرتگيا، پرتگيا آهي ئي
ڪونه. آدمي ٿورو پرائشچت ڪري پاڻ کي انهيءَ کان مڪت
ڪري سگهي ٿو. ڏاڍ تي بوجهه، ته ضرور وجهڻو پوندو آهي،
پر انهيءَ خسيس پاپ جو اهوئي پرائشچت آهي ته انکي ڳاهه
جي هڪ مٺ ڪري کارائجي. انهيءَ ڪري اهو پڪو ارادو
ڪر ته شتروءَ کي مارينداس. ڪتريءَ لاءِ انهيءَ کان وڌيڪ
ڪو ڌرم جو ڪم ڪونه آهي."

ڀيمسين پنهنجن دليلن پيش ڪرڻ ۾ ٿڪبو ئي ڪونه هو.
هوڏانهن دروپدي بار بار پنهنجيءَ بي عزتيءَ جي ڳالهه ڪندي
رهندي هئي. هوءَ ڏاڍي ڏک سان انهن جنين جو ورنن ڪندي
رهندي هئي جي ڪرڻ، دشاسن ۽ دريوڌن هن سان ڪيون
هيون. تنهنکان سواءِ هوءَ شاسترن جا به انيڪ پرماڻ ڏيندي
هئي. اهي پرماڻ ٻڌي يڌشٽر ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويندو هو. هن
ڏٺو ته ڌرمي ڳالهين جو ڀيمسين ۽ دروپديءَ تي ڪو اثر
نٿو پوي، تنهنڪري هو نيتي شاسترن جون ڳالهيون ڪرڻ
لڳو ۽ پنا پرماڻ پيش ڪرڻ لڳو. وري ارٿ شاستر ۽
راجنيتي شاسترن جا حوالا ڏيئي چوڻ لڳو: "ڏسو ته ڀؤر شروا،

دروڻاچاريه، ڀيشم، اشوٿاما جهڙا وير جوڌا اسانجي دشمنن جي طرف آهن. درپوڌن ۽ سندس ڀائر به ڏاڍا وڏا ويڙهاڪ آهن. ڪيترا راوت، راول ۽ بلوان راجا هنن سان ٻڌل آهن. انهن برابر آهي ته ڀيشم ۽ دروڻاچاريه کي دريوڌن لاءِ حب ڪانه آهي، ته به هنن ۾ اها جرئت ڪانه آهي جو هنجو طرف ڇڏين. دريوڌن جي واسطي هو لڙائيءَ جي ميدان ۾ پنهنجا پراڻ گنوائڻ لاءِ به تيار ٿيندا. ڪرڻ جو ته خيال ڪريو. ڏاڍو وڏو ويڙهاڪ آهي. ڪرڻ جي ٻين هٿيارن هلائڻ جي پوري ڄاڻ آهي. نه رڳو هو ڀاڻ وير بهادر آهي، پر هو ڪماني به ڪمال جو آهي. وري ڏس جي لتيجي جي اڪيلي ڪير ڪري سگهندو؟ خبر نه آهي ته ڪير ٿو ڪامياب ٿئي. انهيءَ ڪري ابهرا نه ٿيو."

پوءِ وياس مهراج جي صلاح موجب ارجن هماليه پهاڙ ڏانهن وڃي ٿو. هنجو مطلب هو ته اتي خوب تپسيا ڪري ديوتائن کان نوان هٿيار هٿ ڪري اچان. وڃڻ کان اڳ ارجن پنچاليءَ کان موڪلائڻ ويو. دروپديءَ کيس موڪل ڏيندي چيو "او ڏنجيه! شل تنهنجو اديش پورو ٿئي. شل تنهنجو ڪارج سڌ ٿئي. جنهن منورت لاءِ ڪنتيءَ توکي ڄڻيو هو شل اهو منورت پورڻ ٿئي. شل سندس سڀ اڇائون سڦل ٿين. اسانجو سک، اسان جي سمپتي، اسان جو مان، اسان جي پرتشٺا، بلڪ اسان جو جيون به تنهنجي ڪاميابيءَ سان ٻڌل آهي. هٿيار هٿ ڪري جلد سک سان موٽي اچج."

ٻالهايو دروپديءَ تي، پر هن وارتا ۾ پاونائون پريل هيون ماتا ڪنتيءَ جون.

ارجن گهاٽن جهنگلن مان لنگهندي، جبل جهاڳيندي، ٽڪر ٽاڪيندي اچي اندر ڪيد نالي چوٽيءَ تي پهتو. اتي کيس هڪ ٻڍو برهمڻ مليو. برهمڻ ارجن کي چيو "پٽ تون ڪير آهين؟ تنهنجو بدن ڍڪيل آهي زره سان، تنهنجي

ڪمر ۾ ٽي لٽڪي جوهردار تلوار، تنهنجي هٿن ۾ آهي ڌنش ٻاڻ. پل ۾ نه اچي هت ڪونه نڪتو آهين؟ هيءَ نه آهي تپسين جو ديش. هت هٿيارن پنوهارن جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ هت رهندا ئي آهن تياڳي ۽ تپسوي، اهي جن جو ورت آهي اهنسا ۽ پريم، اهي جن ڪروڌ کي ماري مات ڪيو آهي.“

هيءَ ۾ حقيقت ۾ خود ديوتائن جو راجا اندر هو. هُو ويس بدلائي آيو هو پنهنجي پٽ ارجن سان ملڻ. ارجن برهمڻ کي نمسڪار ڪري چيو ”مان آيو آهيان شتر استر هٿ ڪرڻ. آشيرواد ڏيو ۽ هٿيار پردان ڪريو.“

اندر جواب ۾ اليو ”او ڌننجيا! هٿيار ڪهڙي ڪم جا آهن؟ يا نه موج مزن لاءِ گهر ڪر، يا نه اُتم لوڪن ۾ وڃڻ جي اڇا ڏيکار. جيڪي گهرندين سو لهندين.“

ارجن ٻڌايو مان پار پيو ۽ پنهنجي ارادي تي پڪو رهيو. هن چيو ”مان هت پوڳ ولاس پوڳڻ لاءِ ڪونه آيو آهيان. مونکي سرڳ آدي لوڪن ۾ وڃڻ جي اڇا ڪانه آهي. مان پياريءَ پنچاليءَ ۽ پنهنجن ڀائرن کي جهنگل ۾ ڇڏي آيو آهيان. مونکي گهرجن شتر استر.“

اني هزار اکين واري اندر وراڻيو ”ترمبڪ ڀڳوان (ٽن اکين واري مهاديو) جو جپ ڪر ۽ انهيءَ نمت تپسيا ڪر. انهيءَ جو درشن توکي ملندو ته تنهنجي ڪامنا پوري ٿيندي ۽ توکي چمتڪاري هٿيار پراپت ٿيندا.“

اهي لفظ چئي اندر الوپ ٿي ويو.

## شو مهراج جو درشن

ارجن تپسيا ۾ لڳو پيو هو ته شوجي مهراج اما سوڌو شڪاريءَ جي روپ ۾ اچي اُتي نڪتو.

اوچتو هڪ جهنگلي سوئر اچي اُت ڏنو. ارجن گانڊيو ڌنش مان تير ڇوڙيو، ساڳي وقت شوجي مهراج به تير هلايو. ٻئي

تير سوئر جي شرير ۾ گهري ويا ۽ سوئر مري ويو. ارجن رڙ ڪري چيو "اي جهنگلي! تون ڪير آهين جو پنهنجيءَ زال سوڌو هن جهنگل ۾ گهمي رهيو آهين؟ جنهن جانور تي مان نشان چٽيو هو تنهن کي تو تير ڇو هنيو؟"

شو مهراج جواب ڏنو "هي ويرَ! اسين ته جهنگلي آدمي آهيون. هن جهنگل جي جانورن تي اسان جو ئي ته حق آهي. پر تون جو اهڙو سندر ڪمار آهين، سو اڪيلي سر هن جهنگل ۾ ڇو اچي نڪتو آهين؟ سوئر ته منهنجي تير سان مئو آهي. اها ڳالهه قبول ڪر ته واهه، نه ته لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيءُ."

ارجن کي ته اهڙي ڳالهه گهربي هئي سو جهٽ اُپ ڏيئي شو مهراج تي ناڳن جهڙا تير ڇوڙڻ لڳو. تيرن جو ته برابر وسڪارو ٿي رهيو هو، پر شو مهراج تي انهن جو اثر ٿيو ئي ڪونه ٿي. ارجن جوش ۾ اچي وڌيڪ تير هلايا، پر اهي ائين پوئتي ٿي ڪريا جئن مينهن جون بوندون پهاڙ کي لڳي موٽ کائين. نيٺ ارجن جي تيرن جو خزانو ختم ٿي ويو. ارجن هاڻي ڌنش کڻي شوجيءَ تي اولاريو. پر شوجيءَ هڪ جهٽڪي سان سندس ڌنش ارجن کان کسي ورتو. ارجن هيءُ نظارو ڏسي وائڙو ٿي ويو. هڪ رواجي شڪاري ڪيس سهولت سان جيتي ڪيس بي هٿيار بنايو هو. انهيءَ هوندي به هن همت نه ڇڏي. هاڻي هن تلوار کڻي وڙهڻ شروع ڪيو. تلوار شوجيءَ جي بدن تي لڳندي پرزا پرزا ٿي پيئي. شو جو بدن هو يا ڪو ٻلور جو پهاڙ؟ پوءِ ته هٿين ٻجين لڙڻ لاءِ سنبريو پر انهيءَ ۾ به هار کاڌائين. شڪاريءَ ڪيس اهڙو سوگهو جهليو جو هن ائين پئي سمجهيو ته ڪنهن لوهه جي پڪڙ ۾ اچي ڦاٿو آهيان.

هاڻي ارجن جو گهمنڊ بلڪل چڪناچور ٿي ويو ۽ هو ڏاڍيءَ نيزاري ۽ نمرتا سان شوجيءَ کي آراڌنا ڪرڻ لڳو. هن ڏٺو ته سندس هردي ديش ۾ هڪ جوتي چمڪڻ

لڳي ۽ ارجن کي پڪ ٿي ته جنهن سان مان وڙهيو آهيان سو رواجي شڪاري ڪونه آهي، پر خود ڀڳوان شو آهي.

هاڻي شو مهراج جي پيرن ۾ ڪري پيو ۽ ڀڳلن ٽٽلن شبدن ۾ مهراج کان معافي گهرڻ لڳو. مهراج مشڪندي چيو: ”پٽ تنهنجو هر قصور معاف آهي.“ ائين چئي گانڊيو ڏنس ۽ ارجن جا ٻيا سڀ هٿيار مهراج ارجن کي موٽائي ڏنا. نه رڳو ايترو پر پاشپت جهڙو وچتر هٿيار به ارجن کي وردان طور ڏنائين.

هن لڙائيءَ ارجن جي، شرير کي ڇاڻي ڇلني بڻائي ڇڏيو هو. پر جئن شو مهراج سندس شرير تي پنهنجو هٿ گهمايو، سندس سڀ زخم ٺيڪ ٿي پيا ۽ سندس شرير نو ٻنو ٿي پيو. نه رڳو ايترو پر ارجن جي بدن جي چمڪ ۽ ڏمڪ اصل کان سوائي ٿي پيئي! ”ڇڱو ارجن، سرڳ ۾ وڃي پنهنجي پتا، اندر جي ادب سان سيوا ڪر.“ اهي لفظ چئي شوجي انتردان ٿي ويو.

هاڻي ارجن جي خوشيءَ جي حد ئي ڪانه رهي هئي. السامه ۾ پرچي هو چوڻ لڳو: ”ڇا مون ڀڳوان جو ساکيات درشن ڪيو آهي ۽ هن هٿ گهمائي آسيس ڪئي آهي؟ ڀلا انهيءَ کان وڌيڪ مون کي ڇا گهرجي؟“

ارجن ائين خيال پئي ڪيو ته اندر جو ڪوچوان ماتل پنهنجي رٿ سوڌو اچي پرگهٽ ٿيو. ارجن رٿ ۾ چڙهي وينو ۽ ماتل کيس ديوپوريءَ ڏانهن وٺي ويو.

## [۲۹]

## آپدائون سڀن تي اينديون آهن

جنهن بن ۾ پانڊو رهيا پيا هئا تنهن ۾ بلرام ۽ ڪرشن ٻئي پنهنجن سنگتين سان سوڌا هيڪر ساڻن ملڻ آيا. پانڊون

جو هيٺو حال ڏسي ٻلرام چيو: ”ڪرشن! چوندا اٿين آهن نه
ڀلائيءَ جو ڦل ڀلائي ۽ برائيءَ جو برائي آهي: پر هت نه
ڳالهه ٻيءَ طرح ٿي ڏسڻ ۾ اچي. پاپي دريوڌن پٽ پٽيهر
ڦري ڏهه ڳڻا پائي ٿو ويٺو راڄ ڪمائي ۽ ڌرماتما يڌشٽر وٽن
جا ڇوڏا اوڏي ٿو ويٺو جهنگل ۾ ڌڪا جهلي. پاپي وٽن
۽ پنج آتمائون دکي ٿين اهو الٽو نياءُ ڏسي هزارن لوڪن جو
ايشور مان وشواس ئي کڻ ٿي ويو آهي، پاپيءَ کي سکي ۽
ڌرماتما کي دکي ڏسي اٿين پيو پاسي نه شاسترن جيڪا ڌرم
جي مهما ڪئي آهي، سو سڀ پڙهنگ آهي. ڌرتراشٽر جڏهن
ٻم جي سامهون ايندو تڏهن پنهنجي ڪرتوتن لاءِ ڪهڙو جواءُ
ڏيندو؟ نرابراڌي پانڊو بن ۾ ڀٽڪي رهيا آهن. يگجي پوتر
جوالا مان پيدا ٿيل دروپدي دربدر ٿي رهي آهي. اهو حال
ڏسي پرٿوي ماتا به هنجون هاري رهي آهي ۽ پهاڙ به پگهري
پاڻي ٿي پيا آهن.

ساتيڪي انهيءَ وقت ٻلرام جي پاسي ۾ ويٺو هو تنهن چيو:
”ٻلرام! هي وقت داتهن ڪرڻ جو نه آهي. روئڻ ۽ رڙڻ مان
ڇا ورندو؟ تون، ڪرشن ۽ ٻيا انيڪ مت مائٽ جيئندا جاڳندا
موجود آهيو پوءِ پانڊو هن ريت بن ۾ ڇو ڀٽڪن؟ مائٽيءَ
جي ڪري اسانجو ڌرم آهي ته اسان پانڊون جي دک کي دور
ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪريون. پوءِ پانڊو ڪري اهڙي گهر نه ٻه
ڪن. اڇو ته اسين پنهنجو لشڪر گڏ ڪري دريوڌن تي
ڪاهيون. ورشنين جو ايترو ته لشڪر آهي جو اسين ڪورون
ي سهوليت سان ناس ڪري سگهنداسين. پر لشڪر جي به
رورت ڪانه آهي. تون ۽ ڪرشن سهوليت سان ڪورون
ي پورو ڪري سگهو ٿا. منهنجي من ۾ ته اٿين ٿو اچي ته
ڪرڻ جي ساريءَ ڌنش وديا کي ڌور ۾ ملايان ۽ هن جو
ر ڏڙ کان ڌار ڪري کيس پورو ڪريان. اڇو ته دريوڌن ۽
ندس سائين کي سرڳ جو دروازو ڏيکاري راڄ جي واڳ ڏور

اُيمنوءَ جي همت ڀڃي ڇڏي هُئي. ڀنواس جي ڀر لڳيا پنهنجي پاڻن ڪئي آهي. ايمنو ان سان ٻڌل تو روئي آهي؟ پانڊون جي انهيءَ ۾ ڀلائي آهي. اسان جهڙن جوڌن جوانن کي اُٿڻ ڪرڻ ئي جڳائي.“

* واسديو، ڏيءُ سڀوري ڳالهه ڏاڍي ڌيان سان ٻڌڻ کان پوءِ، اليو: ”جيڪي تون چوين ٿو سو سڀ سچ آهي. +پر پانڊو اها شيءِ وٺڻ لاءِ نه قبوليندا جا هُنن پنهنجي هٿن سان هٿ نه ڪئي آهي. دروپدي وابروانش جي پتري آهي. اها ڳالهه ٻڌندي ئي ڪونه. يڌشٽر ڌرم جي مارگ جو ڪنهن به حالت ۾ ڀڃ نه ڪندو. نه موهه وس هو مريادا کان منهن موڙيندو. نه پڙ ڪري هو پلمانسائپ جي مارگ کان ڦرندو. هو پنهنجي پرڻ تي پڪو رهندو. انهيءَ ڪري جڏهن سندن جلاوطنيءَ جو مدو پورو ٿيندو، تڏهن پنچال، چيديءَ ۽ ڪيڪيه جا راجا ۽ اسان پنهنجون سينائون گڏ ڪنداسين ۽ پانڊون کي مدد ڪري سندن دشمن کي جيتينداسين.“

شري ڪرشن جا هي وچن ٻڌي يڌشٽر ڏاڍو پرسن ٿيو. هن چيو: ”شري ڪرشن منهنجي من کي خوب ٿو سمجهي. سک سمپتي جي سچ سان تلنا نه ڪري سگهجي. راج ستا به ڌرم جي پيمت ۾ تُڇ آهي. انهيءَ ڪري هر ريت، ڌرم جي ئي رکيا ڪرڻ جڳائي. ڌرم کي ڇڏي راج جي رکيا مان ڇا وٺبو؟ جڏهن ڌرم انوسار پڻ جو سمو ايندو، تڏهن اسين لڙڻ

* ڪرشن جو نالو واسديو انهيءَ ڪري پيو ته هو واسديو جو پٽ هو.

+ ويرلش اِي جي معرفت حاصل شيءِ کي دان ڪري سمجهندا آهن. انهيءَ ڪري اها انگيڪار ڪرڻ ڪندا آهن. پارسيءَ ۾ چيل آهي: ”حقا برابر عقوبت دوزخ، است رفتن به بهشت به پايمردي همسايگان.“ ٻئي ڪري جي مدد سان بهشت ۾ وڃڻ دوزخ جي برابر آهي.

لاءِ بلڪل تيار هونداسين. هاڻي ورشڻي وانش جي ويرن کي
پنهنجي ماڳ تي موٽڻ گهرجي. انهن کي هڪ سمجهڻ گهرجي
ته اسين انهيءَ وقت پڪ پاڻ ۾ ملنداسين، جڏهن ڪال چڪر
جي مريادا پوري ٿيندي."

اهڙيءَ ريت يڌشٽر پنهنجي همدردن کي گهر موٽڻ لاءِ
تيار ڪيو.

## ڀيم جي انتظاري

گهڻيئي ڏينهن گذري ويا. ارجن هماليه کان اڃا ڪونه
موٽيو هو. انهيءَ ڪري ڀيم جي انتظاري وڃي وڌندي، ايتري
قدر جو هو بي صبر ٿي پيو. هن يڌشٽر کي چيو "توهان کي خبر
آهي ته اسان جي حياتيءَ جو دارومدار ارجن تي آهي. هو
اوهان جي آگيا انوسار ويو آهي. هن وقت تائين اسان وٽ سندس
ڪو به احوال ڪونه آيو آهي. ايشور نه ڪري، پر جي ارجن
گم ٿي ويو ته نڪي سانيڪي اسانجو بچاءُ ڪري سگهندو،
نڪي دروپد. خود ڪرشن به اسان جي رکيا ڪونه ڪري
سگهندو. مان ته ارجن بنا ته جي به ڪونه سگهندس. اسان
جي دک ۽ درد جو ڪارڻ هئا انهن جا اونڌا ابتا ڀاري جا
داءَ. انهيءَ ڪري اڄ اسين آپدائن ۾ پيا آهيون ۽ اسان جي
شترن جي شڪتي وڃي ٿي وڌندي، ڪترين جو اهو ڌرم نه
آهي ته بن ۾ ڀٽڪن. ڪترين جو ڪم آهي راڄ ڪرڻ. خبر نه
آهي ته ڪال ڌرم کي ليا اڳي نون هئڻ ضد تي ڇو چڙهيو
آهين ۽ اسان کي گهرجي ته يڪدم ارجن کي گهرائي وٺون ۽
شري ڪرشن جي سهايتا سان ڌرتراشٽر جي پٽن سان جنگ
جوٽيون. منهنجي من کي شانتي تڏهن ايندي جڏهن شڪني،
ڪرڻ ۽ دريوڌن يم پوريءَ ڏانهن راهي ٿيندا. اهو ئي
آهي سڌون سنوانو رستو. اهوئي آهي پرسند ڌرم. اهو ڌرم
جو ڪم پورو ڪري، پوءِ ڀلي وڃي بن ۾ وانپرستين جيان

رهي تپسيا ڪر. جنهن دشمن اسانکي ڏک ڏنو ڏيئي دکي ڪيو آهي، تنهن کي اڱل سان مارڻ پر ڪو به پاپ ڪونه آهي. مون ٻڌو آهي ته اٿرو ويد ۾ اهڙا منتر جنتر آهن، جن جي وسيلي وقت کي ننڍو ڪري سگهبو آهي. انهن منترن دوارا جيڪڏهن اسين ٻيرهن ورهين کي ٻيرهن ڏينهن ۾ پورو ڪري سگهون ته پوءِ ٻنا ڪنهن به مريادا ڀنگ ڪرڻ جي، ٻنا شاستر آگيا اُلنگهن ڪرڻ جي، اسين اڳتي ڪري سگهنداسين. پوءِ تون چوڏهين ڏينهن تي آگيا ڏج ته مان دريوڌن کي ماري ڇڏيان. مان ته دريوڌن جي مارڻ لاءِ اهڙو منتظر آهيان جهڙو برندڙ جوالا سڪن وڻن کي ساڙي ڀسم ڪرڻ لاءِ."

ڀيم جا هي واڪ ٻڌي ڌرم پتر هنکي ڪري ڳراٽڙي پائي ۽ هنکي پريم سان سمجهائي، سندس جوش کي ٺنڌو ڪرڻ لڳو. چياءِ "پيارا ڀاءُ! جڏهن تي ٻيرهن ورهيه پورا ٿيندا، تڏهن ڌنش ڌاري ارجن ۽ تون دريوڌن سان وڙهي، هنکي مارجو. ٿيسين شانت رهه. دريوڌن ۽ سندس ساٿي پاپ ۾ ٻيون ڏيئي رهيا آهن. هو ڪنهن به صورت ۾ بچي ڪونه سگهندا. اها پڪ ڄاڻ."

## برهد شو رشيءَ جو پڌارڻ

جڏهن پانڊو اهڙيءَ ريت هڪ ٻي سان دک ونڊي رهيا هئا، تڏهن برهد شو نالي رشي سندن ڪٽيا ۾ پيڇهي آيو. سيني سندس آءٌ آدر ڪيو ۽ کيس عزت مان سان وهاريو. پوءِ يڌشٽر ڏاڍيءَ نمرتا سان رشيءَ کي چيو: "ڀڳوان همن ڪپٽي لوڪن اسانکي ڀاري راند ڪرڻ لاءِ هرکايو ۽ ڇل ڪري اسانجو راڄ ۽ سمپتي اسان کان کسي ورتي. انهيءَ ڪري پياريءَ پنچاليءَ ۽ پنهنجن وير پانڊن سوڌو مونکي هن ٻن ۾ پٽڪڻو پيو آهي. ڪيترو وقت ٿيو آهي ته ارجن هٿيار هٿ ڪرڻ لاءِ ويو آهي ۽ اڃا ڪونه موٽيو آهي. ارجن جي جدائيءَ

۾ اسان ڏکي ٿي رهيا آهيون. ڪرپا ڪري ٻڌايو ته ارجن ديوي شستر استر هٿ ڪري موٽندو يا موٽندو ئي ڪونه؟ جي موٽندو ته ڪڏهن موٽندو؟ مان ٿو ڀانيان ته هن سنسار ۾ مونکان وڌيڪ ڏکي ڪو منش هوندو."

رشيءَ، يڌشٽر جو ڏک ڀريو داستان ٻڌي، چيو "يڌشٽر! ڏکي نه ٿيءُ. ارجن کي ڪئي ديوي هٿيار ملندا. مٿس وردانن جي ورکا ٿيندي؛ وقت سر هو موٽي ايندو. اوهان پنهنجي دشمنن تي سوڀ پائيندا. ائين نه سمجهه ته توکان وڌيڪ ڪو ڏکي ڪونه ٿيو آهي. هن سنسار ۾ هرهڪ ڏکي جيو پنهنجي ڏک کي ٻين جي ڏکن کان وڌيڪ ڳورو سمجهندو آهي، ڇاڪاڻ جو جيترو ڏتل جو اثر ٿيندو آهي، اوترو ٻڌل جو ڪونه ٿيندو آهي. جيترو پنهنجي مٿان آيل آپدا کي محسوس ڪبو آهي، اوترو ٻين جي مٿان نازل ٿيل ڏک کي محسوس نه ڪري سگهبو آهي. تو شايد راجا نل جي ڪٿا ڪانه ٻڌي آهي. هنکي ٻن ۾ توکان به وڌيڪ ڏک ڏسڻا پيا هئا. نل نشد ديش جو پرتاپي راجا ٿي گذريو آهي. هن به ڇوپڙ جي راند ڪئي هئي. سندس هڪ ڀاءُ پشڪر هو. هو ڏاڍو دشٽ هو. پشڪر نل کي راند ڪرڻ لاءِ هرڪايو ۽ دغا ڪري سندس راڄ ڀاڳ کانئس کسي ورتو ۽ کيس جلاوطن ڪري ٻن ڏانهن ڌڪاري موڪليو. ٻنواس جي وقت نه ساڻس ڀائر هئا، نه برهمڻ. ڪوڪال سندس ٻڌي به کسي ورتي هئي. انهيءَ ڪري سندس سڀ سندر گڻ ڪافور ٿي اڏامي ويا هئا. انهيءَ حالت ۾ هو پنهنجيءَ پياريءَ استريءَ دمينتيءَ سان دغا ڪري کيس اڪيلو ٻن ۾ ڇڏي ويو. توسان گڏ ته ديوتائن جهڙا چار ڀائر موجود آهن. ايڪ گياني برهمڻ هر وقت توسان گڏ ويٺائي آهن. دروپديءَ جهڙي ڌرماتما ديوي به تو وٽ براجمان آهي. تنهنجي ٻڌي به سالم آهي. ان ۾ ڪا به ڪمي ڪانه آئي آهي. تنهنجو ته بخت بالا آهي. ائين ڏک مناڻ

ٿوڪي سهين نٿو.“

پوءِ رشيءَ نل ۽ دميتيءَ جي ڪٿا پوري وستار سان يڌشٽر کي سڻائي. انت ۾ رشيءَ چيو ”هي پانڊوءَ جا پٽ! نل توکان وڌيڪ دک ڀوڳيا. هن اهي صبر سان سٺا ۽ انت ۾ سک پاتو. هنکي ڪلي ڪال خوب ستايو هو. هو جهنگل ۾ اڪيلو رهندو هو. تو وٽ ڀائر به آهن ۽ دروپدي به آهي. تون سدا ڌرم جي ڳالهين جو وچار ڪندو رهندو آهين. ويدن ۽ شاسترن جا پنڊت تو وٽ سدا وسن ٿا. هو توکي پورڻ ڪٿائون ٻڌائيندا رهن ٿا. منش جي جيون ۾ آپدائون ايندئون ٿي آهن. انهيءَ ڪري دکي نه ٿيءُ.“

# [٣٠]

## اڳستيه مني

يڌشٽر جڏهن راجا هو، تڏهن ڪيترن برهمڻن جي هن شيوا ڪئي هئي. اڄ دک جي وقت هنن برهمڻن سندس ساٿ نه ڇڏيو. اهڙي دک جي سمي ۾ ايترن برهمڻن کي پالڻ ڏکيو ڪم هو. پر يڌشٽر اهو پوريءَ شرڌا ۽ پريم سان نباهيو. جڏهن ارجن هماليه ڏانهن تپ ڪرڻ ويو هو، تڏهن لومش نالي هڪ پرسڌ رشي اچي يڌشٽر جي آشرم ۾ نڪتو. هن ڏٺو ته يڌشٽر جي چوگرد رشين منين جي ڀيڙ لڳي پيئي آهي. هن يڌشٽر کي صلاح ڏني ته ڪجهه وقت تيرٿن لي وڃ. پر مسافريءَ ۾ ايترن آدمين کي وٺي وڃڻ ۽ سنڀالڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. بهتر آهي ته ڪن کي موڪل ڏي. يڌشٽر ته اڳيئي اها تڪليف محسوس ڪري رهيو هو؛ اعلان ڪيائين ته جيڪي تڪليفن لي هريل ڪونه آهن، جيڪي سادي سودي کاڌي لي گذارو ڪري نٿا سگهن، جيڪي راڄ ڀڳتيءَ جي ڪري

الي آيا آهن، سي پل موٽي وڃن. وٽين نہ وڃي ڌرتراشٽر وٽ رهن. جي اها ڳالھ ڳري لڳين نہ دروپد وٽ هليا وڃن.

اهڙيءَ طرح برهمڻ کي سمجهائي ۽ ٻين کي بہ آرو ٻلو ڪري، ٻدشتر پنهنجي پوٽلڳن ۽ ساٿين جو تعداد گهٽ ڪيو. انهيءَ کان پوءِ هو پولر ليرڻ جي پالرا ني نڪري پيا. هرهند هو انهيءَ ليرت جو پراڻو الهاس ۽ اڳيون ڪتائون ٻڌندا رهندا هئا. انهيءَ وچہ پانڊون اگستيہ منيءَ جي ڪنا بہ ٻڌي. هڪڙي دفعي رشي اگستيہ پالرا ني ويو. هن گهمندي ڏٺو نہ ڪي لپسوي اونڌا ٽيا ٽنگيا پيا آهن ۽ انهيءَ ڪري ڏاڍو ڪشت ڀوڳي رهيا آهن. اگستيہ انهن کان پڇيو نہ ”ٻڌايو نہ اوهان ڪير آهيو. ايترو ڏکہ ڇو سهي رهيا آهيو. لپسوين جواب ۾ چيو ”پٽ اسان تنهنجا اَبا ڏاڏا آهيون. تو شادي ڪئي ڪانہ. انهيءَ ڪري توکان پوءِ اسانجو ڪو بہ پنڊ تر پڻ ڪو نہ ڪندو. اسانجو ڪياءَ شراڌ ڪو نہ ٿيندو. انهيءَ ڪري اسانکي اهڙي گهور لپسيا ڪرڻي پيئي آهي. جيڪڏهن تون وواهہ ڪري سپٽو ٿيندين نہ پوءِ اسان هن قسم جي لپسيا ڪرڻ بند ڪنداسين.“

اها ڳالھ ٻڌي اگستيہ پرڻجڻ جو ويچار ڪيو. ودرڀ ديش جي راجا کي سنتان ڪانہ هئي. هنکي سنتان لاءِ ڏاڍي سڪ هئي. انهيءَ ڪري هو اگستيہ منيءَ وٽ وردان وٺڻ لاءِ آيو. اگستيہ هنکي آسيس ڪري چيو ”توکي هڪ سندر پٽري ڄمندي. انهيءَ کي مون سان شادي ڪرائج.“

جلد ئي راڻيءَ کي هڪ ڪنيا ڄائي. هنجو نالو رکيائون لوپامدرا. اڄ لنڊي، سيان وڏي، اٿين ڪندي لوپا شاديءَ جي عمر کي پهتي.

لوپامدرا جي سولهن ۽ سوپيا جي ساراهہ هرهند ڦهلجي ويئي هئي. انهيءَ هوندي بہ اگستيہ منيءَ جي ڏر کان ڪنهن بہ راجڪمار کي همٿ نہ ٿي ٿي نہ هن جو هٿ گهري. انهيءَ

وچم اگستيہ ودربہ جي راج سڀا ۾ براجمان ٿيو ۽ چيائين ”پٽرن کي سنتشٽ ڪرڻ لاءِ مون شاديءَ ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو آهي. پنهنجو وچن پاڙيو ۽ پنهنجيءَ ڪنيا جو مون سان وواهہ ڪرايو.“

راجا جي مرضي ڪانہ هئي تہ لاڏ ڪوڏ سان پليل ڌيءَ جو جهنگل جي رشيءَ سان پلي پلئُو ٻڌان. ڇو ڪرپلي هئي سوادي ۽ سندر پوشاڪون پهريندڙ هئي ۽ رشي کائيندو هو ٻن جا ڦل ڦول ۽ ڪندمول. پر راجا وچن ڏنئي چڪو هو. رشيءَ جي سراپ جو هنڪي ڪؤ ٿي ٿيو. انهيءَ ڪري راجا ڏاڍيءَ چنتا ۾ پئجي ويو. رانيءَ کي بہ ڳڻتي ورائي ويئي.

پيءُ ماءُ کي هن ريت چنتا ۾ چور ٿيندو ڏسي ڪري لوپامدرا کين چيو: ”اوهان منهنجي ڪري ڇو دکي ٿي رهيا آهيو؟ ائين ڪڏهن نہ ٿيندو تہ منهنجي خاطر اوهان رشيءَ جو سراپ سهو. منهنجو وواهہ مٿيءَ سان پل ڪري ڇڏيو. اها ڳالهہ مونکي بہ پسند آهي.“

ڌيءَ جي ڳالهہ ٻڌي راجا جي من کي ڪجهہ ڌيرج مليو. ٿوري وقت ۾ لوپامدرا ۽ اگستيہ جو شاستر نيم انوسار وواهہ ٿيو. رشي ٻن ڏانهن وڃڻ لڳو. لوپامدرا بہ ساڻس وڃڻ لاءِ تيار ٿي. رشيءَ لوپامدرا کي چيو: ”هي بي بها زيور ۽ هيءَ قيمتي ڪپڙا اليئي ڇڏي ڏي!“ لوپامدرا زيور ۽ ڪپڙا لٿا لاهي پنهنجيون سکيون ساهيڙين کي ورهائي ڏنا. پاڻ واڪل ۽ مرگهہ ڇالا پهري خوش ٿيندي رشيءَ سان رواني ٿي.

رشيءَ جو آشرم هو گنگا نديءَ جي منڊ وٽ. اتي لوپامدرا ورت ڌارين جيان رشيءَ سان گڏ رهڻ لڳي. هوءَ ڏاڍيءَ خبرداريءَ ۽ سنيال سان رشيءَ جي شيوا ڪندي هئي ۽ کيس هر ريت خوش رکندي هئي. انهيءَ ڪري ٻنهي جي وچم ڏاڍو گهاٽو پريم ٿي ويو.

لوپا مدار جي سيوا ۽ پريم ڏسي رشيءَ جي من ۾ ڪاما اپا

پيدا ٿي. هن مدرا کي گرياداں لاءِ چيو. لوپا مدرا رشيءَ کي نمرتا پوروڪ چيو: ”مان اوهان جي آگيا پالڻ لاءِ تيار آهيان. پر اوهان به منهنجي هڪڙي ڳالهه ٻڌو ۽ منهنجي ڪامنا کي پورو ڪريو.“

پنهنجيءَ استريءَ جي نمرتا ڏسي رشيءَ اها ڳالهه قبول ڪئي. تنهن تي لوپامدرا چيو ته ”منهنجي مرضي آهي ته جيڪي هند وچاڻان، ڳهڻا ۽ ڪپڙا لتا مونکي پنهنجي پيڪي گهر ۾ هئا، سي مونکي ملن ۽ توهان به سندر وستر اوڍيو. تنهن کان پوءِ ئي اسين ميلاپ ڪريون.“

اگستيه وراڻيو ”تنهنجي اڇا پوري ڪرڻ لاءِ ڌن جي ضرورت آهي. اسين آهيون جهنگل ۾ رهندڙ ڪنگال، سو ڌن ڪٿان آڻينداسين؟“

تنهنتي لوپامدرا چيو ”ناٿ! اوهان وٽ تپسيا جو ٻل آهي. اهو ٻل سڀني ٻلن کان وڌيڪ آهي. اوهان چاهيو ته ڪرڻ ۾ سڀ پدارٿ پيدا ڪري وٺو.“

رشيءَ چيو ته ”جيڪڏهن مان تپسيا جي ٻل کي سنسار جي لڇ شين هٿ ڪرڻ ۾ خرچيندس ته پوءِ تپ جو ٻل گهٽجي ويندو.“

لوپامدرا چيو ”منهنجي اها اڇا ڪانه آهي. منهنجي مرضي آهي ته رواجي ماڻهوءَ جيان اوهان اينترو ڪمايو جو اسان سک سان گذارو ڪري سگهون.“

اگستيه اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ رواجي برهمڻ جيان راجائن وٽ ڌن هٿ ڪرڻ لاءِ ويو. پهرين هڪ اهڙي راجا وٽ ويو، جنهن جي شاهوڪاري ديسان ديس مشهور هئي. راجا کي چيائين ته ”مان ڌن هٿ ڪرڻ لاءِ آيو آهيان. جيڪي مان گهران تو سو مونکي ڏي، پر پنهنجي ڪنهن کي، منهنجي ڪري، تڪليف پهچڻ نه گهرجي، نڪي منهنجي ڪري ڪو ضروري ڪم روڪجڻ گهرجي.“

راجا پنهنجيءَ آمدنيءَ ۽ روانگيءَ جو سمورو حساب رشيءَ کي ٻڌايو ۽ کيس چيائين ته "اوهان پاڻ سڀ جاچيو. خرچ کان وڌيڪ جيڪا پيدائش هجي سا ڪري ڪڍو." اگستيه حساب ڪتاب چڱيءَ پر جاچيو. کيس معلوم ٿيو ته جيتري پيدائش آهي اوتروئي خرچ آهي. ٻچت ڪجهه آهيئي ڪونه. انهن ڏينهن ۾ ٿوري اڄ هر سرڪار جي پيدائش ۽ خرچ برابر ٿيندا آهن.

اگستيه ويچاريو ته هنن جيڪڏهن مان ڪجهه ورتو ته ضرور پرجا کي تڪليف رسندي. انهيءَ ڪري هو راجا کي آسيس ڏيئي اٿي ٻئي ڪنهن ديش ڏانهن وڃڻ لڳو.

راجا کيس مان ۾ ٿوهان سان هلندس. ٻئي گڏجي هڪ ٻئي راجا جي دوار تي پهتا. اتي ۾ انهن کي ساڳيو حال ڏسڻ ۾ آيو.

هنن ڳالهين جي لکڻ جو مطلب اهو آهي ته راجا کي رعيت کان ايتري ئي وٺڻ گهرجي، جيتري واجبي راج ڪاروبار کي هلائڻ لاءِ ضروري هجي. جيڪو آدمي سرڪاري خزاني مان ڪجهه انعام وٺي ٿو، سو پرجا جو ڪشت وڌائي ٿو.

## اسرن جي حرڪت جو انت

ليڪن رشيءَ خيال ڪيو ته اِلول نالي هڪڙي ظالم راجا وٽ وڃي، انکان ڪو ڌن چڏائڻ گهرجي.

اِلول ۽ سندس ڀاءُ واتاپيءَ کي برهمڻن لاءِ ڏاڍي ڌڪار هئي. هو اسر هئا. انهن برهمڻن کي کهڻ جو هڪ عجيب طريقو اختيار ڪيو هو.

اِلول برهمڻن کي ڏاڍن پريم ڀرين لفظن ۾ کاڌي لاءِ نينڊ ڏيندو هو. پوءِ جادوءَ جي زور تي پنهنجي ڀاءُ واتاپيءَ کي ٻڪري بڻائيندو هو. انهيءَ ٻڪريءَ کي کهي اهو ماس برهمڻن کي کارائيندو هو. جڏهن ڪو برهمڻ کائي اٿندو هو

تڏهن اِلول پنهنجي ياءَ واناپيءَ کي سڏيندو هو ۽ چوندو هو: ”واناپي هليو آءُ“. اِلول کي اهڙا شڪتي هئي جو هو مڻن کي جيئاري سگهندو هو. واناپي ياءُ جي شڪتيءَ دواران جيئرو ٿي پوندو هو ۽ برهمڻن جو پيٽ ڦاڙي کلندو کلندو ٻاهر نڪري ايندو هو. انهيءَ ريت هنن اُسر ڀائرن ڪيترن ئي برهمڻن کي دوکي سان ماريو هو. انهن ائين سمجهيو هو ته اهڙي طرح برهمڻن کي ماري هو ڀڄ جو ڪم ڪري رهيا آهن.

جڏهن اِلول کي خبر پيئي ته اَگستيه مني سندس گهر جي ويجهو آيو آهي، تڏهن هو ڏاڍو خوش ٿيو. هن سمجهيو ته اڄ سٺو شڪار هٿ لڳو آهي. سو هن اَگستيه منيءَ جو خوب آدر ڪيو ۽ هميشه جيان ڪاڌو تيار ڪيو. رشيءَ ڏاڍيءَ چش سان ڪاڌو کاڌو. جڏهن رشي، ڪاڌو کائي چڪو تڏهن اِلول هميشه جيان پنهنجي ياءُ کي سڏ ڪيو. انهيءَ تي مني مشڪي ڏنو ۽ پيٽ تي هٿ گهمائي چياءِ ”او واناپي! سنسار جي سک ۽ ڪلياڻ جي خاطر منهنجي پيٽ ۾ هضم ٿي وڃ.“ اِلول گهٻرائجي ويو ۽ زور سان ياءُ کي سڏ ڪرڻ لڳو. رشيءَ کيس چيو ”ڇو ٿو پنهنجا ڳل گهٽين. واناپي ته هضم ٿي چڪو آهي.“

اِلول ڏٺو ته هن دفعي سندس حرفت ناڪامياب ٿي آهي. سو رشيءَ جي پيرن تي ڪري پيو ۽ پنهنجو سمورو ڌن رشيءَ کي سونپي ڇڏيائين. رشي ڌن کڻي اچي لوپامدرا جي اڳيان رکيو.

هاڻي رشيءَ لوپامدرا کان پڇيو ته ڪي ڏهه چڱا چوکا پٽ گهرجن يا هڪ ئي اهڙو پٽ گهرجي جو ڏهن کي جيتي سگهي، جيڪو لکن جهڙو هجي. لوپامدرا جواب ۾ چيو ته ”مونکي هڪ ئي اهڙو پٽ گهرجي، جنهنجي گڻن جي سڳنڌ چوڌاري ڦهلي وڃي، جو مهاودوان هجي ۽ جو ڌرم جي مارگ تي اٽل رهي.“

لوپامدرا جي اڇا پوري ٿي ۽ هنکي اهڙو ئي پٽ ڄائو.

# ونڌيا جبل آگستيہ جي اڳيان جهڪي ٿو

هيڪر ميرو پهاڙ جي اوچائي ڏسي ونڌيا جبل جي دل ۾ ايرکا پيدا ٿي. ميرو سان ڪاهي هڏڻ لاءِ هن وڌڻ شروع ڪيو. نتيجو اهو ٿيو جو سج، چنڊ ۽ گرهه روڪجي پيا. ديوتائن ڏٺو ته هن خطري کي هو روڪي نٿا سگهن، سو اگستيہ منيءَ کان سهائتا گهريائون. منيءَ ونڌيا وٽ وڃي چيو "اي! پربت شرومڻي جيسين مان توکي پار ڪري ڏکڻ ڏانهن وڃي، اتان موٽي اچان، تيسين تون وڌڻ بند ڪر. مان موٽي اچان پوءِ توکي جيئن وڻي تئين ڪر. پل وڏو ٿيءُ، حال ترس."

ونڌيا کي اگستيہ لاءِ ڏاڍي عزت هئي، سو هنجي آگيا اڳيان سر جهڪاياءِ. اگستيہ ڏکڻ ڏانهن ويو ۽ اتي ئي وڃي رهيو، پوٺتي ڪين موٽيو. انهيءَ ڪري ونڌيا جو وڌڻ بند ٿي ويو. اڄ به ونڌ جي اوتريئي اوچائي آهي، جيتري انهيءَ وقت هيس.

**نوٽ:** ميرو يا سميرو هڪڙي خيالي پهاڙ جو نالو آهي جنهن جي واسطي ائين مڃيو ويو آهي ته اهو پهاڙ هيرن جواهرن ۽ سون چانديءَ جو ٺهيل آهي. ڪي ائين به چوندا آهن ته سڀ گرهه ڪوچر ميرو پهاڙ جي چوڌاري چڪر هڻن ٿا. پراڻي زماني جي آدمين جي خيال موجب هن پرٿويءَ ۾ ست ڏيپ (کنڊ) آهن ۽ اهي ست ئي ڏيپ ميروءَ جي چوڌاري ڦهليل آهن. ڪن ودوانن جو اهو خيال آهي ته ميرو ڪنهن به استان جي ڊگهائي ڦاڪ آهي. ڀارت ورش جا جوتشي اجين واري ڊگهائي ڦاڪ کان وٺي ڪري ٻين ڦاڪن جي ماپ ڪندا هئا جيئن انگلنڊ ۾ ڊگهائي ڦاڪ گرينوچ جي ڊگهائي ڦاڪ کان شروع ڪندا آهن. انهيءَ خيال کان ميرو ٿيو اجين واري ڊگهائي ڦاڪ.

ونڌيا ميرو پهاڙ سان ريس ڪئي ۽ انهيءَ ڪري وڌندو

ويو ۽ سج چنڊ لڪي پيا. اهو هڪڙو پيروليءَ جي نموني بيان ڪرڻ جو ڍنگ آهي. حقيقت ۾ هن ڪٿا جو مطلب اهو آهي ته آريه لوڪ وڌندا ڏکڻ هندستان ڏي وڃڻ لڳا. پر هو ونڌيا پهاڙ کي پار ڪرڻ ۾ ڪامياب نٿي ٿيا تانهو اگستيه منيءَ پنهنجي گيان ۽ همت سان هنن کي پار پهچايو.

جيئن نيپولين کان اڳ آلپس پهاڙ کي پار ڪرڻ مشڪل سمجهو ويندو هو تيئن اگستيه منيءَ کان اڳ ونڌيا پهاڙ کي پار ڪرڻ مشڪل سمجهو ويندو هو. هڪ دفعي اگستيه منيءَ پهاڙ پار ڪيو ته پوءِ ٻين به پار ڪيو ۽ پوءِ سدا لاءِ رستو نهي پيو. اگستيه مني اڃا ڪونه موٽيو آهي ۽ ونڌيا اليٽي بيٺو آهي ۽ وڌڻ بند ڪيو اٿس. مطلب ته رستو کليل آهي.

## [٣١]

## رشي شرنگ

ڪن آدمين جو خيال آهي ته جيڪڏهن ٻارن کي ڪام چيشٽا ۽ وشيه سک جي ڳالهين کان پوريءَ ريت اڻڄاڻ رکبو ته هو پڪا برهمچاري بڻبا. اهو خيال غلط آهي. اگيان جي دواران آچار جي رکيا ڪري ڪين سگهبي آهي. اهڙيءَ طرح سان بچاءُ ڪيل آچار جلدئي ناس ٿي ويندو آهي. هن سچائيءَ کي سمجهائڻ لاءِ مهاڀارت ۾ هيءَ ڪٿا ڏنل آهي. ساڳي ڪٿا راماڻ ۾ به ڏنل آهي. پر اتي ايتري وستار سان ڏنل ڪونه آهي.

مهارشي ويڀانڊڪ برهما جهڙو تيجسوي هو. هو پنهنجي پٽ شرنگ سان گڏ هڪ بن ۾ رهندو هو. شرنگ پنهنجي پتا کان سواءِ ٻيو ڪوماڻهو ڏٺوئي ڪونه هو. هنکي اها خبر نئي ڪانه هئي ته ڪو زالون به هن دنيا ۾ ٿينديون آهن.

هيڪر انگ ديش ۾ سخت ڏڪار اچي پيو. ورشا جي

اپاو ڪري فصل سڪي ويا هئا. ڪاڌي نه ملڻ ڪري لوڪ مري رهيا هئا. سڀ پراڻي ڏاڍيءَ پيڙا ۾ هئا. اهو حال ڏسي راجا رومپاد کي چنتا گهيري ويئي. هن برهمڻن کي گهرائي، ڏڪار جي ڏرت کي ٽارڻ لاءِ صلاح گهري. برهمڻن کيس چيو ته ”اڄڻ! بن ۾ رشي شرنگ نالي هڪ پورڻ برهمچاري رهندو آهي. هنڪي تپ ڪري اهڙو وردان مليو آهي جو جت وڃي تت مينهن وسي ۽ سڪرسڻائي ٿي پوي.“

راجا پنهنجن منترين سان صلاح ڪرڻ لڳو ته رشي ڪمار شرنگ کي ڪهڙيءَ طرح سندس پتا جي ڪٽيا مان ڪڍي، راڄڌانيءَ ۾ وٺي اچجي. وزيرن جي صلاح موجب راجا شهر جون ڪي سندر لڇڻيون ڪوٺائي کين چيو ته ڪنهن طرح شرنگ کي رجهائي انگ ديش ۾ وٺي اچو.

نرتڪائون اُلجهن ۾ پئجي ويون. هڪ طرف کين راجا جي ڪاوڙ جو ڀؤ ٿي ٿيو. ٻئي طرف هو رشيءَ جي سراپ جي ڀؤ کان ٿي ڊنيون. نيٺ دل ٻڌي ڀڳوان جي ڀروسي هو پنهنجي شڪار جي ڪڍ ويون. هنن دل کي پرچائيندي چيو ته اسين هڪ سٺو ڪم ڪرڻ لڳيون آهيون. ديش مان ڏڪر ٽري وڃي، انهيءَ کان وڌيڪ چڱي ٻي ڪهڙي ڳالهه ٿيندي؟ رواني ڪرڻ کان اڳ راجا کين هر پرڪار جو سامان سرو ۽ ڌن ۽ ڌانيه موجود ڪري ڏنو.

هنن ڇورين جي اڳوان هڪ تمام چتر استري هئي. سو هن هڪ ٻيڙيءَ ۾ هڪ هترادو بن ڪري ٺاهيو. انهيءَ بن ۾ سچي بن جهڙا وڻ ۽ وليون لڳايون ويون. ٻيڙيءَ جي وچ ۾ آشرم جيان هڪ ڪٽيا ٺهرائي ويئي. ٻيڙيءَ کي گهلي اچي رشيءَ ويانڊڪ جي آشرم ۾ ٻيهار پاتون. ٻيڙيءَ کي خوب مضبوطيءَ سان وڻ سان ٻڌي ڇوريون رشيءَ جي آشرم ڏانهن ڪاهي ويون. رشي آشرم ۾ ڪونه هو. انهيءَ ڪري هنن کي چڱو وجهه ملي ويو. هڪ سندري وڃي رشي ڪمار جي

پرسان پيڻي ۽ ڏاڍي پريم سان هن کان پڇڻ لڳي ”رشي توهان خوش راضي آهيو نه؟ توهان جا ساٿي پوءِ سڀ چڱا ڀلا آهن يا نه؟ توهان جي تپسيا ٺيڪ ٺيڪ ٿي رهي آهي يا نه؟ توهان جي پتا جو جس روزمره وڌي ٿو يا نه؟ توهان ويد جي پڙهائيءَ ۾ اُنتي ڪري رهيا آهيو نه؟“ مطلب هيءُ ته گٽڪا رشيءَ سان ٺيڪ اهڙي نموني ڳالهايو جئن هڪ رشي ٻئي رشيءَ سان ڳالهائي.

رشي ڪمار ڪڏهن به اهڙو مٺو آواز ڪونه ٻڌو هو، هن اهڙو سندر سروپ ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو. قدرتي طرح هن جي من ۾ ميل ميلاپ جي ڀاونا، سا به خاص ڪري استري جاتيءَ لاءِ پيدا ٿي پيئي. ڀورين ته هن سمجهو ته ڪو برهمچاري ساڻس ڳالهائي رهيو آهي، سو به ڪو رشي ڪمار آهي. انهيءَ ڪري هن چيو ”ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته توهان هڪ اوچ وارو سندر برهمچاري آهيو. ٻڌاءِ توهان ڪير آهيو؟ مان توکي نمسڪار ڪريان ٿو. توهان جو آشرم ڪٿي آهي؟ توهان ڪهڙي پرڪار جي تپسيا ۾ لڳل آهيو؟“ ائين چئي رشي ڪمار گٽڪا کي رواج موجب پيتائون ڏنيون.

ڇوڪريءَ جواب ۾ چيس ته ”هتان ٽن جوجنن [هڪ جوجن ۾ چار ڪوهه يا اٺ ميل ٿيندا آهن] جي دوريءَ تي منهنجو آشرم آهي. مان توهان جي لاءِ ڦل ڦول کڻي آئي آهيان. توهان مهرباني ڪري مونکي پرڻام نه ڪريو. مان انهيءَ جي لائق ڪونه آهيان. اسين نمسڪار ٻئي نموني ۾ ڪنديون آهيون. منهنجي مرضي آهي ته مان انهيءَ نموني توکي نمسڪار ڪريان.“

رشي هيءَ حال ڏسي وائڙو ٿيو بيٺو هو ته سندريءَ کيس گلي لڳايو. پوءِ کيس خوب پڪوان ۽ لڏون کارايائين. تنهن کان پوءِ سگنڌ وارن سهڻن گلن جون مالهائون هن جي ڳچيءَ ۾ وڌائين. ٻيو دفعو هنکي ڀاڪر پائي، چپ چپن سان ملائي چيائينس: ’هي آهي نمونو اسان جي نمسڪار ڪرڻ جو.‘

رشي پتر کي هن ورتاءَ مان ڏاڍو مزو آيو. هاڻي ڪافي دير ٿي چڪي هئي ۽ سنڌريءَ کي پڪ ٿي ته متان رشي ويانڌڪ موٽي نه اچي، سو اهو بهانو ڪري ته هوم ڪرڻ جو وقت اچي ويجهو ٿيو آهي، اتان کسڪي ويئي.

جڏهن شرنگ جو پتا موٽيو لڏهن هن ڏٺو ته جاءِ سڄي گندي ٿي پيئي آهي، چوڌاري منانيءَ جا ذرا ذرا ڪريا پيا آهن. ولين جون ٽاريون ۽ پن هت هت ڪريا پيا هئا. سنڌس پٽ جي منهن بر هميشه وارو ليج ڪونه هو. انين ڏسڻ بر پئي آيو سنڌس من تي ڪم جو غلبو ٿيل آهي. جئن هو هميشه آشرم جي صفائي ۽ شيوا ڪندو هو لئن انهيءَ ڏينهن ڪونه ڪئي هئائين.

رشيءَ ملول من مان چيو ”پٽ! هون لاءِ سمدائون (ڪاٺيون) چو نه ڪٺي آيو آهين؟ هنن ڪومل ڪلين ۽ نازڪ نفيس ولين کي ڪنهن پگو آهي؟ ڳانءِ ڏڌي ٿي يا نه؟ هت ڪو لنهنجي شيوا لاءِ آيو هيو ڇا؟ اها عجيب قول مالها لوکي ڪنهن ڏني آهي؟ لنهنجو منهن اهڙو اُداس ڇو پيو آهي؟“

پولي پالي، سرل سوڀاءَ شرنگ چيو ”هت هڪ وچتر برهمچاري آيو هو. مان نه سنڌس سنڌرتا جو ورنن ڪري سگهان ٿو، نه سنڌس ليج جو بيان. سنڌس آواز جو ميناج انوکو هو. سنڌس آواز ٻڌي ۽ سنڌس اکيون ڏسي منهنجو اندر آنند ۽ پريم سان پرپور ٿي ويو آهي. هن پنهنجي رواج موجب جڏهن مونکي گلي لڳايو، لڏهن مونکي اهڙي مؤج آئي، جا هن کان اڳ ڪڏهن به مونکي نه ملي آهي. هن بن جي مٺن ميون کائيندي به مونکي ڪڏهن اهڙو مزو ڪونه آيو آهي.“

پوءِ هن پنهنجي پيءُ جي اڳيان انهيءَ مهمان جي رنگ روپ ۽ هاٿ چلت جو وڌيڪ ورنن ڪيو. آخر ڏاڍيءَ اُڪير مان چياءِ ”انهيءَ برهمچاريءَ جي سنگ لاءِ منهنجو جيءُ جلي رهيو آهي. مان چاهيان ٿو ته وڃي هنکي ڳولهي قولهي

هٿ وٺي اچان. هن جي شعوا، ڀڳتيءَ ۽ تپسيا جو مان ڪهڙو بيان ڪريان. هن سان ملڻ لاءِ منهنجي دل تڙپي رهي آهي."

ويڀانڊڪ سموري ڳالهه ٻڌي، سارو قصو سمجهي ويو. هن پٽ کي چيو "پٽ! جيڪو تو سان مليو آهي، سو برهمچاري ڪونه هو. هيءَ ڪنهن راڪشس جي رچيل مايا آهي. راڪشس لوڪ هميشه تپسيا ۾ ڀنگ وجهڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا آهن. انهيءَ لاءِ هو اَنيڪ حرڪتون ۽ حرفتون ڪندا آهن. انهن کي ورڻ پنهنجي ويجهو اچڻ نه ڏج."

پوءِ ٻين ڏينهن ساندهه رشي انهن شرارتين جي ڳولها ڪندو رهيو. هن جهنگل جو چپو چپو ڳولهيو، پر انهن حرڪتين جو هو پتو نه ڪڍي سگهيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ رشي ويو ڪندمول گڏ ڪرڻ. سندس غيرحاضريءَ ۾ وري اچي گڻڪا ڪنيا ۾ وارد ٿي. جڏهن شرنگ جي هن تي نظر پيئي تڏهن ٽپ ڏيئي اٿي کڙو ٿيو ۽ ڊوڪي وڃي هنجو آءُ آدر ڪياءِ. هو هن سندريءَ طرف اهڙي زور سان ڇڪجڻ لڳو جڏهن تلاءَ جي پيڙهڻ وقت پاڻي سرسر ڪري وهندو آهي.

شرنگ پنهنجو ٻاڪهي وجهي هنجي پرسان بيٺو ۽ هنکي رواجي نموني پرڻام ڪري چياءِ "اي سندر برهمچاري! منهنجو پيءُ موٽي تنهن کان اڳي مونکي پنهنجي آشرم ڏانهن وٺي هل."

اِهائي ڳالهه سندريءَ چاهي ٿي ۽ انهيءَ لاءِ ئي هن هيڏو ٽڪسات ڪيو هو. گڏجي ڪري هو انهيءَ ٻيڙيءَ تي سوار ٿيا، جنهنجو رنگ روپ آشرم جهڙو هو. رشي ڪمار اَڃا ٻيڙيءَ تي سوار مس ٿيو ته ٻيڙيءَ جا رسا ڪاٽيا ويا ٻيڙي سهوليت سان انگ ديش ڏانهن لاهواري هلڻ لڳي. رستي تي هيءَ ناچڻيون رشيءَ کي اَنيڪ ريت وندرائينديون رهيون ۽ کيس پاڻ جا نظارا ڏيکارينديون رهيون. ليڪن اچي سيا ۾ پهچا پاڻونس. انهيءَ ۾ ذرو به شڪ نه آهي ته هن ٿوري

وقت ۾ رشي ڪمار کي سنسار جي جيتري خبر پيئي اوتري ڪيس ٻن جي سموري جيون ۾ ڪانه پيئي هئي.

اڄ انگ ديش جي راجا جي آنند جي ڪا حد ڪانه هئي. رشيءَ جي پهچندئي هو، هنکي خاص ليار تيل سندر ۽ سينگاريل اندر ۾ ڪمرن ڏانهن وٺي ويو. جتي برهمڻ اڳڪئي ڪٺا هئي، شرنگ انگ ديش ۾ پير رکيو مس تہ ٺهہ ٺهہ ڪري اچي مينهن ٺميو. نديون ۽ ٻنديون پاڻيءَ سان پربور ٿي پيون ۽ لوڪ ڏاڍيون خوشيون ڪرڻ لڳا. رومپاد پنهنجيءَ ڌيءَ شانتا جو وواهہ ڪري شرنگ سان ڪيو.

راجا جون سموريون اڇائون تہ پوريون ٿيون. پر ڪيس اهو پؤ وٺي ويو تہ مبادا رشي وڀانڊڪ پٽ جي ڳولها ۾ اچي مونکي سراپ نہ ڏي. هاڻي هن منترين سان صلاح ڪئي تہ رشيءَ جي ڪروڌ کي شانت ڪرڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا وس هلائجن. هنن چيا ڪيو جو جهنگل کان وٺي راجڌانيءَ تائين سموري رستي تي ڳائيون ۽ ڏاند بيهاريائون. ڳنوارن کي چيائون تہ رشي هن رستي تي ايندو. جڏهن رشي اچي تڏهن کيس چئجو تہ هيءُ سمورو مال شرنگ جو آهي. اسين هن جا نوڪر چاڪر آهيون ۽ پنهنجي آڳت پاڳت لاءِ هت بيٺا آهيون، جيڪا آڳيا ڪندا سا اسين پوري ڪنداسين.

جڏهن وڀانڊڪ جهنگل مان آشرم ۾ موٽي آيو، تڏهن پٽ کي گهر ڏسي گهٻرائجي ويو. هيڏي هوڏي گهڻوئي ڳولهيائين پر ڪٿ بہ شرنگ جو پتو ڪونہ پيس. پوءِ کيس خيال ٿيو تہ هيءَ شايد انگ ديش جي راجا جي چالاڪي آهي. پوءِ ڳوٺ لتاڙيندو، نديون پار ڪندو، راجڌانيءَ طرف هلڻ لڳو. انهيءَ وقت سندس دل ۾ ڪروڌ جي آڳ پيڪا کائي رهي هئي. ائين ٿي چاهيائين تہ راجا کي ساڙي رک ڪري ڇڏيان. پر رستي جي هر منزل تي ڏناءِ شاندار ڏٺا ۽ سندر ۽ سهڻيون ڳائيون. ڳوالن وري کيس منيون منيون ڳالهيون

۽ ٻيا ٻار ڀائرن سڀ سواديءَ ڪير، وري ڪيس ٻڌايائون ته هي سمورو مال تنهنجي پٽ جو آهي، سو سندس ڪروڌ بلڪل ٺڪو ٿي پيو.

جڏهن هو راڄڌانيءَ ۾ پهتو تڏهن ڪيس راڄا جي دربار ۾ وٺي ويا. اتي هن ڏٺو ته سندس پٽ اتي اڳين وينو آهي جئن سرڳ ۾ راجا اندر. سندس پرسان رومپاد جي پٽري شانتا اڳين ويٺي هئي، جئن اند راڻي. شانتا جي لاثاني سوڀيا ڏسي رشيءَ جا نيڻ ٺري پيا ۽ سندس ڪروڌ ڪافور ٿي ويو.

رشيءَ راجا کي آشيرواد ڏني ۽ پٽ کي چيائين ته "راجا کي هر ريت پرسن ڪر. پر جڏهن پٽ ڄميئي تڏهن اچي ٻن ۾ منهنجي پيرو ٿي ۽ تپسيا ڪي لڳي وڃ." شرنگ پتا جي آگيا جو پالن ڪيو.

ڪٿا پوري ڪري لومش منيءَ چيو "جئن نل سان دميئنتي ٻن ۾ ويئي، جئن وسشٽ سان ارنڌتي ويئي، جئن رام سان سيتا ٻنواس ڀوڳيو ۽ جئن اگستيه سان لوپامدرا جهنگل جو رستو ورتو، جئن توسان دروپدي ٻن ۾ آئي آهي، تئن رشي شرنگ سان شانتا ٻن ڏانهن ويئي. اتي ٻنهي هڪ ٻئي سان پريم وندينديءَ تپ ۽ ڀڳوانت ڀڳتيءَ ۾ سمو ڪاٽيو. هيءَ آهي اها ڪٽيا جتي رشي شرنگ رهندو هو. هن تيرٿ جي پوتر پاڻيءَ ۾ سنان ڪري پوتر ٿي."

پانڊون اتي سنان ڪري پوڄا پاٺ ڪيو.

## [٣٢]

# يوڪريت جي اجائي تپسيا

تيرٿ ياترا ڪندي، پانڊو گنگا جي ڪناري لڳ رئيڀيا آشرم ۾ اچي نڪتا.

لومش کين هن استان جي ڪٿا ٻڌائي:

لومش چيو ”هيءَ اهو گهاٽ آهي جتي دسرٿ جي پٽ پرت سنان ڪيو هيو. پرسڌ آهي ته اندر ورترا س کي انياءَ سان ماريو، انهيءَ ڪري کيس برهمهتيا جو پاپ لڳو. هتي سنان ڪرڻ ڪري اندر انهيءَ پاپ کان ڇوٽڪارو پاتو. سنتڪمار به هن هنڌ پريو درشن پاتو هو. ٻريان جيڪو پهاڙ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، انهيءَ تي ديوتائن جي ماتا اديتيءَ سنتان لاءِ تپسيا ڪئي هئي. يڌشترا هن پهاڙ تي چڙهي وڃ ته اهي اوندهاهه ڪڪر جيڪي لوڪي گهيري ويا آهن، سي ڇن پن ٿي وڃن. جي هن نديءَ جي پولر جل سان سنان ڪندين ته اهنڪار ۽ ڪروڌ پنهنجو پاڻ ڪافور ٿي ويندا.“

پوءِ لومش هن پولر استان جي گڻن جي وڏيڪ وستار سان وياکياڻ ڪئي. لومش هن ريت ڪٿا ڪري ٻڌائي: ”هن جاءِ ڀيئي رشي پتر يوڪريت برباد ٿيو. هت ٻن پرسڌ برهمڻن جون ڪٽيائون هيون. هڪڙي جو نالو هو ڀاردواج ۽ ٻئي جو رئيڀيه. ٻنهي جي پاڻ ۾ گهري پريت هئي.

رشي رئيڀيه ۽ سندس ٻن پٽن ويد پڙهيا ۽ وديا لاءِ پرسڌ ٿيا. ڇوڪرن جا نالا هئا پراوس ۽ اَرواوس.

ڀاردواج وري پنهنجو سمو ايشور ڀڳتيءَ ۽ تپسيا ۾ ٿي لڳائيندو هو. هنکي يوڪريت نالي هڪڙو پٽ هو. يوڪريت ڏٺو ته برهمڻ لوڪ جيترو مان رئيڀيه کي ڏين ٿا اوترو سندس تپسوي پتا ڀاردواج کي نٿا ڏين. اهو حال ڏسي سندس من ۾ ڏاڍي ايرشا پيدا ٿي.

يوڪريت اندر جي آسيس ڪٽڻ لاءِ گهور تپسيا ڪرڻ شروع ڪئي. هن پنهنجي تن کي ڏاڍا تسيا ڏنا. هن اهڙا ڏکيا ورت ڌارڻ ڪيا جو اندر کي منس ڪهل اچي وئي. ديوراج برگهٽ ٿي ڪري ڇوڪر کان پڇيو ”تون ايترو ڪٺور تپ ڪهڙي پرپوجن لاءِ ڪري رهيو آهين؟“

رشي پتر جواب ۾ چيو ”منهنجي اڇا آهي تہ مونکي ويدن جو اُتم گيان پراپت ٿئي جيئن اڳ ڪنهنکي بہ نہ مليو آهي. مان پرسڌ ودوان ٿيڻ چاهيان ٿو. انهيءَ ڪري تپ ڪري رهيو آهيان. گوروڪُل ۾ ودوان ويد پڙهڻ ۾ ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي ۽ وقت بہ گهڻو لڳندو آهي. مان چاهيان ٿو تہ مونکي سهج سڀاءَ ويدن جو گيان پراپت ٿئي.“

رشي پتر جا لفظ ٻڌي اندر مشڪي ڏنو ۽ چياءِ ”اي برهمڻ تو غلط راهہ اختيار ڪئي آهي. گهر موٽي وڃ ۽ ڪو يوگيہ گورو هٿ ڪري، انهيءَ وٽان ويد وديا پراپت ڪر. تپ دواران وديا ڪانہ ايندي آهي. وديا پراپت ڪرڻ لاءِ پڙهڻو ئي پوندو آهي.“ ائين چئي راجا اندر الوپ ٿي ويو.

انهيءَ ڳالهہ جو ڀاردواج جي پٽ تي ڪو اثر ڪونہ ٿيو. هو اڃا بہ وڌيڪ ڪٺور تپ ڪرڻ لڳو. اهو حال ڏسي ديوتائن کي ڏاڍو ڪشٽ ٿيو. انهيءَ ڪري ديوراج اندر ٻيهر پرگهٽ ٿيو. رشي پتر کي ٻيو دفعو چتاءُ ڪندي چياءِ ”هيءُ وديا پراپتيءَ جو مارگ نہ آهي. وديا پڙهڻ سان ئي ملندي آهي. تنهنجي پتا بہ لڳاتار ابياس ڪري ويد پڙهيا هئا. تون بہ ساڳي وات وٺ. بنا مطلب تن کي تسيا نہ ڏي. وڃي ڪري ڪنهن گوروءَ وٽ پڙهہ.“

يوڪريت تي هن چتاءُ جو بہ ڪو اثر ڪونہ ٿيو. هو پنهنجي ضد تي قائم رهيو. اندر کي چياءِ ”جيڪڏهن تون مونکي وردان نہ ڏيندين، تہ مان پنهنجي شرير جو انگ ڪاٽي ٻرندڙ باهہ ۾ آهوتيون ڏيندس. مان اصل ڪونہ پوئتي هٽندس.“

انهيءَ ڪان پوءِ جوان پنهنجي تپسيا برابر ڪندو رهيو. هڪ ڏينهن جڏهن هو گنگا تي اَمرت ويلي سنان ڪرڻ ويو، تڏهن ڏٺائين تہ هڪ سنهو سڪو ٻڍو برهمڻ واريءَ جون منيون ڀري ڪري نديءَ ۾ اڇلائي رهيو آهي. يوڪريت برهمڻ

ڪان پڇيو ”پريا مڙس! هي ڇا ڪري رهيو آهين؟“ ٻڍي ڄ وراڻيو: ”مان ندي ۽ تي پل ٻڌي رهيو آهيان. انهن واريءَ جون منيون اچلي اچلي جڏهن مان پل تيار ڪندس، تڏهن لوڪ سهوليت سان درياءُ پار ڪري سگهندا. هن وقت پار وڃڻ ڪهڙو نه ڏکيو آهي. ڏسو ته مان ڪهڙو نه ڪارائتو ڪم ڪري رهيو آهيان.“

برهمڻ جي وارتا ٻڌي يوڪريت کلي وينو ۽ چيائين ته ”تون ڪهڙو نه مورک آهين جو سمجهين ٿو ته هن وڏيءَ نديءَ تي هنن اجاين واريءَ جي منين سان تون پل ٺاهي سگهندين. اٿي وڃي ڪو وڏو ڪارائتو ڪم ڪر.“

انهيءَ تي پير مرد چيو ”ٻڌاءِ ته تون وڏو ڪ مورک آهين يا مان؟ تون جو بنا پڙهڻ جي ويد سکڻ ٿو چاهين، اهو ڪم ڇريائيءَ جو آهي يا منهنجي پل ٻڌڻ؟“

يوڪريت سهي ڪيو ته اهو برهمڻ خود اندر آهي. هاڻي هن نمرتا سان ديوتا کي آراڌنا ڪئي ته ”مونتي ديا جا هٿ ڌري، پرسن ٿي مونکي وديا جو پرساد ڏيو.“

اني اندر هنکي هن ريت آشيرواد ڏني: ”چڱو جيڪو ور تون گهرين ٿو، سو مان توکي ڏيان ٿو. وڃ وڃي ويد پڙهه. تون وڏو ودوان ٿيندين.“

آشيرواد وٺي يوڪريت آشرم ڏانهن موٽي ويو.

## [٣٣]

## يوڪريت جو انت

يوڪريت ويد پڙهي ودوان ٿيو. پر هنکي اهو ايمان وٺي ويو ته مان ويد وديا اندر جي وردان وسيلي پراپت ڪئي آهي. ڪنهن منش مونکي ڪونه سيکاريو آهي. ڀاردواج کي

اِها ڳالهه ڪانه وڻي. هن ڪي اچي پڪ ورتو ته مبادا ڇوڪرو اهنڪار ۾ اچي رئيبه رشيءَ جو ايمان نه ڪري ۽ اهڙيءَ ريت پنهنجي بربادي نه آڻي.

پاردواج چيو "جئن دڪاندار مورکن کي نشيدار شيون وڪڻندو آهي، تئن ديوتائون انهن مورکن کي به وردان ڏيندا آهن، جيڪي تپسيائون ڪندا آهن. ور ملڻ ڪري آدمي پنهنجو ظابطو وڃائي وهندا آهن. سندن ٻڌي پرشت ٿي ويندي آهي ۽ ڪين بربادي‌ءَ جو منهن ڏسڻو پوندو آهي." پنهنجي ڳالهه کي پشت ڪرڻ لاءِ رشيءَ هيٺين ڪٿا پٽ کي ڪري ٻڌائي:-

پراڻي زماني ۾ بالتهه نالي هڪ پرسڌ رشي رهندو هو. هنکي هڪ پٽ هو، جنهنجو ننڍيءَ عمر ۾ ئي مرليو ٿي ويو. انهيءَ ڪري رشي شوڪ ساگر ۾ ٻڏي ويو. پوءِ هن گهور تپسيا انهيءَ ڀاونا سان شروع ڪئي ته ڪيس اهڙو پٽ ڄمي جنهنجو مرنيو ئي نه ٿئي.

ديوتائن رشيءَ کي سمجهايو ته "انين ٿيڻ اسمبو آهي. جو ڄميو آهي، سو ضرور ڊهندو. جيڪو ڄائو آهي، سو ضرور مرندو. انهيءَ ڪري تون پنهنجي پٽر جي آيوءَ جي ڪا اوڌي مقرر ڪر." تنهنتي رشيءَ چيو "منهنجو پٽ ايستائين جيئندو رهي، جيستائين هيءَ پهاڙ بيٺو آهي." ديوتائن اها وينتي سويڪار ڪئي ۽ سمي پائي رشيءَ کي ميڌاويءَ نالي پٽر پيدا ٿيو.

ميڌاويءَ کي انهيءَ ڳالهه جو ڏاڍو گيرب هو ته منهنجي پراڻن کي ڪوبه منش جوکو رسائي نه سگهندو. مان پهاڙ جيان اچل آهيان. انهيءَ ڪري هو هٺ ۾ پيو ڇڙندو هو، سيني سان تڪبر سان هلندو هو.

هيڪر هن اهنڪاري مڙس ڌنشاڪش نالي رشيءَ جي سخت بي عزتي ڪئي. رشيءَ ڪروڌ ۾ اچي سراپ ڏنو ۽

چيو ”هيءَ جوان شل ٻڪندر رک جي ٻاري تي ٻوي.“ پر ميڊاويءَ تي انهيءَ سراپ جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو. هو بلڪل تندرست ۽ رشٽ پشٽ ٿيندو رهيو. اهو حال ڏسي رشي وائڙو ٿي ويو. پوءِ ميڊاويءَ کي جنم جي سمي جيڪو وردان مليو هو، تنهنجي اچي رشيءَ کي ياد پيئي. اتي رشيءَ هڪ جهنگلي سانَ جو روپ ڌارڻ ڪيو. رشي پنهنجي آپ جي وسيلي ٽوٽا هٽي هٽي، جبل کي ڪيرائي ڇڏيو. هوڏانهن جبل ڀڄي پري پيو، هوڏانهن ميڊاوي ڏوڪري ڪري پيو ۽ سندس پراڻ نڪري ويا.

ڪنتا کي ڀوڳ پائيندي ڀاردواج چيو ”پٽ! هن پراڻيءَ ڪنتا مان سکيا وٺ. اجايو گيرپ ڪري پاڻکي برباد نه ڪر. پنهنجي مٿان ظابطورڪ. من کي مار. مريادا جا ليڪا نه اورانگهه. مهرشي رئيهه جي بي عزتي نه ڪر.“

جنهن وقت جي ڳالهه آهي، انهيءَ وقت بسنت جي رت هئي. ولين ۽ ٻوٽن تي گل ڦوٽر لائيون بيٺا هئا. ورڻ ٽڻ رنگارنگي ڦلن ڦولن سان سينگاريا پيا هئا. ساري ٻن ۾ پانت پانت جا پکي آڏامي رهيا هئا. سندن طرح طرح جا ٽرٽا ۽ ڀن ڀن رنگن جا پر ٻن جي زيب ۽ زينت کي وڌائي رهيا هئا. سندن سندر سرن ۽ مٺن آلاپن سان سارو جهنگل گونجيو پئي. ساريءَ پرٿويءَ تي ڪام ديو جو جادو هلي رهيو هو. رئيهه رشيءَ جي ڪٽيا جي ٻاهران هڪ ڦلن جي ٻاڙي ۾ رشيءَ جي نهن، پراوس جي ڏرم پتني، پسار ڪري رهي هئي. هڪ هئي سندرتا جو سروپ، ٻيو هئي پوترتا جي پتلي، ٽيون هئي ڏيرج جي مورت. هوءَ منش جي ڪنيا نه ٿي لڳي، پر ڪنو ڪنيا ٻي پرتيت ٿي. يوڪريت اچي اتان لانگهائو ٿيو. ڇوڪريءَ کي ڏسي مگڌ ٿي ويو ۽ سندس من ۾ ڪواسنان جو طوفان اٿي کڙو ٿيو. هو ساري سڌ ٻڌ وڃائي ويٺو ۽ ڪام انڌ جي ڪري هن هڪ ڇتي ٻڪئي ڇيتي جو

روپ ڪري ڏارڻ ڪيو. لڄ شرم وڃائي هو پراوس جي استريءَ کي فاحش اشارا ڪرڻ لڳو. ڇوڪري لڄ، شرم ۽ ڀؤ ڪري وائڙي ٿي ويئي. انهيءَ حالت ۾ پوڪريت هنکي ايڪانت استان ڏانهن گهلي، سندس ستيتونشت ڪيو.

هاڻي رئيپيه پنهنجي آشرم ڏانهن موٽي آيو. ڏٺائين ته سندس نهن دل شڪستي ٿي روئي رهي آهي. جڏهن ڪيس پوڪرتيءَ جي ڪڌي ڪارنامي جي خبر پيئي تڏهن هو ڪروڌ وچان ٽپي لال ٿي ويو. پنهنجي مٿي مان هڪ وار پٽي منتر پڙهي ڪري آڳ ۾ وڌاءِ. يڪدم هون ڪنڊ مان سندس نهن جهڙي هڪ سندر ڪنيا نڪري آئي. وري ٻيو وار پٽي ساڳي ڪارروائي ڪياءِ. هن دفعي يگ ويديءَ مان هڪ ڀيانڪ ڀوت نڪري آيو. رشي هنن ٻن جيون کي آگيا ڪئي ته پوڪريت کي ماري ڇڏيو. ٻنهي رشيءَ کي نمسڪار ڪئي.

صبوح جي سمي جڏهي پوڪريت سرت متائي رهيو هو تڏهن هوءَ سندري سندس ويجهو وڃي، پنهنجن انگلن آرن سان هنکي هرکائڻ لڳي. جڏهن ڏٺاءِ ته سندس ڌيان ٻئي طرف آهي، تڏهن سندس لوٽو کڻي ڀڄي ويئي. اتي ڀيانڪ ڀوت ڀالو مٿي ڪري هن تي حملو ڪيو.

پوڪريت اُٿي کڙو ٿيو. پوڪريت سمجهو ته جيسين مان لوٽي پوئي پاڻکي شڌ نه ڪيو آهي، تيسين سندس منتر جنتر ڪنهن به ڪم جا ڪونه ٿيندا. انهيءَ ڪري هو پنهنجو لوٽو ڳولهڻ لڳو. ڏٺاءِ ته لوٽو ڪو کسڪائي ويو آهي، سو وٺي ڀڳو تلاءَ ڏي. پر تلاءُ ٻيو هو بلڪل سڪو. پوءِ ڀڳو هڪ نهر ڏانهن. هنجي پهچڻ تي نهر به سڪي ويئي. مطلب ته هنکي ڪٿي به پاڻي هٿ نه آيو. پوڪريت پراڻن بچائڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڀڳو. پر ڀيانڪ ڀوت سندس پيڇو نه ڇڏيو. سندس پاپ جي ڪري سندس ورڻن ۽ نيمن جو سمورو ڦل گم ٿي چڪو هو. هن نيٺ وڃي پنهنجي پتا جي يگ شالا ۾ پناهه

ورتي. پگ شالا جي دوار تي هڪ ڪاٺو پهريدار بيٺو هو. ڏپ جي ڪري ٻوڪرپت جي شڪل ئي بدلجي ويئي هئي، انهيءَ ڪري پهريدار کيس ڪونہ سڃاتو ۽ اليئي روڪي بيهاري ڇڏيائينس. هاڻي پوت اچي مٿس ڪڙڪيو ۽ پالي جي ڏنڪ سان کيس پورو ڪري ڇڏيائين.

جڏهن ڀاردواج پنهنجي آشرم تي موٽي آيو تڏهن اتي پنهنجي پٽ جو لاش ڏٺائين، هو وائڙو ٿي ويو. هن انومان ڪيو تہ هن موت جو ڪارڻ ضرور رئيبيہ رشيءَ جي بي حرمتي هوندي.

جوش ۽ ڏک مان هن چيو "هاءِ! پٽ تون ايمان ۽ اهنڪار جو شڪار ٿي وئين. ڪيڏي نہ غلطي ڪئي جو برهمڻن جي رواج موجب ويد نہ پڙهيئہ. اهڙي هلت جي ڪري لوڪي هٿان سراپ مليو. شل رئيبيہ جنهن منهنجي پٽ کي ماريو، سو پنهنجي پٽ جي هٿان مري."

ٿوري دير ڪانپوءِ ڀاردواج ساميت ۾ آيو ۽ سوز مان چوڻ لڳو: "هاءِ! هاءِ! مان هيءُ ڇا ڪيو؟ جنهنکي پٽ ڪونہ ٿيندو آهي، سو نہ ڀاڳوان ٿيندو آهي. مان پٽ وڃايو، پر جوش ۾ اچي پنهنجي پياري متر کي بہ پاراتو ڏنو. هن سنسار ۾ وڏيڪ جيئڻ جو ڪهڙو سود آهي."

پوءِ هن پنهنجي پٽ کي سنسڪاريو ۽ انهيءَ چکيا ۾ ٽپ ڏيئي پاڻکي بہ ساڙي ڀسم ڪيو.

## [٣٤]

## وديا ۽ سشتتا - علم ۽ عمل

هيڪر رئيبيہ رشيءَ جي شش راجا برهديمن وڏو يگ ڪيو. هن پنهنجي گوروءَ کي نويدن ڪئي تہ پراوس ۽ ارواوس ٻنهي کي آگيا ڏيو تہ هلي يگ ڪرائين.

يڳ جون تياريون ٿي رهيون هيون. انهيءَ وچ ۾ هڪ ڏينهن پراوس کي خيال ٿيو ته هو پنهنجي ڌرم پتنيءَ جو منهن ڏسي اچي. ساري رات اڪيلي سر پنڌ ڪندي، هو پرڀات ويلي وڃي پنهنجيءَ ڪٽيا ۾ پهتو. هن ڏٺو ته ڪٽيا جي ويجهو هڪ شڪاري جانور ڪرونڊڙو ٿيو ڪنهن شڪار جي تاڙ ۾ ويٺو آهي. رشي پتر پنهنجو هٿيار اڇلائي انهيءَ پراڻيءَ کي ماري وڌو. جنهن کي هن ماريو، سو جهنگ جو جانور ڪونه هو. سندس پتا ئي جانورن جون کلون اوڍي انين ويڙهيو سيڙهيو ويٺو هو. جڏهن رشي پتر حقيقتن کي جي پوري جاڻ ٿي تڏهن سندس ڌرن ڏڪي ويئي ۽ هو شوڪ جي سمندر ۾ غوطا کائڻ لڳو. جڏهن سامت ۾ آيو، تڏهن سمجهائين ته هي ڀاردواج جي سراپ جو ڀرپاءُ آهي. ٽڙ لڪڙ ۾ پتا جو ڪرياڪرم ڪري هو پنهنجي ڀاءُ اروواس وٽ آيو ۽ اچي ساڻس هن دک جو داستان اوريائين. ڀاءُ کي چيائين "منهنجي هن دشت ڪرم جي ڪري راجا جي يڳ ۾ وگهن پوڻ نه گهرجي. مان اڪيلو يڳ جو ڪم هلائيندس. اوهان ڪرپا ڪري هن ڀل ۾ ٿيل پاپ جو پرائسچت وڃي ڪريو. پرماتما پنهنجيءَ اپار ديا سان ڀل ۾ ٿيل پاپن لاءِ پرائسچت ٺاهي ڇڏيا آهن. اوهان اڪيلي سر يڳ جو ڪم پورو ڪونه ڪري سگهندا. انهيءَ ڪري مان هيءَ رٿ اوهان کي ڏيان ٿو."

ڌرماتما اروواس پنهنجي ڀاءُ جي رٿ قبول ڪري چيو: "توهين ڀل راجا جي يڳ ۾ لڳا رهو. مان وڃي پرائسچت ڪريان ٿو جئن اوهين برهم هتيا ۽ پتري هتيا جي پاپ کان مڪت ٿيو."

اهڙيءَ ريت پڃ آتما اروواس پنهنجي ڀاءُ جي پاران پرائسچت ڪري، موٽي اچي راجا جي يڳ ۾ شامل ٿيو. پر هن ريت پرليندي دواران پرائسچت ٻار ٽئو پهچي. پاپ ڪيو

هو پراوس ۽ پرائسچت ڪيو هو ارواوس. نتيجو اهو ٿيو جو ارواوس جو چهرو چمڪڻ لڳو ۽ پراوس جي من ۾ برا برا ڀاو اڀرڻ ٿيڻ لڳا. هن من ۾ نهراءُ ڪيو ته مان پنهنجي ڀاءُ جي بي عزتي ڪندس. جڏهن ارواوس يگ سيا ۾ پير پاتو، تڏهن پراوس زور سان پڪاريو "هن آدميءَ برهم هتيا روپي گهور پاپ ڪيو آهي. انهيءَ ڪري هو هن پوتر منڊپ ۾ پير نٿو پائي سگهي. ارواوس گهڻيون ئي دانهون ڪيون ۽ سچي سچي ڳالهه راجا کي ٻڌائي. پر سندس ڳالهه ڪنهن ڪونه اونائي ۽ کيس بي عزتو ڪري يگ سيا مان هڪاليو ويو.

ارواوس وري به لوڪن کي سمجهايو ته مان نراپراڌ آهيان. مان ته رڳو ڀاءُ جي پاران پرائسچت ڪيو آهي.

لوڪن کي هن ڳالهه تي اعتبار ڪونه ٿي آيو. هو هٿوئين پيا چون ته "کهڙو نه انياءُ آهي. هڪ ڪئي اٿس برهم هتيا. ٻيو ڪيو اٿس انهيءَ جو پرائسچت. ٽيون وري ڏوهه ٿو هڻي ڀاءُ جي مٿان."

هن قسم جو انڌير ۽ انياءُ ڏسي، ارواوس دکي ٿي ٻن ڏانهن هليو ويو ۽ اتي وڃي خوب جپ تپ ڪرڻ ۾ لڳي ويو.

ديوتائون ارواوس جي شرڌا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا. ڪائنس پڇيائون "سوم! ٻڌاءِ ته توکي ڇا گهرجي؟"

گهور تپسيا ۽ گهري ويچار ڪري ارواوس جو هردو پوتر ۽ نرمل ٿي ويو هيو. هن جي من مان ڪروڌ ڪافور ٿي ويو. سو هن رڳو اهو وردان گهريو ته پٽس پر پوريءَ مان موٽي مرت لوڪ ۾ اچي ۽ سندس ڀاءُ جو پاپ ڌوپي وڃي ۽ هو اڇو اوجل ٿي پوي.

ديوتائن در اها پرارٿنا قبول پيئي.

لومش هيءَ ڪٿا يڌشٽر کي رئيڀ جي ڪٽيا جي پرسان ويهي ٻڌائي ۽ کيس چياءِ "هي راجن! هت سنان ڪري پوتر ٿي ۽ ڪام ڪروڌ آدي شترن کي شانت ڪر."

اشتاوڪر کي پاسي ٽيڻ لاءِ چيائون ته ڏهن هڪ طرف نيڻ جي بدران چوڻ لڳو:

”اي راجا جا اردليو! شاسترن ۾ لکيل آهي ته جڏهن ڪو اندو، ڪو اپاهج، ڪا استري يا ڪو بار ٻه ونيندڙ مزدور رستي تان لنگهي رهيو هجي ته خود راجا کي انهن جي خاطر رستو ڇڏڻ گهرجي. ويد پڙهيل برهمڻ کي به راجا رستي ڇڏڻ جي آگيا ڏئو ڪري سگهي. هيءَ نيم خوب سمجهو.“

جڏهن راج رشي جنڪ هن برهمڻ پتر جا هي گنڀير شبد ٻڌا، تڏهن عجب ۾ پئجي ويو ۽ چياءِ ”جيڪي هي نينگر چوي تو سو بالڪل نيڪ آهي. برهمڻ برهمڻ ئي آهي. ننڍو هجي چاهي وڏو هجي، آگ گهٽي هجي يا ٿوري هجي، آگ ئي آهي. سندس هڪ چڻنگ به ساري جهنگل کي ساڙي ڀسم ڪندي آهي.“ اهي لفظ چئي راجا جنڪ سيني ساٿين سنگين سان سري پاسي ٿيو.

هاڻي اشتاوڪر ۽ شويت ڪيتو ٻئي شالا ۾ گهڙڻ لڳا، پر دوارپال کين اندر وڃڻ کان روڪيو ۽ چيو: ”هت بالڪن جو گهڙو ڪم آهي. هت ته اهي اچن جي ورڌ ۽ ويدن جا ڄاڻو انيوي هجن.“

اشتاوڪر اها ڳالهه ٻڌي هيئن اليو: ”اسين بالڪ ڪونه آهيون. اسان پورا پورا ورت نيم پاليا آهن. اسان ويد پڙهيا آهن. ڏسو سيمر وڻ جو ڦل ڀهرين ڏسڻ ۾ ٿلهو آهي. پر انجي اندر رڳو هلڪوائي ڪجهه هولدي آهي. ويدانت جا ڄاڻو رڳو قد ۽ عمر ڏسي ٻئي جي گيان جو فيصلو ڪونه ڪندا آهن. عمر جي ننڍي ۽ قد جي ڇوٽي ۾ جيڪڏهن گيان موجود آهي ته هنکي وڏو سمجهڻ گهرجي. ڪنهنجي ڪيتري به ڪري عمر هجي، جيڪڏهن منجهس گيان ڪونه آهي ته هنکي ننڍوئي سمجهڻ گهرجي. وڏا ته ائٽ به ٿيندا آهن. ڇا

انهن کي ڪو گياني ڪري مڃيندو؟ ننڍو سمجهي ڪري مونکي نه روڪ."

انهيءَ تي دوارپال چيو: "تون نڪي عمر ۾ وڏو آهين نڪي قد ۾ ڊگهو آهين، پر ڳالهيون تو ڪرين وڏن جهڙيون. ٻاٽڪي تو وينو پڏائين ۽ مڇان منو چوائين. اجايو بحث نه ڪر. هتان هليو وڃ."

اِني اشٽاوڪر چيو: "اي دوارپال! گيان جو دارومدار اڇن وارن تي ڪونه آهي. 'بزرگي به عقل است نه به سال.' وڏو اهو ئي آهي جنهن ويدن ۽ ويدانگن جو گهرو اڀياس ڪيو آهي ۽ انهن جو پورو پورو ارٿ سمجهيو آهي. مان هت انهيءَ ارادي سان آيو آهيان ته سڀا جي ودوانن سان گڏجي ڪري وارتالاپ ڪريان. مان راڄ سڀا جي پنڊت واندي‌ءَ سان ڌرم چرچا ڪرڻ چاهيان ٿو. وڃ وڃي راجا جنڪ کي ٻڌاءِ ته مني اشٽاوڪر آيو آهي."

اهو بحث هلي رهيو هيو ته راجا جنڪ پاڻ اچي اِني نڪتو. هن يڪدم سهي ڪيو ته هيءُ ساڃيو هوشيار ڇوڪرو آهي، جو ڪيس رستي تي مليو هيو. راجا اشٽاوڪر کي سمجهائيندي چيو: "هي ٻالڪ! منهنجي دربار جي پنڊتن وڏن ودوانن کي ڌرم چرچا ۾ جيتي ڪين سمنڊ ۾ لوڙهي ڇڏيو آهي، تون ته بلڪل ننڍڙو ٻالڪ آهين. تون هن خطرناڪ ڪشتيءَ لاءِ ڇو تو تيار ٿين؟"

اشٽاوڪر جواب ۾ چيو: "اوهانجي پرسڌ پنڊت جو اڄ تاءِ مون جهڙي ويد ۽ ويدانت جي ڄاڻوءَ سان ڪم نه پيو آهي. هو ايمان ۾ پرجي ويو آهي، هو همت ۾ ٿو ڇڄي. هن انهن چڱن مڙسن کي سهوليت سان جيتيو جن کي شاسترن جي پوري ڄاڻ ڪانه هئي. مان ته اوهانجي پنڊت کي مرد ڪري لڌهين مڃيندس جڏهن هو مونکي جيتيندو. مون پنهنجي ماتا کان ٻڌو آهي ته توهانجي پنڊت منهنجي پتا سان ڌرم چرچا ڪئي

ارواوس ۽ پراوس ٻئي ساڳي ودوان جا پٽ هئا. ٻئي
انهيءَ وقت پڙهيا هئا. پاڻ ۾ وڏا ودوان ٿيا هئا. پر پڙهڻ
هڪ ڳالهه آهي ۽ ڪرم ٻي ڳالهه آهي. انهن برابر آهي ته
آدميءَ کي خبر پوي ته ڌرم ڇا کي چئبو آهي ۽ اڌرم ڇا کي
چئبو آهي، پاپ ڇا آهي ۽ پنيه ڇا آهي. پر اها ڄاڻ منش
جي هردي جي اندر سمائجڻ گهرجي ۽ سندس هر ڪرم تي
انهيءَ جو پرڀاءُ پوڻ گهرجي. علم باعمل ٿيڻ گهرجي. انسان
کي پڙهڻ، ڪڙهڻ ۽ ٺرڻ ٽنهي اوستائن مان لنگهڻ گهرجي.
تڏهن ئي وديا ششٽتا جو روپ وٺندي؛ گيان ۽ ڪرم ملي
هڪ ٿيندا. طوطي واريءَ رٽ لڳائڻ مان ڪو لاڀ ڪونه
آهي. هضم ڪرڻ بنا سنا سنا طعام کائڻ اجايو آهي. باهريون
ڏيک اندر کي اوجل نٿو ڪري.

## [٣٥]
# اشٽاوڪر

پاڻڊو لومش رشيءَ سان تيرٿ ياترا ڪندي ڪندي،
انهيءَ استان تي اچي پهتا جتي اهي رشي رهندا هئا، جن
جا نالا اُپنشدن ۾ ورڻن ٿيل آهن. شيوت ڪيتوءَ جو آشرم
شاسترن ۾ پرسڌ آهي.

انهيءَ آشرم جي سمبنڌ ۾ لومش هن ريت ڪٿا ڪري
ٻڌائي: جيڪي مهرشي ويدانت جو پرچار ڪندا هئا، تن ۾
اداالڪ سريشٽ هو. سندس هڪ وديارٿي هو آچاريه ڪهوڙ.
هو پنهنجي گروءَ جي ڏاڍي سيوا ٽهل ڪندو هو. هو
هلندو به ڏاڍي سنجم سان هو، پر پڙهڻ ۾ مٺيوٽي ڍلو هو.
انهيءَ ڪري سندس سهپاٺي (همسبق) مٿس چٿرون ڪندا
هئا. انهيءَ هوندي به اداالڪ پنهنجي شش جي نيم ڌرم کي

ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ پنهنجيءَ ڪنيا سجاتا جو هن سان وواهه ڪرايائين.

سجاتا کي جلد ئي رتن پراپت ٿيو. ٻار ۾ گهڻو ڪري ماتا ۽ پتا ٻنهي جا گڻ ايندا آهن. پر هن ٻالڪ کي ورثي ۾ ملي پنهنجي ناني جي اسير وديا. هو جڏهن گرڀ ۾ ئي هو، تڏهن به ڪيس ويد جي چندن ۽ سرن جو پورو پورو گيان هو. انهيءَ ڪري جڏهن سندس پتا منترن پڙهڻ ۾ ڀلون ڪندو هو، تڏهن ٻالڪ کي گرڀ جي اندر ۾ ڏاڍو ڏک ٿيندو هو ۽ هو اُلي ونئي پنهنجا لڱ موڙيندو هو. نتيجو اهو ٿيو جو سندس ساري شرير ۾ وروڪڙ پئجي ويا. اهو ٻالڪ جڏهن ڄائو، تڏهن سندس بدن ۾ اٺ وڪڙ ڏسي ڪري نالو رکيائونس اشٽاوڪر.

کهوڙ کي جو نياڳ ڪنيو، سو هڪ ڏينهن وڃي مٿلا پوريءَ جي درٻاري پنڊت ونديءَ سان شاستر ارٿ ڪيائين. انهيءَ ۾ سندس هار ٿي. انهيءَ ڪري هو درياهه ۾ ٽپ ڏيئي مري ويو.

اشٽاوڪر هو جمندي ڄام، سو ننڍپڻ ۾ ئي ويدن شاسترن جو پورڻ پنڊت ٿي پيو. ٻارهن ورهين جي عمر ۾ هن سمورا ويد ۽ ويد انگ پڙهي پورا ڪيا.

اشٽاوڪر ٻڌو ته مٿلا پوريءَ جو راجا جنڪ هڪ وڏو يگ ڪرڻ وارو آهي. اتي وڏن وڏن پنڊتن جو شاستر ارٿ ٿيندو. انهيءَ ڪري اشٽاوڪر پنهنجي ٻاٽيجي شويت ڪيتو کي ساڻ ڪري جنڪ جي درٻار ڏانهن روانو ٿيو.

مٿلا ۾ پهچڻ کان پوءِ هنن يگ شالا جي طرف رخ رکيو. رستي تي ڏٺائون ته راجا جنڪ جي سواري سامهون اچي رهي آهي. راجا سان گڏ سندس سارو پريوار ۽ نوڪر چاڪر هئا. نوڪر چوندا پئي آيا: ”راجا جنڪ پڌارجي رهيو آهي. هڪ طرف ٿي راجا لاءِ رستو خالي ڪريو.“ جڏهن

هئي. منهنجو پتا هار کائي وڃي سمنڊ ۾ ٻڏو. انهيءَ جو بدلو چڪائڻ لاء مان هت آيو آهيان. مونکي ڀڪ آهي تہ اوهانجو پنڊت واندي مون کان ڀڪ هارائيندو. اوهان ڏسندا تہ ڀڳلن چاڪن واري گاڏي چور چور ٿي پوندي آهي، تهڙو ئي هن پنڊت جو حال ٿيندو. مهرباني ڪري ڪيس گهرايو."

اشٽاوڪر ۽ واندي شاسترارٿ ڪرڻ شروع ڪيو. ٻنهي پنهنجي وروڌيءَ کي منجهائڻ لاء زبردست ۾ زبردست دليل پيش ڪيا، ٻنهي پنهنجي وديا کي پوريءَ ريت ڪم ۾ آندو، نيٺ سڀا ۾ وينلن پنڊتن هڪ آواز ڪري چيو تہ اشٽاوڪر بازي ڪٽي آهي. وانديءَ سر ڪري جهڪايو ۽ پاڻکي سمنڊ ۾ ٻوڙي هو ورڻ ديوتا جي واس جو واهي ٿيو.

انهيءَ کان پوء اشٽاوڪر جي پتا ڪهوڙ جي آلما کي شانتي ملي. پنهنجي پٽ جي جيت ڏسي هو ڏاڍو پرشن ٿيو. ڪهوڙ جي آلما پڪاري چيو تہ "اهڙو ڪو استر نيم ڪونہ آهي تہ پٽ پيءُ جهڙو ٿئي. ڪمزور پتا کي زوراور پٽ ڄمي سگهي ٿو ۽ مورک پتا جو پٽ سياڻو ودوان ٿي سگهي ٿو. ڪنهن بہ آدميءَ جي مهانتا سندس عمر ۽ قد تي ٻڌل ڪونہ آهي: ٻهريون روپ تہ ڪئين وار لوڪن کي گمراهہ ڪندو آهي."

مٿين وچنن مان اهو نتيجو نڪري ٿو تہ اٽپڙ هيل ڪهوڙ ۾ بہ ساڌارڻ سمجهہ ۽ ساڃهہ جي ڪمي ڪانہ هئي.

[٣٦]

## ڀيم ۽ هنومان

ڪئي وار دروپدي ورلاپ ڪري چوندي هئي؛ هيءَ ڪاميڪ ٻن ارجن بن سهڻوئي نٿو لڳي. ارجن کي ڏسڻ بنا

منهنجو جيءُ ڳڻتيون رهيو آهي." ارجن ويو هيو هماليه ڏانهن ديوي هٿيار هٿ ڪرڻ. سندس وڇوڙي ۾ نه رڳو دروپدي دکي ٿي رهي هئي، پر ڀيا پانڊو به ٻي آرام ٿي پيا هئا. هيڪڙ ڀيم دروپديءَ کي چيو:

هي ڪلياڻڪاري ديوي مونکي به ارجن جو وڇوڙو ستائي رهيو آهي. لنهنجي شبدن کي سڻي ڪري منهنجي هردي مان ٻريم جو پرواهه وهي نڪتو آهي. منهنجي اندر ۾ عجيب امنگ ۽ اُلساهه جون لهرون اُٿي رهيون آهن. ارجن بنا هيءَ سندر بن هڪ بيابان ٿي پيو آهي. ارجن بنا منهنجي دل کي آرام ٿي ڪونه آهي. سهديو لون ڇا ٿو سمجهين؟"

سهديو وراڻيو: "پيارا ڀيرا! ارجن جي نه هئڻ ڪري سڄو بن ٿي سڃو ٿو لڳي. ڪٿي ٻي هنڌ هليا هلون نه چڱو. جاءِ بدلائڻ ڪري من من وڃي ٻيءَ ٻوي." يڌشٽر پنهنجي پروهت ڌئوميه کي چيو: "ڪيترا ڏينهن ٿي ويا آهن، جو وير ارجن هٿيار هٿ ڪرڻ لاءِ ويو آهي. هو اڃا ڪونه موٽيو آهي. مان نه هنکي انهيءَ لاءِ موڪليو هو نه ديوراج اِندر کان اهڙا شتر استر وٺي اچي، جن سان اسين ڀيشم، ڪرپاچاريه، دروڻاچاريه ۽ اشوتاما کي جيتي سگهون. يڌ ٿيندي ته وڃي سڀ جوڌا ڌرتراشٽر جو طرف وٺندا. ڪرڻ کي ديوي هٿيارن جو رهسيه معلوم آهي ۽ هنجي مرضي آهي ته مان ارجن سان وڙهان. مون ارجن کي انهيءَ لاءِ موڪليو نه هو اِندر کي پرسن ڪري ديوي هٿيارن جو وردان وٺي اچي. موجود هٿيارن بنا ڪورون کي مارڻ اسيؤ آهي. اسان ارجن کي هن ڏکي ڪم ڪرڻ لاءِ موڪليو نه آهي، پر سندس جدائيءَ ۾ دکي ٿي رهيا آهيون. سندس ياد هر هر ستائي رهي آهي. خيال تو ٿئي نه ڪٿي ٻئي هنڌ وڃي رهون ته شايد اُلي من کي ڪجهه آرام اچي. ڪرپا ڪري ڪا اهڙي جاءِ ڏسيو."

ڌئوميه يڌشٽر کي ايڪ بن ۽ تيرٿن جا نالا ٻڌايا. پانڊون

ارجن جي ياد وسارڻ لاءِ ڪيترن هنڌن جي ياترا ڪئي. اهڙيءَ ريت رڻن ڪندي ۽ پوتر استانن جي مهما ٻڌندي هنن ڪيترا ورهيه گذاريا. جهنگ جهاڙيندي ۽ جبل لتاڙيندي دروپدي ڪئي وار ٿڪجي پوندي هئي. اهڙن موقعن لي ڀيمسين بهادريءَ سان سيني کي سهايتا ڪندو هو ۽ ڌيرج ٻڌيندو هو. ڀيم جو پٽ گهتوتڪچ جو هنڊبا راڪسٽيءَ مان پيدا ٿيو هو سو به اچي مدد ڪندو هون.

همالپه مان گهمندي هو هڪ ڀيانڪ ٻن ۾ اچي پيا. رستا هئا ڪڙبڙ لاهيون ۽ چاڙهيون اُڀيون ۽ اَڏنگيون، اهو حال ڏسي يڌشٽر ڀيم کي چيو ته "هن رستي تي دروپديءَ کي ڏاڍو ڪشت ٿيندو. البت مان نڪل ۽ رشي لومش سان گڏجي هليو هلندس. انهيءَ ڪري بهتر اِئين آهي ته تون ۽ سهديو دروپديءَ سان گڏ گنگادوار وٽ رهي پئو."

اها صلاح ڀيم کي اصل پسند ڪونه آئي، يڌشٽر کي چياءِ "ذرا خيال ته ڪر ته ارجن جي وڇوڙي ڪري تون ڪيترو دکي ٿي رهيو آهين. مان سهديو ۽ دروپدي توکان جدا ٿينداسين ته پوءِ تنهنجو دک وڌندو يا گهٽبو؟ هن جهنگ ۾ شڪاري جانور ۽ اُسر ۽ راڪس پريا پيا آهن. هيڙي ڀيانڪ طرف توکي موڪلي مان پوئتي ڪئن رهان؟ انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته رستو ڏاڍو ڏکيو آهي. پر مان دروپديءَ کي کلهن تي کڻي رستا پار ڪري سگهندس. مان نڪل ۽ سهديو کي به کنيو هلندس."

ڀيم جون هي ڳالهيون ٻڌي، يڌشٽر هنکي ڀاڪر پائي، آسيس ڪندي چيو: "شل ڀڳوان توکي انهيءَ ڪان به وڌيڪ بل ڏي."

دروپديءَ وري مشڪندي چيو: "اهو ضروري نه آهي ته مونکي ڪو کڻي هلي. مان پاڻهي هلنديس. منهنجي ڪري ڪابه انتظاري نه ڪريو."

انئين گهمندي گهمندي هو مهاراجا سباهوءَ جي ديش

ڪلند ۾ اچي نڪتا. اهو ديش هماليہ جبل تي هو. هن راجا سندن ڏاڍو آدرسنڪار ڪيو ۽ ڪجهه وقت لاءِ هنن اتيئي آرام ڪيو. اتان هو نارايڻ آشرم واري منوهر بن ۾ ويا ۽ اتيجي سندر درشين ڏسڻ ۾ لڳي ويا. هڪ ڏينهن دروپدي آشرم جي ٻاهران ويٺي هئي. موسم ڏاڍي وڻندڙ هئي.

چشما ڌيري ڌيري وهي رهيا هئا. اوچتو هڪ گل اتر اوير کان اڏامندو اچي دروپديءَ جي ويجهو ڪريو. دروپديءَ اهو هٿ ۾ کنيو. گل جي سونهن ۽ سڳنڌ ڏسي دروپدي مگڌ ٿي پيئي ۽ اتساه ۾ ڀرجي ڀيم کي چيائين: "اچ! اچي هيءَ گل ڏس. ڪهڙو نہ سندر آهي، ان جي سڳنڌ! ڪهڙو نہ موهيندڙ آهي سندس روپ! مان هيءُ گل يڌشٽر کي ڏينديس. وڃ وڃي ڪري ڪجهه گل ڪٽي اچ. هن ٻوٽي کي اسين ڪاميڪ بن ۾ لڳائينداسين." ائين چئي دروپدي ڊڪندي ويئي يڌشٽر ڏانهن.

ڀيم دروپديءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ انهيءَ ٻوٽي جي ڳولها لاءِ ويو. جنهن طرف کان اها سڳنڌ ٿي آئي، تنهن طرف هو اڪيلي سر ويندو رهيو. سندس رستي ۾ جيڪي جهنگلي جانور ٿي لنگهيا تن جو ذرو بہ خيال نہ ڪيائين.

هلندي هلندي جبل جي ترائيءَ ۾ هڪ وڏي باغ ۾ اچي پهتو. انهيءَ باغ ۾ ڪيلن جا انيڪ ٿڻ لڳل هئا. اتي هن ڏٺو تہ هڪ وڏو باندر ويٺو آهي. اهو باندر اگ جيان ٿي چمڪيو ۽ سندس رستو روڪي بيٺو هو. ڀيمسين رڙيون پئي باندر کي ڏڪائي ڀڄائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر باندر اڌوگا ٻريون اکيون کوليون، ڌيمي ڌيمي اينگهہ ڪري چيو: "مان ناچاڪ آهيان، انهيءَ ڪري هٿ ليٽيو پيو آهيان. تو مونکي ڇو جاڳايو آهي؟ تون تہ هڪ سياڻو سوڀو ماڻهو آهين، مان هڪ پسون آهيان. واجبي تہ ائين آهي تہ منش جنهنکي ٻڌيءَ ويچار ڪرڻ جي شڪتي ڏني آهي، هو پنهنجي ننڍڙن گولڳن

پاڻن سان مروت سان هلي. شايد توکي ڏرم اڌرم جي ڄاڻ کانه آهي. ڀلا، ته توهين ڪير آهين؟ ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟ هي پهاڙي پيچرو ديوتائن جو رستو آهي. هن جاءِ کان پري توهين هن راهه تي وڃڻ ڪونه سگهندين. هيءَ آهي سيما جيسين منش اچي سگهي ٿو. هن باغ جي ميوي مان جيڪي وٺڻي سو کاءِ. سياڻو ٿي ۽ پوئتي موٽ.“

پوءِ هنومان ڳالهين ٻڌڻ تي هر ٻل ڪونه هو. ڪوبه ساٿس هن ريت هلڪڙائي سان هلت ڪري ڪونه سگهندو هو. انهيءَ ڪري هو ڪاوڙ جي ڀيو ۽ رڙيون ڪري چياءِ: ”پرائي باندر! ڀلا، ته سهين ته توهين پاڻ ڪير آهين، جو هن ريت وڏيون ڳالهيون ٿو ڪرين. مان هڪ کتري وير آهيان. مان راجا ڪروءَ جي سنتان مان آهيان. مان ماتا ڪنتيءَ جو پٽ آهيان. توکي خبر هجي ته مان پون ديوتا جو پٽ آهيان. هاڻي سري پاسو ڪر ۽ مونکي رستو ڏي يا جيءَ جو جوکم سر تي کڻ.“

پوءِ جا هي واڪ ٻڌي باندر مشڪندي چيو: ”جئن توهين چوين ٿو، مان هڪڙو ٻيچ باندر آهيان. پر ياد رک ته جيڪڏهن توهين زوريءَ رستي تي هلندين ته پنهنجو موت خريد ڪندين.“

پوءِ وراڻيو: ”مونکي تنهنجي اپديش جي ضرورت ڪونه آهي. مان ناس ٿيان ته تنهنجو لنهنجو ڇا؟ اٿ رستو ڇڏ، نه ته مان زور سان اٿاريندو ساڻءِ.“

باندر چيو: ”مان ڏاڍو ٻڍو باندر آهيان، انهيءَ ڪري منهنجي بدن ۾ ٻهڻ جي شڪتي ڪانه رهي آهي. جيڪڏهن توکي هرويرو اڳتي وڃڻو آهي ته ٽپو ڏيئي مونکي اورانگهي وڃ.“

پوءِ چيو: ”اها ڳالهه ڏاڍي سولي آهي. پر شاسترن ۾ اهڙيءَ هلت ڪرڻ جي منع آهي. نه ته جئن هنومان ٽپ ڏيئي سمنڊ پار ڪيو هيو، تئن مان نه رڳو تنهنجي مٿان ٽپو ڏيئي سگهندس، پر هيءَ پهاڙ به هڪ ئي ٽپ سان پار ڪري ويندس.“

انهيءَ تي باندر اهڙو منهن ڪري ڪيو جڏهن ڪيس هنومان جي جاڻ ئي ڪانه هئي. ۽ پوءِ ڏانهن مخاطب ٿي چيائين: ”اي نر رتن! اهو هنومان ڪير هو، جنهن سمنڊ پار ڪيو هو؟ توکي انهيءَ جي انهاس جي خبر هجي ته مونکي به ٻڌاءِ.“

پوءِ ڀيمسين گجگوڙ ڪري چيو ”ڇا تو منهنجي وڏي ڀاءُ هنومان جو نالو ئي ڪونه ٻڌو آهي؟ هن شري رام جي پتنيءَ سيتا کي ڳولهڻ لاءِ سؤ يوجن سمنڊ پار ڪيا هئا. مونم به انهيءَ جيتري شڪتي ۽ وڪرتا موجود آهي. خير! وڌيڪ ڳالهائڻ جي ضرورت ڪانه آهي. اُٿ، مونکي رستو ڏي ۽ چڙ نه ڏيار. چڙ ڏيارينديئن ته توکي جوکم رسندو.“

باندر دل پڇائيندڙ آواز ۾ چيو: ”اي مهان جوڌا! ڪجهه ڌيرج ڌر. جهڙو ئي تون وير آهين، اهڙو ئي ديالو ٿيءُ. ٻڍن ۽ ابلن تي ديا جي درشٽي ڌر. مان ٻڍو جهوڙ ٿي ويو آهيان، انهيءَ ڪري مون ۾ رليءَ جي به سگهه ڪانه رهي آهي. توکي جيڪڏهن منهنجي مٿان ٽپ ڏيڻ ۾ هٻڪ ٿي ٿئي، ته منهنجو پڇ هڪ طرف سوري پنهنجي [illegible] ٺاهه.“

ڀيم کي پنهنجي ٻل جو ڏاڍو گهمنڊ هو. هن سمجهو ته هو پڇ کان جهڪي باندر کي رستي مان ڌڪي پري ڪري سگهندو. هن پنهنجي سموري شڪتي لڳائي، پر هڪ سوت به پڇ کي سوري نه سگهيو. اهو حال ڏسي هو عجب ۾ پئجي ويو! ڏند ڪري شيڪيائين، هر رڳ جو زور لڳايائين، ايتري قدر جو سندس پنا پچڻ لڳا ۽ سندس سارو بدن پگهر پگهر ٿي ويو. انهيءَ هوندي به پڇ کي ذرو هيٺ مٿي ڪري نه سگهيو، نڪي انکي هڪ طرف کان ٻئي طرف ڦيرائي سگهيو. شرم وچان ڪنڌ ڪري جهڪايائين ۽ نمرتا سان پرچي چيائين ”مونکي معاف ڪر ۽ کولي ٻڌاءِ ته تون ڪير آهين. ديو آهين يا سڌ آهين؟ گاندرو ته ڪونه آهين؟“

اتي. باندر جواب ۾ چيو ”اي ويربرش! اي پانڊو! مان

تنهنجو پاءُ آهيان. مان پون پتر هنومان آهيان، مان ئي آهيان جنهنجو نالو تورو اڳ تو ورتو هو. هيءُ ڏيو لوڪ وڃڻ جو رستو آهي جت يڪش ۽ راڪشس رهندا آهن. هن رستي تي ويندين ته ناحق خطري ۾ پوندين. انهيءَ ڪري مون توکي روڪيو آهي. منش هن رستي تي وڃي ڪونه سگهندا آهن. جيڪو هيءُ هند لتاڙي اڳتي وڌندو، سو ضرور مرندو. جنهن سرهي پوٽي جي ڳولها لاءِ تون آيو آهين سو هن جهر جهر ڪندڙ نهر جي هينان اپين ۾ موجود آهي. اوڏانهن وڃ ۽ جيترا گل گهرجني اوترا الاڻ ڪر."

پيم هاڻي ڏاڍي آنند ۾ اچي ويو ۽ چياءِ "مونکان وڌيڪ پاڳوان ڪير هوندو؟ مان اڄ پنهنجي پياري پراتا جو درشن ڪيو آهي. مهرباني ڪري مونکي اهو روپ ڏيکار جنهن روپ ۾ تو سمنڊ پار ڪيو هو." پوءِ پيم هنومان جي اڳيان ڏنڊوت ڪئي.

هنومان مشڪڻ لڳو ۽ پنهنجي شرير کي وڌائڻ لڳو. سندس شرير چئني دشائن ۾ وياپڪ ٿي ويو ۽ هڪ چورس پهاڙ جيان ٿي پيو. هن کان اڳ پيمسين پنهنجي پاءُ جو ورلن پڌي اتساه ۾ اچي ويندو هو. هاڻي هنکي ڏسڻ کان پوءِ ته هنجي اتساه جي ڪا حد ئي ڪانه رهي. هنومان جي شرير مان ليچ جون لهرون نڪري رهيون هيون. پيمسين جون اکيون اهو چمڪو سهي نه سگهيون، سو هن ڪري اکين کي بند ڪيو.

هاڻي هنومان پيمرکي ٻڌايو ته "دشمن جي سامهون منهنجو شرير هن کان به وڌيڪ وڏو ٿي پوندو آهي." ائين چئي هنومان پنهنجي شرير کي ننڍو ڪيو ۽ پريم سان پيمسين کي ڀاڪر پاتو.

وياس لکيو آهي ته هنومان جي ڀاڪر پائڻ ڪري پيمسين جو سمورو ٿڪ دور ٿي پيو ۽ سندس شڪتي اڳي کان گهڻو وڌي ويئي.

ڀيمسين کي موڪل ڏيندي هنومان چيو ”اي جوڀ جوان! هاڻي پنهنجي ماڳ موٽي وڃ. جڏهن توکي ضرورت سمجهين تڏهن مونکي ياد ڪر. توکي ڀاڪر پائي ڪري مونکي اهڙيءَ خوشي ٿي جهڙي اڳين ڀيري پرڀت پاون رام جي ٻولڙي پيرن کي ڇهي ڪري پراپت ٿيندي هئي. جيڪو ورگهر جيئي سو گهري وٺ.“

ڀيم چيو ”وڏو آهي پانڊون جو ڀاڳ جو مونکي تنهنجو درشن ٿيو آهي. تنهنجيءَ شڪتيءَ، وردان ۽ سهايتا دواران اسان جو آلساهه وڌندو ۽ اسين پڪ ئي پنهنجن شترن کي جيتيندا سين.“

انت ۾ هنومان پنهنجي ڀاءُ کي هن ريت آسيس ڏني: ”جنهن وقت تون يڌ ڪيتر ۾ گجگوڙ ڪندين تنهن وقت منهنجو آواز به اچي توسان شامل ٿيندو ۽ تنهنجي دشمن جي دلين ۾ ڏهڪاءُ پيدا ڪندو. تنهنجي ڀاءُ ارجن جي رٿ تي جيڪو جهنڊو جهولندو، مان اُهيءَ ۾ اچي واسو ڪندس. اوهان ضرور سوڀ پائيندا.“

پوءِ هنومان ڀيم کي اها نهر ڏيکاري جنهنجي ويجهو اهي سڳند وارا گل ٿي اُڀيا. اِتي ڀيم کي دروپديءَ جي ياد اچي پيئي ته ڪئن هوءَ گلن جي انتظاريءَ ۾ ويٺي هوندي، سو گل گڏ ڪري يڪدم دروپديءَ جي طرف روانو ٿيو.

[٣٧]

## مان بگلو ٿورو ئي آهيان

پانڊو بن ۾ هئا ته هڪ دفعي مارڪنڊيه نالي منيءَ وٽن پڌاريو. اُهيءَ وقت يڌشٽر استري جاتيءَ جي گڻن جو وستار ڀي ڪيو.

هن چيو ”استريءَ جي ڌيرج ۽ پورتائيءَ جي سمان ڪا به ٻي اچرج جهڙي شيءِ هن سنسار ۾ ڪانه ٿيندي آهي. هوءَ ڏهه مهينا ساندهه ٻار کي گرڀ ۾ سنڀاليندي آهي. ان وقت ٻالڪ کي پنهنجن پراڻن کان به وڌيڪ پيارو سمجهندي آهي. ٻار ڄمڻ وقت ڪيس سور لڳندا آهن. ڪيڏي نه ٿيندي آهي سندس انتظاري ۽ ڪيڏو نه سندس ڪشالو! ٻار ڄمڻ کان پوءِ ڪيس هڪ ئي چنتا رهندي آهي. هو هميشه ٻار جي صحت ۽ سک جو خيال ڪندي رهندي آهي. استريءَ جو هردو ٿيندو آهي ڪشادو. سندس دل جهڙو ڪ درياهه. مڙس پاپي هوندو، زال سان خراب هلت هلندو، مٿس ظلم ڪندو، ته به هوءَ هنکي معاف ڪندي ۽ هن کي برابر پيار ڪندي. ڪهڙي نه عجيب ڳالهه آهي!“

يڌشٽر جي هيءَ ڳالهه ٻڌي مارڪنڊيه هڪ پراچين پوتر ڪٿا هنکي ٻڌائي.

ڪٿا هن ريت آهي. ڪئوشڪ نالي هڪ برهمڻ هوندو هو. هو ڏاڍي دڙتا ۽ شرڌا سان برهمچريه جو ورت پالن ڪندو هو. هڪڙي دفعي هڪ برڇ جي هيٺان ويهي ويد پاٺ ڪرڻ لڳو. وڻ جي چوٽيءَ تي هڪ بگلو پکي ويٺو هو. پکيءَ وٺ لاٿي. اها برهمڻ جي مٿي تي اچي پيئي. برهمڻ ڪروڌ وچان مٿي نهاريو. برهمڻ جي ڪروڌ واريءَ درشٽيءَ. پوڻ سان بگلو مري ڪري پيو. جڏهن برهمڻ انهين پکيءَ کي مئل ڏٺو، تڏهن ڪيس ڏاڍو پڇتاءُ ٿيو. هو دل ۾ چوڻ لڳو ”ڪهڙو نه غضب ٿي پوي جيڪڏهن اسانجي من جون اڇائون يڪدم پوريون ٿين! جيڪڏهن هر ڪا اڀري ۽ جوش جي ڀاونا اثرائتي ٿئي ته جيڪر قهر ٿي وڃي. پوءِ جيڪر ڪيڏو نه پاڻکي پڇتاءُ ڪرڻو پوي. اها خوش نصيبي آهي جو اسان جي اڇائن جي سڦلتا جو ڪيترين ٻاهرين ڳالهين تي دارومدار آهي. انهيءَ ڪري اسان ڪيترن پاپن ۽ دکن

ڪان ڇٽي پوندا آهيون.“

ڪئوشڪ کي ڏاڍو پڇتاءُ ٿيو جو ڪروڌ جي وقت سندس من ۾ هڪ دريا وتا پئدا ٿي ۽ هڪ نراپراڌ پکي مري ويو.

ٿوري وقت ڪان پوءِ برهمڻ هميشه جيان ڀکيا ڪرڻ ويو. هڪ گهر جي ٻاهران ڀکيا لاءِ اچي بيٺو. گهر جي ديوي ٻاسڻ ملي رهي هئي. ڪئوشڪ انهيءَ اميد ۾ ترسيو ته مائي پنهنجو ڪم پورو ڪري ضرور سندس طرف به ڌيان ڏيندي. انهيءَ وچ ۾ مائيءَ جو ڏڻي اچي سهڙيو. هو ڏاڍو ٿڪل ۽ بکيو هو. انهيءَ ڪري ديويءَ کي ڀورين پنهنجي پتي ديو جي شيوا ڪرڻي پيئي. هن پنهنجي پتيءَ جا پير ڌوئي اگهيا ۽ هڏڪي پوڄن آڻي ڏنو. اهڙيءَ ريت ڪم ۾ مشغول هئڻ جي ڪري، برهمڻ جي ڳالهه ٿي ڪانئس وسري ويئي. ديوي جڏهن پنهنجي پتيءَ جي شيوا ڪري چڪي تڏهن برهمڻ لاءِ ڀکيا ڪڍي آئي. نمرتا سان مهراج کي چياءِ ”معاف ڪجو، مان اوهانکي ڏاڍو ترسايو آهي.“

ڪئوشڪ ڪروڌ جي آگ ۾ ٿي جليو ۽ چياءِ ”مائي تو مونکي ڏاڍو گهڻو ترسايو آهي. اهڙي لاپرواهي نيڪ نه آهي.“

مائيءَ وري برهمڻ کي چيو ”اي سريشٽ برهمڻ! ڪرپا ڪري ڪميا ڪريو! مان پنهنجي پتيءَ جي شيوا ۾ لڳل هيس. انهيءَ ڪري دير ٿي ويئي.“

برهمڻ وراڻيو ”پتيءَ جي شيوا ڪرڻ سٺو ڪم آهي پر برهمڻن کي به وسارڻ نه گهرجي. مائي توکي پنهنجي سٺي پٽي جو ڏاڍو گهمنڊ آهي.“

الي مائيءَ ڏاڍيءَ نمرتا سان برهمڻ کي چيو ”مهرباني ڪري ڪاوڙجو نه. ياد رکو ته مان پنهنجي ڌرم پالڻ ۾ لڳل هيس، انهيءَ ڪري مون اوهانکي ترسايو. مان ڪو ٻگلو ٿوروئي آهيان جو ڪروڌ جي درشٽيءَ سان مري پونديس! جا استري

پتي شيوا ۾ لڳل آهي، تنهنڪري تنهنجي ڪروڌ جو ڪو به اثر ڪونه پوندو!“

هن ڌوٻيءَ جون ڳالهيون ٻڌي برهمڻ وائڙو ٿي ويو. سمجهي نٿي سگهيو ته مائيءَ کي ٻگليءَ جي ڳالهه جي خبر ڪيئن پيئي.

انهيءَ تي مائيءَ برهمڻ کي چيو ”اي مهان آتما! توکي فرض ادائيءَ جي راز ۽ ڪرم جي رهسيه جو پتو ڪونه آهي. توکي اها به خبر نه آهي ته منش جو وڏي ۾ وڏو دشمن ڪروڌ آهي جو سندس من ۾ ٿي وسندو آهي. مان جيڪا دير مدار ڪئي آهي تنهن لاءِ مونکي معاف ڪر. مٿلا پوريءَ ڏانهن هليو وڃ ۽ وڃي ڌرم وياڌ کان حياتيءَ جو راز پڇ. وڃي جيون جو رهسيه سک.“

برهمڻ اچرج ۾ اچي ويو ۽ چيائين ”مان تنهنجي چيلي جي لائق آهيان ۽ انهيءَ مان توکي فائدو ٿيندو. شل تون سدا سکي رهين.“

ڪئوشڪ مٿلا پوريءَ ڏانهن ويو ۽ وڃي ڌرم وياڌ جي گهر جي ڳولها ڪيائين. هن سمجهو ته ڌرم وياڌ شهر جي شورگل کان پري ڪنهن شانت استان ۾ ايڪانت ڪٽيا ۾ رهندو هوندو. هو مٿلا پوريءَ جي منوهر نگريءَ جي ڪشادن ۽ سهڻن رستن تان گهمندو ويو. رستن جي ٻنهي طرفن ڏانهن شاندار گهر ٺهيل هئا. اتي باغ ۽ باڪائون به ڏاڍيون وڻندڙ هيون. گهمندي ڦرندي، اچي هڪ ڪاسائيءَ جي دڪان جي ٻاهران بيٺو. اتي هڪڙي آدميءَ ماس پئي وڪيو. جڏهن لوڪن هن کي ٻڌايو ته اهو آدمي ڌرم وياڌ آهي، تڏهن ته حيرت ۾ پئجي ويو.

برهمڻ ماس ۽ رت ۽ هڏيون ڏسي ڏڪي ويو ۽ گهرڻ ۾ پرچي هڪ پاسو وٺي بيٺو. برهمڻ کي منجهيل ڏسي ڪاسائي پنهنجي گديءَ تان اُٿي کڙو ٿيو. برهمڻ جي ويجهو

اچي پڇياءِ "ڀڳوان! اوهان خوش نہ آهيو؟ ڇا هن سنتيءَ ماڏوي‍ءَ برهمڻ ديويءَ نہ اوهانکي مون وٽ ڪونہ موڪليو آهي؟"

هيءَ ڳالهہ ٻڌي برهمڻ جا ماشائي ڦري ويا.

پوءِ ڪاسائيءَ کيس چيو "مهراج مونکي خبر آهي تہ توهان مون وٽ ڇو آيا آهيو. هلو! منهنجي گهر هلو!"

برهمڻ ڌرم وياڌ جي گهر ويو. ڏٺائين تہ اتي هڪ سکي پريوار موجود آهي. برهمڻ ڏٺو تہ ڌرم وياڌ پنهنجي پيءُ ماءُ جي ڏاڍيءَ ڀڳتيءَ سان شيوا ڪري رهيو آهي.

ڌرم وياڌ ڪئوشڪ کي ٻڌايو تہ ڌرم ڇا آهي، ڪرم ڇا آهي ۽ ڌندو ڇا آهي. سکيا وٺي ڪئوشڪ گهر موٽي آيو ۽ اچي پنهنجي پتا ماتا جي خوب شيوا ڪيائين. اڳ انهيءَ ڪرم ۾ غفلت ڪندو هو.

هيءَ سندر ڪٿا جيڪا ويد وياس مهاڀارت جي مکيہ وارتا ۾ تمام سهڻي نموني ۾ ڳنڍي ڇڏي آهي سا گيتا جهڙو اُپديش ٿي ڏئي. منش پورڻ پد تڏهن پائيندو آهي، جڏهن هو پنهنجي سولبڌ ڪم پوريءَ ايمانداريءَ ۽ سموري ڌيان سان ڪندو آهي. جيڪو ڪم اسان جي حصي ۾ آيو آهي، تنهنکي پوريءَ طرح سان ڪرڻ اسانجو فرض آهي. اهائي سرشتيءَ جي سرشتا ۽ سرو وياپڪ سروانترياميءَ ڀڳوان جي پوڄا ۽ ڀڳتي آهي. ڀن ڀن منش کي ڀن ڀن ڌندا ڪرڻ پوندا آهن. بعضي اسانکي اهو ڌندو ڪرڻو پوندو آهي، جيڪو پنگت جي هليءَ چليءَ ڪري اسانجي پرالبڌ ۾ اچي ٿو. پرمپرا کان آيل ڪل جا ڌندا اهڙائي ڏيندا آهن. بعضي اسانکي حالتن جي مجبوريءَ ڪري ڪو ڌندو ڪرڻو پوندو آهي، بعضي آدمي پنهنجي اڇا موجب ڪو ڌندو اختيار ڪندو آهي.

هن يا هن نموني جي ڌنڌي ۾ ڪجهہ ڪونہ آهي. پر سوال آهي جو ڌندو اسانجي ڀاڱي ۾ آيو آهي، اهو اسان ڪهڙيءَ

ريت ڪري ٿا. اهو پوريءَ ايمانداريءَ سان ڪريون ٿا يا نه. ان ۾ پوري دل لڳايون ٿا يا نه. ويد وياس هن وڏيءَ سڌانت جو هن سندر ڪٿا دوارا سمرٿن ڪيو آهي. هڪڙو وڌوان برهمڻ جنهنکي هن سڌانت جو پتو ڪونه هو، سو هڪ ڪاسائيءَ کان سکيا وٺي ٿو. ڪاسائيءَ جو ڌندو اڻ وڻندڙ آهي. پر سندس ايمانداري، رهڻ جو ڍنگ ۽ شيوا جو ڀاءُ اتم آهي.

## [٣٨]

## پاپيءَ جو من ڪڏهن به نه ڊاڄندو

جڏهن پانڊو بن ۾ رهندا هئا، تڏهن ڪيترا برهمڻ هنن سان ملڻ ايندا هئا. انهن مان هڪڙو هستناپور ڏانهن موٽي راجا ڌرتراشٽر سان ملڻ آيو. ڌرتراشٽر هنجي چڱيءَ پر آجيان ڪئي. هن برهمڻ ڌرتراشٽر کي ٻڌايو ته راجائي ٻار پانڊو دريائن وس اڄ بن ۾ رهندي طوفان ۽ اُس جي ڪري تڪليفون ڀوڳي رهيا آهن. هو هر پرڪار ڏک بک سهي رهيا آهن. هيءَ ڳالهه ٻڌي ڌرتراشٽر کي ڪي قدر ڏک ٿيو. پر هنکي وڌيڪ چنتا هئي پنهنجي پٽن جي انت جي. هن سمجهو ته نيٺ هن اتياچار جي پڇاڙي ٿيندي ۽ شايد انجو نتيجو اهو ٿئي جو منهنجو سڄو ڪل ناس ٿي وڃي. ڀيم جو ڪروڌ واجبي آهي. هن وقت انهيءَ کي ايرڻ کان يڌشٽر روڪي بيٺو آهي. خبر ناهي ته اها روڪ ٿام ڪيستائين هلندي. صبر جي ڪا حد ٿيندي آهي. هڪ ڏينهن هيءَ دٻايل ڀاونائون قابو ٻاهر نڪرنديون ۽ وناش ڪندڙ طوفان جو روپ ڌارڻ ڪنديون. ڀيم ۽ ارجن ڀڪ ئي ڀڪ اسانکي سزا ڏيندا. شڪني، ڪرڻ، دريوڌن ۽ مورک دشاسن لوڀ جي ماڪيءَ جي ڳولها

۽ وچي وڻ جي شاخ جي سري تي پهتا آهن. سندن هيٺان ٻيهر جي ڪروڙ جو اندو ڪوهه آهي. تيرڻ جهڙي ڳالهه آهي ته ڪنهن به وقت مٿي پڻ وڃي هن ڪوهه ۾ ڪرن.

ويٺي ويٺي وري هو هن ريت خيال ڪندو هو: هاءِ اسان لوڀ جو شڪار ڇو ٿياسين؟ اسان سچا ڪونه هئاسين. اسان بي انصافيءَ جي واٽ ڇو اختيار ڪئي؟ اسان وٽ اٿاهه ڌن هو. اسان انتي راضي ڇو نه رهياسين؟ اسان راڄ جي لوڀ ۽ شڪتيءَ جي لالچ ۾ ڦاسي وياسين. اسان اهو ڪجهه ڏکڻ لڳاسين جنهن لاءِ اسانجو ڪو اڌ ڪار ڪونه هو. پاپ جو ڦل ضرور ڪوڙو ٿيندو. ارجن سرڳ مان ديوي هٿيار هٿ ڪري آيو آهي. پلا آدمي سرڳ کان مرت لوڪ ڏانهن ڇو موٽي ايندا آهن. هو پنهنجي اندر جي آڳ اجهائڻ لاءِ ئي ايندا آهن. بدلو چڪائڻ ۽ ويڙ وڙهڻ سندن مکيه مقصد ٿيندو آهي. ارجن کي اسان سان ويڙ ڪرڻ جو واجبي سبب آهي.

ڌرتراشٽر جي دل هنن خيالن ڪري دکي ٿي رهي هئي. پر مغز ڦريل، ڪرڻ، دريوڌن ۽ شڪني خوشيون ڪري رهيا هئا ۽ هڪ ٻئي کي پنهنجي سٺلنا تي واڌايون ڏيئي رهيا هئا. شڪنيءَ ۽ ڪرڻ دريوڌن کي چيو ”اهو راڄ جيڪو يڌشٽر جي هٿ ۾ هو، سو اڄ اسانجي ملڪيت ٿي چڪو آهي. هاڻي اسانکي اُبرڪا ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونه آهي.“

دريوڌن جواب ۾ چيو ”ڪرڻ اها ڳالهه بلڪل سچي آهي. پر مونکي ته وڏي خوشي تڏهن ٿيندي جڏهن مان پانڊون جا دک پنهنجي اکين سان ڏسندس ۽ پنهنجي وئيو ۽ شان شوڪت جو ڏيکاءُ ڪري سندن دل ۾ ويڌ وجهندس. مڪمل خوشي ماڻڻ لاءِ اسانکي ٻن ۾ وڃي پانڊون جا ڏک ڏسڻ گهرجن. پر منهنجو پتا اسانکي اهڙي موڪل ڪانه ڏيندو.“ ائين چئي دريوڌن روئي ڏنو. هن سمجهيو ته هيءَ سندس پيءُ جو آليا چار آهي.

هن وڌيڪ چيو تہ ”مهاراجا پانڊون کان ڊڄي ٿو. هن کي خيال آهي تہ ڪين تپ جو ٻل آهي. انهيءَ ڪري اسانکي بن ڏانهن وڃڻ ۽ پانڊون سان ملڻ کان روڪي رهيو آهي. ڊر ٿو ٿئيس تہ هنن سان ملڻ ڪري متان اسانکي ڪو جوکم نہ رسي. پر مان سمجهان ٿو تہ جيسين بن ۾ وڃي اسين دروپديءَ، ڀيم ۽ ارجن جا ڪشٽ پنهنجين اکين سان نہ ڏٺا، تيسين چٽڪ ڪجهہ ٿيو ئي ڪونہ. نہ اسانکي سک مليو، نہ شترن کي دک. سچو ناٽڪ ئي نکمو، سچو قصو ئي اجايو، سچو پورهيو ئي وئرٿ. انهيءَ وڏي آنند ماڻڻ کانسواءِ هٿن سستيءَ جي حياتي مونکي زهر ٿي لڳي. انهيءَ ڪري شڪنيءَ سان صلاح ڪري اهڙي ڪا ڪيڏ، ڪيڏ جنهن راجا اسانکي موڪل ڏئي تہ اسين وڃي پانڊون جي دکن جو درشيہ ڏسي آنند وٺون.“

ٻئي ڏينهن صبوح جو ڪرڻ کلندو کڏندو دريوڌن وٽ ويو ۽ وڃي هنکي چياءِ تہ مان تنهنجي منورٿ پوري ڪرڻ جو رستو ڳولهي ڪڍيو آهي. توکي خبر آهي تہ دوئيت بن ۾ گوالن جون ڪي بستيون آهن. اهي آهن اسانجي آڏين. هر سال اوڏانهن وڃي جانورن جو ڳاڻاٽو ڪرڻ راجڪمارن جو فرض آهي. اياڻن کان اهو رواج هليو ٿو اچي. انهيءَ بهاني راجا کان موڪل وٺڻ گهرجي. انهيءَ ڳالهہ تي هو ڪو بہ اعتراض ڪونہ وٺندو. اها رٿا نيڪ آهي نہ؟“

شڪنيءَ ۽ دريوڌن کي ڪرڻ جي هيءَ سهڻي رٿا ڏاڍي وڻي. هنن يڪدم گوالن جي مکيءَ کي گهرايو ۽ کيس ڌرتراشٽر ڏانهن انهيءَ لاءِ موڪليو تہ هو راجا کان راجڪمارن کي بن ڏانهن وڃڻ جي آگيا وٺي ڏئي.

ڳنوارن جي مکيءَ وڃي ڪري راجا کي نمرتا سان نويدن ڪري چيو ”هي راڄن هميشہ دستور ٿيندو آهي تہ سال بہ سال راجڪمار هلي پشوڌن جو حساب ڪتاب ڪندا آهن. مان

دويت ٻن ۾ راجڪمارن جي رهڻ لاءِ هڪ سندر استان تيار
ڪيو آهي. ڪين موڪل ڏيو ته اوڏاهن هلي جانورن جي
جاچ جوچ ڪن. پرسان شڪار جو پربند آهي. جانورن جي
ڳاڻاٽي ڪرڻ کان پوءِ هو ڀل شڪار دواران ٻاٽڪي وندرائين."

ڌرتراشٽر کي اها رٿ نه آئڙي. هن چيو ته "شڪار ڪيلڻ
راجڪمارن جو مرڪ آهي. اها به سٺي ڳالهه آهي ته پشوڌن
جي جاچ جوچ ڪجي. مون ٻڌو آهي ته پانڊو انهيءَ ٻن ۾
رهيا پيا آهن. انهيءَ ڪري اوڏانهن وڃڻ صلاح ڀريو نه آهي.
جيسين ڪروڌ جي آگ دکي رهي آهي، جيسين وير وروڌ
موجود آهي، تيسين اوهان لاءِ ڀيم ۽ ارجن جي نواس استان
جي ويجهو وڃڻ خطرناڪ آهي. مان اوهانکي موڪل ڪونه ڏيندس.
مان اوهان جي جان جوکم ۾ ڪونه وجهندس."

دريوڌن چيو "اسين سندن ويجهو ڪونه وينداسين. اسين
ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان ڪم ڪنداسين. اهڙي تجويز ڪنداسين،
جنهن هنن کي اسانجو پتو ئي ڪونه پوي."

دريوڌن جو دليل ٻڌي ڌرتراشٽر چيو "اوهان ڪيترو به
ڪري خبردار ٿيو ته به هن ڳالهه ۾ خطرو آهي. بلڪ دشمن
جي ويجهو ٿيڻ ۾ به جوکم آهي. ائين به واجب نه آهي ته
اوهين وڃي پانڊون جي بنواس جا ڪشٽ ڏسو. ٿيڻ جهڙي
ڳالهه آهي ته اوهان جي سپاهين يا نوڪرن چاڪرن مان ڪو
پانڊون جو اپمان ڪري وجهي ۽ انهيءَ مان ڪو ٻيڙ ٻري
پوي. انهيءَ ڪري ڳائن جي ڳاڻاٽي ڪرڻ لاءِ ڪو ٻيو آدمي
هليو وڃي."

انهيءَ تي شڪنيءَ چيو "اي راجن! يڌشٽر کي ڌرم جي
مريادا جي ڄاڻ آهي ۽ هو مريادا تي هميشه پورو پورو رهندو
آهي. هن ڀريءَ سڀا ۾ اهڙي پرتگيا به ڪئي آهي. ٻيا
پانڊو سندس آگيا انوسار هلندا؛ ڪڏهن به آگيا جو ڀنگ نه
ڪندا. انهيءَ ريت ڪنتي پٽر اسان سان ڪو به وروڌي

وهنوار نہ ڪندا. دريوڌن کي شڪار ڪرڻ جو شوق آهي.
هنجي مرضي رکو. ڇڏيوس نہ پشن جي پرتال ڪري اچي.
مان بہ ساڻس گڏ ويندس ۽ انهيءَ ڳالھہ جي سنڀال ڪندس،
جئن اسان مان ڪو بہ پانڊون جي نزديڪ نہ وڃي."

ڌرتراشٽر هو ڪمزور، سو هن دفعي بہ هميشہ جيان ڪري
نندن جي ڳالھہ رکياءِ ۽ کين موڪل ڏناءِ.

جنهن جي من ۾ وير ياؤ وسي ٿو تنهنکي سنتوش ڪٿان
ملندو؟ وير هڪ پيانڪ آگ جيان آهي. ڪيترو بہ الڪي
وسايون، پر هوءَ وسمڻ جي نہ آهي. پلا ڪانئين وجهڻ سان
ڪو باھہ پري ٿيندي آهي؟ وڌيڪ ڪانئين وجهڻ سان باھہ
وڌيڪ زور وٺندي آهي. جيڪا بہ لڪڙي انھ پوندي آهي
تنهنکي ساڙي پسم ڪندي آهي ۽ وڌيڪ لڪڙين لاءِ واجها ٿيندي
آهي. وير واري جو من ڪڏهن ڪونہ ڍاپندو آهي.

[٣٩]

## دريوڌن جو اپمان

ڪورو وڏو لشڪر ۽ اڻ ڳڻيا نوڪر چاڪر ساڻ وٺي
دويت بن ۾ ويا. دريوڌن ۽ ڪرڻ نہ خوشيءَ وچان ڪپڙن
۾ ڪونہ ٿي ماپيا. انهن ائين پئي سمجهو تہ پانڊون جا ڏک
ڏسي اسانکي ڏاڍو آنند ايندو. هنن پانڊون جي رهايش
کان چئن ميلن جي دوريءَ تي منزل هنئين. سندن آرام گهر
ڏاڍا سنا سهڻا هئا. منجهن هر پرڪار جون سهوليتون ۽ سک
موجود هئا.

الي پهچي ڪري هنن جانورن جو ڳاڻاٽو ڪيو. ڳڻپ
پوري ٿيڻ کان پوءِ هو پاڻ ياڻ جي وندر ۾ لڳي ويا.
پهرين ناچ ڏنائون. پوءِ ڪيترين رانديون روندين ڪيائون.

ٻڇاڙيءَ ۾ ويا شڪار لاءِ. شڪار جي پٺيان ڀڄندي دريوڌن پنهنجن ساٿين سوڌو هڪ سنڌر سروور جي ڪناري تي اچي سهڙيو. اهو تلاءُ پانڊون جي ڪٽيا جي ويجهو هو. دريوڌن حڪم ڪيو ته انهيءَ تلاءَ جي ڪناري تي تنبو هنيا وڃن.

گانڌرون جي راجا چترسين پنهنجي نوڪرن چاڪرن سوڌو اڳيئي ان تلاءَ جي ڪناري تي منزل هنئين هئي. انهيءَ ڪري سندس آدمين دريوڌن جي آدمين کي تنبو هڻڻ کان روڪيو. دريوڌن جي نوڪرن پنهنجي مالڪ کي اچي دانهن ڏني ته ڪوئي ننڍڙو راجا اڳيئي تلاءَ جي ڪناري تي اچي رهيو آهي ۽ سندس نوڪر کين تنبو هڻڻ کان روڪين ٿا.

انهيءَ تي دريوڌن کي ڏاڍي چڙ آئي ۽ حڪم ڪيائين ته انهيءَ رئيس کي اتان ڪڍي ڇڏيو ۽ پنهنجا تنبو انهيءَ جاءِ تي هڻو. دريوڌن جا نوڪر ڍنڍ جي ڪناري موٽي آيا ۽ پنهنجي مالڪ جي حڪم جي پوئواري ڪرڻ لڳا. پر گانڌرو هئا تمام گهڻا، انهيءَ ڪري دريوڌن جي آدمين کي ترلڪڙ ۾ پوئتي هٽڻو پيو.

دريوڌن کي جڏهن هن ڳالهه جي ڪل پيئي تڏهن سندس ڪروڌ جو پارو وڌيڪ چڙهي ويو. هو وڏو سارو ڪٽڪ ساڻ ڪري هليو هن گستاخ رئيس جي مرمت ڪرڻ. هيءَ هو ڪير جو دريوڌن جي خوشيءَ ۾ رخنو وجهڻ لڳو هو؟

تلاءَ تي پهچڻ سان ڪورون ۽ گانڌرون جي وچ ۾ لڙائي شروع ٿي ويئي. پهرين ڪورو زور پوندا ويا. آخر چترسين پنهنجي لشڪر کي وري گڏ ڪري الساهت ڪيو ۽ جادوءَ جا هٿيار ڪم آڻڻ شروع ڪيا. ڪرڻ ۽ ڪورون جي ٻين نينائن جا رٿ ۽ هٿيار کسجي ويا ۽ هو ڏاڍيءَ بي عزتيءَ سان لڪڙ تڪڙ ۾ پوئتي هٽيا. جنگ جي ميدان ۾ دريوڌن اڪيلو رهجي ويو. پر چترسين جلدئي ڪري دريوڌن کي

ڇهاڙيو ۽ سندس همت پير ڀڃي، ڪمس پنهنجي رٿ ۾ وهاري، پنهنجي سوپ ڏي ڀڄرائيءَ لاءِ خوب سنڪ وڄايا. ڪورون جا ڪيترا ڀيا ۾ مکيه نيتائون پڪڙيا ويا. ڪورون جو لشڪر لتر پتر ٿي ويو ۽ ڀڄندڙن مان ڪن وڃي پانڊون جي ڪئنيا ۾ پناهه ورتي.

دريوڌن جي هار ۽ پڪڙجڻ جي خبر ٻڌي ڀيمسين ڪي ڏاڍي خوشي ٿي. هن يڌشٽر کي چيو "هنن گانڌرون اسانجو ڪم پورو ڪيو آهي. دريوڌن سان پوري پوري جٽ ٿي آهي. هو آزاد هجي ها ته همت اچي اسان تي ڇنوليون ڪري ها. اسانکي گهرجي ته هنن گانڌرون مترن جي شڪرگذاري ڪريون."

پر يڌشٽر ڀيم کي چيتائيندي چيو "پيارا ڀاءُ، هي موقعو نه آهي ٺنهنجي خوشيءَ ڪرڻ جو. ڪورو اسانجا پنهنجا ويجها مائٽ آهن. ڌارين سندن بي عزتي ڪئي آهي. انهيءَ ۾ اسان جي به گهٽتائي آهي. اسانکي اها بي عزتي چپ ڪري سهڻ نه گهرجي. اسانجو ڌرم آهي ته وڃي ڪورون کي ڇڏايون."

ڀيمسين کي يڌشٽر جي ڳالهه واجبي ڏسڻ ۾ ڪانه آئي. هن چيو: "ڀاپي دريوڌن جنهن اسانکي جيئندي لاک جي گهر ۾ ٿي جلايو تنهن کي اسان ڇو بچايون؟ انهيءَ نيچ کي جنهن منهنجي کاڌي ۾ زهر ملائي، جنهن منهنجا همت پير ٻڌي مونکي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو، تنهنجو توکي ڪهڪاءُ ڇو ٿو ٿئي؟ انهن دشٽن، جن چٽن کان گهلي دروپديءَ کي پيريءَ سڀا ۾ آندو، تن لاءِ اسانجي من ۾ پيراڻي ڀاوُ ڪئن پيدا ٿيندو؟"

انهن ڳالهيون پي هليون ته ٻاند ٿيل دريوڌن ۽ سندس ساٿين جي درد ڀري دانهن ڪنن ٻڌڻ ۾ آئي. يڌشٽر جي دل ۾ ڏک ٿيو. هن ڀيمسين جي اعتراض کي رد ڪري ڀائرن کي

آگيا ڪٽي نہ وڃي ڪورون کي چڏايو. پانڊو هٿا آگيا ڪاري، سو ڪورون جي پڳل تتل لشڪر کي گڏ ڪري، ڀيم ۽ ارجن گانڌرون سان لڙڻ لڳي ويا. چترسين جي مرضي ڪانہ هئي تہ ڪو پانڊون سان وڙهان. ڀيم ۽ ارجن کي ڏسي هن چيو "مان تہ پاڻ ڪورون کي سيکت ڏيڻ ٿي چاهي، پر جيڪڏهن اوهانجي اها مرضي آهي تہ مان کين آزاد ڪريان ٿو."

ڪورون کي آزاد ڪندي چترسين کين حڪم ڪيو تہ يڪدم هستناپور هليا وڃو. هن بي عزتيءَ سهڻ کان پوءِ ڪورو سدا هستناپور ڏانهن موٽيا. ڪرڻ جيڪو پڌ ڪيتر چڏي ڀڄي ويو هو، سو بہ اچي رستي تي ساڻن گڏيو.

شرم ۽ نراسا جي ماريل دريوڌن ڪرڻ کي چيو: "ڪهڙو نہ چڱو ٿئي ها جيڪڏهن چترسين جي هٿان مري وڃان ها. هاڻي تہ مان لڄ کان ڪنڌ مٿي ڪڍي نٿو سگهان. مان بک هڙتال ڪري مرندس. دشاسن! تون سنگهاسن تي ويهي راج ڪر. هن قسم طرح دشمن جي هٿان بي عزتي سهڻ کان پوءِ منهنجي لاءِ جيئڻ محال آهي."

دشاسن دريوڌن جي پيرن تي ڪري روئڻ لڳو ۽ پنهنجين ڪمين جي اپنار ڪرڻ لڳو. ڪرڻ پاڻ جو هيءُ ڏک ڏسي سهي ڪونہ سگهيو. انهيءَ ڪري هو کين سمجهائڻ لڳو، هن چيو: "اوهان جيڪي ڪريو ٿا سو ڪرُوَنش جي وڏن کي نٿو سهين، هن ريت دک منائيندي بدهي بوڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ اهي ڳالهيون بڌي توهانجي دشمن کي خوشي ٿيندي. ذرا پانڊون ڏانهن تہ نهاريو. ڪيڏو نہ سندن ايمان ٿيو؟ ڪيتريون نہ آپدائون مٿن آيون، انهيءَ هوندي بہ هنن ڪڏهن بہ بک هڙتال جو نالو ڪونہ ڳڌو."

شڪنيءَ ڳالهہ کي ڪاٽيندي چيو: "ڪرڻ جا لفظ ڏيان سان ٻڌ. پانڊون کان کٽيل راج اڄ تنهنجي ملڪيت آهي. خوب انهيءَ جو مزو ماڻ. مرڻ بہ ڇا رکيو آهي؟ ورت رکڻ

مان ڇا وٺبو؟ جيڪڏهن توکي پنهنجي ڪئيءَ تي سچو پڇتاءُ آهي ته پانڊون سان صلح ڪري سندن راڄ کين موٽائي ڏي.“
جڏهن دريوڌن هن ڀرڪار جو وارتالاپ ٻڌو، تڏهن سندس ٻڙيون پاوناٺون نئين سر جاڳي پيون، هن جي خيال موجب اپمان ۽ هار سهڻ راڄ واپس ڏيڻ ڪان سؤ دفعا ڀهتر هو. جوش ۾ اچي؛ هن چيو: ”هن حالت ۾ پانڊون سان صلح ڪئن ڪبو؟ صلح نه انهن سان تڏهن ٿي ٿيندو، جڏهن کين جيتبو. مان ضرور کين هار ڏيندس. مان ضرور سوڀ پائيندس.“
هيءَ واڪ ٻڌي ڪرڻ دريوڌن جي پٺڀي ڀريندي چيو: ”هاٺي تون راجائن جيان ڳالهائين ٿو. مرڻ مان ڪهڙو سود آهي؟ جيئندو رهبو ته ڪجهه نه ڪجهه چڱو ڪم ڪبو، ڪا نه ڪا سوڀ پائبي.“ پوءِ هو گهر ڏانهن موٽڻ لڳا، رستي تي ڪرڻ پنهنجي ترار تي هٿ رکي قسم کڻي چيو: ”جڏهن شرط وارا تيرهن ورهيه گذرندا، تڏهن مان جنگ جي ميدان ۾ ارجن کي موت جو منهن ڏيکاريندس.“

[۴۰]

# ڪرشن جي ٻڪم

## دريوڌن جو يگ ۽ ڪرڻ جي پرتگيا

پانڊو بن ۾ هئا. دريوڌن جي دل ۾ آيو ته راجسو يگ ڪريان. پر برهمڻن کيس سمجهايو ته شاسترن جي مريادا موجب ڌرتراشٽر ۽ يڌشٽر جي جيئندي کيس راجسو يگ ڪرڻ جو اڌڪار ڪونه هو. انهيءَ ڪري هنن کيس صلاح ڏني ته هو وئيشنڊو ناالي يگ ڪري. هن برهمڻن جي صلاح مڃي ۽ وڏي ڀيڪي ۽ تجمل سان وئشنڊو يگ ڪيو.
جڏهن يگ پورو ٿيو، تڏهن عام لوڪ چوڻ لڳا ته يڌشٽر

جي راڄسو يگ جي رونق پوري سورهن آنا هئي. پر دريوڌن جي يگ جو شان هڪ آني جيترو به ڪونه هو. دريوڌن جا دوست وري يگ جي ساراهه مان ڍاپيائي ڪونه ٿي. هنن جي خيال موجب دريوڌن جي يگ جو شان ييائي، منڌاتا، پرت ۽ ٻين اڳين راجائن جي ڪيل يگن جي ٽل هو. چاپلوسي ڪندڙن راڄ درٻارين ته يگ جي مهما ڪندي زمين آسمان هڪ ڪري ڇڏيو.

وير ڪرڻ وري سيا ۾ اٿي ڪري چيو: "راڄن! انهيءَ ڳالهه جو ڏک نه ڪريو، ته اوهان راڄسو يگ نه ڪري سگهيا آهيو. جلد لڙائي لڳندي ۽ ان ۾ پنج ئي پانڊو مري ويندا پوءِ اوهان پوري ٺاٺ باٺ سان راڄسو يگ ڪجو. مان قسم کڻي چوان ٿو ته جيسين مان يڌ ۾ ارجن کي نه ماريندس، ليسين نه ماس کائيندس، نه شراب پيئندس. ڪنهن سواليءَ کي خالي هٿين به ڪونه موٽائيندس."

ڪرڻ جي هيءَ پرتگيا ٻڌي ڌرتراشٽر جا پٽ گد گد ٿيڻ لڳا ۽ خوشيءَ وچان واهه واهه ڪرڻ لڳا. هنن ائين سمجهيو ته ڄڻڪ پانڊو مري چڪا آهن.

جاسوسن بن ۾ وڃي پانڊون کي ڪرڻ جي پرتگيا جي سموري خبر ٻڌائي. اها خبر ٻڌي يڌشٽر کي ڏاڍي چنتا ٿي. هنکي خبر هئي ته ڪرڻ هڪ وڏو وير آهي. ڪرڻ جڏهن جائو هيو تڏهن سندس شرير ايشوري زرهه سان ڍڪيل هو.

## جهنگلي جانورن جي رکيا به ضروري آهي

هڪڙي دفعي نند ڪلڻ ڪان اڳ صبوح جو ڏاڍو سويرو يڌشٽر هڪڙو سپنو ڏٺو. سپنا يا ته ننڊ اچڻ ڪان اڳ ايندا آهن يا انهيءَ وقت ايندا آهن، جڏهن ننڊ کلڻ تي هوندي آهي. هن سپني ۾ ڏٺو ته بن جا جانور گڏجي ڪري کيس ڏاڍي درد سان عرض ڪري رهيا آهن ته هو سندن

سموري ونش ناس نہ ڪري ۽ انهيءَ ڪري اهو ٻن ڇڏي ڪنهن ٻئي طرف وڃي. انهي سمجهي جو يڌشٽر لي اهو اٿر ٿيو، جو هو اها جاءِ ڇڏي ٻئي طرف وڃي رهيو.

يڌشٽر جي هن قدم مان اهو انومان ٿو نڪري ته پراچين ڀارت واسين کي انهيءَ سدائت جو پتو هو ته جهنگل جي باهه جي بچاءَ جو پربنڌ ڪرڻ ضروري آهي.

## دريوڌن جي اچائي ۽ ڪرشن جي ڪرامت

هڪ دفعي رشي دروا سا پنهنجا ڏهه هزار وديارٿي ساڻ وٺي دريوڌن وٽ آيو. دريوڌن کي رشيءَ جي سڀاءَ جو پتو هو. انهيءَ ڪري رشيءَ جي سواگت جي هر اسر تي هن پنهنجي سر ڌيان ڏنو. هن رشيءَ جي پتري ادارتا سان سيوا ڪئي جو رشي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ دريوڌن کي چيائين ته "جيڪو ور گهرڻو هجيئي سو گهر."

دريوڌن رشيءَ جي پرسنتا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. جڏهن رشيءَ دريوڌن کي ورڏان جي آڇ ڪئي، تڏهن دريوڌن دل ۾ خيال ڪيو ته هيءُ ڏاڍو سٺو وجهه مليو آهي جنهن رشيءَ جو ڪروڌ پانڊون تي وڃي وسي. هن رشيءَ کي چيو ته "اوهان اسانجا اتٿي ٿي آيا آهيو. اها اوهان جي وڏي ڪرپا آهي. اسانجا ڀائر ٻن ۾ آهن. ڪرپا ڪري انهن وٽ به وڃو. اوهان جي اتي وڃڻ ڪري هنن کي نه رڳو خوشي ٿيندي، پر سندن عزت به وڌندي." حرڪت ڪري دريوڌن رشيءَ کي الي وڃڻ جو اهو وقت ڏسيو، جنهن وقت پانڊون وٽ تيار ٿيل سمورو کاڌو کپي ويندو هو ۽ جنهن وقت اوچتو آيل مهمان لاءِ پربنڌ ڪرڻ ڏکيو ٿي پوي ها.

دروسا جو دستور هوندو هو ته هو آدمين کي آزمائيندو هو سو هن ائين ڪيو. جئن دريوڌن کيس چيو هو.

دريوڌن کي پڪ هئي ته پينو پانڊو، جيڪي ڀاڻ ايترو

لنگ هئا، سي رشي ۽ پوءِ سندس شش لاءِ ڪوبہ بندوبست ڪري نہ سگهندا انهيءَ ڪري رشي ضرور ڪين ڪو زبردست پارائو ڏيندو.

جنهن وقت پانڊو منجهند جو پرساد چکي آرامي ٿيا هئا، تنهن وقت درواسا وٽن پهتو. پنجن ئي پانڊون رشيءَ جو سواگت ڪيو ۽ کيس نمسڪار ڪري عزت ۽ مان سان وهاريو. ٿوريءَ دير کان پوءِ رشيءَ چيو: "اسين جلدي موٽي ٿا اچون. تيستائين اسان لاءِ پوڄن تيار ڪرائجو. اسانکي بک بہ لڳي آهي." ائين چئي رشي پنهنجي شش سميت نديءَ جي طرف هليو ويو.

پانڊون جو بنواس شروع ٿيو هيو، تڏهن يڌشٽر جي تپسيا سان پرسن ٿي سورج نارائڻ کيس هڪ وچتر برتن اکشيہ پاٽر ناليءَ ڏنو هو. انهيءَ پاٽر ۾ اڻترو کاڌو هوندو هو، جو ڪڏهن نہ کٽي. انهيءَ عجيب پاٽر ڏيڻ وقت ديوتا هي شبد چيا هئا. "هن پاٽر دواران مان اوهانکي اڻترو کاڌو ٿو ڏيان، جيترو ٻارهن ورهيہ سالده اوهانجون روزانيون گهرجون پوريون ڪندو. روزمره جيسين سڀ کائي پيئو نہ ڪندا ۽ جيسين سڀني کي کارائي دروپدي پاڻ بہ نہ کائيندي، تيسين انهيءَ ڏينهن لاءِ هي پاٽر برابر کاڌو موجود ڪندو رهندو."

انهيءَ وردان جي آڌار تي پورڻ برهمڻن ۽ اتٿين کي کارائيندا هئا، پوءِ پانڊو پرساد ورتائيندا هئا ۽ انت ۾ دروپدي کاڌو کائيندي هئي. جنهن ڏينهن درواسا پانڊون جو اتٿي ٿيو، تنهن ڏينهن دروپديءَ سميت سڀ پرساد پائي چڪا هئا! انهيءَ ڪري انهيءَ ڏينهن پاٽر خالي ٿي چڪو هو. انهيءَ وقت ڪو کاڌي ڏيڻ جي شڪتي ڪانہ رهي هئي.

هاڻي دروپديءَ کي ڏاڍيءَ آنند مانند اچي ورايو. دل ۾ چوڻ لڳي نہ جڏهن رشي ۽ سندس شش هٿ منهن ڌوئي نديءَ تان واپس وريندا، تڏهن انهن کي مان ڇا کارائيندس. هر ريت هوءَ نراشا جي سمنڊ ۾ غوطا کائي رهي هئي. انهيءَ دکي

اوستا ۾ هن رنڌڻي ۾ وڃي شري ڪرشن کي آراڌنا ڪئي ۽ هن دکي سمي ۾ منهنجو اچي سهائي ٿيءُ ۽ رشيءَ جي ٽٽ پاراڻي کان بچاءِ.“

دروپديءَ جي اها پرارٿنا اوناڻي ڀڳوان ڪرشن اچي اتي پرگهٽ ٿيو ۽ اچڻ شرط چياءِ: ”مونکي ڏاڍي بک لڳي آهي وچ يڪدم منهنجي لاءِ ڪجھ کڻي اچ. پوءِ ٻيون ڳالهيون پوءِ ڪندس.“

هيءَ حال ڏسي دروپدي واتڙي ٿي ويئي! جنهن مٽر کي هن سهائتا واسطي سڏ ڪيو هيو، سو به هڪ ريت ڦري سندس شترو ٿي پيو هيو. گهٻراهٽ ۾ پيل دروپديءَ چيو: ”هاءِ! ڪرشن توون هن ريت منهنجي پريکا ڇو ٿو وٺين؟ سورج جيڪو اَڪشيه پاتر ڏنو هو، انجي اج لاءِ شڪتي ختم ٿي چڪي آهي. هوڏانهن رشي دروانسا سر تي چڙهيو وينو آهي. مان ڇا ڪريان؟ اڄهو رشي پنهنجن ششن سوڌو نديءَ تان سنان ڪري موٽي ٿو. هيءَ مصيبت اڳيئي موجود هئي، مٿون تو به اچي بک بک لاتي آهي.“

ڪرشن جواب ۾ چيو: ”مونکي ڏاڍي سخت بک لڳي آهي. اجايا بهانا نه ڏي. وڃ وڃي اڪشيه پاتر کڻي اچ ته مان پاڻ ڏسان.“

دروپدي برتڻ کڻي آئي. ڪرشن ڏٺو ته باسڻ جي ڪناري کي هڪ رڌل ڀاڄيءَ جو ذري ڀاڄي لڳي پيئي آهي. ڪرشڻ اهي کڻي کاڌا ۽ کائيندي چياءِ: ”جو ساري جڳت ۾ وياپڪ آهي، ساري وشو جنهنجو روپ آهي، تنهنجو آهي هي پرساد.“ اهو پرساد کائيندي ئي ڪرشڻ جي بک لهي ويئي.

ڪرشن هٺن پرسن ٿيو، پر دروپدي شرم ۾ ٻڏي ويئي. هن دل ۾ چيو: ”ڏسو ته مان ڪهڙي نه غفلت ڪئي آهي.

باسڻ کي پورو صاف ٿي ڪونہ ڪيو اٿم. واسديو وٽي اھا لڳ ليوڻ ڪاڏي."

ڪرشڻ اھو ھڪ ڪٺو ڪائي بي حد خوش ٿيو ھيو. ھن ڀيمسين کي سڏ ڪري چيو: "وڃ وڃي رشيءَ کي نديءَ تان ڪوٺي اچ. چئين تہ رسوئي تيار آھي."

ھيڪر تہ ڀيمسين منجھي پيو. پر ڪرشن پر ھو سندس اڳاڏ ويساھ، سو نديءَ جي انھيءَ تڙ تي ھليو ويو، جت درواسا ۽ سندس شش سنان ڪرڻ ويا ھئا. ڀيمسين ڏٺو تہ سيئي سنان، پوڄا پاٺ ۽ رسوئي ڪري چڪا ھئا. ھو اھڙو ترپت ڏسڻ پر آيا، چڻ امرت ڪاڏو ھوائون. شش گوروءَ کي چيو: "اسين جڏھن ھت آياسين، تڏھن يڌشٽر کي چئي آيا ھواسين تہ پوڄن تيار ڪرائيج. پر ھت اسانکي ھر ريت ترپتي ٿي آھي. اسان پيٽ تي ڪاڏو آھي. اسانکي وٽ ٻڪ ڪائڻ جي لوڙ ڪونہ آھي." درواسا سارو ڀيد معلوم ڪري ورتو ۽ ڀيمسين کي چياءِ: "اسان روٽي ڪائي چڪا آھيون. وڃي يڌشٽر کي چؤ تہ اسان جيڪا کيس تڪليف ڏني آھي، تنھن لاءِ معاف ڪر."

ساري وشو ڪرشڻ ۾ سمايل آھي. ڪرشن ترپت ٿيو تہ سارو جڳت ئي ترپت ٿيو. جڏھن سڄي جڳ کي ترپتي ٿي، تڏھن درواسا ۽ سندس شش ڪئن بکيا رھندا؟"

[۴۱]

## جادوءَ جو تلاءُ

پانڊون جي بنواس جو مدو اچي پورو ٿيو ھو. ٻارھن ورھين ۾ باقي ٿورا ڏينھن ھئا.

پانڊون جي آشرم جي ڀرسان ھڪ غريب برھمڻ جي ڪٽيا ھئي. ڪٽيا جي ٻاھران آڳ جلائڻ جي ارڻي ٽنگي پيئي

هئي. اتان هڪ هرڻ اچي لنگهيو. هرڻ کي ٽي ٽي خارش، سو انهيءَ ارڻيءَ سان بت مهٽڻ لڳو. هرڻ جڏهن اتان هلڻ لڳو تڏهن سندس سڱن ۾ ارڻي اٽڪي پيئي. هرڻ کي اچي ڀؤ ورتو، سو اٿي زور سان جهنگل ڏانهن ڀڳو. اها حالت ڏسي برهمڻ دانهون ڪرڻ لڳو: "هاءِ ارمان! هرڻ منهنجي ارڻي کڻي ٿو وڃي، اڳتي مان هون ڪيئن ڪري سگهندس؟"
انهن ڏينهن باهه ٻارڻ لاءِ تيليون ڪونه هونديون هيون. هوم ڪرڻ لاءِ ڪاٺين جي ٻن ٽڪرن کي هڪ ٻئي سان گهي ڪري آگ دکائيندا هئا. انهن ڪاٺين کي ارڻي ڪري سڏيندا هئا.

برهمڻ ڊڪي ڪري پانڊون کان مدد گهري. پانڊو هرڻ جي ڪڍ پيا. پر اهو هرڻ سچو پچو هرڻ ڪونه هو. اهو نه هڪ طلسمي هرڻ هو. هرڻ نينگ ٽپا ڏيندو ٻن ۾ پيهي ويو. پانڊو ڊڪي ڊڪي جڏهن جهنگ جي وچ وچ پهتا، تڏهن هرڻ بلڪل گم ٿي ويو.
ڊڪي ڊڪي، پانڊو بنه ٿڪجي پيا. هرڻ کي هٿ ڪرڻ ۾ نراش ٿي، هو هڪ ٻڙ جي وڻ هيٺان ماندا ٿي ويهي رهيا. نڪل هڪ سرد آهه ڀري چيو: "ڪهڙي نه اسانجي دردشا ٿي، آهي! اسان هن برهمڻ جو هڪ خسيس ڪم به نٿا ڪري سگهون."
ڀيم وري هٺ چيو: "بلڪل ٺيڪ آهي. جڏهن دروپديءَ کي ڀريءَ سڀا ۾ گهلي آيا هئا، تڏهن اسانکي گهرجو هو ته هنن پاپين کي اتي جو اتي ماري ڇڏيون ها. ائين ڏسجي ٿو ته ڇاڪاڻ جو اسان انهيءَ فرض ادائيءَ ۾ گسا آهيون، تنهنڪري ئي هيءَ دردشا ٿي آهي."
ارجن وري هي گفتا ڪئي: "جڏهن هن سوت [ڪوچوان کي سوت سڏيندا آهن.] جي پٽ (ڪرڻ) مونکي گهٽ وڌ ڳالهايو، تڏهن مون چپ ڪري اها بي عزتي سٺي. مان

سمجهان ٿو ته انهيءَ ڪري اڄ اسانجي هيءَ دردشا ٿي آهي."
پنڊت ڏٺو ته سڀني جو صبر ٽٽي چڪو آهي. سڀ
ويا ڪل ۽ اداس ٿيا پيا آهن. پلاند وڙي ڊوڙي ٿڪجي پيا
هئا. اڄ به ڪين سخت سنائي رهي هئي. پنڊت سمجهيو ته
هنڪي ڪجهه ڪم ڪرڻ لاءِ ڏيو ته سندن من ٻيءَ پوندو ۽
سندن اداسي گهٽ ٿيندي. ڪيس اڄ سخت سنائي رهي هئي.
انهيءَ ڪري هن نڪل کي چيو: "پائرا! اُٿ، هن وڻ تي
چڙهي نهار ته ڪٿي تڙ يا تلاءُ، پلي يا ٻوري، ندي يا نهر
آهي ڇا؟"
نڪل جهٽ وڻ تي چڙهي ويو ۽ چياءِ ته مان ڏسان ٿو
ته "ٿوري مفاصلي تي ڪجهه پاڻيءَ جا پوٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا.
انهن جي ويجهو ڪي بگلا به گهمي رهيا آهن. مان سمجهان
ٿو ته اتي پاڻي ضرور هوندو."
اها ڳالهه ٻڌي پنڊت نڪل کي پاڻي آڻڻ لاءِ چيو. نڪل
انهيءَ طرف ويو ۽ اتي هڪ سندر سروور ڏسي ڏاڍو سرهو
ٿيو. ڪيس به اڄ ڏاڍو سنائي رهي هئي. انهيءَ ڪري هن
جي من ۾ آيو ته پهرين پاڻيءَ پيئي، پنهنجي پياس اجهايان. پوءِ
ڀائرن لاءِ ترڪش ۾ پاڻي کڻي وڃان. پر اجا هن انهيءَ صاف
پاڻيءَ ۾ پنهنجو هٿ وڌو ئي مس ته ڪيس هڪ آواز ٻڌڻ ۾ آيو.
غيبي آواز چيو: "اي مادري پتر! ابهرو نه ٿيءُ. هيءَ
تلاءُ منهنجي ملڪيت آهي. پهرين منهنجي سوالن جا جواب
ڏي، پوءِ پاڻيءَ کي هٿ لڳاءِ."
نڪل حيرانيءَ ۾ هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو. ڪو به
جيو هنکي ڏسڻ ۾ ڪونه آيو. آواز جي پرواهه نه ڪندي هن
بڪ ڀري پاڻي پيتو. پاڻي پي ڪري هو ڪناري تي چڙهيو
مس ته ڪيس مٿي ۾ ڦيري آئي ۽ هو اتي جو اتي، ڪري پيو.
نڪل کي وئي گهڻي دير ٿي. انهيءَ ڪري پنڊت کي
سخت انتظاري ٿي. هن سهديو کي موڪليو ته جاچ ڪري

اڄي نه ڪهڙي ماجرا آهي. جڏهن سهديو تلاءَ جي ڪناري تي پهتو، تڏهن نڪل کي ڪريل ڏسي عجب ۾ پئجي ويو. پر چاڪاڻ جو کيس اڄ سخت سڃ ستائي رهي هئي، انهيءَ ڪري پاڻيءَ جي بابت وڌيڪ جاچ ڪرڻ کان اڳ پاڻي پيئڻ لڳو.

وري به ساڳيو آواز بلند ٿيو ”سهديو! هيءُ تلاءُ منهنجو آهي. پهرين منهنجن سوالن جا جواب ڏي، پوءِ پاڻي پيءُ.“

نڪل جيان سهديو به آواز جي پرواهه نه ڪئي ۽ پاڻي پيئڻ لڳو. هن جو به نڪل جهڙو حال ٿيو.

سهديو به ڏاڍي دير ڪئي، ڌرمشتر وري به چنتا ۾ پئجي ويو. انهيءَ ڪري هن ارجن کي چيو ”وڃ وڃي جاچ لهه ننهنجي ڀائرن جو ڪهڙو حال ٿيو آهي. جاچ ڪري منهنجي لاءِ پاڻي به کڻي اچ.“

ارجن يڪدم تلاءَ جي طرف ويو. اتي ڀائرن جا لاش ڏسي دهلجي ويو. هن سمجهو ته ڪو دشمن لڪو وينو آهي ۽ انهيءَ ئي هنن کي ماريو آهي. ڏک ڪري سندس دل ڏري رهي هئي، وير وٺڻ لاءِ سندس من تڙپي رهيو هو. پر انهيءَ کان وڌيڪ پياس اڄ کيس ستائي رهي هئي. انهيءَ ڪري هو هن نياڻي سر ڏانهن ڪاهي ويو. وري به اڳي جهڙو آواز ٿيو ”پهرين منهنجن سوالن جا جواب ڏي ۽ پوءِ پاڻي پيءُ. هي تلاءُ منهنجو آهي. منهنجي آگيا جو اُلنگهن ڪندين ته ننهنجو به ننهنجي ڀائرن جهڙو حال ٿيندو.“

آواز بند ٿي، ارجن کي ڪروڌ گهيري ويو. غصي وچان هن پڇيو ”تون ڪير آهين؟ اچ اڳي منهنجي سامهون ٿيءُ ته توکي به يمپوريءَ ڏانهن روانو ڪريان.“ پوءِ ارجن انهيءَ طرف ڏانهن تير ڇوڙڻ لڳو جتان اهو آواز ٿي آيو. غيبي جيءُ ارجن جي هن قدم تي کلڻ لڳو ۽ چيائين ”ننهنجا تير نه رڳو هوا کي لڳن ٿا. منهنجي سوالن جا جواب ڏي، پوءِ پل پاڻي پيءُ. جيڪڏهن سوالن جي جواب ڏيڻ بنا تو پاڻي پيتو !

موت جو شڪار ٿيندين.“

تيرن جو وار وئرت ويندو ڏسي ارجن کي وڏيڪ ڪاوڙ آئي. هن سمجهو ته ڪيس هڪ زبردست جنگ جوڙڻي پوندي. پر هن غيب جي جيو ڪان به اڄ ڪيس وڏيڪ ستائي رهي هئي. هن اهو خيال ڪيو ته پهرين اڄ روڄي شتروءَ کي ناس ڪرڻ ضروري آهي. انهيءَ لاءِ هيمت ٿلاءَ ۾ لهي پاڻي پيئڻ شروع ڪياءِ. پاڻي پيئندي ئي موت جو منهن ڏٺاءِ.

جڏهن دير ٿيندي ويئي تڏهن يڌشٽر جي انتظاري وڌندي ويئي. انتظاريءَ سان پريل آواز ۾ هن ڀيمسين کي چيو ”پراڻا ڀيم! خبر نه آهي ته ارجن به ڇو نه موٽيو. اسانجي ڀائرن سان ڪا وڏي ويڌن ٿي آهي. اڄ اسان لاءِ قسمت جو چڪر اُلٽو هاي رهيو آهي. مهرباني ڪري جلد وڃي ڀائرن جي جاچ جوچ ڪر. جڏهن موٽين تڏهن منهنجي لاءِ پاڻي به کڻي اچج. مان اڄ ۾ مري رهيو آهيان.“

ڀيم به چنتا ۾ چور هو. آگيا ملندئي هو ٿلاءَ ڏانهن روانو ٿيو. اتي ڏٺاءِ ته ٽيئي ڀائر مئا پيا آهن. ڪروڌ ۽ ڏک ۾ پرچي، پيو. دل ۾ آيس ته هيءَ شرارت يڪشن جي آهي. ارادو ڪياءِ ته انهن کي ڳولهي ڏولهي لهندس ۽ ڪين ماري مات ڪندس. پر اهو ارادو پورو ڪئن ڪري، جڏهن اڄ ۾ سندس پراڻ ٿي چٽڪيا؟ وينو پاڻي پيئڻ. ساڻس به ساڳي ڪار ٿي جيڪا سندس ڀائرن سان ٿي هئي.

آواز آيو ”ڀيمسين خبردار ٿيءُ. پهرين منهنجن سوالن جا جواب ڏي، پوءِ جل ورتاءِ. جي هيءَ ڳالهه نه مڃيندين ته موت جو منهن ڏسڻو پوندءِ.“

ڀيم چوڌاري شوخ نظر سان نهاري چيو ”تون ڪير آهين جو مونتي حڪم ٿو هلائين؟“ انين چئي لڪڙو تڪڙو پاڻي پيئڻ لڳو. جڏهن پاڻي تي پيتاءِ تڏهن سندس شڪتي ئي اڏامندي ويئي، نيٺ ڦان ڪري پٽتي ڪري پيو.

# يڪشم جا سوال ۽ يڌشٽر جا جواب

آخر ۾ ريت يڌشٽر اڪيلو رهجي ويو. هڪ ڪيس اڄ تي ستايو، ٻيو ڀائرن جي وڇوڙي تي نهوڙيو. دل ۾ انيڪ بد بدا ٿي اُٿيس. ڇا منهنجي ڀائرن کي ڪو ڀاڙو لڳو آهي ڇا؟ ڇا اُنجا لاءِ هو پاڻي لهي ڪونه سگهيا آهن ۽ انجي لاش ۾ رلي رهيا آهن؟ اڄ سبب ٻي هوش نه ڪين ٿي ويا آهن؟ ڪنهن ماري نه ڪونه وڌو اٿن؟ اهڙا خيال ڪيس ڏاڍو تنگ ڪري رهيا هئا. انهيءَ حالت ۾ هو پاڻ ڀائرن ۽ پاڻيءَ جي ڳولها ۾ نڪتو. هن اهوئي رستو ورتو جنهن رستي سندس ڀائر ويا هئا. وات تي هئا جهنگلي سوئر، چڪمرا هرڻ ۽ وڏا ٻن جا ٻڪي. جلدئي هو هڪ سندر سائيءَ ماتريءَ ۾ پهتو. ماتريءَ جي وچ ۾ هو هڪ شڌ پاڻيءَ جو تلاءُ. پر پاڻ پاڻي امرت جيان ٿي ڏٺو. پر جڏهن سندس نظر پنهنجن ڀائرن جي لاشن تي پيئي تڏهن هو پنهنجي دک کي روڪي ڪونه سگهيو، ائين زور سان روئڻ لڳي ويو.

هن ارجن ۽ ڀيم جي منهن کي تڪي هٽي چيو ”ڇا اسانجي ورتن ۽ نيمن جو اهوئي نتيجو نڪتو هو. هاڻي جڏهن بنواس جو مدو پورو ٿيڻ تي آهي، تڏهن اوهان هتي هليا ويا آهيو. هن ڪمبختيءَ جي وقت ديوتائن به مونکي وساري ڇڏيو آهي.“

جڏهن هن پنهنجن ڀلوان ڀائرن جا سندر ۽ سڊول شرير ڏٺا، تڏهن حيرانيءَ ۾ پئجي ويو! خبر ئي نٿي پيس ته اهڙو جوان ڪير هوندو، جو منهنجن هنن وير ڀائرن کي ماري سگهي. جڏهن سهديو ۽ نڪل تي نظر پيس تڏهن دل بلڪل ٽٽي پيس. خيالي زهر ٿي پيس. ائين سمجهڻ لڳو ته سنسار ۾ سندس لاءِ وڏيڪ جيئڻ ئي اجايو آهي.

چنانچہ ڪندي ڪندي سندس من ۾ ڪيترا خيال پئدا

ٿيا. هن پنهنجن ڀائرن جا شرير جاچي ڏٺا. ڪٿي ڪو زخم ڏسڻ ۾ ڪونه آيس. سندن منهن ۾ به ڪو ڦيرو ڪونه آيو هو. ائين ٿي ڀاسيو ته سمهيا پيا آهن. ڪا ٻڙ يوٽي ڳجهه ڳجها ندڙ ڳالهڙي آهي. خبر نه آهي ته ڪو جادوءَ جو کيل آهي، يا ڪا ديوتن جي حرڪت آهي. تلاءَ جي پاڻيءَ ۾ ته زهر ڪونه ملايو ويو آهي؟ ائين خيال ڪندي يڌشٽر تلاءَ ۾ لهي ڪري پاڻي پيئڻ لڳو. يڪدم ساڳيو آواز ٿيو. يڌشٽر کي چتاءُ ڪندي چيو ويو ”چالاڪ جو ننهنجي ڀائرن منهنجي چوڻ تي ڌيان نه ڏنو، انهيءَ ڪري هو مري ويا. تون ساڳي وات نه وٺ. هي تلاءُ منهنجو آهي. پهرين منهنجن سوالن جا جواب ڏي، پوءِ پاڻي پيءُ.“

يڌشٽر يڪدم سهي ڪيو ته هي آواز ڪنهن يڪش جو آهي. سندس ڀائرن سان جيڪي وهيو واپريو هو ننهنجو به هن اندازو لڳايو. هن ائين به سمجهو ته شايد ڪو رستو نڪري اچي، جنهن سندس ڀائر موٽي جيئرا ٿي پون. انهيءَ ڪري هن وڏي واڪي چيو ”پڇ، پنهنجا سوال پڇ. آواز هڪ بي پنيان ٽڪڙا ٽڪڙا سوال ڪيا:-

سوال يڪش جو- ڪنهن جي شڪتيءَ سان سج روز اڀرندو آهي؟

جواب يڌشٽر جو- برهم جي شڪتيءَ دواران.

سوال- منش جو هر مشڪلات ۾ سچو ساٿي ڪير آهي؟

جواب- ڌيرج ئي منش جو سچو ساٿي آهي.

سوال- اهو ڪهڙو شاستر آهي جنهن جي پڙهڻ سان منش بڌي پراپت ڪندو آهي؟

جواب- منش شاسترن پڙهڻ سان ٻڌيوان ڪونه ٿيندو. مهاپرشن جي سنگ دواران منش ٻڌيوان ٿيندو آهي.

سوال- پرٿويءَ کان وڌيڪ شاندار ڌارڻ ڪرڻ وارو (سنڀاليندڙ) ڪير آهي؟

جواب- ماتا، جيڪا گرڀ ۾ ٻالڪ کي ڌارڻ ڪري ٿي، سورن ۾ ٻار کي ڄڻي ٿي ۽ ڪشٽ سهي ٻار کي پالي ٿي، سا پرٿويءَ کان ڀي مٿي آهي.

سوال- آڪاش کان مٿي ڇا آهي؟

جواب- پتا.

سوال- هوا کان وڌيڪ تيز ڪير آهي؟

جواب- من.

سوال- سڪل گاهه جي تنڪي کان وڌيڪ ڪومائل چيز ڪهڙي آهي؟

جواب- ڳڻتين ۾ گهريل دل.

سوال- پرديسيءَ جو متر ڪهڙو آهي؟

جواب- وديا.

سوال- گهر ۾ رهندڙ جو متر ڪير آهي؟

جواب- زال.

سوال- مرڻهينگ بيدي جو متر ڪير آهي؟

جواب- ڌرم. ڇاڪاڻ جو مرڻ کان پوءِ آتما سان ڌرم ئي ويندو آهي.

سوال- سڀني ڀرلڻن ۾ وڏو ڪهڙو آهي؟

جواب- پرٿوي، جنهن منجهه سڀ چيزون سمايل آهن.

سوال- سک ڇا آهي؟

جواب- چڱن ڪرمن جو ڦل.

سوال- اهڙا ڪهڙي شيءِ آهي جنهن جي ليائڻ سان ماڻهو سڀ کي پيارو لڳي ٿو.

جواب- ايمان! نرايمانيءَ جا سڀئي متر ٿيندا آهن.

سوال- ڪهڙيءَ شيءِ کي وڃائڻ سان سک ملندو آهي ۽ دک ڪونه ٿيندو آهي؟

جواب- ڪروڌ. ڪروڌ ڇڏيو ته ڪڏهن دک نه ملندو.

سوال- ڪهڙيءَ شيءِ کي وڃائي منش ڌنوان ٿيندو آهي؟

جواب- اوپ. اوپ جي ڇڏڻ ڪري آدمي سچ پچ شاهوڪار ٿي پوندو.

سوال- ماڻهو سچو برهمڻ ڪئن ٿيندو؟:- جنم جي ڪري يا ودِيا جي ڪري يا آچار جي ڪري. پورو پورو جواب ڏي؟

جواب- جنم ۽ وديا جي ڪري ڪو برهمڻ ڪونه ٿيندو آهي. چڱن لڇڻن سان ئي آدمي برهمڻ ٿيندو آهي. آدمي ڪيترو به پڙهيل هجي، پر جيڪڏهن هن جا لڇڻ نيڪ ڪونه آهن، ته هو برهمڻ ڪونه ٿيندو. منش ڪري چارئي ويد پڙهي پر جيڪڏهن هن جا لڇڻ نيڪ ڪونه آهن ته هنجو ورڻ گهٽجي ويندو.

سوال- دنيا ۾ سڀ کان عجيب شيء ڪهڙي آهي؟

جواب- منش ڏسي ٿو ته هر روز ڪي نه ڪي موت جو شڪار ٿي، پرلوڪ سڌارين ٿا، ته به هو پاڻکي امر سمجهي وينا آهن، اهوئي وڏي ۾ وڏو عجب آهي."

اهڙيءَ ريت يکش گهڻيئي سوال ڪيا ۽ يڌشٽر سڀني جا جواب ڏنا.

يڌشٽر جا جواب ٻڌي يکش ڏاڍو خوش ٿيو ۽ يڌشٽر کي چياءِ: "هي راجن! تنهنجو هڪ ڀاءُ هاڻي وري جيئرو ٿي سگهندو. هاڻي ٻڌاءِ ته ڪير جيئرو ٿئي. جنهن لاءِ تون چوندين سو جيئرو ٿيندو."

يڌشٽر ٿوري وقت خيال ۾ پئجي ويو. خيال ڪرڻ کان پوءِ هن چيو: "نيل ورڻ[1]، ڪمل نين[2]، ٿلها[3] ڊگهو[4]، وشال وکش، نڪل جو ارپوس جي هڪڙي ورڻ جهڙي ٿيڻو پيو آهي، سو اٿي کڙو ٿيو."

يکش يڌشٽر جو هيءُ جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽

(١) ساناوري رنگ وارو، (٢) ڪمل جهڙين اکين وارو، (٣) ڊگهين ٻانهن وارو، (٤) ڪشادي ڇاتيءَ وارو.

ڪائنس نڪل کي چوندڻ جو سبب پڇندي چيائين: ”مون پڌو آهي لنهنجو ڀيمسين سان ڏاڍو پيار آهي ۽ ڀيمسين کي سورهن هزارن هاٿين جو ٻل آهي. انهيءَ کي ڇڏي تو نڪل کي جيارڻ جي اِڇا ڇو ڪئي. وري ارجن کي ڇو وساريو اٿئي؟ ارجن تہ شستر وديا جو ماهر آهي ۽ انهيءَ جي شڪتي دوارن ئي توهانجي رکيا ٿئي ٿي.“

يڌشٽر جواب ۾ چيو: ”مدش جي رکيا نہ ڀيم جي وسيلي ٿئي ٿي نہ ارجن جي دوارن. ماڻهن جي رکيا ڌرم جي رستي ٿي ٿيندي آهي. ڌرم جي رکيا ڪجي تہ اسانجي رکيا ٿيندي. ڌرم جي هاڃي ڪبي تہ اسانجي هاڃي ٿيندي. مان نڪل جو نالو رکڻ جو سبب ورنو: منهنجي پتا کي ٻہ زالون هيون. مان ڪنتيءَ جو پٽ جيئندو جاڳندو وينو آهيان. انهيءَ ڪري ڪنتيءَ کي نپٽي نہ ڪوئي سگهبو. منهنجي پتا جي ٻيءَ پتنيءَ جو نالو مادري هو. نياءَ جي گهر اهاٺي هئي تہ مادري ٻہ سپٽي سڏجي. انهيءَ ڪريئي مان نڪل جو نالو ورتو.“

يڌشٽر جي نياءَ ۽ نرپکشتا ڏسي ڪري يڪش ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ هن اهو وردان ڏنو تہ چارئي پانڊو جي اٿن.

حقيقت ۾ هيءُ يڪش خود ڌرم راج هو، جنهن پنهنجي پٽ يڌشٽر جي پريکيا وٺڻ ٿي چاهي. ڌرمراج ئي هرڻ جو روپ ڌارڻ ڪيو هيو. ڌرمراج ئي يڪش جو روپ ڌارڻ ڪيو هيو. جڏهن ڏناءِ يڌشٽر پريکيا ۾ پاس ٿيو تڏهن ڌرمراج کيس ڳاٽي لڳائي چيو: ”توهانجي بنواس جي مدي پوري ٿيڻ ۾ باقي ٿورا ڏينهن بچيا آهن. تيرهون ورهيہ بہ سک سان گذري ويندو. اگيات واس جي وقت ۾ اوهانجو ڪوبہ دشمن اوهانکي لهي ڪونہ سگهندو. اوهان سڦلتا سان پنهنجا شرط پورا ڪندا.“

انهيءَ ۾ سنديہ ڪونہ آهي تہ بنواس جي وقت پانڊون

تمام گھڻيون سختيون سٺيون ھيون. پر انھيءَ زماني ۾ انھن کي لاڀ بہ ڪافي ٿيو. انھيءَ زماني ۾ ڪين ڪنن تپسيا ڪري ٻي پيٽي، ڪين سخت انتظام ۾ رھڻو پيو. انھيءَ ڪري انت ۾ سندن شڪتي گھڻو وڌي ويئي؛ ھو اڳي کان وڌيڪ بلوان ٿي پيا. ارجن پنھنجي تپ جو مدو پورو ڪري، ديوي ھٿيار ھٿ ڪري ۽ اندر وٽان گھڻي شڪتي ھٿ ڪري موٽيو. ھوڏانھن ڀيم سؤگنڌڪ گل واريءَ ٻنڊ جي پرسان پنھنجي وڏي ڀاءُ ھنومان سان ملي ڪري پنھنجي طاقت کي ڏھوڻو ٻڌائي آيو. يڌشٽر سان وري جادوءَ واري تلاءَ تي يمراج مليو. سندس آشيرواد سان سندس تيج ڏھوڻو ٿي پيو.

جڏھن ونيشمپائن ھيءَ جادوءَ جي تلاءَ جي ڪٿا جنميجيہ کي ٻڌائي تڏھن ھن انت ۾ ھي لفظ چيا.

"جيڪي ھيءَ يڌشٽر ۽ ڌرمراج جي گڏجاڻيءَ جي ڪٿا ٻڌندا، سي ڪڏھن بہ پاپ جي مارگ تي ڪونہ ھلندا. ھو ڪي مترن ۾ ونجوڳہ وجھائيندا، نڪي ٻين جي مايا ۾ اکہ وجھندا. نڪي ئي وري ڪامديو جي ڦندي ۾ ڦاسندا."

[٤٢]

## گھرو نوڪري

بنواس جا ٻارھن ورھيہ پوري ٿيڻ تي ھئا. اگيات واس (لڪڇپ) جو تيرھون ورھيہ شروع ٿيڻ وارو ھو. انھيءَ وقت برھمڻن کان موڪل وٺي ڏکندي يڌشٽر ھي لفظ چيا:
"ھي پوديو! جيتوڻيڪ ڌرتراشٽر جي پٽن ٺڳي ڪري اسان کان راڄ کسي ورتو ھو ۽ جيتوڻيڪ اسين بلڪل ڪنگال ٿي چڪ ھواسين؛ تہ بہ اوھانجي سنسنگ ۾ اسان ھي ٻارھن ورھ بنواس جا سکيا گذاريا آھن. تيرھون ورھيہ شروع ٿو ٿئي

انهيءَ ڪري هاڻي اسانکي اوهان کان جدا ٿيڻو پوندو. هي ٻارهن مهنا اسانکي اهڙيءَ ريت ڪاٽڻا آهن، جئن ديوتن جي جاسوسن کي اسانجو پتو نه لڳي. ايشور کي خبر آهي ته اهو ڏينهن ڪڏهن ايندو، جڏهن اسان وري ٻي ڀيرو تي اوهان سان ڪليو ڪلايو ملنداسين. هاڻي آشيرواد ڪريو جئن اسان اهڙيءَ طرح رهون جوڪو به آدمي پڻ يا گوپ جي وس تي اسانجي خبر ڌرتراشتر جي پٽن تاءِ نه پهچائي."

پڌشتر جا هي لفظ ٻڌي سندس پروهت ڌئوميه چيو: "سوم! توهن شاسترن جو ڄاڻو ۽ گياني آهين. توکي ته دل ننڍي ڪرڻ نه گهرجي. تون ته ڪڏهن همت ڪونه هاريندو آهين. ائين برابر آهي ته مترن کان جدا ٿيندي ڏک ٿيندو آهي. ائين برابر آهي ته وڏا ڳوڙا خطرا سامهون آهن. پر هن سنسار ۾ سور ۽ سختيون سيني تي اينديون آهن. وڃو وڃي روپ بدلائي ڪٿي لڪا رهو. ديوراج اندر کي جڏهين ڏئيتن ستايو هو، تڏهن هو برهمڻ جو روپ ڌارڻ ڪري وڃي نشاد ديش ۾ رهيو هيو. اسي هو بلڪل پوريءَ طرح لڪو رهيو ۽ اتان هن رتون وتسي پنهنجن شترن کي ناس ڪيو. اوهانکي به ائين ڪرڻ گهرجي. سنسار جي سواميءَ مها وشنوءَ کي اديءَ جي گرڀ ۾ اچڻو پيو. هن منش جو چولو ڌارڻ ڪري سنسار جي ڪلياڻ لاءِ سمراٽ مهابليءَ کان سندس راڄ کسيو. اسر راجا ورتر کي ناس ڪرڻ لاءِ نتاون جي ٿانو، منش ماتر جي ڌارڻ ڪرڻ هاري نارايڻ کي اندر جي هٿيارن ۾ لڪڻو پيو هيو. ديوتائن جي خاطر اگني ديو کي لڪڻو پيو هيو. سورج ديوتا روز استاچل (اولهه) ڏانهن وڃي لڪندو آهي. سروويابي وشنوءَ کي دشرٿ جي گهر ۾ جنم وٺي راوڻ کي مارڻ لاءِ ورهين جا ورهيه ڪشٽ پوڳڻا پيا.

چڱي ڪاريه کي سڌ ڪرڻ لاءِ، پراچين ڪال ۾ ڪيترن مهاپرشن ڇمڙا پوش ڌارڻ ڪيو ۽ انهيءَ مارگ کي مريادا جي

اندر پوڙهو بڻايو. اوهان به اڳيات واس پر وڃو. اوهين به پنهنجن شترن کي جيتيندا ۽ سوڀ ۽ سک پراپت ڪندا.

يڌشٽر برهمڻن سان صلاح ڪري ساڻن موڪلائي ڪئي. هن پنهنجن ڀين مٽن مائٽن ۽ نوڪرن چاڪرن کي موڪل ڏني ته هو گهرن ڏانهن موٽي وڃن. پوءِ پانڊو ڪنهن ايڪانت استان پر وڃي آئينده جي پروگرام لاءِ صلاح ڪرڻ لڳا. ڏاڍي ڏک سان يڌشٽر ارجن کي چيو "توکي دنيا جي وهنوار جي پوري پوري ڄاڻ آهي. هاڻي ٻڌاءِ ته تيرهون ورهيه ڪٿي گذاريون؟ پوريءَ پوريءَ سلامتيءَ جو استان ڪهڙو ٺيندو؟"

ارجن جواب پر چيو "هي راجن! توکي خبر آهي ته خود ڌرمراج اسانکي آسيس ڪئي آهي. اسين سهوليت سان اهي ٻارهن مهينا هڪ هنڌ گڏ رهي به اهڙيءَ ريت گذاري سگهنداسين، جئن وروڌين کي ڪابه سمڪ نه پوي. گهڻيئي سندر راڄ موجود آهن، جن مان هڪ چونڊي اسين اتي گذارو ڪري سگهون ٿا. پانچال، متسيه، شالو، ونديه، بالهيڪ، ڏشارڻ، شورسين، مگڌه آدي ديش ڪورون جي راڄ جي آس پاس ئي آهن. توکي جيڪو وڻي سو چونڊ. منهنجو رايو ته اهو آهي ته راجا وراٽ جو ديش متسيه، سندرتا ۽ سک جو ڀنڊار، سيني کان وڌيڪ سٺو ٺيندو."

يڌشٽر چيو "متسيه ديش جو راجا وراٽ شڪتي شالي راجا آهي. هن جو اسان تي پيار به چڱيءَ ريت آهي، هو ڌرم ڪار ۽ وهنوار پر ڪشل آهي. سندس ٻڌي پرپڪ آهي. هو ڌرماتما به پورو پورو آهي. هو دريوڌن کان اصل دٻجڻ وارو نه آهي. نڪي ئي ٻيءَ ڪنهن طرح دريوڌن جي ور چڙهڻ وارو آهي. منهنجو به اهو رايو آهي ته وراٽ راڄ پر ئي اڳيات واس جو وقت ڪاٽڻ گهرجي."

انهيءَ تي ارجن پڇيو "چڱو راجن! ٻڌاءِ ته تون وراٽ جي

دربار ۾ ڪهڙو ڏنڊو اختيار ڪندين؟"

ارجن جڏهن اهي لفظ چيا تڏهن سندس دل کي ڏاڍو صدمو پهتو. هو ارمان ڪائڻ لڳو ته يڌشٽر جنهن راڄسو يگ ڪري راجا اڌيراج جي پدوي پراپت ڪئي هئي، سو اڄ ٻين وٽ وڃي نوڪري ڪندو. وري سوچڻ لڳو ته يڌشٽر جيڪو ڇل ڪپٽ مان جاڻيئي ڪو نه، سو اڄ پاڻ لڪائيندو رهندو؟

يڌشٽر چيو "مان وراٽ کي چوندس ته مونکي پنهنجي دربار جو درباري بڻائي. مان پنهنجي وارتالاپ ۽ پاري جي راند دوارا هن کي وندرائيندو رهندس. مان سنياسيءَ جو ويس ڌارڻ ڪندس ۽ نالو رکائيندس ڪنڪ. مونکي ڦلت جوتش ۽ سوڻن سڳڻ جي پوري ڄاڻ آهي. انهيءَ جي وسيلي مان راجا کي خوش ڪندو رهندس. مان پڻ ڪيس ويد، ويدانگ، ڌرم شاستر، نيتي شاستر، ارٿ شاستر ۽ ٻين شاسترن مان ڪٿائون ٻڌائيندو رهندس. مان بلڪل خبرداريءَ سان ڪم ڪندس. اوهان منهنجي چنتا بلڪل نه ڪريو. مان راجا کي چوندس ته مان يڌشٽر جو گهاٽو دوست هيس. سندس دوستيءَ جي زماني ۾ مان هيءَ سڀ گيان پراپت ڪيو هو. ڀيمسين! تو بڪاسر جو سر لاٿو هو، تو هڊمبا کي ڪُٺو هو. هاڻي ٻڌاءِ ته تون وراٽ وٽ ڪهڙو ڪم ڪندين؟ جٽاسر کي ماري، تو اسان جي حياتي بچائي هئي. تون پنهنجي ادتيه بل، پنهنجي اٽل همت ۽ اتساهه کي ڪيئن ڇپائيندين؟ تون ڪهڙو روپ وراٽ راڄ ۾ ڌارڻ ڪندين؟" يڌشٽر جي هي شبد چيا ته سندس اکيون نم نم ڪرڻ لڳيون.

ڀيمسين ڪلندي جواب ڏنو "منهنجو وچار آهي ته مان وراٽ جي دربار ۾ رسوئي جو ڪم ڪريان. توکي خبر آهي ته نه رڳو ڪاڌي پيتي جو ملڪ آهيان، پر طعامن بنائڻ ۾ به ملوڪ آهيان. مان وراٽ کي اهڙا ته سوادي کاڌا کارائيندس، جو هن کان اڳ کاڌل سڀ طعام وسري ويندا. مان جهنگ

۾ وڃي وڻ وڃ يندس ۽ ڪا نہ جوڻ پريون. زندگي لاءِ ڪٽي ايندس. دربار ۾ جيڪي ملڪ ايندا، انهن سان مان ڪشتي لڙي کين پڇاڙ يندس ۽ اهڙيءَ ريت راجا کي وندرائيندس."

ڀيمسين ڪشتيءَ جو نالو ٻڌو، انهيءَ ڪري يڌشٽر کي چنتا وني ويئي. هنکي پڪ ٿيو تہ ڪشتي وڙهندي مٿان ڀيمسين جي ڪشتين مان ڪو ڀيد نہ ٻري پوي.

يڌشٽر جي اداسي ڏسي ڀيم هنکي سنتوش ڏيڻ لاءِ کلندي چيو "مان ڪنهن جي بہ جان نہ وٺندس. هان جيڪو ملڪ انهيءَ جي لائق هوندو، تنهنکي ڦٿڪائي ڦٿڪائي زمين تي ڪيرائيندس ضرور، پر ماريندس ڪنهنکي ڪونہ. انهيءَ ڳالهہ کان تون بي فڪر رهہ. مان راجا ورات کي خوش ڪرڻ لاءِ چيتن ڏاندن ۽ سانن کي سڌو ڪندس ۽ جهنگلي جانورن کي خلق تي حملي ڪرڻ کان روڪيندس."

پوءِ يڌشٽر ارجن کان پڇيو "تون ڪهڙو ڌنڌو اختيار ڪندين؟ تنهنجي ويرتا جو تيج لڪائڻ تہ ڏاڍو ڏکيو آهي. تون اهو ڪيئن لڪائيندين؟"

ارجن سان ڳالهائيندي يڌشٽر الساهہ ۾ اچي ويو ۽ ارجن جي ساراهہ ۾ ويهہ گيت ڳائي ويو. ارجن جي ساراهہ نہ ڪجي تہ ٻئي ڪنهنجي ڪجي؟

ارجن جواب ۾ اليو: "پيارا مربي ڀاءُ! توکي خبر آهي تہ جڏهن اروشيءَ مون سان پريم جون ڳالهيون ٿي ڪيون، تڏهن مان ڪيس ماتا جي سمان سمجهي سندس ڳالهہ ڪانہ مڃي. انهيءَ تي هن مونکي سراپ ڏنو تہ مان هيجڙو ٿي پوندس. پر اندر جي ڪرپا سان انهيءَ سراپ جو اثر رڳو هڪ ورهيہ لاءِ رهي سگهندو. اهو منهنجو انڪار آهي تہ جيڪو سال وٽي سو چونديان. مان هي اگيات واس جو سال چونديان ٿو. انهيءَ ڪري مان هيجڙي جو روپ ڌارڻ ڪندس ۽ منهنجين ٻانهن تي ڌنش جي لڳڻ جا جيڪي

نشان آهن، سي بندي ۽ سان يڪي چڙهيندس. رڻ واس [حرم سراء] ۾ رهي ڪري مان راڻين ۽ راجڪمارين جي شيوا ٽهل ۾ لڳو رهندس. مان زالن جيان چڙو چوٽي ڪندس ۽ زنانا ڪپڙا اوڍيندس. مان شنکن مان ٺهيل اڇون چوڙيون ٻانهن ۾ پائيندس. زنان خاني ۾ رهي ڪري مان نه رڳو نفري ڪندس، پر ڪمارين کي ڳائڻ ۽ نچڻ به سکاريندس. نوڪري هٿ ڪرڻ لاء مان کين چوندس ته مان يڌشٽر جي دربار ۾ دروپدي ۽ جي داسي هيس.“ ائين چئي ارجن دروپدي ۽ ڏي نهاريو ۽ مشڪيو.

ارجن جون ڳالهيون ٻڌي يڌشٽر وري روئندي چيو: ”هاء! وڌاتا هي ۽ ڳالهيون اسان جي ڀاڳ ۾ لکيون هيون؟ اهو ارجن جيڪو ٻش ۽ ٻل ۾ ڪرشن جي تل آهي، اهو ارجن جيڪو ڀرت ونش جو هڪ وير پتر آهي، اهو ارجن جيڪو اهڙو اونچو آهي، جهڙو سوني جو پهاڙ ميرو سواچ هيجڙي جي روپ ۾ وچي وراٽ جي دربار ۾ نوڪري ٿو ڪري.“

پوء يڌشٽر نڪل ڏانهن نهاريو ۽ هنڪان پڇاء ته ”تون ڪهڙو ڪم ڪندين؟“ نڪل سان ڳالهائيندي يڌشٽر کي مادري ۽ جي يادگيري اچي ويئي ۽ هو وري هنجون هارڻ لڳو.

نڪل چيو ”مان راجا وراٽ جي طبيلي ۾ ڪم ڪندس. گهوڙن کي سنڀالڻ ۽ سيکارڻ سان منهنجي دل ڏاڍي خوش ٿيندي آهي.. مان ته گهوڙن جون دلي ڳالهيون سمجهي وٺندو آهيان. مونکي سنڌن روڳن ۽ انهن جي عذابن جي پوري ڄاڻ آهي. مان نه رڳو گهوڙي سواري ڪري سگهندو آهيان، پر مونکي گهوڙن کي سنجڻ ۽ گاڏين ۾ جوڙڻ جي به پوري پوري خبر آهي. مان چوندس ته مان پانڊون جي گهوڙن جي سنڀالڻ جو ڪم ڪندو هيس. مونکي پڪ آهي ته وراٽ مونکي نوڪري ۽ ۾ رکندو.“

گهٽيل گلي سان ڳالهائيندي يڌشٽر سهديو کي چيو ”پيارا!
تنهنجي ٻڌي اهڙي تيز آهي جهڙي ديوتائن جي گورو ۽
پُروهت برهسپتيءَ جي هئي، تنهنجي جاڻ ايڏي ڪشادي
آهي جهڙي اسرن جي گوروءَ شڪر آچاريه جي هئي. صلاح
مصلحت ۾ تنهنجو ڪو ثاني ڪونه آهي، ٻڌاءِ ته تون ڪهڙو
ڪم ڪندين.“

سهديو وراڻيو: ”پَل نڪل گهوڙن جي سنڀال ڪري. مان
گائيون چاريندس. مان ورات جي چوپائي مال کي مرض
جي غلبي ۽ جهنگلي جانورن جي حملي کان بچائيندس.“

هاڻي آيو دروپديءَ جو وارو. دروپدي يڌشٽر کي پراڻن
کان به پياري هئي. دروپدي اها ديوي هئي جا ستڪار
۽ پوڄا جي يوگ هئي. دروپديءَ جي رکيا ڪرڻ سڀني جو
ڌرم هو. دروپدي راجڪماري هئي، دروپدي راجا جي
ڌيءَ هئي. دروپدي ڪلين هئي. دروپدي لاڏ ڪوڏ سان
پلي هئي. اهڙيءَ ديويءَ کي نوڪريءَ لاءِ چوڻ هڪ اڌرم
جو ڪم هو. الهيءَ ڪري دروپديءَ ڏانهن پڇڻ کان اڳ ئي
يڌشٽر شرم ۾ ٻڏي ويو. هن بابت ڪجهه به چوڻ لئي دل نٿي
وريس، زبان مان لفظ ئي نٿي اُڪليس.

يڌشٽر جو هيءُ حال ڏسي دروپديءَ دل ٻڌي هن ريت
گفتگو ڪئي: ”اي راجائن جا مور مڪٽ! منهنجي ڪا به
چنتا نه ڪر. منهنجي لاءِ دل ۾ ڏک نه ڪر. مان سرنڌري جي،
روپ ۾ سيوا ڪنديس. مان [illegible]
سيوڪا ٿي به مان سوتنتر ٿي رهنديس ۽ منهنجو سڀيتو پڻ ٻچيو
رهندو. ليڪن اوسار راجڪمارين جي سکين ساهيڙين کي اهڙو
اڌڪار مليل آهي ۽ هو اهو اڌڪار هر ريت ڪم آڻي سگهن
ٿيون. منهنجو ڪم به هلڪ چالبو ٿيندو. مونکي راجڪمارين
جو چڙو چوٽي ڪرڻو پوندو ۽ دربار جي ديوين کي ننيڙيون
ننيڙيون ڪل چرچي جون ڳالهيون ٻڌائي وندرائڻو پوندو. مان

کين ٻڌائيندس ته مان مهاراج ڌرشٽر جي راڄ ڀون ۾ مهاراڻي دروپديءَ جي سيوا ڪندي رهي آهيان. اهڙيءَ ريت مهاراجا وراٽ جي انتهپرا (زالن جي رهڻ جي جاءِ) جي سيوا ڪندي ڇپي رهندس."

دروپديءَ جي هنن شبدن تي مهاراجا ڌرشٽر مگڌ ٿي ويو ۽ دروپدي جي همت جي ساراهه ڪندي چيائين: "هي سڀاڳ واري! تو پنهنجي ڪل جي شان وٽان ڳالهايو آهي."

جڏهن پانڊو هيءَ سموري ڳالهه ٻولهه ڪري چڪا، تڏهن سندن پروهت کين آشيرواد ڏيندي چيو: "جيڪي راجا جي سيوا ۾ لڳل هوندا آهن، تنکي خبردار ٿيڻو پوندو آهي. هنن کي چپ چاپ سيوا ڪرڻي پوندي آهي. کين تور ڳالهايو ٿيڻو پوندو آهي. وقت سر کين راجا جي ساراهه ڪرڻي پوندي آهي. جڏهن کو پڇي تڏهن ئي صلاح ڏين، پر بن پڇي صلاح ڏيڻ انهن لاءِ واجب نه آهي. راجا منش روپ ۾ اگني جو پنج آهي. انهيءَ ڪري ننڍي ۾ ننڍي ڳالهه به ڪانئس پڇڻ کان سواءِ ڪرڻ نه گهرجي. راجا جي تمام ويجهو وڃڻ نه گهرجي، تنکي ٿي اهڙي هلت هلڻ گهرجي جنهن مان راجا سمجهي ته فلاڻو نوڪر منهنجي ويجهو اچڻ نٿو چاهي. راجا جو ڪري ڪيترو به پنهنجي نوڪر تي وشواس هجي ۽ هو ڪيتري به ڪري کيس اختياري ڏي، تڏهن به هنکي اتين هلڻ گهرجي، جيئن راجا هنکي هڪدم نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏي بندو. راجا ۾ تمام گهڻو وشواس رکڻ بيوقوفي آهي، راجا جي پلنگ تي پروسو رکي، سندس آسن تي ويهڻ يا سندس رٿ تي چڙهڻ يا سندس گهوڙي تي سواري ڪرڻ غلط آهي. راجا جي نوڪر کي سدا چست رهڻ گهرجي، سدا پاڻکي ضابطي هيٺ رکڻ گهرجي. جيڪڏهن راجا عزت ڏئي ته نوڪر کي ڦنڊڻ نه گهرجي. راجا جيڪڏهن اپمان ڪري ته نوڪر کي اداس نه ٿيڻ گهرجي. "جيڪي ڳجهيون

ڳالهيون راجا نوڪر کي ٻڌائي، اهي دل ۾ خوب ساندڻ گهرجن. نوڪر کي نگرواسين کان ڪا به سوکڙي نه وٺڻ گهرجي. هڪ نوڪر کي ٻين سان ايرکا رکڻ نه گهرجي. اها ٿيڻ جهڙي ڳالهه آهي ته راجا سياڻن آدمين کي ڇڏي مورکن جي هٿ ۾ ڪري اختياري سونپي. اهڙي ڳالهه کي ڏسي دل نه لوڙهڻ گهرجي، بلڪ لاپرواهيءَ سان هلڻ گهرجي. دربار جي استرين جي سنبند ۾ ڏاڍو ساوڌانيءَ سان هلڻ گهرجي. ڪانئن هر ريت خبردار ٿيڻ گهرجي. اهڙي هلت، جنهن مان ڪنهن جي به من ۾ ٿورو به سنسو پيدا ٿئي، بلڪل دور رهڻ گهرجي." ايترو چوڻ کان پوءِ ڌوميه پانڊون کي وري آشيرواد ڪندي چيو: "اهڙيءَ ريت هڪ ورهيه وراٽ جي شيوا ۾ سنتوش ۽ ڌيرج سان گذاريو. انهيءَ کان پوءِ اوهانجي باقي حياتي سک سان گذرندي؛ اوهانجو وڃايل راڄ وري اوهانکي ملندو."

[٤٣]

## ڌرم جي جئه

يڌشٽر گيروءَ رتا وستر پائي ۽ سنياسيءَ جو روپ ڌارڻ ڪيو. ارجن جو شرير پنهنجو پاڻ بدلجي نپونسڪ جي بدن جهڙو ٿي پيو. ٻين به پنهنجا وستر ۽ روپ بدلايا. اهڙو ڍنگ ورتائون جيئن ڪين ڪو سڃاڻي نه سگهي. انهيءَ هوندي به سندن سوڀيا ۽ سندرتا، سندن چهري جي چمڪ، سندن چال جوشان لڪي نه لڪيو. هو وراٽ جي دربار ۾ نوڪريءَ ڪرڻ لاءِ پهتا. کين ڏسي وراٽ کي خيال ٿيو ته هي آدمي نوڪري ڪرڻ جهڙا ته ڪونه آهن. هي لوڪ ته ڪنهن اوچ ڪل جا ٿا ڏسجن، هو ته راڄ ڪرڻ جي يوگ ٿا لڳن. انهيءَ ڪري پهرين ته هنن کي نوڪريءَ ۾ رکندي کيس ڏاڍي هٻڪ ٿي.

نيٺ سندن آزين نيزار بن تي وراٽ جي دل ڀڳي ۽ هن هرهڪ پانڊوکي اها نوڪري ڏني جنهنجي هن گهر ڪئي.

يڌشٽر هو هاڻي ڪنڪ نالي سنياسي ۽ هو راجا سان چوپڙ ڪري کيس وندرائيندو هو. ڀيمسين ٻٽيو رسوين جو سردار، راجا جو خانساما. تنهن کان سواءِ دربار ۾ جيڪي مشهور ملهه ايندا هئا، تن سان ڪشتي لڙي هو راجا جي چت کي پرسن ڪندو هو. جهنگلي جانورن تي ضابطي رکڻ ۾ بہ ڪمال ڪندو هو.

ارجن نالو رکايو برهنلا. هو انتهپرا جي استرين، خاص ڪري وراٽ جي ڌيءَ اُترا کي ڳائڻ، نچڻ ۽ باجو وڄائڻ سيکاريندو هو. نڪل ڪندو هو گهوڙن جي سنڀال ۽ سهديو ڳائين ۽ ڏاندن جي.

دروپدي، جيڪا هوند گهٽيئي داسيون رکي ها، سا اڄ ظالم زماني جي ڦير ڪري، وراٽ جي استريءَ، سديشنا جي شيوا ۾ لڳي رهي. رن واس ۾ رهي هوءَ ڪيترائي اڻ سهائيندڙ ڪم ڪندي رهي.

راڻيءَ سديشنا جو ڀاءُ، ڪيچڪ وراٽ جي سينا جو سيناپتي هو. وراٽ راڄ جي شڪتيءَ جو پرڀاءُ جو مکيہ ڪارڻ هو ڪيچڪ جي موجودگي ۽ شيوا. ڪيچڪ جو وري ايترو زور هو، جو عام لوڪ چوندا هئا تہ ٻيو وراٽ نالي ۾ راجا آهي. سچو پچو راجا ڪيچڪ آهي.

ڪيچڪ جي ايتري شڪتي هئي ۽ هنجو راجا تي ايڏو اثر هو، انهيءَ ڪري هو گهمنڊ ۾ ڀرجي ويو هو. راجا وراٽ بہ کيس شري چاڙهيو هو. انهيءَ ڪري سندس بڇڙي ڀرشٽ ٿي چڪي هئي. دروپديءَ جي سندرتا ڏسي هن جي من ۾ ڪواسنا پيدا ٿي. هن سمجهو تہ هيءَ هڪ داسي آهي. مان زور وارو راڄڪرمچاري آهيان. منهنجي سونهن ۽ سوڀيا بہ سرس آهي. دروپديءَ کي هٿ ڪرڻ ڪا ڏکي ڳالهہ

ڪونه آهي. انهيءَ ڪري هن، هن سنيءَ سان ڪئي وار
چيڙ ڇاڙ ڪئي.
دروپديءَ لڄ وچان اها ڳالهه نه راڻيءَ سان ڪئي ۽ نه
ٻئي ڪنهن سان. هن هڪ اٽڪل ويڙهائي. هن اها خبر
ڦهلائي ته هوءَ گندروَن جي استري آهي ۽ جيڪو ساڻس
مستي ڪندو، تنهنکي گندرو گپ چپ ماري ڇڏيندا.
دروپديءَ جي چهري جي ليڄ ۽ سندس سندر سنئي سوڀاءَ
کي ڏسي سڀني سندس ڳالهه تي اعتبار ڪيو. پر ڪيڏي
ڪيچڪ انهيءَ ڳالهه کان به ڪونه ڊنو. هو ڪمارگ تي هلندو
رهيو ۽ دروپديءَ کي ستائيندو رهيو. تنگ ٿي دروپديءَ
راڻيءَ کي دانهن ڏني.
شاسترن ۾ لکيل آهي ته ڪام جي ستايل کي نه لڄ ٿيندي
آهي، نه ڀؤ. انهيءَ چوڻيءَ انوسار ڪيچڪ لڄ لاهي پنهنجي
ڀيڻ سان پنهنجي ناجائز خواهش جي ڳالهه ڪئي ۽ کيس چيو
”ڀيڻ! جنهن وقت کان وٺي تنهنجيءَ داسيءَ تي منهنجي نظر
پيئي آهي، تنهن وقت کان وٺي نه رات جو ننڊ آهي، نه ڏينهن
جو آرام. منهنجو سک ٿي ڦٽي پيو آهي. منهنجي جان خطري
۾ آهي. ڪنهن به طرح داسيءَ کي منهنجي ڳالهه مڃائي مونکي
جيئدان ڏي.“
راڻيءَ ڪيچڪ کي گهڻوئي سمجهايو. پر هو هٺ تان هيٺ
ڪين لٿو. ليڪن راڻيءَ هن جي ڳالهه مڃي ۽ ٻنهي گڏجي
ڪري دروپديءَ کي ڦاسائڻ لاءِ هڪ رٿ رٿي.
هڪڙيءَ رات ڪيچڪ جي گهر ۾ هڪ شاهي مجلس
ڪئي ويئي. خوب مٺايون تيار ڪيون ويون ۽ شراب اوليا
ويا. راڻيءَ دروپديءَ کي پاڻ وٽ گهرائي چيو ”هي سونو
پيالو کڻي وڃ ۽ ڪيچڪ وٽان شراب سان ڀرائي آڻي ڏي.“
دروپديءَ کي هن اوٻري وقت اندڪاميءَ جي گهر
وڃڻ ۾ ڀؤ ٿيو. هن راڻيءَ کي ڏاڍي آزي نيزاري ڪئي ته

ڪنهن ٻيءَ داسيءَ کي اوڏانهن موڪلي. پر راڻي پنهنجيءَ لي تي ليٽي ۽ ڪروڌي روپ ٺاهي چياءِ "توکي ٿي وڃڻو پوندو. اها منهنجي آگيا آهي. مان ٻئي ڪنهن کي نه موڪليندس. وڃ، جلدي وڃ."

لاچار دروپدي ڪيچڪ جي گهر وئي. ڪيچڪ ته ڪام سوار هو. ٻيو هو شراب پي مخمور ٿيو هو. هو دروپديءَ کي ستائڻ لڳو ۽ ڪيس ڏاڍيون آزيون ڪرڻ لڳو.

اتي دروپديءَ همت ڪري هن کي چيو "سڀاڻي ته راڄ ڪُل جو منش آهين، تون مون جهڙيءَ نيچ ذا... پنيان ڇو پيو آهين؟ پاپ ڪرم ڪرڻ لاءِ ڇو سنڀري بيٺو آهين؟ توکي خبر آهي ته منهنجو واهر ٿي چڪو آهي. ياد رک ته منهنجا رکيڪ گندرو ڪروڌ ۾ اچي توکي ماري ڇڏيندا. تون برباد ٿي ويندين."

ڪيچڪ ڏٺو ته آزين نيازين سان ڪم نٿو ٺهي، سو وٺي دروپديءَ کي ٻانهن کان جهليائين ۽ هن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳو. دروپديءَ پيالي کي ڪري ڌرتيءَ تي رکيو ۽ ٻانهن کي ڇڏائي ڀڄڻ لڳي. ڪيچڪ ڇرين جيان سندس پنيان ڪاهي پيو. دروپدي ڊاهون ڪندي ڪندي دربار ڏانهن ڪاهي وئي. پر ڪيچڪ اتي به پنيان ويس. هن کي هڪ هو شراب جو نشو، ٻيو هو پنهنجي پرياءَ ۽ شڪتيءَ جو گهمنڊ، ٽيون هيس ڪام جو آويش. سو پريءَ ڪچهريءَ ۾ وٺي دروپديءَ کي لتون هنيائين ۽ گند ميائين. سڀ درباري سيناپتيءَ جي شڪتيءَ کان ڪنبيا ٿي. هڪ کي به همت ڪانه ٿي جو ڪري هن کي روڪي.

دروپدي هيڏي نه سهڻ جهڙي بي عزتي ڏسي ۽ پنهنجي بيوسي ڏسي ڏک ۽ ڪروڌ ۾ ٻرجي وئي. انهيءَ ڏک کي ڏسي دروپديءَ اها ڳالهه وساري ڇڏي ته جيڪڏهن

سندن سچو حال لوڪن کي معلوم ٿيندو ته مٿن وڏي آپدا ايندي. هوءَ رات جي وڏيءَ ڀيمسين وٽ هلي ويئي ۽ هن کي جاڳائي پنهنجي ڏک جو حال اورڻ لڳي. ڪيچڪ جي جانورن جهڙي بيهوديءَ هلت جو ڀيمسين کي حال ٻڌائي چيائين "منهنجي رکيا ڪر ۽ هن بي عزتيءَ جو بدلو چڪاءِ."

وري سڏڪا ڀري چوڻ لڳي "مان هاڻي بي عزتي وڌيڪ سهي ڪو نه سگهنديس. لوڪ گهرجي ته هن ڪمبخت کي يڪدم يمپوريءَ ڏانهن موڪلين. انهيءَ خيال کان ته اوهان پنهنجي پرتگيا پوري ڪريو، مون نوڪرياڻي ٿيڻ قبول ڪيو. مان ورات لاءِ چندن به گهندي آهيان. پر اهڙي پرڪار ٻين جي چاڪري ڪرڻ کان ڪو نه ٿي ٿهان. هن وقت تاءِ مان اوهانجي يا ماتا ڪنتيءَ جي، جنهن لاءِ مونکي اگاڌ پريم ۽ گهري عزت آهي، تنهنجي سيوا ڀي ڪئي آهي. هاڻي مونکي هنن نياڻن جي شيوا ڪندي، هر ڪڻ ۾ بي عزتيءَ جو پئو ٿو ٿئي. مان سخت پورهئي کان پاسو نٿي ڪريان. ڏس منهنجا هٿ ڪئن محنت ڪري ڦٽجي پيا آهن. ڀيم ڏٺو ته دروپديءَ جا هٿ ڪم ڪندي برابر ڦٽجي ڦاٽي پيا آهن. ڏاڍي پريم ۽ پريت سان هن دروپديءَ جا هٿ کڻي پنهنجي منهن تي گهمايا ۽ پنهنجين اکين تي رکيا. گهري ڏک ڪري هو ڪجهه ڳالهائي نٿي سگهيو. ڪرڻا ۽ پريم وچان هن دروپديءَ جا گوڙها اگهيا.

ڪجهه وقت کان پوءِ ڀيم ڳالهائڻ جهڙو ٿيو. هن گهگهي آواز ۾ چيو "نه مونکي يڌشٽر جي پرتگيا جي پرواهه آهي، نه ارجن جي صلاح جي. پل جيڪي ٿئي سو ٿئي. جيڪي تون چئين ٿي سو مان ڪندس. مان اڄ ئي جو اڄ ئي ڪيچڪ ۽ سندس ساٿين ۽ مترن کي ختم ڪندس."

دروپديءَ ڀيم کي صلاح ڏني ته اُٻهر نه ڪري. هڪ وار ان ساري قصي تي ٻيهر ويچار ڪري، پوءِ انهيءَ نتيجي تي

پڇنا ته ڪنهن طرح ڪيچڪ کي گمراهه ڪري اڪيلي سر ڪنهن ايڪانت استان ۾ رات جي وقت آڻجي. الي دروپديءَ جي بدران ڀيمسين زناني ويس ۾ وينو هجي.

ٻئي ڏينهن صبوح جو ڪيچڪ وري پنهنجي شرارت شروع ڪئي ۽ ٻناڪ هڻندي دروپديءَ کي چيو "اي داسي! راجا جي منهن لي مون توکي پٽ ۾ ليٽايو ۽ لتون هنيون، سڀني ويٺي تماشو ڏٺو، ڪنهنکي به همت نه ٿي ته تنهنجي بچاءَ لاءِ ڪوشش ڪري. ورات ته نالي ماتر منسيه جو راجا آهي. جيتوڻيڪ مان رڳو سيناپتي آهيان ته به منسيه جو سچو پچو راجا مان آهيان. هاڻي وڏيڪ مورک نه ٿي. هٺ ڇڏ. مون سان گڏجي حياتيءَ جا مزا ماڻ ۽ شاهاڻو شان حاصل ڪر. مان تنهنجو ٻدو ٻانهو ٿي رهندس."

اهي لفظ چئي ڪيچڪ اکيون ڪري لال ڪيون. هن هڪ وقت دروپديءَ کي آزي نيزاري ٻي ڪئي. وري ٻئي وقت هنکي ڌمڪايائين ٿي. ڪنهن وقت وري گڙگڙ ڪري سندس چاپلوسي ٿي ڪيائين.

دروپديءَ هاڻي اهڙو نمونو ورتو، جڻن ڪيچڪ سمجهي ته هوءَ سندس اڇا پوري ڪرڻ واري آهي. هن ڪيچڪ کي چيو "ڪيچڪ وشواس ڪر. مان سچ ٿي چوان تنهنجي آزي نيزاري ڏسي منهنجي دل لڏي ويئي آهي. مان تنهنجي اڇا پوري ڪنديس. پر تنهنجن مٽن مائٽن ۽ سنگتين ساٿين کي اسان جي لاڳاپن جي بوءِ به پوڻ نه گهرجي. جيڪڏهن تون هن ڳجهه رکڻ لاءِ قسم کڻندين ته پوءِ مان تنهنجي مراد بر ثواب آڻينديس."

ڪيچڪ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هن يڪدم شرط قبول ڪيو ۽ مقرر ٿيل جاءِ تي انهيءَ رات ئي اڪيلي سر وڃڻ لاءِ تيار ٿيو.

پوءِ دروپديءَ ڪيچڪ کي چيو "نرت شالا ۾ استريون

ڏينهن جي وقت ناچ سکنديون آهن. رات جي وقت هر هڪ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي هاي ويندي آهي. رات جو اڳي پکيءَ جو به پر لاءُ ڪونه هوندو آهي. اڄ رات جو ناچ گهر ۾ اچج. اڳي مان ڪنهنجي لاءِ ترسي ويني هوندي. پوءِ تون پنهنجو من گهريو مطلب پورو ڪج."

ڪيچڪ دروپديءَ جا هي لفظ ٻڌي ڪپڙن ۾ نه ٿي ماپيو. هو اصل نچڻ لڳي ويو.

ڪيچڪ جو ڏينهن انتظاريءَ ۾ گذريو. هو طرح طرح جا سپنا لهڻ لڳو. نيٺ رات آئي. ڪيچڪ سنان پاڻي ڪري پنهنجي بدن کي صاف ڪيو. پوءِ لڱن کي عطر قليل مکياءِ. مٿان پاتائين سندر ۽ سهڻا وستر. سهي سنجهي ڪيچڪ ناچ جي ڪمري ڏانهن ويو. ڏٺاءِ ته دروازا کليا پيا آهن. خوش ٿي ڏيمي ڏيمي قدم سان اندر گهڙيو.

روشنائي هئي ڏاڍي جهڪي. ڏٺاءِ ته پريان ڪوچ تي ڪا استري ليٽي پيئي آهي. هن سمجهو ته اها پڪ ئي دروپدي آهي. تاپورا هٽندو آهستي آهستي انهيءَ طرف ويو ۽ وڃي سهيل ماڻهوءَ جي بدن تي هٿ رکياءِ. هٿ رکندي کيس معلوم ٿيو ته سهيل استري نرم ۽ نازڪ بدن داسي ڪونه آهي، پر ڪو لوهي جي شرير جو ملهه آهي. پيم يڪدم ٽپ ڏيئي اٿيو. هو ڪيچڪ تي ائين ڪڙڪيو، جئن بکايل شينهن پنهنجي شڪار تي. بکه وجهي قبرائي ڪري پٽ تي ليٽايائينس. هيءَ حال ڏسي ڪيچڪ پريشان ضرور ٿيو. پر هوءَ ته هو به نيٺ سگهاري جودو، گيدي ڪونه هو. پنهنجي جان بچائڻ لاءِ خوب مقابلو ڪرڻ لڳو. هاٿي ٻنهي جي وچ ۾ پياڪ ڪشتي شروع ٿي ويئي. ڪيچڪ ائين سمجهو ته هو ڪنهن گندرو سان ملهه وڙهي رهيو آهي. ڪيچڪ ۽ ڀيم جي لڙائيءَ ائين هئي جئن سگريو ۽ باليءَ جي. هنا ٻئي ويهون اٺو ٻهون. انهيءَ زماني ۾ ڀارت ۾ ٽي ملهه مشهور هئا.

هڪ هو ڪيچڪ، ٻيو ڪرشن جو ڀاءُ بلرام ۽ ٽيون ڀيمسين.
ائين سمجهو ويندو هو ته اهي ٽيئي ٻل ۾، لوڙي ڀيچ داءُ
ڪيڏڻ ۾ هڪ ٻئي جا ثاني آهن.

انت ۾ ڀيم ڪيچڪ کي پڇاڙي ماريو ۽ هن جي لاش
کي اُتي جيان ڳوهي ڪري هڪ بدشڪل ماس جي لوٿ
بڻايو. پوءِ دروپديءَ کي خوشخبري ڏيئي، سنان پاڻي ڪري
۽ چندن بدن تي ملي وڃي سک ۽ سنتوش سان سمهيو.

دروپديءَ پوءِ پهريدارن کي جاڳايو ۽ کين چيائين "ڪيچڪ
مونکي ستائيندو رهندو هو، مان کيس خبردار ڪنديءَ رهندي
هيس. اوهانکي خبر آهي ته منهنجو پتي، گندرو آهي. اڄ
جڏهن ڪيچڪ مونکي ستائڻ آيو، تڏهن منهنجي پتيءَ کيس ختم
ڪيو. اوهانجو سڱناپتي ڪام واسنا جوشڪار ٿيو آهي، اچي
هنجو لاش نظر مان ڪيدو."

جڏهن هنن لاش ڏٺو تڏهن کين هڪ بد صورت لوٿ ڏسڻ
۾ آئي. انساني شڪل جو هن ۾ ڪو نشان به ڪونه هو.

## [۴۴]

## متسيه ديش جو بچاءُ

ڪيچڪ جو انت ٿيو. سڀ متسيه واسي هاڻي دروپديءَ
کان ڏڪڻ لڳا. آدمي چوڻ لڳا: "هي ديوي جهڙي ٿي
سندر ۽ سوپياوان آهي، اهڙائي ڀيانڪ گندرو سندس رکپال
آهن. نگرواسين ۽ راجائي گهراڻي جي لوڪن کي هن کان ڏڪڻ
گهرجي. گاندرون کي ڪنهن به وقت ڪنهن سان به ايرکا ۽
دويش ٿي پوندو، ته پوءِ هو انت ڪري ڏيندا. انهيءَ
ڪري سٺي ڳالهه اها آهي ته هن داسيءَ کي نگر مان نيڪالي
ڏيئي ڇڏجي."

اھڙا پھ ٻڌائيندا لوڪ راڻيءَ سديشڻا وٽ ويا ۽ ھنڪي چيائون ته ”دروپديءَ کي شھر نيڪالي ڏي.“

راڻيءَ دروپديءَ کي چيو: ”انھيءَ ۾ ذرو بہ شڪ نه آھي ته تون ھڪ ڌرماتما ديوي آھين. مھرباني ڪري اسانجو شھر ڇڏي وڃ. مان تو مان ڪڪ ٿي آھيان.“

اگيات واس جي مدي پوري ٿيڻ ۾ رڳو ھڪ مھنو بچيل ھو. دروپدي سديشڻا کي ميڙ منٿ ڪئي ۽ چيو ته ”گندرو مھني جي اندر پنھنجو مقصد پورو ڪري چڪندا ۽ پوءِ مونکي پاڻ سان وٺي ويندا ۽ انھيءَ ڪري اھو ھڪ مھنو پاڻ وٽ رھاءِ. اھو عرض اونائيندي ته گندرو راجا ورات ۽ سندس پرجا جا ڏاڍو شڪرگذار ٿيندا.“

سديشڻا کي اھا پڪ ڪانه ھئي ته گندرو سندن ٿورو مڃيندا، پر کيس اھا پڪ ھئي ته جيڪڏھن کين ناراضگي ٿيندي ته موت جو منھن ڏسڻو پوندو. انھيءَ ڪري ھوءَ دروپدي ڪان ٿي ڏکي ۽ يڪدم سندس وينتي سويڪار ڪياءِ.

ٽيرھون سال شروع مس ٿيو ته دريوڌن جا جاسوس سندس خاص حڪم سان پانڊون جي ڳولھا ڪرڻ لڳا. جتي جتي کين شڪ پيو ته پانڊو لڪل آھن، لتي لتي ھو ويا. ڪيترن مھنن جي اجائي جاچ ۽ وڏي محنت کان پوءِ، جاسوسن دريوڌن کي چيو ته پانڊون جو ڪٿي بہ پتو نٿو پوي. شايد ھو بکہ جي وڳھي مري ويا آھن. انھيءَ کان پوءِ ڪيچڪ جي مرڻ جي خبر ڦھلجي وئي. اھا ڳالھ بہ پرسد ٿي ته ڪيچڪ کي ھڪ گندرو دوبدو لڙائي ڪري ھڪ استريءَ جي خاطر ماريو آھي. ھاڻي سيني کي جاڻ ھئي ملھ يڌ ۾ ڪيچڪ کي مارڻ لاءِ رڳو ٻہ آدمي ٿي سمرٿ ھئا. انھن مان ھڪ ھو ڀيمسين. انھيءَ ڪري ڪورون کي شڪ پيو ته ڪيچڪ کي ڀيمسين ماريو آھي. دريوڌن ائين بہ سمجھيو ته جنھن استريءَ جي خاطر ڪيچڪ کي ماريو ويو آھي، سا شايد دروپدي

آهي، هن پنهنجا اهي سنديهه ڪليءَ دربار ۾ ظاهر ڪيا.

دريوڌن هن ريت تقرير ڪئي: "مونکي شڪ آهي ته پانڊو وراٽ جي راڄڌانيءَ ۾ لڪل آهن. هاڻي وراٽ انهن گهمنڊي راڄائن مان آهي، جيڪي ڪڏهن به اسانجي مترتا هٿ ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه آهن. سٺي ڳالهه آهي ته سنڌس ديش تي آڪرمڻ ڪيو وڃي ۽ سنڌس گايون ڪٺي اچجن. جيڪڏهن پانڊو سچ پچ اتي لڪل آهن ته پوءِ هو راجا وراٽ جو ٿورو لاهڻ لاءِ سنڌس رکيا لاءِ ميدان ۾ نڪري پوندا. اسين کين سڃاڻي وٺنداسين. جيڪڏهن اڳياتواس جي مدي پوري ٿيڻ کان اڳ اسان کين سڃاتو، ته پوءِ کين وري ٻارهن ورهين لاءِ بنواس وڃڻو پوندو. پر سمجهو ڪري ته پانڊو اتي ڪونه آهن، ته پوءِ اسانجو ڪو نقصان نه ڪونه ٿيندو."

دريوڌن جي ڳالهه ٻڌي ترگرت جي راجا، سشرما اٿي کڙو ٿيو ۽ هن، هن ريت دريوڌن جي رٿ جو سمرٿن ڪرڻ لڳو: "متسيه ديش جو راجا منهنجو شترو آهي ۽ ڪيچڪ مونکي ڏاڍي تڪليف ڏني آهي. ڪيچڪ جي موت جي ڪري وراٽ جي شڪتي گهڻو گهٽجي ويئي هوندي. مونکي آگيا ڏيو ته مان وراٽ کي وارو ڪريان."

هن رٿ کي ڪرڻ ٽيڪو ڏنو. سڀني ڳڪراءِ تي فيصلو ڪيو ته سشرما متسيه ديش تي ڏکڻ کان حملو ڪري ۽ اهڙيءَ ريت وراٽ جي سينا کي ڏکڻ جي طرف ڇڪي وڃي. جڏهن راجا وراٽ پنهنجي بچاءَ لاءِ ڏکڻ طرف لشڪر وٺي وڃي، تڏهن اوچتو ئي اوچتو، وراٽ نگر جي اتر تي چڙهائي ڪري. انهيءَ وقت انهيءَ طرف جي بچاءَ جو ڪو به پربند ڪونه هوندو.

انهيءَ رٿا موجب سشرما وراٽ نگر جي ڏکڻ طرف کان چڙهائي ڪئي. هن ڍور ڍڳا پنهنجي قبضي ۾ آندا ۽ باغن ۽ ٻنين کي اجاڙ ڪري ڇڏيو. ڳنوار ڊپ جا ماريا وراٽ وٽ ڀڄندا آيا. هاڻي وراٽ ڪيچڪ کي ياد ڪرڻ لڳو. ڪيچڪ هجي ها ته

حملاورن جو پنو پاڻي ڪري چڏي ها. جڏهن ورات پنهنجو حال ڪنڪ (يڌشٽر) سان ڪيو، تڏهن هن چيو: ”اي ورات نريش! چنتا نہ ڪر. جيتوڻيڪ مان سنياسي آهيان تہ بہ لڙائيءَ جي فن جو ماهر آهيان. مان زرهہ اوڍي رٿ تي سوار ٿي، يڌ جي ميدان ۾ وينداس ۽ تنهنجي دشمن کي هڪالي ڪڍنداس. ڪرپا ڪري پنهنجي رسوئي، ولڀ، پنهنجي سئيس ڌرم گرنٿيءَ ۽ پنهنجي گنوار، تنترپال، کي بہ آگيا ڪريو تہ هو بہ رٿن ۾ سوار ٿي هلي اسانکي مدد ڪن. مون ٻڌو آهي تہ هو بہ جنگ جوان آهن. ڪرپا ڪري آديش ڪريو تہ رٿ ۽ ضروري شستر اسانکي موجود ڪري ڏنا وڃن.“

هيءَ ڳالهہ ٻڌي ورات کي خوشي ٿي ۽ جهٽ پٽ رٿ تيار ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح ارجن کي ڇڏي باقي چارئي پانڊو ياٽر ورات سان گڏجي سشرما ۽ سندس سينا سان وڙهڻ لاءِ يڌ ڪيتر ڏانهن ويا. اتي ڏاڍي سخت جنگ لڳي ۽ ٻنهي طرفن جا انيڪ وير قتل ٿي ويا. سشرما اچي ورات کي گهيرو ڪيو. ورات لاچار ٿي رٿ کان لهي پيادو لڙڻ لڳو. پر سشرما کيس جيتي ۽ ٻانڌي ڪري پنهنجي رٿ ۾ ويهاري ڇڏيو. راجا جو هيءَ حال ڏسي، سپاهين جي دل لڏي ويئي ۽ هو هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. يڌشٽر ڀيم کي آگيا ڪئي تہ هو سشرما تي حملو ڪري، ورات کي آزاد ڪري ۽ ترتبتر ٿيل لشڪر کي وري گڏ ڪري.

يڌشٽر جي آگيا ٻڌي ڀيمسين هڪ وڻ پٽڻ لڳو، پر يڌشٽر کيس روڪيندي چيو: ”مهرباني ڪري هڙي حرڪت نہ ڪر، نہ تہ شينهن جيان گجگوڙ ڪر. ائين ڪندين تہ ڀول پڌرو ٿي پوندو ۽ اسين ڦاسي پونداسين. جيئن ٻيا ٿا لڙن، تئين تون رٿ ۾ ٿي وڙهہ ۽ اتان پنهنجا ٻاڻ ڇوڙ.“

ڀاءُ جي هيءَ آگيا ٻڌي، ڀيمسين رٿ ۾ سوار ٿيو، ۽ دشمن

ٿي ڪاهي وراٽ کي آزاد ڪيائه. هاٿي متسيہ جي ڇڙوڇڙ ٿيل سٽڪن ۾ ٻڌون ساهہ ٻيو. هو اڃي هڪ ٻئي جي پيرو تيا. ٽئين طرح صٿون ٻڌجي ويون. هاٿي سشرما جي سٽنا جا ڇڪا ڇڙجي پيا ۽ هو هار کائي ڀڳا.

نگرواسين کي جڏهن سشرما جي هار جي خبر پيئي تڏهن هو خوب آنند اُتسو ملهائڻ لڳا. نگر کي خوب سينگاري راجا جي آجيان لاءِ ٻاهر نڪتا.

هيڏانهن وراٽ نگر جا رهواسي راجا جي آجيان لاءِ تياريون ڪري رهيا هئا، ته اتر طرف کان دريوڌن وڏيءَ سٽنا سان اچي نگر تي ڪڙڪيو. نگر جي ٻاهران جيڪي ڳئوارن جون ٻستيون هيون تن ۾ رڙ ٻاري ڏنائين. ڳئوارن جو سردار ڪاهي آيو راجڪمار اتر وٽ ۽ هنکي چيائين: ”يوراج! ڪورون جي سٽنا وڏندي ٿي اچي ۽ اسانجو مال زوريءَ ڪاهي ٿي وڃي. راجا وراٽ ويو آهي ڏکڻ طرف ترگرت جي راجا سان وڙهڻ لاءِ. اسانجو ڪو به رکپالو ڪونه آهي. انهيءَ ڪري اسانکي پئي ورائي ويو آهي. توهين راجا جو پٽ آهيو. اسانجون آسون ۽ اميدون توهان ۾ ئي آهن. پنهنجي ڪرپا ڪري اچو ۽ ڳائن کي ڪورون کان ڇڏايو ۽ پنهنجي ڪل جو شان بچايو.“

گوالن جي سرڪردي هيءَ وينتي اتنهن پرا ۾ مکيہ نگرواسين ۽ راج جي ديوان جي روبرو ڪئي، انهيءَ ڪري راجڪمار اتر جوش ۾ اچي ويو ۽ الساهہ ۾ ڀرجي چيائين: ”جيڪڏهن مونکي ڪو رٿ هلائڻ وارو ملي ته هوند مان اڪيلي سر ڳايون ڇڏائي اچان. مان لڙائي وري اهڙي ڪمال سان لڙندس جو لوڪ ڏسي ليرس ۾ پئجي ويندا. اٿين ٿي سمجهندا ته مان پيو ارجن آهيان.“

جڏهن اتر هي شبد مکہ مان ڪڍيا، تڏهن دروپدي به حاضر هئي. هوءَ دل ۾ ڪجهہ کلي ٿي. هوءَ ڊوڙندي ويئي راجڪماريءَ اترا ڏانهن ۽ هنکي چيائين: ”اي راجڪماري!

ديش جي مٿان وڏي آپدا آئي آهي. ڳوالن اچي ڪري راڄڪمار کي دانهن ڏني آهي ته ڪورون جو لشڪر اتر کان وڏندو ٿو اچي ۽ هرياليءَ ۾ جيڪي ڳوالن جون ٻستيون آهن، سي هٿ ڪيون اٿس. ڳايون به قبضي ۾ ڪري ويو آهي. راڄڪمار ساڻن وڙهڻ لاءِ ڏاڍو منتظر آهي، ڪيس ڪنهن سارٿيءَ جي ضرورت آهي. ڇا اهڙيءَ ٿوريءَ ڳالهه جي ڪري اسين سوپ ۾ يش پنهنجي هٿون وڃايون؟ مان لوڪي ٻڌائڻ ٿي چاهيان ته برهنلا ارجن جو سارٿي ٿي رهيو آهي. جڏهن مان دروپديءَ جي سيوا ۾ لڳل هيس تڏهن مونکي اها خبر پيئي. مونکي اها به خبر آهي ته ارجن برهنلا کي تيراندازي سيکاري هئي، يڪدم برهنلا کي آڳيا ڪر ته وڃي راڄڪمار اتر جو رٿ هڪلي."

اترا پڇندي ويئي پنهنجي ڀاءُ ڏانهن ۽ هنکي وڃي چيائين: "مونکي داسيءَ ڇا ڪنهن وقت پانڊون وٽ ساڳيو ڪم ڪندي هئي، تنهن ٻڌايو آهي ته برهنلا رٿ ڪاهڻ ۾ ماهر آهي ۽ ڪنهن وقت سچ پچ ارجن جو سارٿي ٿي رهيو آهي. هنکي ساڻ وٺي وڃ، وڃي اسانکي بچاءِ ۽ يش جو ڀاڱي بڻ."

راڄڪمار کي اها ڳالهه پسند پيئي ۽ راڄڪماري ڊوڙندي نرتيه شالا ڏانهن وڃي برهنلا سان سارو حال ڪيو. راڄڪماري چيو: "ڪورو منهنجي پتا جون ڳايون ۽ ڌن ڪٽي ٿا وڃن. هي ڀاڳي اهڙي وقت آيا آهن، جڏهن راڄا موجود ڪونه آهي. داسي چوي ٿي ته تون ارجن جو سارٿي ٿي رهيو آهين ۽ جنگي فن ۾ مهارت حاصل ڪئي اٿئي. وڃ، وڃي راڄڪمار جو رٿ هلاءِ. ڏڪ نه. راڄڪمار تنهنجي رکيا ڪندو."

ارجن کي ٿوري ڪل ٿي آئي. پر هن اها روڪي ڇڏي ۽ ڪجهه هٻڪ ڏيکاريندي نيٺ قبوليت ڏنائين. جڏهن تياري ڪرڻ لڳو تڏهن زره ابتي پهرياءِ. هنجو مطلب هو ته لوڪ سمجهن ته هو جنگ جي ڪم کان بلڪل اڻڄاڻ آهي. سندس

ھن ھمت ئي زالون ڪاڻ لڳيون. ھنن وري بہ ھنڪي دلاسو ڏنو تہ ڏڪي نہ، ڇاڪاڻ تہ اتر پاڻيھي سندس سنڀال ۽ رکيا ڪندو. اھڙيءَ ريت ارجن ٿورو وقت مڙيوئي ھن ريت ابتو سبتو ھاي زالن کي کلائيندو رھيو. آخر جڏھن ھن گھوڙا رٿ کي ٻڌا، تڏھن سڀني کي ائين ڏسڻ ۾ آيو تہ ھو ھڪ ھوشيار سارٿي آھي. جڏھن ھن گھوڙن جون واڳون ھٿ ۾ جھليون، تڏھن ائين ڏسڻ ۾ آيو تہ گھوڙا سندس آگيا پالڻ لاءِ ھر سمي تيار آھن.

راجڪمار اتر رٿ تي چڙھيو ۽ رٿ جنگ جي ميدان ڏانھن ھلڻ لڳو. ھلندي ٻرھنلا ھن ريت چيو: ”راجڪمار اوس کٽندو. اسان شترن جا ٻرت پري ٻل، زريءَ لڳل وستر کسي ايندا سين ۽ اوھانکي سوپ جي سوکڙيءَ طور ورھائي ڏيندا سين.“

# [۴۵]

## راجڪمار اتر

راجڪمار ڏاڍي اتساھ سان نگر مان روانو ٿيو. سندس رٿ ٻرھنلا پئي ھڪليو. ھن سارٿيءَ کي آگيا ڏني تہ جلد انھيءَ طرف رٿ کي ھلاءِ جت ڪوروگابن کي جھلي بيٺا آھن.

گھوڙا بہ خوب ڊوڙندا ھليا، پر يان ڪورون جو لشڪر ڏسڻ ۾ آيو. پھرين تہ ائين ٿي لڳو ڄڻڪ مٽيءَ جا بادل پرٿويءَ کان وٺي آڪاش تاءِ ڦھليل آھن ۽ مٿان ھڪ چمڪيل ريکا بيٺي آھي. جڏھن رٿ ڪورون جي سينا جي ويجھو آيو، تڏھن راجڪمار اتر ڏٺو تہ ڪورون جي ساري سينا جنگ جوڙڻ لاءِ صفن ۾ تيار ٿي بيٺي آھي. دروڻاچاريہ، ڀيشم پتامھ، ڪرپاچاريہ، دريوڌن ۽ ڪرڻ سڀ اتي موجود

آهن. هي ڊرشيه ڏسي راڄڪمار اتر جو سمورو ساهس ڪافور ٿي ويو. سندس همت جا اڳيئي ويٺي ٿي گهٽبي، سا هاڻي بلڪل ٽٽي پيئي؛ سندس وات خشڪ ٿي ويو، سندس وار ڪنڊا ٿي بيٺا. سندس سمورا لڱ ڏڪڻ لڳا. هو ايترو ڪنبڻ لڳو جو اکيون ڪري ٻنهي هٿن سان بند ڪيائين.

هن چيو: ”مان اڪيلي سر سڄيءَ سينا لي ڪيئن حملو ڪري سگهندس؟ مون وٽ لشڪر ڪو آهي ئي ڪونه. منهنجو پتا سمورو لشڪر پاڻ سان وٺي ويو آهي؛ شهر جي رکيا جو ڪو به بندوبست ڪونه آهي. اهو خيال ڪرڻ ته هڪ اڪيلو آدمي هيڏي ساري لشڪر جو مقابلو ڪري سگهندو، محض چريائي آهي. هن اٿاهه لشڪر وٽ هٿيار پنوهار، شستر استر به اڻڳڻيا آهن. سندس سينا پتي ۽ سردار به جنگ پرست جوڌا آهن. مان ته هڪ ٻالڪ ئي آهيان. او برهنلا موٽاءِ رٿ کي پوئتي!“ برهنلا کلي ڏنو ۽ چيو: ”اي راڄڪمار! شهر مان تون نڪتو ۽ سخت ارادو ڪري لڪتو هئين. استرين جون تو ڏي وڏيون آسائون آهن. نگرواسين جو تو لئي ڀروسو آهي. سئرانڌريءَ منهنجي ساراهه ڪئي ۽ مان توهنجي چوڻ تي آيو آهيان. جيڪڏهن ڳاين هٿ ڪرڻ کان سواءِ اسان پوئتي موٽياسين ته سڀ لوڪ اسان تي کلندا. مان رٿ کي پوئتي ڪين موٽائيندس. اسانکي مضبوط ارادي سان اڳتي ٻڌڻ گهرجي ۽ جنگ ڪرڻ گهرجي. ڪنهن قسم جو ڊپ دل ۾ نه ڪر.“ اهي لفظ چئي برهنلا رٿ کي شتروءَ جي طرف ڪاهيو ۽ اچي انهن کي ڏاڍو ويجهو پهتو. اتر جي اوستا ڪهل ڪرڻ جهڙي هئي، سندس مايوسيءَ ۽ نراسائيءَ کي ڏسي، سڀ ڪنهنکي دَيا ٿي آئي. ڏڪندي ڏڪندي هن چيو: ”مان لڙي ڪونه سگهندس، مان بلڪل جنگ ڪونه ڪري سگهندس. ڀل ڪورو ڳايون ڪڍي وڃن، ڀلون به ڀل کلن ۽ چٿرون ڪن. مونکي انهيءَ ڳالهه جي پرواهه ڪونه

آهي. انهن آدمين سان هٿ اَٽڪائڻ جيڪي اسان کان تمام وڏيڪ طاقت وارا آهن، عقلمنديءَ جو ڪم ڪونه آهي. جت پڄڻ ناهي جاءِ: لت پڄڻ ڪم ورپام جو. ڏاهو ٿيءُ. رٿ کي پوئتي موٽاءِ. نه ته مان رٿ مان ٽپ ڏيئي هيٺ لهندس ۽ پوئتي موٽندس." ائين چئي، اتر پنهنجو تير ۽ ڪمان ڪري اڇلايو. رٿ مان لهي هو شهر جي طرف هلڻ لڳو هو ائين ٿي ڀڳو ڄڻڪ ڊپ وچان پاڳل ٿي پيو هجي.

ائين نه سمجهڻ گهرجي ته اهڙي ڳالهه ڪڏهن ٿي ٿي ڪانهي. اتر جي هيءَ پهرين لڙائي هئي. پهرينءَ آزمائش ۾ گهڻن جو اهوئي حال ٿيندو آهي. ڊپ ڏاڍي هڪ زبردست جذبو آهي ۽ آهي به قدرتي. ڏاڍي مضبوط ارادي وارا ڊپ کي دٻائي سگهندا آهن. يا ته ڊپ تي اهي غالب پوندا آهن، جن تي ڀروسو، لڄ يا وير جهڙو ڪو ٻيو سخت جذبو سوار هوندو آهي. البت انتظام ۽ ابياس دوارا به ڊپ کان آجو ٿي سگهبو آهي. اهي منش جن جا ويرتا جا ڪم پرسڌ آهن، تن به اها قبوليت ڏني آهي، ته پهرين پهرين جڏهن هو ميدان ۾ آيا هئا، تڏهن ڊپ ۽ ڀؤ کين ڏاڍو ستايو هو. ائين سمجهڻ غلط ٿيندو ته اتر هڪ وڏو ڳيدي هو. هو ته ڪوروڪيتر جي ميدان ۾ بهادريءَ سان لڙيو هو ۽ لڙندي ويرگتيءَ کي پراپت ٿيو هو.

ارجن هن ڀڄندڙ راجڪمار جي پٺيان ڊڪندو ويو ۽ ڪيس زور سان سڏ ڪندو چوندو رهيو ته "ڳيدين جيان پٺ نه ڏي، ويرن جيان يڌ ڪر." جڏهن ارجن اتر جي پٺيان ٿي ڀڳو، تڏهن سندس ڳتيل وار ڪاري ناڳ جيان عجيب ناچ نچي رهيا هئا ۽ سندس ويڪرا ڪپڙا هوا ۾ خوب لهڪا ڏيئي رهيا هئا. اتر هيڏانهن پئي هوڏانهن ٿي ڀڳو انهيءَ لاءِ ته ارجن کي ڪنهن طرح گوٺي ڏيئي وڃي. ڪورون جا سئنڪ هي نظارو ڏسي خوب کل چرچا ڪري رهيا هئا.

درونچاريه هي نظارو ڏسي منجهي پيو. جيتوڻيڪ برهنلا کي وچتر پوشاڪ پهريل هئي، ته به درونچاريه سمجهي ورتو ته هن زنانيءَ پوشاڪ ۾ ڪو پرش لڪل آهي، هنکي اهو به شڪ جاڳيو ته اهو پرش ارجن آهي. درونچاريه پنهنجي سنديهه جي ڳالهه ڪرڻ سان ڪئي. انهيءَ لئي ڪرڻ چيو ”هي ارجن ڪئن هوندو؟ پر سمجهو ڪري ته ارجن آهي، پوءِ به ڇا؟ ارجن اڪيلو ٻين پانڊون کان سواءِ ڇا ڪري سگهندو؟ راجا وراٽ سمورو لشڪر ساڻ ڪري سشرما سان وڙهڻ لاءِ ويو آهي. شهر ۾ رڳو پنهنجي پٽ کي ڇڏي ويو آهي. راجڪمار وري ڪنهن داسيءَ کي مردانا ڪپڙا پهرائي پنهنجو سارٿي بڻائي آيو آهي. سارو معاملو اينترو ئي آهي.“

هيسيل ۽ گهبرايل اتر بار بار برهنلا کي هن ريت آزي نيزاري ڪري رهيو هو ”مونکي ڇڏ، مونکي وڃڻ ڏي. مان پيءُ ماءُ جو هڪ ئي پٽ آهيان. مونکي لاڏ ڪوڏ سان پاليو ويو آهي. مان ڊپ ۾ مري رهيو آهيان. مونکي ڇڏيندين ته مان توکي جهجهو ڌن ڏيندس.“

پر برهنلا جي من ۾ ته ڪا ٻي ڳالهه هئي. هن اتر جي ڪاترتا کي ٽڙي ڪري سندس جس کيرلي ۽ ناءُ ناموس بچائڻ ٿي چاهيو. سو ڊوڙي اتر کي پڪڙي کڻي وري اچي رٿ لئي وهاريائينس. اتر هاڻي سڏڪا ڀرڻ لڳو ۽ نا اميد ٿي چيائين ”مان ڪهڙو نه مورکتا جو ڪم ڪيو آهي! اچا يو بنا ڪ ڇو هنيم؟ هاڻي خبر نه آهي ته ڪهڙو حشر ٿيندو.“

ارجن راجڪمار کي همٿ ڏياري چيو: ”راجڪمار ڏک نه ڌر نه. مان پاڻيهي ڪورون سان لڙندس. تون رڳو منهنجي ٿوري مدد ڪر. رٿ هلاءِ ۽ گهوڙن جي سنڀال ڪر. ياد رک ته ياج مان ڪڏهن به ڪو لاڀ ڪونه ٿيندو آهي. اسين دشمن کي جيتينداسين ۽ ڳئون موٽي هٿ ڪنداسين. سڀ لوڪ تنهنجي ساراهه ڪندا.“

دروناچاريه ھيءَ سورو درشيه ڏاڍي ڏيان سان ڏسندو رهيو. هنکي پڪ ٿي تہ سارٿي ارجن آهي. هن پنهنجي من جي ڳالهہ ڀيشم سان ڪئي. جڏهن دريوڌن کي هن معاملي جي سمڪ پيئي تڏهن هن ڪرڻ کي چيو ”سارٿي ڪير آهي يا ڪير نہ آهي، انهيءَ ڳالهہ جي اسين چنتا ڇو ڪريون؟ جي. اهو سارٿي ارجن آهي تہ پاڻ چڱو. هو پڌرو ٿي پوندو ۽ پيا ٻارهن ورهيہ بنواس ڀوڳڻو پوندس. اسانجو مطلب پورو ٿيندو. گهوڙي کي جڏهن ڪٽي ڪٽي، تڏهن شڪارين جا گهر ڳولهي.“

اتر جو رٿ هڪ وڻ جي ويجهو آيو. برهنلا اتر کي چيو تہ ”رٿ تان لهي، وڻ تي چڙهي وڃ ۽ اتي جيڪي اڪل هٿيار رکيا آهن، سي لاهي اچ.“

اتر ڏکندي، دکہ ڀري آواز ۾ چيو تہ ”لوڪ چوندا آهن تہ هن وڻ ۾ هڪ شڪارڻ جو لاش لٽڪيل آهي. مان مردي کي هٿ ڪئن لڳايان؟ تون مونکي اهڙي ڪم ڪرڻ لاءِ ڇو ٿو چوين؟“

ارجن جواب ۾ چيو ”راجڪمار ھيءُ لاش ڪونہ آهي. مونکي خبر آهي تہ انهيءَ جهوليءَ ۾ پانڊون جا هٿيار پيل آهن. بهادر ٿي وڻ تي چڙهہ ۽ هٿيار لاهي آءُ. دير نہ ڪر.“

اتر ڏنو تہ وڌيڪ انڪار ڪرڻ اجايو آهي، سو برهنلا جي آگيا مڃي چڙهي ويو ۽ ڪوڙو منهن ڪري ٽنگيل ڳوٿري لاهي آيو. جڏهن اها ڇم جي ڳوٺري کولي ويئي تڏهن هن مان سورج سمان چمڪندڙ هٿيار نڪري آيا.

هنن هٿيارن جي چمڪ ڏسي اتر جون اکيون جهونجهلا ٿي لڳيون ۽ هن ڪري انهن کي بنهہ هٿن سان ڍڪيو. پوءِ همت جهلي هن هٿيارن کي هٿ لڳايو. جئن هن هٿيارن کي هٿ لڳايو، تئن هنجي اندر اتساهہ ۽ آشا جي لهر اٿڻ لڳي.

هاڻي هن امنگ سان چيو ”اي سارٿي هي ڪهڙو نہ اچرج آهي. تو چيو تہ هي تيرڪمان ۽ تلوارون پانڊون جون

آهن. پانڊون کان نه سندن راڄ کسجي ويو هو. هن وقت هو بنواسي ٿي رهن ٿا. ڇا تون پانڊون کي سڃاڻيندو آهين؟ توکي خبر آهي ته هو ڪٿي ٿا وسن.“

پوءِ ارجن راڄڪمار کي ٿوري ۾ سموري ڳالهه ڪرائي. ارجن ٻڌايو ”راجا جو درٻاري ڪنڪ يڌشٽر آهي. ولپ رسويو جيڪو لذيذ طعام تيار ڪندو آهي، سو خود ڀيم آهي. سئرانڌري جنهنجي بي عزتيءَ ڪرڻ ڪري ڪيچڪ کي يم لوڪ ڏانهن موڪليو ويو، سا دروپدي آهي. سئيس ڏرم گرنٿي آهي نڪل. سهديو گوالي تنتري پال جو روپ ڌارڻ ڪيو آهي. مان آهيان ارجن. هي راڄڪمار بلڪل نه ڊڄ. ڏس ته اڄ تو مان ڪورون کي جيتيان ۽ ڳئون هٿ ڪريان. ڀل ڀيشم، آچاريه ۽ اشوٿاما موجود هجن. اڄ تيءَ رٿ توکي يڌ جي سکيا به ملندي ۽ تنهنجي ڪيرتي به ٿيندي.“

اتر هٿ ٻڌي ادب سان چيو ”ڪهڙو نه ڀلا آهي منهنجو بخت جو مان ساکيات تنهنجو درشن ڪريان ٿو. تنهنجي سدا جئه آهي. تنهنجي لاڳاپي ڪري منهنجي دل ٻيٺي ٿي بيٺي آهي؛ منهنجي اندر نئون ساهه پيو آهي. ڪرپا ڪري مونکي معاف ڪر جو اڻڄاڻائيءَ ڪري مان تنهنجي بي عزتي ڪئي آهي.“

هن وارتالاپ کان پوءِ هو وري ڪورون جي لشڪر جي طرف وڌڻ لڳا. ارجن اتر جي اتساهه کي قائم رکڻ لاءِ رستي تي اتر کي پنهنجي ويرتا جون آکاڻيون ٻڌائيندو ويو. جڏهن ڪورون جي سئنا جي سميپ پهتا تڏهن ارجن رٿ تان هيٺ لٿو ۽ ڪجهه وقت ايشور در آراڌنا ڪيائين. پوءِ جيڪي سڀ جون جوڙيون پيون هيس سي ٻانهن مان لاهي جهڙي جا داسنانا ٻاڌائين. پوءِ هن پنهنجا وار ڳنڍ ڪري انهن کي ڳنڍ ٻڌي. پورب دشا ڏي نهاري ڪري هن پنهنجن شسترن

جو ڏيان ڪيو. پوءِ رٿ ۾ چڙهي پنهنجي پرسڌ ڌنش، گانڊيو، کي هٿ ۾ کڻي گڏگڏ ٿيو.

ارجن گانڊيو کي جهلي ٽي وار انهيءَ ڏوريءَ کي ڇڪيو ۽ ڌنش جي جهڻڪار، ڇئني دشائن ۾ ڦهلجي ويئي. ڌنش جي ٽنڪار ٻڌي ڪورو پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا. هاڻي مهاباهو ارجن ديوتا جيان پنهنجي رٿ تي ڪڙو ٿي بيٺو ۽ پنهنجو مشهور شنک ديودت نالي وڄايائين.

آواز ٻڌي ڪورو ويرن جو ڪليجو ترٿر ڪرڻ لڳو ۽ هو جوش ۽ خروش سان چوڻ لڳا "هاڻي پانڊو اچي پرسڌ ٿيا آهن."

اُتر جي ٻڌائڻ ۽ سندس ڏکڻ ۽ ڏجڻ جي ڪٿا کي فارس ڪري سمجهڻ نه گهرجي. هيءَ ڪو ڪل چرچي جو نقل ڪونه آهي. هن ۾ گنڀير سکيا سمايل آهي.

دنيا جو دستور آهي ته مٿين طبقي جا آدمي گهٽ سمجهه ۽ اپنگيءَ هلت وارن کي مڙيوئي ناپسنديءَ جي نظر سان ڏسندا آهن. شاهوڪار غريبن ڏانهن نفرت جي نگاهه سان نهاريندا آهن. سهڻن کي ڪوجهن لاءِ ڪراهت ٿيندي آهي. بلوان نربلن کي ڌڪار جي درشٽيءَ سان ڏسندا آهن. بهادر گيڏين تي چٿرون ڪندا آهن. ارجن رواجي انسان ڪونه هو. هو سچ پچ هڪ وير پرش هو. هنجي آتما اوچ اوستا تي پهتل هئي. هن جو ويچار هو ته چاڪاڻ جو هو بلوان پهلوان هو، انهيءَ ڪري اهو سندس ڪرتويه هو ته هو اربلن جي سهايتا ڪري ۽ ڪين سندن ڪمزوريءَ کان چڙائي. ارجن کي اها ڄاڻ هئي ته هن لاءِ ايشور جي پرم ديا هئي. هو جمندي ڄام هو. ڪيس بل ۽ پراڪرم پريوءَ جي پرساد جي روپ ۾ پراپت ٿيا هئا. انهيءَ شڪتيءَ پراپت ڪرڻ لاءِ هن ڪو وشيش يتن ڪونه ڪيو هيو. انهيءَ ڪري هن ۾ مهاپرشن جيان سچي نمرتا هئي. هو ونيه جو پورو پتلو هو. انهيءَ ڪري

هن هر ريت الر ۾ الساهه پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪيس پنهنجي پريوار جي پرمپرا جي يوڳ بڻائڻ جو جتن ڪيو.

اهڙي هئي ارجن جي خانداني شرافت. هن پلي پلاني ٻه پنهنجي شڪتيءَ ۽ ٻل جو دراپيوگ نه ڪيو. ارجن جا مهاڀارت ۾ گهڻيئي نالا آهن. انهن مان هڪڙو آهي 'ٻيتسو' انهيءَ جي معنيٰ آهي اهو جيڪو اجوڳ هلت اصل نه ڪري ارجن پنهنجي هات چات ۽ وهنوار سان انهيءَ نالي کي سارٿڪ ۽ سڌ ڪري ڏيکاريو.

## [٤٦]

# پرتگيا جي پالنا تي

هاڻي ارجن جو رٿ اهڙيءَ ريت ڪڙڪات ڪندو هليو، جو ساري ڌرتي ڪنبڻ لڳي. جڏهن ڪوروُن گانڊيو ڌنش جي ٽنڪار ٻڌي، تڏهن سندن دليون ڌهلجي ويون. درونا چاريه ڏاڍيءَ انتظاريءَ سان چيو: "اسانکي هاڻي پنهنجو لشڪر سنڀالي ۽ نيڪ ريت ناهي بهارڻ گهرجي. ارجن اچي ويو آهي."

آچاريه جي اها ڳالهه دريوڌن کي اصل نه آئڙي. هن سمجهيو ته اهڙيءَ ريت انتظاري ڏيکاري آچاريه ارجن جي حد کان وڌيڪ عزت ڪري رهيو آهي. انهيءَ ڪري هن ڪرڻ کي چيو: "پانڊون پرتگيا ڪئي هئي ته هو ٻارهن ورهيه بن ۾ گذاريندا ۽ تيرهون ورهيه اگياتواس ۾ رهندا. تيرهون ورهيه اڃا پورو ڪونه ٿيو آهي، ارجن مدي کان اڳ پاڻکي ظاهر ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اسانکي ڏکڻ چو گهرجي؟ هاڻي پانڊون کي وري ٻارهن ورهين لاءِ بنواس پوڻو پوندو. آچاريه آهي حد کان وڌيڪ ٻڙهيل. هنجي ورلي

تي ويئي آهي برهمڻن جهڙي. هو هاڻي ننڍو ٻچو ويو آهي. جنگ ڪرڻ لي دل نه ٿي ٿئيس. اسانکي گهرجي ته هن کي لشڪر جي پوئين پاڇي ۾ چڏي ڏيون ۽ پاڻ لشڪر جي مهڙ ۾ هاڻي لڙون."

ڪرڻ اها ڳالهه قبول ڪئي ۽ چياءِ "اسانجا سڀئي دل سان پڻ ڪرڻ چاهين ٿا. پر جا ماريا هو ڪنهن رهيا آهن. هو ڇو ته اهو آدمي جو اهڙيءَ ايڏي ڳالهه رٿ تي بيٺو آهي ۽ اسانجي طرف وچ جيان وڏندو اچي ٿو، سو سچ پچ ارجن آهي. ارجن نه چڏيو ڪري پرسرام به هجي ته به اسانکي ڏکڻ ڇو گهرجي؟ مان انهيءَ اڳتي وڌندڙ وير جو پاڻ مقابلو ڪندس ۽ کيس روڪي مان پنهنجو پرڻ پورو ڪندس. جيڪڏهن ٻيا سڀ لڙڻ کان انڪار ڪندا ته به مان اڪيلي سر هن سان مقابلو ڪندس. مان اڪيلي سر ارجن سان لڙندو رهندس. انهيءَ طرح ٻين کي وجهه ملندو ته هو متسيه راڄ جون ڳانيون ڪاهي وڃن." اهڙيءَ ريت ڪرڻ پنهنجي منهن پاڻکي ميان منو ڪوڙڻ لڳو.

جڏهن ڪرپاچاريه ڪرڻ جا لفظ ٻڌا تڏهن هن چيو "هيءَ واهيات بڪواد آهي. اسان سڀني کي گڏجي ڪري ارجن تي حملو ڪرڻ گهرجي. انهيءَ طرح ئي اسين ڪامياب ٿينداسين ۽ نه ٻيءَ طرح. تنهنڪري اي ڪرڻ اجايو ٻٽاڪ چڏ. اڪيلي سر وڙهڻ جون بي مطلب ڳالهيون نه ٻڌاءِ."

ڪرڻ کي هاڻي باهه لڳي ويئي. هن چيو "ڪرپاچاريه کي ته ارجن جي ساراهه ڪرڻ ۾ ۽ هنجي شڪتيءَ جي وڏاءَ ڪرڻ ۾ خوشي ايندي آهي. ائين هو ڇو ڪندو آهي سو چئي نٿو سگهجي، يا ته هو پانڊون جي موهه ۾ قاتل آهي. يا ته هو پانڊون کان ڏڪي رهيو آهي. جنکي ڀؤ ورائي ريو آهي تنکي گهرجي ته هو لڙائيءَ کان پاسو ڪري چپ چاپ ٻيهي ڏسن ته ڪئين وفادار آدمي نمڪ حلاليءَ جي

ٿا ٻڌي ڏيئي يُڌ ڪري رهيا اهن. مان نه آهيان هڪ سورهيه سپاهي. مان مترن تان پاڻ نڇاور ڪرڻ وارو ۽ دشمن کي دل سان ڌڪارڻ وارو آهيان. اهي ويد ويتائون (ويدن جا ڄاڻون) جيڪي شترن سان سنيهه رکن ٿا ۽ سندن سارهه مان ڀاڻن ننا تن جي هت ڪهڙي ضرورت آهي؟" اهڙيءَ ريت ڪرڻ آچارين تي چڙهون ڪيون.

اشوٿاما درونآچاريه جو پٽر هو. هو ڪرپاچاريه جو ڀاڻيجو هو. هو پنهنجن بزرگوار معزز مائٽن ۽ گورن جي هٺن بي غزتي ڏسي سهي نه سگهيو. هو ڪرڻ سان تکو ڳالهائڻ لڳو. هن چيو ته "اَڄا اسان ڳائيون هستناپور ڏانهن ڪاهي ڪوله ويا آهيون. اَڄا ته اسانکي جنگ جوڙڻي ۽ جيتڻي آهي. لنهنجن ٻڌاڪن ۾ آتم شلاگا (خود ثنائي) ڀريل آهي. ايترو ايمان ۽ ايتري بکواد ڪنهن به وير پرش جي منهن تي لڳي ٿوي. ائين برابر آهي ته اسين ڪتري ڪونه آهيون. اسين انهيءَ ورڻ جا آهيون جنهن جو ڌرم آهي ويد جو پاٺ ۽ شاسترن جو اڀياس ڪرڻ. ڪنهن به ڌرمي گرنٿ ۾ ائين لکيل ڪونه آهي ته ٻاري راند ڪري ٺڳيءَ سان ٻين جو راج کسي وٺجي. جيڪي جنگيون جيتي ٻين جا راج ڪٽندا آهن، سي به هن ريت پنهنجيءَ وڏائيءَ جون سرڪيون ڪونه ڀريندا آهن. مونکي ته پتوئي ڪونه ٿو پوي ته تو ايڏي وڏائي ڇالي ڪئين آهي. تو ڪهڙي سورمائي ڏيکاري آهي؟ ٻاهه ٻنا گوڙ شور ڪرڻ جي ڪاتو تيار ڪندي آهي. سورج پنهنجي متان ڪونه چمڪندو آهي. هو ٻين پدارٿن تي چمڪي سندن گڻ دوش ظاهر ڪندو آهي. ڏس ته ڌرتيءَ ماتا ڪي ڪيتري نه شانتي آهي! ڪيڏو نه بوجهه ڪڻي بيٺي آهي! ڪٿن نه چر ۽ اچر کي جهلي بيٺي آهي. پر ذرا به دانهن ڪوڪ نٿي ڪري. انهيءَ ڪتريءَ جنهن ناجائز ريت جوئا ڪري ٻئي جو راج کسيو آهي تنهن لاءِ اها آشا رکڻ ته اوڪ سندس سارهه

ڪن، سراسر غير واجبي آهي. پاندون کان نڳيءَ سان راج کسڻ اهڙو ئي ڏکار جهڙو ڪم آهي، جهڙو بي گناهه. پڪين لاءِ ڄار وڇائي کين ڦاسائڻ. ڪرڻ بڌاءِ ته سهين لو پاندون کي کهڙيءَ جنگ ۾ جيتيو هو. دريوڌن بڌاءِ ته تو وري کهڙي وقت پاندون کان لڙائي ڪئي هئي. لوهان دروپديءَ کي پريءَ دربار ۾ گهلي آيا. ڇا اها هئي اوهان جي سورهيائي؟ جنهن کو مورک ڳنوار چندن جي سڳند تي موهت ٿي، وڻ ئي ڪيرائي ڇڏي، تئين اوهان ڪورو ونش کي ناس ڪري رهيا آهيو. ارجن سان هٿ اٽڪايو ته ڪا خبر پوندو ته ڪئين لوهي جا چڻا تا چپڻا پون. هٿ ڇڪي پڇجي جو ڪيل ڪونه آهي. هٿ پئون بارهن ۽ ٽي داٽيون چوٽيون ڪونه آهن. هٿ شڪني نڳيءَ جي رستي اوهان لاءِ جنگ ڪونه ڪئي سگهندو. ياد رکو ته گانڊيو مان ٽيرن جو اهڙو وسڪار ٿيندو، جئن آڪاش مان وڏن ڦڙن جو وسڪارو. ڪجهه سمجهه ڌاريو، اجايون باتيون نه ٻڌايون."

اهڙيءَ ريت ڪورون جا ليتا صبر وڃائي ويٺا ۽ 'لون ڇا مان ڇا' ۾ اچي پيا. اهو حال ڏسي پتامهه جي دل دکه ۾ پرجي ويئي.

هو ڏيرج سان سيني کي هن ريت سمجهائڻ لڳو "سياڻو آدمي پنهنجي گورن جو اپمان ڪونه ڪندو آهي. جنگ جوڙڻ کان اڳ منش کي ديش، ڪال ۽ پاتر جو پورو پورو ويچار ڪرڻ گهرجي. هنڪي سڀ ڳالهيون تورڻ تڪڻ گهرجن. سياڻي ۾ سياڻا آدمي به پنهنجي پلي ۽ بري جون ڳالهيون سمجهي ڪونه سگهندا آهن. ٻين کي صلاحون ڏيڻ سولو آهي، پر پنهنجن معاملن کي نبيرڻ ڏکيو. دريوڌن کهڙو نه سمجهدار آهي. پر هاڻي هو آويش ۾ اچي ويو آهي. انهيءَ ڪري کيس ڪل ئي ڪانه ٿي پوي ته جيڪو جوڌو اڄ اسانجو مقابلو ڪري رهيو آهي، سو خود ارجن آهي. ڪروڌ جي

ڪري دريوڌن جي ٻڌي ڪاٺي ڪونہ آهي. اشوٿاما! ڪرڻ جي گستاخيءَ ۽ شوخيءَ کي وساري ڇڏ. انهن ڪري سمجھ تہ هن اهي لفظ انهيءَ لاءِ ڪم ۾ آندا جئن آچارين ۾ السلاھ پيدا ٿئي ۽ هو چڱيءَ پر لڙن. هي وقت وير ورود رکڻ جو نہ آهي. هي وقت جهڳڙن جهٽن ڪرڻ جو ڪونہ آهي. دروڻاچاريہ، ڪرپاچاريہ ۽ اشوٿاما کي ڪميا جي درشٽي رکي اهي ڳالهيون ڀلائڻ گهرجن. ڀل ڪورو ڪري ساري سنسار ۾ ڳولها ڪن. ڪين دروڻاچاريہ ۽ سندس سپتر اشوٿاما جهڙو وير پرش ڪٿي بہ ڪونہ ملندو. هيڏا پدر پرش جن ۾ برهمڻن جي وديا ۽ ڪترين جي ويرتا ٻئي موجود آهن سي تہ ڪنهن نصيب واري کي ملندا آهن. پرسرام کان سواءِ ڪو بہ اهڙو پرش ڪونہ ٿيو آهي، جو دروڻاچاريہ جو مقابلو ڪري سگهي. جيڪڏهن اسين سڀ گڏجي يڪ ٿينداسين ۽ هڪ خيال سان لڙنداسين تڏهين ئي ارجن کي جيتي سگهنداسين جي هئن وڙهندا رهنداسين تہ پوءِ ارجن جي سامهون بيهڻ اسمپو ٿيندو. اچو تہ گڏجي ڪري پنهنجو ڪم سنواريون ۽ سنڀاليون."

ڀيشم پتا جي هنن شاندار واڪن سڀني ۾ شانتي آندي. پوءِ پتامھ دريوڌن کي چيو "اي راج شرومڻي! ارجن اچي ويو آهي. تيرهن ورهين جو مقرر ٿيل معياد ڪالھ پورو ٿي ويو. تنهنجو حساب غلط آهي. جوتشين کان پڇي ڏس. جڏهن ارجن پنهنجو شنک وڄايو، تڏهن مونکي خبر پيئي تہ مدو پورو ٿي چڪو آهي. لڙائي شروع ڪرڻ کان پهرين تورو ويچار ڪر. جيڪڏهن تون پانڊون سان سنڌي ڪرڻ چاهين، تہ هيءَ سمو ڏاڍو انڪول آهي. توکي ڇا گهرجي؟ شاندار ۽ نياءَ ٿي بدل صلح يا اهڙي لڙائي جا ٻنهي ڌرين کي برباد ڪندي. چڱيءَ پر سوچ ويچار ڪري نرڻو ڪر."

دريوڌن جواب ۾ چيو "پوڄ پتاجي! مونکي صلح ڪرڻ جو ڪو خيال ڪونہ آهي. مان پانڊون کي هڪ ڳوٺ بہ ڏيڻ

نٿو چاهيان. انهيءَ ڪري اڇو نہ پڻ لاءِ تياري ڪريون."
پوءِ دروڻاچاريہ چيو "راجڪمار دريوڌن کي پنهنجي رکيا لاءِ سڱنا جو چوٿون ڀاڱو ساڻ ڪري هستناپور ڏانهن وڃڻ گهرجي. لشڪر جي ٻئي چوٿين حصي کي گهرجي نہ ڳئن کي گهيرو وجهي کين هٽ ڪن. جيڪڏهن اسان ڳئون هٽ نہ ڪيون ۽ هٽين خالي هستناپور ڏانهن موٽياسين نہ پوءِ هرڪو ائين سمجهندو تہ اسين هار کائي موٽيا آهيون. باقي لشڪر جي مدد سان اسين پنج (ڀيشم، ڪرپاريہ، دروڻاچاريہ، اشوٿاما ۽ ڪرڻ) ارجن سان لڙنداسين."
ڪورون جي سڱنا دروڻاچاريہ جي صلاح موجب عمل ڪيو. يعني دروڻاچاريہ لشڪر جو چوٿون حصو ساڻ وٺي هستناپور ڏانهن روانو ٿيو. اتي ارجن راجڪمار اتر کي هن ريت چيو: "اي راجڪمار! مونکي نکو دريوڌن تو ڏسڻ ۾ اچي نکي سندس رٿ. مان ڀانيان ٿو تہ دريوڌن ڳاين کي هستناپور ڏانهن ڪاهي ٿو وڃي. انهيءَ ڪري اسانکي دريوڌن جي پٺ وٺڻ گهرجي ۽ ڪانئس ڳايون کسڻ گهرجن. ائين چئي ارجن ڪورون جي مکيہ لشڪر کي گوڏي ڏيئي دريوڌن جي ڪڍ ويو. دريوڌن جي پٺيان ويندي ارجن پتامها ۽ ٻنهي گورن کي نمسڪار ڪرڻ لاءِ اهڙيءَ ريت بارڻ هلايا، جئن اهي سندن چرڻن جي ويجهو وڃي ڪريا. اهڙيءَ ريت ويون جيان ورتاءُ ڪري ارجن ويو ٻنهنجي سوٽ جي ڪڍ. هلندي ارجن اتي پهتو جتي ڳايون بيٺيون هيون. ارجن جي پهچڻ سان لٽيون جي ٽولي ٽتر ٻتر ٿي ويئي. پوءِ هن گوالن کي آگيا ڪئي تہ ڳاين کي وٿاڻ تي ڪاهي هلو. هنن ڏاڍيءَ خوشيءَ سان انهيءَ آگيا جو پالن ڪيو. ڳاين کي دريوڌن جي هٿن مان ڇڏائي پنهنجي ماڳ موٽائي، ارجن دريوڌن جي پٺيان هلندو رهيو. اهو حال ڏسي ڀيشم ۽ ڪورون جا ٻيا سردار دريوڌن جي بچاءَ لاءِ وڌي آيا

۽ ارجن کي ڪري گهيرو وڌائون. هاٿي چئني طرفن کان ارجن
جي مٿان پاڻن جو وسڪارو ٿيڻ لڳو. ارجن هاٿي وچتر ٻڙنگ
سان لڙڻ لڳو. هن ٻهرين ڪرڻ کي سوڙهو گهٽيو ۽ کيس
جنگ جي ميدان مان پڇائي ڪڍيو. پوءِ هن وارو ڪيو
دروڻاچاريہ کي. ارجن جي سٽ دروڻ بہ جهلي نہ سگهيو.
جڏهن اشوتاما ڏٺو تہ سندس پتا بلڪل ٿڪجي پيو آهي
سو انهيءَ جي مدد لاءِ ڊوڙي آيو ۽ اچي ارجن ني ڪڙڪيو،
جنهن ارجن اشوتاما جو مقابلو شروع ڪيو، تنهن دروڻاچاريہ
کي ميدان ڇڏڻ جو اوسر مليو. جڏهن اشوتاما ٿڪجي پيو
تڏهن ڪرپاچاريہ سندس سهايتا لاءِ اچي سهڙيو، پر انهيءَ
ڏينهن ارجن جي اڳيان ڪرپاچاريہ بہ بيهي نہ سگهيو. جڏهن
هارين جو هيءُ حال ٿيو، تڏهن پيٺي هيڏي هوڏي پڄڻ
لڳا ۽ سارو لشڪر ارجن جي ڪؤ کان ڪنبڻ لڳو. هاٿي
پتامها پڇندڙن لشڪرين کي دلاسا ڏيئي همٿائڻ لڳو، پر
لشڪر جا پير اکڙجي چڪا هوا، منجهن ناني مالر بہ همٿ
ڪاله رهي هئي. ڀيشم ۽ ارجن خوب وڙهندا رهيا. اهڙي
تہ زبردست هي دوند يڌ هئي، جو ديوتائون بہ انجي ڏسڻ
لاءِ ماندا هوا. انت ۾ ارجن جي سوڀ ٿي.

ڪورون جي سينا پتين جي اها رٿا هئي تہ ارجن دريوڌن
تاءِ نہ پهچي سگهي. سندن اها رٿ وئرت ويئي، ارجن اچي
دريوڌن تاءِ پهتو ۽ هنتي سخت حملو ڪياءِ. دريوڌن بہ هار
کائي پوئتي هٽڻ لڳو. اڃان هن پٺ مس ڏني تہ ارجن
کيس سخت چينيو. ارجن جا طعنہ ٻڌي دريوڌن زخميل
سپ جيان پوئتي موٽيو ۽ وري لڙڻ شروع ڪياءِ. پتامها ۽
ٻيا ڪورو سردار وري دريوڌن جي بچاءَ لاءِ هنجي چوڌاري
صف ٻڌي بيٺا. ارجن سيني جو بهادريءَ سان مقابلو ڪندو
رهيو. انت ۾ هن هڪ چمتڪاري يتر ڪم ۾ آندو جنهن
ڪري سپ جنگ جي ميدان ۾ بيهوش ٿي ڪري پيا. جنهن

وقت هي سورما هٿن ٻڌي سرت سمهيا پيا هئا، تنهن وقت ارجن سندن چوغا لاهي ورتا. انهيءَ زماني جي دستور موجب دشمن جا چوغا کسڻ معنيٰ انهن کي پوريءَ ريت جيتڻ.

جڏهن دريوڌن ميدان تي موٽي آيو، تڏهن پناهه هنکي واپس موڪليو. اهڙيءَ ريت بي عزتيءَ ڀرڙي هارکائي سمورو لشڪر هستناپور ڏانهن هٽڻ لڳو.

اهڙيءَ ريت ارجن دشمن جا ڏاڍورائي ڪڍي ڇڏيا. جنگ جيتڻ کان پوءِ ارجن اتر کي چيو "اي راجڪمار! هاڻي گهوڙن جون واڳون وراءِ. اسان پنهنجون وڃايل ڳئون هٿ ڪيون آهن. اسان جا دشمن ڪک پن تي ويا آهن. راجڪمار هاڻي شرير کي چندن جو ليپ ڪري ۽ قول مالهائن سان گلو سينگاري راڄڌانيءَ ڏانهن واپس هل. جنگ جي ميدان کان موٽندي ارجن وري پنهنجا هٿيار ساڳي وڻ ۾ لڪائي رکيا ۽ پنهنجا ڪپڙا بدلائي وري برهنلا جو روپ ڌارڻ ڪيو.

[٤٧]

## وراٽ جي گمراهي

سشرما کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ وراٽ پنهنجي راڄڌانيءَ ڏانهن موٽيو. سندس موٽڻ وقت نگرواسين خوب سندس آجيان ڪئي ۽ جڳهه جڳهه مناٿي. جڏهن هو راڄ ڀون ۾ پهتو تڏهن ڏٺاءِ ته راجڪمار اتر غير حاضر آهي. پڇا ڪرڻ تي ڀون جي ديوين اتساهه ۽ امنگ وچان ڪيس ٻڌايو ته راجڪمار ڪورون جي سينا کي جيتڻ لاءِ اتر ڏشا ڏانهن ويو آهي. ديوين کي پڪ هئي ته هيءُ سندر سروپ راجڪمار ساري سنسار کي جيتي سگهندو. پر راجا سمجهو ته جنهن ڪم لاءِ راجڪمار روانو ٿيو آهي، سو ڪم ڪرڻ هن جي لاءِ اسمڀو آهي. راجڪمار

آهي نازڪ ۽ نفيس ۽ سندس سارٿي آهي هڪ هيجڙو.
انهن سڀني ڳالهين جو خيال ڪندي راجا جي دل ڏهلجي
ويئي. گهڙي دم وڃان هن چيخ پئي چيو: "هن وقت
تائين منهنجو پيارو پٽ موت جو شڪار ٿي ويو هوندو."

پوءِ هن پنهنجن منترين کي آگيا ڪئي ته جيترو به لشڪر
گڏ ڪري سگهو، سو گڏ ڪري اتر کي هن آپدا مان ڇڏائڻ
لاءِ روانو ڪريو. اتر جي ڳولها ڪرڻ لاءِ ويهه دل جي ويرن
۽ جاسوسن کي پڻ روانو ڪيو ويو.

وراٽ کي هن ريت وياڪل ڏسي، سنياسيءَ ڪنڪ
(يڌشٽر) کيس دلاسو ڏنو ۽ چيو "چاڪاڻ جو برهنلا سارٿي
اتر سان يڌڪيتر ۾ ويو آهي، انهيءَ ڪري راجڪمار جو وار
به ونگو ڪونه ٿيندو. اوهانکي خبر آهي ته برهنلا جي ڪيتري
شڪتي آهي. جنهنجو به برهنلا رٿ هلايو، سو ضرور ڪامياب
ٿيندو. هن وقت تائين سشرما جي شڪست جي خبر به ڪورون
جي ڪن پيئي هوندي ۽ هو پڪ ٿي پڪ ميدان ڇڏي ڀڳا
هوندا."

اهين ڳالهيون هلندڙ ٿي ٿي ته جنگ جي ميدان تان قاصد
اچي پهتا. هنن خبر ڏني ته اتر ڪورون جي سينا کي جيتيو
آهي ۽ ڳائيون هٿ ڪيون آهن. وراٽ کي جيتوٽيڪ پٽ
جي سوڀ جو سماچار سڻي ڪجهه سرهائي ٿي ته به هن کي
هن ڳالهه تي پورو وشواس ڪونه ٿي آيو. يڌشٽر وري مشڪي
ڪري راجا کي وشواس ڏيارڻ لا چيو: "هي راجن! ڪو به
سنسو ۽ سنديه نه ڪريو. جيڪي سنديشره چون ٿا سو
سو رهن آنا سچ آهي. برهنلا جو سارٿي ٿي وڃڻ ٿي سڦلتا
جي خاطري هئي. اتر سوڀارو ٿيو آهي، تنهن ۾ ڪا به اچرج
جي ڳالهه ڪانه آهي. مونکي خبر آهي ته نڪي ڪرشن جو
ڪوچوان، نڪي اندر جو سارٿي برهنلا سان برميچي سگهندو."
وراٽ هن ڳالهه کي اجائي بڪواس ڪري سمجهو. پر پٽ

جي سوڀ ڪري جو ڪيس خوشي ٿي هئي، انهيءَ ڪري هن ڪنڪ جي ڳالهه جو ورونت نه ڪيو. ٻاڪ هن منگل سماچار آڻيندڙن کي خوب هيرا ۽ لعل، موتي ۽ ٻيا جواهر انعام طور ڏنا. پوءِ هن آگيا ڪئي ته راجڌانيءَ ۾ خوب آنند اُلسو ملهايو وڃي. هن امنگ ۾ اچي چيو "مان سشرما کي جيتيو سا وڏي ڳالهه ڪانه آهي. سچي سوڀ ته راجڪمار اُتر کي ملي آهي. اڄ سڀني مندرن ۽ مٺن ۾ پرڀوءَ در آراڌنا ڪرڻ گهرجي ۽ ايشور جا ٿورا مڃڻ گهرجن. سڀني رستن، راجمارگن، گلين ۽ ڪوچن ۾ جهنڊيون ۽ ڌوڄ لهرائڻ گهرجن. نگر جي ڪنڊن ڪڙڇن کي سينگارڻ گهرجي. نگرواسين کي سرگس ۽ ڦيريون ڪڍي سوڀ جا گيت ڳائڻ گهرجن. شيردل شهزادي جي شاندار نموني سواگت ڪرڻ گهرجي."

وراٽ پنهنجي راڄ جي پردانن، مکين ۽ چوڌرين، سمناپتين ۽ سردارن کي راجڪمار جي پيشوائيءَ لاءِ روانو ڪيو. راجڪماريون ۽ نگر جو نياڻيون به قول ۽ مالهائون کڻي اتر جي آجيان ڪرڻ لاءِ نڪري نروار ٿيون.

ساري بندوبست ڪرڻ کان پوءِ وراٽ اندرين ڪمري ڏانهن ويو. اتي هن سئندري کي آگيا ڪئي ته چوپڙ کڻي اچي. ڪنڪ کي هن چيو "اڄ منهنجيءَ خوشيءَ جي حد ئي ڪانه آهي. اڄ ته پاري راند ڪري دل وندرايون."

ٻئي راند ڪرڻ ويٺا. هڪ طرف پارا ٿي اڇلايائون، ٻئي طرف خوب ڳالهيون ڪري رهيا هئا. وراٽ چيو "پومنجها! ڏٺءِ منهنجي سپتر جي سورمائي. اڪيلي سر هن پرسد ڪورو نيتائن کي جنگ ۾ جيتي ڇڏيو."

ڌرمپتر مشڪندي چيو "نه سنديهه توهانجو چرنجيو ڀاڳوان آهي. جيڪڏهن سندس پرالب پريل نه هجي ها ته ڪيئن برهنلا جهڙو سارٿي ڪٿان ملي ها؟"

يڌشٽر هر هر ٻي برهنلا جي ساراهه جون سرڪيون پريون.

انهيءَ تي وراٽ کي ڪي قدر منيان لڳي. ڪجهه ناراضگيءَ سان هن چيو ”اي سنياسي! تو طوطي جيان ’برهنلا! برهنلا!‘ جي لاٽ چئو لڳائي آهي. مان تو ساراهه ڪريان پنهنجي سپتر جي سورهيائيءَ جي ۽ تون تو نپائي آٽين هن هيجڙي کي ۽ هن جي رٿ هڪلڻ جي هنر جي ساراهه مان ڍاپين ٿي ٿئو. ڄڻڪ هن هيجڙي جو سارٿي ٿيڻ ڪا وڏي ڳالهه آهي.“

ڪنڪ انهيءَ تي ڪي قدر اعتراض جي نموني ۾ چيو ”مان جيڪي به ڪجهه چوان ٿو، سو سمجهي ڄاڻي چوان ٿو. برهنلا ڪو رواجي آدمي ڪونه آهي. جو رٿ برهنلا هلائيندو، سو رٿ ڪڏهن به شڪست نه کائيندو. جيڪو وير سندس رٿ ۾ سوار ٿيندو، سو سدا سوڀ پائيندو، پوءِ ڪري سندس وروڌي ڪهڙا به ڏاڍا مڙس هجن.“

وراٽ هن ڳالهه کي وڏي گستاخي ڪري سمجهيو ۽ جوش ۾ اچي ڪري يڌشٽر جي منهن ۾ ڪري ٻارو اڇلاياءِ ۽ پوءِ وري ڪيس ٿڦڙ واهي ڪڍياءِ. يڌشٽر کي زخم ٿي پيو ۽ سندس ڳل تان رت وهڻ لڳي. دروپدي پرسان ويٺي هئي، تنهن پنهنجيءَ ساڙهيءَ جي پلوءَ سان رت اگهي ۽ رت پريو پلو ڪري سوني جي ڪٽوري ۾ نپوڙيو.

وراٽ ويٺو هو ڪروڌ ۾، سو سئنڌريءَ جي هيءَ حالت ڏسي وڌيڪ غصي ۾ اچي ويو ۽ زور سان چيائين ”هي ڪهڙو کيل آهي؟ تون پيالي ۾ رت ڇا لاءِ گڏ ڪري رهي آهين؟“

دروپديءَ نمرتا سان چيو ”راجن! ڌرم آهي ته سنياسيءَ جي رت ڌرتيءَ تي نه ڪري. جنهن راڄ ۾ سنياسيءَ جي رت ڌرتيءَ تي ڪرندي تنهن راڄ ۾ اوترا ورهيه سالده مينهن وسندو، جيترا رت جا ڦڙا هوندا. انهيءَ ڪري مان رت هن پيالي ۾ گڏ ڪري رهي آهيان. مان پانيان ٿي ته توکي ڪنڪ جي مهانتا جو پتوئي ڪونه آهي.“

اني دوارپال اچي ٻڌايو ۽ هن خبر ڏني ته راجڪمار ۽ ٻرهنلا آيا آهن. راجڪمار راجا سان ملاقات ڪرڻ چاهي ٿو.
وراٽ جوش وچان چيو ”ڀلي اچوس، اندر وٺي اچوس.“
يڌشٽر سپاهيءَ کي ڪن ۾ چيو ”رڳو اتر کي اندر وٺي اچ. ٻرهنلا کي اندر نه آڻج.“
يڌشٽر دوراندشيءَ جي ڪري ائين ڪيو. هنکي خبر هئي ته جڏهن ارجن منهنجي منهن تي ڏڪ جو نشان ڏسندو، تڏهن هو پنهنجي ڪروڌ کي روڪي نه سگهندو. ارجن لاءِ اها ڳالهه سهڻ کان ٻاهر آهي ته ڪو به آدمي واجبي ۽ نيم اُوسار لڙائيءَ کان سواءِ ڌرم پٽر کي ڏڪ هڻي.
اتر اندر گهڙندي پنهنجي پتا کي نمرتا سان پرڻام ڪيو. پوءِ هن سنياسيءَ جا چرڻ ڇهيا. اتي سندس نظر يڌشٽر جي زخم تي پيئي. اهو زخم ڏسي هو ڏهلجي ويو. هنکي خبر هئي ته سنياسي خود ڌرم پٽر آهي. هن درد ڀري آواز سان پڇيو ”راجن! هن مهاتما کي ڪنهن ضرب ڏيو آهي.“
وراٽ پٽ ڏانهن نهاري چيو ”پٽر! هن ننڍڙيءَ ڳالهه کي ڏسي تون ايترو اداس ڇو ٿو ٿئين؟ جڏهن مان تنهنجي سوڀ جو ٻڌي خوشيءَ جي لهرن ۾ لڏندي تنهنجي ساراهه ٿي ڪئي، تڏهن ايرڪا جي ماري هن آدميءَ گاهه ٻي گاهه گهٽتائي ٿي ڪئي ۽ تنهنجي سارٿيءَ ٻرهنلا جي وڏائي ٿي ڪئي. اها موڪرتا جي روش مونکان سٺي نه ٿي ۽ مون پاڙو ڪٽي هن جي طرف اڇلايو. انهيءَ ڳالهه جو مونکي افسوس آهي. پر انهي وڏيڪ اپتار ڪرڻ جي ضرورت ڪانه آهي.“
هيءَ ڳالهه ٻڌي اتر ڏڪي ويو. هن پيءُ کي چيو ”بابا! اوهان هن ريت وڏو پاپ ڪيو آهي. هاڻي هن جي چرنن ۾ سر رکي ڪانئس معافي وٺو. پنهنجي اپراڌ لاءِ پڇتاءُ ڪريو. نه ته اسانجي ونش بلڪل ناس ٿي ويندي.“
وراٽ پٽ جي ڳالهه سمجهي ڪونه سگهيو. پلا هن کي

اندروني پيڊ جو ٻئو توروئي هو. ٻه ڀڄڻ پٺهس ٻيو دفعو زور ڀريو، اڏهن هن ڪنڪ جي ڀيڙن کي همت لائي ڪائنس معافي گهري. ٻوءِ ورات پنهنجي پٽ کي ياڪر ٻاٽي چيو”پٽ تون ته وڏو جوڌو آهين. لوڪورن جي هيڏي ساري لشڪر کي ڪئن شڪست ڏني؟ توڳانيون ڪئن هٽڪيون؟ مونکي سموري ڳالهه وستار سان ٻڌاءِ. مونکي ساري حال ٻڌڻ جي سخت انتظاري آهي.“

ٻيءَ جو سوال ٻڌي الرڪند هيٺ ڪيوءِ چيائين ”پتاجي نڪي مون ڪنهن لشڪر کي جيتيو آهي، نڪي مون ڳانيون دشمن جي هٿان ڇڏايون آهن. هيءَ سارو ڪم هو ڪنهن ديو پتر جو، ڪنهن آڪاسي ڪمار جو. هن اچي اسانجي طرفداري ڪئي. هن ئي ڪورون کي جيتيو، هن ئي ڳايون سندن هٿن مان کسيون، هن ئي مونکي موت کان بچايو. مان ته ڪجهه ڪونه ڪيو.“

ورات هاٿي انتظاريءَ سان پڇڻ لڳو ”پٽ! ٻڌاءِ ته اهو وير ڪير هو. هاٿي هو ڪٿي آهي! وڃ وڃي ڪري هنکي سڏي اچ ته اهڙي پراپڪاريءَ وير جو درشن ڪري مان پنهنجون اکيون پوتر ڪريان. مان پنهنجي پتر جي رکپال جا تورا ته مڃان.“

هن آڳيا جي اتر ۾ اتر اُليو ”پتاجي اهو ديوڪمار انترڌان ٿي ويو. پر منهنجو وشواس آهي ته هو تورن ڏينهن ۾ ضرور نڪري نروار ٿيندو.“

هن گفتگوءَ کانپوءِ راج دربار ۾ هڪ وڏو السومنائڻ جون تياريون ٿيون. انهيءَ اوچوجي سمي نگر جا سڀ وڏا آدمي اچي پنهنجي پنهنجي جاين تي ٻاڻجي وينا، هوڏانهن ڪنڪ، ولب، برهنلا، تنتري پال ۽ ڏرمر گرنتي ٻه چپ چاپ ٻنا ڪنهنجي چٽي چائي راجڪمارن جي وچم وينا. انهيءَ تي سيا ۾ وينلن کي ڏاڍو اچرج لڳوءِ سڀ لوڪ ڪاناڦوسي ڪرڻ

لڳا. ڪن چيو ”برابر ھي آھن ھينئين طبقي جا آدمي. پر ھنن نازڪ وقت تي راج جي وڏي سيوا ڪئي آھي. سچ پچ ھو ھن عزت جي لائق آھن.

لوڪن انھيءَ طرح پڻ پڻ تي ڪئي ته ورات پاڻ سڀا پون پر گھريو. ڪنڪ آدين کي ڏسي ڪري ھنکي گرمي وٺي ريئي. ھن رڙ ڪري پڇيو ”اوھانکي ڪنھن چيو آھي ته ھن ھند راجڪمارن جي جاين تي اچي وھو؟“ وري ڪروڌ کي روڪي ھو انھيءَ ھند ويوجت اھي پنج ئي پانڊو وينا ھوا ۽ ڪائن سوال جواب ڪرڻ لڳو. ھاڻي پانڊون سمجھيو ته گھڻوئي نانڪ تي چڪو آھي. سو ڪري پاڻکي پڌرو ڪيائون. پانڊون جي ظاھر ٿيڻ لي سڀني کي حيراني لڳي ويئي.

راجا ورات کي ھڪ طرف ڏاڍي خوشي تي، جاڪاڻ جو ھيترو سارو وقت پانڊون ۽ دروپديءَ سندس سيوا ڪئي ھئي. ٻئي طرف سندس اچرج جي حد ڪانه رھي جو ايترو سارو وقت پانڊون جي اصليت جو ڪنھنکي پتو به ڪونه لڳو. ٽئين طرف سندس دل شڪرگذاريءَ جي جذبن سان ٽمتار تي ويئي جو پانڊون نازڪ وقت تي سندس سھائتا ڪئي ھئي. ھن ڪنڪ کي ڪري گلي لڳايو ۽ پنھنجو راڄ پاڳ سڀ ڪجھ ھن جي چرنن جي پيٽ ڪياءِ. يڌشتر ورات جا ٿورا مڃي ساري پيتا ورات کي واپس ڪئي. ورات پوءِ زور پريو ته سندس ڌيءَ اترا جو ھٿ ارجن سويڪار ڪري.

ارجن چيو ”ائين ڪين ٿي سگھندو. اترا کي مون ناچڻ ۽ نچڻ سيکاريو آھي. مان ھنجو اد ياپڪ آھيان، ھوءَ منھنجي ود يارٿڻ آھي. اد ياپڪ پتا سمان ٿيندو آھي.“ انھيءَ ڪري اترا جو وواھ ابيمنيوءَ سان رٿيو ويو. اھا ڳالھ ارجن به قبول ڪئي.

ھاڻي ھن منگل السو پر اچي دريوڌن جي دوتن پڌگ

وڌو. هو دريوڌن جو سنيهو کڻي آيا. هنن چيو ”ڪنتي پٽ! دريوڌن کي انهيءَ ڳالهه جو ڏک آهي جو ڏنجيه جي اندر ڪري اوهانکي ورهي ٻارهن ورهيه بنواس وڃڻو پوندو. اڃان تيرهن ورهيه پورا ٿيا ئي ڪونه هوا ته ارجن پاڻ ڪري ظاهر ڪيو. انهيءَ ڪري اوهانکي پنهنجي پرتگيا پٽاندر وري ٻن ورهن وڃڻو گهرجي!

اهو سنيهو سڻي، ڌرم پٽر کلي ڏنو ۽ سنديشهرن کي چياءِ ”اي قاصدو! تکوتکو دريوڌن ڏانهن موٽي وڃو ۽ کيس چئو ته وڏيڪ چڱيءَ طرح سان ڀيهر جاچ ڪري. پوڄ ڀيشمهه ۽ ٻيا جوتش جا ڄاڻون کيس ٻڌائيندا ته جڏهن ڳنهنجا سمنڪ گالٻ ٻو جو لڪار ٻڌي مڏان چڙي پيا هوا، تڏهن پورا تيرهن سال گذري چڪا هوا.

[۴۸]

## صلاح مصلحت

تيرهون ورهيه جنهن ۾ پانڊون کي روءِ پوش رهڻو هو، سو پورو ٿي چڪو، هاڻي هنن لاءِ چمڙاپوش ۾ رهڻ ضروري نه هو. هاڻي هو ظاهر ظهور گهمي ڦري ٿي سگهيا. انهيءَ ڪري ٻڌري پٽ وراٽ جي راڄڌاني مان نڪري اُپپلوپه نگر ڏانهن روانا ٿيا. اهو نگر به وراٽ راڄ جي سيمائن جي اندر هو. اُپپلوپه ۾ ٿاڻي نڪاڻي ڪرڻ کان پوءِ هنن پنهنجن مائٽن ۽ سنگين ساٿين ڏانهن نياپا سنيها موڪليا. بلرام ۽ ڪرشن دوارڪا مان آيا. ساڻن ارجن جي استري سڀدرا ۽ سندس پٽ ابيمنيو به هو. ڪيترا يادو يوڌا به هنن سان گڏ آيا.

جنارڌن جي آجيان ڪرڻ لاءِ مستيه جا راڄڪمار ۽ پانڊو

شنک وڄائيندا شهر کان ٻاهر نڪتا. شنکن جو آواز چوڌاري ڦهلجي ويو. اندرسين ۽ ٻيا ڪيترا ڄڻا ٻارهين ورهيه جي شروعات ۾ پانڊون کان موڪلائي ويا هوا سي پنهنجا رٿ ڪاهي اچي ساڻن اپپلويه ۾ ميڙا ٿيا. ڪاشي راڄ ۽ سئيبيه جو راجڪمار ٻ اچي ساڻن گڏيا. هو پنهنجون سينائون ٻه وٺي آيا. پنچالا جي راجا دروپد ٽي اڪشوهڻيون سيئنا جون ساڻ وٺي آيو. هن سان گڏ هو شکنڊي، دروپديءَ جو ڀاءُ ڌرشٽديمن ۽ دروپديءَ جا پٽ. انهيءَ ريت پانڊون جا ڪيترا ٻيا متر راجائون به اچي اتي پهتا.

انهن ويرن، جوڌن ۽ مترن جي حاضريءَ ۾ اترا ۽ ابيمنيو جو وواهه ويدڪ ريتيءَ انوسار ڪيو ويو. وواهه ڪانپوءِ سڀ ورات جي سڀا ڀون ۾ گڏ ٿيا. يڌشٽر ۽ ورات جي ڀرسان ڪرشن ويٺو هو. ٻلرام ۽ ستيڪي ڌروپد جي ڀرسان ويٺا هئا. جڏهن لڙ بکيڙو پورو ٿيو، تڏهن سڀ ڪرشن جي طرف نهارڻ لڳا. جنهن وقت ڪرشن ڳالهائڻ لاءِ اٿيو تڏهن سڀا ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. سڀ چپ چاپ ويٺا رهيا. ڪرشن چيو ”اوهان سڀني کي خبر آهي ته ڪئن يڌشٽر کي هڪ سازش ۾ ڦاسايو ويو ۽ ڪئن هن سان چوپڙ راند ۾ ٺڳي ڪئي ويئي ۽ ڪئن ڪانئس راڄ کسيو ويو ۽ ڪئن ڪيس دروپديءَ ۽ ڇئن ڀائرن سوڌو ٻن ڏانهن روانو ڪيو ويو. پنهنجي قول کي پاڙي ڏيڻ لاءِ، پنهنجيءَ پرتگيا کي پورو ڪرڻ لاءِ پانڊو پٽن ٻارهن سال سالهه ۾ تڪليف پنهنجي مٿان هموار ڪئي آهي. هاڻي سڀ گهرو سوچ ويچار ڪري اهڙي رٿ رٿيو جا ڌرم جي به انڪول هجي ۽ جنهن جي وسيلي ٻنهي پانڊون ۽ ڪورون جو شان وڌي. ڌره ڀر کي انياءَ جي ڪوڙي نه گهرجي. هو ته سڀ جو ڀلو چاهيندڙ آهي. ڌرتراشٽر جي پٽن جن هن سان ٺڳي ڪئي ۽ هنکي ڪئي ڏک ڏنا،، تن جي به هو ڀلائي ٿو چاهي. جڏهن اوهان صلاح ڏيو تڏهن

ڪورون جي نگريءَ ۾ نيچتا جو خيال رکجو. پر پانڊون جي مريادا واريءَ ۽ شاندار حالت جو به ويچار ڪجو. اهڙي ڪا رتا رتيو جا نياءَ لاءِ بدل هجي ۽ جنهن جي وسيلي سڀني جو مان ۽ شان بچيو رهي. اسانکي خبر نه آهي ته دريوڌن جي دل ۾ ڇا ٿو وهي واپري. اسانکي گهرجي ته ڪو يوگيه ۽ سپتيو سنديشر دريوڌن ڏانهن موڪليون. هو وڃي ڪري دريوڌن کي سمجهائي صلح ڪرائي ۽ پانڊون کي سندن راج موٽائي وٺي ڏي."

ڪرشن کان پوءِ سندس وڏو ڀاءُ بلرام اُٿيو ۽ هن، هن ريت ٽشريڪ ڪئي: "راج پرشو! اوهان ڪرشن جي وڪترتا ٻڌي آهي. ڪرشن جيڪو ڏس ڏي ٿو سو سياڻپ ۽ نياءَ جو آهي. مان انهيءَ جو سمرٿن ڪريان ٿو. اهو رستو دريوڌن ۽ ڌرم پتر ٻنهي لاءِ نيڪ آهي. ڪنتيءَ جي پٽن کي انهن شانتيءَ سان سندن راج موٽي ملي ته اهڙي ڪا ٻي ڳالهه آهيئي ڪانه. انهيءَ ۾ پانڊون، ڪورون ۽ ٻين سڀني جو ڀلو آهي. جڏهن انهن ٿيندو تڏهن ئي ديش ۾ سک شانتيءَ ۽ سمپدا جو واسو ٿيندو. ڪو وڃي دريوڌن کي ٻڌائي ته يڌشٽر جي اڇا آهي ته جنگ نه ڇڙي، پر سانتيڪن رستن سان ٻنهي ڌرين ۾ سنڌي ٿئي. اهڙو آدمي وڃڻ گهرجي، جنهن ۾ پوري يوگتا به هجي ۽ جنهنجو دريوڌن جي پکش لي پرڀاؤ به هجي جيڪو ڳالهيون چڱيءَ پر سمجهي ۽ سمجهائي سگهي. اهڙو ايلچي وڃي ڪري دريوڌن جو جواب وٺي اچي.

"جيڪو ايلچي وڃي، تنهنکي گهرجي ته هو ڌرتراشٽر ڀيشم، ودر، درونا چاريه، ڪرپاچاريه ۽ اشوتاما جو سهڪا هت ڪري. ٿي سگهيس ته ڪرن ۽ شڪنيءَ جي به سهاي ڪنتي پٽرن لاءِ پراپت ڪري. ايلچي اسانکي اهڙو ڇونڊ گهرجي، جو پاڻي ڪري به آويش ۾ نه اچي. ڌرم پتر ک پٽرن گهٽيئي منع ڪئي ته جوئا نه ڪريو. پر هن پٽرن ج

صلاح جي پرواهہ نہ ڪئي ۽ ڏسي وائسي پنهنجو راڄ داءَ ۾ رکيو ۽ وڃايو. هو ڪوڙو ڪار ڪونہ هو. هنکي نتيجن جي پوري پوري سمجھ هئي. هنکي اها بہ سڌ هئي تہ شڪني ڀاري راند جو ماهر هو ۽ هن سان ڪنهن بہ حالت ۾ پاڙ پر پهچي نہ سگهندو. انهيءَ ڪري هو هاڻي ڪابہ داڻهن ڪوڪ نٿو ڪري سگهي. هو پنهنجي راڄ همت ڪرڻ لاءِ رڳو منت ميڙ ئي ڪري سگهي ٿو. پوءِ ابلجي اهوئي ٿي سگهندو، جيڪو جنگ جو پريمي بہ هوندو، جيڪو هر حالت ۾ صلح ۽ سنڌيءَ ڪرڻ لاءِ تيار هوندو. راڄڪمار و منهنجي ايا آهي تہ اوهان ڏاڍيءَ انڪل ۽ هوشيازيءَ سان دريوڌن جي پيش اچو. اسانکي هر ممڪن ڪوشش ڪري شسترن استرن جو سنگهرش روڪڻ گهرجي. صلح دوارا جيڪي ملي سوئي نيڪ آهي. لڙائيءَ مان ڪابہ چڱائي ڪانہ نڪرندي. لڙائيءَ مان خرابي ئي ٿيڻي آهي."

بلرام جو رايو هو تہ يڌشٽر اکيون کولي جوئا کيئي هئي. هنکي پنهنجي ڪرمن جي نتيجي جي ڄاڻ هئي. انهيءَ ڪري هنکي راڄ موٽي گهرڻ جو ڪو اڌڪار ڪونہ هو. پالڊون بنواس ۽ اگيات واس جي پرتگيا پوري ڪئي آهي. انهيءَ ڪري هنکي ستنترتا ملي آهي. هاڻي هنن لاءِ اهو لازمي ڪونہ آهي تہ هو پيهر بن وڃن، پر انهيءَ ڪري هو پنهنجو راڄ همت نٿا ڪري سگهن. انهيءَ ڪري ڌرم پتر راڄ واپس وٺڻ لاءِ آزي نيزاري تہ ڪري سگهي ٿو، پر هو انکي پنهنجي حق طور گهري نٿو سگهي.

بلرام البت لڙائيءَ جي برخلاف هو. هن نٿي چاهيو تہ ساڳيءَ ونش جا راڄڪمار پاڻ ۾ ٽڪرن. هن جو اهو بہ ويچار هو تہ لڙائيءَ جو نتيجو بربادي آهي. اهو انادي سچ آهي تہ جنگ جدل، خون خرابيءَ ۾ منش ماتر جو گهاٽو آهي. وياس مهراج بلرام جي وڪترا دوارا اها ڳالهہ پرگهٽ ڪئي آهي.

پر ٻيا جيڪي وير اُتي ويٺا هئا، تن جو ٻلرام جهڙو خيال
ڪونه هو. ٻلرام جي ڳالهه ٻڌي يادوونشي وير ساتيڪيءَ
کي ڪاوڙ اچي ويئي ۽ هو اُٿي جوش سان وڪتريا ڪرڻ
لڳو. هن چيو: "منهنجي نظر ۾ ٻلرام جي خيالن ۾ ذرو به
انصاف موجود ڪونه آهي. هوشيار آدمي هر پک لاءِ سبب
ڳولهي ۽ ناهي سگهندو آهي. پر ماڻهو ڪري ڪهڙو به سياڻو
هجي، ڪهڙو به واڪ چتر هجي، هو انياءَ کي نياءَ ۽ ادرم
کي ڌرم ٺهرائي ڪونه سگهندو. ٻلرام جون ڳالهيون ٻڌي
منهنجي من ۾ نه ڪراهت ٿي پيدا ٿئي. مان انهن جو زور سان
ورود ٿو ڪريان. ساڳي وقت ۾ هڪ شاکا ميون سان ڀر ۽ نميل
هوندي آهي ۽ ٻي سڪي سرڪنڊ جيان سر اوچو ڪيون بيٺي
هوندي آهي. ساڳيو حال آهي هنن ٻن ڀائرن جو. ڪرشن
جي شبدن ۾ ڌرم ۽ نياءُ سمايل آهي. جيڪي ٻلرام چوي ٿو
سو بلڪل اُنچت آهي. اوهان اها ڳالهه ضرور قبول ڪندا
۽ انهيءَ ۾ ذرو به شڪ ڪونه آهي ته ڪورون ٺڳي ڪري
يڌشٽر کان راڄ کسيو آهي. ائين چوڻ ته اهو راڄ ڪورون جو
آهي؛ اهو ئي چورن کي چوريءَ جي مال ڦٻائڻ ۾ واهر ڪرڻ.
ڌرم پتر جي ورود ڪرڻ لاءِ ڪوبه واجبي سبب ڪونه آهي.
اهو ڪائر ٿي ڌرم پتر جو ورود ڪندو، جيڪو دريوڌن
کان ڊڄندو هوندو. راڄ پترو! ڪميا ڪريو جو مان کي
قدر سخت ڳالهايو آهي. يڌشٽر پنهنجيءَ اڇا سان پاري راند
ڪانه کيڏي هئي. جڏهن ڪورون ڪپٽ نوتو ڏنو ۽ زور ڀريو
تڏهن ئي پنهنجي اڇا جي برخلاف، لائيءَ جائيءَ مان غير واقف،
ڌرم پتر هڪ ٺڳ دغاباز سان هيءَ خطرناڪ راند ڪئي.
ڀلا هي ڪري هو دريوڌن کي ميڙ منت ڪري، ڇو هو
ڌرتراشٽر جي پٽ اڳيان سر جهڪائي؟ هن پنهنجون پرڳيائون
پوريون ڪيون آهن. يڌشٽر ڀڪاري ڪونه آهي. منگتي جيان
مڱڻ سندس شان وٽان ڪونه آهي. هن پنهنجو وچن پاڙيو

آهي. سندس ڀائرن به پڻ پورو ڪيو آهي. ٻارهن ورهيه
هو بنواس ۾ رهيا. ٻارهن مهينا هو لڪا رهيا. انهيءَ هوندي
به دريوڌن ۾ ساڳي لڄ لاهي، ايمان ڇڏي پرتگيا جي پوري
ٿيڻ بابت سنديھ ڪن ٿا. مان انهن بي حيا گوندن کي جنگ
۾ جيتيندس. انهن کي يا ته يڌشٽر کان معافي وٺڻي پوندي
يا موت جو منهن ڏسڻو پوندو. جيڪي شستر و شستر کڻي وڙهڻ
اچن ٿا، تن کي قتل ڪرڻ ۾ ڪو ڏوهه ڪونه آهي. دشمن
اڳيان پيش پوڻ ۾ بي عزتي آهي. جيڪڏهن دريوڌن جنگ
چاهي ٿو ته ڀلي ڀلي لڙائي ڪري. اسين انهيءَ لاءِ تيار آهيون.
هاڻي اسان کي دير مدار ڪرڻ نه گهرجي، پر يڪدم تياري
ڪرڻ ۾ لڳي وڃڻ گهرجي. دريوڌن يڌ ڪرڻ کان سواءِ ملڪ
جو ڪجهه به ٽڪر ڪونه ڇڏيندو. انهيءَ ڪري وقت وڃائڻ
بيوقوفي آهي."

ساتيڪيءَ جو هٺ ۽ پڪو ارادو ڏسي ۽ هيءُ زوردار لفظ
ٻڌي دروپد کي ڏاڍي خوشي ٿي. ساتيڪيءَ جي ڳالهين
جو سمرٿن ڪرڻ لاءِ هن چيو "جيڪي ساتيڪيءَ چيو آهي،
سو بلڪل ٺيڪ آهي. مان هر ريت سندس ڳالهين کي
ٺيڪ ٿو ڏيان. مان سمجهان ٿو ته دريوڌن مٺين مٺين ڳالهين
سان مڃڻ وارو ڪونه آهي. اسان کي جنگ جي سامان جو
ڪم ضرور جاري رکڻ گهرجي. پنهنجن دوتن دوارا اسان کي
سڀني مترن ڏانهن هيءُ نياپو موڪلڻ گهرجي ته دير بلڪل
نه ڪن، پر يڪدم لشڪر گڏ ڪرڻ شروع ڪري ڇڏين.
يڪدم شليه، دِرشٽ ڪيتو، ڄيتسين، ڪيڪيه آدي راجائن
ڏانهن ايلچي روانا ڪرڻ گهرجن. منهنجو اهو به رايو آهي ته
راجا ڌرتراشٽر ڏانهن هاڻي جو هاڻي ڪو سياڻو سنديشهر
موڪلڻ گهرجي. منهنجي راڄ جو پروهت براهمڻ ليکي شاستر
جو پورو پورو ڄاڻو آهي. اوهانجي مرضي هجي ته هن کي
هستناپور روانو ڪيو وڃي. هستناپور موڪلڻ کان اڳ هن

ڌرمپٽ کي سمجهائڻو پوندو ته دريوڌن کي ڏيا جوتي؛ ڀيشم، ڌرتراشٽر، دروڻاچاريه آدي ٻين مکيه ماڻهن کي ڪٺن سمجهائي. منهنجي اهائي صلاح آهي ته ڌرمپٽ کي ٻاڙهي ٻکو ڪري ٻيا ڏاڍ جي هستناپور ڏانهن روانو ڪجي.”

مهاراج دروپد ڳالهائي بس ڪئي ته سري ڪرشنچندر هن طرح گفتگو ڪئي: ”مترو! پنچال راج جيڪا صلاح ڏني آهي، سا بلڪل ٺيڪ آهي. اها صلاح نيتي شاستر جي انڪول آهي. اها صلاح يڪدم عمل ۾ آڻڻ گهرجي. بلرام جيءَ جو ۽ منهنجو هيترو ڪورون سان پريم ۽ سنبنڌ آهي، اوترو ئي پانڊون سان آهي، اسان لاءِ هڪڙا کٻي اک ته ٻيا سڄي اک. اسان هتي ڪنهن جي طرفداري ڪرڻ ڪونه آيا آهيون. اسين ته آيا هئاسين اتر جي وواهه ۾ شامل ٿيڻ لاءِ. هاڻي اسين پنهنجي ملڪ موٽي ٿا وڃون. پنچال راج! توهين ديش جي راجائن ۾ سڀني کان سريشٽ آهين. توهين سياڻپ ۾ سڀني کان سرس آهين. آيوءَ ۾ به سڀني کان وڏو آهين. توهين راڄنيتيءَ ۾ آچاريه آهين. توکي هرڪو حق آهي ته اسانکي صلاح ڏين. ڌرتراشٽر وٽ به توهانجي عزت آهي. دروڻاچاريه ۽ ڪرپاچاريه ته توهانجا لنگوٽيا يار آهن. انهيءَ ڪري جيڪي ڌرمپٽ کي سمجهائڻو آهي، سو توهين ئي کيس سمجهايو. سمجهائڻ کان پوءِ کيس سنڌي ڪرڻ لاءِ هستناپور ڏانهن موڪلي ڏيو. انهيءَ کان پوءِ به جيڪڏهن دريوڌن نياءُ پوروڪ سنڌي ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿئي ته پوءِ اوهان سڀ جنگ ڪرڻ جي تياري ڪريو ۽ اسان ڏانهن به نياپو موڪليو.”

انهيءَ کان پوءِ ڪرشن پنهنجي ساٿين سوڌو دوارڪا ڏانهن اسهيو. پانڊو ۽ سندن متر جنگ جي تياريءَ ۾ لڳي ويا. سڀني مترن ڏانهن نياپا موڪليا ويا ۽ ڀارت ڀوميءَ جي هڪ سري کان ٻئي سري تائين لشڪر جي چرپر شروع ٿي وئي.

انهيءَ وچ ۾ دريوڌن ۽ سندس ڀائر به هٿ ٺڏي ڪري

وينا هئا. هو به اينديءَ جنگ جي تياري ڪرڻ لڳا. هنن به پنهنجن دوستن ڏانهن سڏنائن سنيرائڻ لاءِ سنديش موڪليا. هاڻي سڄي ديش ۾ هنن تيارين جو هل هنگامو ٿي ويو. ڪوي چوي ٿو ته "راجائون هر هڪ طرف ٿي ويا، هر ٻئي طرف. چوڌاري گوڙ شور ٿي پيو. لشڪر هڪ هنڌان ٻئي هنڌ دورو ڪرڻ لڳو. لشڪر جي چرپر ڪري ساري ڀومي ڪنبڻ لڳي!

ظاهر آهي ته انهيءَ زماني ۾ به جنگي تياريون ساڳي نموني ڪيون وينديون هيون جنهن نموني اڄ ڪيون وڃن ٿيون.

دروپد راج پنهنجي ٻرهمڻ کي گهرائي ڪري کيس هن ريت سمجهايو "توکي دريوڌن جي ذهنيت جي پوري ڄاڻ آهي. توکي پانڊون جا گڻ به معلوم آهن. هاڻي پانڊون جو ايلچي ٿي دريوڌن وٽ وڃ. ڪورون، پانڊون سان ٺڳي ڪئي آهي. سندن پيتا ڌرتراشٽر به ڪورون جي ٺڳيءَ تي اک ٻوٽ ڪئي. ودوان ودر جي صلاح به ڌرتراشٽر ڪونه ٻڌي. ڌرتراشٽر دل جو ڪمزور آهي. سندس پٽ کيس گمراهه ڪيو آهي. تون وڃي ڪري هن ٻڌي دربل راجا کي ڌرم ۽ سياڻپ جو مارگ ڏيکار. هن ڪم ۾ ودر توکي گهڻي مدد ڪري سگهندو، تنهنجي اوڏانهن وڃڻ ڪري ٿيڻ جهڙي ڳالهه آهي ته ڀيشم، دروڻاچاريه ۽ ڪرپاچاريه جهڙن بزرگن راج گيانين ۽ ڪرڻ وغيره جنگجو جوانن ۾ متڀيد ٿي پوي. جيڪڏهن انهن متڀيد پيدا ٿيو، ته پوءِ انهيءَ کي هٽائڻ ۾ ضرور وقت لڳندو. اهڙيءَ طرح پانڊون کي جنگي تياري ڪرڻ لاءِ وقت ملي ويندو. جيترو وقت تون هستناپور ۾ صلح جون ڳالهيون ڪندو رهندين اوترو وقت ڪورون جي تيارين ۾ ڪجهه ٿڌائپ پيدا ٿيندي. انهيءَ ۾ به پانڊون جي ڀلائي آهي. جيڪڏهن ڪنهن ريت ايشور جي طرفان ڪو چمتڪار ٿي پوي ۽ صلح لاءِ ڪجهه چڱا شرط ملي پون، ته

پوءِ نه ڏاڍو سٺو ٿيندو. مان ٿورو پانيان ته دريوڌن شانتيءَ پروڪ سنڌي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو. تنهن هوندي به صلح لاءِ ايلچي موڪلڻ ۾ اسانجو ڀلو آهي.

١٩٤١ ۾ جپانين امريڪا وارن سان صلح جون ڳالهيون پئي ڪيون ۽ جنهن وقت ڳالهيون ٿيون، تنهن وقت هنن اوچتوئي اوچتو پرل بندر تي حملو ڪيو ۽ سندس ساموندي سٽنا کي ناس ڪيو. ١٩٤١ جي لڙائيءَ جي هيءَ ڳالهه ڪا ڏنيا ۾ نئين ڪين پيدا ٿي آهي. پراچين ڪال ۾ به ساڳيائي رستا اختيار ڪيا ويندا هئا. جيتوڻيڪ هو سچائيءَ سان صلح لاءِ ڪوشش ونندا هئا، ته به لڙائيءَ لاءِ تياري به ڪندا رهندا هئا. سچ پچ ته پريوءَ جي سرشتيءَ جو ڪو به نئون سڌانت ڪونه تو پيدا ٿئي. انادي ست سنالن سڌانت اڳ به موجود هئا، اڄ به موجود آهن.

## [٤٩]

# ارجن جو سارٿي

پانڊون جو برهمڻ ايلچي هستناپور ڏانهن روانو ٿيو. پوءِ هنن جنگ جي تياري ڪرڻ لاءِ انهن سڀني راجائن ڏانهن نياپا موڪليا، جن وٽان سهايتا ملڻ جي اميد هين. دوارڪا ڏانهن ارجن پاڻ ويو.

دريوڌن جي جاسوسن ڪيس سمورين ڳالهين جي سڌ ڏني. انهيءَ ڪري هو به جنگ جي تياريءَ ۾ لڳي ويو. جڏهن ڪيس خبر پيئي ته واسديو (ڪرشن) دوارڪا ۾ پهچي ويو آهي، تنهن وقت هو اوڏانهن پهچندو ويو. ارجن ۽ دريوڌن ٻئي ساڳي ڏينهن تي دوارڪا ۾ پهتا.

ڪرشن انهيءَ وقت گهريءَ ننڊ ۾ ستو پيو هو. ارجن ۽

دريوڌن ٻئي ڪرشن جا ويجها عزيز هئا، انهيءَ ڪري هو
سندس سمهڻ واري ڪمري ۾ گهڙي ويا. دريوڌن ڪمري
۾ پهريون گهڙيو هو. هو ڪرشن جي سيرانديءَ کان پيل
سينگاريل سنگهاسن تي ويهي رهيو. ارجن هٿ ٻڌي پيراندي‍ءَ
کان ادب سان بيٺو رهيو. جڏهن ماڌو جاڳيو تڏهن سندس
نظر پهرين ارجن تي پيئي، ڇاڪاڻ جو هو سامهون بيٺو هيس.
ڪرشن ارجن جي چڱيءَ پر آجيان ڪئي. پوءِ جڏهن منهن
ڦيرايائين تڏهن دريوڌن ڏسڻ ۾ آيس. ڪرشن، دريوڌن کي ٻ
کليءَ دل سان ڪيڪاريو. پوءِ هن ٻنهي کان اُتي اچڻ جو
سبب پڇيو.

پهريون دريوڌن هن ريت جواب ڏنو: "ائين ڏسڻ ۾ اچي
ٿو ته اسان ٻنهي ڌرين جي جلد جنگ لڳندي. جيڪڏهن
جنگ ٿئي ته پوءِ اوهان مونکي سهايتا ڪجو. توهانکي جهڙو
ارجن پيارو آهي، اوترو ئي مان پڻ آهيان. اسين ٻئي اوهانجا
ويجها عزيز آهيون. اسان ٻنهي مان ڪو به توهانجو وڌيڪ
ويجهو مائٽ ڪونه آهي. مان هت ارجن کان اڳ پهتو آهيان.
مهاپرشن جو اهو نيم آهي ته جيڪو پهريون ايندو آهي، انهيءَ
جو ڪم پهريون ڪندا آهن. جناردن اوهان مهاپرشن جا شرومڻي
آهيو. انهيءَ ڪري اوهانکي گهرجي ته ٻين لاءِ آدرش بڻو.
پنهنجي وهنوار سان هن پرمپرا ڌرم کي پشٽ ڪريو. اها
ڳالهه خيال ۾ رکجو ته مان پهرين آيو آهيان."

دريوڌن جي وينتي ٻڌي پرشوتم (ڪرشن) هن ريت
وراڻيو "هي ڌرتراشٽر جي اکين جا پتلا! اها ٿيڻ جهڙي ڳالهه
آهي ته تون ارجن کان اڳ هت پهتو آهين. پر جڏهن مان اک
کوليم تڏهن پهرين منهنجي نظر ڪنتي نندن تي پيئي. تون
گهر ۾ پهرين گهڙئين؛ مون ارجن کي پهرين ڏٺو. پرمپرا جو
سڌانت آهي ته جڏهن ڪي سوکڙيون ورهائجن ته پهرين
سڀني کان ننڍي کي ياد ڪجي. پرم پرساد پهرين ٻالڪن

کي ڏبو آهي. انهيءَ ڪري چوند جو اڌڪار مان ارجن کي ڏيندس. منهنجي ونش جي لوڪن کي نارايڻ ڪري سڏيندا آهن. انهن نارايڻن مان هر هڪ لڙائيءَ لڙڻ ۾ منهنجو مٽ آهي. وري اسانجي سئنا ۾ ماڻهو به اڪيچار آهن. هو ڪنهنجي جيتڻ جا به ڪونه آهن. هاڻي هڪ طرف کي مان ڏيندس اهي سمورا سئنڪ ۽ ٻئي طرف ٿيندس مان اڪيلو. وري منهنجو پرڻ آهي ته هن جنگ ۾ مان هٿيار ڪونه هلائيندس. مان ساڪيات لڙائيءَ ۾ ڀرو ڪونه وٺندس.

پوءِ ارجن ڏانهن نهاري چياءِ "پرٿا پترا! جيڪي مون چيو آهي تنهن تي خوب ويچار ڪر. لوڪي مون اڪيلي بي هٿيار جي ضرورت آهي يا 'نارايڻن' جي سموري ٻل جي ضرورت آهي. رواج موجب ڀرين ننڍي کي چوند ڪرڻي آهي. هاڻي تون پنهنجو اهو اڌڪار ڪم ۾ آڻ ۽ فيصلو ڪر."

ڪرشن ڳالهائي اڃا بس مس ڪئي ته ارجن ڏاڍيءَ نمرتا ۽ بنا جهجهڪ جي چيو: "جيڪڏهن اوهان اڪيلي سر اسان جي طرف ايندا ۽ جيڪڏهن اوهان هٿيار به نه هلائيندا ته به مونکي سنتوش ٿيندو."

ارجن جا هيءَ شبد ٻڌي دريوڌن سمجهو ته هن ڏاڍي مورکتا ڪئي آهي. انهيءَ ڪري هو ڪڇڻ ۾ نه ٿي ماپيو. هن ڏاڍيءَ خوشيءَ مان واسديو کان سندس لشڪر جي گهر ڪئي. واسديو سندس اهو عرض قبول ڪيو. هيڏي ساري لشڪر هٿ ڪرڻ کان پوءِ ڦلندو خوش ٿيندو دريوڌن ٻلرام وٽ ويو ۽ ريجي کيس سمورو حال ٻڌاياءِ. دريوڌن پنهنجي ڪٿا ٻڌائي پوري ڪئي ته ٻلرام چيو: "ورات ڪنيا اترا جي وواهه وقت جيڪي ڪجهه مون چيو هو، تنهنجي تو سموري خبر ٻڌي هوندي. مان تنهنجي پوري پوري وڪالت ڪئي. تنهنجي پڪ کي پشت ڪرڻ لاءِ جيڪي ڪجهه چوڻ گهربو هو، سو مون سڀ اڳي چيو. مان ڪرشن کي گهڻيئي دفعا

جيو آهي ته اسان جو جهيڙو لاڳاپو پانڊون سان آهي اهڙو ئي
ڪورون سان آهي. پر منهنجين ڳالهين جو هن تي ڪو اثر
ڪونه ٿو ٿئي، انهيءَ ڪري مان لاچار آهيان. اها ڳالهه اسميو
آهي ته مان انهيءَ جي طرفان لڙان جنهنجو ڪرشن مخالف
آهي. مان ارجن کي مدد ڪونه ڪندس، پر ڪرشن جي وروڌ
ڪري تنهنجي به سهايتا ڪونه ڪري سگهندس. دريوڌن
تون هڪ شاهي شاندار خاندان جو آدمي آهين. ساري ديش
جا راجائون اوهانجي ڪٽنب جي عزت ڪندا آهن. پنگو جيڪڏهن
لڙائي ٿيڻي آهي ته پوءِ ڪترين جي شاندار رواجن جي پوري
پوري پيروي ڪجي."

هاڻي دريوڌن کلندو ڪڏندو هستناپور ڏانهن موٽي آيو.
هن پنهنجي دل ۾ گويا هيءَ گفتار ڪئي. "ڪهڙي نه مورکتا
ارجن ڪئي آهي! دوارڪا راڄ جي مهان سئنا منهنجي طرف
لڙندي. بلرام جي به سهانيوتي مون سان آهي. واسديو اڪيلو
ڪانءُ رهجي ويو. وٽس لشڪر جو ناءُ به ڪونه رهيو آهي."

دريوڌن جي وڃڻ کان پوءِ ڪرشن مشڪندي ارجن کان
پڇيو "ڏاجيا! تو ائين ڇو ڪيو؟ منهنجيءَ سوريءَ هٿيارن
بندهارن سان سينگاريل ويرسئنا کي ڇڏي، مون نهٿي
اڪيلي سر کي ڇو قبول ڪيو؟" ارجن هن پرشن جو اتر
ڏيندي هيئن آکيو: "منهنجي اها ايا ئي رهي آهي ته مان
به تو جهڙو يش پراپت ڪريان. تو ۾ اها شڪتي آهي، جو
تون اڪيلي سر هنن سڀني راجائن کي سندن سئنائن سوڌو
جيتي سگهين ٿو. مان سمجهان ٿو ته مان به ائين ڪري
سگهندس. مون چاهيو ٿي ته تون هٿيارن کڻڻ کانسواءِ منهنجو
سارٿي ٿي رٿ هڪل ته مان هنن راجائن کي ماري ڀڄايان.
ورهين کان اها سڌ مون پنهنجي دل ۾ سانڍي رکي هئي.
اڄ تو منهنجو منورٿ پورو ڪيو آهي."

ارجن جا گفتا ٻڌي ڪرشن وري مشڪيو ۽ چيائين "اي

متر ٽون مون سان ريس ٿو ڪرين! ٽون مون جهڙي ڪمزلي همٿ ڪرڻ ٿو چاهين! شال تنهنجي ڪامنا پوري ٿئي. تنهنجي چوند تي مان ڏاڍو خوش ٿيو آهيان."

ڪرشن ارجن جو ڪوچوان ڪئن بڻيو سا پڻ ڪٿا هت پوري ٿئي.

[۵۰]

## شليه پاڏيڄن جي برخلاف

مدر ديش جو راجا شليه مادريءَ جو ڀاءُ هو. هو سهديو ۽ نڪل جو سڳو مامو هو. هنکي خبر پيئي ته پانڊو اُپپليه نگر ۾ لٿا پيا آهن ۽ هو جنگ جي تياري ڪري رهيا آهن. انهيءَ ڪري هن وڏي ساري سئنا تيار ڪئي ۽ پانڊون جي ڇانوڻيءَ ڏانهن ڪوچ ڪرڻ لڳو. هنجو لشڪر اهڙو گهڻو هو، جو جتي منزل هڻندو هو، اتي سڄا سارا پندرهن ميل ڌرتي والاريندو هو.

دريوڌن کي جڏهن خبر پيئي ته شليه وڏو ڪٽڪ ساڻ ڪري پانڊون جي مدد لاءِ وڃي رهيو آهي، تڏهن هو ڪا اهڙي اٽڪل سوچڻ لڳو جنهن جي وسيلي شليه پانڊون جو طرف ڇڏي سندس ساٿي بڻجي. هن پنهنجن آدمين کي حڪم ڏنو ته شليه جي لشڪر کي هر پرڪار جي سهوليت ڏين ۽ سندن کاڌي پيتي ۽ رهڻ جو سٺي ۾ سٺو پربنڌ رکن. دريوڌن جي هن آگيا انوسار رستي لي ڪئي سندر سينگاريل منزل گاهه تيار ڪيا ويا ۽ شليه جي عجيب نموني آجيان ڪئي ويئي. هر پرڪار جي ڪاج جا انبار اچي گڏ ڪيائون. انيڪ ۽ عجيب پرڪارن جي پيئڻ جو به پربنڌ ڪري ڇڏيائون. هن پرڪار جي آجيان ڏسي شليه پرسن ٿيو. پر هن ڀانيو ته هي

سمورو بندوبست سندس پاڻيجي ذمي ڪيو آهي. اهڙيءَ ريت شليه جي سئنا ذريءَ کي پنهنجن پيرن جي هيٺان دٻائيندي اڳتي اڳتي هلندي رهي. هاڻي شليه آجيان ڪندڙ عملدارن مان ڪن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ کين چيو "اوهان جن هن ريت منهنجي آڌرڀاءُ جو بندوبست ڪيو آهي، جن هيٺرو پريم ۽ پيار ڏيکاريو آهي، تن کي جيڪر مان ڪجهه انعام ڏيان. وڃو وڃي ڪنتي پٽر سان اها ڳالهه ڪريو ۽ ڪائنس موڪل وٺي اچو ته مان اوهان کي سوکڙيون ۽ سوغاتون ڏيان."

## ڪائي وات لڄائي اڪ

عملدارن وڃي دريوڌن کي اها ڳالهه ٻڌائي. دريوڌن سمورو وقت ويس بدلائي شليه جي سئنا سان گڏ هلندو رهيو هو. هي سنو وجهه سمجهي دريوڌن اچي شليه جي سامهون بيٺو. دريوڌن کي ڏسي شليه هڪ وار بلڪل منجهي پيو. هن سمجهي ٻه ٻه ائين ڪونه سمجهو هيو ته هي سارو پربند دريوڌن جو هو. دريوڌن جي هن قسم جي ادارتا شليه جي دل تي ڏاڍو گهرو اثر وڌو. هن الساهه ۾ اچي چيو "دريوڌن ڪيڏي نه آهي تنهنجي مهرباني! کهڙي نه شاندار آهي تنهنجي هاسا! مان تنهنجو اهو تورو ڪئن لاهيان؟"

دريوڌن جهٽ وراڻيو "پنهنجي سئنا سوڌو منهنجي طرفان لڙ. اهوئي آهي منهنجو انعام! اهوئي آهي وردان جو مان گهران ٿو." دريوڌن جي هيءَ گهر ٻڌي هڪ وار ته شليه بلڪل وائڙو ٿي ويو! دريوڌن وري کيس چيو "تو لاءِ جهڙو مان، تهڙو يڌشٽر. تو کي ٻئي هڪ سمان آهيون. پوءِ تون منهنجي طرفون ڇو نه لڙين؟"

دريوڌن جي لورن هيٺ دٻيل شليه چون چان ڪرڻ کان سواءِ چيو "ڇڱو دريوڌن! مان تنهنجي طرفان ئي لڙندس."

# پراڻن جا ليکڪ ۽ اڄ ڪالهہ جا ليکڪ

صاف آهي تہ وڏا وڏا آدمي بہ خوشامد جي زهرناڪ اثر کان بچي ڪونہ سگهندا آهن. راجائن جي تورڻ ڪٽڻ ۾ خطرو ٿيندو ئي آهي. رشوت دوا ان وير ورتام بہ وڪامجي ويندا آهن. شلپہ جو ڌرم هو تہ هو پاڻ جي مدد ڪري ها. نڪل ۽ سهديو سندس سڳا پاٽيجا هئا، ڌرم پتر يڌشٽر هو بہ سڀ ڪي. انهيءَ هوندي بہ هو دريوڌن جي حرفت جو شڪار ٿيو ۽ پنهنجن پيارن پاٽيجن جو طرف ڇڏي ڏناءِ.

جڏهن شليہ ڌرم جهڙي مارگ تان لڙڪي ويو، تڏهن پيا بہ ڪئي مهاپرش پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ پٺي ڪٿا آهن. اسانجي پراڻن ۾ اهڙيون ڳالهيون ڏيکاريون ويون آهن. والميڪيءَ راماين ۾ رام جي پلن ڏانهن اشارو ڪيل آهي ۽ وياس مهاڀارت ۾ ڌرم پتر جي گهٽتائين جو ورنن ڪيو آهي. والميڪي ۽ وياس ڪي پنهنجن سورمن جي ڪمين جي پوري ڄاڻ هئي. اهي ويڪون هٿي ڪنهن ڪونہ ڪيون آهن. مهاڪاويہ جي ليکڪن پاٺهي اهي ڏنيون آهن ۽ پاٺهي انهن جي بچاءَ ۾ وڏا وڏا دليل ڏنا آهن. ڌرم گرنٿن جو مقصد آهي شڌ آچار جي سکيا ڏيڻ، لوڪن کي سڌي مارگ تي هلائڻ. اهڙيءَ حالت ۾ هتي سورمن جي ڪمزورين جو بچاءَ ڪرڻ ڪيتري قدر واجب آهي؟ اهڙي بچاءَ ڪري پاٺڪن جي من ۾ تہ ضرور لوڏو ايندو ۽ سندن وشواس ۾ ڪمي پيدا ٿيندي. ياد رکڻ گهرجي تہ هيءَ گرنٿ ڪلا شاستر جي اپج آهن. منجهن جيون جون حقيقتون سندر ۽ سهڻي نموني ۾ پوريل آهن. گڻ ۽ اوگڻ ڳڻيا پيا آهن. پر ڪمين ۽ ڪمزورين جو اهڙي ڍنگ سان ورنن ڪيو ويو آهي، جو پڙهندڙن جي دل ۾ غيرت ۽ عبرت پيدا ٿئي، جو هو سورمن جا سقم ڏسي دل ۾ ڏک ڪن. جو هنن جي من ۾ اوچ ۽ الم آدرش

لاءِ ٻيهر قائم رهي. جنهن هو سمجهن تہ ڌرم جي مارڳ تي هلڻ
لاءِ هر منٽ ۽ هر سيڪنڊ ۾ سجاڳ ۽ خبردار رهڻ جي
ضرورت آهي. هٺ، غفلت، لاپرواهي ۽ بي خبرداري خطري
جو باعث آهي. هنن ڪٿائن مان هڪ ٻي بہ سنڌر سکيا
ملي ٿي. آتما ۾ نمرتا پيدا ٿئي ٿي، ايمان دور ٿئي ٿو ۽
منش ايشور ڪرپا جو ڪانڪي بڻجي ٿو. ڀڳوت ڀيءُ ڏڪندو
رهي ٿو. هو ڪٿي بہ ٿو ۽ ڪنجي بہ ٿو.

اڄ ڪالهہ سئنيمائن ۾ بہ گهڻيون ئي اهڙيون ڳالهيون
ڏيکاريون وڃن ٿيون جي اخلاق سوز ۽ گنديون آهن. پر اهي
اهڙي سچ ڏڄ سان ڏيکاريون وڃن ٿيون جئن لوڪن جي
دلين کي ڇڪين ۽ ڪين پاپ ڏانهن مائل ڪن. پراڻن جو رستو
علحدو هو. پراڻن وارن ڏيکاريو آهي تہ ڪڏهن مهاپرش
بہ ڀلي پون ٿا ۽ ڪسا ڪم ڪن ٿا. پر هنن انهن ڳالهين جو
اهڙيءَ ريت ورنن ڪيو آهي جئن پڙهندڙ خبردار رهي ۽
پاپ جي مارڳ ڏانهن ڪاهي نہ پوي. اڄ جي ناٽڪ نويسن
۽ پراڻن جي ليکڪن ۾ هيءُ وڏو فرق آهي. انهيءَ فرق جو
بنياد آهي انهيءَ زماني جي لوڪن ۽ اڄ جي لوڪن جي
اخلاقي فرق ۾. هو آڪاس ۾ اڏامندا هئا. هي جيتن جيان
ڌرتيءَ جي گند ۾ ليٽن ٿا.

## شليہ ۽ يڌشٽر جي ملاقات

جيتوڻيڪ شليہ پنهنجو سمورو مقصد بدلائي ڇڏيو، جيتوڻيڪ
هن پانڊون جو طرف ڇڏي دريوڌن کي سهايتا ڪرڻ جو
وچن ڏنو، تہ بہ هن ائين سمجهو تہ يڌشٽر سان ملڻ کان سواءِ
پوئتي موٽڻ واجب ڪونہ ٿيندو. انهيءَ ڪري هن دريوڌن
کي چيو ”دريوڌن مان توکي پنهنجو وچن ڏئي چڪو آهيان.
مان اهو ضرور پاڙيندس. پر مان سمجهان ٿو تہ اهو ضروري
آهي تہ مان يڌشٽر سان ملان ۽ هن سان سمورو حال ڪريان.“

دريوڌن شليه کي چيو ”پل وڃ. وڃي يڌشٽر سان مل. پر جلد واپس ورج. پنهنجي پرتگيا نه وسارج.“
شليه جواب ۾ چيو ”دريوڌن وڃي پنهنجي محلات ۾ سکي ٿيءُ. ڀڳوان توکي سوڀارو ڪندو. مان توسان بي وفائي بند نه ڪندس.“
هاڻي مدر راڄ، شليه، اپپلويه ڏانهن روانو ٿيو ۽ دريوڌن هستناپور جي راهه ورتي. جڏهن شليه اپپلويه ۾ پهتو، تڏهن پانڊون سندس پوري شان سان آجيان ڪئي.
شليه کي ڏسي ڪري نڪل ۽ سهديو نه ڪپڙن ۾ نه پي سمايا. ورهين کان پوءِ مامي جو منهن ڏٺائون. پانڊون شليه کي پنهنجن سمورن ڪشٽن ۽ ڏکن جو حال ٻڌايو. ائين سڄو حال اوري جڏهن پانڊون شليه کان جنگ لاءِ مدد گهري، تڏهن هن کين دريوڌن کي ڏنل لفظ جي ڳالهه ڪري ٻڌائي. اها ڳالهه ٻڌي يڌشٽر کي دل ۾ پڇتاءُ ٿيو. هن شليه جي مائٽيءَ تي ڀروسو رکيو هو. شليه پنهنجو آهي. هو ضرور اسانجي سهايتا لاءِ ايندو. ائين سمجهي ڪري يڌشٽر غفلت ڪئي هئي ۽ دريوڌن انهيءَ جو پورو پورو فائدو ورتو. يڌشٽر کي مايوسي ڏاڍي ٿي، پر هن پنهنجي نراشا جي ڀاونائن کي دٻائي شليه کي چيو: ”هي وير! تون پنهنجو پرڻ ضرور پورو ڪندين. ڏنل وچن تي قائم رهڻ تنهنجو ڌرم آهي. لڙائي ڪرڻ ۾ تون ڪرشن جي ٽل آهين. انهيءَ ڪري ڪرڻ توکي سارٿي بڻائيندو، جئن ارجن ڪرشن کي سارٿي بڻايو آهي. جڏهن ڪرڻ ۽ ارجن جي لڙائي ٿيندي، تڏهن تون ارجن جي موت جو ڪارڻ بڻبين ڇا؟ يا انهيءَ وقت تون ارجن جي جان بچائيندين؟ مان سمجهان ٿو ته مونکي انهيءَ سوال ڪرڻ جو ڪو اڌڪار ڪونه آهي. انهيءَ هوندي به مان توکان هيءَ ڳالهه پڇان ٿو.“
انهيءَ تي شليه هيءَ گفتار ڪئي: ”پٽ! دريوڌن مون

سان چالاڪي ڪئي آهي. مان نگهبي ويو آهيان. لڙائيءَ
جي ميدان ۾ مان تنهنجي وروڌي دل جي طرفان لڙندس.
پر جڏهن ڪرڻ ارجن تي حملو ڪندو، انهيءَ وقت جيڪڏهن
مان سندس سارٿي هوندس، ته پڪ ڄاڻ ته انهيءَ وقت
ڪرڻ جي دل ڪاتل هوندي ۽ ارجن بچي پوندو. ڪو ڀؤ
نه ڪر. دروپديءَ ۽ اوهان سان جيڪي جنيون ٿيون آهن،
تنجو پورو پورو بدلو چڪايو ويندو. پنهنجيءَ خوشحاليءَ ۽
خوشين ۾ اهي سڀ ڳالهيون اوهان ڪان وسري وينديون.
هاڻي ياڳ اوهان سان ڀيرو آهي، اوهان جا چڱا ڏينهن اچي
ويا آهن. ورڌاتا جي ڪئي کي ڪوئي روڪي نٿو سگهي.
ڪرم ريکا کي ڪوئي ميٽي نٿو سگهي. مان برابر ڀل ڪئي
آهي. منهنجي ڀل لاءِ ڪميا ڪر."

[٥١]

## ورتر

ٽرلوڪي ناٿ، اندر، ڪنهن وقت اهڙو ايمان ۾ پرجي
ويو، جو هن ششٽاچار ۽ سڀيتا جا نيم به ڀلائي ڇڏيا. اها
مريادا جنهن تي ديوتائون هلندا هئا، سا به هن ڇڏي ڏني.
برهسپتي سيني ديوتائن جو گورو هو، هو سيني شاسترن جو
ڄاڻو هو. ديو ۽ اسر سڀ هنجي عزت ڪندا هئا. ڪنهن
ڏينهن برهسپتي اندر جي دربار ۾ اچي نڪتو. اندر برهسپتيءَ
جي اچڻ تي نڪي اٿي ڪري سندس ادب ڪيو، نڪي
کيس آسن تي وهاريو، نڪي ٻي جيڪي رواجي نمونا
مهاپرشن جي آجيان جا هوندا هئا، سي ڪم ۾ آندا. اندر کي
هو اهنڪار، تنهنڪري هن سمجهو ته شاستر راجا کي اها
اجازت ڏين ٿا ته ڀل سنگهاسن تي ويني ٻي مهمانن جي

سواڳت ڪري. اندر جي هٺ‍ڙي مريادا جي ورتاءُ ڏسي، برهسپتي سمجهيو ته اندر سک سمپتي ۽ راڄستا ۽ سمپدا جي ڪري گهمنڊ ۾ اچي ويو آهي. انهيءَ ڪري هو چپ چاپ دربار مان نڪري ويو. ديوگورو جي هلي وڃڻ ڪري، اندر سڀا جو ديدبو ۽ شان شوڪت ئي گم ٿي ويا. سڀني سڀا مان جس رس ئي نڪري ويو.

اندر هاڻي پنهنجيءَ ڀل ڪري پڇتاءُ ڪرڻ لڳو. هن ڏٺو ته آچاريه جي ناراضگيءَ ڪري سندس گهڻو نقصان ٿيندو. خيال ڪيائين ته آچاريه جي چرنن تي ڪري کانئس ڀل بخشايان. پر ائين ڪرڻ هن لاءِ اسميو هو، ڇاڪاڻ جو آچاريه پاڻ کي سوکيم بڻائي ڇڏيو هو. هو ادرشيه ٿي چڪو هو. اندر گهڻيئي متاڪت ڪئي، پر آچاريه جو ڪٿي پتو ئي ڪو نه مليو. آچاريه جي وڃڻ کان پوءِ ديوتائن جي شڪتي گهٽ ٿيندي ويئي ۽ اسرن جو ٻل وڌندو ويو. هاڻي اسرن ديوتائن تي چڙهائي ڪئي. اتي برهما کي ديوتائن تي ديا آئي. هن ديوتائن کي صلاح ڏني ته هو ڪو نئون گورو هٿ ڪن.

برهما ديوتائن کي چيو "اندر جي مورکتا جي ڪري اوهانجو گورو گم ٿي ويو آهي. توشتا جو پٽ وشو روپ وڏو تپسوي آهي. هاڻي انهيءَ کي آزي نيزاري ڪري پنهنجو گورو بڻايو. ائين ڪرڻ سان اوهانجو ڪم نيڪ ٿيندو."

برهما جي ڳالهه ٻڌي ديوتائن جو حوصلو وڌيو. هو ديوڪ تپسويءَ وشو روپ وٽ ويا ۽ وڃي هنکي هٿ ٻڌي نويدن ڪرڻ لڳا: "جيتوڻيڪ اوهان جي آيو ننڍي آهي، ته به اوهان جو گيان وڏو آهي. اوهان سمورا ويد ويدانگ پڙهيا آهن. اسان جا گورو بڻجي اسان جي عزت وڌايو."

وشو روپ ديوتائن جي وينتي سويڪار ڪئي. انهيءَ ڪري ديوتائن کي وڏو لاڀ پهتو. وشو روپ جي سکيا ۽ اڳوائيءَ جي وسيلي هو سناتيندڙن اسرن کان بچي پيا.

وشو روپ جي ماتا اَسر ڪل جي هئي. انهيءَ ڪري اندر جي من ۾ وشو روپ بابت ڪي گمان پيدا ٿيا. وشو روپ اَسر ماتا جو پٽ آهي. اها ٿيڻ جهڙي ڳالهه آهي ته هو ديوتائن سان پورو وفادار نه رهي. اندر جو اهو شڪ روزمره وڌندو ويو. وشو روپ کان خطرو سمجهي، اندر وشو روپ کي ڪيرائڻ جي، ڪوشش ڪئي. هن پنهنجين اپسرائن دوارن هن جي تپ ڀنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر وشو روپ تي هنن اپسرائن جي انگلن آرن جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو. هو پنهنجي برهمچرج ورت تي پڪو رهيو. وشو روپ پورڻ تپسوي هو. هو پڪو ڪاٺڙي هو. هو چال ڏيندڙ ڇورين جي ڦندي ۾ ڦاسڻ وارو ڪونه هو.

جڏهن اندر جي هيءَ سازش ناڪامياب ٿي تڏهن هن ٻيو رستو اختيار ڪيو. هن پنهنجي وڄر سان وشو روپ کي ماري وڌو. انهيءَ ڪري اندر کي برهم هتيا جو پاپ لڳو. انهيءَ پاپ جا گهڻائي پرائڇست ڪيا ويا، پر پاپ صاف نه ٿيو. انهيءَ پاپ جي بار ڪري ئي اڄ تائين منش جاتي ڪئي ڪشٽ ڀوڳي رهي آهي. ڪيتري ساري زمين انهيءَ وقت کان وٺي ڪلراٺي ٿي پيئي آهي. زالن هر مهيني ڇئا انهيءَ پاپ ڪري ئي لڳندي آهي. انهيءَ ڪري ڪين شرير جو دک ڀ ٿيندو آهي. پاڻيءَ ۾ جيڪا گج گج ٿيندي آهي، تنهنجو ڪارڻ به اندر جو هيءُ پاپ آهي.

اندر جي هن اتياچاري ڪرم ڪري توشتا کي گهرو گهارو رسيو ۽ هو ڪروڌ ۾ ٻرجي ويو. هن پڻ ڪيو ته اندر کان هن خون جو بدلو چڪائيندس. انهيءَ لاءِ هن هڪ مهان يگه رچيو. هن يگه اگنيءَ مان اندر جو جاني دشمن ورتراسر پيدا ٿيو. توشتا ورتر کي آسيس ڪري اندر سان لڙڻ لاءِ روانو ڪيو. چيو ”اندر جا شترو شل تنهنجو ٻل وڌندو رهي. شل تون اندر کي ماري ختم ڪرين.“

ٻنهي جي وچ ۾ هڪ ڀيانڪ يُڌ لڳي. ورتر وڏو زور ٻوندو. ورتر جي وڏ اندڙ شڪتيءَ کان گهٻرائجي رشين ۽ ديوتائن وشنوءَ جي شرڻ ورتي. وشنوءَ ديوتائن کي شرڻ ۾ وٺي چيو: ”ديو لوڪ! ڏکو نه. مان پاڻ اندر جي وجر ۾ پرويش ڪندس ۽ انت ۾ هو سوڀارو ٿيندو.“

هاڻي ديوتائون گڏجي ڪري ورتراسر وٽ ويا ۽ هنن کي چيائون ”تون اندر سان صلح ڪر. اوهان ٻئي هڪ ٻي جي مٽ آهيو. اوهان ٻئي شڪتيءَ وارا آهيو.“

انهيءَ تي ورتر ديوتائن ۽ رشين کي چيو ”هي نردوش، نراپراڌ لوڪو! معاف ڪريو. اندر ۽ منهنجي وچ ۾ صلح ٿيڻ اسنڀو آهي. اسين ٻئي سمرات ٿيڻ ٿا چاهيون. ٻئي ساڳيءَ منزل تي پهچڻ ٿا چاهيون. اهڙن ٻن وروڌين جي وچ ۾ سنڌي ڪيئن ٿي سگهندي؟ هڪ جهنگل ۾ ٻه شينهن ڪونه رهي سگهندا آهن. هڪ راڄ ۾ ٻه راجا رهي ڪونه سگهندا آهن.“

ورتراسر جو هيءُ دليل ٻڌي رشين چيو ”تون هن ڳالهه ۾ سنديهه نه ڪر. ٻن ڌرماتمائن ۾ دوستي ٿي سگهندي آهي. اها دوستي اهڙي ٿيندي آهي، جو ٽٽي نه ٽٽندي آهي.“

ديوتائن جي زور بار هيٺ ورتر جنگ ڪرڻ بند ڪئي. پر هن ديوتائن کان هڪ وردان گهريو. هن چيو ”اندر تي اعتبار ڪونه آهي. ٿيڻ جهڙي ڳالهه آهي ته هو مونتي اوچتو حملو ڪري. انهيءَ ڪري وردان ڏيو ته منهنجو موت نڪي ڏينهن جو ٿيندو، نڪي رات جو ٿيندو. مان نڪي آلن هٿيارن سان مرندس، نڪي ٻُشڪ هٿيارن سان. پٿرن، ڪاٺ ۽ ڌاتن دوارا به منهنجو موت ڪونه ٿيندو. نڪي ئي اندر مونکي پنهنجن باڻن جي وسيلي ماري سگهندو.“

رشين ”تٿاستو“ چئي ورتراسر کي هي وردان ڏنو.

انهيءَ ريت جنگ بند ٿي. پر جلد ئي ورتراسر جو يؤ

سچو نڪتو. اندر جي دل ۾ دغا هئي. هن متريتا جو رڳو ڍونگ ڪيو هو. سارو وقت هو ڪو وجهه ڳولهيندو رهيو هو. هڪڙي ڏينهن اندر کي ورتراسر سمنڊ جي ڪناري تي شام جي وقت ملي ويو. اهو وجهه ڏسي هن ورتراسر تي حملو ڪيو. ڪجھ وقت يڌ جاري رهيو. آخر ورتراسر وشنو ڀڳوان جا گڻ ڳائيندي، اندر کي چيو ”هي مها نيچ، هيءَ ڪرين ڇا ٿو؟ ڇو نه تون پنهنجو اڻ گس هٿيار وجر ڪر ۾ آڻين. وجر ۾ خود هري براجمان آهي. اهو هٿيار ڪر ۾ آڻ ته مان هريءَ جي هٿان مري مڪتي پد پايان.“

اندر هاڻي ورتراسر جي ساڄي ٻانهن ڪپي ڇڏي. پر ورتراسر انهيءَ ڪري ڏکي ڪونه ويو. هو برابر لڙندو رهيو. پنهنجي لوهي جي گدا کٻي هٿ ۾ کڻي ورتر اندر کي هنيائين. انهيءَ ڪري اندر هن جي کٻي ٻانهن به ڪپي ڇڏي. ورتراسر هاڻي پنهنجو وات ڦاڙي اندر کي ڳيهي ويو. جڏهن اندر ورتراسر جي ولت ۾ گم ٿي ويو، تڏهن ديوتائن ۾ اچي ڦڙ ڦوٽ پيئي.

پر اندر ورتراسر جي پيٽ ۾ وڃي ڪري ٻه ٽڪو ڪونه. هو اسر جو پيٽ ڦاڙي ٻاهر نڪري آيو. ٻاهر نڪري اندر ويجهي ۾ ويجهي سمندر تٽ تي ويو ۽ اتي وڃي ڪري پنهنجو وجر پاڻيءَ تي هنيائين. پاڻيءَ مان ڪجهي اڏامي ۽ وڃي ورتراسر کي لڳي. ڪجهيءَ ۾ وشنوءَ پاڻ پرويش ڪيو هو. انهيءَ ڪري اها ڳاج هڪ خونخوار هٿيار بڻجي پيئي هئي. انهيءَ ڪري ٻلوان ورتر ڪري پيو ۽ مري ويو.

اهڙيءَ ريت هيءَ ڀڳهي لڙائي ختم ٿي ۽ دکي لوڪن سک جو ساهه کنيو. اندر لاءِ هيءَ سوڀ وڏي اپجس ۽ بدناميءَ جو ڪارڻ بڻي: هن کي هيءَ سوڀ پاپ ۽ نڳيءَ دوران پراپت ٿي هئي. انهيءَ ڪري شرم جو ماريو اندر لڪندو رهيو.

اندر جي گم ٿيڻ ڪري ديوتائون ۽ رشي ڏاڍا وياڪل ٿيا. ڇاڪاڻ ته راجا کان سواءِ راڄ هلي ڪونه سگهندو آهي. ديش جي انتيءَ ۽ واڌاري لاءِ ڪنهن نه ڪنهن راڄ سنا جي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري سڀ ديوتائون ميڙ ڪري نهش ناليءَ هڪ ٻلوان ۽ ڌرماتما راجا وٽ ويا ۽ هنکي ڇتر ڀرڻ ۽ سنگهاسن تي ويهڻ جي آڇ ڪيائون.

پر نهش ڏاڍيءَ نمرتا پوروڪ چيو: "مونکي معاف ڪريو. مان اوهان جو راجا ڪونه ٿي سگهندس. مان هڪ ساڌارڻ آدمي اندر جي جاءِ ڪيئن پريندس؟ مان ديوتائن جي رکيا ڪيئن ڪري سگهندس؟ اهو ڪم مون لاءِ اسمڀو آهي. مونکي ڪميا ڪريو."

پر رشين نهش تي زور ڀري ڪيس چيو "هيڪو نه. راڄ تلڪ ڏياريو. اسانجي تپسيا جو سمورو ٻل ۽ شڪتي تنهنجي جي ملڪ آهي. انهيءَ ڪري تنهنجي شڪتي وڌندي. جنهن تي تون نظر اڇلائيندين تنهنجو ٻل توڏانهن ڇڪجي ايندو. تون اجيت ٿي پوندين."

انهن دليلن جي سامهون هن سر جهڪايو ۽ اندر جو تخت والارڻ سويڪار ڪيو.

ڪرانتي به دنيا ۾ ٿيندڙ ٿيندڙ پوندڙ آهي. انقلاب ڪا نئين ڳالهه نه آهي. ديو لوڪ ۾ به ڪرانتي ٿيندي آهي. ڏسو اندر کي تخت تان لاٿائون ۽ نهش جي سر تي ڇت ڌريائون. نهش انهيءَ اوچ آسن تان ڪئن ڪريو، سا ڪٿا اڳلي اڌيائ ۾ ڏنل آهي. اها آهي به سندر ۽ سکياداءِڪ.

# [٥٢]

## نهش

ورترا سر جي ناجائز خون ڪرڻ ڪري اندر پنهنجيءَ

۾ ٻڌويءَ ٽان ڪري ٻيو ۽ ھو روءِ ٻوش تي اڪندو
ھيو. سندس ٻڌران نهش ديوتائن جو راڄا ٿيو.

مرت لوڪ ۾ راڄ ڪندي، نهش پوري نياءَ ڌرم سان راڄ ڪيو ھو. انھيءَ ڪري ھن جي ھرھنڌ ڪيرتي ھئي. انھيءَ ڪيرتيءَ ۽ پنهنجي ڪرم جي زور تي نهش شروع ۾ ديولوڪ ۾ ٻہ ڏاڍو ناٽو ڪيو، پر جلد سندس ڏينهن ڦريا. ھو اُتم مارگہ تان ٿڙڪڻ لڳو. ديوتائن جي راڄا ٿيڻ ڪري ھو اھنڪار ۾ اچي ويو. سندس نمرتا گم ٿي ويئي ۽ ھو ناجائز جذبن جو شڪار ٿيڻ لڳو. سندس من ۾ ڌر واسنائن اچي واسو ڪيو.

ديوراڄ ٻاھرڻ کان پوءِ نهش خوب ڀوڳہ ٻلاس ۾ پئجي ويو. ھڪ ڏينهن سندس درشتي اندراڻيءَ تي وڃي پيئي. شچي ديويءَ جي سندرتا ڏسندي ئي مٿس موھت ٿي پيو. رات ڏينهن ھنجي ھيئين ۾ بي آراميءَ جو طوفان اچي کڙو ٿيو. سندس ننڊ حرام ٿي ويئي. جڏھن سڀ ديو دربار ۾ ويٺا ھئا، تڏھن ھن وڏي جوش سان چيو ”ٻڌايو تہ ڪھڙو سبب آھي جو شچي مون وٽ نٿي اچي. ڇا مان ديوتائن جو راڄا ڪونہ آھيان ڇا؟ شچي ديوراڄ جي استري ڪولہ آھي ڇا؟ کيس مھرباني ڪري اڄ جو اڄ منهنجي گھر موڪلي ڏيو.“

جڏھن اندراڻيءَ کي انھيءَ ڳالھ جو پتو پيو تڏھن کيس ڏاڍو ڏک ٿيو. پوءِ ڏک جي ماريءَ ھن وڃي برھسپتيءَ جي شرڻ ورتي. روئندي ھن آچاريہ کي چيو ”گرو ديو! مونکي ھن پاپيءَ کان بچايو.“

برھسپتيءَ شچيءَ ديويءَ کي شرڻ ۾ ورتو ۽ چيو ”پتري ڏک نہ! اندر جلد واپس ايندو. تون ھت مون وٽ رھي پئہ. جلد ئي تنهنجو پتي ديو اچي تو وٽ پرگھٽ ٿيندو.“

جڏھن نهش کي اھا خبر پيئي تہ شچي ديويءَ وڃي برھسپتيءَ جي شرڻ ورتي آھي ۽ ھوءَ سندس اچا پورڻ

ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ آهي، تڏهن هو ڏاڍو ناراض ٿيو.

ديوتائون راجا جي ڪروڌ کان ڏڪڻ لڳا. هنن نهش جو ورڌ ڪندي چيو ”هي ديوراج ڪاوڙ جو نہ. اوهانجي ڪروڌ جي ڪري سنسار دکي ٿيندو. شچي ديوي ٻئي جي پتني آهي. انهيءَ ۾ نظر نہ وجهو. ڌرم ۽ نياءَ جو مارگ نہ ڇڏيو.“

پر نهش جي سر ۾ هو ڪام جو خمار، سو ٻئي جي ڳالهہ ٻڌي ڇو ٿو؟ ديوتائن کي طعنو هڻندي هن چيو ”ٻڌايو تہ سهين تہ جڏهن اندر *اهليا جو ست ڀڳو هو، تڏهن اوهانجو ڌرم ۽ نياءَ ڪيڏانهن ويو هو؟ تڏهن اوهان آچار وهنوار جا نيم ڇو وساريا هئا؟ تڏهن اوهان اندر کي ڇو نہ روڪيو هو؟ اڄ مونکي ڇو ٿا روڪيو؟ جڏهن حياءَ لڄ گنوائي اندر وشو روپ کي ورت جي وچ ۾ ڪٽيو هو، تڏهن اوهان چپ ڇو ڪيو هو؟ جڏهن اندر ورتراسر کي ٺڳيءَ سان ماريو، تڏهن اوهانجي اخلاقي غيرت ڪيڏانهن گم ٿي هئي؟ تڏهن اوهانجو ڌرمي جوش ڪٿي هو؟ شچيءَ ديويءَ لاءِ هڪ ئي رستو کليل آهي، سو اهو آهي تہ هوءَ مان وٽ اچي رهي. اوهان جي ڀلائي بہ انهيءَ ۾ ئي آهي تہ اوهان هنکي منهنجي ڳالهہ مڃايو ۽ هنکي منهنجي سپرد ڪريو. وڃو وڃي ڪري هنکي سمجهايو.“

نهش جون هي ڳالهيون ٻڌي ديوتائون ڏکي ويا ۽ اهو فيصلو ڪيائون تہ وڃي ڪري برهسپتي سان هن ڳالهہ بابت ٻهون ۽ ڪو رستو ڳولهي شچيءَ کي نهش جي حوالي ڪريون،

---

*اهليا ۽ اندر جي ڪٿا ۾ بہ هڪ قدرتي نظارو، جو ورڻن آهي. اندر آهي سورج ۽ اهليا آهي رات. اهليا معنيٰ اُها جنهن ۾ اهي جنهن ۾ ڏينهن لڪل يا ختم ٿئي. رات جو پتي آهي گوتم يعني چنڊ. رات جو جار يعني سوپيا بگاڙيندڙ آهي اندر يا سورج.

ٽنهنڪري هو گڏجي ڪري ٻرهسپتيءَ وٽ ويا ۽ وڃي ڪري نهش جي اڳيان وڪالت ڪيائون ۽ چيائون ته شچي نهش جي سپرد ڪريو.

اها سڻندي شچي شرم وچان ڏڪڻ لڳي ۽ روئندي چياءِ: "هي منهنجا ٻڍيو! مان هيءَ ڳالهه قبول نٿي ڪري سگهان. مان توهان جي شرڻ ۾ آئي آهيان. اي برهمڻ ديوتا منهنجي رکيا ڪر."

برهسپتيءَ شچي ديويءَ کي آٿت ڏيندي چيو: "جيڪو جيڪو شرڻ پئي جي پيڇ نٿو رکي تنهنجو ستياناس ٿئي ٿو. جيڪڏهن اهڙو آدمي ڌرتيءَ ۾ ٻج پوکيندو ته اهو ٻج ڦٽي سڙي ويندو ۽ انجو سلو به سڙي ويندو. مان تنهنجو وشواس گهات نه ڪندس. مان تنهنجي برابر رکيا ڪندس. نهش جو انت اچي ويو آهي. ڪنهن به قسم جو ڀؤ نه ڪر." پوءِ هنڪي بچاءَ جو رستو به ڏيکاريائين ۽ هن مشڪلات مان نڪرڻ جو مارگ به ٻڌايائين. کيس چيائين ته تون نهش کان وقت جي گهر ڪر. انهيءَ اشاري جو شچي ديويءَ پورو پورو مطلب سمجهيو ۽ بهادريءَ سان نهش جي محلات ڏانهن هلي وئي.

شچيءَ کي پنهنجي محلات ۾ ايندو ڏسي نهش ڪپڙن ۾ نٿي سمايو. هو اڳيئي ڪام واسنا ۽ راڄ گهمنڊ ڪري هوش حواس وڃائي ويٺو هو. هاڻي ته آهي باقي آپي کان ٻاهر نڪري ويو. ڏاڍيءَ اُڪير سان هن اندرائيءَ کي چيو: "اي سندري! ڏڪ نه، ڏر نه، مان ترلوڪيءَ جو ناٿ آهيان. منهنجي پٽ راڻي ٿيڻ ۾ توکي ڪوبه پاپ ڪونه لڳندو."

هن پاپيءَ جا هي شبد ٻڌي هڪ ڪن لاءِ سٿي راڻي ڏڪي وئي. پر جلد پنهنجي من کي پختو ڪري هن چيو: "اي ديوراج! مان تنهنجي بڻجان، تنهن کان اڳ تون منهنجي هڪ ڳالهه ٻڌ. خبر نه آهي ته اندر جيئرو آهي يا مري ويو آهي. جيڪڏهن جيئرو آهي ته ڪٿي آهي؟ مونکي

هن جي ڳولها ڪرڻ ڏي. جاچ جوچ ڪرڻ تي به جيڪڏهن ڪونه لڌو ته پوءِ مان تنهنجي راڻي ٿي رهنديس. انهيءَ حالت ۾ مونکي ڪوبه پاپ ڪونه لڳندو، منهنجي من تي ڪوبه بوجهه ڪونه ٿيندو."

نهش اندراڻيءَ جي ڳالهه ٻڌي چيو: "جيڪي تون چئين ٿي، سو بلڪل ٺيڪ آهي. وڃ وڃي اندر جي ڳولها ڪر. پنهنجو وچن نه وسار." ائين چئي نهش اندراڻيءَ کي برهسپتيءَ وٽ وڃڻ جي موڪل ڏني:

انهيءَ وچ ۾ ديوتائون گڏجي ڪري ڀڳوان وشنوءَ وٽ ويا ۽ وڃي کيس نهش جون دانهون ڏنيون. "هي پرڀو! تنهنجي شڪتيءَ سان ئي ورتراسر جو ود ٿيو. پر انهيءَ خون جو پاپ اندر کي لڳو آهي. انهيءَ پاپ جي بوجهه ڪري هو ڏکي ٿو ۽ شرم جو ماريو لڪندو ٿو وتي. ڪرپا ڪري کيس ڪو رستو ڏيکار جنهن هو پاپ کان آجو ٿئي."

نارائڻ جواب ۾ چيو: "اندر کي گهرجي ته منهنجي پوڄا ڪري، انهيءَ پوڄا دواران هن جو پاپ ڌوپي ويندو ۽ پاپي نهش برباد ٿيندو."

شچيءَ ديويءَ هاڻي ستيپٽي جي ديويءَ جي آرادنا ڪرڻ آرنڀ ڪئي. ستيپٽي جي ديوي شچيءَ تي پرسن ٿي ۽ کيس انهيءَ جاءِ جو ڏس ڏنو جت اندر لڪو پيو هيو. اندر سوکيم شرير ڌارڻ ڪيو هيو. هو پرماڻو جيترو ٿي مانسرووَر ڍنڍ ۾ بيٺل هڪ ڪمل گل جي ڏانديءَ ۾ وڃي لڪو هو. اتي هڪ تندوري ۾ لڪيو پيو هيو ۽ اتي ويٺي ڀڳوان جي پرارٿنا ٿي ڪياءِ جنهن سندس پاپ ڌوپي ۽ سندس مڪتي ٿئي. پنهنجي پتي ديو جي هيءَ حالت ڏسي شچي ديويءَ جي دل ڍهلجي ويئي. گهري ڏک وچان هوءَ روئڻ لڳي. رئندي رئندي هن پنهنجي ڪشٽن جي ڪٿا به اندر ديو کي ٻڌائي. اندر شچي جي ساري ڪهاڻي ڌيان سان ٻڌي ۽ کيس ڏي

ڏيندي چيو ”هي پياري! ڌيرج رک. نهش هاڻ گهڻو پاپ ڪرڻ لاءِ سنهڙي بڻو آهي. نهش جي گراوٽ جو وقت اچي ويو آهي. تون هڪڙو ڪم ڪر. هن وٽ اڪيلي هلي وڃ ۽ کيس اهڙيءَ طرح سان ڏيکار جڻ هو سمجهي ته تون سندس اِڇا پوري ڪرڻ لاءِ هر ريت راضي آهين. پر نهش کي چئج ته هو تنهنجي محلات ڏانهن پالڪيءَ تي چڙهي اچي ۽ سَتن رشين کان کهارن جيان پالڪي کڻائي. نهش ائين ڪندو مس ته سندس هر ريت ناس ٿيندو.“

پنهنجي پتيءَ جي صلاح وٺي اندراڻي نهش وٽ ويئي ۽ اتي وڃي ڪري جڻ جڻ اندر کيس سمجهايو هيو، تئن تئن ڪياءِ. هاڻي نهش من پر ڏاڍو خوش ٿيو. هن سمجهيو ته اندراڻي پنهنجو وچن پاڙڻ لاءِ آئي آهي ۽ سندس من گهري مطلب کي جلد پورو ڪندي، انهيءَ ڪري امنگ پر اچي هن کي قدر لاپرواهيءَ سان چيو: ”هي سياڳوٺي سندري! مان ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان مان ته تنهنجو ٻڌو ٻانهو آهيان ۽ تنهنجي آگيا پالڻ لاءِ هر ريت تيار آهيان. تو پنهنجي پرلگيا پوري ڪئي آهي.“

شچيءَ چيو: ”نيڪ! مان آئي آهيان. تون منهنجو پتي ٿيندين، مان هڪ ڳالهه چاهيان ٿي. اميد ته تون منهنجي ڳالهه سويڪار ڪندين. ڇا تون ٽرلوڪيءَ جو راجا ڪونه آهين؟ منهنجي مرضي آهي ته تون جڏهن منهنجي محلات ڏانهن اچين تڏهن شاهاڻي شان سان اچين. تنهنجو شان رُدر، وشنوءَ ۽ اسرن جي شان کان به نرالو ٿيڻ گهرجي. تون اچ ته ستن رشين کان پالڪي کڻائي اچ. ائين ڪندين ته مان بلڪل خوش ٿينديس ۽ جيءَ جان سان تنهنجي آجيان ڪندس.“

نهش هن اٽڪل بازيءَ جو شڪار ٿي شچيءَ کي چيو: ”ڪهڙو نه اوچو آهي تنهنجو ويچار! ڪهڙي نه اتم آهي تنهنجي ويچار جي اڏاري! تنهنجي رٿ مونکي ڏاڍي

وٺي ٿي. مونکي اهڙو وردان مليل آهي جو جنهن تي نظر پوندي، تنهنجي شڪتي مون وٽ هلي ايندي. اها ڳالهه بلڪل واجبي آهي ته رشي منهنجي پالڪي کڻن! جنهن تو چيو آهي تنهن تي مان ڪندس.“ ائين چئي هن شچيءَ کي موڪل ڏني ته پنهنجي محلات ڏانهن هلي وڃي. ڪام اند ۾ قاتل، موهه جي ماريل نهش رشين کي سڏايو ۽ کين آگيا ڪئي ته هو سندس پالڪي پنهنجن ڪلهن تي کڻي هلن. هن پرڪار جي ڌرم مريادا جي النگهن ڪري ٽنهي لوڪن ۾ هاءِ هاءِ ڪار مچي ويئي! ساري وشو ڪمپايمان ٿي ويئي! جنهن تڏ تنهن وڏا! جنهن پوءِ تنهن وڏ يڪ طوفان پيدا ٿيڻ لڳو! نهش جي من ۾ شچيءَ جي سندرتا ويا پيل هئي. هن جا ويچار ڪلپنا جي آڪاش ۾ اڏامي رهيا هئا. سندس اندر نوان نوان ۽ سندر سپنا پيدا ٿي رهيا هئا. شچيءَ سان ميل ڪرڻ جي اڇا ويس پي وڏ يڪ پربل ٿيندي. اهيءَ ڪري هن پنهنجي پالڪيءَ جي ڪهارن يعني رشين کي زور ڀريو ته جلدي جلدي هلو. هو اپترو مدهوش هيو، هن اگستيه رشيءَ کي لت هڻي چيو: ”سرپ! سرپ!“ هلڻ ته حد ٿي چڪي. نهش جه ڪام ۽ اهنڪار وڃي عرشين لڳا. سندس پاپ جو گهڙو ٽار ٿي ويو. رشيءَ ڪروڌ ۾ اچي کيس پاراو ڏنو ۽ چ ”هي مهانيچ! ڪر، ڪر، سرڳ مان ڪر. پرٿويءَ تي و پئو! 'سرپ! سرپ!' وڃي سرپ ٿي.“ سرپ شبد جا ارٿ آهن. سرپ جي هڪ معنيٰ آهي 'سر'، 'هل'. ان ٻي معنيٰ آهي 'سپ يا نانگ'. رشيءَ هي شبد چيا مه ته نهش آڪاش مان ڪري اچي پٽ تي ڪريو ۽ جهنگل اجگر جو روپ ڌارڻ ڪيائين. کيس پنهنجي مڪتيءَ لاءِ هزارين ورهيه اليئي انهيءَ روپ ۾ ٿي ترسڻو پيو.

اندر وري پنهنجي سنگهاسن تي براجمان ٿيو. هو وري ديوتائن جو راجا ٿيو ۽ شچي ديويءَ جا دک ناس ٿيا.

شايد اپپولي ۾ پانڊون ۽ دروپديءَ کي اندر جي ڪشش جي هيءَ ڪٿا ٻڌائي آئت ڏنو. ڪين چياءِ: "ڏيرج وان جي نيمن جڳ ٿيندي آهي. جيڪي سمپتي پائي گيرب ڪندا آهن، سي برباد ٿيندا آهن. ڌرم پترا! لوا لنهنجي، پاڻن ۽ دروپديءَ اندر ۽ اندراٿيءَ جيان انيڪ ڏک ڏنا آهن. اوهان جا ڪشٽ جلد ختم ٿيندا. اوهانجو راڄ موٽي اوهانکي ملندو. جڳن لهش جو ناس ٿيو، پاپي دريوڌن ۽ ڪرڻ جو ناس ٿيندو؟"

## [٥٣]

## سنجيه جي سفارت

پانڊن کي سڌ آهي. ته پانڊو وراٽ راڄ جي اپپلويه نگر ۾ لٿا پيا آهن. انهن اتان پنهنجي اشت مترن کي سهايتا لاءِ سنديش موڪليا آهن. انهن سنيهن تي جدا جدا راجين مان لشڪر اچي گڏ ٿيا آهن. ڌيري ڌيري ستن اڪشوهڻين جو شاهي ڪٽڪ تيار ٿيو آهي. هوڏانهن ڪورون به لشڪر گڏ ڪيو آهي. انهن وٽ يارهن اڪشوهڻيون اچي گڏ ٿيون آهن.

انهيءَ زماني ۾ هڪ اڪشوهڻيءَ ۾ ٢١٨٧٠ رٿ هوندا هئا. ان ۾ اوترائي هاٿي هوندا هئا. هاٿين کان ٽيڻا هوندا هئا گهوڙا ۽ پنجوڻا پيادا.

جڳن اڳ هڪ اڪشوهڻيءَ ۾ سيني پرڪارن جا سپاهي هوندا هئا، لڳن اڄ به لشڪر جي هرهڪ دستي ۾ پن پن پرڪارن جا سپاهي ٿيندا آهن. اڳ جيڪو ڪم رٿ ڏيندا هئا، سو ڪم اڄ هٿيار بند گاڏين (آرمرڊ ڪارس) کان وٺندا آهن. هاٿين جو ڪم وري اڄ ڪالهه وٺندا آهن (ٽئنڪن) کان.

جڳن جنگ جي تياري ٿي رهي هئي، لڳن دروپد جو

برهمڻ وچي هستنا پور پهتو. دستوري سڳڻن سان، راڄ رانيءَ ۽ ڀيا ڏاڏا کان پوءِ هن اتي گڏ ٿيل سڀا ۾ هن ريت وکتوتا ڪئي: "ڌرم انادي ۽ سناتن آهي. سندس شڪتي ۽ سچائي سنهه سڌ ۽ نت آهي. اوهانکي انهيءَ ڳالهه جي پوري پروڙ آهي. منهنجي لاءِ وڌيڪ اپٽار ڪرڻ جي ضرورت ڪانه آهي.

ڌرتراشٽر ۽ پانڊو ٻئي وچتر ويريه جا پٽ آهن. اسانجي رواج موجب ٻنهي کي پنهنجي پتا جي سمپتيءَ تي هڪ جيترو اڌڪار آهي. انهيءَ هوندي به ڌرتراشٽر جي پٽن سارو راڄ دٻائي رکيو آهي. پانڊوءَ جي پٽن کي پنهنجي ورثي مان ڪجهه ڪونه مليو آهي. اها ڳالهه نياءَ انوسار ۽ واجبي ڪونه آهي. ڪرو ونش جا راڄڪمار، پانڊو، شانتيءَ ۽ صلح چاهين ٿا. هو گذريلين ڳالهين کي وسارڻ لاءِ تيار آهن. انهن جيڪي ڪشالا ڪيا آهن ۽ جيڪي ڏک ڏٺا آهن، تنکي ڀلائڻ چاهين ٿا. هنن جي مرضي ڪونه آهي ته ڪو جنگ لڳي. هنن کي اها ڄاڻ آهي ته جنگ مان ڪو به لاڀ ڪونه آهي. جنگ بربادي جوئي ڪارڻ ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري جيڪي سندن حق آهي، سو کين ڏيو. نياءَ جي اهائي گهر آهي. اڳ ٿيل انجام موجب ائين ڪرڻ ئي واجب آهي. هن ڳالهه ۾ دير وجهڻ نه گهرجي."

برهمڻ جي وکتوتا بعد، ڀيشم پتامها، جنهنجو نالو گيان ۽ ويرتا جي ڪري هندين ماڳهين مشهور هو، سو اٿيو. هن چيو "ايشور جي ٻرديا آهي جو پانڊو صحيح سلامت آهن. جيتوڻيڪ هنن گهڻن ئي راجائن جي سهايتا هٿ ڪئي آهي ۽ جيتوڻيڪ جنگ ڪرڻ لاءِ منجهن هر پرڪار جي شڪتي ۽ لياقت موجود آهي، ته به هو لڙائي ڪرڻ نٿا چاهين. هو شانتيءَ ۽ سنڌيءَ جا ڪانکي آهن. انهيءَ ڪري ائين ئي واجب آهي ته سندن راڄ کين موٽائي ڏجي."

ڀيشم ڳالهائي ايان بس به ڪانه ڪئي هئي، ته ڪرڻ

ڪروڌ ۾ ڀرجي اٿي کڙو ٿيو ۽ چوڻ لڳو، ”اي برهمڻ! جيڪي تون چئين ٿو تنهن ۾ ڪا نئين ڳالهه نه آهي ئي ڪانه. ساڳيءَ پراڻيءَ ڪهاڻيءَ چوڻ مان ڪهڙو لاڀ آهي؟ جا مالڪيت يڌشٽر ڀاري راند ۾ وڃائي آهي، انهيءَ تي سندس ڪهڙو حق آهي؟ هاڻي جيڪڏهن يڌشٽر کي ڪجهه گهرجي ته هو اها دان يا سوغات طور گهري. متسيه جو راجا ۽ پنچال جو راجا يڌشٽر جا ساٿي آهن، انهن جي شڪتيءَ جي ڀروسي هو هيءَ غير واجبي ۽ اجائي گهر ڪري رهيو آهي. سندس ڪنڌ ۾ اجان ڪلي آهي. مان توکي صاف ٿو چوان ته دريوڌن دڙڪن پيءَ ڪين ڏجندو. انهيءَ طرح هو ڪجهه به اوهان کي ڪونه ڏيندو. پاندون جي اها پرتگيا هئي ته هو تيرهون ورهيه لڪل رهندا. هنن اها پرتگيا پوري ڪانه ڪئي آهي. انهيءَ ڪري ڪين وري ٻارهن ورهيه بن ڀوڳڻ گهرجي. اهي ٻارهن ورهيه پورا ڪري پوءِ وڌيڪ ڳالهيون ڪن.“

اتي ڀيشم وچ ۾ دخل ڏيئي چيو ”راڌا پٽ! تون واهيات ڳالهيون ٿو ڪرين. جيڪڏهن اسين هن سريشٽ برهمڻ جو چيو نه ڪنداسين، ته پڪ ٿي جنگ ٿيندي ۽ اسين اها جنگ هارائينداسين، دريوڌن ۽ اسان سڀ ناس ٿي وينداسين.“

اتي ساريءَ سڀا ۾ ڪل ٻلي مچي ويئي. اهو ڏوڙ گهمسان ڏسي ڌرتراشٽر اٿي چيو ”نه رڳو پاندون جي، پر ساري سنسار جي ڀلائيءَ جو خيال رکي مون فيصلو ڪيو آهي ته سنجيه کي مان پاندون ڏانهن موڪليان. اي برهمڻ! تون واپس ور ۽ وڃي يڌشٽر کي منهنجو سنيهو ٻڌاءِ.

انهيءَ کان پوءِ ڌرتراشٽر سنجيه کي هڪ طرف ڪوٺي هن ريت سمجهايو: ”سنجيه! پاندو پٽن کي وڃي منهنجا پيار ڏي. اتي وڃي ڪرشن، سائيڪيءَ ۽ وراٽ جي چڱ ڀلائيءَ جي پڇا ڳاڇا ڪج. سڀني راجڪمارن کي منهنجو پرڻام

ڇڏيو. اُتي وڃي منهنجي طرفان شانتيءَ ۽ پريم جون ڳالهيون ڪجو، جئن جنگ ٽري وڃي."

ڌرتراشٽر جو نياپو کڻي سنجيه اپپلويه نگر ڏانهن ويو. اُتي يڌشٽر ڪچهري ڪري ويٺو هو. سنجيه سيني سان نمستي ڪرڻ کان پوءِ چيو "ڌرم پترا! اڄ منهنجو وڏو ڀاڳ آهي، جو مان پنهنجين اکين سان توکي جيئرو جاڳندو ڏسان ٿو. راجڪمارن جي وچ ۾ تون ائين ويٺو آهين، جئن اندر ديوتائن جي وچ ۾ براجمان هوندو آهي. هي درشيه ڏسي منهنجون اکيون ٺرن ٿيون ۽ منهنجي دل گد گد ٿئي ٿي. ڌرتراشٽر سدا اوهان جي ڀلائيءَ لاءِ ڀڳوان کي آراڌنا ڪندو رهي ٿو. اوهان جي منگل ڪشل سماچار ملڻ لاءِ ڏاڍو ايلاشي آهي. هن کي جنگ جي ڳالهه وڻيئي نه ٿي. هو شانتيءَ ۽ سنڌيءَ جو ڪانکي آهي. هن جي چاهنا آهي ته تنهنجو پريم ۽ مترتا هٿ ڪري."

سنجيه جي هيءَ گفتار ٻڌي، ڌرم پتر ڏاڍو پرسن ٿيو. هن چيو "جي ائين آهي ته ڌرتراشٽر جا پٽ صحيح سلامت رهندا. اسان سيني جي متان هڪ وڏي آپدا ٽري ويندي. مونکي به صلح گهرجي. مونکي جنگ بلڪل نه ٿي وڻي. اسانجو راڄ جيڪڏهن اسانکي واپس مليو ته پوءِ اسين پنهنجا سڀ دک وساري ڇڏينداسين."

الي سنجيه بيو سر آلاپيو. چي "ڌرتراشٽر جا پٽ ڏنگا ۽ ضدي آهن. هو نکي پيءَ جي صلاح ٿا وٺن، نکي پتامها جي گيان ڀريلن گفتن تي ڌيان ٿا ڏين. انهيءَ هوندي به توکي ڌيرج ڌرڻ گهرجي. تون ته هميشه ڌرم جي مارگ تي هلندو آهين. اڄ ته ديش کي جنگ جي مصيبت کان بچايو. جا جنگ جي دواران جيڪا سمپتي ملندي، تنهن مان سک پرپندو؟ پنهنجن متن مائٽن کي ماري راڄ هٿ ڪرڻ مان ڪهڙو لاڀ ٿيندو؟ انهيءَ ڪري جنگ جو ته خيال ئي

ڇڏي ڏي. منش کي ڪري ساريءَ ڀرتويءَ جو راڄ ملي، هو ڪري سگهن ٿا ته اسين هن جا مالڪ بڻجي، ته به هو بدلي ۾ موت کان بچي ڪونه سگهندو. دريوڌن ۽ سندس ڀائر بيوقوف آهن. انهيءَ هوندي به توکي ڌرم جو مارگ ڇڏڻ نه گهرجي. توکي ڌيرج به هٿان وڃائڻ نه گهرجي. تنهنجو راڄ توکي واپس نه ملي ته به توکي ڌرم جو مارگ ڇڏڻ ڪين گهرجي."

يڌشٽر هن ريت جواب ڏنو "سنجيه! جيڪي تون چوين ٿو سو بلڪل نيڪ آهي. ڌرم جهڙي ڪا بي سمپتي ڪانه آهي. پر سوال آهي ته اسين ڪو پاپ جو ڪم ڪري رهيا آهيون ڇا؟ ڪرشن کي ڌرم ۽ آچار جي سوکيم تتن جي پوري پوري پروڙ آهي. هو ٻنهي ڌرين جو گهڻگهرو آهي. جيئن واسديو چوندو تئين ئي مان ڪندس.

اتي شري ڪرشن هن ريت اليو: "مونکي پانڊون جي ڀلائيءَ جي چنتا آهي. مان ائين به چاهيان ٿو ته ڌرتراشٽر ۽ هن جا پٽ به سکي رهن. ڳالهه آهي ڏکي. مان پاڻيان ٿو ته مان پاڻ هستناپور وڃي هن ڳالهه جو نبيرو ڪندس. جيڪڏهن پانڊون کي هاڃي رسائڻ کانسواءِ ڪورون سان سنڌي ٿي سگهي ته اهڙي ڪا بي ڳالهه ٻي ڪانه آهي. ائين ڪرڻ ۾ مان ڪامياب ٿيس ته پوءِ منهنجي خوشيءَ جي حد ئي ڪانه رهندي. انهيءَ حالت ۾ ڪورو موت جي منهن مان بچي ايندا. مان به پڪ ڪتندس. صلح شانتيءَ جي رستي جيڪڏهن پانڊون کي پنهنجو راڄ موٽي مليو، ته به هو ڌرتراشٽر جي برابر شيوا ڪندا رهندا هئا ۽ هن سان پوري وفاداري ڏيکاريندا. اهائي ڳالهه آهي جنهنجي ڪين چاهنا آهي. پر جيڪڏهن جنگ اچي متائن پوندي ته هو انهيءَ کي چڱيءَ ريت منهن ڏيندا. ڌرتراشٽر جي اختيار آهي ته جنگ ڪري يا صلح جو رستو وٺي.

پوءِ يڌشٽر سنجيه کي چيو: ”سنجيه! هستناپور ڏانهن موٽي وڃ ۽ وڃي امبڪا پٽر کي چئُو ’پوڄ چاچا صاحب! جڏهن اسين ننڍا هواسين، تڏهن توهانجي ئي مهربانيءَ سان اسانکي اڌ راڄ مليو هيو. توڻي مونکي ٻهريون پهريون راجا بڻايو. هاڻي منهنجي حصي ڏيڻ ۾ آناڪاني نه ڪر. اسانکي در در جو ڀڪاري نه بڻاءِ. پوڄ جي! هيءَ سنسار ڏاڍو وڏو آهي. هت اسين ۽ ڪورو ٻئي ماپي سگهنداسين. انهيءَ ڪري اچو ته وير وروڌ تياڳي ڇڏيون! اهڙيءَ ريت ڌرتراشٽر کي منهنجي طرفان وينتي ڪرڻ کان پوءِ پتامها کي منهنجي پريم پوروڪ نمستي چئج. کيس اهائي وني ڪج ته ڪو اهڙو رستو ڏيکاري ڪڍي، جنهن سندس سنتان پريم، ايڪتا ۽ سک سان پنهنجو سمو ڪاٽي. ساڳيو سنديش ودر کي به ڏج. ودر کي خبر آهي ته سڀني جو ڀلو ڇا ۾ آهي. ودر ئي نيڪ نيڪ رستو ٻڌائي سگهي ٿو. دريوڌن کي به چڱيءَ پر سمجهاءِ. کيس منهنجي پاران هئن چئج: ”اي ڀراتا! اسين راجڪمار هواسين. پر تو اسانکي جهنگ جو رهواسي بڻايو. اسان جانورن جون کلون اوڍي وقت ڪاٽيوسين. تو روئنديءَ دروپديءَ کي راجڪمارن جي سڀا ۾ بي عزتو ۽ تنگ ڪيو. اسان اهي سڀ ڳالهيون صبر سان سٺيون. هاڻي تون مهرباني ڪري اسانکي اسانجو حق موٽائي ڏي. ٻئي جي ملڪيت ۾ اک نه رک. اسين پنج ڀائر آهيون. اسانکي پنج ڳوٺ ڏيئي اسان سان صلح ڪر. اسين انهيءَ لئي راضي رهنداسين.“

جڏهن يڌشٽر ڳالهائي بيٺو تڏهن سنجيه ڪيشو کان ۽ پاندون کان موڪلايو ۽ هو هستناپور ڏانهن روانو ٿيو.

[٥٤]

## سئيءَ جي نوڪ بہ نہ ڏيندس

سنجيه کي اپپلويه ڏانهن موڪلڻ کان پوءِ، ڌرتراشٽر جي

ننڊ ڦٽي پيئي. هو سڄي رات جاڳندو رهيو. هن ودر کي گهرائي ورتو ۽ ساري رات هن سان ڳالهيون ڪندو رهيو.
ودر چيو: ”سني ۾ سني ڳالهه اها آهي ته پانڊون جو راڄ کين موٽائي ڏجي. انهيءَ ۾ ٻنهي طرفن جو ڀلو آهي. توکي پانڊون سان اهڙوئي پيار ڪرڻ گهرجي، جهڙو پنهنجي پٽن سان ڪرين ٿو. هيءَ صلاح ڌرم جي انڪول آهي ۽ عقلمنديءَ لئي بدل آهي.“
ودر پنهنجي صلاح جي پٺڀيءَ ۾ چڱا چوکا دليل ڌرتراشٽر اڳيان پيش ڪيا.
صبوح ٿيو ته سنجيه هستناپور ۾ موٽي آيو. ڌرتراشٽر جي دربار ۾ جيڪي وهيو واپريو هيو، تنهنجو سنجيه وچور سان ورنن ڪري سڀني کي ٻڌايو. ڳالهائيندي هن دريوڌن جو ارجن جي شبدن ڏانهن خاص ڌيان ڇڪايو. چي ”ارجن چيو ته اها پڪ ڄاڻو ته مان ۽ ڪرشن دريوڌن ۽ سندس پوئلڳن کي بيخ ناس ڪنداسين. انهيءَ ۾ ذرو به شڪ نه آهي. گانڊيوَ ڌنش رت جو پياسو آهي، لڙائيءَ لاءِ لڙڦي رهيو آهي. منهنجي ڌنش جي ڏوري هٿ لڳائڻ ڪمان سواءِ به ٽن ٽن ٿي ڪري. منهنجا ٻاڻ هر هر ترڪش مان منهن ڪڍي پڇن ٿا اڃا ڪڏهن اسانجو وارو ايندو؟ سنجيه دريوڌن جا برا ڏينهن آهن. انهيءَ ڪري سندس ٻڌي الٽي ٿي وئي آهي. ڳوهه کي ڪتيءَ کنيو آهي. ڪرشن ۽ مون سان ٿو جنگ ڪرڻ گهري. اسان سان اندر ۽ ديوتائون به ڀڙڻ جي ڪونه سگهندا.“
ڀيشم به دريوڌن کي صلاح ڏني ته ڪرشن ۽ ارجن سان نه لڙي. هن وڌيڪ چيو ته ”جنهن ڪرڻ جي ڏٺن ٿي لڳي ڪري اوهان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا آهيو سو پانڊون جي مقابلي ۾ هڪ آني جي برابر به ڪونه آهي. ائين چوڻ سولو آهي ته مان پانڊون کي ماريندس! پر پانڊون سان هٿ

اٿڪائيندا ته پڪ سان برباد ٿيندا. جڏهن ارجن دريوڌن ۽ سندس ڀائرن کي وراٽ جي راڄڌانيءَ مان هٽايو ۽ ذليل ڪيو تڏهن ڪرڻ ڪهڙو ٻوٿو ٻاريو. جڏهن گاڌروَن دريوڌن کي ٻاندي ڪيو هيو، تڏهن ويڙ ڪرڻ ڪٿي وڃي لڪو هو؟ انهيءَ وقت ارجن ئي گاڌرون کي هٽايو هو ۽ دريوڌن جا بند خلاص ڪيا هئا.“

اهڙيءَ ريت پتامها ڪرڻ کي نوڪيو ۽ ڪورون کي سمجهايو به. هاڻي ڌرتراشٽر اٿي ڪري چيو ”جيڪي پتامها چوئي ٿو، سو بلڪل نيڪ آهي، مان به ائين سمجهان ٿو. پر مان ڪريان ڇا؟ مان ڪيترو به کين روڪيان ٿو، ته به هي مورک پنهنجي ضد تي چڙهيا بيٺا آهن؟“

دريوڌن هي سڀ ڳالهيون ڏيان سان پئي ٻڌيون. جوش مان اٿي چوڻ لڳو: ”پتاجي! اوهان اسان جي سلامتيءَ جي بلڪل چنتا نه ڪريو. اسانکي خبر آهي ته اسان وڏيءَ شڪتيءَ جا ڌڻي آهيون. اها پڪ آهي ته اسين جنگ کٽنداسين. ڀڏشٽر کي به انهيءَ ڳالهه جي خبر آهي. هنکي راڄ تيڻ جي بلڪل اميد ڪانه آهي. انهيءَ ڪري ئي هو رڳو پنج ڳوٺ پئي رهيو آهي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته اسانجي ڀارهن اڪشوهڻين جي طاقت کان ڪنبي ٿو. هنن ڀارهن اڪشوهڻين جي مقابلي ۾ پانڊون ڇا آهي؟ اسانجي پڪ سان سوڀ ٿيندي، اوهان کي سنديهه ڇو ٿو ٿئي؟“

اهڙيءَ طرح دريوڌن ڌرتراشٽر کي سمجهائڻ ۽ آساهت ڪرڻ لڳو.

دريوڌن جون ڳالهيون ٻڌي ڌرتراشٽر کي تسلي ڪانه ٿي. هن دريوڌن کي سمجهائيندي چيو: ”پٽ! اسانکي لڙائي ڪرڻ نه گهرجي. اسانکي اڌ راڄ لي سنتوش ڪرڻ گهرجي. اڌ راڄ ڪو ٿورو ڪونه آهي. جيڪڏهن اسان انهيءَ اڌ جي

پوريءَ ريت سنڀال ڪري سگهياسين ته به ٿوري ڳالهه
ڪانه ٿيندي."

هي ڳالهيون ڌريوڌن جي سهڻ کان ٻاهر هيون. هن
جوش ۾ اچي چيو: "سئيءَ جي نوڪ جيتري ڌرتي به مان
پانڊون کي ڪونه ڏيندس." ائين چئي هو دربار مان
تڪڙو نڪري ويو. پوءِ ته اچي ڪيچل ڪلو متوءِ
ڪچهري برخواست ٿي.

هاڻي ذرا ڏسون ته پانڊو انهيءَ وچ ۾ ڇا ڪري رهيا
هئا. جڏهن سنجيه اپپلويه مان روانو ٿيو تڏهن يڌشٽر ڪرشن
کي چيو: "واسديو سنجيه ڌرتراشٽر جو ٻيو روپ آهي.
سنجيه جيڪي چيو تنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته ڌرتراشٽر جي
من ۾ ڇا آهي؟ ڌرتراشٽر کي صلح ته گهرجي. پر هو اسانکي
ذرو به راڄ ڪونه ٿو ڏيڻ چاهي. منهنجو سڀاءُ آهي سرل،
انهيءَ ڪري جڏهن مان سنجيه جون ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن
ڀيريون ته ڏاڍو خوش ٿيس. پر جلد خبر پيم ته خوشيءَ لاءِ
ڪو به سبب ڪونه هو. هن ڳالهائيندي پئنترو بدليو. هن
اسانکي صلاح ڏني ته جيڪڏهن اسانجو حق غصب ڪيو وڃي
ته به اسان شانت ۾ رهون. ڌرتراشٽر اسان سان نياءَ جو ورتاءُ
ٻتو ڪري. هاڻي ڳالهيون اچي نازڪ ڪڙيءَ تي پهتيون
آهن. مان سمجهان ٿو جنگ ضرور ٿيندي. لوڪان سواءِ ٻيو
ڪو به اسانجو بچاءُ ڪونه آهي. تون ئي اسانجو سهارو آهين.
مان ته ايتري قدر به ويو آهيان، جو ڪين چوائي موڪليو اٿم
ته اسين رڳو پنج ڳوٺ هٿ ڪري به سنتوش ڪنداسين.
پاپي ڪورو اها ڳالهه ڪونه مڃيندا. ڌريوڌن سخت هوڏي
آهي. هو بلڪل مرندو جهرندو ڪونه آهي. ڀلا ايترو انياءُ
ڪئن سهبو؟ هن نازڪ وقت تي تون ئي اسانکي نيڪ صلاح
ڏيئي سگهندين. توکي ئي خبر آهي هن اوسٿا ۾ اسانجو
ڪهڙو ڌرم آهي، اسين ڇا ڪريون تون ئي اسانکي ڌرم ۽

نيتيءَ جو مارڳ ڏيکاري سگهندين."

ڪرشن وراڻيو: "اوهان ٻنهي جي ڀلائيءَ لاءِ مون هيءُ ڪم ڪيو آهي ته مان پاڻ هستناپور ڏانهن وڃان. مان ڌرتراشٽر جي دربار ۾ وڃي، اوهانجو حق اوهانکي هٿ ڪري ڏيندس. اها ڪوشش ڪندس جئن جنگ نه ٿئي. جيڪڏهن مان پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيس ته پوءِ ساري جهان جو ڀلو ٿي پوندو."

يڌشٽر ڪرشن کي روڪيندي چيو: "واسديو! مهرباني ڪري تون نه وڃ. دشمن جي ديش ۾ اڪيلاي وڃڻ مان ڪهڙو لاڀ ٿيندو؟ ضدي دريوڌن پنهنجي هٺ تان هيٺ نه لهندو. مونکي اها ڳالهه نٿي وڻي ته تون هيڏن بدنيت، بي اعتبار ماڻهن وٽ وڃين. هنن جو ڀروسو نه آهي ته هو ڇا ڪندا. هو هر پاپ ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندا آهن. توکي اوڏانهن موڪلڻ ۾ وڏو جوکم آهي. اهڙو جوکم کڻڻ لاءِ آءٌ تيار ڪونه آهيان."

ڪرشن الر ڏيندي هئن اُليو: "ڌرمپتر مونکي خبر آهي ته دريوڌن ڏاڍو پاپي هي. انهيءَ هوندي به اسانکي صلح ڪرڻ لاءِ هر پرڪار جو جتن ڪرڻ گهرجي. لڙائيءَ کي روڪڻ لاءِ هر ريت سعيو ڪرڻ گهرجي. اسانکي اهڙي ڪوشش ورڻ گهرجي، جئن پشپيش سنسار لڙائي ڇيڙڻ لاءِ اسانکي ڏوراپو نه ڏئي. ائين آهي ته هن وقت لڙائي رڪجڻ جي اميد بلڪل ٿوري آهي، ته به اسانکي انهيءَ لاءِ سڀ حيلا هلائڻ گهرجن. مان بلڪل سلامت رهندس. انهيءَ بابت ڪو الڪو نه ڪر. جيڪڏهن ڪورو بي حياءُ ٿي، مريادا جا ليڪا اورانگهي، شانتي-سند يشهر کي جوکم پهچائڻ جو يتن ڪيو ته ڪين مان ڀسم ڪري ڇڏيندس."

انهي يڌشٽر اتي چيو "ڪرشن! تون سڀ ڪجهه ڄاڻين ٿو. توکي نه رڳو اسان جي من ۽ ڳڻ ۽ اوڳڻن جي ڄاڻ آهي، پر تون ڪورون جي ڀلائن ۽ ڳڻن اوڳڻن مان به پورو پورو واقف

آهيون. ڳالهين کي سمجهائڻ ۾ ۽ پنهنجي پڪ جي سمرٿن ڪرڻ ۾ به تون پنهنجو مت ياڻ آهين. پين کي پنهنجي طرف آڻڻ لاءِ به توکان ڪو وڌيڪ چتر ڪونه آهي."

ڪرشن اتي چيو: "ڀائو! مونکي اوهان ٻنهي جي دلين جي جاڻ آهي. اوهان سدا ڌرم تي هلڻ وارا آهيو. هنن جي من ۾ ايرکا، دويش ۽ ڌڪار جو واسو آهي. انهيءَ هوندي به مان هنن کي هر ريت سمجهائيندس. ڪوشش اها ڪندس ته تنهنجو من گهريو مطلب پورو ٿئي. ٻنا ٻڌ جي سنڌي ٿئي. ائين ڪرڻ سان توکي بلڪل ٿورو ملندو، پر مونکي پڪ آهي ته تون انهيءَ تي به راضي رهندين. آثار سڀ خراب آهن. ڀڄوڌاري بدسوڻ ٿا پسجن، لڙائيءَ جوئي رخ آهي. انهيءَ هوندي به اسانجو ڌرم آهي ته صلح قائم رکڻ لاءِ هر ممڪن ڪوششون وٺون."

ائين چئي پانڊون کان موڪلائي ڪرشن رٿ تي سوار ٿي هستناپور ڏانهن روانو ٿيو.

## [٥٥]

# شانتي سنديش ۽ ڪرشن

گووند سان گڏ ساٿيڪي به هستناپور ڏانهن ٿيو روانو. روانو ٿيڻ کان اڳ ڪرشن پانڊون سان هڪ دفعو وڌيڪ وچور سان ڳالهيون ڪيون. انهن ڳالهين ڪندي ڀيمسين به صلح جو طرفدار ٿي بيٺو. هن چيو "اسانکي پنهنجي ونش ناس ڪرڻ نه گهرجي. صلح هر حالت ۾ جنگ کان بهتر آهي."

ڀيمسين سچ پچ هڪ مهان جوڌو هو. سچا وير سدا شانتيءَ جا ڪانکي ٿيندا آهن. شتروءَ سان سنڌي ڪرڻ جي ڪوشش رڻ ۾ ڪا به گهٽتائي ڪانه آهي. اها ڪمزوريءَ جي نشاني

ڪونه آهي. ڀيشم جي ڳڻتيو ۾ آهي ته سڏائت سمايل آهن.
وياس مهراج اِها سکيا ڏيڻ تي چاهي.

جيتوڻيڪ ڀيم به صلح جي واٽ وٺڻ لاءِ تيار ٿيو ته به دروپديءَ کان پنهنجي اپمان جي ڳالهه ڪانه ٿي وسري، هن پنهنجي وارن جون چڳون هٿ ۾ جهلي، ڏک وچان چپ ڦڙڪائيندي چيو: "مڌوسودن! هنن وارن ڏانهن نهار. اهڙو ڪم ڪج جيڪو عزت ڀريو هجي. مان نٿي ڀانيان ته صلح ڪرڻ ۾ ڪو اسانجو شان آهي. ڌرم پتر جي خاطر مان تيرهن ورهيه سانده پنهنجي ڪروڌ جي جوالا کي دٻائي رکيو آهي. انهيءَ کي وڌيڪ دٻائڻ اسهيو آهي. ڀل ارجن ۽ ڀيم يُڌ ڪرڻ کان نٽائين، پر منهنجو ٻڍو پتا دروپد، ٻٽن کي ساڻ ڪري هنن پاپين سان جنگ جوٽيندو. جيڪڏهن انهيءَ به انڪار ڪيو ته منهنجا پٽ، سڀدرا پتر اڀيمنوءَ کي پنهنجو نيتا بڻائي ڪورون سان وڙهندا ۽ منهنجي اپمان جو بدلو چڪائيندا." جڏهن دروپديءَ اهي وِڙڪ پنهنجي واتڙيءَ مان ڪڍيا، لڙن ڪيس چيرهرڻ جي ڳالهه اچي ياد پيئي ۽ هوءَ سڏڪن ۾ اچي ڇٽڪي.

ڪرشن دروپديءَ کي آٿت ڏيئي چيو: "ڪرشنا! روءُ نه. ڌرتراشٽر جا پٽ صلح لاءِ تيار ٿيندا ئي ڪونه، هو منهنجيءَ ڳالهه تي ڪو به ڌيان ڪونه ڏيندا. هو يڪ ئي يڪ لڙندا ۽ هارائيندا. بگهڙ ۽ ڪتا سندن لاش کائيندا. تون ڏسندينءَ ته اسين سوپارا ٿيون ٿا. تنهنجي بي عزتيءَ جو پورو پورو بدلو چڪايو ويندو. هاڻي انهيءَ ۾ ڪا گهڻي دير ڪانه آهي."

هستناپور ڏانهن هلندي ماڌو کي ڪشستل نگر ۾ اچي رات پيئي. هن اِها رات اتيئي آرام ڪيو. جڏهن ڪرشن جي ارادي جي هستناپور وارن کي خبر پيئي، تڏهن سڄي شهر ۾ اتساهه ۽ اتڪنٺا جا امنگ ڏسڻ ۾ آيا. ڌرتراشٽر حڪم ڪيو ته ساريءَ نگريءَ کي سينگاريو وڃي ۽ جنارڌن جي آجيان جو ٺيڪ پربنڌ ڪيو وڃي. دريوڌن جي محلات کان

دشاسن جو وڏيڪ ڪشادو ۽ وڏيڪ سندر هو، انهيءَ ڪري اهوئي محلات ڪرشن ۽ سندس ساٿين جي حوالي ڪيو ويو. جنهن رستي تان ڪرشن جو رٿ اچڻو هو، انهيءَ تي ڪيترن هنڌ تنبو ۽ شاميانا لڳايا ويا.

ڌرتراشٽر هاڻي ودر سان صلاح ڪندي چيو: ”گووند کي سوغاتون ڏيڻ لاءِ هاٿي ۽ رٿ موجود ڪريو، ٻيون به سوکڙيون مهيا ڪريو.“

ودر وراڻيو: ”گووند کي سوکڙين سان خريد ڪري ڪونه سگهبو. جنهن شيءِ لاءِ هو ڪورو ديش ۾ اچي ٿو، اها کيس ڏيو. هو اچي ٿو صلح لاءِ. اهڙو رستو ونو جنهن بنا جنگ جدل جي ناس ٿئي. ٻيءَ ريت ماڌو راضي ٿيڻ وارو نه آهي.“

جڏهن گووند جو رٿ هستناپور ۾ پهتو، تڏهن انجي واسطي اڳتي هلڻ ڏکيو ٿي پيو. ماڻهو اچي گهٽين ۾ گڏ ٿيا هئا. پهرين هو ويو ڌرتراشٽر جي محلات ۾. پوءِ هو ويو ودر جي گهر. اتي ڪنتي کيس ملي. ڪرشن کي ڏسي ڪنتيءَ کي پانڊون جي ڪشٽن ۽ ڏکن جي اچي يادگيري پيئي. انهيءَ يادگيريءَ پوندئي هن زور سان روئڻ شروع ڪيو. ڪرشن هن کي پرچايو ۽ پوءِ ڪائنس موڪل وٺي دريوڌن جي محلات ڏانهن روانو ٿيو. دريوڌن گووند جي آجيان ڪئي ۽ کيس پوڄن لاءِ نينڊ ڏني.

ڪرشن مشڪندي چيو: ”ايلچي تڏهن ٿي پوڄن ورتا ٿيندا آهن، جڏهن سندن ڪم پورو ٿيندو آهي.“ اهڙيءَ ريت دريوڌن کي انڪاري جواب ڏيئي ڪرشن ودر جي گهر موٽي آيو ۽ اتي هن آرام ڪيو.

اتي ودر ۽ ڪرشن گڏجي ڪري صلاح ڪئي. ودر ڪرشن کي چيو: ”دريوڌن کي اها پڪ آهي ته ڀيشم ۽ درونڻ ۽ ٻيا مهارٿي سندس طرفدار آهن، هو ڪنهن به حالت

۾ سندس ٻڪ ڪونہ ڇڏيندا. انھيءَ ڪري ھنڪي ٻانور آھي تہ ڪنھن بہ صورت ۾ سندس ھار ڪانہ ٿيندي. انھيءَ ٻانور ڪرڻ ڪيس ايترو اھنڪار آھي. گووند، ھن پاپيءَ جي دربار ۾ وچڙا بہ پيل ٿيندي، دريوڌن ۽ سندس پائرن جي سپاءَ جي جنگي بہ جاڻ آھي، تن سڀني جو اھو خيال آھي تہ ھو ڪا سازش ڪري تنھنجي جان وٺندا."

ودر جا وچن سڻي ڪرشن چيو "جيڪي ٿون چوين ٿو سو بلڪل نيڪ آھي. ھت جو مان آيو آھيان سو اھا اميد ڪٽي ڪونہ آيو آھيان تہ ڪو مان صلح ڪرائي سگھندس. اھو آسرو مان اڳيئي ڇڏي چڪو آھيان. مان آيو آھيان پنھنجي ڪرتويہ پالڻ لاءِ. مونکي پنھنجو ڌرم پوريءَ ريت پالڻ گھرجي، جئن لوڪ جنگ جي ڪرڻ لاءِ مونکي جوابدار نہ ٺھرائين. منھنجي حياتيءَ بابت ڪابہ چنتا نہ ڪر."

ٻئي ڏينھن صبوح جو دريوڌن ۽ شڪني ڪرشن سان ملڻ آيا ۽ کيس ٻڌائون تہ ڌرتراشٽر اوھان لاءِ دربار ۾ ترسيو ويٺو آھي. انھيءَ تي گووند ۽ ودر دربار ڏانھن ويا.

واسديو جئن دربار ۾ پير پاتو، تئن اٿي ويٺل سڀ راجا ۽ راجڪمار اُٿي بيٺا. ڪرشن بزرگن کي ھٿ جوڙي نمسڪار ڪيائين ۽ سرتن ۽ ننڍن سان کلي مليو. تنھن کان پوءِ ھو پنھنجيءَ جاءِ تي وڃي ويٺو. پوءِ رواج موجب ھڪ ٻئي جو پرچو ڏنائون. جڏھن ھڪ ٻئي جي واقفيت ڪرائي پوري ڪيائون، تڏھن ڪرشن اُٿي بيٺو ۽ ڌرتراشٽر ڏانھن منھن ڪري پنھنجي اديش جي سمجھاڻي ڏيڻ لڳو. پاندون جو طرف ھن صاف صاف ڪري ٻڌايو. چيائين "ڌرتراشٽر اجايو پنھنجي ونش جو ناس نہ ڪر. عجب آھي تہ جا ڳالھ تنھنجي ڀلي لاءِ آھي، تنھنکي ٿون خراب ٿو سمجھين ۽ جيڪي تنھنجي لاءِ نقصانڪار آھي تنھنکي نيڪ ٿو سمجھين. تنھنجو ڌرم آھي تہ ٿون پنھنجن پٽن کي روڪين. پاندون يڌ لاءِ پوري تياري ڪئي

آهي. پر هو شانتيءَ جا ڪانڪي آهن. هو تنهنجي همت هيٺ سک ۽ شانتيءَ سان رهڻ چاهين ٿا. تون هنن کي پنهنجن ڀائرن سمان ڪري ڄاڻ. اهڙو ڪو رستو وٺ جنهن سان هو مونجهاري مان سب پوريءَ عزت سان پار پهچن. ائين ڪندين ته سارو سنسار تنهنجي ساراهه ڪندو ۽ تنهنجو ستارو آڪاش جي چوٽيءَ تي چمڪندو رهندو."

ڌرتراشٽر جواب ڏيندي چيو: "سڀني مترن کي خبر آهي ته منهنجو ڪو به ڏوهه ڪونه آهي. جيڪي تون چاهين ٿو، سوئي مان چاهيان ٿو. پر منهنجي هلي نٿي. منهنجا پٽ منهنجي ڳالهه ٻڌن ئي ڪونه ٿا. ماڌو تون دريوڌن کي سمجهاءِ."

ڪرشن دريوڌن ڏانهن نهاري چيو: "تون هڪ اُتم ڪل ۾ پيدا ٿيو آهين. تنهنجا وڏا ڀلا مانس هئا. انهن ڌيان ڌرم جي وات ورتي. تنهنجا هن وقت جا ويچار ۽ جهڙي عاليءَ خاندان جي آدميءَ کي نٿا سهن. اهي ته ادنيٰ گهراڻي جي آدمين جي لائق آهن. تنهنجي ڪري هيءُ پرسڌ ونش ناس ٿيڻ واري آهي. جيڪڏهن تون نياءُ ۽ نيتيءَ جي ڳالهه ٻڌندين ته خود پانڊو ڌرتراشٽر کي سمراٽ بڻائيندا ۽ توکي 'يوراج' ڪري مڃيندا. اڌ راڄ ڏيئي ساڻن ناهه ڪر."

ڀيشم ۽ دروڻاچاريه به ڪرشن جي ڳالهه جي پُٺڀرائي ڪئي، پر دريوڌن جي دل نه ڀڳهري. اهو حال ڏسي ودر چيو "پنهنجي ڪرمن جي ڪري دريوڌن دک ۽ وناش ڏانهن تڪڙو هلي رهيو آهي. اهو حال ڏسي مونکي ڌرتراشٽر ۽ گانڌاريءَ تي قياس ٿو اچي."

ڌرتراشٽر وري به پنهنجي پٽ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن ڏايي ڏک ڀريجي چيو: "دريوڌن! جيڪڏهن تون گوونڊ جو چوڻ نه ونندين ته اسان جي ونش جو ناس ٿيندو." ڀيشم ۽ دروڻاچاريه به بار بار دريوڌن کي سمجهايو.

پر جڏهن دريوڌن تي وڌيڪ زور وڌائون، تڏهن تڏهن
هن جي ڪروڌ جو پارو وڃي مٿي چڙهندو. جوش مان اُٿي
ڪري هن چيو ”مڌوسودن، تنهنجو پانڊون سان ڏاڍو پيار
آهي، انهيءَ ڪري تون مون سان ناحق ٿو ڪرين. پيا ٻه
ڌونکي تا لڳين. پر مان سمجهان ٿو ته منهنجو رتي پر به قصور
ڪونه آهي. پانڊون پنهنجيءَ خوشيءَ سان پنهنجو راڄ داءُ
۾ رکيو. هنن راند هارائي ۽ راڄ وڃايو. انهيءَ لاءِ مان ڇو
جوابدار آهيان؟ راند هارائڻ کان پوءِ هو ٻن ڏانهن ويا. انهن
لاءِ اهو ئي عزت ڀريو رستو هو. هاڻي ٻڌاءِ ته منهنجو ڪهڙو
قصور آهي؟ هو جنگ جوٽڻ لاءِ ۽ اسانکي کٽڻ لاءِ ڇو
سنڀريا آهن؟ مان دڙڪن جي ڪري ٿورو ئي جهڪندس؟
مان جڏهن ننڍو هوس تڏهن بزرگن پانڊون کي اڌ راڄ ڏيئي
مون سان ڏاڍو انياءُ ڪيو هو. پانڊون جو راڄ تي ڪوبه
اڌڪار هو. خبر نه آهي ته انهيءَ هوندي به ڇو انهن کي
اڌ راڄ ڏنو ويو. انهيءَ وقت ته ڪري مان ماٺ ڪئي. پوءِ
هنن راند ۾ راڄ وڃايو. اهو راڄ مان هنن کي ڇو موٽائي ڏيان؟
منهنجو ان ۾ قصور ڪونه آهي. مان پانڊون کي هڪ انچ به
ڌرتيءَ جو ڪونه ڏيندس. نه! نه! مان سئيءَ جي نوڪ جيتري
ڀومي به ڪين ڪونه ڏيندس.“

جڏهن دريوڌن پاڻکي بيڏوهي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش
ڪئي تڏهن گووند کلي ڪري چيو: ”لوڀي شڪنيءَ جي
صلاح سان راند ڪيڏڻ جي سازش ڪئي هئي. پوءِ تو راڄڪمارن
جي وڃي ڪليءَ دربار ۾ دروپديءَ جو اپمان ڪيو هو. انهيءَ
هوندي به تون پاڻکي بيڏوهي ٿو سمجهين؟“

هيتري چوڻ کان پوءِ ڪرشن هنجو ڌيان سندس ٻين
اَنيتين ڏانهن به ڇڪايو.

جڏهن ڀيشم ۽ ٻين بزرگن به ڪرشن جا دليل قبول ڪيا
۽ دريوڌن کي ڏوهه ڏنو، تڏهن دشاسن جوش ۾ اچي ويو

هن اُتي چيو: ”پيارا! هنن آدمين جي من ۾ هڪ سازش آهي. هو توکي رسين سان ٻڌي پانڊون جي سپرد ڪرڻ ٿا چاهين. اسانکي هنان نڪري هلڻ گهرجي.“

انهيءَ اشاري ملندي دريوڌن پنهنجن پائرن سوڌو سڀا پون مان نڪري ويو.

هاڻي ڪرشن اُتي هڪ ريت تقرير ڪئي: ”هي مهاتما لوڪو! ڪنس ۽ ششوپال جي مرڻ کان پوءِ يادو ۽ ورشني پنهنجو وقت سک سان ڪاٽي رهيا آهن. ساريءَ قوم جي رکيا لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ضرور ٿيندو آهي ته هڪ آدميءَ کي قربان ڪجي. بعضي ائين به ٿيندو آهي ته ديش کي بچائڻ لاءِ هڪڙي ڳوٺ کي قربان ڪبو آهي. جيڪڏهن توهانکي پنهنجي ونش بچائڻي آهي ته اوهانکي دريوڌن کي قربان ڪرڻو پوندو. هاڻي ته رڳو اهو هڪڙوئي رستو بچيو آهي.“

اِتي ڌرتراشٽر ودر کي چيو ته ”وڃ، وڃي گانڌاريءَ کي دربار ۾ ڪوٺي اچ. گانڌاري ڏاڍي سياڻي ۽ سمجهدار آهي. تيڻ جهڙي ڳالهه آهي ته دريوڌن پنهنجي ماتا جي ڳالهه مڃي.“

جڏهن گانڌاري دربار ۾ پهتي تڏهن دريوڌن کي واپس ڪوٺايو ويو. دريوڌن موٽي آيو. ڪروڌ جي ڪري سندس اکيون ڳاڙهيون لال ٽيون پيون هيون. گانڌاريءَ کيس گهڻوئي سمجهايو. پر هو پنهنجي هٺ تان ڪين لٿو ۽ وري سڀا ڇڏي هليو ويو.

دريوڌن جي ساٿين اها سازش ڪئي هئي ته ڪرشن کي پڪڙي بند ڪريون. اها خبر سڀا ۾ پهچي وئي. اِتي ڪرشن پنهنجو وشوروپ ظاهر ڪيو. ڪرشن جي ڪرپا سان سورداس ڌرتراشٽر به سڄاڪو ٿي پيو ۽ هن به وراٽ روپ جو درشن ڪيو.

ڌرتراشٽر درشن ڪري ترپت ٿي چيو: ”هي ڪمل نين! اڄ منهنجو وڏو ڀاڳ آهي جو مان تنهنجو وراٽ روپ جو درشن

ڪيو آهي. ماڻ وٽ ڪجهه ڏسڻ نٿو چاهيان. مونکي وڏي سورداس بڻايو." ڌرتراشٽر جي پرارٿنا سويڪار ٿي ۽ هو وري انڌو ٿي پيو. پوءِ هن چيو: "گووند! دريوڌن بلڪل غلطي آهي. اسانجا سڀ جتن وئڙت ويا آهن. اسانجون سڀ ڪوششون نشڦل ٿيون آهن."

انهي ڪرشن اٿيو. سندس هڪ طرف هو ساٿيڪي ۽ ٻئي طرف ودر. سڌو هو ڪنتيءَ جي ڪٽيا ڏانهن هليو ويو. هن پرٿا کي سمورو حال ٻڌايو. ڪنتيءَ ڏاڍيءَ اُڪير سان پٽن کي آشيرواد ڪندي چيو: "ڪرشن! منهنجي پٽن کي چئج ته جنهن وقت لاءِ کتريائيون پٽ ڄڻينديون آهن، سو وقت اچي ويو آهي. اچ همت ڪريو ۽ منهنجي کير کي چمڪايو. هي گووند! تون منهنجي ٻچڙن جي رکيا ڪج."

کترين جو ڌرم آهي، پرجا کي ڪشٽن يعني نقصانن کان بچائن. کتري جمندا ئي آهن ٻين خاطر، پاڻ هومڻ لاءِ. سندن شويا آهي يڌ ڪيتر ۾ بليدان ٿيڻ.

هن ريت هستناپور دربار ۾ اسڦل ٿيڻ ڪانپوءِ 'پرشوتم' پنهنجي رٿ ۾ چڙهي اپپلويه ڏانهن روانو ٿيو. هاڻي لڙائي سامهون ڏسڻ ۾ ٿي آئي. رڻ ڀنڊيءَ جي ناچ جي هر طرف تياري هئي.

## [٥٦]

## دوهم ۽ ڪرتويه

ڪرشن هستناپور کان موٽيو. شانتيءَ ۽ سنڌيءَ جي جيڪا ٿوري گهڻي اميد سندس هستناپور وڃڻ وقت هئي، سا هاڻي بلڪل گم ٿي وئي. چوڌاري اونده انڌوڪار ڏسڻ ۾ آيو. جڏهن ڪنتيءَ کي اها سموري خبر ملي تڏهن سندس

من ۾ هڪ عجيب طوفان کڙو ٿي ويو. ڪيس طرحين طرحين جا خيال ستائڻ لڳا.

هيڪر دل ۾ چيائين ”هاڻي مان ڇا ڪريان؟ مان پنهنجن ڀائرن کي ڪئين چوان ته 'اوهان هر بي عزتي سهو، پر جنگ کي ٽاريو. راڄ جي بلڪل گهر نه ڪريو.' ائين ڪرڻ ڪنهن ڪشتري ڌرم جي ورڌ آهي، ڪل مريادا جي اُبتڙ آهي.“ ٻيهر وري وري خيال آيس: ”جنگ! نيڪ! پر هڪ ٻئي کي کهڻ مان ڇا ورندو؟ پنهنجي ونش کي ناس ڪري راڄ هٿ ڪرڻ مان ڪهڙو سک پراپت ٿيندو؟“

اهڙيءَ ريت ڪنهن ٻڌايا ۾ پئي ڦٿڪي. وري دل ۾ ٿي چوي ”ٿي سگهي ٿو ته ڀيشم پتامها، درونا چاريه ۽ ڪرڻ هڪ طرف آهن. انهن کي ته هار جو منهن به نه ڏٺو آهي. اهڙيءَ پربل ڀرمورتيءَ کان منهنجا پٽ ڪئين ڪٽيندا؟ جڏهن هيءَ ڳالهه سامهون ٿي اچي، تڏهن منهنجو هينئين ٿڙڪي ٿو. مونکي ڪورون جي پنهن سانئين جو خيال بلڪل نٿو ستائي، ڇو ته اهي اهڙا آهن جيڪي پانڊون سان وڙهن ٿا، ڪين مارجي سگهن ٿا. ٻئي ڳالهه آهي ته درونا چاريه پاسو ڪري وڃي. منهنجا پٽ درون جا وديارٿي آهن. ٽين ڳالهه آهي ته درون پنهنجن شش سان جنگ ڪرڻ نه چاهي. ٽين جهڙي ڳالهه آهي ته سو ياويڪ پرڀ ڪري هو ڪين مارڻ نه چاهي. پتامه ڪڏهن به پانڊون کي کهڻ نه چاهيندو. پر اسانجو وڏي ۾ وڏو شترو آهي ڪرڻ. هو منهنجي پٽن کي ماري دريوڌن کي خوش ڪرڻ ٿو چاهي. ڪرڻ آهي به جوڌو جوان، هو يوڌن جو سرمور آهي. جڏهن ڪرڻ ۽ پنهن پانڊون جي يڌ جو چتر منهنجي سامهون اچي ٿو تڏهن منهنجي دل اگهي ۾ پيل اڳڙيءَ جيان ٿي جلي. هاڻي وقت آهي ته مان ڪرڻ کي ڳولهي لهان ۽ ڪيس سندس جنم بابت سڀ سچي سچي وارتا ٻڌايان. جڏهن ڪيس نيڪ ڳالهه

جو پٽ لڳندو، تڏهن هو شايد دريوڌن جو طرف ڇڏي ڏيندو.“

## ڪنتي ۽ ڪرڻ جو ملڻ

اهڙيءَ ريت دل ۾ دکي ٿيندي، پنهنجي پٽن جي رکيا جي چنتا ڪندي ڪنتي گنگا جي ڪناري هلي ويئي. گنگا ڪناري ڪرڻ روز سنڌيا ڪرڻ لاءِ ويندو هو.

جڏهن ڪنتي اتي پهتي تڏهن ڪرڻ ڀڳوت ڌيان ۾ هو. هو سنڌيا ڪري رهيو هيو. سندس مونهن پورب دشا ڏانهن هو، سندس هٿ ادب سان ٻڌل هوا. ڪنتي چپ چاپ ڪري ڪرڻ جي پٺيان ٿي بيٺي. ڪرڻ ڌيان ۾ ايترو مگن هو، جو هنکي انهيءَ ڳالهه جي سمڪ ئي ڪانه رهي. نيٺ جڏهن سج چڙهڻ لڳو ۽ هنجي پٺيءَ کي گرمي لڳي، تڏهن هن جو ڌيان ڪليو.

جڏهن ڪرڻ جو ڌيان ڪليو، تڏهن هن پوئتي نهاريو. ڏٺائين ته ڪنتي ديوي سندس پٺيان بيٺي آهي ۽ پنهنجي مٿي کي اُس جي اُڀ کان بچائڻ لاءِ ڪرڻ جو پلئو جهلي بيٺي آهي. مهاراجا پانڊوءَ جي ڌرمپتني، پانڊون جي ماتا هن ريت انهيءَ انتظاريءَ ۾ بيٺي هئي ته ڪڏهن ڪرڻ شانتيءَ پوروڪ پنهنجي سنڌيا پوري ڪري. اهو درشيه ڏسي ڪرڻ وسميءَ ۾ پئجي ويو. پاڻ سنڀالي هن ڏاڍي پريم ۽ پوڄا جي ڀاو سان هٿ ٻڌي پنهنجي مڪ مان ڪڍيا! ”اڌيرٿ سارٿيءَ ۽ راڌا جو پٽر توکي پرڻام ٿو ڪري. آگيا ڪر ته مان تنهنجي ڪهڙي شيوا ڪريان؟“

ڪنتي اتي ڪرڻ کي چيو: ”ڪرڻ! تون ائين نه سمجهه ته تون ڪوچوان جو پٽ آهين. راڌا تنهنجي ماءُ ڪونه آهي. تون ’سوت‘ جاتيءَ جو بالڪ ڪونه آهين. تون سورج نارائڻ جو پٽر آهين. تون پرٿا جي ڪک مان نڪتو آهين.

پرتا جو پيو نالو ڪنتي آهي. هوءَ راڄ پتري آهي. شل سدا سکي رهين."

وڏي پوءِ ڪنتيءَ ڪرڻ کي سندس جنم جي سموري ڪٿا ٻڌائي ۽ چيائين "تون جڏهن ڄايو هئين تڏهن تنهنجي ساري شرير تي ايشوري ڪوچ (زره) ڍڪيل هو ۽ تنهنجي ڪنن ۾ سونا ڪنڊل پيل هوا. چاڪاڻ جو تون ڪي اِها ڄاڻ ڪانه آهي ته تون کو پانڊون جو ڀاءُ آهين، انهيءَ ڪري تو دريوڌن جو پاسو ورتو آهي ۽ پانڊون کي ڏکارين ٿو. اِها ڳالهه تنهنجي شان وٽان ڪونه آهي ته تون ڌرتراشٽر جي پٽن جي آڌين رهين ۽ سندن همت ٿو ڪيو هجين. ارجن سان ملي وڃ ۽ راڄ ڏٺين سان هڪ ٿيءُ. پوءِ سارو سنسار تنهنجي چرڻن ۾ جهڪندو. انهيءَ حالت ۾ ارجن ۽ تنهنجي ايتري ٿي ڪيرتي ٿيندي، جيتري اڄ ٻلرام ۽ ڪرشن جي آهي. جڏهن تون پنهنجن پنجن ڀائرن جي وچ ۾ وهندين، تڏهن اٿين ڏسڻ ۾ ايندين، جئين ديوتائن ۾ برهما. جڏهن معاملا منجهيل هجن، جڏهن ڪرتويه اڪرتويه جو نيڪ پتو نه پوي، تڏهن منش کي ماتا پتا جي چوڻ تي هلڻ گهرجي ۽ کين پرسن ڪرڻ گهرجي. اسانجي شاسترن انوسار اٿين ڪرڻ پرم ڌرم آهي."

جئين ڪنتي هيءَ واڪ ڪديا، تئين ڪرڻ جي من ۾ هڪ وار اهو ويچار آيو ته سوريه نارائڻ ڪنتيءَ جي ڳالهه جي پنيرائي ڪري رهيو آهي. پر دريوڌن جي نمڪ ڪري هن جي ٻڌي پرشٽ ٿي چڪي هئي، سو انهيءَ اشاري جي الٽي معنيٰ سمجهيس. سمجهيائين ته سورج منهنجي پريکيا وٺي رهيو آهي. هو ڄاڃي رهيو آهي ته مان ڪيتري قدر پنهنجي ويچارن تي پڪو رهان ٿو.

سندس دل ۾ هيڪر ماتا جي سچا پيار جو امنگ اٿيو. هڪوار پنهنجي لاڀ جو به ويچار جاڳيس. پر انهن ٻنهي ڀاونائن کي هن دل پڪي ڪري دٻائي ڇڏيو. ٿورو اداس

ٽي هن چيو: ”پياري امان! جيڪي تون چئين ٿي سو ڌرم جي ورڌ آهي. جيڪڏهن مان پنهنجي ڪري ڪرتويہ جو رستو ڇڏيندس تہ پاڻ کي وڏو ڏوکو رسائيندس. اهڙي ضرب يڌکيٽر ۾ ڪو شترو بہ مونکي پهچائي ڪونہ سگهندو. جڏهن مان معصوم ٻالڪ هيس تڏهن تہ مونکي نديءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت ڪنتيءَ طور جيڪي منهنجا جنم سڌ اڌڪار هوا، سي مون کان کسي ورتا. وقت سر تو ماتا جو ڌرم ڪونہ پاليو. هاڻي تون پنهنجن ٻن پٽن جي ڀلائيءَ خاطر ڪنتيءَ جي ڌرم جون ڳالهيون ٿي ڪرين. جيڪڏهن هن وقت مان پانڊون جو طرف وٺندس تہ جهان چوندو تہ پانڊون جي طاقت ڏسي مان ڏڪي ويو آهيان. مان ڌرتراشٽر جي پٽن جو نمڪ کاڌو آهي. هو مونکي پنهنجو سورمو ساٿي ۽ سهڪاري ڪري سمجهن ٿا. هنن مونتي گهڻيون ئي مهربانيون ڪيون آهن. هاڻي جڏهن سندن مٿان ڏک جي آپدا ڪڙڪڻ لڳي آهي، جڏهن حالتون نازڪ ڪڙيءَ تي پهتيون آهن، تڏهن ٿي تون مونکي چئين ٿي تہ مان نمڪ حرام ٿي پانڊون جو طرف وٺان. ڌرتراشٽر جا پٽ انهن سمجهن ٿا تہ جيئن مضبوط ٻيڙيءَ ۾ چڙهي آدمي سمنڊ پار ڪندا آهن، تئين هو منهنجي وسيلي ڏک جو ساگر پار ڪندا. مان ئي تہ ڪين لڙڻ لاءِ آساهت ڪندو رهندو هيس. هاڻي مان ڪين وچ سمنڊ ۾ ڇڏي ڪيئن بي وفا ٿيان؟ انهيءَ کان وڌيڪ دوکي بازي ڪهڙي ٿيندي؟ انهيءَ کان وڌيڪ بي شڪري ڪهڙي ٿيندي؟ ٻڌاءِ تہ هن جهان جو ڪهڙو اهڙو پدارٿ آهي جنهن لاءِ هيتري وڏي قيمت ڏجي؟ پرلوڪ جو ڪهڙو سک آهي جنهن کي هن رستي خريد ڪرڻ واجبي هجي؟ اسانکي پنهنجو تورو لاهڻ گهرجي. مونکي پنهنجو رڻ ڇڪائڻ گهرجي. پراڻ نڇاور ڪري بہ ڪرتويہ پالڻ گهرجي. ٻيءَ حالت ۾ مان هڪ رواجي چور جهڙو نيچ سمجهڻ ۾ ايندس. هيترا ورهيہ

مان ٻي ڪورون جي آڌار لئي پليو آهيان. ڇا مان اهو سمورو ڪاڌو پيتو نگهه جيان هڙپ ڪري وڃان؟ هن لڙائيءَ ۾ مان پوري ٻل سان تنهنجي پٽن سان وڙهندس. مان توکي ڏوکو ڏيڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان. مهرباني ڪري معاف ڪر."

اِئين گفتگو ڪرڻ کان پوءِ ڪرڻ جو من ڀرجي آيو ۽ هن ڪنتيءَ کي چيو "اما تو گهڻي قدر مونتي زور بار وڌو آهي. تنهنجي ڳالهه ۾ اجائي وجهڻ نه گهرجي. ارجن کي مون سان لڙڻ ڏي. جنگ ۾ ارجن مرندو يا مان مرندس. تنهنجي باقي چئن پٽن کي مان هٿ به ڪونه لائيندس، ڀل هو مون سان ڪهڙي به جٽ ڪري ڪن. اهڙيءَ ريت هي وير پٽرن جي ماتا تون پنجن جي ماتا ٿي بڻي رهنديءَ. لڙائيءَ ۾ مان بچندس يا ارجن. باقي چار ته سلامت رهندا. اهڙيءَ ريت تو وٽ پنجن جا پنج پٽ قائم رهندا."

جڏهن ڪرڻ هن ريت دريتا سان ڪتري ڌرم جي پالڻا جون ڳالهيون ڪيون تڏهن ڪنتيءَ جي من ۾ پالت پانت جا ويچار اڀرڻ لڳا. هوءَ ڪجهه ڳالهائي نه سگهي. چپ ڪري ڪرڻ کي گلي لڳائي هلي وئي.

دل ۾ چيائين "ڪرم ريکا ڪوبه مٽائي نٿو سگهي. ورڌاتا جي لکي کي ڪوبه ٽاري نٿو سگهي. ڪرڻ اهو وچن ڏنو آهي ته هو پنهنجن چئن ڀائرن جي رکيا ڪندو. هن جو اهو پرڻ به ٻهومليه آهي. شل ايشور سندس ڀلو ڪري."

## [۵۷]

## سر سئناپتي

## پانڊون جي چونڊ

گووند اپپلويه ۾ پهچندي هستناپور جو سمورو حال پانڊون

جي پيش ڪيو. هن چيو: ”مان ڳهٽوڻي زور لڳايو ته هو ڌرم جو رستو وٺن ۽ اهو ڪجهه ڪن جنهن ۾ سندن ڀلو هو. پر اها سموري ڪوشش وئرٿ ويئي. هاڻي هڪ ئي رستو وڃي بچيو آهي. راجنيتيءَ جي نيمن انوسار شام، دان، ڀيد ۽ ڏنڊ چار رستا آهن. ٽي رستا استعمال ٿيا آهن. باقي چوٿون مارڳ ئي وڃي رهيو آهي. لڙائيءَ کان سواءِ ٻيو چارو ڪونه آهي. اُتي سڀا ۾ دريوڌن کي جيڪا صلاح بزرگن ڏني سا انهيءَ موڙ کي نه آئڙي. هاڻي اسان کي بنا ديرمدار جي جنگ جي تياري ڪرڻ گهرجي. ڪروکيتر جي ڀومي رت جي پياسي آهي.“

ڪرشن جي گفتگو ٻڌڻ کان پوءِ يڌشٽر ڀائرن کي چيو: ”ڀائرو! هاڻي شانتيءَ جي ڪابه آشا ڪانه آهي. سينا کي تيار ڪريو ۽ باقائدي انهيءَ کي صفن ۾ هلايو.“

پانڊون جي وڏي لشڪر کي ستن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو. ستن سيناپتين کي هڪ هڪ حصو سپرد ڪيو ويو. اهي ست هئا: دروپد، وراٽ، ڌرشٽديمن، شکنڊي، ساتيڪي، چيڪتان ۽ ڀيمسين. هاڻي سوال ٿيو ته سر سيناپتي ڪنهن کي ٿاپجي. انهيءَ لاءِ سڀني جي راءِ وٺڻ ضرور هو.

انهيءَ زماني ۾ رواج هو ته سڀني کان ننڍي جو رايو پهرين ورتو هو ۽ پوءِ وڏن جو رايو وٺڻ ۾ ايندو هو. انهيءَ ڪري ننڍڙن ۾ اتساهه ۽ آتم وشواس پيدا ٿيندو هو. جيڪڏهن وڏن جو رايو پهرين وٺڻ ۾ اچي ها ته پوءِ ننڍڙن کي آزاديءَ سان ڳالهائڻ ۾ هٻڪ ٿئي ها. انهيءَ حالت ۾ سچن ٻچن متيدن کي ظاهر ڪرڻ ۾ مڙ پوڻي بي ادبي سمجهڻ ۾ اچي ها.

انهيءَ ڪري ڌرم پٽر پهريون پهريون سهديو جو رايو ورتو. يڌشٽر چيو ”انهن ستن مان هڪ کي سر سيناپتي بڻائڻ گهرجي. سر سيناپتي اهڙو ٿيڻ گهرجي، جو ڀيشم پتامها جو پورو پورو مقابلو ڪري سگهي. ڀيشم ۾ اهڙي شڪتي آهي

جو هو پنهنجن شترن کي ساڙي رک ڪري ڇڏيندو آهي.
سر سئنا پتي اهڙو تير گهرجي جو حالتن موجب لشڪر جي بيهڪ ۾ صفن ۽ نيڪ ڦير ڦار ڪري سگهي. هاڻي پڌاءِ ته تنهنجي راءِ موجب اهڙي ذميداري ڪير کڻي سگهندو؟"

سهديو وراڻيو: "متسيه راج ورات کي سر سئنا پتي بڻائڻ گهرجي. ورات ئي اسانکي اڳيات واس وقت مدد ڪئي هئي. اڄ به انهيءَ جي سهايتا سان اسين پنهنجو راڄ واپس گهري رهيا آهيون."

سهديو کان پوءِ نڪل جو وارو آيو. نڪل چيو "منهنجي نظر ۾ سڀني ڳالهه آهي دروپد کي سر سئنا پتي بڻائڻ. هو آيوءَ، سياڻپ، همت ۽ ٻل ۾ سڀني کان سرس آهي. هنجو ڪل به ڏاڍو اوچو آهي. دروپديءَ جي پتا دروپد تيراندازيءَ جو هنر خود ڀاردواج کان سکيو آهي. هو گهڻن ڏينهن کان سدا سانديي وينو آهي، ته دروڻاچاريه سان ٽڪر کائوان. سڀ راجائون به دروپد جي عزت ڪندا آهن. هو اسانجي اهڙيءَ ريت سهايتا ڪري رهيو آهي، جڻ پتا پنهنجن پٽن جي ڪري. ڀيشم ۽ دروڻاچاريه جو مقابلو دروپد کي ئي ڪرڻ گهرجي."

هاڻي ڌرم پتر ڌنجيه جو رايو ورتو. ارجن جواب ۾ چيو ته "مان سمجهان ٿو ته ڌرشتديمن اسانجو سپهه سالار ٿيڻ گهرجي. ڌرشتديمن اهو وير آهي، جنهنجون اندريون پنهنجي وس ۾ آهي. هنجو جنم ئي ٿيو آهي دروڻاچاريه کي ختم ڪرڻ لاءِ. ڀيشم جي تيرن جو ڌرشتديمن ئي چڱيءَ پر مقابلو ڪري سگهندو. سڀني کي ڄاڻ آهي ته ڀيشم جي ٻاڻن اڳيان پرسرام به بيهي ڪونه سگهيو هو. منهنجي نظر ۾ ڌرشتديمن ئي سر سئنا پتي ٿيڻ جي يوڳ آهي. مونکي ٻيو ڪو خيال ۾ ئي نٿو اچي."

ارجن جنهنجو رايو ڏيڻ چڪو ته ڀيمسين هن ريت پنهنجي

راء ظاهر ڪئي: "راڄن! جيڪي ارجن چوي ٿو، سو برابر آهي، پر رشين ۽ مهاتمائن جو چوڻ آهي ته ڀيشم کي مارڻ لاءِ شکنڊيءَ ٿي جنم ورتو آهي. شکنڊيءَ جو ڇهڙو به پرسرام جيان ڇمڪندو آهي. مان نٿو ڀانيان ته شکنڊيءَ کان سواءِ ڪو ٻيو ڀيشم کي ماري سگهندو. انهيءَ ڪري منهنجو راءِ آهي ته شکنڊيءَ کي سپهه سالار بڻايو."

انت ۾ يڌشٽر ڪرشن جي راءِ ورتي. ڪرشن جواب ۾ چيو "جن به جوڌن جا نالا ورتا ويا آهن، سي سڀ سر سئناپتي ٿيڻ جي يوڳ آهن. انهن مان هرهڪ ڪورون جي دل ۾ ڌهڪاءُ وجهي سگهندو. پر سينٽي ڳالهين جو ويچار ڪري مان ارجن جي راءِ کي ٺيڪ ٿو ڏيان. انهيءَ ڪري ڌرشٽديمن کي ٽاڪ ڏيئي، سئنانايڪ بڻايو."

# [۵۸]

# ڪورون جي چونڊ

ڪورون جي لشڪر جو سر سئناپتي هو ڀيشم. دريوڌن ڀيشم کي نمسڪار ڪري چيو "جئن ڪارتڪيه (شو جو پٽر، گڻيش جو ڀاءُ) ديوتائن جي لشڪر جي اڳواڻي ڪئي هئي، تئن اوهان اسانجي لشڪر جا اڳوان ٿي، اسانکي سويارو ڪريو. جئن رشيڀ (وڏي ڏاند) جي پٺيان وڇڙا هلندا آهن، تئن اسين اوهان جي پٺيان هلنداسين."

ڀيشم جواب ۾ چيو: "بلڪل ٺيڪ ڳالهه آهي. پر هڪ ڳالهه ڌيان ۾ رک. منهنجي نظر ۾ جهڙا ڌرتراشٽر جا پٽ آهن، تهڙائي پانڊوءَ جا پٽر آهن. مان توسان پرڻگيا ڪئي آهي. اها مان پاليندس ۽ لشڪر جي اڳواڻي ڪندس. منهنجي تيرن سان روز لکين هزارين شترو مرندا. پر مان پانڊوءَ جي

پٽن کي ماري ڪونہ سگھندس. ھيءَ لڙائي منھنجي صلاح پٽاندڙ ڪونہ ٿي ڪئي وڃي. انھيءَ ھوندي بہ مان ھرھڪ فرض بجاءِ آڻيندس، پر پانڊوءَ جي پٽن کي ڪونہ ماريندس.

”ھڪ ڳالھ بي بہ آھي. سورج پٽر جيڪو اوھانکي ڏاڍو پيارو آھي، سو منھنجو وروڌي آھي. ھنکي اھا ڳالھ نٿي وڻي تہ ڪو مان اوھانجو نيتا ٿيان. ھنجي ۽ منھنجي ويچارن ۾ بہ وڏو انتر آھي. جيڪڏھن اوھان جي مرضي پوي تہ پھ انھيءَ کي سر سئناپتي بڻايو. مونکي انھيءَ تي ڪوبہ اعتراض ڪونہ آھي. پھ شروع ڪان وٺي ھو جنگ ڪري.“

ڀيشم کي ڪرڻ جون ڳالھيون ڪونہ وڻنديون ھيون. ھنکي ڪرڻ جو وھنوار اگرو لڳندو ھو. انھيءَ پراڻي زماني ۾ بہ وڏا وڏا آدمي ھڪ ٻئي سان ايرکا ڪندا ھئا. ڪرڻ کي نہ رڳو ڀيشم سان ايرکا ھئي، پر منجھس ايمان بہ جھجھو ھو. ھو ٻڌاڪ بہ ڏاڍي ھڻندو ھو. ھن چيو ”جيسين ڀيشم جيترو آھي، تيسين مان يدڪيتر ۾ پير ڪونہ پائيندس. جڏھن ڀيشم پنامھا ختم ٿيندو، تڏھن ئي مان لڙائيءَ ۾ ڀاڱو وٺندس. انھيءَ وقت مان ارجن جو مقابلو ڪري ڪيس يم پوريءَ جو راھي بڻائيندس.“

دريوڌن ڀيشم جو شرط قبول ڪيو ۽ ڪيس ٺلڪ ڏيئي سر سئناپتي بڻايو. پوءِ تہ ڪورون جو لشڪر ڪروڪيتر ڏانھن ائين ڪاھي ويو، جئن ڪو درياہ اٿل کائي.

## [۵۹]

## بلرام

جڏھن يڌ جون تياريون ٿي رھيون ھيون، تڏھن ھڪ ڏينھن اوچتو ئي اوچتو ڪرشن جو مربي پرسڌ ڀراتا بلرام

اچي پانڊون جي ڇانوڻيءَ ۾ نڪتو. هليڊ [ بلرام هو، ڪنڌ تي رکي هلندو هو، انهيءَ ڪري ڪيس اهو نالو مليو هيو] جي ڪنڌ تي رکيل هو هر. سندس ڪپڙا هوا نيريءَ ريشم جا. سندس ڇاتي هئي ٻاهر نڪتل، سندس ڪلها هوا ڪشادا. سندس مکڙاڻ جي نور هئي شاندار. ائين ٿي هليو، جيئن مرگ راج ڪيهري شينهن هلي. اچان بلرام اندر آيو مس تہ يڌشٽر، ڪرشن ۽ ٻيا سڀ سندس آڌرڀاءُ ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺا. بلرام وري پاڻ کي وڏن، دروپد ۽ ورات راج جهڙن کي نمسڪار ڪيو. پوءِ هو ڌرم پتر جي پرسان وڃي رهيو.

بلرام توريءَ دير ڪانپوءِ چيو ”اسان ٻڌو آهي تہ ڀرت جي سنتان اڄ لوڀ، ڪروڌ ۽ ڏڪار جو شڪار ٿي چڪي آهي. مون ائين بہ ٻڌو آهي تہ شانتيءَ ۽ سنڌيءَ جون ڳالهيون بلڪل ٽٽي چڪيون آهن ۽ يڌ جي گهوشڻا ٿي چڪي آهي. اهي ڳالهيون ٻڌي ڪري مان ڪروڪيتر ۾ آيو آهيان.“

ڳالهائيندي ڳالهائيندي سندس من ڀرجي آيو. تورو آرام ڪري هن وڌيڪ چيو: ”ڌرم پتر! سامهون ڀيانڪ برٻادي ٿي ڏسڻ ۾ اچي. ساري پرٿوي رت سان رڱجي ويندي. ايتري رتوڇاڻ ٿيندي جو چوڌاري ڳاڙهو گارو ڏسڻ ۾ ايندو. هر هنڌ چچريل لاش ۽ هڏيون ڏسڻ ۾ اينديون. درياهہ اچي ڪترين کي ورايو آهي. هو سڀ چريا ٿي پيا آهن ۽ هت پنهنجي برٻادي ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا آهن. مان ڪيترائي دفع ڪرشن کي چيو آهي تہ ”دريوڌن اسانکي اوترو ئي ويجهو آهي، جيترو پانڊو پتر. انهيءَ ڪري هن پاڳياڻي جي جهڳڙي ۾ اسانکي نرپڪ رهڻ گهرجي، ڪنهن جو بہ طرف وٺڻ نہ گهرجي! پر هو منهنجي ڳالهہ نٿو مڃي. هن جو ارجن سان اتي پريم آهي. انهيءَ موهہ هن کي موٺ بڻايو آهي ۽ هو اوهانجو طرف وٺي بيٺو آهي ۽ هن يڌ لاءِ پنهنجي قبوليت ڏني اٿس. هاڻي ڪرشن ۽ مان هڪ ٻئي جي

وروڻ ۾ ڪيئن ٻُڌندس؟ پيءُ منهنجو شش آهي ۽ ڊرپوڪ به. ماڻهن ڪُسڻي ڪرڻ سيکاري آهي. مون کي ٻئي اکين جي تارن جهڙا پيارا آهن. مان هڪ کي ڇڏي ٻئي جو طرف ڪيئن وٺان؟ اها ڳالهه به مون کان سهي نه ويندي ته ڪورو منهنجي اکين جي اڳيان ناس ٿي وڃن. انهيءَ ڪري مان هن لڙائيءَ ۾ بنهه شامل ڪونه ٿيندس. هن سڄو پسر ڪندڙ مهاڀاري اڳنيءَ کان مان دور رهندس. هن درگهٽنا جو ويچار ڪري منهنجو ته جيون مان چس ئي نڪري ويو آهي. انهيءَ ڪري مان تيرٿ ياترا ڪندو رهندس.”

آپدا روپي پڌ بابت هن ريت گفتگو ڪري، بلرام هليو ويو. سندس دل ۾ گهرو دک هو. هن پريو پڳهيءَ دوارڪا پنهنجي من کي سنتوش ڏيڻ ٿي گهريو.

بلرام جي هن ڪٿا مان اِها ڳالهه پڌري آهي ته بعضي بعضي پلاءِ سچار آدمي ڏاڍي مونجهاري ۾ اچي ڦاسندا آهن. هنن جي سامهون ٻه پڪه موجود هوندا آهن. سندن نظر ۾ ٻنهي طرفن ۾ هڪ جيتري سچائي هوندي آهي؛ ٻئي طرف نياءَ انڪول ڏسڻ ۾ ايندا اٿن. پر ٻنهي جو رستو نيارو نيارو هوندو آهي، بلڪ هو هڪ ٻئي جا مخالف هوندا آهن. هاڻي هنن پلن آدمين لاءِ ڪنائي اها هوندي آهي ته هو ڪهڙي طرف ٿين، ڪهڙيءَ ڌر کي سهايتا ڪن. جنڊ ڪٽن ته جنڊ ڳورو، پڙ ڪٽن ته پڙ ڳورو. هڪ طرف باهه ٻئي طرف باهه. انهيءَ اوسٿا ۾ دل کي ڏاڍو گهرو دک رسندو آهي.

اها ڪنائي ايماندار آدمين کي ئي درپيش ايندي آهي. بي ايمان آدمين کي ڪا به اهڙي مشڪلات منهن ڪونه ڏيکاريندي آهي. هو هوندا آهن سوارٿي. ڪندا اهو ڪم جنهن ۾ سندن مطلب پورو ٿيندو. طرف وٺندا انهن جو جن سان سندن

گھاٽو لاڳاپو ھوندو. مدد ڪندا انھن کي جن ۾ مود قاتل ھوندن يا جن مان ڪو مطلب سڌ ٿيندن. پڳڙي پيچ اٽي وراڻيندا جت پورو ٿيندو، جھڙي واءُ ڏسندا اھڙي پٺ وٺندا.

پر اھي ڀلا آدمي، جي نسوارٿي آھن جن سنساري ترشنائون تياڳي ڇڏيون آھن، تن لاءِ اھڙن اوستائن ۾ ترٽو ڪرڻ ڏاڍو ڪٺن ٿيندو آھي. مھاڀارت جوئي ڪري خيال ڪريو. پتامھا کي جنگ ڪندي ڪيترو نہ من جو ڪليش پھتو ھوندو. ھن ڪورون سان پرڻ ڪيو ھو، ھن ڪورون جو نمڪ کاڌو ھو، سندس وويڪ جي ساکي اھا ھئي تہ پانڊو ڌرم تي آھن ۽ ڪورو پاپ تي. ودر جي وياڪلتا بہ گھٽ ڪونہ ھئي. يڌشٽر کي ڌري ڌري ٿي دل ۾ چير ٿي پيا. ڪرڻ کي بہ ڪنتيءَ جي آديش ۽ ڪورون جي متر ٿي جا وچ ۾ چونڊ ڪرڻي ھئي. ھاڻي ھنن مڙني مھاتمائن پنھنجو پنھنجو رستو اختيار ڪيو. ھڪ ھڪڙيءَ ريت دل کي پرچايو تہ ٻي ٻيءَ ريت. جدا جدا مارگ جيڪي انھن چونڊيا، تن جو دارومدار ھو سندن سڀاءُ، سنسڪارن ۽ سکيائن تي.

اڄ ڪالھ جا سمالوچڪ ڪئي وار اھو بنيادي فرق نظرانداز ڪندا آھن، اھو مئولڪ انتر ڀلائي ڇڏيندا آھن ۽ سڀني کي ساڳين ماپن سان ماپڻ جو يتن ڪندا آھن. اھو رستو نيڪ نہ آھي، راماڻ ۾ پڙھندي ڏسبو تہ دشرٿ کي بہ ڏاڍيءَ مشڪلات کي منھن ڏيڻو پيو ھو. ڪنڀ ڪرڻ جي ڪٺنائي بہ گھٽ ڪونہ ھئي. ڀرت، لڪشمڻ ۽ ماريچ کي بہ اھڙن مونجھارن مان لنگھڻو پيو ھيو. ھنن مان ھرھڪ پنھنجي پنھنجي نموني انھن الجھن کي سلجھايو. سندن رستن کي پڙھڻ ۽ جاچڻ مان اسين ڪئي سکيائون پراپت ڪري سگھنداسين. انھن جي ورتلن وسيلن جو اڀياس اسان کي پنھنجن ڪمن لاءِ ڪارائتو ٿيندو. ٻلرام جي لنت رھڻ مان بہ وڏي سکيا ملي

ٿي. مهاڀارت جي لڙائيءَ ۾ ڀارت ورش جي سڀني راڄائن ڀرپور ورتو هو. رڳو ٻه راڄڪمار ئي نرپکه رهيا. هڪ هو ٻلرام ٻيو هو ڀوڄ ڪٽ جو راڄا رڪم. رڪم جي ننڍي ڀيڻ رڪمڻيءَ جو وواهه شري ڪرشن سان ٿيو هو. رڪمڻيءَ جي ڪٿا ايندڙ اڌياءَ ۾ ڏني وڃي ٿي.

## [٦٠]

## رڪمڻي

وِدرڀ جي راجا ڀيشمڪ کي پنج پٽ ۽ هڪ نياڻي هئي. هن ڪنيا جو نالو رڪمڻي هو. جهڙي سندر هئي سندس صورت، تهڙي ئي اعليٰ هئي سندس سيرت. هوءَ اڃا ننڍي ئي هئي ته ڪرشن جي ساراهه ٻڌي هئائين. هن جي من ۾ آيو ته وواهه ڪجي ته ڪرشن سان. سندس اِها اِڇا انت پرتي وڌندي ويئي، رڪمڻيءَ جي ڳالهه هنجي متن مائٽن کي نيڪ لڳي. پر سندس وڏي ڀاءُ رڪم کي اِها ڳالهه ڪانه وڻي. رڪم جو ڪرشن سان دويش هو. رڪم راڄ جو اتراڌڪاري هو. هو ڀوراج هو. انهيءَ ڪري هنجي سندس پيءُ وٽ گهڻي هلندي هئي. رڪم پيءُ تي زور ڀريو ته رڪمڻيءَ جو وواهه چيديءَ جي راجا ششوپال سان ڪجي. راجا هو ٻڍو پٽ جي موهه ۾ ڦاٿل، سو انڪار ڪري نه سگهيو. حالتون اهڙيون اچي ٻڻيون جو رڪمڻيءَ جو وواهه سندس اِڇا جي ورڌ ششوپال سان رٿيو ويو.

هاڻي جيئن ڪرشن وشنوءَ جو اوتار هو، تيئن رڪمڻي لڪشميءَ جو روپ هئي. لڪشمي ۽ وشنو هڪ ٻئي کان جدا ٿين سا ڳالهه ته ڏاڍي ڏوري ٿي. انهيءَ ڪري رڪمڻيءَ جي لنبا قتي پئي. هوءَ هن آپدا مان ٻچڻ لاءِ ڪو رستو

ٻڌائڻ لڳي: ڪنوارين ڪنيائن جي لاءِ هڪ پاسي رکي،
هن هڪ برهمڻ سان صلاح ڪئي. پوءِ هن انهيءَ برهمڻ کي
ڪرشن ڏانهن موڪليو ته وڃي سائنس سندس دل جو حال
اوري ۽ ڪائنس هن آپدا جي سمي سهائتا گهري.

رڪمڻيءَ جي اِڇا انوسار برهمڻ دوارڪا ڏانهن ويو. اتي
وڃي ڏاڍيءَ آزيءَ نيزاريءَ سان رڪمڻيءَ جي دکن جو
داستان ڪرشن کي ٻڌايائين ۽ کيس سهائتا ڪرڻ لاءِ نويدن
ڪيائين. رڪمڻيءَ جو لکيل پتر به ڪرشن کي ڏنائين.

پتر هن ريت لکيل هو:

”مان اڳيئي توکي پنهنجي دل جو ڏئي ۽ پنهنجي من
جو مالڪ بڻايو آهي. انهيءَ ڪري مان توکي وينتي ٿي ڪريان
ته جلد اچي منهنجي مدد ڪر. دير مدار ڪرڻ جي حالت
۾ ممڪن آهي ته ششوپال مونکي زوريءَ کڻي وڃي. اڄ
پنهنجي آهي سڀاڻي پرائي آهي. دير وجهڻ جو وقت ڪونه
آهي. سڀاڻي ڪٿ به ڪري توکي هٿ پهچڻا گهرجن. اهو
خيال رکج ته ششوپال ۽ جراسند جون سينائون تنهنجو مقابلو
ڪنديون. مان تنهنجي ٿيان تنهن لاءِ انهن کي جيتڻ ضروري
آهي. شل ايشور توکي سوڀ ڏي ۽ مان تنهنجي هٿ اچان.
منهنجي پاءُ اهو نرڻو ڪيو آهي ته هو مونکي ششوپال سان
شادي ڪرائي. وواهه جي سڳڻن سان جي سنبنڌ ۾ ئي سڀاڻي
مان پنهنجن سکين ۽ ساهيڙين سميت لڪشميءَ جي پوڄا ڪرڻ
لاءِ مندر ۾ وينديس. اهو سڀني ۾ سٺو وجهه آهي. انهيءَ وقت
اچ ۽ مونکي بچائي وڃ. جي تون نه ايندين ته آپ گهات
ڪنديس، جئن ٻئي جنم ۾ مان توسان ملان.“

ڪرشن خط پڙهندئي رٿ تي سوار ٿيو.

وِدرڀ جي راڄڌاني هئي ڪنڊن پر. راجا جي آگيا ۽
اِڇا انوسار اڄ ساري پري خوب سينگاري ويئي هئي. وواهه
لاءِ هر پرڪار جون تياريون ٿي رهيون هيون. ششوپال ۽ سندس

ساڳي ڪرشن جا جاني دشمن هئا. هو سڀ وواهه لاءِ سهي سنبري آيا هئا.

ٻلرام کي خبر پيئي ته ڪرشن اوچتو ئي اوچتو اڪيلي سر ودرڀ جي راڄڌانيءَ ڏانهن روانو ٿيو آهي. هن سمجهيو ته ڪرشن رڪمڻيءَ کي هٿ ڪرڻ لاءِ ويو آهي. ٻلرام کي ڀؤ ٿيو ته اهي جيڪي ڪرشن جي رت جا پياسا آهن، سي کيس سوڙهو نه گهٽن. انهيءَ ڪري هن ترتڪڙ ۾ وڏي سينا گڏ ڪئي ۽ ڪرشن جي سهايتا لاءِ روانو ٿيو.

هاڻي رڪمڻي پنهنجن سکين ۽ سهيلين سان گڏجي ڪري مندر ڏانهن رواني ٿي. اتي هن ڏاڍيءَ شردا ڀڳتي سان ديوي اڳيان سر جهڪائي چيو: ”او امبا! تون ڄاڻيجاڻهار آهين. توکي خبر آهي ته ڪرشن سان منهنجو اڳاڌ پريم آهي. ڪرپا ڪري منهنجي آراڌنا سويڪار ڪر ۽ ڪرشن کي ئي منهنجو پراڻپتي بڻاءِ.“

جڏهن رڪمڻي پرارٿنا پوري ڪري مندر کان ٻاهر نڪتي تڏهن سندس نظر ڪرشن جي رٿ تي وڃي پيئي. رڪمڻي ڪرشن جي رٿ ڏانهن ائين ڊوڙندي ويئي جئن رڪ جي چقمق ڏانهن ڇڪندي ويندي آهي. جئن ئي رڪمڻي ڪرشن جي رٿ تي چڙهي تئن ئي ڪرشن رٿ کي تکو تکو ڪاهڻ لڳو. جيڪي ٻيا اتي لوڪ هئا، سي هيءُ نظارو ڏسي وائڙا ٿي ويا.

ودر راڄ جي نوڪرن ڊوڙي ڪري هيءُ سمورو حال وڃي رڪم سان ڪيو. سماچار ٻڌي رڪم قسم کنيو ته ”مان ڪرشن جي ڪڍ وڃان ٿو. جيسين مان جناردن کي جمپوريءَ نه موڪليندس، تيسين مان ڪونه موٽندس.“

رڪم پاڻ سان وڏي ساري سينا به ڪنئين. انهيءَ وچ ٻلرام به پنهنجي لشڪر سوڌو اچي سهڙيو. ٻنهي ڌرين جي وچ سخت لڙائي ٿي. رڪم سخت شڪست کاڌي ۽ ٻلرام

۽ ڪرشن سوپ جو سهرو سر تي ٻڌي دوارڪا ۾ پهتا. پوءِ
پورا سڳڻ سان ڪري رڪمڻيءَ جو ڪرشن سان وواهه
ڪيو ويو.

رڪم جو لڙائي هارائي، انهيءَ ڪري هو ڏاڍو شڪي
ٿيو. ڪيس ايترو شرم وٺي ويو جو راڄڌانيءَ ڏانهن موٽڻ جو
خيال ئي ڇڏي ڏنائين. جنهن هنڌ جنگ ٿي هئي، اتيئي
يوجڪت نالي نئون شهر اڏيو ويو. رڪم اتان راڄ ڪرڻ لڳو.

جڏهن رڪم کي خبر پيئي ته ڪوروکيتر ۾ لڙائي ٿيڻ
واري آهي، تڏهن هو وڏو لشڪر تيار ڪري انهيءَ طرف
ويو. ائين سمجهي ته پانڊون کي مدد ڪرڻ سان هو ڪرشن
کي پرچائي ۽ راضي ڪري سگهندو. هن ارجن کي چيو:
”ڌنجيه! ڪورون جي سينا ڏاڍي گهڻي آهي. مان توهانجي
مدد لاءِ آيو آهيان. مان دشمن جي هر حصي تي حملو ڪرڻ
لاءِ تيار آهيان، رڳو توهانجي حڪم ڏيڻ جي دير آهي. مونکي
ايتري شڪتي آهي جو مان درونا چاريه ۽ ڪرپاچاريه تي
سهوليت سان حملو ڪري سگهان ٿو. مان ڀيشم پتامها تي به
حملي ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. مان اڪيلو ئي جنگ کٽي
ڏيندس. رڳو پنهنجي راءِ مان مونکي واقف ڪر.“

ارجن هيءَ ڳالهه ٻڌي کلي ڏنو. هن چيو ”اي يوجڪت
جا راجا! اسين شتروءَ جي سينا جو وڏو ڏيل ڏسي ڏڪون
ڪونه ٿا. اسانکي توهانجي سهائتا جي ضرورت ڪانه آهي.
نڪي ڪا اسانکي اوهان جي مدد وٺڻ جي خاص اڇا آهي.
وڻيئي ته هليو وڃ، وڻيئي ته هت رهي پؤ.“

ارجن جي هيءَ ڳالهه ٻڌي رڪم ڏاڍو شرمندو ٿيو.
ڪيس ڪروڌ ورائي ويو. انهيءَ ڪري هو پنهنجو سمورو
لشڪر وٺي ڪورون جي طرف هليو ويو. اتي وڃي دريوڌن
کي چيائين ”مان پانڊون کي مدد جي آڇ ڪئي. پر هنن مدد
وٺڻ کان انڪار ڪيو. هاڻي هيءَ منهنجي سموري سينا

تنهنجي شيوا لاءِ حاضر آهي."

دريوڌن جواب ۾ چيو: "ائين آهي يا نه. نه تون مون وٽ تڏهن آيو آهين جڏهن پانڊون تنهنجي مدد وٺڻ کان انڪار ڪيو آهي. مونکي اهڙي پيڙ ڪانه اچي پيئي آهي جو پانڊون جي جوٺ سويڪار ڪريان."

اهڙيءَ ريت ٻنهي ڌرين رڪم جي بي عزتي ڪئي. شرم جو ماريو هو پنهنجيءَ راڄڌانيءَ ڏانهن موٽي آيو ۽ جنگ ۾ ڀرو ڪونه ورتائين.

جدا جدا آدمي جدا جدا سببن ڪري جنگ ۾ نرپک رهندا آهن. ڪي انهيءَ ڪري نرپک رهندا آهن جو جنگ ۾ شامل ٿيڻ سندن وويڪ جي ورڌ هوندو آهي. ڪي آدمي ايمان ۽ گيرت ڪري نرپک رهندا آهن. ٻيا وري ڪنهن سوارٿ وس ٿتست هوندا آهن. ٻلرام هو صلح جو ڪانکي، هنکي شانتي گهربي هئي، انهيءَ ڪري هن مهاڀارت جي جنگ ۾ ڀرو ڪونه ورتو. رڪم وري ايمان جي ڪري جنگ کان پاسي رهيو. هو ڌرم ۽ ڪرتويه جي نالي ڪي ڪونه هليو. هنکي پنهنجي عزت ۽ شان جو خيال هو. انهيءَ ڪري ٻنهي طرفن کانئس مدد وٺڻ کان انڪار ڪيو.

## [٦١]

## اسهڪار

لڙائيءَ جي پوري تياري هئي. باقي هڪ ڏينهن وڃي رهيو هو. پتامها ۽ دريوڌن گڏ ويٺا هئا. پتامها دريوڌن کي پي همٿايو. هن پنهنجي پک جي هڪ هڪ جوڌي جي شڪتيءَ ۽ ٻل، ڪاريگريءَ ۽ هوشياريءَ جو ورنن ڪيو. پنهنجن ساٿين جا گڻ ٻڌي دريوڌن جي دل ٺپا ڏيڻ لڳي.

ڳالهائيندي ڳالهائيندي ڪرڻ بابت ڳالهيون ٿيڻ لڳيون.

ڀيشم پتامها چيو: ”ڪرڻ سان تنهنجو ڏاڍو سنيهه آهي، تنهنجي نظر ۾ هو وڏو وير جوڌو آهي. پر مان ائين ڪونه ٿو سمجهان. هنکي پاڻڊون سان گهاٽو دويش آهي. اها ڳالهه مونکي نٿي وڻي. ڪرڻ ڏاڍو ابماني آهي. هنکي ٻين هيڻو ڪرڻ جي عادت آهي. ديش جا جيڪي ٻهراڻ صف جا پهلوان آهن، ڪرڻ انهن مان هڪ ڪونه آهي. وري ڪيس ڄمڻ وقت جيڪو ايشوري ڪوچ هو، سو هن ٻين کي ڏيئي ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري هن لڙائيءَ ۾ هو مونکي گهڻي مدد ڪري ڪونه سگهندو. ڪيس پرسرام جو به پاراتو مليل آهي. سندس جيڪي ايشوري هٿيار آهن، سي ضرورت وقت سندس سات ڪونه ڏيندا، ڇاڪاڻ جو جن منترن جي وسيلي اهي هٿيار هلائبا آهن، سي منتر ڪانئس وسري ويندا. ارجن ۽ ڪرڻ جي وچ ۾ جيڪا جنگ ٿيندي، تنهن ۾ ڪرڻ جو موت ٿيندو.“

اهڙيءَ ريت گنگا پتر ڀيشم سواءِ لڪيءَ ڇپيءَ جي کليون ڳالهيون ڪيون. دروڻاچاريه به پتامها سان شامل راءِ ٿيو. هن چيو ”ڪرڻ کي پاڻ تي ڏاڍو ڀاڙو آهي. هو گهمنڊي آهي. انهيءَ ڪري يڌ ڪيتر ۾ لڙڻ جا جيڪي باريڪ نقطا آهن، انهن تي هو پورو ڌيان ڏيئي ڪونه سگهندو. اهڙيءَ بي خبرداريءَ جي ڪري هو هارائيندو.“

ڀيشم پتامها جا واڪيه ٻڌي ڪرڻ جون اکيون ڳاڙهيون لعل ٿي ويون، هن غصي ۾ ڀرجي چيو: ”پتامها! تنهنجو مون سان حسد آهي. تون اڪارو آهين. تون مونکي نفرت جي نگاهه سان ڏسندو آهين. انهيءَ ڪري تون هميشه منهنجي بي عزتي ڪندو رهندو آهين. مان تنهنجو ڪجهه بگاڙيو به ڪونه آهي، ته به مونکي نيچ ڏيکارڻ لاءِ تون هر موقعي تي مون تي حملا پيو ڪيا آهن. دريوڌن جي خاطر مون تنهنجا سڀ طعنا ۽ ٽنڪا پئي سٺا آهن. تو هاڻي جيڪو

ته هن جلد ٿيڻ واريءَ لڙائيءَ ۾ مان توکي گهڻي مدد ڏيئي
ڪونه سگهندس. منهنجو اهو پڪو وشواس آهي ته ڪورون
جي ٻيڙي ٻڏندي ته تنهنجي ڪري ٻڏندي نه. منهنجي ڪري،
تو وٽان نئي ڪين دغا ملندي. سچي ڳالهه ته اها آهي ته
تنهنجو دريوڌن سان سچو پڪو پيار نئي ڪونه آهي. البت
ڌريوڌن کي انهيءَ ڳالهه جي خبر ڪونه آهي. ڇاڪاڻ جو
توکي منهنجي لاءِ نفرت آهي، انهيءَ ڪري تون دريوڌن
۽ منهنجي وچ ويڇي وجهڻ جو يتن ڪندو رهين ٿو ۽
هن جا ڪن ڀريندو رهين ٿو. پنهنجي انهيءَ سازش کي سڦل
بڻائڻ لاءِ تون منهنجي نندا ڪندو رهين ٿو ۽ منهنجي ٻل ۽
پراڪرم کي گهٽ ڪري ڏيکارين ٿو. تنهنجي هلت ڪترين
جي شان وٽان ڪانه آهي. ڪترين ۾ رڳو وڏيءَ آيوءَ جو مان
ڪونه ٿيندو آهي. ڪترين جي عزت جو دارومدار آهي سندن
ويرتا تي. بهادري ئي ڪترين جو زيور آهي. اسان جي وچ
جهڳڙي وجهڻ جي ڪوشش کان باز اچ."

ايتري ڳالهه ڪرڻ کان پوءِ ڪرڻ، دريوڌن سان ڳالهائڻ
شروع ڪيو. هن چيو "اي مهاوير يودا! هر ڳالهه جو پورو
پورو ويچار ڪر. اهو ڪجهه ڪر جنهن ۾ پنهنجي ڀلائي
پائين. پتامها تي گهڻو ڀروسو نه رک. هو اسانجي لشڪر ۾
ڏقير وجهائي رهيو آهي. جنهن نموني ۾ هو منهنجي گلا ڪري
رهيو آهي، تنهن مان توکي چيهو رسندو. هو منهنجي گلا
انهيءَ ڪري ٿو ڪري ته منهنجو الساهه گهٽجي وڃي.
هو هاڻي ٻهالريءَ ۾ آيو آهي ۽ موت سندس سر تي اچي
بيٺو آهي. حد کان وڌيڪ ايمالي آهي، انهيءَ ڪري پاڻ
کان سواءِ ٻين سڀني کي تڇ ڪري ٿو سمجهي. ائين برابر
آهي ته وڏ آدمين جو مان ڪرڻ کپي ۽ آزمودي وارن کي
عزت ڏيڻ گهرجي. پر شاسترن ۾ صاف ڄاڻايل آهي ته تمام

وڏيءَ عمر جي آدمين جو هوش ۽ ويچار شڪتي گهٽجي
ويندي آهي. موهه جڏهن حد کان زياده پڇندو آهي، تڏهن
سڙي ويندو آهي. انهيءَ ۾ بدبوءِ پيدا ٿيندي آهي. اهو
کائڻ جي لائق ڪونه رهندو آهي. تو ڀيشم کي سر سنماپتي
بڻايو آهي. انهيءَ ۾ ته ذرو به سنديهه نه آهي ته ٻين جي
ويرتا جي ڪري ڀيشم جو ڪجهه ناموس وڌندو. مرندا آهن
سنڪ، نالو ٿيندو آهي سنماپتيءَ جو. هڪ ڳالهه جو خيال
رک ته جيسين ڀيشم اسانجو سرڪردو آهي، تيسين مان بلڪل
ڪونه لڙندس. جڏهن ڀيشم موت جي سيج تي سمهندو،
تڏهن ئي مان شستر کڻي ميدان ۾ ايندس."

سنسار جو نيم آهي ته اهنڪاريءَ کي پنهنجي اهنڪار
جو پتوئي ڪونه پوندو آهي. جيڪڏهن ڪو سندس ڌيان
انهيءَ طرف ڇڪائيندو آهي ته هو انهيءَ ڀلي آدميءَ تي ئي
ساڳيو الزام مڙهيندو آهي. اهنڪاريءَ جي ٻڌيءَ تي پڙدو
پئجي ويندو آهي. هو انهن سڀني کي پاپي سمجهندو آهي،
جيڪي سندس گهٽتايون ظاهر ڪندا آهن. هن ڪٿا مان به اهو
اصول صاف صاف ظاهر ٿئي ٿو.

ڀيشم کي غصو ته ڏاڍو آيو. پر وقت جي نزاڪت جو
خيال رکي هو سور پي ويو. ڏاڍي ڌيرج سان چياءِ "هي
سورج پٽ! وقت ڏاڍو خراب آهي. اسين مشڪلات ۾ ڦاٿل
آهيون. منهنجي سر تي وڏو جنجال آهي. انهيءَ ڪري مان
تنهنجون ڳالهيون ڌيرج سان ٻڌيون آهن. جيڪي به ڪجهه
تو چيو آهي، سو صبر سان سٺو اٿم. جي وڪت سمو نه هجي
ها ته اڄ تون جيئندو نه هجين ها. ڪورون جي پٺيان تون
پراچيت جيان لڳو پيو آهين. تنهنجي ڪري مٿن هيءَ مصيبت
ڪڙڪي آهي."

ايترو چئي ڀيشم ڪري بس ڪئي. هيءَ ڳالهيون ٻڌي
دريوڌن کي ڏک ويڙهي ويو. پاڻ سنڀالي هن چيو: "پتامها!

مونکي اوهان ٻنهي جي سهائتا جي ضرورت آهي. مونکي ٻڪ آهي ته اوهين ٻئي پنهنجي ويرتا جو جوهر ڏيکاريندا. ٻئي وڏا وس ڪندا. سپاٽي سج چڙهندي ئي جنگ شروع ٿيندي. هاڻي جڏهن دشمن اسان جي ٻنهي تي پيئو آهي، تڏهن اسانکي پاڻ ۾ وڙهڻ نه گهرجي. شانت ٿي وڃو."

دريوڌن جي وينتي ٻڌي ڪري به ڪرڻ اٽ هٺي پيئو. هو پنهنجيءَ هوڏ تان هيٺ نه لٿو. چي جيسين ڀيشم سر سٽناپتي آهي ليسين مان مورنہ وڙهندس. دريوڌن ڪرڻ جي اڳيان جهڪيو ۽ هنکي سندس اچا موجب هلت ڪرڻ جي موڪل ڏنائين. جيتوڻيڪ ڪرڻ جا سپاهي جنگ ۾ برابر بهرو وٺندا رهيا ته به ڪرڻ پهريان ڏهه ڏينهن پورڻ اسهڪار ڪيو. هن يڌ ڪيتر ۾ پير ئي نه پاتو. هن مئدان جو منهن ئي ڪونه ڏٺو. ڏهين ڏينهن شام جو جڏهن پتامها پاڻن جي پلنگ تي ليٽيو پيو هو، تڏهن ڪرڻ ڏاڍيءَ نمرتا سان وٽس ويو ۽ وڃي هن کان معافي گهريائين ۽ کيس آرادنا ڪيائين ته مونکي آشيرواد ڏيو. پتامها ڏاڍي پريم سان هنکي آسيس ڪئي. هاڻي ڪرڻ اسهيوگ جو رستو ڇڏي، جنگ ۾ پوريءَ ريت سهڪار ڪرڻ شروع ڪيو. هن پاڻ ئي رت ڏني ته دروڻاچاريه کي سر سٽناپتي بڻائجي. جڏهن دروڻاچاريه جو موت ٿيو، تڏهن ڪرڻ سر سٽناپتيءَ جو عهدو سنڀاليو ۽ ڪورون جي اڳواڻي ڪئي.

## [٦٢]

## ڪرشن جي سکيا

هاڻ جنگ جي پوري تياري هئي. ٻنهي طرفن جا يوڌا اچي مئدان تي گڏ ٿيا. انهيءَ يڳ جي نيتيءَ انوسار ٻنهي

ڏرين ڀرتگيا ڪئي ۽ ڪترين جي ٻرم ٻرا جا جيڪي نيم آهن، انهن جو پورڻ ريت پالن ڪنداسين. پڻ جا نيم وقت به وقت بدلجندا رهندا آهن. انهيءَ سمي جيڪي پڻ جا نيم هئا ۽ جن سڌانتن ۾ سورما پنهنجي سرسي سمجهندا هئا، تن سيني کي چڱيءَ ريت سمجهڻ گهرجي. اڻين ڪرڻ بنان اسين هن ڪٿا جو آنند ماڻي ڪونه سگهنداسين. اڻين ڪرڻ بنان ڪيترين ڳالهين ۾ مونجهارو پوندو.

ڪروکيتر جي لڙائيءَ وقت جنهن سج لهندو هو تنهن جنگ بند ڪئي ويندي هئي ۽ وروڌي دل جا لوڪ پاڻ ۾ مترن جيان ملندا جهلندا هئا. دوبدو (دوبدو لڙائي) انهن آدمين جي وچ ۾ ٿيندي هئي جيڪي هڪ ٻئي جا ثاني هئا. ڌرم جي ورڌ جيڪي رستا هئا سي ڪو به اختيار ڪري نٿي سگهيو. مثال طور اهي آدمي جيڪي پڻ جو ڪيتر ڇڏي ويندا هئا، يا لڙائيءَ کان همت ڪٽيندا هئا، تن تي حملي ڪرڻ جي منع هئي. گهوڙيسوار، گهوڙيسوار تي ئي حملو ڪري سگهندو هو. گهوڙيسوار کي مجال نه هئي نه پيادي تي حملو ڪري. رٿن وارا رٿن وارن سان، هاٿين وارا هاٿين وارن سان ۽ پيادا پيادن سان وڙهندا هئا. سپاهي به ٻنهي طرف هڪ جيترا تيڻ ڪپن. جيڪي پيش پوندا هئا يا شرڻ ۾ ايندا هئا، اهي سلامت رهندا هئا. ڪين ماري ڪونه سگهبو هو. سمجهو ڪري نه ڪو سپاهي واندو بينو آهي، هو ڪنهن سان لڙڻ ۾ مشغول ڪونه آهي، اهڙو واندو سپاهي ڪنهن به اڳ رڌل، لڙڻ ۾ مشغول ٿيل سپاهيءَ تي هٿيار هلائي ڪونه سگهندو هو. جنهن سپاهيءَ کان هٿيار کسي ورتا هئا يا جنهنجو ڌيان ڪنهن ٻئي ڪم ۾ لڳل هوندو هو، انهيءَ کي مارڻ پاپ سمجهو ويندو هو. جيڪڏهن ڪو ميدان ڇڏي ڀڄندو هو، يا جيڪڏهن ڪنهن جي زره کسي ويندي هئي، نه انهيءَ تي به حملو ڪونه ڪيو ويندو هو. لشڪر سان گڏ شنکن،

ڍالن وغيره جي وڄائڻ وارا جيڪي ساٿي هوندا هئا، تن تي به ٻاڻ ڪونه ڇوڙيا ويندا هئا.

ڪورون ۽ پانڊون ٻنهي گنڀيرتا پوروڪ پرتگيا ڪئي ته هو انهن نيمن جي پوريءَ ريت پيروي ڪندا.

جئن وقت گذرندو ويو آهي، تئن جنگ جي نيمن ۾ وڏو ڦيرڦار اچي ويو آهي. پاپ ۽ پن، نياءُ ۽ انياءُ، ارٿ ۽ انرٿ جا ماپا ۽ معيار بدلجي ويا آهن. اڄ ڪالهه جي لڙائيءَ ۾ ڪو به حملي کان بچيل ڪونه آهي. نه رڳو بارود ۽ هٿيارن کي ناس ڪرڻ روا آهي، پر گهوڙن، اٺن ۽ خچرن جهڙن بي زبان جانورن کي مارڻ به روا آهي. جنگ جي ميدان ۾ مرهم پٽيءَ وغيره لاءِ دوائن جي ضرورت پوندي آهي. پر اڄ ڪالهه انهن کي به لٽ ڪرڻ روا آهي. جيڪي جنگ ۾ ڀاڱو ڪونه وٺندا آهن، پوءِ اهي ننڍا هجن يا وڏا، انهن کي به بنا جهجهڪ جي مارڻ ۾ ڪو انياءُ ڪونه سمجهيو ويندو آهي.

مهاڀارت جي سمي ۾ به ڪڏهن ڪڏهن انهن سنڌر نيمن جو ڀنگ ڪيو ويو هو. جئن پڙهندا وڃو، تئن معلوم ٿيندو ته ڪن وقتن تي ڪن خاص سببن ڪري نيم ٽوڙيا ويا هئا. پر لڳي پيو ته ٻنهي طرفن ڌرم يڌ جا نيم برابر پاليا. سنڌرن لڙائي مانوتا جي سڌانتن تي ٻڌل هئي. انهن نيمن جي ڀنگ کي ڪراهت جي نظر سان ڏٺو ويندو هو. انهي ننڍا ڪئي ويندي هئي. خود اهو جيڪو نيم ٽوڙيندو هو، سو به لڄي ٿيندو هو ۽ انت ۾ اچي پڇتائيندو هو.

ڀيشم پتامها پنهنجن سپاهين کي هن ريت همٿايو:
”وير پرشو! اڄ اوهان کي هڪ شاندار موقعو هٿ آيو آهي. اوهانجي سامهون سرڳ جا دروازا کليا پيا آهن. اندر ۽ برهما سان گڏ رهڻ ۾ جيڪو آنند ملندو آهي، سو اوهان لاءِ موجود آهي. پنهنجي پوروجن جو رستو اختيار ڪريو ۽ ڪترين جو ڌرم پوريءَ ريت پاليو. پوري اتساهه سان جنگ جوٽيو. يش

ڪيرلي ۽ اوچو پد پراپت ڪريو. ڪتري اها ڳالهه ڪڏهن پسند ڪونه ڪندو آهي ته هو ٻڍاپي ۽ بيماريءَ ۾ گرفتار ٿي کٽ تي پئي پئي مري. ڪتريءَ جي دل ۾ هميشه اها تمنا هوندي آهي ته ويرگتيءَ کي پراپت ڪريان. يڌ ڪيتر ۾ پراڻ ڇڏيان."

ڀيشم جا اُتساهه ڏيندڙ شبد سڻي سڀ راجڪمار اُتساهه ۾ اچي ويا ۽ زور سان پڪاريائون "ڪورون جي جئه" "دريوڌن مهراج جي جئه". سندن اشاري ملڻ تي شرنائين ۽ دهلارين خوب پنهنجا واڄٽ وڄائڻ شروع ڪيا.

ڪورون جي سئنا ۾ جهنڊن جي جهرمر لڳي پيئي هئي. ڀيشم جي جهنڊي تي کجور جو وڻ ۽ پنج تارا چمڪي رهيا هئا. اشوٿاما جي جهنڊي تي چٽيل هو شينهن جو پڇ. اهو پڇ خوب هوا ۾ اڏامي رهيو هو. دروڻاچاريه جو ڌوڄ هو سنهري رنگ جو. ان تي اڪريل هو سنياسين جو ڪرمنڊل ۽ ڏنڊ. دريوڌن جي پرسڌ ڌجا تي وري واسينگ نانگ ڦڻ ڪڍيو خوب نچي رهيو هو.

جڏهن ڌرمراج ڏٺو ته ڪورون جي سئنا جنگ ڪرڻ لاءِ هر ريت تيار ٿي بيٺي آهي، تڏهن هن ارجن کي هن ريت آگيا ڪئي: "شتروءَ جي سئنا تمام وڏي آهي. اسانجو لشڪر مقابلي ۾ گهٽ آهي. انهيءَ ڪري اسانکي اهڙي ويوهه رچنا ڪرڻ گهرجي، جنهن اسانجو ڪٽڪ هيڏانهن هوڏانهن ڦهلجڻ نه گهرجي، اسانجو لشڪر هڪ مرڪز جي ويجهو ٿيڻ گهرجي. انهيءَ ڪري اسانکي سوچي ويوهه (سئيءَ جي ڇهنب جي نموني) جي روپ ۾ سئنا کي ٻهارڻ گهرجي."

انهيءَ ريت ٻنهي طرفن پنهنجي پنهنجي لشڪر کي جنگي صفن ۾ تيار ڪري ٻهاريو. جڏهن ارجن هيءُ نظارو ڏٺو تڏهن سندس دل ۾ هڪ طوفان کڙو ٿي بيٺو. جڏهن هن ڏٺو ته مٽ مائٽ، گورو شش ۽ يار دوست هڪ ٻئي جي

رت جا پياسي ٿي پينا آهن، ته هن سندس دل ۾ سنديه پيدا ٿيو ته هي ڪم جيڪو اسان ڪرڻ هليا آهيون سو نيڪ آهي يا غلط. ارجن پنهنجا شڪ شبا ڪرشن جي اڳيان ظاهر ڪيا. هن اندر جي آنڌ مانڌ جو سمورو نقشو مذو سودن جي اڳيان کولي رکيو. هاڻ ڪرشن کيس ڪرم يوگ جو اپديش ڪيو، سندس سنسا ۽ سنديه نورت ڪيا. اهو اپديش ڀڳوت گيتا جي روپ ۾ موجود آهي. لکين لوڪ گيتا کي آتم ڪرم يوگ جو آتم ۾ آتم شاستر ڪري مڃين ٿا. ڪروڙين انکي ايشور جو واڪ، الهام، ڪري ليکين ٿا. انهيءَ ۾ سنديه ڪي ڪونه آهي ته سنسار جي ساهتي ڪوش ۾ گيتا جو استان ڏاڍو اونچو آهي. گيتا جو سنديش آهي ڪرتويه پالڻ ڪرڻ فرض بجا آڻڻ. ڪرتويه پالڻ ۾ منش کي اناسڪت يوگ جو پريوڳ ڪرڻ گهرجي. کيس تياڳ جي ڀاونا سان ڪم ڪرڻ گهرجي. کيس ڦل جي ڪامنا، انعام جي اڇا اصل رکڻ نه گهرجي. گيتا جو اهو سنديش ڪروڙن لوڪن جو، پوءِ اهي ته نوان هئا يا نردن، پڙهيل هئا يا اڻپڙهيل، جيون جي منجهيل معاملن ۾ سهائي ٿيو آهي. جنهن به منش گيتا روپي گنگا ۾ ٽٻي ڏني آهي، تنهنجو ڪليش دور ٿيو آهي. اونده انڌڪار جي سمي گيتا جوتي- پنج، روشنائيءَ جي منار جو ڪم ڏنو آهي.

[٦٣]

## يڌشٽر آسيس گهري ٿو

ٻئي ڌريون جنگ شروع ڪرڻ لاءِ ليار بيٺيون هيون ته اوچتوئي اوچتو ڌرم پتر يڌشٽر (يڌشٽر جي معنيٰ آهي اهو جيڪو يڌ ۾ مضبوط ٿي بيهي) پنهنجي زره لاهي ڪري

رت ۾ رکي. هن پنهنجو ڏنش به اُتيئي ڏ ريو. پوءِ رت کان هيٺ لهي ڪورون جي سئنا پتيءَ جي طرف پيادو وڃڻ لڳو. سڀ لوڪ هيءَ حال ڏسي وائڙا ٿي ويا. هرڪو پيو پڇي ته يڌشٽر ڪري ڇا ٿو!

ارجن به هيءَ حال ڏسي منجهي پيو. انهيءَ ڪري ٽپ ڏيئي پنهنجي رت مان لهي يڌشٽر جي پٺيان پيرڻ لڳو. باقي ٽي ڀائر ۽ شري ڪرشن به يڌشٽر جي پٺيان پيا. هنن سمجهو ته يڌشٽر پنهنجي سياءَ موجب ڪورون جي، پيش رڻ ٿو چاهي. هو آهي صلح پسند. هنڪي هر حالت ۾ صلح ٺهرجي، پوءِ اڳلو ڪري ڪهڙا به شرط ڪيس آڇي.

ارجن، يڌشٽر کان پڇيو ”راجن! تون دشمن جي سئنا جي ڦِ هن نموني ڇا جي ڪري ٿو وڃين؟ اسانکي ڪجهه ٻڌاءِ. شتروءَ جا سپاهي لڙڻ لاءِ پوريءَ ريت تيار آهن. سندن بدن تي ڪوچ پڪيل آهن. هو هٿيار ڪڻي بيٺا آهن. تون وري نهٿيو ٿي، زره کان سواءِ اڪيلوئي اڪيلو انهيءَ طرف وڃي رهيو آهين. آخر تنهنجي دل ۾ ڇا آهي؟“

يڌشٽر هو پنهنجن ويچارن ۾ مگن، سو ارجن جي هيءَ ڳالهه بنهه ٻڌاءِ ڪانه. ڪرشن ته ماڻهن جي من جي ڀاءَ کي سمجهي وٺندو هو، انهي ڪري هو مشڪندي چوڻ لڳو: ”يڌشٽر پنهنجن بزرگن ونان آسيس وٺڻ ٿو وڃي. هو سمجهي ٿو هڙو گنڀير ڪم، هٿڙي ڀيانڪ يڌ وڏن کان موڪل ۽ آسيس وٺڻ بنا شروع ڪرڻ واجب ڪونه آهي. هو پتامها ۽ دروڻاچاريه کان آشيرواد وٺڻ ٿو وڃي. انهيءَ ڪري هو هٿيار پنوهار لاهي پوءِ ٿو وڃي. جيڪي ڪجهه هو ڪري رهيو آهي، سو بلڪل واجبي آهي. هنڪي آچار وهنوار جو پورو پتو آهي. اسين جنگ به تڏهن ڪٽي سگهنداسين، جڏهن وڏا آسيس ڪندا.“

دريوڌن جي آدمين ڏٺو ته يڌشٽر نهٿيو ٿي، هٿ ٻڌي سندن

طرف اچي رهيو آهي. انهن مان گهڻن چيو: ”ڏسو هيءَ ڪيل! يڌشٽر اسانجو وڏو لشڪر ڏسي ڏڪي ويو آهي. هي ڪائر ڪترين جي ڪل ۾ ڇو پيدا ٿيو؟ هو ڪتري ونش لئي هڪ ڪلنڪ آهي.“ اهڙيءَ ريت سمجهي ته بنا جنگ ڪرڻ جي ئي هو سوڀ پائيندا، دريوڌن جا لشڪري اندر ۾ ڪڇيون مارڻ لڳا ۽ ٻاهران ڌرم پٽر کي طعنا ٽنڪا هڻڻ لڳا.

يڌشٽر هٿيار ڦٽوڪار ڇڏي، زره پهري، ڪيل لشڪر جي صفن کي چيريندو سڌو اتي وڃي پهتو جت ڀيشم پتامها بيٺو هو. يڌشٽر پتامها جا چرن ڇهي چيو: ”پتامها! موڪل ڏي ته يڌ آرنڀ ڪريون. توهان اسانجو ڏاڏو ۽ انوکو پرش آهيو. توهان کي ڪنهن به جيتڻ جو ناهين، ته به اسين همت ڪري توسان لڙڻ لاءِ تيار ٿيا آهيون. اسين لڙائي شروع ڪريون، تنهنکان اڳ تنهنجي آشيرواد ٿا گهرون.“

ڀيشم وراڻيو: ”سوم! تون ڀرت جي انش آهين. تون هن شاندار پريوار جو لائق پٽر آهين. تو پنهنجي يوڳتا انوسار وهنوار ڪيو آهي. تو پريوار جي ريتين ۽ رواجن موجب ڪم ڪيو آهي. تنهنجو اهو وهنوار ڏسي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي آهي. لڙ، سوڀ پڪ سان تنهنجي ٿيندي. مان آزاد ڪونه آهيان. مان ڌرتراشٽر سان شرطن شروطن، انجامن ۽ ٺورن جي ڪري ٻڌل آهيان. انهيءَ ڪري مونکي ڪورون جي طرفون لڙڻو پوندو. پر تنهنجي هار ڪونه ٿيندي.“

ڀيشم پتامها کان آسيس وٺڻ کان پوءِ يڌشٽر دروڻاچاريه وٽ ويو. پهرين هن مريادا موجب گوروءَ جي پرڪرما ڪئي ۽ پوءِ هنکي ڏنڊوت ڪياءِ. دروڻاچاريه هنکي هن ريت آشيرواد ڏني: ”ڪورون جا مونتي ڏاڍا گهڻا ٿورا آهن. منش ڌن جو داس ٿيندو آهي. اسانجا ڪورون ۾ گهڻيئي ڪم ڦاٿل آهن. انهيءَ ڪري مان لاچار سندن طرفان لڙان ٿو. پر

دل ائين ٿي چاهي ته تنهنجي سوڀ ٿئي."
دروڻاچاريه جي آشيرواد همٿ ڪري يڌشٽر ڪرپاچاريه وٽ ويو ۽ اتان ٿي ڪري پنهنجي مامي مدر ديش جي راجا شليه وٽ ويو. انهن ٻنهي به پنهنجي شيڀ اڇا ۽ آسيس ڪيس ڏني. انهيءَ کان پوءِ هو پنهنجي لشڪر ۾ موٽي آيو.

نيٺ لڙائي شروع ٿي. ڀهرين وڏن يوڌن جي وچ ۾ دوبدو لڙايون ٿيڻ لڳيون. ڀيشم جو مقابلو ڪيو پارٿ (ارجن). ساليڪيءَ ورلو ڪرتورما ڪي. ابيمنيو همٿ انڪايو برهتبال سان. دريوڌن ۽ ڀيمسين وري پاڻ ۾ اٽڪيا. يڌشٽر وري پنهنجي مامي شليه تي آڪرمڻ آيو. ڌرشٽديمن پنهنجي ساري بل سان دروڻاچاريه تي حملو ڪيو. اهڙيءَ ريت هرهڪ جوڌو دوند يڌ ۾ لڳي پنهنجو ڪرتويه پورو ڪرڻ لڳو.

انهن هزارن دوبدو لڙاين کان سواءِ سنڪل (صفئي) لڙائي به ٿيڻ لڳي. هزارين لکين سپاهي جتا ناهي شترن جي متان ٽتي پيا. ڪوروڪيتر جي لڙائيءَ ۾ ڪيتريون اهڙيون صفعي جنگيون ٿيون. اڻ ڳڻيا آدمي انهن لڙاين ۾ لڙيا ۽ موت جو شڪار ٿيا. سوڀ جي لوڀ لوڪن کي چريو بڻائي ڇڏيو هو. سڄي ميدان تي لاشن جا ڍير لڳا پيا هئا. پيادل گهوڙيسوار، مهارٿي سيني قسمن جا سپاهي لڙيا ٿي ۽ مئا ٿي. هاٿي ۽ گهوڙا به هزارن جي تعداد ۾ مرندا ۽ پٽ تي ڪرندا پئي ويا. ايڏي گپ ۽ ڪپاڳيهه اچي ٿي جو رٿن جو هلڻ ٿي مشڪل ٿي پيو. اڄ ڪالهه جي زماني ۾ دوبدو يڌيون ڪونه ٿينديون آهن. رڳو صفئي جنگيون ٿي ٿينديون آهن.

ڏهه ڏينهن ساندهه ڪورون جو لشڪر ڀيشم جي سرڪردگيءَ هيٺ لڙندو رهيو. ڀيشم کانپوءِ دروڻاچاريه سر سينا پتي ٿيو. دروڻاچاريه کانپوءِ ڪرڻ سندس جاءِ سنڀالي. سترهين ڏينهن جي شام جو ڪرڻ به ختم ٿيو. اٺارهين ڏينهن يعني آخر واري ڏينهن شليه سينا پتي ٿي ڪري ڪم ڪيو.

اڙائيءَ جي پوئين وقت ۾ گهٽائي پسن جهڙا ۽ تنگدليءَ،
انياءَ ۽ اڌرم جا ڪم ٿيا. منش جي سياو ۾ ڏيو تا پڻو پريل
آهي، انهيءَ ڪري ادارتا ۽ ڌرم پڌ جا نيم جلد گم ڪونه
ٿيندا آهن. ڌرم ڪي سميه جي حالتن ۽ پرلوڀن ۽ لالچن جو
مقابلو ڪرڻو پوندو آهي. اهڙا نازڪ معاملا اچي بيهندا آهن
جو وير ورِيام به پنهنجن پرن لي دڙي رهي نه سگهندا آهن.
اهي حالتون خاص ڪري تڏهن پيدا ٿينديون آهن جڏهن
منش پڌ ڪري بيزار ٿيندا آهن ۽ دويش جي ڪري سندن
بڌي پرشت ٿي پوندي آهي. وڏا ماڻهو به اهڙا اپراڌ ڪندا
آهن. سندن هلتون ڏسي ساڌارڻ آدمي به ڪري پوندا آهن.
پوءِ نه ويندي آهي ڌرم جي هاڃي ٿيندي. جئن تڏ لئن
وڌ. هنسا مان اڌرم اپجندو ۽ نپندو آهي. اهڙيءَ ريت
سنسار پاپ جي سمنڊ ۾ غوطا کائڻ لڳندو آهي.

[٦٤]

## پهرين ڏينهن جي لڙائي

ڪورون جي سئنا جي اڳوائي دشاسن ٿي ڪئي ۽ پانڊون
جي ڀيمسين. پوڌن جي آواز سان اڀ ٿي ڦاٽو. هرهنڌ گجگوڙ
لڳي پيئي هئي. نرين ۽ توتارين، سنگهين، سورن ۽ شنکن،
نغارن نادن ۽ نرسنگن جي آوازن جو پڙاڏو ساري وايومنڊل
۾ ڦهلجي ويو. گهوڙن جي هنڪار، هاٿين جي چينگهار ۽
پوڌن جي گجڪار هرهنڌ پڌڻ ۾ پي آئي. تير اهڙيءَ ريت
ٿي اڏاميا جڻڪ آڪاش مان پرندڙ آلن جو مينهن وسي رهيو
هيو. پيءُ ۽ پٽ، چاچو ۽ ڀائٽيو، ماموءَ ڀاڻيجو، پنهنجو پريم
۽ پريت وساري هڪ ٻئي ڪي پردوار روانو ڪري رهيو
هو. خونريزيءَ ڀيانڪ روپ اختيار ڪيو هيو ۽ لوڪ پنهنجو
پاڻ تان ضابطو وڃائي پاگل ٿي پيا هئا.

ٻهر ان ڏينهن ٻهر ان ٻهر پانڊون جي لشڪر کي سخت لوڙو آيو. جت به ڀيشم ويو ٿي لت ڪال ڀڳوان پنهنجو خونخوار کيل ۽ ننگو ناچ ڏيکاري رهيو هيو. سڀدرا پتر ايمنيو هي حال ڏسي ڏاڍو ڪروڌ ۾ آيو. اڳتي وڌي هن هڪ وار ته ٻڍي ڀيشم کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ٻهاريو. بالڪ ايمنيوءَ ۽ ورڌ پتامها جي ٻڌ ڏسڻ وٽان هئي. ٻوڙي ڏاڏي کي سوڙهو جهليو. هيءَ نظارو ڏسي ديوتائون به اچنبي ۾ پئجي ويا. ايمنيوءَ جي جهنڊي تي چٽيل هوسوني جو ڪرڻيڪار وڻ. اهو جهنڊو سندس رٿ مٿان خوب لهرائي رهيو هيو. ايمنيوءَ ڪرتورما تي هڪ، شاليه تي پنج ۽ ڀيشم تي نو تير ڇوڙيا. سندس ڌنش مان هڪ پيو شر شرات ڪري وڃي ڪرپاچاريه جي ڌنش کي لڳو. ٻاڻ جو لڳڻ هو ۽ ڌنش جو ٻهڻ هو. وري جو هڪ پيو ڪان هلايائين ته درمڪ جي سارٿيءَ جو سر ڌڙ کان ڌار ٿي ڪري پيو. هن ڪاريگري ۽ ڪشلتا کي ڏسي ديوتا لوڪ آڪاش مان گلن جي ورکا ڪرڻ لڳا. ڀيشم ۽ ٻيا وير سڀدرا پتر جي ساراهه جا ڍڪ پڙهڻ لڳا. سيني چيو ته ارجن ۽ ايمنيوءَ ۾ رتيءَ جو به فرق ڪو آهي. پٽ اهڙوئي بهادر آهي جهڙو پيءُ آهي.

پوءِ ڪورون جي يوڌن گڏجي ڪري ايمنيوءَ تي حملو ڪيو. پر ايمنيوءَ بهادريءَ سان مقابلو ڪيو. جيترا به سر ڀيشم ايمنيوءَ جي طرف سٽيا تن سڀني کي هن پنهنجي ٻاڻن سان هنائي مٽو ڪري ڇڏيو. پوءِ وري اهڙو نشان چٽيائين جو ڀيشم جو جهنڊو وڃي هيٺ ڪري پيو. جڏهن ڀيم هيءَ درشيه ڏٺو، تڏهن هو ڏاڍو خوش ٿيو. خوشيءَ وچان هن شينهن جهڙي گجڪار ڪئي. انهيءَ گجڪار ايمنيوءَ ۾ نئون اتساهه ڦوڪيو.

ايمنيوءَ جي ويرتا ڏسي پتامها به ڏاڍو پرسن ٿيو. پر پنهنجي فرض پالڻ لاءِ هو پنهنجي پوري ٻل سان بالڪ تي

حملو ڪرڻ لڳو. اها حالت ڏسي ورات پتر، اتر، دروپد سعد،
ڌرشٽديمن ۽ ڀيم ايمينوءَ جي بچاءَ لاءِ ڪاهي آيا. هنن
پتامها تي حملو ڪيو ۽ پتامها هاٿي هنن جي طرف ڌيان
ڏنو. اتر هاٿيءَ تي سوار هو. هن شليه تي زوردار حملو ڪيو.
شليه جي رٿ جا گهوڙا هاٿيءَ جي پيرن هيٺان چيپاڻجي ويا.
شليه هاڻي پنهنجو شڪتي باڻ ڇوڙيو. هن هٿيار غضب
ڪري ڇڏيو. اتر جي زره چيري سڌو سندس ڇاتيءَ ۾
وڃي لڳو. اتر جي همت مان هاٿي هلائڻ جو ڪنڊو ڪري
پيو ۽ سندس لاش به اچي پٽ پيو. سوار ڪري پيو ته به
هاٿيءَ همت نه ڇڏي، هو برابر شليه تي حملو ڪندو رهيو
ٽانڊو شليه سندس سونڊ ڪپي وڌي ۽ ڪيس تيرن سان
جهنجهر ڪري ڇڏيو. اتي هاٿيءَ زور سان چينگهاريو ۽ ڦان
ڪري ڌرتيءَ تي ڪريو. شليه هاڻي ڪرتورما جي رٿ
تي چڙهي ويٺو.

اتر جي ڀاءُ شويت جڏهن ڏٺو ته سندس ڀاءُ کي شليه
ماري وڌو آهي، تڏهن سندس جوش ائين اڀرڻ لڳو جيئن
هون ڪنڊ جي جوالا گيهه جي آهوتيءَ سان اڀرڻ لڳندي
آهي. هو پنهنجو رٿ ڪاهي شليه جي طرف هليو آيو. ڪورون
جي دل جا ست مهارٿي شليه جي بچاءَ لاءِ اچي سهڙيا
انهن شويت جي مٿان تيرن جو وسڪارو ڪيو. جيئن بادلن
۾ بجلي چمڪندي رهندي آهي، تيئن استر اڏامڻ لڳا. شويت
عجب ريت پنهنجو بچاءُ ڪيو. هن پنهنجي تيرن سان سندن
ڪانن کي ڪٽي هٽائي ڇڏيو. جيئن برڇيون ۽ ڀالا سندس
طرف ڇڏندا تي آيا، تيئن هن انهن کي پڇي ٽڪر ٽڪر ڪري ڦٽي
وڌو. شويت جو هنر ڏسي سڀ يوڌا آشچريه ۾ پئجي ويا.
دريوڌن، شليه کي سهائتا ڪرڻ لاءِ وڏو سارو لشڪر موڪليو.
اتي گهمسان جي لڙائي اچي لڳي، هزارين يوڌا موت جو
شڪار ٿيا ۽ انيڪ رٿ ٽڪر ٽڪر ٿي پيا، گهوڙا ۽ هاٿي

جيڪي مٿا تن جو به ڪٿ ڪونه هو. شويت اهڙيءَ ريت
سان وڙهيو جو ڏرپوڊن جا پوڊا هٽجي ويا. پوءِ شويت
پنهنجو رخ ڦيرايو پانڊوا ڏانهن. شويت ڀيشم جو جهنڊو ڪيرائي
ڇڏيو. ڀيشم وري شويت جي سارٿيءَ ۽ گهوڙن کي ماري
وڌو. پوءِ ٻئي هڪ ٻئي تي پيادل سان حملو ڪرڻ لڳا.
شويت هڪ گدا هٿ ۾ کڻي ڀيشم جي رٿ تي اڇلائي.
رٿ پرزا پرزا ٿي پيو. شويت گدا اڃا اڇلائي ڪانه هئي،
ته ڀيشم هن جو مطلب سمجهي ورتو ۽ هڪدم رٿ تان لهي،
پنهنجو ڌنش کڻي شويت تي هڪ قاتل ڪان ڪشيو. شويت
کي تير لڳو ۽ هو ڌرتي تي ڦان ٿي ڪري پيو. دشاسن کي
هاڻي ڏاڍي خوشي ٿي. هو خوب واڄٽ وڄائڻ ۽ نچڻ لڳا.

ڀيشم هاڻي پانڊون جي لشڪر ۾ ڪتڪو وجهڻ شروع
ڪيو. اهڙيءَ ريت ٻهرين ڏينهن پانڊون جو طرف ڏاڍو
جهڪو رهيو. ڌرم پٽر کي چنتا وڪڙهي ويئي ۽ دريوڌن
آنند منگل ملائڻ لڳو. پنجئي پانڊو گڏجي ڪري شري
ڪرشن وٽ آيا ۽ سائنس گنڀيرتا پوروڪ صلاحون ڪرڻ لڳا.

ڪرشن کين دلاسو ڏيندي چيو: ”هي ڀرت ونش جا
شرومڻي! ڪو به خوف خطرو نه ڪر. ڀڳوان توکي سڀ سارا
چار وير يوڌا پاڻ بخشيا آهن. توکي شڪ سنسو ڇو ٿو ٿئي؟
ساتيڪي موجود آهي. دروپد براجمان آهي. ورات ۽
ڌرشٽديمن جيئندا جاڳندا آهن. مان به اوهانجو سات ڏيئي
بيٺو آهيان. پوءِ اداس ٿيڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ اها ڳالهه
ياد ڪر ته شکنڊي پنهنجي شڪار، ڀيشم جي تاڪ ۾ ويٺو
آهي. ڀيشم شکنڊيءَ جي هٿان ئي مرندو.“

# ٻئي ڏينهن جي يڌ

چاڪاڻ جو پهرين ڏينهن پاندون جي سينا جو حال ڪي قدر هيٺو رهيو، انهيءَ ڪري ٻئي ڏينهن تي ڌرشٽديمن ڏاڍيءَ خبرداريءَ ۽ سنڀال سان صفون جوڙيون. لشڪرن کي همٿائڻ لاءِ به هر ريت جو يتن ڪيو ويو.

دريوڌن پهرين ڏينهن پنهنجي چڙهندي ڏسي گيرب ۾ ڀرجي ويو. لشڪرن جي وچ ۾ بيهي ڪري هو هن ريت کين للڪارڻ لڳو: ”هي ساٿيوا هي ويرپرشوا اسين پڪ ئي پڪ کٽنداسين. سر تريءَ تي رکي لڙو، مرڻ جيئڻ جو خيال ئي نه ڪريو.“

ٻئي ڏينهن تي ڪورون جي لشڪر پتامها جي سرڪردگيءَ ۾ خوب پاندون تي حملو ڪيو ۽ سندن صفون ٽوڙي انيڪ ويرن کي موت جي سيج تي سمهاري ڇڏيو.

اتي ارجن پنهنجي سارٿيءَ ڪرشن کي چيو: ”جي هيئڙو حال رهيو ته جلد پتامها اسانجي سموري لشڪر کي ناس ڪري ڇڏيندو. جيستين اسين پتامها کي پورو نه ڪنداسين تيستين اسين پنهنجي سينا جو ڪجهه به بچاءُ ڪري ڪونه سگهنداسين.“

ڪرشن وراڻيو: ”چڱو ارجن! تيار ٿي. سامهون پتامها جو رٿ ڏسجي ٿو.“ ائين چئي ڪرشن سڌو پتامها ڏانهن ڪاهي هليو.

رٿ ڀيشم جي طرف تکو تکو هلندو رهيو. ڀيشم هن للڪار کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو. دريوڌن پنهنجن سورمن کي چئي ڇڏيو هو ته هو پتامها جي خوب سنڀال ڪن، هڪ ڪن لاءِ به کيس خطري ۾ نه ڇڏين. انهيءَ ڪري ڪورون جي دل جا مکيه سرڪردا ڀيشم جي چوڌاري بيهجي ويا ۽ ارجن

تي حملو ڪرڻ لڳا. ارجن جي من تي انهيءَ حملي جو ڪو به اثر ڪونه ٿيو. هو لاپرواهيءَ سان لڙندو رهيو.

سڀني کي جاڻ هئي ته ڪورون جي دل ۾ ارجن جي مقابلي جا رڳا ٽي يوڌا هوا. هڪ هو ڀيشم، ٻيو هو دروڻاچاريه ۽ ٽيون هو سوت پتر ڪرڻ. جن يوڌن ارجن جي سامهون اچي پتامها جو بچاءُ ٿي ڪيو، تن کي نه ارجن ليٽائي ٿي ڇڏيو. جنهن نموني هن، هن اوسر تي پنهنجو گانڊيو ڌنش ڪم ۾ آندو، تنهن کي ڏسي سئنا جا سڀ سرڪردا وسميءَ ۾ پئجي ويا ۽ سڀ سندس ساراهه ڪرڻ لڳا. سندس رٿ هر هڪ طرف ٿي ويو ۽ هر ٻئي طرف ۽ وڌو ٿي شترن جي صفن کي بجليءَ جيان ٽڪر ٽڪر ڪندو. هو هليو ٿي اهڙو ٽڪرو ٽڪرو ٿي، جو اک کي پتوئي ڪونه ٿي پيو ته ڪيڏانهن ٿو وڃي.

دريوڌن جڏهن هيءُ درشيه ڏٺو تڏهن سندس دل ڏهلجي وئي، هڪ وار ته پتامها مان به ويساهه گهٽجي ويس. هن ڏاڍي سوز مان چيو ”گنگا پتر! ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته تنهنجي ۽ دروڻاچاريه جي هوندي به هيءُ ڪرشن ۽ ارجن جو اجهل جوڙو منهنجيءَ سموريءَ سئنا کي ناس ڪري ڇڏيندو. ڪرڻ جو مون سان پورو پريم آهي، هو سورهن آنه وفادار آهي. پر هو هڪ طرف ٿي بيٺو آهي. تنهنجي ڪري هو منهنجي طرفان هن وقت نٿو وڙهي. مون کي ڀؤ ٿو ٿئي ته مون سان دوکو ٿيندو. تون جلد ڦالگن (ارجن) کي مارڻ جي ڪانه ڪندين.“

ڀيشم ۽ ارجن جي يڌ کي ڏسڻ لاءِ آڪاش مان ديوتائون به لهي آيا. انهيءَ وقت سنسار ۾ هي ٻه وڏي ۾ وڏن يوڌن مان هئا. ٻنهي جي رٿن ۾ اڇا گهوڙا جوٽيل هئا. ٻنهي طرفن کان تيرن جو وسڪارو ٿيڻ لڳو. هڪ طرف جي ڪمان ٻئي طرف جي ڪمان کي ٿي ڪاٽيو. بعضي بعضي پتامها جو باڻ

ارجن جي چالئيءَ ڪي تي لڳو ۽ بعضي سندس ٻاڻ ٿري
ڪرشن جي سيني تي وڃي ٿي سٽڪيو. هيڪر پتامها جي
تير لڳڻ ڪري ڪرشن جي رت نڪري آئي. ڪرشن جي
سانوري سرير تي رت جا داغ ائين ٿي لڳا جئن ڪيسو ڦلن
جي ساون پتن تي سوسنا گل. انهيءَ ڪري ڪرشن جي
سونهن ٻاڻ وڌيڪ موهيندڙ ٿي پيئي. جڏهن ڀيشم جو تير
ڪرشن کي لڳو تڏهن ارجن ڏاڍي جوش ۾ اچي ويو. هن
پنهنجي ڌنش کي هلايو ۽ پتامها تي خوب نشان چٽيا. ٻئي
يوڌا هڪ ٻئي جو مت هئا، انهيءَ ڪري ٻڌ ڏاڍو گهڻو
وقت هلي. رت وري اهڙو تڪڙا تڪڙا ٿي هليا ۽ ايترو
هڪ ٻئي جي ويجهو ٿي آيا جو پتو ئي نٿي پيو ته ڀيشم ڪٿي
آهي ۽ ارجن ڪٿي آهي. البت جهنڊا نيڪ ڏسڻ ۾ ٿي آيا.

ٻئي پاسي هڪ طرف هن ريت هڪ شاندار عجيب لڙائي
هلي رهي هئي ته ٻئي طرف درونا چاريه ۽ سندس جنم جو
شترو ڌرشٽديمن خوب ٻاڻ ۾ لڙي رهيا هئا. دروناچاريه
زور سان حملو ڪيو ۽ پنچال جو راجڪمار دروپديءَ جو ڀاءُ
ڌرشٽديمن زخمي ٿي پيو. ڌرشٽديمن زخمي ته ٿيو، پر هن
جنگ جي پڇڙ ڪانه ڇڏي، هن جي من ۾ دروناچاريه جي
واسطي ڌڪار هئي، سو هن تيرن، برڇين ۽ ڀالن جو خوب
وسڪارو ڪرڻ شروع ڪيو. دروناچاريه ڏاڍيءَ هوشياريءَ
سان پنهنجو بچاءُ ڪندو رهيو. هن تي جيڪي به تير ڇوڙيا
ويا، جيڪي به گرز اڇلايا ويا تن سڀني کي هن پنهنجن
ٻاڻن سان ٽڪر ٽڪر ڪري وڌو. ڪٿي وار ته ڌرشٽديمن
جو ڌنش ڀڄي پيو. دروناچاريه هڪ اهڙو سرسٽڪيو
جو ڌرشٽديمن جو سارٿي مري پيو. الي ڌرشٽديمن رٿ تان
ٽپ ڏيئي هيٺ لٿو ۽ گدا کڻي پيرين پيادو اڳتي وڌيو.
دروناچاريه جي ٻاڻ سان گدا ڀت وڃي پيئي. پوءِ پنچال
M 43

پتر پنهنجي تلوار ڪڍي ۽ دروڻاچاريه تي اڻين حملو ڪيا، جڏهن شينهن هاٿيءَ جو شڪار ڪندو آهي. پر دروڻاچاريه وري به هنکي اڳتي وڌڻ کان روڪيو. هاٿي ڀيمسين هي حال ڏٺو ۽ پنچال پتر کي بچائڻ لاءِ دروڻاچاريه تي تيرن جو مينهن وسايو ۽ ڌرشتديمن کي سهي سلامت رٿ ۾ چاڙهي ويو.

دريوڌن کي جڏهن هن حال جو پتو پيو تڏهن هن ڪلنگ جي سئنا ڀيمسين تي حملي ڪرڻ لاءِ رواني ڪئي. ڀيمسين انهيءَ سئنا جي وچ ڪال جي اوتار جيان ٿي ڦريو ۽ ويو ٿي سئنڪن کي ڌرتيءَ تي ليٽائيندو. انهيءَ وقت ڪلنگين ۾ ڀاڪرڪتو اچي پيو ۽ سورا سپاهي ڪنبڻ لڳا.

ڪلنگين سان ڪريز ٿيندي ڏسي ڀيشم سندن بچاءَ لاءِ وڌي آيو. هوڏانهن سائيڪي، ابيمنيو ۽ ٻيا وير ڀيمسين جي سهائتا لاءِ اچي سهڙيا. سائيڪيءَ جو هڪڙو باڻ وڃي ڀيشم جي سارٿيءَ کي لڳو. سارٿي مري ويو. سارٿي مئو ته گهوڙا ٿي ٻيا بي ظابطي سو اٿي ڀڳا ۽ ڀيشم کي ميدان مان ڪڍي هليا ويا. جڏهن ڀيشم جو رٿ هٽي ميدان مان هليو ويو، تڏهن پانڊو ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ خوب خوشيون ڪرڻ لڳا. ڀيشم جي غيرحاضريءَ جو هنن پورو پورو فائدو ورتو ۽ ڪورون جي لشڪر تي سخت حملو ڪيو. ارجن انهيءَ وقت جيڪو ويرتا جو جوهر ڏيکاريو تنهن ڪورون جي لشڪر جا ڌاڇورا ٿي ڪڍي ڇڏيا. ڪورون جا سپهه سالار بلڪل منجهي پيا. سندن اکئين ڏينهن جو اتساهه ڪافور ٿي ويو. هاٿي ته هنن کي اها انتظاري اچي لڳي ته ڪاڏهون سج لهي ته انهيءَ ڏينهن جي جنگ ختم ٿئي.

جڏهن سورج است ٿيڻ لڳو، تڏهن ڀيشم، دروڻاچاريه کي چيو ”اسان جي سئنا ٿڪجي ٿتي پيئي آهي. سندن دل به مايوس آهي. بهتر آهي ته اسين هاٿي جنگ ختم ڪريون.“

شام جي وقت ارجن ۽ ٻيا پانڊو دهل دمام وڄائيندا،

خوشين منائيندا پنهنجي ڇاوڻيءَ ڏانهن موٽيا. ڪالهه پانڊو غمگين ۽ ڪورو خوشيءَ ۾ هئا. اڄ عين انهيءَ اُبتڙ ڳالهه هئي.

[٦٦]

## ٽئين ڏينهن جي يڌ

ٽئين ڏينهن ڀيشم پنهنجي لشڪر کي (گرڙ وهيو ۾) عقاب جي شڪل ۾ بيهاريو ۽ پاڻهي انهيءَ جي اڳواڻي ڪرڻ لڳو. دريوڌن لشڪر جو پويون پاسو سنڀالڻ لڳو. ڪورون ڏاڍيءَ خبرداريءَ سان هرهڪ سنهي ٿلهي ڳالهه جي پوري پوري پُڇا ڳاڇا ۽ سنڀال ڪئي. ڪين پڪ ٿي ته انهيءَ ڏينهن ڪين ڪو به چوڪو نه رسندو.

پانڊون به پنهنجي لشڪر کي ڏاڍيءَ ڪاريگريءَ سان بيهاريو. ڌرشٽديمن ۽ ڌننجيه فيصلو ڪيو ته لشڪر کي (ارڌ چندر وهيو) ٻيج جي چنڊ جي ڍنگ ۾ بيهارجي. انهن اهو انهيءَ خيال سان ڪيو ته شتروءَ جو اثرائتي نموني مقابلو ڪري سگهجي. چنڊ جي سڄيءَ ڇاڙيءَ تي ڀيمسين ۽ کٻيءَ تي ارجن. اهڙيءَ ريت ٻئي پنهنجي پنهنجي حصي جي اڳواڻي ڪرڻ لڳا.

يڌ شروع ٿي. هٿيارن جي ٽڪرائجڻ جي ٽهڪن. رت ريلا ڪري وهڻ لڳي. هاٿين، رٿن ۽ گهوڙن جي هلڻ ڪري ايتري مٽي آڪاش ۾ اڏامي جو سورج ڍڪجي پيو.

ڪورون، پانڊون جي صفن کي ٽوڙڻ جي پوري ڪوشش ڪئي ۽ هو پنهنجي ساري بل سان ارجن تي اچي ڪڙڪيا. برڇين ۽ ڀالن، گرزن ۽ گدائن جو ارجن تي وسڪارو ٿيڻ لڳو. جئن آڪاش ۾ بجلي لامارا ڏيندي آهي، تئن اهي چمڪندڙ هٿيار پئي اڏاميا. ارجن ڏٺو ته سندس رٿ تي هٿيارن ائين

ٻي حملو ڪيو جنهن ماڪڙ جو ڪٽڪ ڪري ٻڪل فصل تي.
هن وري پنهنجي پرسڌ ڌنش سان چوڌاري ٻاڻ هلائڻ شروع ڪيا. ٻاڻ هڪ ٻي جي پٺيءَ تڪڙو تڪڙو ٻي ڇوڙيا ويا. انهن ٻي ڌسڻ ۾ آيو جڻڪ رٿ جي چوڌاري هڪ هلندڙ ڦرندڙ ڪوٽ اڏجي ٻيو آهي.
هڪ ٻئي هنڌ شڪنيءَ وڏي ڪٽڪ سان سانيڪيءَ ۽ اڀيمينوءَ تي حملو ڪيو. سانيڪيءَ جو رٿ پڃي پرزا پرزا ٿي ٻيو ۽هو رڙهي ڪري وڃي اڀيمينوءَ جي رٿ تي وينو، ٻنهي گڏجي ڪري شڪنيءَ جي سينا کي ناس ڪري ڇڏيو.
دروڻاچاريہ ۽ ڀيشم گڏجي ڪري ڌرمپتر تي آڪرمڻ ڪيو. نڪل ۽ سهديو پنهنجي مراٻي ڀاءُ جي مدد لاءِ اچي پهتا.
ڀيم ۽ سندس ٻت گهٽوتڪچ دريوڌن جي لشڪر تي حملو ڪيو. گهٽوتڪچ زور ۾ پيءُ کان ٻہ ٻہ رتيون سرس ڌسڻ ۾ آيو. ڀيم جا تير دريوڌن کي لڳا ۽ هو پنهنجي رٿ ۾ مورڇت ٿي پيو. سندس سارٿيءَ کي هاٿي اچي پڙ لڳو تہ جيڪڏهن لشڪرين کي راجڪمار جي هن اوستا جو پتو لڳو تہ سندن حوصلو ٽٽي پوندو. انهيءَ ڪري هو دريوڌن جو رٿ ميدان مان ڪڍي ٻئي طرف ڪاهي ويو. انهيءَ هوندي بہ ميدان ۾ ڏاڍو گوڙ ٿي پيو. ڀيمسين انهيءَ ڳالهہ جو پورو پورو فائدو ورتو ۽ ۽ ڪورون جي سينا ۾ ٻاڪرڪتو وجهي ڏنو. دروڻاچاريہ ۽ ڀيشم جڏهن ڏٺو تہ ڪورون جي لشڪر ۾ گوڙ گهمسان ٿي پيو آهي، تڏهن هو ڊوڙندا آيا ۽ اچي سينا ۾ نئون روح ڦوڪيائون. ٽڙيل پکڙيل لشڪر وري گڏ ٿيو ۽ دريوڌن موٽي اچي لشڪر جي اڳواڻي ڪئي.
دريوڌن پتامها کي چيو: "اسانجي لشڪر جي هيءَ درگتي ڏسي ڪري توکي ڪو خيال ڪونہ ٿو ٿئي. تون وينو چپ ڪري تماشو ڏسين. مان سمجهان ٿو تہ تنهنجو پانڊون تي ڏاڍو آر آهي. توکي گهربو هو تہ منهنجي مونکي چئين ها

ته 'منهنجو پانڊون سان پيار آهي. ڏرشتديمن ۽ ساليڪي منهنجا متر آهن، مان انهن کي ڪونه ماريندس،' توکي مون سان صاف صاف ڳالهيون ڪرڻ گهربيون هيون. هي آدمي ڪنهن به طرح مقابلي جي لائق ڪونه آهن. تون چاهين ها ته ڪين سهوليت سان پورو ڪري ڇڏين ها. هاڻي به سٺي ڳالهه اها آهي ته تون ۽ درونڻاچاريه مونکي پنهنجي من جي ڳالهه صاف صاف ٻڌايو."

هڪ هيس هارائڻ جي چنتا ۽ ٻيو اها سڌ هيس ته پتامها کي سندس لڇڻ ڪونه وڻندا آهن. انهيءَ ڪري دريوڌن ڀيشم سان اهڙو ڪوڙو ڳالهايو. پر پتامها انهيءَ ڳالهه تي چپ ڪري مشڪيو ۽ چيائين: "ڇا مان توکي کولي کولي صاف صاف صلاح ڪانه ڏني هئي؟ تو منهنجي صلاح ڪانه ٻڌي ۽ جنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. منهنجي اها ڪوشش هئي ته جنگ نه ٿئي. پر هاڻي جڏهن جنگ سر تي اچي پيئي آهي، تڏهن مان پوري ٻل سان تنهنجي طرفان وڙهي رهيو آهيان ۽ تنهنجي قرض ادا ڪرڻ ۽ پنهنجي فرض پالڻ لاءِ پورو پورو سعيو ڪري رهيو آهيان. مان ٻڍو آدمي آهيان ۽ پنهنجي وت کان وڌيڪ سيوا ڪري رهيو آهيان."

ائين چئي پتامها وري پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو. ٻهرين پهر جو پانڊون جي جيت هئي، لڙائيءَ جو سڄو رخ سندن طرف هو. هو دل ۾ ڏاڍا خوش هوا، انهيءَ ڪري البت بي خبردار ٿي پيا. هنن سمجهو ائين هو ته ڪورون جي لشڪر بتر ٻيل سٺنا کي وري گڏ ڪرڻ ڀيشم جي شڪتيءَ کان ٻاهر آهي. پر دريوڌن جي طعنن تنکن پتامها جي من ۾ ڦٽ وجهي ڇڏيا. هو جوش ۾ اچي ويو ۽ جنگ جي ميدان ۾ ائين ڦرڻ لڳو جئن ٻسم ڪندڙ جوالا جهنگل کي ويڙهي وڃي. هاڻي هو پنهنجي سٺنا کي گڏ ڪري سگهيو ۽ سٺنکن ۾ نئون اتساهه ڦوڪي سگهيو. پوءِ هن پانڊون تي ڌاڙو

زوردار حملو ڪيو. انهيءَ وقت ڀيشم هڪ طرف کان ٻئي طرف اهڙو تڪڙو ٿي ڀڳو، ڄڻ ڪ هڪ جي بدران سوين ڀيشم اچي اتي وارد ٿيا هوا. جيڪو سندس سامهون ٿي آيو، تنهن کي هن ڪيرائي ٿي قتل ڪيو. پانڊون جي ساري سينا ٽڪر ٽڪر ٿي پيئي، سندن حوصلو ڏاڍو گهٽجي ويو. واسديو، پارٿ ۽ شکنڊيءَ ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته لشڪر ۾ روح ڦوڪجي ۽ کين ڀڄڻ کان بچائجي. پر هو انهيءَ ۾ ڪامياب ڪونه ٿيا. اتي ڪرشن ارجن کي چيو: "ڌننجيا! ڏاڍو نازڪ وقت اچي ويو آهي. پنهنجي پرڻ تي پڪو رهه، ڀيشم، درون ۽ ٻين وڏن کي يڌ جي ميدان ۾ مارڻ کان اهل نه گس، تو اها پرتگيا ڪئي آهي ۽ هاڻي اها پار. هيءَ حالت ۾ اسانجي لشڪر جي اهڙي درگتي ٿيندي جو ڪوبه انکي بچائي نه سگهندو. هاڻي يڪدم پتامها تي حملو ڪر."

ڪرشن جا شبد سڻي ارجن چيو: "چڱو هڪل رٿ کي."

جڏهن ارجن جو رٿ پتامها جي ويجهو آيو، تڏهن پتامها مٿس تيرن جو وسڪارو ڪيو. ارجن پنهنجو ڌنش موڙيو ۽ ٻي باڻ ڇوڙيا. انهن باڻن سان پتامها جو ڌنش ڀڄي پيو. پتامها ٻيو ڌنش هٿ ڪيو. انهيءَ جي به ساڳي گتي ٿي. ارجن جي اهڙي هوشياري ڏسي پتامها جي من ۾ ڏاڍي پرسنتا ٿي. اتساهه سان چيائين: "واهه وير پترا!" ائين چئي پتامها ٽيون ڌنش کنيو ۽ ارجن جي رٿ تي لڙ نشان ڇڏيائين. جنهن نموني ارجن هن حملي جو مقابلو ڪيو، سو ڪرشن کي پسند ڪونه پيو. پتامها جو ڌنش ڏاڍي جوش مان ٿي هليو، پر ارجن جي دل پوري پڪي ڪونه هئي، انهيءَ ڪري سندس هٿ ٺيڪ نٿي هليا. هن جي دل ۾ پتامها لاءِ ڏاڍو قرب هو.

ڪرشن ڏٺو ته جيڪڏهن ارجن انهيءَ ريت ٿي ڪم ڪيو ته سمورو لشڪر جنهنجو اڳئي حوصلو ٽٽو پيو هو، سو ٻنهه

برباد ٿي ويندو. ڪرشن رٿ جي حلائڻ ۾ پوريءَ ڪاريگريءَ سان ڪم ڪيو، ته به ڪيس ۽ ارجن کي ڪيترا وار پٺاڻها جا تير اچي لڳا.

جنارڌن هاڻي جوش ۾ پڙجي چيو "ارجن! ائين ڪم ڪونه ٿيندو. تنهنجي هيءَ ڍالهه سهڻ ڪان ٻاهر آهي. جيڪڏهن تون ڀيشم کي مارڻ ڪان پاسو ڪندين ته مان ڪيس پاڻ ماريندس." ائين چئي هن گهوڙن جون رعنون ڇڏي ڏنيون ۽ رٿ تان هيٺ لهي سدرشن چڪر هٿ ۾ کنياءِ ۽ ڀيشم جي طرف ڀڄڻ لڳو. انهيءَ ڪري ڀيشم بلڪل گهبرايو ڪونه. هو اٽلو وڌيڪ خوش ٿيو. اتساهه ۾ اچي چيائين "آءُ، آءُ هليو. اي ڪمل نين اچ. اي ترلوڪيءَ جا ناٿ! اي ماڌو مان توکي پرڻام تو ڪريان. ڇا تون منهنجي خاطر ئي رٿ تان هيٺ لٿو آهين؟ منهنجي حياتي تنهنجي ملڪ آهي. تنهنجي هٿان منهنجو موت ٿيو ته ٽنهي لوڪن ۾ منهنجي ڪيرتي ٿيندي، هرهنڌ منهنجي ساراهه ٿيندي. اهو وردان موکي ضرور ڏي. شل تنهنجي هٿون ئي منهنجو موت ٿئي، جئن مان مُڪت پد کي پايان."

هيءَ حال ڏسي ارجن جي دل ڏاڍي ماندي ٿيڻ لڳي. هو رٿ تان لهي ڪرشن جي ڪڍ ويو. ڏاڍيءَ ڪنائيءَ سان هو ڪيس وڃي پهتو ۽ ڪيس پوئتي موٽڻ لاءِ آزي نيزاري ڪرڻ لڳو.

ارجن ڪرشن کي چيو: "اپترو بي صبر نه ٿيءُ، پوئتي موٽ. مان انجام تو ڪريان ته مان پنهنجي پرتگيا ضرور پاريندس ۽ بنهه ڪين هٻڪندس." ڪرشن وري رٿ تي سوار ٿيو ۽ گهوڙن جون رعنون جهليائين. ارجن هاڻي ڪورون جي لشڪر تي زور سان حملو ڪيو ۽ هزارن جو قتل ٿيو. ڪورون جي لشڪر ٽئين ڏينهن تي به هار کاڌي. رات جي وقت مشعالن جي روشنائيءَ ۾ جڏهن هو ڇاوڻيءَ ڏانهن موٽيا،

تڏهن هو هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ”ارجن جو ڪير مقابلو ڪري سگهندو؟ ذرو به سنديهه نه آهي ته ارجن جنگ کٽيندو.“
ارجن انهيءَ ڏينهن اهڙو چمتڪار ڪري ڏيکاريو.

[٦٧]

## چوٿون ڏينهن

روزمره جنگ جو ساڳيوئي حال هو. روز هڪ ٻئي سان لڙائي ۽ موت جو ڀيانڪ ناچ. ساڳي ساڳي ڳالهه پڙهي من ڪڪ به ٿئي ٿو. پر مهاڀارت جي ڪٿا جو ڪيندر استان آهي ڪروڪيتر جي يڌ. ساري ڪٿا جو مکيه ڀاڱو آهي اها لڙائي. جيڪڏهن جنگ جي وچور نه ڄاڻيندا سين ته پوءِ مهاڀارت جي ويرپاڻن جو سياءُ ۽ چرتر پوريءَ ريت سمجهي ڪو نه سگهنداسين.

صبوح ٿيندي ئي ڀيشم پتامها وري ڪورون جي لشڪر جو وهيو چڪر ٺاهيو. وچ ۾ هو ڀيشم، چوڌاري هيس دريوڌن، دروڻاچاريه وغيره. سائين جي وچ ڀيشم انين تي اڳو چڙهڪ ديوتائن جي وچ اندر ٻجر جهلي بيٺو آهي. ڪورون جي لشڪر ۾ رٿ، هاٿي ۽ گهوڙا صفن ۾ بيٺا هئا ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار هئا. انين ڏسڻ ۾ آيو ڄڻڪ آسمان ۾ هڪ شاهي طوفان موجود آهي.

ڀيشم پتامها لشڪر کي حڪم ڪيو ته ”اڳتي وڌو“.
ارجن پنهنجي رٿ تي ويٺي ورودين جي هلچل ڄاچي. سندس رٿ تي هنومان جو جهنڊو جهولائي رهيو هو. دشمن کي هلندو ڏسي ارجن به لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيو. اشوٿاما، ڀوُرشروا، شليه، چترسين ۽ چل پتر، پنهنجي ويرپوڌن ابيمنيو کي گهيرو وڌو. سخت لڙائي لڳي. ويرپتر ابيمنيو انهيءَ ڪري بلڪل

ڪونہ گهبرايو. هن هنن پنجنئي حملي ڪندڙن سان انهن مقابلو ڪيو، جئن هڪ شينهن جو ٻچو پنجن هاٿين سان مقابلو ڪري. ارجن جڏهن هنن پنجن پهلوانن کي ڏٺو تہ سندس پٽ جي مٿان گڏجي حملو ڪن ٿا لڏهين ڪروڌ مان شينهن جيان گرجندو اچي پٽ جي پاسي ۾ بيٺو. ڌرشٽديمن بہ وڏو لشڪر ساڻ ڪري اچي اچي سهڙيو. شليہ جو پٽ ڪٽيو ويو. هاٿي چل پاڻ بہ اچي جنگ ۾ شامل ٿيو ۽ شليہ سان گڏجي ڌرشٽديمن تي سخت حملو ڪياءِ. شليہ جو هڪڙو تکو تير هلايو، ڌرشٽديمن جو ڌنش بہ ٽڪر ٽي پيو. اڀيمنيو اهو حال ڏسي شليہ جي مٿان تيرن جو وسڪارو ڪيو. اڀيمنيوءَ جي تيرن شليہ کي ايتري جوکم ۾ وجهي ڇڏيو جو دريوڌن ۽ سندس ڀائر شليہ جي مدد لاءِ ڊوڙندا آيا. انهيءَ وقت تي ڀيمسين بہ اچي سهڙيو. جڏهين ڀيمسين پنهنجي گدا مٿي ڪئي لڏهين دريوڌن جا سيئي ڀائر ڪنبڻ لڳا. دريوڌن غصي ۾ ڀرجي وڏو سارو هاٿين جو ڪٽڪ ساڻ ڪري ڀيمسين تي چڙهائي ڪئي. ڀيمسين جڏهين هاٿين کي پنهنجي طرف ايندو ڏٺو لڏهين هو رٿ تان لهي پيو ۽ گدا هٿ ۾ کڻي انهن جي مٿان ڪاهي پيو. ڀيمسين ايترو سخت حملو ڪيو جو هاٿي هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا ۽ ڪورون جي سٿنا ۾ بي انتظاميءَ اچي پنهنجو گهر ڪيو. هن منجهان ظاهر آهي تہ هاٿي چاهي ٻراٿن ۾ ورنن تيل جنگين جي وقت چاهي يونان چاهي روم جي لڙائيءَ ۾ برابر بيهي ڪونہ سگهندا هئا.

ڀيمسين هاٿين تي ايترو اُجڙ ڪندڙ حملو ڪيو جئڪ اندر پهاڙن جا ٻر ڪٽي پٽي اُڇليا. هاٿين جا لاش ميدان تي انهن پٽي ڏسڻ ۾ آيا جئڪ وڏيون پهاڙيون هجن. جيڪي هاٿي موت کان بچي نڪتا سي پڻ وچان هيڏي هوڏي

M 44

ڀڄڻ لڳا ۽ انهن ڪيترن سپاهين کي پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙيندي ڪورون جي لشڪر ۾ ڀاڄڪڙ وجهي ڇڏيو. اتي دريوڌن پنهنجيءَ سينا کي آڳيا ڪئي ته سڀ گڏجي ڪري ڀيمسين تي حملو ڪريو. پر ڀيمسين پهاڙ جيان اڏول رهيو. اهو حال ڏسي ڪيترا پانڊو يوڌا ڀيم جي مدد لاءِ ڊوڙي آيا. دريوڌن جا ڪيترا تير ڀيم جي ڇاتيءَ ۾ وڃي لڳا ۽ دريوڌن ٽپ ڏيئي وڃي ڀيم جي رٿ تي چڙهيو.

انهيءَ تي ڀيمسين کي هٿونئي خوشي ٿي ۽ هن پنهنجي سارٿيءَ کي چيو ”وشوڪ! اڄ خوشيءَ جو ڏينهن آهي. ڌرتراشٽر جا پٽ جنگ جي ميدان ۾ منهنجي سامهون بيٺا آهن. مان انهن کي اهڙيءَ طرح سان ڌوٽيندس جيئن ڪنهن وڻ منجهان پڪا ميوا ڌوٽبا آهن. لغام کي قابو جهل ۽ رٿ کي هلاءِ. اڄ هو تو مان هنن نڀاڳن کي يمپوريءَ جو سير ڪرايان.“

دريوڌن کي اوڍيل هئي مضبوط زره. نه ته جيڪر ڀيمسين جا ڪان سندس ڪم پورو ڪري ڇڏين ها. انهيءَ ڏينهن ڀيمسين جي هٿان دريوڌن جا اَٺ ڀائر مارجي ويا. دريوڌن ڏاڍي جوش سان لڙڻ لڳو. سندس هڪ تير سان ڀيمسين جو ڌنش ڀڄي پيو. ڀيمسين نئون ڌنش هٿ ۾ کنيو ۽ هن هڪڙو اهڙو سر ستيو جنهن ۾ چاقوءَ جو ڦر لڳل هو. انهيءَ سر سرڙات ڪري دريوڌن جي ڌنش جا ٻه ٽڪر ڪري وڌا. انهيءَ هوندي به دريوڌن گهٻرايو نه. هن نئين ڪمان هٿ ۾ کنئي ۽ پورو نشان چٽي ڀيمسين جي ڇاتيءَ ۾ تير هنيو. اهو تير اهڙي زور سان هلايائين جو ڀيمسين ڀوانٽي کائي ويهي رهيو. هاڻي پانڊون جي پهلوانن دريوڌن مٿان ٻاڻن جو وسڪارو ڪيو. گهٽوتڪچ جڏهين ڏٺو ته ڌڪ لڳڻ جي ڪري سندس پتا واڙو ٿيو پيو آهي تڏهين هن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ ڪورون جي لشڪر مٿان ڪاهي پيو. سندس

سامهون ڪو بہ بيهي نہ سگهيو.
انهي پيشر دروڻاچاريہ کي چيو اسان جا آدمي تڪا ٽٽا پيا آهن. شام جو وقت اچي تيو. راڪسن جي شڪتي اوندهہ ۾ وڌندي آهي. ان ڪري هنن راڪسن سان اڃ وڙهڻ اجايو آهي. اسين سياڻي سندن علاج ڪنداسين. پناما پنهنجي سئنا کي آگيا ڪئي تہ هو جنگ جو ميدان ڇڏي پنهنجي ڇانوڻيءَ ڏانهن وڃن. دريوڌن پنهنجي لنبوءَ ۾ ويٺو هو. سندس اکين مان ڳوڙها ٿي ٽمڪيا ۽ سندس من ۾ ڏاڍي آنڌ مانڌ هئي. انهيءَ ڏينهن هن جا گهڻيئي ڀائر موت جو شڪار ٿيا هئا.

## ڌرتراشٽر ۽ سنجيہ جي گفتگو

جڏهن ڪروکشيتر ۾ لڙائي ٿي تي، تڏهن ڌرتراشٽر سنجيہ کان سمورو حال ٿي ورتو. چوٿين ڏينهن جي لڙائيءَ جو حال ٻنندي ڌرتراشٽر دکي ٿي ڪري چيو: ”سنجيہ تون تہ اهائي ڳالهہ ڪندو آهين تہ منهنجا يار دوست ۽ اشت متر ۽ پٽ لڙائيءَ ۾ مرندا وڃن ٿا ۽ دکي ٿي رهيا آهن. ڇا انهيءَ جو اهو مطلب آهي ڇا تہ منهنجا پٽ ۽ سندن ساٿي ٿي روز روز ماراڻين ٿا. سنجيہ سچ پچ مونکي ڏاڍو دک ٿي رهيو آهي. هي ڳالهيون منهنجي سهڻ کان ٻاهر آهن. ڇا اسانجي پرالبڌ ۾ اهوئي لکيل آهي؟ پرالبڌ کي ميٽڻ جو ڪوئي رستو ڪونهي؟ اهڙي ڪا ترڪيب ڪانهي جنهن جي وسيلي منهنجي پٽن کي ڪا ڪٽرڻ جي اميد ٿي سگهي؟“
سنجيہ جواب ڏنو ”راجن جيڪي ڪجهہ ٿئي ٿو سو توهان جي ئي ڪرمن جو نتيجو آهي. هاڻي گهٻرائڻ مان ڇا ورندو؟ من کي ڊانوان ڊول نہ ڪريو. ڌيرج سان سڄي ڳالهہ ٻڌو.
انهي ڌرتراشٽر ٿڌو ساهہ کڻي چيو: ”ودر جون سڀ ڳالهيون لڳنديون اچن ٿيون.“ ائين چئي هو پنهنجي هنڌ تي ليٽي پيو. پوءِ سندس گلو گهٽجڻ لڳو ۽ ڏاڍي دک مان

چيائين: ” سنجيه جئين ڪوئي لري سمنڊ پار نه وڃي سگهندو آهي تئين مان به هن گهري دک روپي سمنڊر کي پار ڪرڻ ۾ اسمرٿ آهيان.“

ڪجهه وڌيڪ احوال ٻڌڻ کان پوءِ ڌرتراشٽر چيو: ”اڻين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته منهنجا سيئي پٽ ڀيمسين جي هٿان مرندا. ٻڌاءِ ته اسانجي طرف اهڙو ڪو وير آهي جو منهنجي پٽن کي بچائي سگهي. مونکي اهڙو ڪو خيال ۾ اچي ٿي ڪونه ٿو. ڀلا جڏهن اسانجو لشڪر ميدان مان ڀڄندو آهي لڏهين ڀيشم، درون‌اچاريه ۽ اشوٿاما آدي وير ڇا وينا ڪندا آهن. سٺا کي بچائڻ جو ڪو يتن ڪندا آهن يا نه؟ خبر نه آهي ڪهڙيءَ اشڀ گهڙيءَ ۾ هنن وير منهنجي پٽن جي رکيا ڪرڻ جي جوابداري پنهنجي سر مٿان کنئي هئي. هي وڌاتا تو منهنجي ڀاڳ ۾ ڇا لکيو آهي.“ اهي لفظ چئي ڌرتراشٽر ٻارن وانگر رئڻ لڳو.

سنجيه کيس چيو: ” هي راجن! شانت ٿيو. دل کي ڏکي نه ڪيو. پانڊو ڌرم جي رستي هلي رهيا آهن. انهيءَ ڪري لڙائيءَ ۾ انهن جي ئي سوڀ ٿيندي. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته پنهنجا پٽ به لڙائيءَ ۾ ڏاڍا پهلوان آهن. پر سندن من ۾ هميشه خراب خيال ايندا رهندا آهن. اهوئي سبب آهي جو تنهن جي ٻارن جو معاملو بگڙندو وڃي ٿو. هنن پانڊون سان انياءُ ڪيو. هاڻي پنهنجي ڪرمن جو ڦل ڀوڳي رهيا آهن. پانڊو ڌرم انوسار نياءَ جي مارگ تي هلي رهيا آهن. هو ڪترين جي ڀنگ سان وهنوار ڪري رهيا آهن ڇا. ڇاڪاڻ جو هو نياءَ جي مارگ تي هلي رهيا آهن انهيءَ ڪري سندن شڪتي گهٽجي نٿي. اوهان کي ودر، درون، ڀيشم ۽ مون گهڻوئي سمجهايو پر اوهان ڪنهن جي به ڳالهه ڪانه ٻڌي. پنهنجي پلي چاهيندڙن جي ڳالهه نه ٻڌي اوهان پنهنجي ئي خيال تي هليا جنهن ڪو هٺ ڀوڳي مورکتا جي ڪري دوا

وڙهڻ کان انڪار ڪري، لڳن ٿي ته اوهان پنهنجي مورک پٽن جي راءِ رکندا رهيا. اها ڳالهه اوهان ڪانه مڃي جنهن ۾ سڀني جي ڀلائي سمايل هئي. هاڻي اوهان پڇتاءُ ڪري رهيا آهيو جيڪو سوال اوهان مون کان پڇيو آهي، سو ئي اوهانجي پٽ دريوڌن چوٿين ڏينهن جي يڌ کانپوءِ پتاما کان پڇيو هيو. هاڻي يڌ وقت پتاما دريوڌن کي ڪهڙو جواب ڏنو.“

چوٿين ڏينهن جي لڙائي ختم ٿيڻ تي دريوڌن اڪيلو پتاما وٽ ويو ۽ وڃي هن کي چيائين: ”پتاما! ساري سنسار کي خبر آهي ته اوهان، دروڻاچاريه، ڪرپاچاريه، اشوٿاما، ڪرتورما، ڀورشروا، وڪرڻ ۽ ڀڳدت وغيره وير ذرا به موت کان ڪونه ڊڄندا آهيو. اوهانجي سامهون پانڊون جي سگهه جي ڪا به شڪتي ڪانه آهي. اوهان مان هڪ هڪ اهڙو بهادر آهي، جو جيڪڏهن پنجئي پانڊون گڏجي ڪري انهيءَ جو مقابلو ڪن ته هوند منهن جي کائن. انهيءَ هوندي به ڪهڙو سبب آهي جو ڪنتيءَ جا پٽ روز روز اسان کان کٽندا ٿا رهن؟“

پتاما شانتي پوري ڪري چيو: ”پٽ دريوڌن منهنجي ڳالهه ٻڌ. مون توکي گهڻن ئي نمونن سان سمجهايو. توکي اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ٻڌايون جنهن ۾ تنهنجو ڀلو هو. پر تو هڪ به ڳالهه ڪانه ٻڌي. وڏن جو چيو ڪونه مڃيو. هاڻي به صلاح اها آهي ته هن وقت به سمجهه سمجهيو ۽ پانڊون سان صلح ڪريو. انهيءَ ۾ اوهان جي به ڀلائي آهي ۽ سنسار جو به ڪلياڻ آهي. نيٺ ته هڪ ئي ڪٽنب جا آهيو، پاڻ ۾ ڀائر آهيو. راڄ ورهائي ڪري ٻئي طرف خوش گذاري سگهو ٿا. توهان پانڊون جو اپمان ڪيو. هاڻي انهيءَ جو ڦل ڀوڳي رهيا آهيو. ڀلا جن جو رکشڪ ڀڳوان ڪرشن آهي تن جي ته ضرور سوڀ ٿيندي.

اڃا به ويٺي ڪاله آهي. هاڻي به صلح جو دروازو کليل آهي. پانڊون کي پنهنجي شترو بڻائڻ بدران پنهنجو متر بڻايو.

اوهان پنهنجي ملڪ لي راج ڪريو ۽ پانڊو پنهنجي ديش لي.
جيڪڏهن اوهان ڌ لنجيه ۽ ڪرشن جو اپمان ڪندا تہ پڪ ئي
ناس ٿيندا. ڌ لنجيه 'نر' جو اوتار آهي ۽ ڪرشن 'نارايڻ' جو."
هن گفتگوءَ کان پوءِ دريوڌن پنهنجي لنبوءَ ڏانهن هليو
ويو. پر انهيءَ رات ڪيس ننڊ بنهہ ڪانہ آئي.

[٦٨]

## پنجين ڏينهن جي لڙائي

ٻئي ڏينهن لي وري لڙائي شروع ٿي. پتامها ڪورون
جي لشڪر کي ڏاڍيءَ مضبوطيءَ سان جنگي قطارن ۾ کڙو
ڪيو. ساڳيءَ ريت ڌرشٽديمن پانڊون جي سئنا جو ويوهہ
ٺاهيو. پانڊون جي لشڪر جي منهن ۾ هميشه جيان ڀيمسين
بيٺو هو. سندس پنيان هئا ڌرشٽديمن ۽ سائيڪي ۽ سندن
پيا ساٿي. انهن سيني خوب ٿي پنهنجيءَ سئنا جي رکيا ڪئي.
ڌرم پتر، نڪل ۽ سهديو هئا لشڪر جي پوئين پاڱي ۾.
ڀهرين ڀيشم پنهنجو ڌنش ٽاڻيو ۽ باڻ ڇوڙڻ شروع ڪيا.
پانڊون جي لشڪر ۾ پتامها جي تيرن ڏاڍو مارو ڪيو.
ارجن جڏهن اهين ڏٺو، تڏهن هن گنگا پتر تي خوب باڻ
ڪشڻ شروع ڪيا. دريوڌن جي دل ڏهلجي ويئي، سو پنهنجي
هميشه جي سياءِ موجب وڃي دروڻاچاريہ کي دانهون ڏناءِ.
دروڻاچاريہ کيس سخت طعنو هڻي چيو "اي هنيلا راجڪمار،
تون بنا سمجهڻ سوچڻ جي ڳالهائيندو آهين. توکي پانڊون
جي شڪتيءَ جو پتو ڪونہ آهي. اسين پاڻ هر پرڪار سان
سندن مقابلو ڪري رهيا آهيون."
اهين چئي دروڻاچاريہ وڃي سائيڪيءَ لي ڪڙ ڪيو.
دروڻاچاريہ جو حملو سهڻ سائيڪيءَ جي شڪتيءَ کان باهر

هو. انهيءَ ڪري پيمسين ٻوڙي ڪري سنڌس سهايتا لاءِ پهتو. هاٿي ويٺي جنگ وڙهڪ ۽ وڏيڪ سخت ٿيندي. دروڻاچاريہ سان ڀيشم ۽ شليہ ٻہ اچي ڀيڙا ٿيا. الي شڪنڊيءَ اچي پيمسين جي مدد ڪئي. هن ليرن جو مينهن وسائڻ شروع ڪيو. ڀيشم شڪنڊيءَ کي ڏسي ڪري مئدان ڇڏي ويو. شڪنڊي جڏهن ڄائو هو، لڏهن هو ڇوڪريءَ جي روپ ۾ ڄائو هو. زالن سان جنگ جوڙڻ ڪتري ڌرم جي ورتہ آهي. پتامها سمورو سمو انهيءَ سڌانت تي عمل ڪري رهيو هو ۽ اهو سڌانت ئي انت ۾ سندس مرتيوءَ جو ڪارڻ بڻيو.

ڀيشم يڌ کيتر ڇڏي ويو. انهيءَ ڪري دروڻاچاريہ خوب شڪنڊيءَ تي ٻاڻن جو وسڪارو ڪيو. شڪنڊي دروڻاچاريہ جي سامهون بيهي ڪونہ سگهيو ۽ مئدان تان هٽي ويو.

انهيءَ ڏينهن ٻن ٻهرن تاءِ ڏاڍي سخت ۽ گهمسان جي لڙائي هٽي. قتلام ٻہ ڏاڍو ٿيو. ٻن ٻهرن کان پوءِ دريوڌن ساليڪيءَ جي مقابلي لاءِ وڏي ساري سئنا موڪلي. ساليڪيءَ انهيءَ سئنا کي پوريءَ ريت پورو ڪري ڇڏيو ۽ اڳيرو وڌي ڀورشروا تي حملو ڪرڻ لڳو. ڀورشروا ٻہ ڏاڍو زبردست جوڌو هو. سو هن ساليڪيءَ جي ماڻهن ۾ سنڪو وجهي ڇڏيو. ساليڪيءَ کي ڏاڍو بيزار ڪياءِ. ساليڪيءَ کي ڏهہ پٽ. ان جڏهن پيءُ جي هيءَ دردشا ڏٺي لڏهن سنڌس سهايتا لاءِ پهچندا آيا. سڀني گڏجي ڀورشروا تي چڙهائي ڪئي. ڀورشروا هو ڪليءَ جو ڪوڏيو، سو ڀلا انهن جي پيءُ ڪٿان ڳو ڪنبي؟ مانجهي مڙس مئدان ۾ ٻهاڙ جيان اڏول ٿي بيٺو. هن ليرَ اهڙيءَ ريت ڇٽيا جو ساليڪيءَ جا ڏهئي پٽ انهن جو شڪار ٿي ويا. هو يڌ ڀوميءَ ۾ ائين پيا رهيا، جئن وڻ جا ڪيرايل وڏا وڻ. پٽن جو موت ڏسي، ساليڪيءَ جي دک ۽ ڪروڌ جي ڪا حد ئي ڪانہ رهي. هو ڏاڍي زور سان پنهنجو رٿ ڀورشروا جي طرف هڪليندو ويو. ٻنهي

ويرن جا رت اڇي پاڻ ۾ اڙڪيا ۽ پڇي پرزا پرزا ٿي پيا. ٻئي يوڌا ڌرتيءَ تي بيهي تلوارن ڪڍي هڪ ٻئي سان وڙهڻ لڳا. پورشروا تلوار هلائڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. انهيءَ ڳالهه جي پيمسين کي ڄاڻ هئي. انهيءَ ڪري هو ساڻيڪيءَ جي طرف ڊڪي آيو ۽ هنکي بچائڻ لاءِ کيس يڌ جي ميدان مان ٻاهر ڪڍي ويو.

انهيءَ ڏينهن ارجن هزارن سپاهين کي سدا لاءِ سمهاري ڇڏيو. دريوڌن جا جيڪي به لشڪري ارجن جي سامهون آيا ٿي، سي انهن تي پڇندا ويا، جئن پتنگ آڳ جي لاٽ ۾. هاٿي سڀ لهڻ تي هو، پناهها آگيا ڪئي ته لڙائي بند ٿئي. پانڊون جي طرف جا سڀ راڄڪمار ارجن کي چوڌاري ويڙهي ويا، سندس ساراهه جا گيت ڳائڻ لڳا ۽ سندس جئه جئه منائڻ لڳا. پهلوان، هاٿي ۽ گهوڙا سڀ ٿڪا ٽٽا پنهنجيءَ پنهنجيءَ ڇاوڻيءَ ڏانهن موٽي ويا.

[٦٩]

## ڇهون ڏينهن

ڇهين ڏينهن ڌرم پتر ڌرشٽديمن کي آگيا ڪئي ته اهو سينا کي 'مڪر ويوهه' جي ڍنگ ڪڙو ڪري. هن ائين ڪيو. هوڏانهن ڪورون وري پنهنجي لشڪر کي 'ڪرونچ ويوهه' جي روپ ۾ بيهاريو. 'ويوهه' چئبو آهي لشڪر جي بيهارڻ جي ڍنگ کي. جدا جدا ڍنگن لي جدا جدا جانورن جا نالا رکيل هئا. آسن لي به ساڳيءَ ريت جانورن جا نالا رکيل ٿيندا آهن. ڪهڙي وقت ڪهڙو ويوهه ٺاهجي، ڪهڙي ڍنگ لي سينا بيهارجي ۽ سينا جي اندر ڪهڙي ڪهڙي قسم جا سينڪ بيهارجن ۽ کين ڪهڙا هٿيار پوهار ڏجن، سو انهيءَ وقت جي ضرورتن موجب فيصلو ڪيو ويندو هو.

چوڏهين ڏينهن ٻنهي ڌرين ۾ ڀري خونريزي ٿي. دروڻاچاريه جو سارٿي شروع ۾ ئي مري ويو. دروڻاچاريه گهوڙن جون رڳون ٻاڌي سنڀاليون ۽ پنهنجو ڌنش به هلايو. هو لشڪر جي وچ ۾ ائين ٿي ڦريو جيئن باه ڪچهه جي ٻارڻ جي وچ ۾ ڦري. انهيءَ ڪري ٻنهي لشڪرن جا ويوهه ڪُڙٻڙ ٿي پيا. ميدان ۾ گهمسان مچي ويو. رت ريلا ڪري وهڻ لڳي. سڄي زمين هاٿين، گهوڙن ۽ ماڻهن جي مڙهن سان ڍڪجي وئي. رٿن جي ڀاڄ جا ڍير به ڍرهند پيا هئا.

ڀيمسين شترو دل ۾ اندر گهڙي ويو، انهيءَ لاءِ ته وڃي دريوڌن جي ڀائرن کي پورو ڪري. هوڏانهن هنن جوانن ڇا ڪيو جو گڏجي ڪري هڪوئي اچي ڀيمسين تي پيا. دشاسن، دروشهه، درماتا، جيءَ، جيتسين، وڪرڻ، چترسين، سدرشن، چروچتر، سورما، دشڪرڻ ۽ ٻيا سڀ ڪيس چوڌاري وڙهي ويا. ڀيمسين پڻ جو ته ڪڏهن نالو به نه ٻڌو هو، هو الي ٻينو ۽ سيني جي سامهون ٿيو. هنن اهو خيال ڪيو ته ڪيس باندي بڻايون. ڀيمسين جو خيال هو ته سيني کي اتي جو اتي مارجي. اڄ لڙائي اهڙي لڳي جهڙي اڳ ديون ۽ اسرن جي وچ ۾ لڳندي هئي. اوچتوئي اوچتو پانڊو پتر جو ڌيرج ٽٽي پيو ۽ هو ٽپ ڏيئي رٿ کان هيٺ لٿو. گدا هٿ ۾ کڻي پيرين پنڌ ڌرتراشٽر جي پٽن کي کهڻ لاءِ سندن مٿان وڃي ڪڙڪيو.

ڌرشٽديمن ڏٺو ته ڀيمسين جو رٿ شترو سينا جي قطارن ۾ غائب ٿي ويو آهي. هنکي ڌپ وٺي ويو ۽ آپدا کي روڪڻ لاءِ اتي پڳو. جڏهن هو ڀيمسين جي رٿ تي پهتو، تڏهن هن ڏٺو ته رٿ تي رڳو سارٿي ويٺو آهي. ڀيمسين آهي ئي ڪونه. اکين مان لڙڪ وهائيندي، هن سارٿيءَ کان پڇيو: ”وشوڪ! ڀيمسين ڪٿي آهي؟ ڪٿي آهي اهو منهنجو پراڻ

جو پراڻ؟" ڏرشٽديمن سمجهيو تہ ڀيمسين مري چڪو آهي.

وشوڪ ڏرشٽديمن کي نمسڪار ڪندي چيو: "دروپد پتر! پانڊو پتر مونکي چيو تہ مان هت بيٺو رهان. مان ڀيمسين کيس جواب ڏيان ٿي ڏيان لنهن کان اڳ ٿي هو گدا هٿ ۾ کڻي، پيرين پيادو شترو ء جي سينا ۾ ڪاهي پيو."

ڏرشٽديمن کي ڀؤ ٿيو تہ مبادا ڀيمسين کي دشمن غالب پئجي وڃن، سو ڀيمسين جي ڳولها لاء پنهنجو رٿ شترو ء جي لشڪر ۾ ڪاهي ويو. اتي ڇا ڏٺاء؟ ڏٺائين تہ چوڌاري دشمن کيس ورائي بيٺا آهن ۽ پنهنجي رٿن مان مٿس تيرن جو وسڪارو ڪري رهيا آهن. ڀيمسين پهاڙ جيان اڏول بيٺو هو. سندس هٿ ۾ گدا هئي ۽ سندس شرير زخم ٿيو پيو هو. سندس نڪ مان دم اٿين ٿي لڪتو جڻن باهہ جا اُلا. ڏرشٽديمن ڪري ڀيمسين کي ڀاڪر پاتو ۽ پنهنجي رٿ تي چاڙهيو. پوء سندس بدن مان تير ڪڍڻ لڳو.

دريوڌن پنهنجن يوڌن کي آگيا ڪئي تہ هو ڀيمسين ۽ ڏرشٽديمن تي يڪدم ڪاهہ ڪن، سندن حملي لاء نہ ترسن. پنهنجي بچاء ڪرڻ کان بجي تي حملو ڪرڻ وڌيڪ چڱو آهي.

هاڻي جيتوڻيڪ ڀيمسين ۽ ڏرشٽديمن پاڻ لڙائي نہ ڇيڙي، جيتوڻيڪ هو لڙائيء جي للڪار ٻڌڻ لاء تيار نہ هئا، تہ بہ دريوڌن جي پائرن مٿن حملو ڪيو. ڏرشٽديمن جي هٿ ۾ هڪ ڳجهو هٿيار، موهني استر ناتي هو. هن اهو هلايو ۽ الهيء جي ڪري سندن دشمن مورڇت ٿي پيا. موهني استر جي اثر کي زايل ڪرڻ لاء دريوڌن وري بيو هڪ استر هلايو. اتي ڪورو وري سرجيت ٿيا. دريوڌن سيني ۾ نئون اتساهہ ڦوڪي وري ڏرشٽديمن تي زور سان حملو ڪرايو.

هاڻي ڌرم پتر ويرا يڌشٽر جي هٿ هيٺ ڀيمسين جي مدد لاء وڏو سارو لشڪر موڪليو. جنهن منجهہ ٻارهن رٿ هئا. ايڀمنيو پوري وقت تي اچي سهڙيو. ايڀمنيو کي ڏسي

ڌرشٽديمن کي ڏاڍو سنتوش ٿيو ۽ سندس اتساهه وڌيو. انهيءَ وچ ۾ ڀيمسين به آرام وٺي وري لڙائيءَ لاءِ تيار ٿيو. هو ڪئڪيءَ جي رٿ ۾ چڙهي ويٺو ۽ ٻين جوڌن سان گڏجي پوريءَ جاءِ تي اچي کڙو ٿيو.

جيتوڻيڪ پانڊون جي طرفان ڪيتري تياري هئي ته به دروڻاچاريه جي سامهون هو بيهي نه سگهيا. دروڻاچاريه دروپد پٽر جي سارٿيءَ ۽ گهوڙن کي ماري وڌو ۽ سندس رٿ کي ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏيو. ڌرشٽديمن هاڻي وڃي اڀمنيو جي رٿ ۾ سوار ٿيو. پانڊون جي سينا ۾ گهٻراهٽ اچڻ لڳي ۽ ڪورون دروڻاچاريه کي خوب اتساهت ڪيو.

هن کان پوءِ ته وري گهمسان جي يڌ شروع ٿي وئي. چوڌاري موت ننگو ناچ ڪرڻ لڳو. انهيءَ قطاريءَ منجهيل يڌ جي وچ ۾ هيڪر ڀيمسين ۽ دريوڌن اچي هڪ ٻئي جي ٻل مقابلي ٿيا. خوب هڪ ٻئي کي سخت ڳالهايائون ۽ هڪ ٻئي تي تيرن جو وسڪارو ڪيائون. دريوڌن کي هڪڙو سخت تير لڳو ۽ هو مورڇت ٿي ڪري پيو. ڪرپاچاريه ڏاڍيءَ هوشياريءَ سان هن کي پنهنجي رٿ تي چاڙهي جنگ جي ميدان مان ڪڍي ويو. اتي ڀيشم پتامها پاڻ اچي پرگهٽ ٿيو ۽ سخت حملو ڪري پانڊون کي ڇتر ٻتر ڪري ڇڏيائين. انهيءَ ڏينهن جيتوڻيڪ سج لهي ويو ته به لڙائي چالو رهي. لڙائي هئي به ڏاڍي سخت ۽ هزارين آدمي موت جو بک ٿيا. هڪ ڪلاڪ رات گذرڻ تي لڙائي بند ٿي. يڌشٽر کي اهائي خوشي هئي ته ڀيمسين ۽ ڌرشٽديمن هن گهمسان واري لڙائيءَ مان جيئندا جاڳندا صحيح سلامت پوئتي موٽي آيا.

[۷۰]

# سترون ڏينهن

دريوڌن جو سڄو بدن زخمي ٿيو هو ۽ سندس انگ انگ ۾ سور ٿي رهيو هو. اهڙيءَ حالت ۾ هو ڀيشم وٽ ويو ۽ هن کي چيائين پتامها روزمره اسان جي هار ٿي ٿئي. اسان جي سينا جا ويهه ٽڪر ٽڪر ٿي ويا آهن. هزارين جوڌا روزمرت جي منهن ۾ وڃن ٿا. اوهين چپ ڪري ويٺا سڀ ڏسو ٿا.

پتامها دريوڌن کي دلاسو ڏيندي چيو پٽ دل ڇو ٿو لوڙهين. اسين سڀ صحيح سلامت آهيون. ڏس ته دروڻاچاريه، شليه، ڪرت ورما، اشوتاما، وڪرڻ، ڀڳدت، شڪني، اونتيءَ جا ٻئي راجڪمار، ترگرت جو راجا، مگڌ نريش ۽ ڪرپاچاريه سينا کي توهان جي واسطي پراڻن جي ٻلي ڏيڻ لاءِ سنڌيا ٿيا آهن. ايتري هوندي توهان ڇو ٿا مايوس ٿيو. اهڙيءَ مايوسيءَ ڪري ڇڏي ڏي. ائين چئي پتامها سينا کي سترين ڏينهن جي يڌ لاءِ تيار ڪيو. جڏهين سينا تيار ٿي بيٺي تڏهين پتامها دريوڌن کي چيو "هيڏانهن نهار ته ڪيترن نه هي رٿ، گهوڙا، گهوڙيسوار، وڏا هاٿي ۽ پهلوان پيادا جي ٻين ٻين ديشن مان آيا آهن، سڀ توهان مٿان ٻارڻ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا بيٺا آهن. هڙيءَ سندر سينا سان هوند ديوتائن کي به جيتي سگهجي. ڪو ڀؤ نه ڪر."

ڀيشم پتامها جي دلاسي ڀريل لفظن اهڙو ڪم ڪيو جيئن ڪا اثرائتي مرهم ڦٽن کي ميٽي. دريوڌن جي دل ۾ ڪجهه تسلي ٿي. هو اميد ۽ آسرو رکي لڙائيءَ تي چڙهيو. انهيءَ ڏينهن سينا کي گولاڪار ڍنگ سان بيهاريو ويو هو. هي چڪر ويوهه هو. هر هڪ جنگي هاٿيءَ سان ست پوري سامگريءَ سان سينگاريل رٿ موجود هئا. هر هڪ رٿ جي مدد لاءِ ست گهوڙيسوار موجود هئا. هر هڪ گهوڙيسوار سان

ڏهه تيرانداز لاڳو هئا ۽ هرهڪ ڌنش ڌاريءَ جي رکيا لاءِ ڏهه ڏهه ڀالن وارا مقرر ڪيا ويا هئا. هرهڪ کي ٻوري ٻوري زره اوڍيل هئي. هن وشال ۽ سندر سئنا جي وچم دريوڌن بيٺو هو. هو ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ڄڻڪ ديوراج اندر ديوتائن جي وچم براجمان آهي.

يدشٽر وري پانڊون جي سئنا کي وجر ويوهه جي روپ ۾ ڪٺو ڪيو. اڄ جي جنگ ڪيترين جدا جدا جاين تي ساڳي ئي وقت زور شور سان هلندي رهي. ڀيشم پنهنجي سر ارجن جو مقابلو ڪري رهيو هو. ڌروڻاچاريه ۽ وراٽ هڪ ٻئي سان مٺ ڀيڙ ڪري رهيا هئا. ٻئي هڪڙي هنڌ شکنڊي ۽ اشوٿاما خوب لڙي رهيا هئا. دريوڌن وري دِرشٽديمن سان لڙي رهيو هو. هوڏانهن نڪل ۽ سهديو پنهنجي مامي شليه تي چڙهائي ڪئي. اونتيءَ جي راجائن ڀيمسين جو مقابلو ڪيو. ڀيمسين وري ڪرت ورما، چترسين، وڪرڻ ۽ درمارش جو مقابلو ڪري رهيو هو. گهٽوتڪچ ۽ ڀڳدت جي وچم به ڏاڍي سخت لڙائي لڳي وئي. المبس ۽ ساتيڪي پاڻم وڙهي رهيا هئا. ڀورشروا جي سامهون ڌرشٽ ڪيتو هو. يدشٽر، شرت آيو سان تي وڙهيو. چيڪيتان ۽ ڪرپاچاريه وري پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا.

ڌروڻاچاريه جي سامهون وراٽ ٻري نه سگهيو. سندس هار ٿي ۽ هو پنهنجي پٽ، سنگ جي رٿ تي وڃي چڙهيو جاڪاڻ جو نه بچيو هو سندس رٿ، نه سارٿي ۽ نه گهوڙا. وراٽ جا پٽ اتر ۽ شويت ته اڳئين ڏينهن جي لڙائيءَ ۾ مري چڪا هئا. اڄ ستين ڏينهن سندس ٽيون پٽ سنگ به سرڳواس ٿيو ۽ اهو به انهيءَ وقت جنهن وقت هن جي پاسي ۾ پٽس بيٺو هو. اشوٿاما وري شکنڊيءَ کي شڪست ڏني. هن جو رٿ پرزا پرزا ڪري ڇڏياءِ. شکنڊي ٽپ ڏيئي ترار ڪڍي بيهي رهيو. اشوٿاما پنهنجي تير سان شکنڊيءَ جي

ترار کي ٻه ٽڪر ڪري وڌو. شڪنيءَ انهيءَ ڀڳل ترار کي
ڦيرائي ڦيرائي زور سان اشوٿاما تي اُڇلايائين پر اشوٿاما انهيءَ
کي پنهنجي تير سان هٽائي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح سان شڪنيءَ
هار کائي ساتيڪيءَ جي رٿ تي چڙهي ويٺو ۽ ميدان ڇڏي
ويو. المبس سان وڙهندي ساتيڪيءَ ٻهراڻ شڪست کاڌي
پر جلد همت ڪري المبس کي ڀڄائي ڇڏيو. ڌرشٽديمن ۽
دريوڌن جي وچ ۾ جيڪا ڏند پٽي ٿي انهيءَ ۾ دريوڌن جا
گهوڙا گهايل ٿي ڪري پيا ۽ دريوڌن کي رٿ تان هيٺ
لهڻو پيو. دريوڌن پنهنجي ترار سان خوب وڙهندو رهيو.
انهيءَ وچ ۾ شڪني اچي سنڌس مدد لاءِ پهتو ۽ کيس پنهنجي
رٿ تي چاڙهي وٺي ويو. ڪرت ورما ڀيمسين تي سخت
حملو ڪيو، پر منهن جي کاڌائين. سنڌس رٿ ۽ گهوڙا ڪسجي
ويا ۽ هو پنهنجي هار قبول ڪري شڪنيءَ جي رٿ ڏي
ڀڄي ويو. سنڌس سڄي بدن ۾ ڀيمسين جا تير چڀيا پيا هئا.
سنڌس شڪل ائين پئي لڳي جيئن چاهو جهنگل ڏانهن ڀڄندي
ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

اونتيءَ جي راجڪمارن وند ۽ انوند کي پٽ منيوءَ ماري
ڀڄايو ۽ سنڌس لشڪر بلڪل ناس ٿي ويو. ڀڳدت وري
گهٽوت ڪچ تي حملو ڪيو ۽ سنڌس سينا کي ڀڄائي ڪڍيو.
انهيءَ هوندي به گهٽوت ڪچ پنهنجي جاءِ تان نه هٽيو ۽
اڪيلي سر بهادريءَ سان وڙهندو رهيو. نيٺ کيس به ميدان
مان ڀڄڻو پيو. انهيءَ ڪري ڪورو لوڪ ڏاڍو خوش ٿيا.

شليه پنهنجي ڀاٽيجن تي حملو ڪيو. نڪل جا گهوڙا مارجي
ويا، تنهنڪري هو وڃي سهديو جي رٿ تي چڙهيو. ٻئي
ڀائر ساڳي رٿ مان تير هلائيندا رهيا. نيٺ سهديو جو هڪڙو
تير وڃي شليه کي لڳو ۽ شليه مورڇت ٿي ڪري پيو. سنڌس
سارٿي ڏاڍو هوشيار هو انهيءَ ڪري هو کيس ڏاڍيءَ چالاڪيءَ
سان ميدان مان ڀڄائي ڪڍي ويو.

اهڙيءَ طرح سان ڄڻ هيئن مادريءَ جو ڀاءُ، مدرديش جو راجا شليه ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. تڏهين دريوڌن جي لشڪر جي دل ڏاڍي ٻُري ٿي ويئي ۽ مادريءَ جي جاڙن پٽن يعني نڪل ۽ سهديو خوب شنک ۽ نرسنگا وڄائڻ شروع ڪيا ۽ سنو اوسر ڏسي شليه جي لشڪر جي وڏي حصي کي ختم ڪري ڇڏيو.

منجهند جي وقت يڌشٽر، شرتايو تي حملو ڪيو پر شرتايوءَ نه رڳو يڌشٽر جي ٻاڻن کي بيڪار بڻائي ڇڏيو پر ست تکا تير يڌشٽر تي ڇوڙيا. يڌشٽر جي زرهه چيرجي پيئي ۽ يڌشٽر زخمي ٿي پيو. اهڙيءَ حالت ۾ يڌشٽر کي ڏاڍو جوش اچي ويو ۽ هن هڪڙو زوردار ٻاڻ شرتايو تي اڇلايو ۽ شرتايوءَ جي ڇاتيءَ جي چادر ۾ سوراخ ٿي پيو. اڄوڪي ڏينهن يڌشٽر جو سالت سڀاءُ گم ٿي چڪو هو. هو رُدر روپ ڌارڻ ڪري چڪو هو. شرتايو جو سارٿي ۽ گهوڙا پڻ پوريءَ پهچي ويا. سندس رٿ پرزا پرزا ٿي پيو ۽ هو پيرين پنڌ جنگ جي ميدان مان ڀڄي نڪتو. اهو حال ڏسي دريوڌن جي دل جا ڇهڻي ڇڄي پيا.

ڪرپاچاريه سان چيڪتان ٻئي لڙيو. ڪرپاچاريه سندس سارٿيءَ کي ماري وڌو ۽ سندس رٿ ڀڃي ڇڏيو. انهيءَ ڪري چيڪتان گدا کڻي ڪري ڪرپاچاريه جي گهوڙن ۽ سارٿيءَ تي اچي ڪڙڪيو ۽ کين ختم ڪري ڇڏيو. ڪرپاچاريه ٻهاٽي پيادو ٿي پيو. هو پنهنجا ڪان ڪشڻ لڳو. چيڪتان کي هڪڙو ڏاڍو سخت ٻاڻ لڳو. ساڙ ۾ اچي هن پنهنجي گدا گهمائي ڪرپاچاريه ڏانهن اڇلائي پر ڪرپاچاريه پنهنجي ٻاڻ ڏوارن ان کي هٽائي ڇڏيو. پوءِ ته هو ٻئي ٽراريون ڪڍي ڏوبدو لڙڻ لڳا. ٻئي زخمي ٿي ڌرتيءَ تي ڪري پيا. ڀيم چيڪتان کي پنهنجي رٿ تي چاڙهي کڻي ويو ۽ شڪني ساڳيءَ ريت ڪرپاچاريه کي کڻي ويو.

ڏرشٽ ڪيتوءَ پورا ٥٦ تير پورشروا کي هنيا. اهي تير سندس ڇاتيءَ جي ڍال ۾ وڃي اٽڪيا ۽ روشنائيءَ ۾ خوب چمڪڻ لڳا. پورشروا جو منهن انهيءَ هوندي به سورج جيان ٿي چمڪيو ۽ اهي تير ائين ٿي لڳا جيئن سج جون ڪرڻائون سج مان نڪرنديون چوگرد ڦهليون آهن. انهيءَ حالت ۾ به پورشروا، ڏرشٽ ڪيتوءَ کي ايترو تنگ ڪيو جو هن کي پنهنجي هار قبول ڪرڻي پيئي.

دريوڌن جي ٽن ڀائرن گڏجي ڪري ايمينو تي حملو ڪيو. ايمينو تنهن کي شڪست ڏني ۽ سندن جان ڇورائي ڇاڪاڻ جو ڀيمسين جي اها پڪ ٿي ويئي هئي ته ڌرت راشٽر جي پٽن کي هو پاڻ ماريندو. هاڻي ڀيشم ايمينو تي حملو ڪيو. اهو حال ڏسي ارجن ڪرشن کي چيو ته ”اي واسديو رٿ کي ڀيشم جي طرف ڪاهي هل.“

انهيءَ وقت ٻيا چار ڀائر به اچي ارجن سان ٻيڙا ٿيا. ۽ پنهنجي ڀائرن جو شام تائين ڇگيءَ ۾ مقابلو ڪيو. نيم موجب سانجهيءَ جي وقت يڌ بند ٿي ۽ ٻنهي طرفن جا سورما ٽڪل ٽُتل ۽ زخميل پنهنجي تنبن ڏانهن موٽي ويا. سيني وڃي پنهنجي زخمن جو علاج ڪرايو. ڪين آرام ڀهچائڻ جي واسطي سندر ۽ سهڻا سنگيت جا سر آلاپڻ ۾ آيا. ڪلاڪ سانده راڳ جي رم جهم لڳي پيئي هئي. لڙائي، جهڳڙي ۽ دنگي جي ڪنهن کي تات به ڪانه ڪا هئي. سڀئي ايشور جو پرساد چکي رهيا هئا. ڪروکيتر جڻڪ سرڳ دام بڻجي پيو هو. اهو درشيہ ڏسي هوند ديوتائن کي به رشڪ پيدا ٿئي. هيءَ هئي مهاڀارت جي لڙائي. هيءَ هئي پراچين سمي جي سڀيتا. انهيءَ ۾ جيڪا مهان سکيا سمايل آهي سا ٻيا اڄ به لوڪ حاصل ڪن.

# انون ڏينهن

انين ڏينهن تي ڀيشم پنهنجي لشڪر کي ڪيڙي جي روپ ۾ بيهاريو. اهو ڏسي ڪري يڌشٽر، ڏرشٽ ديمن کي چيو ڏس ته اڄ دشمن ڪورم ويوهه ناهيو آهي. هاڻي توکي اهڙو ويوهه ناهڻ گهرجي جيئن ڪورم ويوهه کي سهوليت سان ٽوڙي سگهجي.

ڏرشٽ ديمن يڪدم پنهنجو ڪم شروع ڪيو. هن پنهنجي سينا کي ترشول جو روپ ڏنو. هڪ پاسي جي چوٽيءَ تي بيٺو ڀيم ٻئي پاسي جي چوٽيءَ تي ساتيڪي. يڌشٽر بيٺو وچين سٽيءَ جي چوٽيءَ تي. اسان جي بزرگن يڌ وديا ۾ ڪيتري اُنتي ڪئي هئي. جيتوڻيڪ يڌ وديا جي رٿين، ڍنگن ۽ رواجن جي باري ۾ ڪو يڪو رچيل شاستر نٿو ملي، ته به پرمپرا جو بيان ڪتري پريوارن ۾ برابر هلي اچي ٿو. آڪرمڻ جي جدا جدا شسترن لاءِ ڀين ڀين پرڪارن جا ڪوچ ۽ ڍالون موجود هونديون هيون. چڙهائيءَ جي جدا جدا نمونن جي مقابلي لاءِ بچاءَ جا ڀين ڀين سهڻا ۽ سندر ڍنگ ڪم ۾ آڻيندا هئا.

اڄ ڪروڪيتر جي يڌ کي هزارين ورهيه ٿي ويا. ڇاڪاڻ جو اڄ جي لڙائيءَ جا نمونا ۽ رواج ٻئي پرڪار جا آهن تنهن ڪري اسان کي مهاڀارت جي ڪٿا کي هڪڙي ڏند ڪٿا ۽ ڪوڙي ڪلپنا ڪري سمجهڻ نه گهرجي. ڏيڍ سو ورهيه مشڪل سان گذريا آهن ته انگريزي امير البحر نيلسن زبردست سامونڊي جنگيون ڪيون ۽ امر ڪيرتي پراپت ڪئي. جن واهڻن جي وسيلي نيلسن پنهنجون يڌيون ڪيون هيون تنهن جو جيڪڏهين اڄ جي سامونڊي لڙائيءَ جي سنبنڌ ۾ ويچار ڪبو ته اهي بلڪل نڪما ۽ واهيات ڏسڻ ۾ ايندا.

اِها ڳالهه به خيال ۾ رکڻ گهرجي ته ڪوين ۽ ساهتڪ

ليکڪن جي ليکن ۾ هٿيارن ۽ يڌ جي نمونن جي پوري پوري ۽ نيڪ نيڪ ويچور جي ڳولها ڪرڻ اچائي آهي. جنگين جي ورنن ۾ به اهڙي ويچور ملي ڪونه سگهندي. وري پراچين ڪال ۾ يڌ جو سمورو ڪاروبار ڪترين جي سپرد هوندو هو. سندن سکيا ۽ سندن سينا مورڳوئي سندن آڏين ۽ هٿ ۾ هئي. يڌ جي سڌانتن ۽ ڳجهن جي ڄاڻ پرمپرا انوسار هڪ پيڙهيءَ جا آدمي ايندڙ پيڙهيءَ جي ٻالڪن کي زباني طور ڏيندا رهندا هئا. جنگي هٿيارن جي وديا ۽ انهن جي ڪم آڻڻ جو هنر به ساڳيءَ ريت شخصي طرح هو هڪ ٻئي کان سکندا هئا. يڌ وديا جا پاڻيهِ پستڪ، جنگي فن جا درسي ڪتاب انهيءَ زماني ۾ ڪونه هوندا هئا. وري اهڙين ڳالهين جي ڪوين ۽ رشين جي ليکن ۾ گهٽي گنجائش موجود ڪانه هئي. اڄ ڪالهه جي اپنياسن ۽ آکاڻين ۾ کي اڌ ياءَ بيمارن جي علاج ۽ ٻيمارداري لاءِ ڪري هوندا. پر انهن اڌ يائن جي ورنن ۾ اهڙي ڪا چڱي ڳالهه ملندي جنهن ۾ چڪتسا شاستر جا ڄاڻون دلچسپي وٺي سگهن. ڪو به ليکڪ ڪنهن خاص وديا جي پوري ڄاڻ رکندي به پنهنجي آکاڻيءَ ۾ انهيءَ جي ويچور ڏيڻ ڪونه چاهيندو. آکاڻيءَ جو اديش هڪڙو آهي ۽ وديا جو اديش ٻيو. ڪاويه هڪ ڳالهه آهي ۽ وديا شاستر ٻي.

انهيءَ ڪري وياس مهراج جي مهاڀارت ۾ 'ڪورم' يا 'ڪمل' ويوهه جي پوريءَ ويچور جي کوج ڪرڻ اجائي ڳالهه آهي. اها ڳالهه سمجهڻ شايد مشڪل آهي ته ڪيرن جو وسڪارو ڪري سپاهي پنهنجي بچاءُ جو ڪوٽ ڪئن ٺاهيندا هوا ۽ ڪئن پنهنجن ڏنشن دوارا، شتروءَ جي اڇلايل هٿيارن کي روڪيندا ۽ پڇيندا هوا. انهيءَ ڳالهه جو به نيڪ سماءُ پوڻ ڪئن آهي ته اهي سپاهي جن جو سارو بدن تيرن سان ڇيد ڇيد ٿيل هوندو هو سي ڪئن جيئرا رهندا هوا ۽ جنگ ۾ ٻهرو به وٺند

ڏٺا. ساڳيءَ ريت اهو به سماءُ نٿو پوي ته سٺنڪ ۽ سٺاڻپ ي
پنهنجي ڪوچن جي وسيلي پنهنجي شرير جي رکيا ڪيئن
ڪندا هوا، اهي ڪوچ ڪيتري قدر چٽائن تيرن يا اڇلايل
ڀالن وغيره کان سپاهين جو بچاءُ ڪندا هوا. اهو به پتو ڪونه
آهي ته بيمارن ۽ زخمين کي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ڪيئن
کڻي ويندا هوا. مردن جي نيڪال ڪرڻ جي سندن نموني
جي به اسانکي ڄاڻ ڪانه آهي. پراچين ڪال جي يڌن
جي سمبنڌ ۾ اهي ڳالهيون، پوءِ اهي ڪري ڪهڙيون به
دلچسپ ۽ وندرائيندڙ هجن، هميشه ڳجهه جي پڙدي ۾
ڍڪيون رهنديون. برابر مهاڀارت جو ورنن ڏاڍو صاف آهي.
سندس چٽر چٽا آهن، ته به هيءُ ڳالهيون ان ۾ بيان ڪيل
ڪونه آهن.

انين ڏينهن تي ڀيم صبوح ڌرتراشٽر جي اٺن پٽن
کي سُرڳ جا دروازا ڏيکاريا. دريوڌن جي دل ڏرڻ لڳي،
ڪورون کي اچي پو لڳو ته ڀيمسين انهيءَ ڏينهن تي پنهنجي
پرتگيا پوري ڪندو ۽ سورو وير چڪائي وٺندو. جڏهن
دروپديءَ جو راڄ دربار ۾ اپمان ٿيو هيو، تڏهن هن اهڙو
قسم کنيو هيو.

هن ڏينهن تي ارجن کي به وڏو صدمو رسيو. سندس
دل ڇڄي ڇيهون ڇيهون ٿي پيئي. ارجن هڪ ناگ ڪنيا
الوپيءَ سان وواهه ڪيو هو. الوپيءَ جو پٽ هو ’وير اراوان‘.
اراوان ناگ ديش مان پانڊون جي مدد لاءِ آيو هو. هو يڌ
ودّيا ۾ اهڙو هوشيار هو، جو ڪورون جي لشڪر ۾ سندس
ڪشلتا ڏسي هاهاڪار مچي ويئي هئي. دريوڌن سندس
مقابلي لاءِ المبس نالي راڪشس وير کي روانو ڪيو. ٻئي
تمام گهڻو وقت ڏو بدو لڙندا رهيا. نيٺ اراوان مارجي ويو.
ارجن پٽ جي موت جي خبر ٻڌي ڏاڍيءَ گهايل دل سان
ڪرشن کي چيو ”واسديو! ودر برابر چيو هو ته ٻنهي طرفن

کي نہ سھڻ جھڙو ڏکہ ڏسڻو پوندو. اسين ڇا ڪري رهيا آهيون؟ اسين ڪئن هڪ ٻي جو ناس ڪري رهيا آهيون؟ اهو بہ ڇا جي لاءِ؟ رڳو ملڪيت لاءِ، رڳو ٻن ڀتا راڄ لاءِ. هن ريت هڪ ٻي کي کهڻ کان پوءِ بہ انهن ۾ اسانکي ڪهڙي خوشي ملندي؟ هاڻي مان سمجهڻي سگهان ٿو تہ يڌشٽر ائين ڇو چيو هو تہ جيڪڏهن دريوڌن مونکي رڳو پنج ڳوٺ ڏيندو تہ بہ مان راضي رهندس. پر پيو سارو راڄ دريوڌن پاڻ وٽ رکي. مان انهيءَ هوندي بہ جنگ ڪونہ جوڙيندس. سچ پچ ڌرم پتر بلڪل دورانديش هو. دريوڌن هٺ ۾ مورکتا جي ڪري هيءَ ڳالهہ ڪانہ مڃي. انهيءَ ڪري ٻنهي طرفن کان هھڙا قهر ۽ پاپ ٿين ٿا. مان جنگ هلائيندو ٿو اچان، مان لڙندو ٿو هلان، رڳو انهيءَ ڊر کان تہ متان جنگ بند ڪرڻ جي ڪري لوڪ مونکي گيدي ۽ ڪانئر ڪري ڪوٺين. متان ائين ڪري چون تہ مان چپ ڪري انياءُ سٺو. جڏهن مان ڏسان ٿو تہ وير يوڌا هٿن پيرن جي مٿان لي مٽا پيا آهن، تڏهن منهنجو هنياءُ ٿو ڏري. هاءِ! اسين ڪهڙا نہ پاپي آهيون! ڪئن نہ اسين اڌرم جي واهہ ۾ وهي رهيا آهيون."

اراوان کي قتل ٿيندو ڏسي، گهٽوتڪچ هڪ زوردار چيخ ماري. انهيءَ رڙ ٻڌڻ سان سڀ سٽڪ ڪنبڻ لڳا. گهٽوتڪچ پنهنجي ڪٽڪ سان ڪورون جي لشڪر ۾ ڪاهي پيو. هن اهڙو تہ زوردار حملو ڪيو جو ڪورون جي سينا جون صفون ڪيترن هنڌ ٽٽي پيون. اهو حال ڏسي دريوڌن پنهنجي سر گهٽوتڪچ تي ڪاهي آيو. ونگ ديش جو راجا بہ دريوڌن سان اچي ٻت ٿيو. دريوڌن انهيءَ ڏينهن پهلوانيءَ جو ڏاڍو جوهر ڏيکاريو ۽ هن وروڌي دل جي تمام گهڻن سپاهين کي موت جي سيجا تي سمهاري ڇڏيو. گهٽوتڪچ هاڻي هڪ ڀالو زور سان دريوڌن جي

طرف اُڇلايو. نشان اهڙو چٽيو هئائين، جو هوند دريوڌن ختم ٿي وڃي ها. پر ونگ ديش جي راجا هوشياري ڪري پنهنجو هڪ هاٿي وچ ڪاهي آيو. ڀالو هاٿيءَ جي مٿي کي لڳو ۽ هاٿي ڪري مري ويو. دريوڌن بچي ويو.

دريوڌن انهن جنگ ۾ رڌل هو، ته ڀيشمَ کي اچي سندس انتظاري لڳي، سو هن دروڻاچاريه جي هٿ هيٺ وڏي ساري سينا دريوڌن جي سهائتا لاءِ روانو ڪئي. انهيءَ جٿي ۾ گهٽيئي پهلوان هئا، جن گهٽوتڪچ تي حملو ڪيو. انهيءَ ڪري ڀيڏشتر کي اچي چنتا لڳي، سو ڀيمسين کي سندس پٽ جي سهائتا لاءِ انهيءَ طرف موڪليائين. پوءِ ته جنگ هنئين وڌيڪ سخت ٿيڻ لڳي. انهيءَ ڏينهن دريوڌن جا سورهان ڀائر ڪال جو ٻڪ ٿيا.

## [٧٣]

## نائون ڏينهن

نائين ڏينهن جي لڙائي ٿي ته ان کان اڳ دريوڌن اڪيلي سر ڀيشمَ وٽ وڃي ڳالهيون ڪرڻ لڳو. جنهن نموني لڙائي هلي رهي هئي، تنهن مان هنکي وڏي نراشا ٿي هئي. انهيءَ مايوسيءَ جي ڪري هن جا جذبا ضرڀيل هئا. هن ڀيشمَ جي اڳيان پنهنجي ڏک کي ڪوڙي نموني ظاهر ڪيو. سندس شبد اهڙا هئا، جهڙا تکا تيرا. اهي سٺي ڀيشمَ کي ڏک ڏايو ٿيو. پر هن ڌيرج ڌري دريوڌن کي هن ريت چيو:-

”جئن هون ڪنڊ ۾ ڪيهه وجهيو آهي، تئن مان پنهنجي جيون جي تنهنجي لاءِ آهوتي ڏيئي رهيو آهيان. مان پاڻ ڪاٻه ڪمي ڪونه ٿو ڪريان، ته به تون مونکي هن ريت ڳالهائي سخت ڏکي ڪري رهيو آهين. لوکي پتو لٿو پوي

ته ڇا چڱي ڇا نه چڱي، برابر ڇا آهي غلط ڇا آهي. ڇوته آهن ته جڏهن موت جو وقت ويجهو ايندو آهي، تڏهن انهن ڀاسندو آهي ته وڻ سون جا ٺهيل آهن. تنهنجون اکيون جهاٽجي ويون آهن. تنهنجو من منجهي ويو آهي. تنهنجي دماغ جو سورج ڪڪرن سان ڍانڪجي ويو آهي. تو جاٽي ٻجهي ڏڪار جو ٻج پوکيو هيو. اڄ انهيءَ جو ڦل لڻي رهيو آهين. سڀني ۾ سٺي ڳالهه اها آهي ته پوري زور شور سان لڙندو وڃ. ڌرم جو به صاف صاف رستو اهو آهي. شکنديءَ سان وڙهڻ منهنجي لاءِ اسميو آهي. مان ڪنهن به ابتريءَ تي همت نه ڪٽندس. وري مان پنهنجن هٿن سان پانڊون کي به نه ماريندس. پانڊون کي مارڻ جو ڪم منهنجي لاءِ هڪ مهان گهرٽا جو ڪم آهي. اهي به ڳالهيون ڇڏي مان ٻيو سڀ کجهه ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. جيڪي به سورما منهنجي سامهون ايندا، انهن سان مان لڙڻ لاءِ هردم تيار آهيان. دل لوڙهڻ سان کجهه به همت نه ايندو. سچن ڪترين جيان لڙ، لوڪ ۾ تنهنجو نالو ٿيندو، پوءِ نتيجو ڪري کهڙو به ٿئي."

اهڙيءَ ريت درپوڌن کي سمجهاڻي ءَ آٿت ڏيئي پتامها نائين ڏينهن جي لڙائيءَ جي تياري ڪئي.

پتامها جي وچنن درپوڌن ۾ همت پيدا ڪئي ءَ هن دشاسن کي گهرائي چيو: "ڀائرا! اڄ پوري زور شور سان لڙبو. مونکي پڪ آهي ته پتامها اسان جي طرفون دل لڳائي لڙي رهيو آهي. هنجو چوڻ آهي ته مان رڳو شکنديءَ تي هٿيار نه هلائيندس. اسانکي اهڙي ڪوشش وٺڻ گهرجي، جئن شکندي پتامها جي سامهون نه اچي. اها ڳالهه ته پڌري آهي ته هيڪڏهن شينهن ڪتي کي ڪراهت جي نظر سان ڏسي، ان سان لڙڻ کان انڪار ڪندو ته پوءِ جهنگلي ڪتو به هن کي ماري سگهندو.

انهيءَ ڏينهن ابيمنيوءَ ءَ المبس جي وچ ۾ سخت يڌ ٿي.

انهيءَ لڙائيءَ ۾ ايمنيو خوب وڙهيو. سڀني چيو ته ايمنيو پنهنجي پيءُ کان رتي به گهٽ ڪونه آهي. المبس ايمنيوءَ جي سامهون بيهي ڪونه سگهيو ۽ پڇ پائي ڀڳو.

ساتيڪيءَ جي اشوتاما سان ۽ ارجن جي دروڻاچاريه سان سخت لڙائي ٿي. پوءِ ته سڀئي پانڊون گڏجي ڪري پتامها تي چڙهائي ڪئي. دريوڌن، دشاسن کي پتامها جي مدد لاءِ روانو ڪيو. ڀيشم پوري ٻل سان لڙيو ۽ پانڊون کي هٽائي ڇڏيائين. پانڊون جي سئنا جو حوصلو ٽٽي پيو ۽ هو هيڏانهن هوڏانهن ائين ڀڄڻ لڳا جيئن رستي وڃائڻ کان پوءِ ڳاين جو ڌڻ جهنگل ۾ ڀڄندو رهندو آهي.

ڪرشن رٿ کي هڪ هنڌ بيهاري چيو: ”ارجن! تو ۽ تنهنجي ڀائرن اڄ جي ڏينهن لاءِ تيرهن ورهيه ساندهه انتظار ڪيو آهي. هاڻي نه هٻڪ ۽ نه هٽڪ. ڪترين جو ڌرم پال ۽ پتامها کي پورو ڪر.“

ارجن ڪنڌ ڪري هيٺ ڪيو ۽ مٿي نهارڻ کان سواءِ چيائين ”مان پتامها ۽ پيارن گورن کي ماريان تنهن کان بهتر اهو هو ته بنواس ۾ ئي رهيو پيو هجان ها. پر تنهنجي آگيا جو النگهن ڪرڻ لاءِ مان تيار ڪونه آهيان. هڪل رٿ کي.“

لڙڻ ۾ ارجن جي دل نٿي لڳي. پنهنجي اڇا جي برخلاف ۽ ڏاڍي ڏک سان هو لڙڻ لاءِ اڳتي وڌيو. ڀيشم ۾ وري اهڙو تاءُ هو جهڙو منجهند جي سج ۾.

جڏهن سئنڪن ڏٺو ته ارجن پتامها جي طرف رٿ ڪاهي ٿو وڃي تڏهن منجهن نئين جان آئي، ۽ هو ٺيڪ نيم انوسار صفون ٻڌي اڳتي وڌڻ لڳا. پر ڀيشم پنهنجا تير اهڙو تکڙا تکڙا هلايا ۽ ايتري گهڻي انداز ۾ ڇوڙيا جو نڪي گهوڙا ٿي ڏسڻ ۾ آيا، نڪي رٿ ٿي ڏسڻ ۾ آيو. ڪرشن جي من ۾ ڪو به لوڏو ڪونه آيو. هو بلڪل اڏول رهيو ۽ تمام هوشياريءَ سان رٿ هڪليندو رهيو. ارجن جا ٻاڻ ڀيشم

جي ڏنش کي لڳا ۽ انهيءَ کي پٺتي وڌائون. انهن ڪئي وار ٿيو، تہ بہ ڀيشم پتامها جي من ۾ بلڪل مونجهہ پيدا ڪانہ ٿي ھو. ھر ھر نوان ھٿيار ھمت ڪري برابر لڙندو رھيو.

شري ڪرشن، ارجن کي چيو "ارجن! جيئن لوڪي وڙھڻ گھرجي تيئن لون ڪونہ ٿو لڙين." انهن چئي جوش ڀرجي ھو رٿ کان ھيٺ لھي پيو ۽ پنھنجو چڪر کڻي ڀيشم جي طرف وڌيو.

جڏھن ڀيشم، واسديو کي پنھنجي طرف ايندو ڏٺو، تڏھن ھن چيو "اي ڪمل نين پل آئين، جيءَ اچ! اچ!! اچ!!! مان وڏڀاڳي ٿيندس، جيڪڏھن تنھنجي ھٿان منھنجو شرير ختم ٿيندو."

ھاڻي ارجن ٽپ ڏيئي رٿ تان لٿو ۽ ڊوڙ پائي وڃي ڪرشن کي پڪڙي ورتائين. پوءِ واسديو کي پاڪر پائي ارجن چيو "ڪرشن! ترس، بس ڪر؛ پنھنجي پرتگيا نہ ٽوڙ. تو پرڻ ڪيو آھي تہ لون يڌ ۾ ھٿيار ڪم ۾ نہ آڻيندين. ھٿيار ھلائڻ منھنجو ڪم آھي- مان پنھنجي ڪم ۾ گھٽتائي ڪونہ ڪندس مان خوب تير ھلائيندس ۽ پياري پتامها کي پاڻھي پٽ تي ليٽائيندس، وري رٿ تي چڙھہ ۽ رٿون سنڀال." ارجن، ڪرشڻ کي واپس وٺي آيو ۽ جنگ ٻيھر شروع ٿي. پانڊون جي سئنا سان اڄ ڏاڍيون جنيون ٿيون. پر سج لھڻ تي ھو، انھيءَ ڪري نائين ڏينھن جي جنگ ختم ٿي.

[٧٣]

## ڀيشم پتامھا جو مرتيو

اڄ جنگ جو ڏھون ڏينھن ھو. شکنديءَ کي اڳيون ڀيھاري ارجن ڀيشم تي حملو ڪيو. جڏھن شکنديءَ جا تير پتامھا

جي ڇاتيءَ ۾ لڳا، تڏهن سندس اکين مان باهه جا الا وسڻ لڳا. هڪ ڪرڻ واسطي پتامها جو ڪروڌ اهڙيءَ ريت اُڀري لڳو، جئن ڪنهن زبردست بنيءَ مان آگ جون زوردار جهيون.
سندس اکيون شکنديءَ ڪي ساڙي ڀسم ڪرڻ لاءِ ٻري رهيون هيون. پر جلدئي بدي ڀلوان ڀاڻ سنياليو ۽ شالت ٿي ويو. شکندي جائو هيو زناني روپ ۾ ۽ زال سان وڙهڻ ڪترين جي ڌرم جي ورڌ هو. انهيءَ ڪري ڀيشم پتامها پنهنجي جوش کي روڪيو ۽ اُتڻ کان پاسو ڪيو. پتامها کي خبر هئي ته سندس انت ويجهو آهي. انهيءَ ڪري هن شانتيءَ ۾ رهڻ ئي نيڪ سمجهو. ڀيشم جي انتھ ڪرڻ جي اندر جيڪا جنگ لڳي پيئي هئي تنهنجي شکنديءَ کي ڪا خبر هئي، نڪا پرواهه هئي؛ هو ويو خوب ٻاڻ ڇوڙيندو.
ارجن به پنهنجي دل کي مضبوط ڪيو. شکنديءَ جي پنيان بيهي، هو خوب پتامها جي ڪوچ جي نازڪ ۽ ڪمزور هنڌن کي ڳولهي ڳولهي انهن ئي کان ڪشپند ڪري رهيو. ڀيشم پنهنجي پرلگيا انوسار چپ چاپ بيٺو رهيو.

شکندي گنگا پتر دشاسن کي چيو ”هي تير ارجن جا هلايل آهن. شکنديءَ هن ريت تير ڇوڙي ڪونه سگهندو آهي. هي تير منهنجي چمڙيءَ کي ائين ٿا ساڙين، جئن ڪيڪڙو پنهنجي ڄڻينديءَ جي ڪُل چير يندو آهي.“

پنهنجي پياري پوٽي جي تيرن کي اهڙيءَ درشتيءَ سان ڏسندي ۽ اهڙيءَ ريت انهن جو ورنن ڪندي، پتامها پنهنجي برڇي ارجن جي طرف اُڇلائي. ارجن هن برڇيءَ ڏانهن ٽي تير اڇلايا ۽ انکي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. ڀيشم هاڻي دل سان فيصلو ڪيو ته جنگ ختم ڪريان ۽ رٿ تان لهي تلوار ۽ ڍال کڻي بيهان. پر هو ائين ڪريئي ڪري تنهن کان اڳ ئي سندس زرهه ارجن جي تيرن سان ڪٽجي پيئي. پتامها جي

شرير ۾ ايترا تير لڳا هئا، جو هڪ انچ جي جاءِ بہ تيرن کان
سواءِ ڏسڻ ۾ نہ ٿي آئي. اهڙيءَ حالت ۾ هو ڦان ڪري
ڌرتيءَ تي ڪري پيو. جنهن ڀيشم ڪريو، تنهن سرڳ ۾ ويٺلن
ديوتائن ڪيس نمسڪار ڪئي ۽ ٿڌڙي سڳند سان ڀريل هير
هارڻ لڳي ۽ منو منو مينهن بہ وسڻ لڳو.

اهڙيءَ ريت گنگا پتر ڀيشم جو انت ٿيو. گنگا آڪاش
مان آئي هئي پرٿويءَ ۽ انهي سيني پراڻين کي پالڻ ڪرڻ لاءِ.
نرپراڌ پوتر پتامها جنهن پنهنجو پاڻ پتا جي چوڻ بنا سندس
سک لاءِ ايڏو وڏو تياڳ ڪيو هو، سو اڄ ڪروڪيتر جي پوتر
پوميءَ تي ليٽيو پيو هو. پتامها پنهنجي زماني جو انوکو
ڌنرڌاري هو. تيراندازي ۾ ڪو بہ ساڻس بر ميچي ڪو نہ ٿي
سگهيو. سندس شڪتيءَ اڳيان پرسرام کي بہ نمڻو پيو هو.
نسوارٿي، نردوش، ڌرم پت جي پانڊيري اهڙيءَ ريت
ديوتائن جو ٿورو لاٿو؛ پنهنجا پراڻ نڇاور ڪري پنهنجو
قرض ادا ڪيو. سندس پربت جهڙي شرير مان پوتر رت
ريلا ڪري ٿي وهيو ۽ ڪروڪيتر جي ڪرم پوميءَ کي سڄو
پچو ڌرم کيتر ٿي بڻايو.

پتامها کي هنن پيل ڏسي ڪورون جي دل بلڪل لهي
ويئي. پتامها جي شرير جو ڪو بہ حصو ڌرتيءَ سان نٿي لڳو.
سندس ساري شرير ۾ تير لڳا پيا هئا ۽ هو سرن جي سيج
تي ستو پيو هو. سيني سپاهين پنهنجون تلوارون ڪري
مياڻن ۾ وڌيون ۽ هٿيار پنوهار بند ڪري اچي پتامها جي
چوڌاري بيٺا. سنسار ڀر جا نريش ڀيشم جي چوڌاري سر
جهڪائي ائين بيٺا هئا جئن برهما جي چوڌاري ديوتائون.

پتامها چيو "منهنجو ڪنڌ لٽڪي رهيو آهي. منهنجي
سر هيٺان ويهاڻي رکڻ جي ضرورت آهي. پتامها جا هيءَ
شبد ٻڌي راجڪمار ڀڄندا سنا سنا گاديلا کڻي آيا. ورڌ
وير وريام انهن ڪنڌ کن مان هڪ بہ قبول نہ ڪيو. ارجن

ڏانهن نهاري چيائين "پٽ پارٿ! تون اهڙو ويهاڻو آڻ جيڪو هڪ پهلوان کنيءَ کي سونهين."

هي لفظ ٻڌي ارجن پنهنجي تير ڪش مان تي تير ڪيدي اهڙيءَ ريت هنيا جئن پتامها جو سر انهن تي جهلجي بيٺو.

پتامها پريم ڀرين شبدن ۾ چيو "اي راجڪمارو! منهنجي متي کي جهلڻ لاءِ ارجن جي ٻاڻن جي ئي ضرورت هئي. هن پرڪار جي ويهاڻي ڪري مونکي پورو سنتوش آهي. هاڻي هن ريت مان تيسين ليٽيو رهندس جيسين سورج اترايڻ ۾ اچي. اترايڻ کان اڳ مان پراڻ نه ڇڏيندس. جڏهن منهنجو موت ٿئي، تڏهن اوهان مان اهي جيڪي انهيءَ وقت جيئرا هجن سي ڀل مونکي ڏسڻ اچن."

پوءِ پتامها ارجن ڏانهن منهن ورائي چيو: "مونکي پياس ڏاڍو ستائي رهي آهي. منهنجي پيئڻ لاءِ تورو پاڻي ڪڍي اچ."

ارجن گانڊيو تي هڪ ٻاڻ چڙهي، پتامها جي ساڄي پاسي پرٿويءَ ڏي ڇوڙيو. تير ڌرتيءَ کي چيريو ۽ جهٽ سوراخ مان مٺي پاڻيءَ جو چشمو جهرجهر ڪري وڃي پتامها جي وات ۾ پيو. ڄڻڪ گنگا ماتا پاڻ پنهنجي اڃايل پٽ جي پياس لاهڻ لاءِ اچي وارد ٿي. پاڻي پي ڀيشم ترپت ٿيو.

هاڻي ڀيشم دريوڌن جي طرف ڏيان ڏنو. پتامها چيو: "دريوڌن ٿل تون سياڻو ٿين. ڏٺئه ته منهنجي پياس لاهڻ لاءِ ارجن ڪئن جل پيدا ڪيو. ڪير آهي هن سنسار ۾ جو هنڙو سندر ڪم ڪري سگهي؟ يڪدم ساڻس سنڌي ڪر. ٿل منهنجي بڪ ونڻ کان پوءِ رڻ چنڊي پنهنجو ناچ بند ڪري. پٽ! منهنجي صلاح مڃ ۽ پانڊون سان صلح ڪر."

مرڻ وقت بيمار آدمي کوڙيءَ دوا وٺڻ کان ڪيٻائيندو آهي. ساڳيو حال هو دريوڌن جو، موت اچي سر تي بيٺو هيس ته به پتامها جي سٺي صلاح کيس نه آئڙي.

سڀ راجڪمار هاٿي پنهنجي پنهنجي ڇانوٽيءَ ڏانهن هليا ويا.

[٧٤]

## ڀيشم سان ڪرڻ جي انتم ڀيٽ

جڏهن ڪرڻ کي خبر پيئي ته ڀيشم تيرن جي پلنگ تي ليٽيو پيو آهي، تڏهن هو ڊوڙندو سندس درشن لاءِ آيو.

نمرتا سان ڪرڻ چيو ”هي پتامها! هي ڪورو ولش جا مربي! راڌا جو پٽ جنهن سان بنا ڪارڻ جي اوهان ناراض هئا، سو نمرتا پورو ڪ اوهانجي اڳيان پنهنجو سر جهڪائي ٿو.“

پتامها کي پيرين پوڻ کان پوءِ جڏهن ڪرڻ اُٿي بيٺو، تڏهن پتامها ڏاڍيءَ اُڪير مان پنهنجو هٿ سندس پٺيءَ تي رکيو ۽ کيس آشيرواد ڪئي. پتامها چيو: ”اي نوجوان! تون راڌا جو پٽ ڪونه آهين. تون ڪنتي ديويءَ جو ٻهريون ٻار آهين. نارد کي سنسار جي سڀني ڳجهارتن جي ڄاڻ آهي. انهيءَ ڄاڻ اچي مونکي اها ڳالهه ٻڌائي. هي سورج پتر! مونکي تنهنجي لاءِ ڪراهت بنهه ڪانه آهي. پر تو بنا ڪارڻ پانڊون کي تي ڏڪاريو ۽ روزمره تنهنجي ڏڪار ويٺي تي وڌندي. اها ڳالهه ڏسي مونکي ڏاڍو ڏک ٿي ٿيو. مونکي تنهنجي ويرتا جي پوري ڄاڻ آهي. انهيءَ لاءِ مونکي عزت به آهي. تنهنجي اُدارتا جو به مونکي گيان آهي. اها به ساراهه جوڳي آهي. مونکي اها به خبر آهي ته تو ۾ اهڙو وڏي ٻل ۽ پراڪرم آهي جهڙو ڪرشن ۽ ڦالگن (ارجن) ۾. واجبي ته اها ڳالهه آهي ته تون پانڊون سان مترتا ڪر. تون پانڊون جو ڀاءُ آهين. اها وات تي تنهنجي لاءِ نيڪ آهي. مان لڙائيءَ ۾ پنهنجو ڪم پورو ڪري چڪو آهيان. شل منهنجي ڪم جي

انت سان سارو ويڙ ورونڌ سمايت ٿي وڃي. ڪرڻ اهائي منهنجي اڇا آهي."

ڪرڻ پتامها جا وچن ڏاڍيءَ شرڌا سان ٻڌا. هن وراڻيءَ ۾ چيو: "پتامها! مونکي خبر آهي ته مان ڪنتيءَ جو پٽ آهيان، سارٿي منهنجو پتا ڪونه آهي. پر مان دريوڌن جو لمڪ کاڌو آهي ۽ ڪتري ونش جي پرمپرا موجب مونکي لمڪ حلالي ڪرڻ گهرجي ۽ دريوڌن جي وفاداريءَ سان نڀوا ڪرڻ گهرجي. هن اوسٿا ۾ پانڊون جي طرف وڃڻ مون لاءِ اسمڀو آهي. دريوڌن جو نه رڳو مون سان پريم آهي، پر هنجو مونمَ ويساهه به ڏاڍو آهي. انهيءَ ڪري مونکي آڳيا ڏيو ته مان سندس رڻ ادا ڪريان. مان وچنن ۽ ڪرمن دوارا گهڻيئي پاون ڪيون آهن. انهن سڀني لاءِ مونکي ڪميا ڪريو ۽ آشيرواد ڏيو."

ڪرڻ جون ڳالهيون ٻڌي ڪجهه پر ڀيشم دل ۾ ڪجهه سوچڻ لڳو. پوءِ چيائين "چڱو ٻچا جئن توکي وڻي تئن ڪر. جيڪي تون ڪري رهيو آهين، سو ڌرم انڪول آهي."

جيتوڻيڪ ڀيشم کي ڪيترا زخم لڳا هئا ۽ هو موت جي سيڄا تي سمهيو پيو هو ته به يڌ سمايت ڪونه ٿي. ڀيشم پتامها جي صلاح جي پرواهه نه ڪري، ڪورون وري يڌ شروع ڪئي.

ڀيشم پٽ ۾ پيو هو. هو ڪورون جي اڳواڻي ڪري نٿي سگهيو. ڪورون جي اهڙي حالت اچي ٿي جئن ريڍن جي ريڍار کان سواءِ. ڀيشم جي ڪرنديئي سڀني سپاهين پڪاري چيو: "ڪرڻ! هاڻي تون ئي اڳواڻي ڪرڻ جي لائق اچي بچيو آهين. تون ئي اسان جي رکيا ڪري سگهندين. اٿي اچي اسانجي رهبري ڪر."

ڪورون جي ويرن جو پڪراءُ اهوئي رايو هو ته جيڪڏهن ڪرڻ سندن رهبري ڪندو ته هو ضرور ڪندا. پهريان ڍهه

ڏينهن سر سئنا پتي ڀيشم پتامها هو. انهيءَ عرصي ۾ ڪرڻ
ڀڳ ۾ ڪوبہ ڀهرو ڪونہ ورتو هو. اها ڳالهہ اڳ ٻڌائي وئي
آهي. ڀيشم پتامها ڪرڻ کي ڪراهت جي نظر سان ڏسندو
هو، انهيءَ ڪري ئي ڪرڻ اهڪار ڪيو هو. هن ڀيشم کي
چيو هو: ”جيسين تون لڙندو رهندين، تيسين مان ڀڳ ۾ ڪوبہ
ڀاڱو ڪونہ وٺندس. جيڪڏهن تو پانڊون کي ماري دريوڌن
کي سوڀارو ڪيو تہ مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي. پوءِ مان
راجا کان آگيا وٺي ٻن ڏانهن هليو ويندس. پر جيڪڏهن تو
هار کاڌي ۽ ويرگتيءَ کي پراپت ٿئين تہ پوءِ مان رٿ تي
چڙهي انهن جو مقابلو ڪندس. جيڪي تنهنجي نظر ۾ مونکان
ٻل وارا آهن، انهن کي جيتي مان دريوڌن کي سوڀارو ڪندس
جيتوڻيڪ تون مونکي اڌ يرٿ [اهي ڪتري ويرَ جيڪي رٿ
تي چڙهي لڙندا هئا] يعني رٿ ڌڻين جي قطار ۾ شمار
نٿو ڪرين.
اهڙيءَ ريت ڪرڻ قسم کنيو هو ۽ دريوڌن جي مهنا
سان هن ڏهہ ڏينهن لڙائيءَ کان پاسو ڪيو. هاڻي جڏهن ڪيس
سر سئنا پتي بڻايو ويو، تڏهن هو پيرين پنڌ اتي ويو جت
ڀيشم پتامها سرن جي سيجا تي ستو پيو هو. پتامها کي نمسڪار
ڪري چياءِ: ”اي بزرگوار! اي وير يوڌا! اي پرسرام کي
جيتيندڙ! اڄ تون همت جنگ جي ميدان ۾ شڪستيءَ جي
سرن سان گهايل ٿيو ليٽيو پيو آهين. تون پورن ڌائيءَ جو پتلو
هئين، تون ڌرم نيتيءَ جي چوٽيءَ تي رسيو هئين. جيڪڏهن
تون هن ريت زخمي ٿيو پيو آهين، تہ پوءِ صاف آهي تہ
هن دنيا ۾ ڪوبہ ماڻهو پنهنجي اوچ ڪرمن جو ڦل پراپت نٿو
ڪري سگهي. پنهنجي ڪنارن روپي نديءَ جي اٿل مان
پار ڪرڻ لاءِ تون ئي ڪورون جو جهاز هئين. تون ئي
سندن پشت پناهہ هئين. هاڻي پانڊو ڪورون کي خوب ڏک
هڻندا، ڪين ڇڏي پورو ڪندا. جئن آگ ۽ هوا ملي ڪري

جهنگل کي ساڙي ڀسم ڪنديون آهن، تئن ڪرشن ۽ ارجن گڏجي ڪري ڪورون جي سئنا جي صفن کي برباد ڪندا. انهيءَ ڳالهه جي پڪ آهي. مان سر سئناپتي ٿيڻ قبول ڪيو آهي. مونتي ڪرپا جي درشٽي ڪريو ۽ آشيرواد ڏيو."

پتامها ڪرڻ کي آسيس ڏني ۽ چيو "ڪرڻ! تون وفادار ۽ سچار آهين. ڪورون جي واسطي تون ائين آهين، جئن جيوڌارين لاءِ جيون پرد (حياتي بخشيندڙ) بادل، جئن ندين لاءِ سمنڊ ۽ جئن پوکيل ٻج لاءِ پلي زمين. خوب دريوڌن جي شيوا ڪري، سندس رکيا ڪر. دريوڌن جي خاطر تو ڪميوڄن تي سوڀ پاتي هئي. انهيءَ جي واسطي ئي هماليه جي ڇڙهن ۾ رهندڙ ڪراتن کي تو ڪچلي پورو ڪيو هو. دريوڌن لاءِ ئي تو گرج ڀرج جي راجائن کي جيتيو هو. دريوڌن جي ڪري ئي تو ڪيترا ٻيا پراڪرم جا ڪم ڪيا هئا. دريوڌن جي سئنا کي پنهنجي سندر سمپتي ڪري سمجهه ۽ ان جي رکيا ڪر. شل تنهنجي دواران دريوڌن جي سئنا سوڀ پائي. شل تنهنجو ڀاڳ پليڙو ٿئي. وڃ! وڃي ڀڳتي ارادي سان لڙ."

پتامها کان آسيس وٺي ڪرڻ پنهنجي رٿ تي سوار ٿي يڌڪيتر ۾ اچي پهتو. ڪرڻ کي ايندو ڏسي دريوڌن ڏاڍو خوش ٿيو. ڀيشم پتامها جي مرڻيءَ جي ڪري جيڪو ڏک ٿيو هيس سو هاڻي ڪي قدر گهٽجڻ لڳس.

[٧٥]

## دروڻاچاريه سر سئناپتي

ڪرڻ ۽ دريوڌن هاڻي صلاحون ڪرڻ لڳا ته سر سئناپتي ڪير ٿئي. ڪرڻ چيو "جيڪي ۽ سورما اسان جي طرف

آهن، تن مان هرهڪ سر سينا پتي ٿيڻ جي يوڳ آهي. سڀ شرير ۾ سگهارا، ارادي جا پڪا، دل جا بهادر ۽ جنگي فن جا ماهر آهن. سندن پراڪرم ۽ پرتاپ پرسڌ آهن. آهن به سڀ اوچ ڪُلن جا. سندن وديا ۽ گيان ۾ به گهٽتائي ڪانه آهي. هاڻي اهي سڀ گڏجي ڪري نه سينا جو سنچالن ڪونه ڪري سگهندا. جيڪڏهن ڪنهن هڪ کي سر سينا پتي بڻائبو، ته ٻين جي من ۾ ايرکا ٿيندي ۽ هو دل لائي ڪونه وڙهندا. انهيءَ ڪري اسانکي هاڃي رسندي. انهيءَ ڪري منهنجي صلاح آهي ته دروڻاچاريه کي سر سيناپتي بڻايون. دروڻاچاريه هنن سڀني يوڌن ۽ راجڪمارن جو گورو آهي. دروڻاچاريه اڄ جي سڀني ويرن جو شرومڻي آهي. اهڙائي ڪرڻ جي جيتري شڪتي دروڻاچاريه ۾ آهي، اوتري ٻئي ڪنهن ۾ ڪانه آهي. انهيءَ ڪري انهيءَ کي ئي سر سيناپتي بڻائڻ گهرجي.“

دريوڌن کي اها صلاح وڻي. هن سمجهو ته اهو ئي سنو رستو آهي.

دريوڌن دروڻاچاريه وٽ ويو. اتي سڀني راجڪمارن ۽ يوڌن جي روبرو، هن دروڻاچاريه کي نمسڪار ڪري چيو: ”گوروديو! هت جيڪي به وير ورياما گڏ ٿيا ويٺا آهن، تن سڀني ۾ اوهان سرس آهيو. اُتم آهي اوهانجي جاتي. اوچ آهي اوهانجو ڪل. گيان ۾ ڪوبه اوهانجو مٽ ڪونه آهي. ٻڌي، ويرتا ۽ ڪشلتا ۾ اوهانجي ڪير برابري ڪندو؟ آيوءَ ۾ به اوهان سڀني کان وڏا آهيو. مان اوهانکي وينتي توڪريان ته اوهان سينا جا سر سنچالڪ ٿي پڌ کي هلايو. اوهان جي رهبريءَ هيٺ هيءَ سينا سچ پچ سوڀاري ٿيندي.“ جيترا به راجڪمار اتي هئا، تن سڀني هن رٿ جي دل کولي سواگت ڪئي ۽ جئه جئه جو آواز آڪاش ۾ ڦهلجڻ لڳو. هن اتساهه ۽ امنگ جي ڪري دروڻاچاريه جو هردو پرڦلت ٿيڻ لڳو.

شاسترن جي مريادا انوسار سڀ ڪرياڪرم پورو ڪري دروڻاچاريہ کي سر سيناپتيءَ جو تلڪ ڏنائون. آنند الساهہ جي آوازن جون لهرون اڀ تائين وڃي پهتيون. راجڪمار خوشيءَ مان گيت ڳائڻ لڳا، شرنائين پنهنجون توتاريون وڄايون. انهيءَ اوچو جو اهڙو اثر ٿيو جو ڪورو آڪاش ۾ اڏامڻ لڳا. هنن ائين سمجهو تہ هو اڳيئي جنگ کٽي چڪا آهن. ايڏو هو سندن من جو ترنگ ۽ ايڏو هو سندن دروڻاچاريہ جي شڪتيءَ ۾ وشواس.

دروڻاچاريہ پنهنجي سينا کي گول چڪر ۾ بيهاريو. هن کان اڳ ڪرڻ جنگ جي ميدان ۾ پير ڪونہ پاتو هو. هن اسهڪار جو رستو اختيار ڪيو هو. اڄ هو پنهنجي رٿ تي سوار ٿي يدڪيتر ۾ ٿي ڦريو. ڪرڻ کي ڏسي ڪورون ۾ نئون ساهہ پيو. سپاهي چوڻ لڳا تہ پتامها پانڊو پترن کي مارڻ نٿي چاهيو، انهيءَ ڪري هو پوريءَ دل سان نٿي وڙهيو. هاڻي ڪرڻ جنگ جي ميدان ۾ آيو آهي. هاڻي پڪ آهي تہ پانڊو هار کائيندا، هو ختم ٿي ويندا.

دروڻاچاريہ پنج ڏينهن يڌ جي اڳواڻي ڪئي. جيتوڻيڪ هو ورڌ شرير هو، تہ بہ هو ميدان جي هر ڪنڊ تي ڏسڻ ۾ پئي آيو. هن جوانن کان بہ وڌيڪ شڪتي ٿي ڏيکاري. جتي جتي هن چڙهائي ٿي ڪئي اُتان پانڊو ائين ٿي ڪافور ٿي ويا جئن بادل طوفان ۾ تتر بتر ٿي ويندا آهن. پانڊون ۾ جيڪي وڏي ۾ وڏا سپهہ سالار هئا، تن جو هن پنهنجي سر مقابلو ٿي ڪيو. هو ساتيڪيءَ، ڀيم، ارجن، ڌرشٽديمن، ابيمنيوءَ، دروپد ۽ ڪاشي راج سان وقت بوقت، لڙيو ۽ ڪيترائي دفعا کين شڪست ڏنائين. هن پانڊون کي ڏاڍو تنگ ڪيو ۽ ساڻن چونون ڪائي کين سخت سيڪت ڏني.

[٧٦]

# يڌشٽر کي جيئري پڪڙڻ جي ڪوشش

دروڻاچاريه اَچا سيناپتيءَ جو عهدو سنڀاليو ئي مس ته دريوڌن، دشاسن ۽ ڪرڻ پاڻ ۾ صلاحون ڪرڻ ويٺا. نيٺ جيڪا رٿا ھنن رٿي ھئي، سا دريوڌن دروڻاچاريه کي ٻڌائي، ۽ کيس انکي عمل ۾ آڻڻ لاءِ عرض ڪيو.

دريوڌن چيو: ”آچاريه اسانجي مرضي آهي ته اوهان يڌشٽر کي جيئرو پڪڙي، اسانجي ھٿ ۾ ڏيو. اسان لاءِ انهيءَ کان وڌيڪ ڪا ٻي ڳالهه ڪانه آهي. يڌ ۾ اسانکي پوري سڦلتا نه ملي ته به پرواه ڪانه آهي. جي اوهان اسانجي ھيءَ منوڪامنا پوري ڪئي ته پوءِ اسان اوهان جي رهبريءَ مان پورڻ ريت راضي ٿينداسين.“

جڏهن دروڻاچاريه دريوڌن جا ھيءُ وچن ٻڌا تڏهن ھو ڏاڍو پرسن ٿيو. هنکي اھا ڳالهه وڻيئي ڪانه ٿي ته ھو ڪو پانڊون جي جان وٺي. اھو ڪم ھنجي نظر ۾ ڪراھت جهڙو ھو. پنهنجي فرض پالڻ جي خاطر آچاريه پوريءَ وفاداريءَ سان ڪورون جو طرف ورتو ھو، ته به ڪنتي پترن سان ۽ ڌرمورتي يڌشٽر سان ھن جو پورو پيار ھو.

اُڪير مان آچاريه چيو: ”دريوڌن! شل ايش جي ٽولي آسيس ٿئي! ڇا تون به يڌشٽر کي مارڻ نٿو چاهين؟ تنهنجي اها اڇا منهنجي من کي ڏاڍو آنند ٿي ڏي. لوڪ ڪنتي پٽر يڌشٽر کي ’اجات شترو‘ ڪري سڏيندا آهن. سچ پچ ته ھن جو دشمن جاپوئي ڪونه آهي. ھن سنسار ۾ ڪو به سندس شترو ڪونه آهي. تنهنجي فيصلي لوڪن جي راءِ جو سمر ٿن ڪيو آهي. جڏهن تو به اهو فيصلو ڪيو آهي ته يڌشٽر کي مارجي نه، پر ھنکي جيئندو پڪڙجي، تڏهن يڌشٽر جو شان اڳ کان به ڏھوڻو ٿو ڏسڻ ۾ اچي.“

دروڻ وڌيڪ چيو: ”پيارا دريوڌن! مان تنهنجي ڳالهه سمجهي سگهان ٿو. تون پانڊون کي يڌ ۾ جيتڻ چاهين ٿو ۽ جيتڻ کانپوءِ سندن حصو کين ڏيئي ساڻن صلح سانت ۾ رهڻ چاهين ٿو. تون جو يڌشٽر کي جيئندو پڪڙڻ ٿو چاهين، تنهن مان هيءَ ڳالهه صاف صاف ڏسڻ ۾ ٿي اچي.“

دروڻاچاريه هاڻي بلڪل خوشيءَ ۾ هو. هن چيو: ”سچ پچ يڌشٽر هڪ پاڪشيل پرش آهي. هن پرٿويءَ تي ڪوبه سندس ٽل ڪونه آهي. ديوتائون ڪنتي پتر تي پنهنجي دَيا جي ورکا ڪري رهيا آهن. هن پنهنجي دشمنن جي دلين کي پنهنجي هٿ ڪيو آهي.“

پر دريوڌن جي من ۾ ڳالهه ٻي هئي. هن جو ارادو ٻئي قسم جو هو. جڏهن آچاريه اها پرتگيا ڪري چڪو ته هو يڌشٽر کي جيئندي پڪڙڻ لاءِ پوري ڪوشش ڪندو، تڏهن دريوڌن پنهنجي من جي ڳالهه آچاريه کي ٻڌائي: ”جيڪڏهن يڌشٽر کي ڪهبو ته پانڊون جو ڪروڌ پاڻ وڌيڪ ٿيندو. جنگ اڳ کان به وڌيڪ سخت لڳندي انهيءَ ڪري ڪورون جي پوري پوري هار ٿيندي. جيڪڏهن لڙائيءَ ۾ ڪابه پرائي نه آئي ۽ تيسين هلندي رهي جيسين ٻنهي طرفن جا سمورا سئنڪ مارجي وڃن، ته به ڪرشن جيئندو رهندو. هو راڄ يا ڪنتيءَ کي ڏيندو يا دروپديءَ کي. انهيءَ ڪري يڌشٽر کي مارڻ مان ڪوبه لاڀ ڪونه آهي. پر جيڪڏهن يڌشٽر جيئندي پڪڙجي پيو ته لڙائي جلد پوري ٿيندي ۽ ڪورون جي سوڀ ٿيندي. پوءِ مان يڌشٽر جي ڌرم ڀاوَ جو پورو پورو لاڀ وٺندس. يڌشٽر ڪشترين جي ريتين رواجن ۽ سمپردائن سان پوريءَ ريت وفادار رهندو آهي. انهيءَ ڳالهه مان ٻماڻ پنهنجو مطلب ساڌ پيندس. انهيءَ ڳالهه جي لڳ ڀڳ پڪ آهي ته يڌشٽر کي وري پاري راند کيڏڻ لاءِ هرکائي سگهبو ۽ وري کيس بن جو سفر ڪرائي سگهبو.“

ڏهه ڏينهن لڙائي هلي چڪي هئي. دريوڌن ڏسي چڪو هو ته لڙائي معنيٰ ونش جو ناش. لڙائيءَ جي ڪري سندس ڪامنائون ته پوريون ڪين ٿي ٿيون، ڪل جي برباديءَ سو برابر ٿي ٿي. انهيءَ ڪري دريوڌن هيءَ گفتگو ڪئي.

جڏهن دريوڌن پنهنجي من جي ڳالهه آچاريه کي ٻڌائي، تڏهن آچاريه ڏاڍو نراس ٿيو ۽ دل ئي دل ۾ دريوڌن کي پِٽڻ لڳو. انهيءَ هوندي به هڪ ڳالهه جي کيس خوشي هئي جو يڌشٽر کي مارڻو ڪونه هو.

دروڻاچاريه دريوڌن سان اهڙي پرتگيا ڪئي ته هو يڌشٽر کي جيئندي پڪڙيندو، اها خبر پانڊون جي جاسوسن کين پهچائي. پانڊون کي اها خبر هئي ته آچاريه يڌ وديا جي گيان ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي. جڏهن هو ڪنهن ڳالهه جي پرتگيا ڪندو آهي ۽ پرتگيا کي پالڻ جو پورو يتن ڪندو آهي، تڏهن معاملو ڏاڍو گنڀير ٿي پوندو آهي.

انهيءَ ڪري پانڊو خوب ڪم ۾ لڳي ويا. هنن پنهنجو لشڪر اهڙي طرح بهاريو، جنهن يڌشٽر ڪڻ لاءِ به ٻنهي مددگار جي نه رهجي وڃي. جنگ جي حالت کهڙو به روپ اختيار ڪيو، يڌ کهڙو به رخ ورتو، يڌشٽر جي بچاءَ جو پربند سدا پورو رهيو. اهڙي رٿا رٿي ويئي جنهن کوبه يڌشٽر تي اوچتو حملو ڪري نه سگهي.

آچاريه جي سرڪردگيءَ هيٺ هي جنگ جو ٻارهون ڏينهن هو. انهيءَ ڏينهن لي ٿي آچاريه پنهنجي هنر، همت ۽ هوشياريءَ جو چمتڪار ڏيکاريو؛ هو پانڊون جي لشڪرين کي ائين ٿي ڪيرائيندو ويو، جيئن ٻاهه سڪلن ٻنڊن کي ساڙي، هو اهڙو تڪڙو تڪڙو ٿي هليو، جڏهن ساڳي وقت هر جاءِ براجمان آهي. هن تيرن کي ائين ٿي ڇوڙيو، جيئن موسل ڌارا برسات. سندس تيرن جو اهڙو مارو هو، جڏهن يمراج نچندي لاشن کي لتاڙي رهيو آهي.

جنهن هنڌ دُرشٽ ڏيمن بيٺو هو، اُتي هن پانڊون جي سينا کي ٽوڙي ٽُڪر ڪيو. گهٽوتڪچ پڻ سند پهلوان دوبدو لڙائيءَ ۾ مشغول رهيا. ٻئي وڏي شڪتي مايا ۽ جادو ۾ ڏاڍا ماهر هئا. اُهي ٻئي خوب لڙڻ لڳا. جڏهن سندن رٿ ڀڃي پيا تڏهن ڌرتيءَ تي ٽپ ڏنائون. مڙس ائين بيٺا هئا ڄڻڪ پرٿويءَ منجهان جيئنديون جاڳنديون، هلندڙ چلندڙ پهاڙيون نڪري آيون هيون. هو هڪ ٻئي کي گُرزن ۽ گدائن سان سٽيندا رهيا ۽ هڪ ٻئي کي وڄڙي ويا.

ڀيم ۽ ويشنيءَ ۾ به سخت يُڌ ٿي. سندن رٿ ڀڃي پرزا پرزا ٿي پيا. شليه وري پنهنجي ڀاڻيجي نڪل سان وڙهيو ۽ سارو وقت ڪيس ستائيندو بيزار ڪندو ۽ مٿس خنده ڪندو رهيو. پر انت ۾ شليه جو رٿ ڀڃي پيو ۽ سندس جهنڊو هيٺ ڪري پيو. پنهنجي هار قبولي هو ميدان مان نڪري ويو. هوڏانهن ڪرپاچاريه ۽ دُرشٽ ڏيمن جي وچ ۾ سخت لڙائي لڳي. دُرشٽ ڏيمن جا پير ميدان مان اکڙي ويا. ساڳي ريت ساتيڪيءَ ۽ ڪرت ورما جي وچ ۾ جنگ لڳي. هوڏانهن وراٽ ۽ ڪرن اچي پاڻ ۾ اٽڪيا. اڀيمنيو به پنهنجي ويرتا جو جوهر ڏيکاريو. هو اڪيلي سر پورو، ڪرت ورما، جئدرٿ ۽ شليه سان لڙندو رهيو. چارئي ميدان ڇڏي هليا ويا.

پوءِ شليه ۽ ڀيم سين جي وچ ۾ لڙائي لڳي. شليه انهيءَ ۾ هارائي يُڌ ڪيتر مان نڪري ويو. ڪورون جي سينا ڍلي ٿي ويئي. انهيءَ ڪري پانڊون زوردار حملو ڪيو ۽ سندن صفن کي ٽُڪر ٽُڪر ڪري ڇڏيو.

جڏهن دروڻاچاريه هيءَ حال ڏٺو تڏهن هن اهو فيصلو ڪيو ته سڌو يُڌشٽر تي حملو ڪري پنهنجي لشڪر ۾ وري حوصلو پيدا ڪريان. هو سونهري رٿ تي سوار هو. سندس رٿ ۾ چار شاندار گهوڙا جوٽيل هئا. دروڻاچاريه جو رٿ سڌو يُڌشٽر جي طرف هلڻ لڳو. دروڻاچاريه کي پنهنجي

طرف ايندو ڏسي يڌشٽر نئين نموني جا تير هلائڻ شروع ڪيا. اُنهن تيرن کي عقاب جا پر لڳل هئا، ۽ اُهي ڪنڊيدار هئا. دروڻاچاريه انهن جي رتي به پرواهه نه ڪئي ۽ اڳتي اڳتي وڌندو رهيو تان جو يڌشٽر جي ويجهو پهتو. ڌرم پٽ جو ڌنش پٺتي پيو. ڌرشٽ ڌيمن اچي وچ ۾ پيو ۽ دروڻاچاريه کي روڪڻ جي ڪوشش ڪيائين پر اُنهيءَ ۾ هو سڦل نه ٿيو. دروڻاچاريه يڌشٽر جي ايترو ويجهو آيو جو لوڪن سمجهو ته يڌشٽر پڪڙيو ويو آهي. سڄي لشڪر زور سان اهڙو وڏي آواز ڪڍيو.

اوچتو ئي اوچتو ارجن اچي اتي پرگهٽ ٿيو. جيئن ارجن جو رٿ رت رڱيل ڌرتيءَ تان لنگهيو ٿي تيئن سڄي ڀوميءِ ٿي ڪنبي. دروڻاچاريه هٻڪي بيهي رهيو.

گانڊيو مان ٻاڻن جو وسڪارو ٿيڻ لڳو. پتو ئي نه ٿي پيو ته ڪڏهن ارجن ترڪش مان تير ڪڍي ٿي ڪمان تي رکيو. ارجن جي ڌنش مان تير ائين ٿي نڪتا جيئن ڀڳل بند مان چڙهيل واهه جا وهڪرا. اهو وهڪرو روڪجي ئي نه پيو. تيرن ۽ ٻاڻن جي ڪري سڄو يڌ کيتر ئي اونده انڌڪار ۾ اچي ويو.

دروڻاچاريه ميدان ڇڏي ڀڳو. يڌشٽر کي پڪڙي نه سگهيا. اُنهيءَ ڏينهن جي جنگ پوري ٿي ۽ ڪورون جي سئنا سيڪيت وٺي پنهنجي ڇانوڻيءَ ڏانهن موٽي. پانڊون جو لشڪر وري اوچي ڳاٽ پنهنجي شور ڏي ويو. ڪيشو ۽ ارجن پنهنجي سئنا جي پڇاڙيءَ ۾ هئا. اهڙيءَ طرح سان ٻارهين ڏينهن جي جنگ پوري ٿي.

[٧٧]

# ٻارهون ڏينهن

يڌشٽر کي جيئري پڪڙڻ جو يتن اسڦل ٿيو. ڊروڻاچاريه اهو احوال دريوڌن کي هن ريت ٻڌايو: ”اها ڳالهه صاف آهي ته جيسين ارجن ويجهو هوندو ته پوءِ يڌشٽر کي جيئري پڪڙڻ اسمڀو آهي. مان پاڻان گهٽايان ٿو. منهنجي پنهنجي ڪم ۾ پوري دلچسپي آهي. جيڪڏهن ڪنهن ترڪيب سان اسين ارجن کي ٻئي پاسي وٺي وڃون ته پوءِ مان پانڊون جي لشڪر کي چيري وڃي يڌشٽر کي پڪڙيندس. مان اِها پرتگيا ڪريان ٿو ته مان کيس پڪڙيندس ۽ توهانجي هٿن ۾ ڏيندس، بشرطيڪ هو ڪشترين جو شان ٻوڙي جنگ جو ميدان ڇڏي ڀڄي نٿو وڃي. پر جي ائين ڪيائين ته به جيت اسان جي آهي.

ترگرت ديش جي راڄا ڊروڻاچاريه جي هيءَ گفتگو ٻڌي. هن اها ڳالهه پنهنجي ڀائرن سان ڪئي. انهن گڏجي ڪري هڪ رٿ رٿي. هنن فيصلو ڪيو ته سمشپتڪ قسم کڻي ۽ ارجن کي جنگ لاءِ للڪارجي ۽ کيس يڌشٽر کان پري ڇڪي وڃجي. انهيءَ ڪري هو وڏيءَ سنکيا ۾ گڏ ٿي اگني جي اڳيان گاهه مان ٺاهيل تڏن جي پوشاڪ پائي اچي ويٺا. پوءِ هنن مرڻ جي سمي جو دان پڄ ڪيو ۽ انهيءَ وقت جا ڪريا ڪرم پورا ڪيا. انهن اهي سڀ ڪريائون پوريون ڪيون، جيڪي مئل آدميءَ لاءِ ڪبيون آهن. پوءِ هنن ريت قسم کنياؤن: ”جيسين اسان ڌننجيه کي نه ماريو آهي، تيسين اسين واپس نه موٽنداسين. جيڪڏهن پوءِ وچان اسان جنگ جو ميدان ڇڏيون ته اسانکي گهور پاپ لڳي.“

اهڙي طرح پوءِ اگنيءَ اڳيان قسم کڻي هو ڏکڻ جي ڏسا ۾ روانا ٿيا. يم جي دشا اهائي آهي. هو رستي ويندي

ارجن کي للڪاريندا ويا. اهڙيءَ ريت جنهن ڪم کي پورو ڪرڻ درونڻاچاريہ اشد ضروري ٿي سمجهيو، تنهنجي پوري ڪرڻ لاءِ هيءَ ٽولو تيار ٿيو. اڄ ڪالهہ جي زماني ۾ بہ 'آلم گهالي' ٽولا جنگ جي ميدان ۾ تيار ڪيا ويندا آهن.

ارجن يڌشٽر ڏانهن نهاري چيو: "راجن! هيءَ سمشپتڪ مونکي لڙائي لاءِ للڪاري رهيا آهن. منهنجي اها پرتگيا آهي ته مان اهڙي للڪار سو ڪار ڪندس، اهڙو سڏ اونائيندس. مان يڌ جي آواهن کان منهن نہ موڙيندس. سشرما ۽ سندس ماٽهو مونکي لڙائيءَ لاءِ ڪوٺ ڏيئي رهيا آهن. مان انهن سڀني کي ماري پورو ڪري واپس ايندس. مونکي آگيا ڏيو تہ مان وڃان."

يڌشٽر چيو: "پيارا پراتا! توکي درونڻاچاريہ جي ارادن جي جاڻ آهي. اها ڳالهہ خيال ۾ رکي جيڪي ٺيڪ ڀائين سو ڪر. آچاريہ دريودن سان پرتگيا ڪئي آهي تہ هو مونکي جيئرو پڪڙيندو. آچاريہ انوکو يوڌو آهي. هو همٿ پريو، شڪتيوان ۽ هنرمند آهي. تيراندازيءَ جي هر رمز پوري پوري ڄاڻي. آهي بہ اٽنڪ، هو ڪڏهن ورچندوئي ڪونہ آهي. خبردار وري اهڙو آهي جو هر ڳالهہ تي سندس نظر هوندي آهي."

يڌشٽر جا شبد ٻڌي ارجن چيو: "هت ساٿيڪي اوهان جي سهائتا لاءِ بيٺو آهي. جيسين هو جيئرو آهي ۽ جيسين هو اوهان جي پاسي ۾ موجود آهي، تيسين اوهانجو وار بہ ونگو ڪونہ ٿيندو."

ائين چئي ارجن، پنچال ديش جي راجڪمار ستيہ جيت کي يڌشٽر جي پرسان ڀهڻ جي آگيا ڪئي. پوءِ سمشپتڪن جي پنيان ائين اڏامندو ويو جئن بکايل شينهن پنهنجي شڪار ڏانهن.

ارجن پوءِ پنهنجي سارٿيءَ ڪرشن کي چيو: "ڪرشن!

ڏس ته ترگرت پنهنجي قسم جي نشي جي زور تي ڪيڏو
نه خوش مزاج ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهن کي اها پڪ به آهي ته
هو موت جي طرف وڃي رهيا آهن. شايد انهيءَ ڪري خوشي
تي تئين جو جلد سرڳ جو منهن ڏسندا.“

اٺين ڇٽي ارجن سمشپتڪن جي وڏيءَ سينا تي ٽٽي پيو.
اڄ جنگ جو ٻارهون ڏينهن هو. سخت ۾ سخت لڙائي هلي
رهي هئي. ٿوري وقت کان پوءِ ارجن جي حملي جو اثر
ڏسڻ ۾ آيو ۽ ترگرت پنڌلن جيان ڪرندا ويا. پر سشرما
کين سندن قسم جي يادگيري ڏياري. هن چيو:

”اي ويرو! اسان پوتر اگنيءَ جي سنمک پرتگيا ڪئي
آهي. سڄيءَ سينا اسانکي پرڻ ڪندو ڏٺو آهي. هيٺين سخت
قسمن کڻڻ کان پوءِ هٽڻ ۽ هٻڪڻ عبث آهي. اسانکي جنتا
جي اڳيان شراب خوار ٿيڻ نه گهرجي.“

نينا جي هنن شبدن سمشپتڪن جي من ۾ نئون روح
ڦوڪيو. هو پنهنجي نينا جي واهه واهه ڪرڻ لڳا ۽ موت
جي سامهون اوچي ڳات سان ويندي ڏاڍيءَ ويرتا سان لڙڻ
لڳا. هاڻ ارجن ڪرشڻ کي چيو: ”هرشيڪيش! هنن انت
تاءِ لڙڻ جو قسم کنيو آهي. هلاءِ رٿ کي اڳتي.“

مڌوسودن ارجن جي رٿ کي اٺين هلايو جٿن ديوتائن ۽
اسرن جي جنگ ۾ اندر جو رٿ تي هليو. رٿ هر هيڏانهن
تي ڀڳو، هر هوڏانهن تي ڀڳو. جٿ ويو تي تمت نياڳين
سمشپتڪن جي مٿان موت جو وسڪارو تي ٿيو. گانڊيو مان
تير اٺين ٿي نڪتا جٿن بادلن مان مينهن. سندن سينا جي
صفن مان رت ريلا ڪري ٿي نڪتي. اهڙو نظارو ٿي ڏسڻ
۾ آيو، جٿن بهار جي موسم ۾ ٻيلي جي وڻن تي ڦلن جو
ڪلڻ. جنگ به جنگين جهڙي هئي. وروڌين جي طرفان

جيڪي ڪير تي ڇتا ٿي جي ڪري بعضي بعضي ارجن جي ڏجا ۽ رٿ اندڪار جي اندر تي اچي ويا.

ڪرشن زور سان پڇيو: "ڏنڃيه! ڪون جيئرو نه آهين نه؟" ارجن وراڻيو "مان برابر جيئندو آهيان" ائين چئي هن گانڊيو سان اهڙا ڪانئه ڪشيا جي، شترن جي ٽيرن روپي ڪارو ڪڪر ڇن پن تي ويو.

ائين پي ڏسڻ ۾ آيو، ڄڻ ردر ڀڳوان پرلئه جي سمي نچي رهيو آهي. سڀ پوپي سرڪٽلين ڌڙن ۽ مردن جي ٻانهن ۽ ڄنگهن سان ڇانئجي پيئي هئي. سڀو درشيه دل دهلائيندڙ هو.

جنهن وقت ارجن سمشپتڪن لي حملو ڪرڻ ويو، تنهن وقت دروڻاچاريه حڪم ڪيو ته پانڊون جي لشڪر جي انهيءَ پاڳي لي جت يڌشتر هو، زوردار حملو ڪيو وڃي. يڌشتر هيءَ رنگ ڏنو ۽ پنچال راجڪمار کي چيائين: "ڌرشٽ ديمن! برهمڻ مونکي پڪڙڻ لاءِ اچي رهيو آهي. خبرداريءَ سان لشڪر جي سنڀال ڪر."

ڌرشٽڌيمن دروڻاچاريه جي حملي لاءِ ڪونه ترسيو، هو اڳلو پاڻ مٿانئن ڪاهي ويو.

دروڻاچاريه کي اها خبر هئي ته سندس موت درشٽڌيمن جي هٿان ٿيڻو آهي، اها به کيس خبر هئي ته اجا موت جي گهڙي ڪونه آئي آهي. انهيءَ ڪري هو درشٽڌيمن کان پاسو ڪري ٻئي طرف گسائي ويو. هن پنهنجو رٿ انهيءَ طرف هڪليو جت دروپد تي سٽنا جي اڳواڻي ڪئي. دروڻاچاريه جي حملي جي ڪري دروپدجي سٽنا کي ڏاڍي هاڃي رسي ۽ يڌ کيتر ۾ رت جا واهه وهڻ لڳا. پوءِ دروڻاچاريه يڌشتر جي طرف ڏيان ڏنو. يڌشتر هن وقت يڌ ۾ استر ٻينو رهيو ۽ دروڻاچاريه جي حملن جو ٽيرن سان مقابلو ڪياءِ. ستيه جيمت دروڻاچاريه جي رٿ لي حملو ڪيو. ٻنهي جي وچ ڏاڍي

سخت لڙائي لڳي ۽ درونڻاچاريه جو روپ ڀرڻ ڪندڙ مهاديو جهڙو ٿي پيو. هو هڪ ٻئي پٺيان ويو جوڌن کي زمين تي ليٽائيندو. پنچال جو راجڪمار ورڪ ۽ ستيه جيت ٻئي موت جو بک ٿيا.

اهو حال ڏسي ورات جو پٽ شتانيڪ درونڻاچاريه تي چڙهائي ڪري آيو ۽ هڪ ڪڻ جي اندر سندس سر ڪنڌ کان سوڌو وڍي ڌرتيءَ تي ڪريو. انهيءَ وچ ۾ ڪيتم نالي راجا اچي درونڻاچاريه سان ٽڪريو. انهيءَ جو به پران پورو ٿي ويو. درونڻاچاريه اڳتي ۽ اڳتي وڌيو. سندس رفتار کي روڪڻ لاءِ وسدان همت ڪري اڳتي وڌيو پر انهيءَ کي به يمرلوڪ جو درشن ڪرڻو پيو. درونڻاچاريه يڌامنيو، ساتيڪي، شکنڊي، اتموجس آدي ڪيترن ئي مهارٿين کي لتر پتر ڪندو اچي يڌشٽر جي سامهون بيٺو. انهيءَ وقت دروپد راج جو پيو پٽ پنچاليه نالي سر ٽريءَ تي رکي مستن وانگر درونڻاچاريه جي طرف ڪاهي ويو پر اهو به موت جو شڪار ٿيو ۽ رت تان ڌرتيءَ تي ائين ڪري پيو جيئن آڪاش منجهان تارا ڪرندا آهن.

درونڻاچاريه جي هيڏي همت ڏسي دريوڌن ڪرڻ کي چيو ”اي راڌا پٽ! اسان جي ٻلوان نيتا جي شڪتي ڏس. مان نٿو ڀانيان ته هن کان پوءِ پانڊو وڌيڪ جنگ هلائڻ چاهيندا. ڏس ته درونڻاچاريه ڪيئن کهڙا نه ڏڪ هڻي رهيو آهي ۽ ڪيئن پانڊون جي سئنا چڪري جيان ڦري رهي آهي.“

ڪرڻ کي دريوڌن جو چوڻ ٺيڪ نه لڳو. هن ڪنڌ ڌوڻي چيو ”دريوڌن، پانڊون کي جيتڻ اهڙو سولو ڪم نه آهي. هو ڪنهن به حالت ۾ پيش نه پوندا. جوڌا جي وقت هنن سان جا ڪريز ٿي آهي سا هو ڪڏهين به نه وساري سگهندا. جيڪي به جنيون تو ساڻن ڪيون آهن سي وسارڻ جهڙيون نه آهن.

ته ڪن زهر ڏيئي مارڻ جي ڪوشش ڪئي. ته ڪن جبري جلائڻ جو سعيو ڪيو. ته ڪن چوپڙ جي راند وقت نيچو ڏيکاريو ۽ ته ڪن لاچار ڪيو ته ورهين جا ورهيه وڃي بن ۾ رهن. هو ڪڏهين به آرڻ نه ڇڏيندا. هوڏانهن نهار ته سنڌن لشڪر نئين سر صفون ٻڌي بيٺو آهي ۽ سڀ گڏجي دروڻاچاريه لئي حملو ڪن ٿا. ڏس ڀيمسين، ساتيڪي، ڀڌمنيو، ڪشالر ڏرم، نڪل، المئوجس، دروپد، ورات، شکنڊي، ڌرشٽ ڪيتو ۽ ٻيا يوڌا سڀ ڀڌشتر جي بچاءَ لاءِ اچي گڏ ٿيا آهن ۽ دروڻاچاريه کي سوڙهو گهيري رهيا آهن. اسان کي هاڻي ٻسمت تي ويهڻ نه گهرجي. دروڻاچاريه جي مٿان تمام وڏي ذميواري اسان وڌي آهي. انهيءَ ۾ سنديه نه آهي ته دروڻاچاريه هڪ مهان پرش ۽ مهان جوڌو آهي پر ليت هو به منش آهي. سنڌس شڪتيون به ته سِمت (محدود) آهن. جيڪڏهين ٻگهڙن جو چڱو تعداد گڏجي ڪري هاٿيءَ تي حملو ڪري ته هاٿي بيزار ٿي پوندو ۽ آخر موت جو شڪار ٿيندو. اڄ ته اسان هلون ۽ هلي دروڻاچاريه جو بچاءُ ڪريون. هن کي اڪيلو ڇڏڻ واجب نه آهي.

## [٧٨]

## وير ڀگدت

دروڻاچاريه، ڀڌشتر کي ٻانڌي ٻنائڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر هو ڪامياب نه ٿيو.

دريوڌن هاٿين جي وڏي ساري سئنا وٺي ڀيمسين لي ڪاهي آيو. ڀيمسين پنهنجي رٿ ۾ ويٺي ڏاڍو چڱيءَ طرح سان ٻاڻ ڇڏيا ۽ اهڙيءَ طرح سان هن پنهنجو بچاءُ ڪيو. ڀيمسين هن وقت جيڪي ٻاڻ ڇوڙيا تن جي چوٽيءَ تي اڏ

چند رما جي شڪل هئي ۽ ان جي ڪري دريوڌن جو جهنڊو قائي پيو ۽ سندس ڌنش به پڇي پيو. جڏهين مليڇ راج اهو رنگ ڏٺو ته دريوڌن ستائجي رهيو آهي تڏهين هن ڀيمسين تي حملو ڪيو. انهيءَ وقت هو هڪڙي وڏي هاٿيءَ تي سوار هو پر ڀيمسين جي باڻن هاٿيءَ کي ماري ڪيرائي ڇڏيو ۽ مليڇ راج کي به موت جو منهن ڏيکاريو. نتيجو اهو نڪتو جو ڪورون جو انهيءَ هنڌ تي بيٺل لشڪر پٺ ۽ مونجهاري جي ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳو. جڏهين هاٿين ۾ ڀاڄ بيٺي تڏهين گهوڙن کي به اچي پئو ورتو. هاٿي ۽ گهوڙا پڻ منجهان هيڏي هوڏي ڀڄڻ لڳا ۽ هزارين پيادا انهن جي پيرن جي هيٺان لتاڙجي ويا.

ڪورون جي لشڪر ۾ جڏهين اهڙي مونجهارو پيدا ٿيو ۽ سپاهي چئني طرفن ڀڄڻ لڳا تڏهين پراڳ جوتش جو راجا، ويرپرش ڀگدت جوش ۾ اچي ويو. هو پنهنجي پرسڌ هاٿيءَ سپرتيڪ تي سوار ٿي ڪري ڀيمسين جي طرف وڌڻ لڳو. اهو پربت جيڏو هاٿي لڪڙو تڪڙو اچي وڌيو. سندس ڪن ڪليا ۽ ڪڙا ٿي بينا هئا. هن پنهنجي سونڍ کي خوب پٺي ڦيرايو. ڀيمسين جي رٿ ۾ ڪاهي پيو. ڏسندي ڏسندي رٿ ۽ گهوڙا هڪڙو مٽيءَ ۽ اشن جو ڍير ٿي پيا. پر ڀيمسين پوري وقت تي رٿ مان ٽپو ڏيئي پاڻ بچايو. هن کي هاٿين جي هرهڪ ڳالهه جي پوري پوري ڄاڻ هئي. هو هن پربت جيڏي چني هاٿيءَ جي هيٺان لنگهي ويو ۽ هن جي رڳس ۽ نازڪ عضون کي گهوسا هڻڻ لڳو. هاٿي حال کان بي حال ٿي ويو. سخت سور جي ڪري هاٿيءَ چينگهارڻ شروع ڪيو ۽ ائين ڀوڏاري ڦرڻ لڳو جيئن ڪنڀر جو چڪ. هاٿيءَ جي ڪوشش اها هئي ته ڪنهن طرح ڀيمسين کي هڪ طرف اڇلائي پنهنجي جند ڇڏايان. پر ڀيمسين سندس پورن جنگهن کي ڇهنيو پيو هو ۽ هن کي هيٺان لنگ ڪري رهيو هو.

هاٿي هاڻي جهڪيو ۽ ڀيمسين کي پنهنجي سونڊ ۾ پڪڙيائين. هاٿي ڀيمسين کي پنهنجي گوڏن جي هيٺان لتاڙي مارڻ ٿي چاهيو پر ورڪودر ڪنهن رمز سان پاڻ کي ڇڏايو ۽ وري هن جي ٽنگن جي هيٺان پيهي ويو ۽ هاٿيءَ جي هيٺين عضون کي چنبڙي پيو ۽ اهڙيءَ طرح هن کي سخت ايذاءُ ڏيڻ لڳو. ڀيمسين کي اها اميد هئي ته پانڊون جي طرفان ڪو هاٿي ڀڳدت جي هاٿيءَ تي حملو ڪرڻ لاءِ اچي سهڙندو ۽ اهڙيءَ طرح هن کي اتان نڪري وڃڻ ۾ واهر ڪندو. انهيءَ ڪري ڀيمسين ٻئي ڳالهه کي اينگهايو. جڏهين ڀيمسين نظر کان غائب ٿي ويو ۽ هاٿيءَ جي پوين ٽنگن جي وچ ۾ وڃي لڪو تڏهين سپاهين سمجهو ته ڀيمسين قتل ٿي ويو آهي. هنن زور سان چيو ته "ڀيمسين مري ويو. ڀڳدت جي هاٿيءَ ڀيمسين کي ڪچلي ڇڏيو." اهو آواز ساري ڪروکيتر ۾ ڦهلجي ويو. يڌشٽر اها رڙ ٻڌي ۽ ائين سمجهي ته ڀيمسين مارجي ويو آهي، هن پنهنجي لشڪر کي آگيا ڪئي ته وڃي ڪري ڀڳدت جي سئنا کي ختم ڪريو. هاڻي دشارڻ جو راجا ڀڳدت لي ڪاهي آيو. دشارڻ جي راجا جو هاٿي به هڪڙو ڏاڍو ڇٽو جانور هو. انهيءَ ڪري سپرتيڪ ۽ دشارڻ جي هاٿيءَ جي وچ ۾ ڏاڍي سخت لڙائي ٿي. پر سپرتيڪ جي هاٿيءَ جو ڏند دشارڻ جي هاٿيءَ جي پاسي ۾ پيهي ويو ۽ هو زخمجي ڪري مري ويو. انهيءَ گهڙيءَ ڀيمسين سپرتيڪ جي هيٺان نڪري آيو ۽ صحيح سلامت ڊوڙندو سڻا ۾ آيو. پانڊون جي لشڪر ڀيمسين کي جيئرو ڏسي واه واه ڪئي.

هاڻي ڀڳدت لي چوڌاري حملا ٿيڻ لڳا، پر هن جي حوصلي ۾ ذري به ڪمي نه آئي. هن پنهنجي دشمنن جي تنڪ به پرواهه نه ڪئي. سندس منهن خوب ٻهڪي رهيو هو ۽ هو هاٿيءَ تي ائين ويٺو رهيو جڻ ڪنهن ٻهاڙيءَ لي

آڳ پيئي جلي. پوءِ هو هاٿيءَ کي، ساتيڪيءَ جي رٿ ڏانهن
ڪاهي ويو. هاٿيءَ رٿ کي ڪري سونڊ سان پڪڙيو ۽ ان
کي ڦيرائي ڦيرائي سندس مٿيون پاسو ڪري زور سان ڌرتيءَ
تي هنيائين. پر ساتيڪيءَ وقت سر رٿ مان ٽپو ڏيئي پاڻ
بچايو. ساتيڪيءَ جو سارٿي به ڏاڍو ڪاريگر آدمي هو. هن
پنهنجي هنر سان نه رڳو رٿ بچايو پر گهوڙا به بچائي ورتاءِ
۽ اونڌي رٿ کي سڌو ڪري اتي ويو جتي ساتيڪي هو.
ڀڳدت جي هاٿيءَ پاندون جي لشڪر ۾ ڀاڪر ڪثو وجهي ڏنو.
جوڌن کي سونڊ ۾ ڪٽي اڇلائيندو رهيو ۽ ڪيترن کي ماري
ڇڏيائين. جتي ويو تي اتي لوڪن ۾ ڊپ ڦهلجي ويو.
ڀڳدت هاٿيءَ جي مٿان ائين ٻيٺو هو جيئن اندر پنهنجي ائراوت
جي مٿان اسرن سان وڙهڻ وقت ويٺو هو. هاٿيءَ جا ڪن
ڪروڌ جي ڪري کڙا ٿيا ٻيٺا هئا ۽ سندس سونڊ اڀتي
وڌيل هئي. هن پر بت جهڙي هاٿيءَ گهڻن ئي گهوڙن، رٿن
۽ آدمين کي پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙي ماري ڇڏيو. جيئن
هن کي تير ٿي لڳا ليئن هو وڌيڪ ڪروڌ ۾ ٿي آيو. جهڙيءَ
طرح جهنگل جي اندر ڌنار پنهنجي ڌڻ کي اڳتي هڪليندو
رهندو آهي تهڙيءَ طرح ڀڳدت پاندون جي سپاهين کي
پنهنجي اڳيان ڀڄائيندو رهيو. هاٿي ڀيمسين هڪڙو رٿ
همٿ ڪيو ۽ وري ڀڳدت تي حملو ڪيو. هاٿيءَ پنهنجي
سونڊ ڊگهي ڪري ان منجهان گوبن جو وسڪارو ڪيو
جنهن ڪري ڀيمسين جا گهوڙا ڏڪي ويا ۽ پوءِ جا ماريا هيڏي
هوڏي ڀڄڻ لڳا. سارٿي انهن کي روڪي نه سگهيو.
جتي هيءَ هاٿيءَ جي جنگ هلي رهي هئي اتي ڌوڙ
جو هڪڙو بادل نهي پيو. اهو بادل ارجن کي اتي ڏسڻ ۾
آيو جتي هو سمشپتڪن سان ٿي لڙيو ۽ اتي پڻ هن ڀڳدت
جي هاٿيءَ جي چينگهار ٻڌي. هن سمجهو ته ڀارو اٻتو پيو
آهي. انهيءَ ڪري هن ڪرشن کي چيو ته هيءَ جيڪا رڙ

آهي سا ڀڳدت جي هاٿيءَ سپرتيڪ جي آهي. هيءَ ٻراڪ جولش جو راجا هاٿيءَ تي سوار ٿي ڀيانڪ روپ ڌارڻ ڪندو آهي ۽ انهيءَ قسم جي لڙائيءَ ۾ هن جو ڪو مٽ ڪونهي. مونکي پڪ آهي ته هو اسانجي آدمين کي منجهائي ماريندو ۽ شڪست ڏيندو. هاڻي اسان کي اوڏانهن هلڻ گهرجي ۽ پنهنجن آدمين جو بچاءُ ڪرڻ گهرجي. اسان سمشپتڪن کي ڪافي سيڪت ڏيئي چڪا آهيون. اوڏانهن هل جتي دروڻاچاريه يڌشٽر سان وڙهي رهيو آهي.

انهيءَ ڪري ڪرشن رٿ کي اتي ڪاهي آيو جتي مکيه لڙائي ٿي رهي هئي. سشرما ۽ سندس ڀائر رٿ جي پٺيان پڇندا آيا ۽ رڙيون پئي ڇيو 'بيهو بيهو'. ساڳئي وقت هنن ارجن جي رٿ تي تير به پئي ڇوڙيا. هاڻي ارجن جو من ٻانوان ڊول ٿيڻ لڳو. هن دل ۾ چيو سشرما مونکي لڙائيءَ لاءِ للڪاري رهيو آهي. اهڙي للڪار کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ مونکي پسند نه آهي. ٻئي طرف ڏي اسان جون صفون ٽٽي پيون آهن ۽ اسان جي آدمين کي ترت مدد جي ضرورت آهي.

ارجن انهن ئي خيالن ۾ محو هو ته هڪڙي ٻڙڇي اچي ڪيس لڳي. ٻي ٻڙڇي آئي جناردن تي. ارجن ڪروڌ ۾ اچي باه ٿي ويو ۽ تي کان ڏايو وچڳيءَ طرح سان سشرما تي ڪپيائين انهيءَ ڪري سشرما پٺي ڏيکاري.

وڌيڪ وقت وڃائڻ کانسواءِ ڪرشن ۽ ارجن اتي ڪاهي آيا جتي ڀڳدت رڻ ٻاري رهيو هو. ارجن جو رٿ ڏسڻ ۾ مس آيو ته پانڊون جا سپاهي حوصلو همت ڪري وري صفون ٻڌي بيٺا ۽ جلد ارجن اتي اچي پهتو جتي ڀڳدت بيٺو هو. ڀڳدت جو سپرتيڪ تي سوار هو سو ارجن تي ائين ڪاهي ويو جئين ٻر لڳ ڪندڙ ڪال. ٻر رٿ کي هلائڻ ۾ واسديو پنهنجو مٽ پاڻ هو. جڏهين جڏهين هاٿيءَ رٿ تي

حملو ٿي ڪيو ته ڌهين واسديو رٿ ڪي ٻئي طرف،
هٽائي ٿي ويو. ڀڳدت ارجن ۽ ڪرشن جي مٿان ٽيرن جو
وسڪارو ڪري ڇڏيو پر ارجن جي ٻاڻن لڳڻ ڪري هاٿيءَ
جي زره ڀڄي پيئي ۽ هن جي شرير ۾ زخم ٿيا. ڀڳدت ڏنو ته
هاٿيءَ کي وڌيڪ حملي سهڻ جي همت ڪانه آهي. سو هن
ڪرشن ٿي هڪ ٻرڇي اڇلائي. ارجن پنهنجي گانڊيو منجهان
ٻاڻ ڇوڙي انجو مقابلو ڪيو ۽ ان کي ڀڃي ٻه اڌ ڪري ڇڏيائين.
ڀڳدت ٻيءَ هڪ ٻي ٻرڇي اڇلي جا ڌنجيه جي لوهي ٽوپ
۾ وڃي لڳي.

ارجن پنهنجي ٽوپ کي سڌو ڪري پنهنجي ڌنش کي
موڙيو ۽ چيائين ڀڳدت آخرين وار سنسار ڏي ڏس ۽ موت
لاءِ تيار ٿيءُ. ڀڳدت هڪڙو جهونو وڏيءَ آيوءَ جو وير پرش
هو. هن جا وار سفيد هئا. سندس منهن ۾ گهنج پيل هئا پر
سندس منهن ڏاڍو شاندار هو ۽ هو هڪ دلير شينهن جيان
پٺي ڏسڻ ۾ آيو. سچ پچ ته هو ايڏو پيرو هو جو سندس
پيشانيءَ جي چمڙي سندس اکين جي مٿان ٿي ڪري. انهيءَ
ڪري هن هڪڙي پٽ جي رومال سان اها چمڙي ويڙهي
ڪري پيشانيءَ سان ٻڌي ڇڏي هئي جيئن سندس نظر
بلڪل صاف رهي. ڀڳدت ويرتا جي ڪري ته مشهور هو
پر ان کان به وڌيڪ سندس پوترتائيءَ جي پرسدي هئي ۽
انهيءَ زماني جا وير پرش پنهنجي اوچ چال چلن جي ڪري
پرسد هوندا هئا. ڀڳدت جي مهانتا جي ڪري لوڪ هن کي
اندر جو مٽر ڪري سڏيندا هئا.

"آخرين وار هن دنيا جو ديدار ڪري وٺ." اهي لفظ
چئي ارجن هن پوڙهي تي پنهنجا تير هلائڻ شروع ڪيا.
انهيءَ ڪري ڀڳدت جو ڌنش ڀڄي پيو ۽ هن جو تيرڪش
به ٽڪر ٽڪر ٿي پيو. سندس زره جا ڳنڍ به کلي پيا.

اُنهيءَ زماني ۾ سڀ جوڌا ڳوڙا ڪوچ (زره) ٻڌي ويندا هئا. انهن ڪوچن جي ڳنڍن کي ۽ ٻين اهڙن هنڌن کي جتي جتي انهن کي موڙي سگهبو هو، ڪمزور هنڌ سمجهو ويندو هو. اهڙن هنڌن تي تير هڻي ٻهاوان جي شرير تي حملو ڪرڻ هڪ عاليٰ جنگي فن سمجهو ويندو هو ۽ هر هڪ ڪتري ٻچي کي اهو سيکاريو ويندو هو.

جڏهن ڀڳدت بلڪل نهٿيو ٿي پيو، تڏهن هن پنهنجي هاٿيءَ جو ڪنڌو زور سان ارجن ڏانهن اُڇلايو. نشان ڏايو ڏڍ چٽيو ويو هو. ڪنڌي تي 'ونشن منتر' جو پرڀاءَ پيل هو. انهيءَ سان هوند ارجن مري پوي ها. پر ڪرشن هن نازڪ وقت ارجن جي لاءِ ڍال جو ڪم ڏنو. ڪنڌي ڪرشن جي ڇاتيءَ تي هڪ چمڪندڙ هار جي صورت اختيار ڪئي. ڪنڌي تي پڙهيل هو وشنوءَ جو منتر، انهيءَ ڪري اهو هٿيار خود وشنوءَ کي ڪنهن به قسم جو ڏک رسائي نٿي سگهيو. ڪرشن کي زخم ڪرڻ جي بدران اهو ڪنڌو سندس شرير جو هڪ سندر زيور ٿي پيو.

ارجن ڪرشن کي هڪ طرح ڏوراپو ڏيئي چيو "جناردن! تون منهنجي ڍال ڇو بڻيو آهين؟ تنهنجي پرگيا هئي ته تون رڳو سارٿي ٿي هلندين ۽ ڪو به هٿيار پنوهار ڪم ۾ نه آڻيندين. لڙڻ جو سمورو ڪم مونکي ئي ڪرڻو آهي."

ڪرشن کلندي چيو: "پيارا ارجن! توکي ڪجهه خبر نه آهي. هيءَ هٿيار جيڪڏهن توکي لڳي ها ته توکي ماري وجهي ها. سچ پچ ته هيءَ منهنجي پنهنجي شيءِ هئي ۽ وري اچي پنهنجي مالڪ وٽ پهتي. جنهنجي هئي تنهنکي ملي. پوءِ ارجن هڪ تير ڇوڙيو، جو ڀڳدت جي هاٿيءَ جي مٿي ۾ اٿين گهري ويو جئن سڀ ماڪوڙين جي ٻڙ ۾ گهرندو آهي.

ڀڳدت پنهنجي هاٿيءَ کي اڳتي ڌڪيلڻ جي ڪوشش ڪئي.

پر هاٿي اُتي هٽي بيهي رهيو. ڀڳدت گهٽيون ٺي ڊاهون ڪيون، پر هاٿيءَ سنڌس آواز جي ذرو به پرواهه نه ڪئي. استري به ڪٿل پٽيءَ جي ڳالهه تي ڌيان نه ڏيندي آهي.

هڪ ڪڻا لاءِ هاٿي اُتين اڏول بيٺو رهيو، جڻ ڪا پهاڙي بيٺي هجي. پوءِ اوچتو هيٺ ڪري پيو ۽ پنهنجا ڏند ڪري ڌرتيءَ ۾ کوڙي ڇڏيائين ۽ ڏک پريون سخت ڪيڪون ڪري پنهنجا پراڻ ڇڏيائين.

هن شاندار هاٿيءَ جي مرڻ ڪري ارجن کي ڪي قدر ارمان ٿيو. ارجن جي مرضي هئي نه هاٿيءَ جي مارڻ کانسواءِ ڀڳدت کي ماريان. اوچتوئي اوچتو ڀڳدت جو پٽ جو رومال جيڪو سنڌس پيشانيءَ تي ٻڌل هو، سو ارجن جي تير سان ڦاٽي پيو. ڀڳدت جي پيشانيءَ جي ٻلي چمڙي سنڌس اکين جي اڳيان ڪري پيئي، انهيءَ ڪري هو جهٽڪ انڌو ٿي پيو. جلد ئي، هڪ اڌ چندر جي مٿي وارو ٻاڻ ڀڳدت جي ڇاتيءَ ۾ پيهي ويو ۽ ڀڳدت ائين ڪري پيو جڻ هڪ وڏو وڻ طوفان ۾ ڪري پوندو آهي. ڀڳدت جو سوني جو هار سنڌس ڇاتيءَ تي ائين ٿي چمڪيو جڻ گل ڪريل وڻ تي چمڪندا ڏسڻ ۾ ايندا آهن. هاٿي ڪورون جي سئنا ۾ سخت مونجهارو پيدا ٿيو.

شڪنيءَ جي ڀائرن، ورش ۽ اچل هر ريت لشڪر کي وري گڏ ڪري ارجن سان مقابلي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هنن ارجن تي اڳيان ۽ پويان ٻنهي طرفن کان حملو ڪيو. پر جلد سندن رٿ ڀڃي پيا ۽ ٻاڻ به ڪري مري پيا ۽ پڌڪيتر ۾ ائين پيا رهيا جڻ ٻه شير جا ٻچا. ٻنهي جي شڪل به هڪ جهڙي هئي ۽ ٻنهي جو چهرو ڏاڍو شاندار هو. جڏهن بين پوڏن ڀڃي پاسو ڪيو هو، تڏهن به هيءَ ٻه ٻانڪا بهادر جنگ جي ميدان ۾ پيا رهيا. انهيءَ ڪري ساري ميدان تي هڪ نرالي چمڪ ۽ ڏمڪ ڏسڻ ۾ آئي. شڪنيءَ جڏهن

پنهنجن ويرن جا لاش پرٿويءَ تي پيل ڏٺا، لڙهن سندس من ڪروڌ ۾ اچي ويو. هن ارجن تي زوردار حملو ڪيو ۽ پنهنجا سڀ ماياوي هٿيار ڪم ۾ آندا ۽ انهن جي ڪم آڻڻ ۾ هو بلڪل ماهر هو. پر ارجن جي ڏڪن سمورن ماياوي جادو ٽوڻن کي بي اثر بڻايو ۽ شڪني گهوڙن کي تيز ليز ڀڄائي ميدان ڇڏي ويو.

هاڻي پانڊون جي سينا دروناچاريه جي ڪٽڪ تي اچي ڪڙڪي ۽ سڀ جي لهڻ تائين چوڌاري اندبر مچائي ڏنائون. نيٺ ٻارهين ڏينهن جي پڄاڻي به پوري ٿي. دروناچاريه حڪم ڪيو ته جنگ بند ڪجي. ڪورون کي جو ايڏو وڏو گهاٽو پهتو هو، سو ڏاڍي ڏک ۽ اداسيءَ سان پرچي پنهنجي ڇانوڻيءَ ڏانهن موٽيا. هوڏانهن پانڊون سينڪن جي دل ۾ ڏاڍو اُلاس هو. هو ڇانوڻيءَ ۾ ٻاهيون دکائي، انهن جي چوڌاري ويهي ارجن ۽ ڀيم ويرن جي ساراهه ڪرڻ ۽ خوشيءَ جي ڳائڻ ڳائڻ ۾ مشغول هئا.

[٧٩]

## ابيمنيو

ٻئي ڏينهن صبوح جو سويرو دريوڌن دروناچاريه وٽ ويو. سندس من ڪروڌ ۽ ڏک سان ڀريل هو. دريوڌن هميشه جي دستور موجب آچاريه کي نمسڪار ڪري ڪيترن ئي سينا پتين جي سامهون هن کي هن ريت چيو:-

”اي پوڄنيه براهمڻ ڪالهه يڌشٽر تنهنجي لام ويجهو هو ۽ جيڪڏهين سچ پچ تون هن کي پڪڙڻ چاهين ها ته توکي جيڪر ڪوئي روڪي نه سگهي ها. انهيءَ هوندي به تو هن کي نه پڪڙيو. ڪالهه جيڪي وهيو واپريو آهي سو نه سمجهه

۾ ٿي نٿو اچي. مونکي خبر نٿي پوي ته توکي پنهنجي ڀر لڳايا
پوري ڪرڻ ۾ ڪهڙي مشڪلات ٿي ٿئي. سچ پچ ته وڏن
ماڻهن جون ڳالهيون سمجهڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو آهي."

دروڻاچاريه جي اهڙيءَ طرح سان دريوڌن بي عزتي
ڪئي ۽ هن تي اڻ سڌيءَ طرح الزام ڌرياءِ. انهيءَ ڪري
ڪيس ڏاڍو گهڻو ڏک ٿيو.

دروڻاچاريه ورائيو، "دريوڌن: تنهنجي طرفان مان پنهنجي
سموري شڪتي ۽ سمورو هنر ڪم ۾ آڻي رهيو آهيان،
تنهنجي من ۾ اهي ويچار پيدا ٿا ٿين جي ڪنهن به راجا جي
من ۾ پيدا ٿيڻ نه گهرجن. جيسين يڌشٽر جي بچاءَ لاءِ ارجن
موجود آهي تيستاءِ يڌشٽر کي پڪڙڻ اسان لاءِ ممڪن نه
آهي. جيڪڏهين ڪنهن رستي سان اسين ارجن کي جنگ
جي ميدان مان ٻاهر ڪڍي وجون تڏهين تنهنجي اڇا پوري
ڪرڻ جي رٿ عمل ۾ آڻڻ جي ڪجهه اميد ٿيندي. انهيءَ
مقصد کي پوري ڪرڻ لاءِ مان ويٺو رٿون گهڙيان.

انهيءَ شاندار نموني سان دروڻاچاريه پنهنجي ڪروڌ تي
قبضو ڪيو ۽ دريوڌن کي سندس مايوسيءَ ۾ دلاسو ڏنو.

ٽيرهين ڏينهن سمشپتڪن وري ارجن کي لڙائيءَ لاءِ
للڪاريو. تنهن ڪري هو متن انهيءَ وقت ڪاهي ويو جنهن
وقت هو يڌ کيتر جي ڏکڻ طرف بيٺا هئا. ارجن ۽ سمشپتڪن
جي وچ اهڙي لڙائي لڳي جو ڪڏهين نه ڪنهن ڏٺي نه
ڪڏهين ڪنهن ٻڌي.

جڏهين ڏٺائين يڌ کيتر جي مکيه پاڱي مان نڪري سمشپتڪن
جي طرف ويو تڏهين دروڻاچاريه پنهنجي سئنا کي وري
ڪٺو ڪري ويوهه ۾ ڪڙو ڪيو ۽ يڌشٽر تي زوردار حملو ڪيو. ڀيم
ساتيڪي، چيڪيتان، ڌرشٽديمن، ڪنتي ڀوج، دروپد،
گهٽوتڪچ، يڌامنيو، شکنڊي، اتموجس، وراٽ، ڪيڪئن
سردار جهڙن ۽ کيترن ٻين دروڻاچاريه جو مقابلو ڪيو. آچاريه

جي حملي ۾ ايترو جوش هو جو هنن سڀني جو مقابلو ڏکو ثابت ٿيو.

ارجن ۽ سڀدرا جي پٽ ابيمنيو جي هن وقت جواني ٿي ڦاٽي. انهيءَ هوندي به سڀني کي اها ڄاڻ هئي ته هو هڪ بلوان سٺڪ آهي. سڀني ائين سمجهو ته هو اڙڻ ۾ پنهنجي پيءُ ۽ مامي جو مٽ آهي. يڌشٽر ابيمنيو کي سڏي ڪري چيو:-

”پيارا پٽ! دروناچاريه اسان جي لشڪر کي ڏاڍو ستائي رهيو آهي. ارجن هتي موجود نه آهي ۽ جيڪڏهن سندس غيرحاضريءَ ۾ اسان جي هار ٿي ته هن جي ڏک جي ڪا حد ڪانه رهندي. اسان جي سينا ۾ هڪڙو به اهڙو آدمي نه آهي جو دروناچاريه جي صف بنديءَ کي ڇيڙي سگهي. توکي خبر آهي ته تون اهو ڪم ڪري سگهندين ۽ ٻيو ڪوبه ڪري نه سگهندو. مان توکي آگيا ٿو ڪريان ته تون هن ڪم ۾ هٿ وجهه. ابيمنيو جواب ۾ چيو ته مان اهو ڪم ڪري سگهندس. منهنجي پتا مونکي اهڙي سکيا ڏني آهي ته ڪهڙيءَ طرح سان هن ويوهه جي اندر گهڙي وڃجي پر هڪ دفع اندر گهڙڻ کان جيڪڏهن درياڳ وس ٻاهر نڪرڻ جي ضرورت پيئي ته مان ٻاهر نڪري نه سگهندس ڇاڪاڻ جو اڃان مونکي ٻاڻ ڇڏائڻ جي هنر جي سکيا نه ملي آهي. يڌشٽر جواب ۾ چيو ته هي وير بالڪ هن ته ڀڃڻ جهڙي ويوهه کي ڀڃ ۽ ان جي اندر گهڙ. جو رستو گهڙ اسين سڀ تنهنجي پٺيان گهڙي پونداسين ۽ جيڪڏهين ڪوبه خطرو ٿيو ته اسين توسان گڏ هونداسين ۽ تنهنجي ٻاهر نڪرڻ جو سوال ئي پيدا ڪونه ٿيندو. ڀيمسين يڌشٽر جي ڳالهه جو سمرٿن ڪيو ۽ چيو مان ته يڪدم تنهنجي پٺيان هوندس ۽ جيئن ئي تون ويوهه کي ٽوڙيندين ته ئين مان اندر گهڙي پوندس. ساڳيءَ طرح سان ڌرشٽديمن، سالڪي، پانچال ڪمار، ڪيڪيه ۽ مدسيه ديش جا سٺڪ اندر گهڙي پوندا. رڳو هڪ وار ويوهه کي ٽوڙ.

تون اڪيلو اهو ڪم ڪري سگهندين. تنهنجي ويڙهه توڙڻ کان پوءِ باقي ڪم اسين پورو ڪنداسين ۽ ڪورون جي لشڪر کي ڀڃي ڀُرزا ڀُرزا ڪنداسين. ڀيمسين ۽ يڌشٽر جا شبد ٻڌي ايمنيو جي دل ۾ اتساهه پيدا ٿيو. هن هڪ ڪڻ پنهنجي پتا ارجن ۽ پنهنجي مامي ڪرشڻ جي شڪتيءَ جو ويچار ڪيو. پاڻ به وير پرش هو تنهنڪري هن هيءُ خطرناڪ ڪم پنهنجي مٿان همورا ڪيو. اتساهه ۾ ڀرجي هن چيو، ”مان پنهنجي شڪتيءَ کي آزمائڻ چاهيان ٿو. مان جوکم کڻڻ لاءِ تيار آهيان. مونکي اميد آهي ته مان پنهنجي پراڪرم سان پنهنجي مامي ۽ پنهنجي پتا کي خوش ڪندس. يڌشٽر ايمنيو کي آشيرواد ڪندي چيو ”شل تنهنجي شڪتي وڌندي رهي.“ ايمنيوءَ پنهنجي سارٿيءَ سمتر کي چيو هو ڏانهن نهار ته دروڻاچاريه جو جهنڊو جهولي رهيو آهي. سڌو رٿ کي اوڏانهن ڪاهي هل. جئين رٿ هلڻ لڳو تئين ايمنو سارٿيءَ کي ٽڪڙي ٽڪڙي هلائڻ لاءِ زور ڏيندو رهيو. سارٿيءَ ايمينو کي چيو، ”شل ديوتائون تنهنجي رکيا ڪن. يڌشٽر تنهنجي ڪلهن تي ڏاڍو وڏو بوجو رکيو آهي. دروڻاچاريه جي ويڙهه کي ڀڃي اندر گهڙڻ تنهن کان اڳي هرڪنهن ڳالهه جو اڳ پوءِ جاچ. آچاريه جي هوشياريءَ ۽ تجربي جو ڪوبه مقابلو ڪرڻ وارو ڪونهي. تون ٻال ۾ آچاريه کان گهٽ نه آهين پر هنکي جيڪو ورهين جو تجربو آهي سو تو وٽ ڪونه آهي.

ايمينو مشڪندي جواب ڏنو، ”متر! مان ڪرشن جو ڀاڻيجو آهيان، مان ارجن جو پٽ آهيان. اهڙو ڀاڳيه وارو ٻيو ڪير هوندو؟ ڀؤ ته منهنجي ويجهو ڪونه ايندو آهي. منهنجي شترن وٽ منهنجي شڪتيءَ جو سورهون حصو به ڪونه آهي. دروڻاچاريه جي دل ڏانهن ٽڪڙو ٽڪڙو هل. هيڪ نه.“ سارٿيءَ چپ ڪري آگيا مڃي. جئين ايمينو جو سونهري رٿ، جنهن منجهه گهڻا سهڻا جوان گهوڙا جوٽيل هئا، اڳتي

وڌيو تئين ڪورون جي لشڪر وڏي واڪي چيو ”ايمينو تو اچي، ايمينو تو اچي.“ پانڊو وير تڪڙو تڪڙو ايمينو جي پنيان هلڻ لڳا. ايمينو جي رٿ کي پنهنجي طرف ايندو ڏسي ڪورو ويرن جي دل ڏرڪڻ لڳي. هو چوڻ لڳا ته ايمينو ته ارجن کان به وڌيڪ شڪتي شالي آهي: ايمينو مٿان ڪٿي ائين اچي ٿو جيئن جوان شينهن هاٿين جي جهنڊ جي مٿان. جڏهين وڏي ندي سمنڊ ۾ پرويش ڪندي آهي تڏهين ان ۾ ڪن پوندا آهن. ساڳيءَ ريت ڪورون جي سينا ۾ هڪڙو چڪر پيدا ٿيو. دروڻاچاريه جي ڏسندي ڏسندي سندس ويوه ۾ سوراخ پئجي ويو ۽ ايمينو ويوه جي اندر داخل ٿيو ۽ سندوراج جيدرٿ جي ٻڌايا سان ويوه ڪنڊ کي بند ڪيو ويو. ٻيا پانڊو پنهنجي رٿا موجب ان ۾ گهڙي نه سگهيا. اهڙيءَ طرح ايمينو اڪيلو رهجي ويو. ڪورو ويرن ايمينو جو مقابلو ڪيو ۽ هو ائين ڪرندا ويا جيئن بتيءَ لي پروانا. ايمينوءَ پنهنجي دشمن جي زرهه جا ڪمزور هنڌ ڏسي انهن لي تير چٽيا ۽ سنگڪن جا سر ائين ڏرليءَ لي پيا رهيا جيئن ڪشگاه يگيه ويديءَ لي. سڄي رڻ ڀومي ڏنش باڻن، تلوارين، ڍالن، ٻرڇين، ڀالن، ڪهاڙين، گدائن، گرزن، گهوڙن جي لغامن، رٿ جي ٻرزن ۽ انهن جي چٽين سان ڇانئجي ويئي. ڇهبوڪ ۽ سنڪ ۽ ڪتيل سر ۽ ويڙيل ٻانهون ۽ جنگهون جتي ڪٿي ڏسڻ ۾ پئي آيا.

ايمينوءَ هرهنڌ بربادي ڦهلائي ڇڏي. اهو حال ڏسي دريوڌن پنهنجي سر هن جوان جوڌي سان مقابلي لاءِ پهچي آيو. جڏهين دروڻاچاريه کي اها خبر پيئي ته دريوڌن خود ايمينو سان لڙي رهيو آهي تڏهين هن جي انتظاري ڏاڍو وڌي ويئي ۽ دريوڌن جي رکيا لاءِ هن آزمايل پهلوان روانا ڪيا. ڏاڍيءَ مشڪلات سان هنن دريوڌن کي هن نوجوان جي هٿن مان ڇڏايو. دريوڌن جي نڪري وڃڻ ڪري ايمينو

کي مايوسي ٿي ۽ هن پنهنجو جوش ۽ ڪروڌ جو جلوو انهن جوڌن کي ڏيکاريو جي دريوڌن کي ڇڏائڻ لاءِ آيا هئا. اهي سڻڪ سندس سامهون بيهي نه سگهيا ۽ لڪڙو لڪڙو ڀڄندا ويا.

پوءِ ته ڪنترين جي مريادا، پت جي نيمن ۽ لڄ ۽ شرم کي تلانجلي ڏيئي ڪيترا پهلوان هن نوجوان جي مٿان ساڳئي وقت اچي ڪڙڪيا. هاٿي ابيمنيو کي چوڌاري دشمن ويڙهي ويا. ڪوبه سچو سندس ويجهو ڪونه هو. جيئن سمنڊ جي وچ ۾ بيٺل پهاڙي چٽني طرفن جي وڏ ندڙ لهرن جو مقابلو ڪندي آهي ليڪن ابيمنيو شترن جي گڏيل حملي جو مقابلو ڪندو رهيو. درونا چاريه، اشوتاما، ڪرپاچاريه، ڪرڻ، شڪني، شليه ۽ ٻيا ڪيترا وڏا پهلوان پنهنجن رٿن ۾ چڙهي سمورن هٿيارن پنوهارن سان هن نوجوان وير تي سمنڊ جي لهرن وانگر ٽٽي پيا، پر جيئن سمنڊ جون لهرون بند سان لڳي پوئتي هٽنديون آهن ليڪن ويا ٿي سڀ پوئتي هٽندا. اشمڪ ناني هڪڙو راجا پنهنجو رٿ لڪڙو لڪڙو هلائيندو اچي ابيمنيو سان اٽڪيو. ابيمنيو مشڪندو رهيو ۽ ٿوريئي وقت ۾ پنهنجن تيرن سان ان جو ڪم تمام ڪري ڇڏيائين. ڪرڻ جي زره ۾ به ٻاڻ پيهي ويا. شليه کي سخت زخم لڳا ۽ هو پنهنجي رٿ ۾ ويهي رهيو. هيڏي هوڏي چري نٽي سگهيو. شليه جو ڀاءُ پنهنجي ڀاءُ جي بي عزتيءَ کي ڌوئڻ لاءِ ڏاڍي ڪروڌ ۾ ڀرجي آيو پر هو به ڪري پيو ۽ سندس رٿ ٽڪر ٽڪر ٿي پيو.

اهڙيءَ طرح سان ابيمنيو اڪيلي سر بنا ڪنهن جي مدد جي ڪليءَ جي ڪوڏين جي ڪٽڪ جو مقابلو ڪندو رهيو ۽ هٿيارن هلائڻ ۾ جا ڪشلتا هن پنهنجي وير پتا ۽ يوگيراج مامي کان سکي هئي، تنهنجو پورو چمتڪار ڏيکاريائين. ويياس لکي ٿو ته هن نينگر جي اهڙي هوشياري ۽ شڪتي ڏسي

دروڻاچاريه جون اکيون پريم ۽ پرشنسا جي لڙڪن سان پرجي پيون. دروڻاچاريه، ڪرپاچاريه کان پڇيو ته ڪڏهين اوهان هن يووڪ جهڙو وير ڏٺو آهي؟ اهي شبد دريوڌن ٻڌي ورتا ۽ ڪروڌ ۾ پرجي ويو. دريوڌن چيو ته ڇاڪاڻ جو دروڻاچاريه ارجن جو طرفدار آهي تنهن ڪري هو ايڀمنيو کي مارڻ لاءِ تيار نه آهي ۽ هن سان وڙهڻ جي بدران هن جي ساراهه ڪرڻ شروع ڪئي اٿس. سچ پچ جيڪڏهين ايڀمنيو کي مارڻ جي دروڻاچاريه کي اڇا هجي ته هو جيڪر جلدي اهو ڪم پورو ڪري ڇڏي.

دريوڌن گهڻيئي وار پيشم ۽ دروڻاچاريه جي ايمانداريءَ ۾ شڪ آندو هو ۽ اهڙي قسم جون دانهون هنن جي برخلاف ڪيون. دريوڌن اڌرم جي پد لڙي رهيو هو، انهيءَ ڪري ڪيئي وار هن جي واتان اهڙا لفظ نڪرندا هئا، جيڪي انهن آچارين جي دل ڏکوئيندا هئا، جيتوڻيڪ آچاريه هن جي پاپ مان واقف هوندي به سانس پورو وفادار هئا.

دشاسن هاڻي ڪروڌ ۾ پرجي شينهن جيان گجگوڙ ڪئي ۽ رڙ ڪري چيائين ته هي هنيلو ڇوڪرو اجهو ٿو ختم ٿئي. ائين چئي هو پنهنجو رٿ ايڀمنيو جي طرف ڪاهي آيو.

ايڀمنيو ۽ دشاسن جا رٿ وچتر وروڪڙ ڪندي هلندا رهيا ۽ ٻنهي يوڌن جي وچ ۾ سخت لڙائي لڳي. دشاسن کي اهڙو ڌڪ لڳو جو هو پنهنجي رٿ ۾ بي هوش ٿي ڪري پيو ۽ سندس سارٿيءَ ڪنهن تجويز سان هن کي ميدان مان ڪڍي سندس حياتي بچائي.

هاڻي وري ڪرڻ ايڀمنيو تي باڻ ڇوڙيا ۽ هن کي ڏاڍو ڪک ڪيائين. ايڀمنيو جي هڪڙي باڻ، ڪرڻ جي ڌنش کي ڪيرائي ڇڏيو. انهيءَ اوسر جو ايڀمنيو پورو پورو لاڀ ورتو. هو ڪرڻ جي طرف اهڙو تيزيءَ سان هلڻ لڳو جو ڪرڻ ۽ هن جا مددگار پاڇ ڪاٽي ويا. جڏهين ڪورون جي

ستنا هيءَ حال ڏٺو تڏهين سندن حوصلو هارجي ويو. هاٿي لشڪر ۾ اچي ڏاڍو مونجهارو ٿيو ۽ دروڻاچاريه جي آگيا جي پرواهه نه ڪندي سندس آدمي ڪي اڻ ڳڻيا ڪي ڪيڻ ڳڻيا. جيڪي باقي بچيا تن کي اڀمنيوءَ ائين ڀسم ڪيو جيئن اونهاري جي ڏينهن ۾ باهه سڪل جهنگل کي ساڙي ڀسم ڪندي آهي.

## [٨٠]

## اڀمنيو جو مرتيو

اڳ رٿيل رٿا موجب پانڊو انهيءَ وقت، جنهن وقت اڀمنيوءَ ڪورون جي ويوهه ٽوڙي هئي، سندس پٺيان پئي هليا پر ڌرتراشٽر جو ناٺي سنڌو ديش جو راجا ڄئدرٿ پانڊون جي مٿان بجليءَ جيان اچي ڪڙڪيو ۽ اهڙيءَ طرح سان صف ۾ جيڪو ڪند پيو هو تنهن کي پوريءَ ۽ پڪيءَ طرح سان بند ڪرائي ڇڏيائين. انهيءَ ڪري پانڊون جي واسطي ويوهه جي اندر ڊوڪڻ اسمبو ٿي پيو. يڌشتر هڪڙي ٻرڇي اڇلائي ۽ ڄئدرٿ جي ڌنش کي ڀڃي ڇڏيائين پر منٽن جي اندر سنڌو راڄ ٻيو ڌنش هٿ ڪيو ۽ ڌرمپتر تي پورا پورا ڏهه نشان ڇٽيا. ڀيم جي ٻاڻن ڄئدرٿ جي ستنا ۾ ڏاڍو مارو وڌو. ڄئدرٿ جي رٿ جي ڇٽي ۽ جهنڊو ڀڃي هيٺ ڪري پيا. پر ڄئدرٿ ڏاڍو خبردار هو. هر دفعي جڏهين سندس هٿيار ڀـي ڪسيا ويا تڏهين هن نوان هٿيار پئي ڌارڻ ڪيا. هن ڀيمسين جي رٿ جا گهوڙا ماري ڇڏيا ۽ ڀيمسين کي لاچار ساليڪيءَ جي رٿ تي چڙهڻو پيو.

اهڙيءَ طرح سان ڄئدرٿ پنهنجي ٻل، دريتا ۽ شڪتيءَ سان پانڊون کي اڀمنيو جي پٺيان وڃڻ کان روڪي ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح سان هي نوجوان يوڌو پنهنجن ساٿين کان وڇڙي ويو ۽ ڪورون جي سئنا جي وچ ۾ وڃي ڦاٿو.

سپڌرا پٽر انهيءَ هوندي به همت نه هاري. هن جي ڇوڏاري جيترا به يوڌا هئا ان سڀني تي حملو ڪيائين ۽ ڪيترن کي ختم ڪري ڇڏيائين. جهڙيءَ طرح سان نديون وهي اچي سمنڊ ۾ سمايت ٿينديون آهن تهڙيءَ طرح سان جيڪي پهلوان اڳتي وڌيا تي سڀ ايمنيو جي ٻاڻن اڳيان سمايت ٿي ٿي ويا. ڪورون جي سئنا هٽڪڻ هٻڪڻ لڳي.

اتي دريوڌن جي وير نوجوان پٽر لڪشمڻ ايمنيوءَ تي چڙهائي ڪئي. لڪشمڻ کي چڙهائي ڪندو ڏسي ڪورون جا ڇهندڙ سئنڪ پوئتي موٽيا ۽ لڪشمڻ کي مدد ڪرڻ لڳا. هن ايمنيو تي تيرن جو اهڙو وسڪارو ڪيو، جهڙو ٻهاڙيءَ تي ورشا جو وسڪارو ٿيندو آهي. انهيءَ هوندي به ايمنيو بلڪل ڪونه ڊنو. هو پنهنجا ٻاڻ ڇوڙيندو رهيو. ٻاڻ ائين پئي چمڪيا، جهڙو ناڻگ پنهنجي چمڙي بدلائڻ وقت چمڪندو آهي. اهي ٻاڻ وڃي لڪشمڻ کي لڳا. اهو سندر سهڻو جوان جنهن جو نڪ هو جهڙو انب ڦار، جنهنجون اکيون هيون جهڙو ڪمل جا گل ۽ جنهنجا وار هئا پڙنر جهڙا ڪارا، سو مري ڪري وڃي پٽ پيو. انهيءَ ڪري ڪورون جي سموري لشڪر ۾ دڪ جي لهر ڇانئجي ويئي.

دريوڌن زور سان پڪاري چيو ”هاٿي جو هاٿي پاپيءَ ايمنيو کي ختم ڪريو.“ دريوڌن جو آواز ٻڌي ڇهه مهارٿي، يعني دروڻاچاريه، ڪرپاچاريه، ڪرڻ، اشوٿاما، برهت بل ۽ ڪرت ورما ايمنيوءَ تي ڪاهي پيا.

دروڻاچاريه ڪرڻ کي چيو: ”هن جوان جي زره کي سوراخ ڪرڻ اسمپو آهي. سندس گهوڙن جي لغام تي حملو ڪر ۽ رٿون ڪٽي ڇڏ اهڙيءَ طرح کيس لنگڙو بڻائي پنهيون حملو ڪريس.“

ڪرڻ کي جٽن دروڻاچاريه ڇيو لڳن هن ڪيو. ابيمنيوءَ جي پنيان جيڪو بہ آيو تنهن سنڌس ڏنش کي پڇي ٻہ ٽڪر ڪري وڌو. سنڌس گهوڙا ۽ سارٿي بہ ماريا ويا. اهڙيءَ ريت سيني ساڏنن جي کسجي وڃڻ کان پوءِ نوجوان يوڌو تلوار ۽ ڍال هٿ ۾ جهلي پنهنجن شترن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ بيهي رهيو. هو ائين بيٺو هو ڄڻڪ ڪتري ڌرم جو پورڻ اوتار هو. ٻي ڌپو بانڪو بهادر. ڪيس ڏسي سنڌس شترو وائڙا ٿي ويا. هن پنهنجي تلوار ٿي ڦيرائي ۽ خوب پنهنجن شترن جو مقابلو ٿي ڪيو. سنڌس شترو ڪيس چوڌاري ورائي ويا هئا تہ بہ هن وير اهڙي هوشياري ڏيکاري جو سنڌس سڀ ورو ڌي منجهي پيا. ائين پي ڏسڻ ۾ آيو ڄڻڪ هو پکيءَ جيان هوا ۾ اُڏامي رهيو آهي؛ سنڌس پير پٽ لي لڳائي ڪوڌ ٿي.

هاڻي دروڻاچاريه جي هڪ باڻ ابيمنيو جي تلوار کي پڇي وڌو ۽ ڪرڻ جي ڪانن سنڌس زره کي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو.

انهيءَ حالت ۾ ابيمنيو هيٺ جهڪيو ۽ پنهنجي رٿ جو هڪ ڦيٿو ڪڍي انهيءَ کي چوڌاري ڦيرائڻ لڳو. انهيءَ وقت ائين ڏسڻ ۾ ٿي آيو ڄڻڪ ڀڳوان ڪرشن پنهنجي سدرشن چڪر کي ڦيرائي رهيو آهي. سنڌس رٿ جي ڦيٿي کي جيڪا دز لڳل هئي، سا اُڏامڻ لڳي ۽ سنڌس منهن انهيءَ سان ڇانئجي ويو. انهيءَ ڪري سنڌس سوياويڪ سوپيا باڻ وڌيڪ ڪشش واري ٿي پيئي. ابيمنو خوب لڙندو رهيو. نيٺ سنڌس شترو مٿس غالب پئجي ويا ۽ سنڌس رٿ جو چڪرو ٽڪر ٽڪر ٿي پيو. انهي دشاسن جو پٽ اچي پهتو ۽ هو ابيمنوءَ سان خونخوار لڙائيءَ ۾ لڳي ويو. لڙندي لڙندي ٻئي ڏرليءَ لي ڪري پيا. پر دشاسن جو پٽ جلد اٿي کڙو ٿيو! ابيمنوءَ جٽن اٿڻ جي ٿي ڪئي، لڳن دشاسن جي پٽ ڪيس پنهنجي

گدا جي سخت ڌڪ هڻي ماري وڌو.

سنجيه ڌرتراشٽر کي هيءُ قصو ٻڌائيندي چيو: ”سڀدرا پتر، جو هڪ وقت ائين پي ڏسڻ ۾ آيو جڻ ڪمل گلن جي سرور ۾ هڪ سندر هاٿي ۽ جنهن اڪيلي سر ڪورون جي لشڪر ۾ ٻاڪرڪتو وجهي ڏنو هو، سو شترن جي گهاٽيءَ ڪري جيتنجي ويو ۽ موت جو گهاٽ اتاريو ويو. اڀيمنوءَ کي مارڻ کان پوءِ تنهنجا آدمي هن جي لاش جي چوڌاري ائين نچندا رهيا، جڻ وحشي شڪاري، شڪار ٿيل جانور جي چوڌاري نچندا آهن. سڄنا ۾ جيڪي ٻه چڱا مڙس هوا، سي ڏک ۾ پرجي ويا ۽ سندن اکين مان لڙڪ لڙڻ لڳا. جن پکين آڪاش ۾ لامارا ٿي مارايا سي ٻه جهڪ هڻن جهنگلين کي چيناءُ ڏيئي چئي رهيا هئا، ائين ٺيڪ نه آهي، ائين واجب ڪونه آهي.“

ڪورون جي سموريءَ سيّنا ۾ دهل دمام ٿي وڳا ۽ خوشيون پي ٿيون. پر ڌرتراشٽر جي پٽ ييتسن کي اها ڳالهه بنه ڪونه وڻي. ڪاوڙ ۾ اچي هن چيو ”هي ڍنگ بلڪل نيچتا جو آهي ڪتري ويرو! اوهان پنهنجي مريادا ۽ پرمپرا کي وساري ويٺا آهيو. سچ پڇ ته اوهانکي شرم اچڻ گهرجي پر اوهان نرلج ٿي پنهنجي جيت جا گيت ڳائي رهيا آهيو. مها اپراڌ جو ڪم ڪري اوهين هن ريت مورکتا ۾ اچي خوشيون منائي رهيا آهيو. اوهانکي اهو پتوئي ڪونه ٿو پوي ته اڳيان ڪهڙي آپدا اچڻ واري آهي.“

ائين چئي هن ڪراهت وچون هٿيار ڪري اڇلايا ۽ جنگ جو ميدان ڇڏي هليو ويو. ڌرتراشٽر جو هيءُ پٽ پاپ کان ڏاڍو ڏڪندو هو. سندس ڳالهيون ڪورون کي ڪوڙيون لڳنديون هيون. پر هو ڌرماتما آدمي هو ۽ دل کولي ڪري ڳالهائيندو هو.

[٨١]

# پٽ جو ڏک

يڌشٽر ڏک جي سمنڊ ۾ غوطا کائڻ لڳو. ”اهو وير جنهن
يڌ ۾ دروناچاريه، اشوٿاما ۽ دريوڌن کي به جيتيو هيو،
اهو جوان جو شترن جي سينا لاءِ ڀسم ڪندڙ باهه جيان هو،
سو اڄ اسان کان سدا لاءِ موڪلائي ويو. هو اننت ننڊ ۾ وڃي
ستو آهي. اي وير! تنهنجي ڏرڪان دشاسن جنگ جو ميدان
ڇڏي ويو هيو، تون ڪئن اسانکي ڇڏي ويو آهين! تو پڇاٽا
مون لاءِ ڇا بچيو آهي؟ مان ڇا لاءِ جنگ ڪريان؟ يڌ کٽي
ڪري مان ڇا وٺيندس؟ هاڻي راڄ ڪهڙي ڪم جو آهي؟
هاءِ ارجن کي مان ڇا چوندس؟ سندس ڏک مان ڪئن ساٽس
ڳالهائيندس؟ سڀدرا، پٽ جي مرڻ جو ٻڌي، ائين پيٽي
ڏکندي جئن ڳئو وڇڙي وڃائڻ کان پوءِ ڏکندي آهي.
انهيءَ دکيءَ ماتا جي دل جو بار مان ڪئن هلڪو ڪندس؟
مان کين ڪهڙو آٿت ڏيندس؟ منهنجن سڪٽن لفظن مان هو
ڇا وٺيندا؟ سچ پچ لوڀ پاپن جو مول آهي. وڏين ايلاشائن
رکڻ ڪري ماڻهوءَ جي ٻڌي ڀرشٽ ٿي ويندي آهي. جئن
ڪو مورک ماکيءَ هٿ ڪرڻ لاءِ اونهيءَ کڏ ۾ ڪرندو آهي
۽ برباد ٿيندو آهي، تئن مان سوڀ جي لالچ ۾ اچي هن
نوجوان کي، جنهن اڃا جيون جي سکن ۽ پريم جو مزو ڪونه
چکيو هو، ڌڪيلي يڌ جي ميدان ڏانهن موڪليو. هن سنسار
۾ مون کان وڌيڪ مورک ڪير هوندو؟ منهنجو ڌرم هو ته
ارجن جي غيرحاضريءَ ۾ مان سندس پياري پٽ جي رکيا
ڪريان ها. پر ائين ڪرڻ جي بدران مون ڪيس مارائي ڇڏيو!“

اهڙيءَ ريت يڌشٽر پنهنجي تنبوءَ ۾ روئي رهيو هو.
سندس چوڌاري ڪيترا وير ويٺا هئا. سڀ من ۾ دکي ٿي
رهيا هئا. ڪنهن کان ڪجهه به چوڻ نٿي اڪليو. سڀ

اندر ۾ اندر ۾ اپمنيوءَ جي ويڙهه ۽ سندس بي وقت دکدائڪ موت جو خيال ڪري رهيا هئا.

وياس جو اهو دستور هوندو هو، ته جڏهن جڏهن پانڊو ڏکي هوندا هئا، تڏهن تڏهن هو سندن دل وندرائڻ لاءِ ڪين آئت ڏيڻ لاءِ اچي پرگهٽ ٿيندو هو. هو سندن گورو ديو به هو ۽ سندن پتامها به هو. هن دک جي سمي به هو يڌشٽر وٽ آيو. جنهن وياس مهراج آيو تنهن سيني کيس وڏيءَ عزت ۽ آبروءَ سان پاڻ وٽ وهاريو. مهراج يڌشٽر جي پرسان ٿي وينو. يڌشٽر ڏاڍو آهستي چيو: ”مان گهڻوئي جتن ڪريان ٿو، پر منهنجي من کي ٿورو شانتي نٿي اچي.“

وياس وراڻيو: ”توهان سياڻو ۽ گياني آهيو. اهڙا ڳالهه توکي نٿي جڳائي ته توهان هن ريت پاڻکي دک ۾ ٻوڙي ڇڏيو. ڇا توهان کي موت جي مرم جو پتو ڪونه آهي؟ موت سڀني جي مٿان اچڻو آهي. دک اهي ڪن جيڪي اگياني هجن. تو جهڙي گيانيءَ کي هن ريت دکي ٿيڻ سهين نٿو.“

ڌرم پتر کي آئت ڏيڻ لاءِ وياس چيو: ”برهما جڏهن ۽ جڳت جوڙيو، تڏهن کيس هڪ چنتا اچي لڳي. هن ته هي جيئو جيڪي مون پيدا ڪيا آهن، سي وڌندا هلندا جلد ايترو وڌي ويندا جو ڌرتوي سندن بوجهه سهاري نه سگهندي. انهيءَ مصيبت کي روڪڻ جو ڪو رستو ونه ٿو سمجهي. برهما جي هن ويچار مان هڪ آگ اٿي ا آگ وڌي وڌندي. ايتري وڌي ويئي جو ڪ سار يءَ شتيءَ کي هڪ ڪرڻ ۾ ڀسم ڪري ڇڏيندي. پوءِ رڌر اچي رهما کي وينتي ڪئي ته هن ناس ڪندڙ آگ کي گهٽائي. برهما ساريءَ آگ کي ضابطي هيٺ آندو پوءِ نهيو موت جو نيم. ايشور جو اهو نيم ڀن ڀن روپن ۾ پرگهٽ ٿيندو آهي ڪڏهن يڌ جو روپ ڌارڻ ڪندو آهي، ڪڏهن وچڙندڙن بيمارين جو. ڪڏهن ڪڏهن وري اتفاق ۽ دگهٽنا جي

دواران موت پنهنجو ڪم ڪندو آهي. ظاهر آهي ته موت کان ڪو به جيوُ بچي ڪونه سگهندو. جيڪو ڄائو آهي، سو اوس مرندو، جيڪو نهيو آهي سو ڊهندو. موت جي دواران به سنسار جو ڪلياڻ ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري سچي گيانيءَ لاءِ موت ڪي ڏسي بي صبر ٿيڻ نه گهرجي ۽ جيڪي مري ويا آهن تن لاءِ مريادا کان وڌيڪ ڏک به ڪرڻ نه گهرجي. جيڪي مري ويا تن لاءِ کهل يا ديا جي ضرورت ڪانه آهي. البت انهن جي لاءِ ڏک ڪرڻ جي ضرورت پوي ٿي جيڪي بچيل آهن." اهڙيءَ ريت يڌشٽر کي آٿت ڏيئي ۽ پاس دواپاين هليو ويو.

سمشٽڪن کي جيتڻ ۽ کهڻ کان پوءِ ڌننجيه ۽ ڪرشن پنهنجي ڇانوڻيءَ جي طرف موٽي رهيا هئا.

ارجن ڪرشن کي چيو "گووند مونکي خبر نٿي پوي ته منهنجي چت ۾ هيتري بي آرامي ڇو آهي. منهنجو وات وڃي ٿو خشڪ ٿيندو ۽ منهنجي من ۾ ڏاڍي آنڌ مانڌ آهي، شايد ڪا وڏي آپدا اچڻ واري آهي. خبر نه آهي ته يڌشٽر سان ڪا ويڌن ته ڪانه ٿي آهي. مونکي ڊپ ورائي ويو آهي."

ڪرشڻ وراڻيو، "يڌشٽر جي چنتا نه ڪر. يڌشٽر ۽ تنهنجا بيا ڀائر سلامت آهن."

رستي تي هو ترسيا ۽ سنڌيا ڪيائون. وري رٿ تي سوار ٿي هو ڇانوڻيءَ ڏانهن وڃڻ لڳا. جڏهن ڇانوڻيءَ کي ويجهو پهتا ويا تڏهن ارجن جو پيو وڌڻ لڳو.

هن چيو، "جناردن! اڄ ڇانوڻيءَ ۾ هميشه جيان خوشيءَ جو ڳائڻ وڄڻ ۾ نٿو اچي. سپاهين مونکي پريان ڏسي، پنهنجا سر ڪري هيٺ ڪيا آهن، هو موڏانهن نهارڻ کان گسائي رهيا آهن. هيءَ عجب روش آهي. ماڌو! مونکي ڏاڍو ڊپ ٿو ٿئي. ڇو هميشه جيان اڄ ابيمنيو پنهنجي ڀائرن سان گڏجي ڊوڙندو اسان سان ملڻ نٿو اچي؟"

هاڻي ڪرشن ۽ ارجن ڇاوڻيءَ ۾ اندر گهڙيا. ويلن جا منهن ڏسي ارجن چيو، ”اوهان سڀني جا منهن مرجهايل ڇو آهن؟ ابيمنيو هت ڏسڻ ۾ نٿي ڪونه ٿو اچي. ڪنهن جي به منهن ۾ سرهائي نظر نٿي اچي! ڪهڙو سبب آهي؟ مان سمجهان ٿو ته دروڻاچاريه پنهنجي لشڪر کي پدم ويوه جي نموني بيهاريو هو. جيتري قدر مونکي ڄاڻ آهي، اوهان، مان ڪوبه پدم ويوه ۾ گهرڻ جو هنر ڪونه ڄاڻي. ڇا ابيمنيو پدم ويوه جي اندر گهڙي ويو هو ڇا؟ جي ائين آهي ته هو مري چڪو آهي. مون کيس پدم ويوه مان ٻاهر نڪرڻ جو نمونو ڪونه سيکاريو هو. ڇا سچ پچ ابيمنيو ڪسجي ويو آهي.“

ارجن جا شبد ٻڌي ڪنهن به جواب ڪونه ڏنو. سڀ ڏک وچون چپ چاپ رهيا ۽ ڪنهن کي به جرئت ڪانه ٿي جو ارجن جي اکين سان پنهنجون اکيون ڪٺي ملائي. انهيءَ ڪري ارجن کي پڪ ٿي ته ابيمنيو مري چڪو آهي ۽ دل شڪستو ٿي هو زور زور سان رئڻ ۾ اچي ڇٽڪيو.

”هاءِ ڙي! ڇا منهنجو پيارو پٽر سچ پچ يمراج جو مهمان ٿي چڪو آهي. يڌشٽر، ڀيمسين، ڌرشٽديمن ۽ ويرساتيڪي اوهان ڪئن سڀدرا پٽر کي شترو‍ءَ جي هٿان ڪسجڻ ڏنو؟ مان هاڻي سڀدرا کي ڪئن سمجهائيندس؟ دروپديءَ کي مان ڇا چوندس؟ الرا کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس؟ انهيءَ وير پٽريءَ کي ڪير ماٺ ڪرائيندو؟ انهن ديوين کي ڪير سمجهائيندو؟ ڪير سندن دل وندو؟“

ڪرشڻ ارجن کي هن ريت پرچائڻ لڳو، ”پيارا سکا! هن ريت ڏک نه ڪر. ڪتري پٽن کي هٿيارن جي ڌاران جيئڻون آهي ۽ هٿيارن جي وسيليئي کين مرڻو آهي. جن جو ڌندو آهي هٿيار هلائڻ تن جو گهر ۽ گهرو متر آهي موت. ڪترين جو ڪم آهي شستر استر کڻي، اهو پرن ڪري ته ’مرنداسين پر مڙنداسين نه‘ هو جنگ لي چڙهن. وير يوڌن کي جواليءَ

به مرڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. جيتوڻيڪ ايمينو اڃا ٻچو ئي هو، ته به هو انهيءَ سرڳ ڌام ۾ پهچي ويو آهي، جت جنگ جي ڏوارن وڃڻ لاءِ وير ورلام به سِڪندا رهندا آهن. ايمينو ويرگتيءَ کي پراپت ٿيو آهي. ڪترين جو مرليو ائين ئي ٿيڻ گهرجي. ويرگتيءَ کي پراپت ٿيڻ لاءِ ڪتري تڙپندا رهندا آهن. جيڪڏهن تون هن ريت ڏک منائيندين ته پوءِ تنهنجا پاٽر ۽ ٻيا سڀ راجائون دل شڪستا ٿي پوندا. راڻي ڇڏي ڏي راجائن کي همٿاءِ. سندن دلين کي شانت ڪر. کين صبر ۽ سهنشيلتا جو سبق سيکار."

ارجن اها اڇا پرگهٽ ڪئي ته ڪيئن سندس پٽر جي مرليو جي سموري ڪٿا ٻڌائي وڃي. يڌشٽر هن ريت ساري ڳالهه ڪري ٻڌائي: "مونکي خبر هئي ته اسان ۾ رڳو ايمينو ئي پدم ويوهه کي چيري ٿي سگهيو، انهيءَ ڪري مون هنکي اندر گهري وڃڻ لاءِ همٿايو. مون کيس چيو ته تون پدم ويوهه چيري اندر وڃ ۽ اسين يڪدم تنهنجي پنيان اندر گهڙي ايندا سين. اهو ويرتا جو ڪم تنهنجي پتا ۽ تنهنجي مامي کي ڏاڍو وڻندو! نوجوان يوڌي منهنجي ڳالهه مڃي پدم ويوهه کي چيري ۽ اندر گهري ويو. رٿا موجب اسين سندس ڪڍ وياسين. پر انهيءَ وقت پاپي جئدرٿ آيو ۽ اچي ڪري اسانکي اندر وڃڻ کان پوريءَ ريت روڪي ڇڏيائين. ويوهه ۾ جيڪا ڏار ايمينوءَ وڌي هئي، سا هن يڪدم پوريءَ ريت بند ڪري ڇڏي ۽ ائين اسين اندر وڃڻ کان بلڪل رڪجي ۽ رهجي وياسين. سنڌوراج اسانکي ٻاهر روڪي بيهاريو. پوءِ ڇا ٿيو؟ ڳالهه ڪندي لڄ ٿي اچي. اهڙو ڪڌو ڪرم ڪهڙو ڪتري ڪندو؟ وڏا وڏا يوڌا ايمينوکي ورائي ويا. هنکي پنهنجن مددگارن کان جدا ڪري، کيس اڪيلو ڪري، موت جي گهاٽ اتاريائون."

جڏهن ارجن هيءَ سموري ڳالهه ٻڌي، تڏهن هو وري

غم جا غوط کائڻ لڳو ۽ مورڇت ٿي، ڌرتيءَ تي ڪري پيو.
جڏهن سامت ۾ آيو، تڏهن ارجن هن رهت قسم کنيو:
”سڀاڻي سڄ لهي ٿي لهي تنهن کان اڳ ئي مان هن پاپيءَ
جئدرت کي، جنهن منهنجي پٽر کي ماريو آهي، لنهنکي
سماپت ڪري ڇڏيندس. جيڪڏهن دروڻاچاريه ۽ ڪرپا آچاريه
سندس بچاءَ لاءِ آيا، ته مان انهن کي به جيتيندس ۽ پورو
ڪري ڇڏيندس. ائين چئي هن گانڊيو ڌنش کي ٽنڪار
ڏياري. ڪرشڻ پنهنجو پنچجنيه نالي شنک وڄايو، ڀيم چيو:
”گانڊيو جي ٽنڪار ۽ پنچجنيه جي ڌني ڌرتراشٽر جي پٽن
لاءِ موت جو سڏ آهن.“

## [٨٢]

# سنڌو راج

ارجن جي قسم جي خبر دشمن جي لشڪر کي پهچي ويئي.
جاسوسن دريوڌن جي مترن کي ٻڌايو ته جڏهن ارجن کي
خبر پيئي ته ابيمينوءَ جي موت جو ڪارڻ جئدرت آهي،
تڏهن هن قسم کنيو ته سڀاڻي سانجهيءَ ٿيڻ کان اڳ مان
جئدرت کي يمپوريءَ جو راهي ڪندس.
سنڌو ديش جو هڪ پرسڌ راجا ورڌ ڪشتر هو، ڪيس
پٽر رتن پراپت ٿيو. هن جو نالو رکيائون جئدرت. جئدرت
جي جنم جي وقت هڪ آڪاش واڻي ٻڌڻ ۾ آئي: ”هيءُ
راجڪمار ڏاڍو پرسڌ ٿيندو ۽ هو يڌ کيتر ۾ مري ويرگتيءَ
کي پراپت ڪندو ۽ سرڳ ڌام پائيندو. جنگ جي ميدان ۾
سندس سر اهو وير ڪٽيندو، جو سڀني جڳن جي جوڌن
جي ڀيرينءَ قطار ۾ پرسڌ هوندو.“
سڀني جيوڌارين کي مرڻو آهي. ڀر نڪي کو گياني،

نڪي ڪو سورمو خوشيءَ سان موت قبول ڪندو آهي.
ورتڪشتر آڪاش واڻي ٻڌي ڪري ڏاڍو دکي ٿيو. هن
هن ريت پاراتو ڪڍيو: "جيڪو منهنجي پٽ جو سر ڌرتيءَ
تي سٽيندو، تنهنجو پنهنجو سر انهيءَ ڪري ٻه پٽي ٽڪر ٽڪر
ٿي پوندو."

جئدرت اڄ تائين سيان وڏو نيٺ اچي ساماٽو.
ورتڪشتر پنهنجي جوان پٽر کي راڄ جوڳ واڳون سونپيون
۽ پاڻ وڃي جهنگل ۾ تپسيا ڪرڻ لڳو. ڪهڪ جي سمي هو
هڪ مئدان جي پرسان هڪ ننڍڙي آشرم ۾ وقت ڪاٽڻ
لڳو. انهيءَ مئدان تي پوءِ ڪروڪيتر جو نالو پيو.

جڏهن جئدرت ارجن جي پرڻ جي ڳالهه ٻڌي، تڏهن
کيس پنهنجي جنم واري آڪاش واڻي اچي ياد پيئي ۽ کيس
اچي پڪ ٿي ته سندس موت اچي پهتو آهي.

انهيءَ ڪري جئدرت دريوڌن کي چيو، "مان
هن کان پوءِ هن جنگ ۾ شامل رهڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان.
چڱو ته مان پنهنجي ملڪ موٽي وڃان."

دريوڌن جواب ۾ ڏنو "هي سنڌو راڄ! ڪنهن به قسم
جو ڀؤ نه ڪاءِ. هي وير يوڌا ۽ هي مهارٿي هت تنهنجي
بچاءَ لاءِ موجود آهن. ڪرڻ، چترسين، وومشتي، پورشروا،
شليه، ورشسين، پرومتر، جيءَ، پوج، ڪانبوج، سدڪشڻ،
ستيه ورت، وڪرڻ، درمک، دشاسن، سباهو، ڪلنگ جو
راجا، اونتيءَ جا ٻئي راجڪمار، آچاريه دروڻ، اشوٿاما،
شڪني آدي سڀ مهارٿي تنهنجي رکيا لاءِ تيار آهن، ته
توکي ڏري ڪري پٺي وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟
مان پنهنجي سموريءَ سئنا کي آگيا ڪندس ته تنهنجي رکيا
ڪري. ڪو به سنسو نه ڪر."

اهڙي ريت دريوڌن مٿس زور ڀار وجهي پنهنجي ڳالهه
جئدرت کي مڃائي.

جئدرٿ هاٿي دروڻاچاريہ کي وڃي چيو "آچاريہ! توهان مونکي ٻہ سکيا ڏني آهي ۽ اوهان ارجن جا بہ گورو آهيو. هاڻي ٻڌايو تہ اسان ٻنهي جي بابت اوهانجو ڪهڙو رايو آهي."

دروڻاچاريہ وراڻيو: "پتر! مان آچاريہ جو ڌرم پاليو، اوهان ٻنهي کي هڪ جهڙي سکيا ڏني. منهنجي لاءِ ٻئي اکيون برابر هيون. سکيا تہ ٻنهي کي ساڳي ملي آهي، پر ارجن ليڪي وڌيڪ سختيءَ سان پابند رهندو آهي ۽ هو اڀياس بہ گهڻو ڪندو آهي. انهيءَ ڪري هو توکان زور آهي، پر انهيءَ ڪري توکي همٿ هارڻ نہ گهرجي. توکي هڪ مضبوط دل کي پنيان بيهاريو ويندو. ارجن هن دل کي سهنجائيءَ سان ڇيري ڪونہ سگهندو. پنهنجي پوروجن جي پرمپرا انوسار خوب لڙ. موت سڀني تي ايندو آهي. پر نہ گيدين کي ڇڏيندو آهي، نہ بهادرن کي. جيڪو ويرپڌ ڪيتر ۾ جنگ جوٽيندي مرندو آهي، سو سهنجائيءَ سان سرڳ کي پائيندو آهي. ٻين کي تہ سرڳ ۾ وڃڻ لاءِ گهڻيون تپسيائون ڪرڻيون پونديون آهن. يو کي پاسي اڇلاءِ ۽ بهادر ٿي لڙ."

جئدرٿ کي هن ريت همٿائي دروڻاچاريہ هاڻي انهيءَ ڏينهن جي لڙائيءَ لاءِ سئنا جا ويوہ ٺاهڻ لڳو.

جئدرٿ ۽ سندس سئنا کي جنگ جي ميدان جي پنين پاسي ٻارهن ميلن جي فاصلي تي بيهاريو ويو. سندس بچاءَ لاءِ نيڪ پربند ڪيو ويو. ڀورشرلا، ڪرڻ، اشوٿاما، شليہ، ورشين ۽ ڪرپاچاريہ سڀ پنهنجن سمورن دستن سان اتي موجود هئا. انهن جي اڳيان، پانڊون جي لشڪر جي سامهون ڪورون جي سئنا جو مکيہ ڀاڱو شڪٽ چڪر ويوہ ۾ بيهاريو ويو هو. انجي پنيان، سمرٿن لاءِ هو پدم ويوہ، وري پدم ويوہ کي وڌيڪ طاقت وارو بڻائڻ لاءِ سوچي ويوہ روپ ۾ ڪجهہ سئنا بيٺل هئي. انهيءَ سوچي ويوہ جي وچ ۾ جئدرٿ کي سلامتيءَ لاءِ بيهاريو ويو هو. دروڻاچاريہ شڪٽ چڪر

ويوه جي دوار وٽ پنهنجي رٿ لي چڙهيو ويٺو هو. سندس سفيد زره ۽ ٽوپ خوب جهلڪا ڏيئي رهيو هو. رٿ جا گهوڙا هئا سندر ڪميت رنگ جا. رٿ جي مٿان دروڻاچاريه جو جهنڊو خوب شان سان جهلي رهيو هو. جهنڊي تي يگيه اگنيءَ ۽ مرگ چال جا چتر ٺڪيل هئا. دروڻاچاريه سٺنا کي پورڻ لياقت ۽ ويرتا لاءِ للڪاري ۽ همٿائي رهيو هو. ديوتن جڏهن سٺنا جو سندر ۽ سدريه صفون ڏٺيون، تڏهن سندس من ۾ اتساهه ۽ امنگ جاڳيو.

ڌرتراشٽر جو هڪ پٽر، هڪ هزار هٿيارن پنوهارن سان سينگاريل رٿ، هڪ سؤ هاٿي، ٽي هزار گهوڙ يسوار، ڏهه هزار پيادا ۽ پندرهن سؤ ڌنش ڌاري ساڻ ڪري، اڳتي وڌيو. سندس نالو هو درمرشڻ. هو شنک وڄائيندو ٿي ويو ۽ پڻ زور سان چوندو ٿي ويو ”ڪٿي آهي اهو ڌننجيه، جنهنجي شڪتيءَ ۽ بل جا لوڪ گيت ڳائيندا آهن؟ هنکي نڪري نِروار ٿيڻ گهرجي. جنن ٿي هو منهنجي لشڪر سان ٽڪر کائيندو، تئن ائين پڇي پرزا پرزا ٿي پوندو، جئن مٽيءَ جو ٿانءُ پهاڙ سان لڳي پرزا پرزا ٿي پوندو آهي. سڀ يوڌا هيءُ تماشو ڏسندا رهندا.“

ارجن پنهنجو رٿ اتر ويجهو اچي بيهاريو جو ڪورون سٺنا تاءِ سندس ٻاڻ مار ڪري سگهن. پوءِ هن پنهنجو شنک وڄائي ڪورون جي للڪار کي سويڪار ڪيو. ارجن جي آواز ڪيڻ لي ڪورون جي سٺنا ۾ ٻه خوب شنک ۽ ڍ وڄڻ لڳا.

پوءِ ارجن ڪرشن کي چيو: ”ڪيشو! رٿ کي درمرشڻ جي طرف ڪاهي هل. اسين هاٿين جي قطار کي چيري نڪرندا سين.“

درمرشڻ جي لشڪر کي منهن جي کائڻي پيئي. جئن زوردار هوا جي اڳيان ٻادل ٽتر بتر ٿي ويندا آهن، تئن ڪورون جو

لشڪر لئن پٽر ئي هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳو. انهيءَ آئي دشاسن کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. هو هاٿين جو وڏو جٿو ساڻ ڪري ارجن کي چوڌاري گهيري ويو. دشاسن هڪ پاپي منش هو. پر هو پهلوان هو. هن ارجن سان زوردار لڙائي ڪئي سچي زمين لاشن سان ڇانئجي ويئي. پر نيٺ دشاسن جي هار ٿي، هو منهن ڦيرو ڪري، ٻچيل سئنا ساڻ وڃي دروڻاچاريه جي سئنا سان گڏيو.

سوريه سچيءَ (ارجن) جو رٿ لڪڙو لڪڙو اڳتي وڌيو ۽ دروڻاچاريه جي پرسان اچي لنگهيو. ارجن، آچاريه کي چيو: "هي نامور گرديو! پنهنجي پٽر جي مرڻ جي شوڪ ۾ بدل مان سندو راج کان وير ورڻ لاءِ آيو آهيان. مونکي آشيرواد ڪريو ته پنهنجو پرڻ پورو ڪريان." آچاريه مشڪندي چيو: "ارجن سندو راج لاءِ پهچڻ کان اڳ توکي مون سان وڙهڻو ۽ مونکي جيتڻو پوندو." ائين چئي آچاريه ارجن جي رٿ تي تيرن جو وسڪارو ڪيو. پارٿ جواب ۾ پنهنجا ٻاڻ هلايا، پر آچاريه انهن کي سهنجائيءَ سان هٽائي ڇڏيو ۽ ٻاڻ اهڙا اگني استر هلايائين ۽ جو ارجن ۽ ڪرشن کي وڃي لڳا. پوءِ پانڊوءَ آچاريه جي ڌنش کي ڀڃڻ جو ارادو ڪيو. انهيءَ لاءِ هن گانڊيو ڌنش موڙيو. جنهن ارجن پنهنجي ڌنش جي ڏور کي ڇڪي رهيو هيو، تنهن دروڻاچاريه جو ٻاڻ اچي ڏور کي لڳو ۽ انکي ٻه ٽڪر ڪري وڌائين. آچاريه مشڪندو رهيو ۽ ارجن ۽ سندس رٿ ۽ رٿ جي گهوڙن تي تيرن جو وسڪارو ڪندو رهيو. ارجن ويرتا سان مقابلو ڪيو، پر آچاريه جي تيرن ارجن ۽ ارجن جي رٿ جي چوڌاري اولده ڪري ڇڏي.

ڪرشن ڏٺو ته معاملو ٺيڪ نٿو هلي، سو چيائين "پارٿ! وڌيڪ وقت وڃائڻ نه گهرجي. هل ته اڳتي هلون. هي برهمڻ اٽڪ ٿو ڏسجي، هن سان وڙهڻ ۾ وقت وڃائڻ نه گهرجي." ائين چئي، ڪرشن ارجن جي رٿ کي آچاريه جي ڪنهن پاسي

کان ھلائڻ لڳو. آچاريہ چيو ”ڀيم! شترو ءَ کي مارڻ کان سواءِ تون اڳتي ھلي ڪونہ سگھندين.“

ارجن جواب ۾ چيو: ”آچاريہ! اوھان منھنجا گورو آھيو، منھنجا شترو ڪونہ آھيو. مان اوھان جي پٽ جي برابر آھيان، اوھانکي مارڻ وارو ھن سنسار ۾ جنميو ئي نہ آھي.“ ائين چئي ڪرشن ۽ ارجن ٽڪرو ٽڪرو رٿ ھڪالي آچاريہ کي پوئتي ڇڏي اڳتي وڌ يا.

پوءِ ارجن يوڌن جي لشڪر جي مٿان اچي ڪڙڪيو. ھڪ ئي ڌڪ سان ھن ڪرت ورما ۽ سوڪشڻ کي ڪيرائي ماري وڌو. پوءِ شرتايد تي حملو ڪياءِ. لڙائي ڏاڍو اگرو روپ اختيار ڪيو. شرتايد جا گھوڙا ماريا ويا. انھيءَ تي ھن گدا کڻي شري ڪرشن کي ھنئين. ڪرشن وٽ ھٿيار نہ ڪونہ ھئا. ھن جي اھا ٻہ ٻر لڳيا ھئي تہ پٽ ۾ ڀرو ڪونہ وٺندس، سو شرتايد جي گدا ڪيس نہ ڪانہ لڳي، ھٿوئين خود شرتايد کي وڃي لڳي، شرتايد ھيٺ ڪري پيو ۽ مري ويو. پوءِ ڪمبوج جو راجا ارجن لي پنھنجي ڪٽڪ سان اچي ڪڙڪيو. لڙائي سخت لڳي. انت ۾ اھو حال ٿيو جو ھو پٽ ڪيتر ۾ ائين ليٽيو رھيو، جڻ اوچو پوري ٿيڻ کان پوءِ ڌجا جي ڏکھي ڪاني ڌرليءَ تي ڪري اچلائبي آھي.

شرتايد ۽ ڪمبوج راج جھڙا وير يوڌا ھڻن ڌرتيءَ تي ليٽي پيا. انھيءَ ڪري ڪورون جي سينا ۾ ٿاڪوڙو اچي پيو. سڀ منجھي ڳنڍيون ڳوڙھا ٽي پيا. پوءِ شرتايو ۽ اشرتايوءَ نالي ٻہ وير ٻائر ارجن تي ٻنھي پاسن کان ڪاھي آيا. ھنن ڪورون کي ھار کائڻ کان بچائڻ لاءِ سر ٽوڙ ڪوشش ڪئي ۽ ارجن کي ڏاڍو لنگ ڪيو. ارجن کي جنگ ھلندي تمام گھڻا زخم رسيا. ھڪ دفعو تہ ھو اھڙو وياڪل ٿيو جو جھنڊي جي لڪڙيءَ کي ٽيڪ ڏيئي بيٺو. پر ڪرشن ڪيس آٿت

ڏنو ۽ همٿايو. ارجن وري جوش ۾ آيو ۽ جنگ جاري ڪيائين. ارجن هنن ٻنهي ڀائرن کي پورو ڪري ڇڏيو. هنن ٻن ڀوڳن جي مرڻ کان پوءِ سندن پٽ ميدان ۾ آيا. پر انهن جو به ساڳيو حال ٿيو.

پوءِ ارجن اڳتي وڌيو. رستي ۾ پهلوانن کي گهورن ۽ مورين جيان ڪٽيندو ويو ۽ نيٺ وڃي اُتي رسيو، جتي جيڏرٿ بيٺو هو.

## شرتايڌ جي گدا ڪيئن ڇو ماريو؟

شرتايڌ جي ماتا جو نالو هو پرٿاشا. هن ماتا وڏي تپسيا ڪئي، جنهن ڪري ورڻ ديوتا مٿس ڏاڍو راضي ٿيو. پرٿاشا ورڻ کي پرارٿنا ڪئي ته مونکي اهو وردان ڏي ته منهنجي پٽر کي ڪوبه شترو ماري نه سگهي.

ورڻ ديوتا جو پرٿاشا سان ڏاڍو پريم هو، انهيءَ ڪري هن شرتايڌ جي ماتا جي پرارٿنا سويڪار ڪندي چيو ”مان تنهنجي پٽر کي هڪ ديوي هٿيار ڏيان ٿو. پُٽ هو اهو هٿيار هر يڌ ۾ ڪم آڻي. دشمن نه ڪيئن جيتي سگهندو، نه ماري سگهندو، پر هنکي اهو هٿيار اهڙي آدميءَ مٿان هلائڻ نه گهرجي، جنهن وٽ شستر استر نه هجي ۽ جيڪو يڌ ۾ شامل نه هجي. جيڪڏهن اهڙي آدميءَ تي هيءُ هٿيار هلايو ويندو ته هٿيار پوئتي موٽي هٿيار هلائيندڙ کي ئي ماري وجهندو.“

اهي شبد چئي ورڻ ديوتا هيءَ وچتر گدا شرتايڌ کي ڏني لڙائيءَ جي جوش ۾ شرتايڌ کان اهو شرط وسري ويو. هن اهو هٿيار خود ڪرشن تي هلايو. هاڻي ڪرشن مهراج يڌ ۾ بهرو ڪونه ٿي ورتو. هن رڳو ارجن جو رٿ ٿي ڪاهيو. اڇلايل گدا جنارڌن جي ڇاتيءَ کي لڳي زور سان پوئتي موٽي ۽ شرتايڌ کي ختم ڪري ڇڏيائين. هو يڌ کيتر ۾ ائين ڪري پيو جئن طوفان ۾ ٻيلي جا وڏا وڻ ڪرندا آهن. پوءِ

ودیا جي جاڻن کي پتو آهي ته منتر ساڌڻ وارو پوئن، کي منڊڻ وارو، جڏهن منتر پڙهڻ ۾ کا غلطي ڪندو آهي، تڏهن پنهنجي داس پوت هٿان ئي مرندو آهي. منتر ۾ غلطي ڪرڻ واري کي سندس ساڌيل پوت ئي پورو ڪندو آهي؛ شرتايد گدا ڪم آڻڻ ۾ غلطي ڪئي ۽ انهيءَ گدا ئي کيس پورو ڪيو.

[٨٣]

## اڏاري ورتل زره

سنجيه ڌرتراشٽر کي هيءَ سمورو احوال ٻڌائي ڏنو. جڏهن سورداس راجا ارجن جي سوڀ جي ڳالهه ٻڌي، تڏهن هن چيو: ”او سنجيه! جڏهن جنارڌن هستناپور ۾ صلح ڪرائڻ لاءِ آيو هو، تڏهن مون دريوڌن کي چيو ته هيءَ وڏو ۽ سٺو وجهه آهي ۽ اهڙو اوسر هٿن مان وڃائڻ نه گهرجي. مون هن کي پنهنجن سوڻن سان سنڌي ڪرڻ لاءِ چيو، ’دريوڌن!‘ مون چيو، ’ڪيشو اسانجي ڀلي جي ڳالهه ٿو ڪري، سندس صلاح نه موٽاءِ‘ پر دريوڌن منهنجي ڳالهه تي ڪو ڌيان ڪونه ڏنو. هنکي دشاسن ۽ ڪرڻ جي صلاح منهنجي صلاح کان وڌيڪ پسند پيئي. هن جي من ۾ ڪال پڳوان اچي واسو ڪيو ۽ هو برباديءَ جي ڪڏ ۾ ڪري رهيو هو. دروڻاچاريه، ڀيشم پتامهه، پورپشروا، ڪرپاچاريه ۽ ڪيترن ٻين کي لڙائي ڪرڻ جي ڳالهه پسند ڪونه هئي. پر هنيلي دريوڌن کنهن جي به ڳالهه ڪانه ٻڌي. سندس ٻڌي ڀرشٽ ٿي چڪي هئي، لوڀ ۽ لالچ سندس سر تي سوار هئا. هو ڪروڌ ۽ ڪراهت، ڌڪار ۽ دويش جي جار ۾ ڦاسي پيو. نتيجو اهو ٿيو جو لڙائيءَ جي بلا به اچي سندس سر تي پيئي.“

ڌرتراشٽر جون هيءَ دانهون ٻڌي، سنجيه چيو: "راجن!
هاڻي پڇتائڻ مان ڇا ورندو؟ امرت روپي جل وهي ويو
بيابان ۾ پيو آهي. هاڻي بند ٻڌڻ مان ڪهڙو سود؟ لوڪنتيءَ
جي پٺ ڪي ٻاري ڪيڏڻ ڪان ڇونه روڪيو! انهيءَ وقت
جيڪڏهن اوهان ڌرم نيتيءَ جو رستو ورتو ها ته هيءَ معاملا
پيدا ئي نه ٿين ٿا. انهن جو مول ئي ختم ٿي وڃي ها. اوهان
کي ايندڙ برائيءَ جو پاس به هو، ته به اوهان پنهنجيءَ نيڪ
ڌرم انڪول راءِ کي ريٽي، شڪنيءَ ۽ ڪرڻ جي چوڻ تي
لڳا. ڪيشو، ڀڏشٽر ۽ دروناچاريه جي دلين ۾ اوهان لاءِ
هاڻي اڳي جيتري عزت ڪانه آهي. واسديو کي هاڻي پتو
پيو آهي ته اوهان جون ڌرم جون ڳالهيون نلو پلو پاکنڊ آهن.
اوهان ۾ رياضت ڪانه آهي، رڳو رياڪاري آهي. پوڏن طور
ڪورو پاڻ ڪان گهٽائين ٿا، پر سندن شڪتي، ارجن، ڪرشڻ،
ساليڪي ۽ ڀيم جي اڳيان لڇ آهي. دريوڌن لڙڻ ۾، همت
۾ ۽ ويرتا ۾ ڪابه ڪسر نٿو ڇڏي. هو پوري ٻل سان وڙهي
رهيو آهي. اهڙي صورت ۾ سندس گلا ڪرڻ واجب نه آهي.
سندس وفادار سپاهي به پاڻ پتوڙي رهيا آهن. سندن ننڊا
ڪرڻ به نٿي سونهين."

ڌرتراشٽر، سنجيه کي جواب ۾ چيو، "پرينتر مان قبول ٿو
ڪريان ته مان فرض ادائيءَ ۾ گهٽ آهيان. مان پنهنجو ڌرم
ڪونه پاليو آهي. جيڪي ڪجهه تون چئين ٿو سو بلڪل نيڪ
آهي. پر ڪرم گتيءَ کي ڪير روڪي؟ ڇگو اڳتي ڳالهه کي
هلاءِ. مونکي سڀ ٻڌاءِ، سڀ ٻڌاءِ؛ چڱي چاهي مٺي!
هر هڪ ڳالهه کولي ٻڌاءِ." ٻڌي راجا جنن اهي شبد والون
ڪڍيا، ليڪن دک ڪري سندس شرير ڏڪڻ لڳو. آگياڪاريءَ
سنجيه وڌيڪ هن ريت ڳالهه ڪئي:

"جڏهن دريوڌن ڏٺو ته ارجن جو رٿ سڀ جو جهنڊو
لهرائيندو سنڌو راڄ جي طرف زور سان ڊوڙي رهيو آهي،

ٽڏهن سنڌس من ۾ ڏاڍي آنڌ مانڌ ٿيڻ لڳي. هن ڏاڍي ڏک وچان دروڻاچاريه کي دانهون ڏنيون.

”ارجن هن وڏي ڪٽڪ کي چيري جئدرٿ جي ويجهو اچي پهتو آهي. اسانجي هن رپٽ هار ٿيندي ڏسي ڪري، انهن يوڌن جي دل ڇڄي پوندي، جيڪي سنڌو راج جي رکيا لاءِ مقرر ڪيل آهن. انهن جو وشواس هو ته ارجن اوهان کي ٻنه اورانگهي نه سگهندو، هاڻي سندن ويساهه ٽٽي پيو آهي. اوهانجي ڏسندي ڏسندي ارجن اڳتي نڪري ويو. اوهان هنکي روڪڻ لاءِ ڪجهه نه ڪيو. ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اوهان پانڊون کي مدد ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو آهي، منهنجي من کي سخت لوڏو آيو آهي.“

”آچاريه! مونکي ٻڌايو ته مان اوهانجو ڪهڙو اپراڌ ڪيو آهي؟ اوهين هن طرح مونکي ڇو ٿا وڇم روليو؟ مونکي جيڪڏهن منهن ۾ اهو پتو هجي ها ته مان جيڪر جئدرٿ کي ٽرسڻ لاءِ چوان ٿي نه ها. جئدرٿ پنهنجي ملڪ ڏانهن موٽڻ ٿي گهريو، مون وڏي ڀل ڪئي جو کيس وڃڻ کان روڪيم. جيڪڏهن ارجن جئدرٿ تي حملو ڪيو، ته جئدرٿ پڪ ٿي پڪ ڪٽيو ويندو. آچاريه مونکي معاف ڪريو. منهنجي دل کي گهرا گهاءَ پهتل آهن. انهيءَ ڪري مان چرين جيان پيو ٻيبان. اوهان پاڻ پنهنجي سر وڃي سنڌو راج کي بچايو.“

درجيوڌن جا هيءَ ورلاپ ٻڌي آچاريه چيو: ”راجن! جيتوٽيڪ اوهان بنا سوچ ويچار جي اجوڳ واڪ واتان ڪڍيو ٿا ته به مان اوهان سان ناراض ڪونه آهيان. توهين مونکي پنهنجي پٽ جيان آهيو. خود اشوٿاما کان به اوهان وڌيڪ پيارا آهيو. جئن مان اوهانکي چوان تئن ڪريو. هي زرهه پهري ڪري وڃي ارجن کي روڪيو، مان پاڻ اوڏانهن وڃي ڪونه سگهندس. اهو ضروري آهي ته مان هتي هجان. هوڏانهن نهاريو. پاڻ چٽڪ بادل ٻڌايو بيٺا آهن. پانڊون

جي سئنا زور شور سان اسان تي حملو ڪري رهي آهي. يڌشٽر هت موجود آهي. سندس بچاءُ ڪرڻ لاءِ ارجن هت آهيئي ڪونہ. اهوئي وجهہ اسان ڳولهيو ٿي. اسانجي رٿا جو سنو نتيجو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هاڻي يڌشٽر کي جيئندي هٿ ڪرڻ جو موقع آهي. مان ڪيس پڪڙي اوهانجي هٿ ۾ ڏيندس. هن مقصد کي ڇڏي مان ارجن جي پنيان ڪونہ ويندس. هن وقت جيڪڏهن مان ارجن جي ڪڍ ويندس تہ اسانجي سئنا جون صفون بلڪل ڍريون پونديون ۽ اسين جنگ هارائينداسين. اچو تہ اوهانکي هيءُ زرهہ اوڍايان. وشواس رکي وجو. ڏکو نہ. هيءُ زرهہ اوهانکي شسترن جي وار کان برابر بچائيندي. انهيءَ جي اوڍڻ ڪري اوهانکي ڪوبہ ڌڪ ڪونہ لڳندو "وڃو جنگ جي ميدان ۾. اهڙو وشواس ڌاري وڃو جهڙو اندر برهماجيءَ جي ڏنل زرهہ پهرڻ کان پوءِ پڻ ڌاري ويو هو. شل اوهانکي سوڀ ملي."

دريوڌن جي دل ۾ همت پيدا ٿي. آچاريہ جي آگيا انوسار هو چمتڪاري زرهہ پهري، وڏي ساري سئنا ساڻ وٺي ويو ارجن تي آڪرمڻ ڪرڻ لاءِ.

ارجن ڪورون جي لشڪر کي پار ڪري اڳي اچي پهتو جت جئدرٿ کي سلامتيءَ لاءِ ٻهاريو هوائون. ڪرشڻ ڏٺو تہ گهوڙا ڪي قدر ٿڪجي پيا هئا. انهيءَ ڪري هن رٿ کي روڪيو. هو گهوڙن کي آرام لاءِ ڇوڙڻ وارو ئي هو تہ وند ۽ آنوند نالي ٻن ڀائرن اچي ارجن تي اوچتو حملو ڪيو. پر ارجن سندن لشڪر کي تتر بتر ڪري ڇڏيو ۽ ٻنهي کي موت جي سيج تي سمهاري ڇڏيو. انهيءَ کان پوءِ ڪرشن گهوڙن کي ڇوڙيو. گهوڙا وڃي گپ ۾ ليٽڻ لڳا. ٿورو وقت آرام ڪرڻ کان پوءِ گهوڙا تازا توانا ٿيا. پوءِ رٿا موجب اڳتي هليا.

الي ڪرشڻ ارجن کي چيو: "ڏسجيہ پوئتي نهار. ڏس

۽ هيلو موٽي دريوڌن اچي رهيو آهي. ڪهڙي نه خوش قسمتي! تو گهڻو وقت پنهنجو ڪروڌ اندر ۾ سانڍي رکيو آهي. هاڻي انکي ڇوٽ ڇڏ. اهو آدمي آهي جنهن توکي ايترو ڏک رسايو آهي. هو هاڻي پنهنجو پاڻ تنهنجي هٿن ۾ آيو آهي. پر ياد ڪج ته هو هڪ ڪابل تيرانداز آهي. ڪيس تيراندازيءَ جي هر فن جي پوري ڄاڻ آهي. هو وڙهڻ ۾ به ڏاڍو چاهه وندو آهي. سندس بدن به جانئو آهي."

دريوڌن بن دپ داءَ جي ارجن جي نزديڪ آيو ۽ هيءَ گفتار ڪياءِ: "ارجن! لوڪ چوندا آهن ته تو ڏاڍا ويرتا جا ڪم ڪيا آهن. پر مان ڪڏهن به تنهنجي ڪرامت ڪانه ڏٺي آهي. اڄ ڏسندس ته تنهنجي همت ۽ تنهنجي هوشياري تنهنجي ناموس ۽ ناموري جيتري آهي يا نه."

جنگ لڳي ڏاڍي جبري. اها ڏسي ڪرشن کي عجب لڳو. هن ارجن کي چيو: "پارٿ! مونکي حيراني آهي ته تنهنجا تير دريوڌن تي ڇو نه ٿا اثر ڪن. پهريون ئي دفعو مان ڏسان ٿو ته گانڊيوءَ مان ڇٽل تير نشاني تي لڳي ڪري به اثر نٿا ڪن. هيءَ اچرج جهڙي ڳالهه آهي. تنهنجي هٿيارن جي شڪتي ختم ٿي ويئي آهي ڇا؟ گانڊيوءَ جو گڻ اڄ گم ٿي ويو آهي ڇا؟ تنهنجا باڻ دريوڌن جي زره کي لڳي، ڪري ڇو ٿا پون؟ اهي زره جي اندر گهري ڇو نه ٿا وڃن؟ هيءَ گورک ڌندو سخت منجهائيندڙ آهي."

ارجن مشڪندي وراڻيو: "مونکي ڳالهه سمجهه ۾ اچي ٿي. هنکي دروڻاچاريه چمتڪاري زره پهرائي موڪليو آهي. دروڻاچاريه مونکي هن ڪوچ جو مرم پوريءَ ريت سمجهائي ڇڏيو هو، پر دريوڌن هيءَ ڪوچ ائين پهري بينو آهي، جئين ڪو ٻڳو هجي. اجهو ٿو مان ڪيس مزو ڏيکاريان." ائين چئي ارجن پنهنجا ڪان ڪشڻ شروع ڪيا.

پهرين هن دريوڌن جي گهوڙن کي ختم ڪيو. پوءِ پورو

ڪياءِ سنڌس سارٿيءَ کي. لنهن ڪانپوءِ ٻوءِ سماپت ڪياءِ سنڌس رٿ کي. ٿوريءَ دير ڪانپوءِ دريوڌن جي ڌنش کي ٿوڙي ڪيس بلڪل نهتيو بڻائي ڇڏياءِ. ٻوءِ سڀ جهڙا سڌها تير هلاياءِ. اهي تير دريوڌن جي شرير جي انهن هنڌن ۾ گهري ويا، جيڪي زرهه سان ڍڪيل ڪونه هئا. نيٺ اهڙي نوبت آئي جو دريوڌن جي سهڻ کان حالتون ٻاهر ٿي ويون. هو منهن موڙي اٿي ڀڳو.

جڏهن هن رٿ دريوڌن جي هار ٿي تڏهن ڪرشن پنهنجو شنک وڄايو. شنک جو آواز ٻڌي جئدرٿ جي سئنا ۾ اچي ڏڪٽي پيئي. سنڌو راج جي ڇوڏاري جيڪي راجائون ويٺا هئا، سي سڀ حيران ٿي ويا! اهي سڀ سهي سنيڙي پنهنجن رٿن تي تيار ٿي ويٺا، انن وير پنهنجن سئنائن کي ارجن سان وڙهڻ لاءِ صفن ۾ بيهاريو. اهي وير هئا: ڀورشروا، چل، ڪرڻ، ورشسين، ڪرپاچاريه، شليه، اشوٿاما ۽ جئدرٿ.

## [٨۴]

## يڌشٽر جي چنتا

جڏهن پانڊون ڏنو ته دريوڌن ارجن جي طرف وڃي رهيو آهي، تڏهن انهن ڪورون جي لشڪر تي زور سان حملو ڪيو، انهيءَ لاءِ ته دروڻاچاريه جئدرٿ جي بچاءَ لاءِ انهيءَ طرف نه وڃي. ڌرشٽديمن هر هر پنهنجي سئنا سان دروڻاچاريه تي حملو ڪيو. نتيجو اهو ٿيو جو ڪورون جي لشڪر کي ساڳي هنڌ تي جاين تي لڙنو پيو ۽ انهيءَ ڪري سئنا گهڻي قدر ڪمزور ٿي پيئي.

ڌرشٽديمن سنئون سڌو پنهنجو رٿ دروڻاچاريه جي رٿ تي ڪاهي آيو ۽ مٿس ڏاڍي زور سان حملو ڪيو. دروڻاچاريه

جا هئا ڪميت رنگ جا گهوڙا ۽ ڌرشٽديمن جا هئا ڪبوترائي
رنگ جا. اهي جو اچي هڪ ٻئي ۾ اٽڪيا، سو پريان ائين
پئي ڏسڻ ۾ آيا، ڄڻ لهندي سج وقت بادل. ڌرشٽديمن
پنهنجو ڌنش ڪري هڪ طرف اڇلايو. تلوار ۽ ڍال هٿ ۾
ڪري ٽپ ڏيئي دروڻاچاريه جي رٿ تي اچي چڙهيو. هن
دروڻاچاريه تي مستن جيان حملو ڪيو. سندس اکين مان آگ
جا اُلا ٿي نڪتا. سندس نظر هيئن ڪرڙي، جنهن تي پوي
تنهنکي آفت ۾ اٽڪائي ڇڏي. حملي ڪندي هو ڪڏهن
ٻمن تي ڪڏهن پانڃاريءَ تي ٿي بيٺو. بعضي نه خود گهوڙن
جي پٺيءَ تي ٿي چڙهيو. هيءَ لڙائي گهڻوئي وقت هلي.
نيٺ دروڻاچاريه هڪڙو اهڙو ٻاڻ اڇلايو، جو هوند ڌرشٽديمن
کي اتيئي پورو ڪري ڇڏي ها، پر ساتيڪي اچي وچ پيو.
هن پنهنجو ٻاڻ هلائي دروڻاچاريه جي ڪان کي ٻئي طرف
ڪري هٽايو. اتي دروڻاچاريه ڌرشٽديمن کي ڇڏي ساتيڪيءَ
تي حملو ڪيو. اهو وجهه وٺي ڌرشٽديمن جا ماڻهو کيس جنگ
جي ميدان مان ٻاهر ڪڍي ويا. ساتيڪي پانڊون جي مکيه
پهلوانن مان هو، هو هميشه دروڻاچاريه جي للڪار تي جنگ
ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو هو. هاڻي هو دروڻاچاريه جي اڳيان
آيو هو. دروڻاچاريه ڪاڙيهر نانگ جيان ڦوڪون ڏيندو،
اکين مان آگ وسائيندو ساتيڪيءَ تي اچي ڪڙڪيو.

ساتيڪيءَ پنهنجي سارٿيءَ کي چيو: "ڏس هن برهمڻ
پنهنجي وڏن جو ڌنڌو ڇڏي ڪترين جو ڪم هٿ ڪيو آهي.
هيءَ پانڊون کي ڏاڍو ستائي رهيو آهي. دريوڌن کي هن
آدميءَ جي ڪري ايڏو گيرب آهي. دروڻاچاريه ائين سمجهي
ٿو ته ڪو به يوڌو سندس مٽ ڪونه آهي. هو اهنڪار ۾ ٿو
ڦاٽي. مان کيس اهڙو سبق سيکاريندس جو ڄمڻيءَ جو کير
ياد پوندس. رٿ کي تکڙو تکڙو هلاءِ."

سارٿيءَ رٿ جي ٽن گهوڙن کي ليزيءَ سان هلايو. ٻئي يوڌا هڪ ٻئي جي سامهون اچي ٿيا. ٻنهي ڀاڳن جو وسڪارو ڪيو. ايترا تير ڇٽا جو سڄ ٿي ڍڪجي پيو ۽ ڀڌڪيتر ۾ اوندهه ٿي پيئي. جئن نانگ تازو چمڙي لاهڻ کانپوءِ هيڏانهن هوڏانهن ڦهندا چمڪندا رهندا آهن، تئن رڪ جا تير سڄ جي ڪرڻن لئي ٿي چمڪيا.

ٻنهي جي رٿن جون ڇٽيون ۽ جهنڊن جا آلگاس ڀڃي پرزا پرزا ٿي پيا. درونااچاريه ۽ سايڪيءَ ٻنهي جي شرير مان رت ريلا ڪري ٿي وهي. ٻنهي طرفن جا يوڌا چپ ڪري جنگ ڏسندا رهيا. هنن نه نرسنگ وڄايا، نه شنک وڄايا. سندن گرجنائون ۽ شينهن ناد بلڪل بند ٿي ويا. آڪاش مان ديوتائون، گانڌرو، يڪش ۽ ودياڌر هن يڌ کي جاچڻ لڳا.

ساتيڪيءَ هاڻي پورو پورو نشان چٽيو ۽ درونااچاريه جو ڌنش ڀڃي وڌو. ڀاردواج پتر ٻيو ڌنش کنيو. اڃا هن ڌنش کي ڏور ٻڌي مس ته ساتيڪيءَ انکي تير هڻي ڀڃي وڌو. هڪ سؤ ۽ هڪ دفعو برابر ائين ٿيندو رهيو. درونااچاريه اڃا ڌنش کڻي مس تہ سايڪي انهيءَ کي ڀڃي ڇڏي. انهيءَ وچ ۾ درونااچاريه هڪ ٻاڻ به هلائي نه سگهيو. اهو حال ڏسي درونااچاريه دل ۾ چيو ”هي ساتيڪي رواجي يوڌو ڪونه آهي. هو ته رام، ڪرت ويريه، ڌننجيه ۽ ڀيشم جي ڪوٽيءَ جو وير پرش آهي.“ درونااچاريه کي دل ۾ ڏاڍي خوشي ٿي جو ڪيس هڙي پهلوان سان لڙڻو ٿي پيو. اهو پهلوان هر ريت درونااچاريه سان لڙڻ جي لائق هو. اهو دستور ٿيندو آهي ته ڪاريگر جڏهن پنهنجي پياري هنر جي لاڀائي ۾ ڪا ڪاريگري ڏسندو آهي، تڏهن کيس قدرتي ريت خوشي ٿيندي آهي. درونااچاريه ڪهڙي به قسم جو ٻاڻ ٿي ڇوڙيو ته سايڪيءَ انجي مقابلي ۾ اهڙيئي قسم جو هٿيار ٿي هلايو.

هيءَ لڙائي جنهن ۾ ٻئي لڙاڪا هڪ ٻئي جا ثاني هئا، گهڻي وقت تائين هلندي رهي. ٻئي تيراندازيءَ ۾ دروڻاچاريہ پنهنجو مٽ پاڻ هو، سو هن فيصلو ڪيو تہ ڪئين بہ ڪري سائيڪيءَ کي ماري ختم ڪريان. انهيءَ ڪري هن اگنياستر هلايو. سائيڪي انهيءَ ڳالهہ يڪدم سهي ڪئي، سو ورڻاستر هلائي دروڻاچاريہ جي اگنياستر کي بي اثرائتو ڪري ڇڏيو.

هاڻي سائيڪي جي شڪتي گهٽجڻ لڳي. سائيڪي کي ڪمزور ٿيندو ڏسي ڪورون کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ خوشيءَ جي ڪري خوب ڪِهہ ڪِهہ ڪرڻ لڳا. جڏهن يڌشٽر ڏٺو تہ سائيڪي تڪليف ۾ آهي، تڏهن هن انهن پوڌن کي جيڪي سنڌس پرسان بيٺا هئا حڪم ڪيو تہ سائيڪيءَ جي بچاءَ لاءِ هن جي طرف وڃن. ڌرم پتر ڌرشٽديمن کي چيو "اسانجي ويرپرش پيوڌن (سائيڪيءَ) کي دروڻاچاريہ دٻائي رهيو آهي. تون يڪدم اوڏانهن وڃ. نہ تہ بہ ڇڻ منٽن ۾ هيءُ برهمڻ سائيڪيءَ کي ماري ڇڏيندو. يڪدم وڃ. گهيسر ڇو ٿو ڪرين. دروڻاچاريہ سائيڪيءَ کي ائين تنگ ڪري رهيو آهي، جئن ٻلي ڪبوتر کي تنگ ڪندي آهي، سائيڪي موت جي منهن ۾ آهي."

يڌشٽر سٽنا کي بہ آگيا ڪئي تہ دروڻاچاريہ تي زوردار وار ڪن. ڏاڍيءَ ڪٺنائيءَ سان سائيڪيءَ کي بچايو ويو. انهيءَ وقت ڪرشن جي پانچجنيہ جو آواز انهيءَ طرف کان اچڻ لڳو، جت ارجن وڙهي رهيو هيو.

ڌرم پتر جي من ۾ ڪجهہ سنسو پيدا ٿيو. هن چيو "سائيڪي مان ڪرشن جي پانچجنيہ جو آواز ٻڌان ٿو، پر ارجن جي گانڊيوءَ جي ٽنڪار ٻڌڻ ۾ نٿي اچي. مونکي ڊر ٿو ٿئي تہ ارجن کي جئدرٿ جا دوست ورائي ويا آهن ۽ هو ڏاڍي خطري ۾ آهي، ارجن جي اڳيان بہ شترو آهن ۽ پٺيان بہ دشمن آهن. هو اڄ صبوح جو ڪورون جي لشڪر ۾

گهسي ويو هيو. ڏينهن جو وڏو حصو ختم ٿي چڪو آهي.
ايا ارجن ٻوٽتي ڪرڻ موٽيو آهي. رڳو ڪرشن جو پانچجنيه
ڇو ٿو ٻڌڻ ۾ اچي؟ مونکي پڪ ٿو ٿئي ته ارجن قتل ٿي ويو
آهي ۽ ڪرشن هٿيار کڻي وڙهڻ لڳو آهي. سانيڪي تون
هر ريت سمرٿ آهين، تون سڀ ڪجهه ڪري سگهين ٿو.
ارجن تنهنجو دلي دوست آهي، هو تنهنجو استاد به آهي.
هو مشڪلات ۾ مبتلا آهي. ڪئي وار ارجن منهنجي اڳيان
تنهنجي سامرٿ ۽ سمجهه جي ساراهه ڪئي آهي. جڏهن
اسان بن ۾ هواسين، تڏهن هن مونکي چيو هيو:- 'سانيڪيءَ
جهڙو ڪو سپاهي، سنسار ۾ ڪونه آهي. هوڏانهن نهار، ڏس
ته ڏڏڙ آسمان ۾ اڏامي رهي آهي. مونکي پڪ آهي ته ارجن کي
شترو چوڌاري ورائي ويا آهن. جڳدرٿ جبرو جوڌو آهي
ڪيترائي اسان جا وير ورودي هن جي بچاءَ لاءِ موجود آهن.
هو سندس بچاءَ لاءِ پنهنجا پراڻ به نڇاوڙ ڪرڻ لاءِ تيار آهن.
سانيڪي وڃ جلد وڃ."

سانيڪي درونا چاريه سان لڙڻ ڪري ٿڪجي، ٿڪجي
پيو هو. هن ڌرم پتر کي جواب ۾ چيو: "هي نشڪلنڪ پرش!
مان تنهنجي آگيا پالڻ لاءِ تيار آهيان. ڌنتجيه لاءِ مان ڏکئي
۾ ڏکيو ڪم ڪرڻ کان به نه گسندس. مان هن زندگيءَ کي
تيج ڪري ڄاڻندو آهيان. تون حڪم ڪندين ته مان ديوتائن
سان به وڙهڻ لاءِ تيار آهيان. پر ٻڌ ته گيانوان واسديو ۽ ارجن
مونکي ڇا چئي ويا آهن. هنن چيو هو ته 'جيسين اسين
جڳدرٿ کي ماري موٽون، تيسين تون يڌشٽر جي ويجهو
رهج ۽ هنکي ڇڏي نه وڃج. يڌشٽر جي بچاءَ لاءِ سدا سچيت
رهج. اسين يڌشٽر کي تنهنجي ڀروسي ڇڏي ٿا وڃون.
ڪورون جي سئنا ۾ هڪ ئي جوڌو آهي، جنهنجو اسانکي
ڏر آهي. اهو آهي درونا چاريه. توکي خبر آهي ته هن ڪهڙو
پرڻ ڪيو آهي. يڌشٽر جي سلامتيءَ جي جوابداري توتي

آهي.' واسديو ۽ ارجن هن ريت مونکي هدايتون ڏيئي ويا آهن. هنن مونکي هن ڪم جي لائق سمجهيو ۽ اهو ڪم منهنجي سپرد ڪيو. مان ڀلا ڪيئن انهن جي حڪم جي انحرافي ڪريان؟ ارجن جي سلامتيءَ جي چنتا نہ ڪر. هن کي ڪوبہ جيتي ڪونہ سگهندو. سندو راڄ ۽ سندس سائي ارجن جي مقابلي ۾ رهڻي مان هڪ آنو بہ ڪونہ آهن. جيڪڏهن مان هتان هليو وڃان تہ پوءِ اوهانکي ڪنهنجي سپرد ڪري وڃان؟ هت هڪ بہ اهڙو آدمي ڪونہ آهي جيڪو درونا چاريہ جو مقابلو ڪري سگهي. درونا چاريہ ڪوشش اها ڪندو تہ توکي جيئندي پڪڙي. مونکي وڃڻ لاءِ نہ چئو. مونکي آگيا ڪريو تہ مان اڳي آيو پيچو چڱيءَ ۾ جاچيو."

ڌرم پتر وراڻيو "ساٽيڪي مون سڀني ڳالهين جو خيال ڪيو آهي. مون سڀ ڳالهيون لوري لڪي ڏٺيون آهن. ارجن جي خطري ۽ پنهنجي ضرورت ٻنهي ڳالهين جو مون حساب ڪيو آهي. منهنجو اهوئي خيال آهي تہ توکي وڃڻ لاءِ چوان. هت ڀيم بهادر موجود آهي، هو منهنجي سنڀال ڪندو. ڌرشٽديمن بہ هت حاضر ناظر آهي. ٻيا بہ ڪيترا ويڙهاڪ آهن. منهنجي لاءِ چنتا ڪرڻ اجائي آهي."

هن گفتار کان پوءِ يڌشٽر ساٽيڪيءَ جي رٿ ۾ تيرن جي ڀٿي ۽ ٻيا ڪيترا هٿيار رکيا. هن رٿ کي گهوڙا بہ توانا جوٽايا. ساٽيڪيءَ کي آشيرواد ڏيئي روانو ڪيو ويو. وڃڻ کان اڳ ساٽيڪي ڀيمسين کي چيو: "ڀيمسين مان يڌشٽر جي سلامتي توکي سونپي وڃان. خبردار رهج. پوءِ ساٽيڪي ارجن جي طرف روانو ٿيو. جڏهن هو ڪورون جي لشڪر کي چيريندو اڳتي وڌيو، تڏهن هن کي زبردست مقابلي کي منهن ڏيڻو پيو. پر سڀني ويرن کي هٽائيندو پنهنجو رستو ڪڍيندو ويو. پر مقابلو هو ڏاڍو سخت ۽ هو ڏاڍو آهستہ وڌي سگهيو. جڏهن درونا چاريہ ڏٺو تہ ساٽيڪي يڌشٽر جو پاسو ڇڏي

ٻئي ڪنهن طرف وڃي رهيو آهي، ته هن پانڊون جي
لشڪر تي لڳاتار زوردار حملو ڪيو. پانڊون جي لشڪر جون
صفون ڀڄڻ لڳيون لشڪر پوئتي هٽڻ لڳو. انهيءَ ڪري
يڌشٽر جي من ۾ آنند ماند ٿيڻ لڳي.

[٨٥]

## يڌشٽر جي اجائي آشا

ساتيڪيءَ کي وڃي ڪجهه دير ٿي ته ڌرم پتر جي من ۾
وري مونجهارو پيدا ٿيو. هن ڀيمسين کي چيو: "ارجن اڃا
ڪونه موٽيو آهي، ساتيڪيءَ کي هن پٺيان موڪليم. انهيءَ
جي به ڪا خبر ڪانه آئي آهي، ڀيم! منهنجو ڀاءُ وڃي ٿو
وڏلڙو. پانچجنيه جو آواز برابر اچي رهيو آهي، پر گانڊيو جي
ٽنڪار ٻڌڻ ۾ نٿي اچي. اسانجي مترن ۾ ساتيڪي دلگهريو
سيني ڪان وڌ هڪ وفادار دوست آهي. هو آهي به سيني ۾
بهادر. هن به هن وقت تاءِ ڪا خبر ڪانه آندي آهي. دم دم
ورهيه ٿي ٿو گذري."

ڀيمسين جواب ۾ چيو: "مان اوهان کي ڪڏهن به ايتري
قدر گهٻرايل ڪونه ڏٺو آهي. ڌيرج کي نه ڇڏيو. پنهنجي
من جا ۾ انتظاريءَ جي ڳپ مان ٻاهر ڪڍو. جئن وڻيو تئن
مونکي آگيا ڪريو."

ڀيم جي ڳالهه ٻڌي يڌشٽر چيو: "پيارا ڀيم! مونکي ڏر
آهي ته اسانجو پيارا مري ويو آهي ۽ ماڌو وڙهڻ شروع ڪيو
آهي. مان ماڌوءَ جي سنک جو آواز ٻڌان ٿو، پر گانڊيو جي
ٽنڪار ٻڌڻ ۾ نٿي اچي. ڌننجيه تي اسانجي سارين اميدن
جو دارومدار آهي. هو پنهنجو مت پاڻ ئي آهي. مونکي پڪ ٿو
ٿئي ته هو مري چڪو آهي. منهنجي چت ۾ چوڙا ڪوڙا آهي.

منهنجي آڳيا مڃ ۽ اوڏانهن وڃ جت ارجن آهي. وڃ، وڃي سائيڪيءَ سان شامل ٿيءُ. جيڪي ڪجهه ڪرڻو پوي سو وڃي ڪر. اهو ضروري ڪم پورو ڪري پوئتي ور. سائيڪي منهنجي آڳيا پٽاندڙ ڪورون جي لشڪر ڪي چيري ارجن جي طرف ويو آهي. تون به ساڳيءَ طرح وڃ. جيڪڏهن تون ڪين جيئرو جاڳندو ڏسين ته پوءِ شير جيان گرجنا ڪج. تنهنجي گرج جي دوارا مونکي حقيقت جو پتو لڳندو."

ڀيمسين يڌشٽر کي چيو: "راجن! اوهان چنتا نه ڪريو. مان وڃان ٿو. هان وڃي ڪري پوري پوري خبر ڏيندس." جهٽ ڀيمسين ڌرشٽديمن ڏانهن منهن ڦيري چيو: "پنچال! توکي خبر آهي ته دروڻاچاريه ڪنهن اٽڪل سان يڌشٽر کي جيئندو پڪڙڻ ٿو چاهي. اسانجو وڏي ۾ وڏو فرض آهي ته راجا کي بچايون. پر اهو به ضروري آهي ته مان سندس آڳيا مڃان ۽ سندس حڪم جي بجاوري ڪريان. انهيءَ ڪري مان وڃان ٿو ۽ يڌشٽر جي سنڀال جو بار توتي ٿو رکي وڃان."

پنچال راجڪمار، دروڻ جي جاني دشمن، دروپد جي وير پٽر چيو: "ڀيمسين! چنتا نه ڪر. دروڻاچاريه مونکي مارڻ کان سواءِ يڌشٽر کي پڪڙي ڪونه سگهندو، تون بنا ڊپ ڊاءُ جي هليو وڃ." انهيءَ کان پوءِ ڀيمسين ارجن جي طرف پڇندو ويو.

ڪورو پوريءَ شڪتيءَ سان ڀيم کي ورائي ويا ۽ هنکي ارجن جي مدد لاءِ وڃڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ڪيائون. پر هن پنهنجي دشمنن کي ائين پڇايو جئن شينهن هرڻن جي جهنڊ کي پڇائي! هن ڌرتراشٽر جا سڀ سارا پارهن پٽ ماري وڌا. پوءِ ڀيمسين خود دروڻاچاريه طرف وڌيو. دروڻ ڀيمسين کي ڏسي چيو: "اڳتي نه وڌ. هت مان تنهنجو شترو موجود آهيان. جيسين مونکي نه جيتيو آئيندي، تيسين اڳتي وڌي ڪونه

سگھندا ہن. تنهنجو ڀاءُ ارجن مهنجي موڪل سان اڳتي وڌيو هيو. پر مان توکي وڃڻ ڪونه ڏيندس."

دروڻاچاريه جڏهن هيءُ گفتار ڪئي، تڏهن هن سمجهيو ته ڀيمسين به اهڙوئي مريادا جو وهنوار ڪندو، جهڙو ارجن سان ڪيو هيو. پر ڀيمسين ٻيءُ مٽيءُ جو ٺهيل هيو. آچاريه جا واڪ ٻڌي هو جوش ۾ اچي ويو ۽ گجندي چياءُ: ”اي برهمڻ! ارجن تنهنجي موڪل سان ڪونه ويو هيو. هن اوهانجو مقابلو توڙي ڇڏيو ۽ لڙندو اوهانجي صفن کي چيريندو اڳتي وڌيو هيو. توڻي هنکي قياس آيو، انهيءُ ڪري توکي هٿ ڪونه لاتائين. پر ارجن جيان مان دِيا ڪرڻوارو ڪونه آهيان. مان تنهنجو دشمن آهيان. ڪنهن وقت اوهان اسانجا گورو هئا، اسانجا استاد هئا ۽ اسانجي پتا جي جاءِ تي هئا. انهيءُ ڪري اسين اوهانجي عزت ڪندا هواسين. هاڻ اوهان پاڻ چيو آهي ته اوهان اسانجا دشمن آهيو. شل ائين برابر ٿئي." ائين چئي ڀيمسين پنهنجي گدا سان دروڻ جي رٿ تي نشان چٽيو. رٿ گدا جي ڌڪ سان پرزا پرزا ٿي پيو. دروڻاچاريه ٻيو رٿ هٿ ڪري انهيءُ تي سوار ٿيو. ٻئي رٿ جو به پهرئين رٿ جهڙو برو حال ٿيو. ڀيمسين سيني مقابلي ڪندڙن کي جيتي اڳتي وڌيو. انهيءُ ڏينهن دروڻاچاريه سچا سارا اٺ رٿ وڃايا. يوجن جي سئنا ڀيمسين کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ساري سئنا برباد ٿي وئي. ڀيمسين وروڌين جي سپاهين کي ائين ڪائيندو ويو جئن هاري سنگ لڻيندو آهي. ليڪن هو وڃي اتي پهتو جت ارجن جئدرٿ جي سئنا سان وڙهي رهيو هيو.

ڀيمسين جڏهن ارجن کي ڏٺو، تڏهن هن شينهن جيان گجگوڙ ڪئي. ڀيمسين جو سنهه ناد ٻڌي ڪرشن ۽ ارجن کي ڏاڍي خوشي ٿي. يڌشٽر جڏهن ڀيم جي گجگوڙ جو پڙلاءُ ٻڌو، تڏهن سندس چنتا گهٽي. هن هاڻي دل ۾ چيو: ”اج

سڀ لهڻ کان اڳ ارجن پنهنجو پرڻ پورو ڪندو، هو انهيءَ آدميءَ کي موت جي سيجا تي سمهاريندو، جنهن ابيمنيو جو انت آندو هو. جئدرٿ جي موت کان پوءِ شايد دريوڌن سنڌيءَ لاءِ اڇا پرگهٽ ڪري. دريوڌن جا ايترا پاڻ به جي ميدان ۾ مري چڪا آهن؛ شايد هاڻي سنڌس من ۾ ڪجهه سمجهه جو ٻورو چمڪي، هن يڌ کيتر ۾ ڪيترن ويرن پرشن ۽ راجائن جي بلي ڏني وئي آهي. ايتري خونريزي ڏسي شايد هٺيلو ۽ تنگدل دريوڌن پنهنجي غلطي محسوس ڪري ۽ صلح لاءِ تيار ٿئي. ائين ٿيندو ڀلا؟ پتامها کي اسان قربان ڪيو آهي. شل سنڌس قرباني هن ويرورڌ کي ختم ڪري، شل وڌيڪ بربادي ۽ خونريزيءَ کان اسين بچون."

اهڙيءَ ريت يڌشٽر اجايون ايلاشائون دل ۾ رکي صلح جا سپنا لهي رهيو هيو. هوڏانهن ڀيم، ساتيڪي ۽ ارجن وروڌين سان خونخوار يڌ ڪري رهيا هئا. ايشور کي ئي خبر آهي ته هن سنسار کي اڃا وڌڻ لاءِ ڪهڙا ڪهڙا ڏک سور سهڻا پوندا. سنڌس ڳجهه جي ڪنهن کي به خبر نه آهي.

## [٨٦]

## ڀيم ۽ ڪرڻ

ارجن وڏي ويڙهه جئدرٿ سان وڙهڻ لاءِ. هن جو خيال هو ته پنهنجو پرڻ پورو ڪريان ۽ سڀ لهڻ کان اڳ جئدرٿ کي موت جو چشڪو ونايان. يڌشٽر کي انهيءَ لاءِ پٺتي ڇڏي ويو هيو ته هو دروڻاچاريه جي حملن کي روڪي. ابيمنيوءَ جي موت ۾ جئدرٿ جو وڏو هٿ هو. جئدرٿ ئي ويوهه چڪر ۾ پانڊون کي اندر وڃڻ کان روڪيو هيو، هن ئي

ڪورون جي صفن ۾ ٻيل سوراخ کي ٻوريءَ رات بند ڪيو هيو. انهيءَ ڪري پانڊو ابيمنيوءَ جي بچاءَ لاءِ چڪر جي اندر گهري ڪين سگهيا. ابيمنيو اڪيلو رهجي ويو هيو ۽ سندس شترن مٿس غالب پئي کيس ختم ڪيو. پاٺڪ پڙهي آيا آهن ته ڪيئن انتظاريءَ جي ڪري يڌشٽر ڀور ٻن ساليڪيءَ کي ۽ ٻوءِ ڀيمسين کي ارجن جي مدد لاءِ روانو ڪيو هيو. ڀيم وڃي اتي رسيو جت ارجن وڙهي رهيو هيو. اتي پهچڻ سان ڀيم گجگوڙ ڪئي. يڌشٽر جڏهن ڀيمسين جي گجگوڙ ٻڌي تڏهن کيس پڪ ٿي ته ارجن جيئرو آهي.

اڄ جنگ کي هلندي چوڏهون ڏينهن ٿي ويو ۽ لڙائيءَ ۾ ڏاڍو وڪٽ روپ ورتو هو. هڪ هنڌ ساتيڪي ۽ ڀورشروا وڙهي رهيا هئا. ٻئي هنڌ ڀيمسين ۽ ڪرڻ هٿ اٽڪايون بيٺا هئا. ٽئين هنڌ وري ارجن ۽ جئدرٿ جنگ جوٽي رهيا هئا. دروڻاچاريه ڪورون جي سينا جي مهڙ ۾ برابر بيٺو رهيو. هو پنچال سينا ۽ پانڊون جي حملي جو مقابلو ڪندو رهيو ۽ موٽ ۾ مٿائن حملو ڪندو رهيو.

جت ارجن ۽ جئدرٿ وڙهي رهيا هئا، اتي هاڻي دريوڌن اچي پهتو. پر دريوڌن کي جيئتي اتان جلد هٽايو ويو.

اهڙيءَ ريت هن ڏينهن جت ڪٿ سخت يڌ ٿي رهي هئي. ٻنهي ڌرين جا لشڪر اهڙي طرح بيٺا هئا، جڻ ڪين پنهنجي پنهين پاسي کان وڏو خوف خطرو هو.

دريوڌن دروڻاچاريه کي چيو: ”ارجن، ساليڪي ۽ ڀيم اسان تي مينهن جو وار به نه ڇنڊيو. هو اسان کي پار ڪري وڃي اتي پهتا آهن، جت جئدرٿ موجود آهي. هو سنڌو راج کي ڏاڍو تنگ ڪري رهيا آهن. اها ڏاڍي حيرانيءَ جي ڳالهه آهي جو اوهان سيناپتي هجو ۽ اسانجي سينا جون صفون هٽن پٺي ٻون ۽ اسانجون رڳون ڪٽون ٿڏجي وڃن. سڀ ڏندين آڱريون ڪري رهيا آهن ۽ بار بار پڇي رهيا آهن ته جنگي

فن جي ماهر دروٽاچاريہ کي سنڌس وروڏي گوئي ڪٿان ڏيئي ويا؟ ٻڌايو تہ مان هنڪي ڪهڙو جواب ڏيان؟ اوهان مون سان دوکو ڪيو آهي."
اهڙيءَ ريت دريوڌن وري ڪوڙيءَ زبان سان دروٽاچاريہ کي ڏوراپا ڏنا. پر دروٽاچاريہ بلڪل شانتيءَ ۽ بردباريءَ سان چيو: "دريوڌن، تنهنجا الزام بنهہ ڪوڙا آهن ۽ اهين الزام هڻڻ توکي سونهي نٿو. اهڙي هلت بالڪل اجوڳي آهي. جيڪي گذري چڪو آهي تنهن بابت ڳالهائڻ مان ڪجهہ نہ ورندو. جا ڳالهہ علاج کان ٻاهر آهي، سا سهڻ ئي گهرجي. باقي آئينده جو ويچار ڪرڻ ضروري آهي."
دريوڌن هن وقت سخت پريشانيءَ ۽ حيرانيءَ ۾ هو. هن دروٽاچاريہ کي نويدن ڪري چيو: "دروٽاچاريہ! اوهانجوئي ڪم آهي نيڪ راهہ ٻڌائڻ. ٻڌايو تہ مان ڇا ڪريان؟ جيڪي ڪنايون اسانجي رستي ۾ آهن، تن لي پورو پورو ڌيان ڏيو ۽ پوءِ نرڻو ڪريو تہ ڇا ڪجي. جيڪي بہ فيصلو ٿئي تنهن لي بنا دير جي عمل ڪرڻ ضروري آهي."
دروٽاچاريہ وراڻيو: "پٽ! انهيءَ ۾ ذرو بہ سنديهہ ڪونہ آهي تہ حالتون ڏاڍيون نازڪ آهن. ٻي مهارٿي اسانکي گوئي ڏيئي اچتي وڌي ويا آهن، پر ائين ڪرڻ سان هنن پنهنجي حالت بہ نازڪ بڻائي آهي. جٿن هو اسانتي حملو ڪري ٿا سگهن، تٿن اسان بہ مٿن پنين پاسي کان حملو ڪري سگهون ٿا. اسان سندن اڳيان بہ آهيون ۽ پويان بہ آهيون. انهيءَ ڪري سندن دشا بہ سٺي ۽ سلامتيءَ جهڙي ڪونہ آهي. تون دل نہ لوڙهہ. همت ڪري وري جُدرت وٽ وڃ ۽ هنکي هر ريت سهايتا پهچاءِ. گذريلن هارن ۽ مشڪلاتن جي بابت چنتن ڪرڻ مان نہ ڪجهہ ورندو، نہ سرندو. سٺي ڳالهہ اها آهي تہ مان هتي ئي لرسان ۽ جٿن جٿن ۽ جڏهن جڏهن ضرورت پوي، توکي مدد موڪليندو رهان. اهو

ضروري آهي ته مان هت پانڊون ۽ پانچالن جي سينا کي مشغول رکان. ٻيءَ حالت ۾ اسين بلڪل ناس ٿي وينداسين."

پوءِ هو رٿون نئون لشڪر وٺي اٿي ويو جت ارجن ۽ ڄمدرٿ پاڻ ۾ لڙي رهيا هئا.

مهاڀارت ۾ چوڏهين ڏينهن جي يڌ جو جيڪو ورنن ڏنل آهي تنهن مان صاف آهي ته انهيءَ زماني ۾ به ڦيري ڪاٽڻ، گوٽي ڏيڻ ۽ شتروءَ کي ورائي وڄڻ جا طريقا چالو هئا. انهن طريقن جي لاڀ ۽ هاڃيءَ، نفع ۽ نقصان کي پوريءَ ريت سمجهندا هئا ۽ انهن بابت واد وواد ۽ سوچ ويچار ڪندا هئا. جنهن ڍنگ سان ارجن شتروءَ جي پاسي کان وري ويندو هو، سو سندس شترن جون منجهائي ڇڏيندو هو. انهيءَ ڏينهن ڪرڻ ۽ ڀيم ۾ جيڪا مٺ ڀيڙ ٿي تنهنجو جڏهن اسين ورنن پڙهون ٿا، تڏهن اڻين پيو ڀاسي ته ڪنهن هاڻوڪيءَ يڌ جو بيان پڙهي رهيا آهيون.

ڀيم جي مرضي ڪانه هئي ته ڪو ڪرڻ سان لڙان، ڇاڪاڻ اهائي سندس اڇا هئي ته ڪرڻ سان گهڻو وقت رڌو رهان. هن جو ارادو هو ته ڪرڻ مان جلد جند ڇڏائي وڃي ارجن ڀيڙو ٿيان. پر راڌا جو پٽ اڻين ڪيئن ڪرڻ ڇو تو ڏئي؟ هن ڀيمسين جي مٿان تيرن جو وسڪارو ڪري ڪيس روڪي بيهاريو. ڪرڻ ۽ ڀيمسين جي رنگ ڍنگ ۾ وڏو ڦير هو. ڪرڻ جي شڪل هئي سندر ۽ سهڻي ڪمل جيان. هو ڀيم سان ڳالهائيندي پيي مشڪيو. هن ڀيمسين تي طعنا هڻڻ شروع ڪيا. چي "گيديءَ جيان پٺ نه ڏيکارج، مٿان ڇڏي ڀڄج نه." اهي طعنا ٻڌي ڀيمسين لپي باهه ٿي ويو. ڪرڻ جي ميٺڪ پسي هو پاڳل ٿي پيو. يڌ تمام سخت هئي، پر ڪرڻ هرهڪ ڳالهه ڪلندي ڏيرج سان ٿي ڪئي، ڪرڻ کي ڪو آويش آيو ئي نه ٿي. ڀيمسين غصي جي ڪري باهه ٿيو پيو هو. سندس هر قدم ۾ جوش هنسا ڀري پيئي هئي.

ڪرڻ جي ڪوشش اها هئي ته ڀيمسين سندس وجهه نه اچي. انهيءَ ڪري هو دور بيهي مٿس تير ڇوڙيندو رهيو. پر ڀيمسين تيرن ۽ ڀالن جي پرواهه نه ڪري، ڪرڻ جي مٿان اچي پيو. راڌا پٽر هر قدم صبر، بردباريءَ ۽ شان سان ٽپي ڪنيو. ڀيمسين جئن جئن پنهنجي شرير جي عجيب شڪتي ٽي ڏيکاري تئن تئن هن جوش، نروش ۽ هنسڪ ڀاوناڻن جو ڀي درشن ڪرايو.

ڀيمسين جو سارو شرير زخمن ڪري ڳاڙهو ٿيو پيو هو. هو ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو جئن *اشوڪ جو وڻ بهار جي موسم ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. پر ڀيمسين پنهنجن زخمن جي ڪجهه به پرواهه نه ڪري ڪرڻ تي حملو ڪري هن جو ڌنش ٻه ٽڪر ڪري وڌو ۽ هن جي رٿ کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. هاڻي ڪرڻ کي ٻئي رٿ جي ڳولها لاءِ ڀڄڻو پيو. سندس مشڪ گم ٿي ويئي ۽ سندس ڪروڌ پورنما جي وير جيان وڌڻ لڳو.

هيءَ ٻه پهلوان خوب ڀڙي لڙيا. سندن ٻل هو شينهن جيترو، سندن تيزي هئي عقاب جيتري ۽ سندن غصو هو سپ جي ڦونڪار جيان. هنن خوب ٿي هڪ ٻئي تي جهپٽا هنيا. انهيءَ وقت ڀيمسين جا سڀ پراڻا زخم نئين سر کلڻ لڳا. ڪيس اڳوڻو سڀ اپمان ياد پيو. جيڪي ٻه هن ڪليفون ۽ ڪشت ڪورون جي هٿان ڏنا هئا، سي سڀ سندس سيني ۾ ڪنڊن جيان چڀڻ لڳا. دروپدي ۽ ٻين پانڊون سان جيڪي جنيون ٿيون هيون، سي سندس دل ۾ تري آيون. انهيءَ ڪري ڀيمسين ڏاڍي جوش سان، موت ۽ زندگيءَ

---

*هن وڻ جا گل ڳاڙها ٿيندا آهن. ڪوين جي ڪلپنا انوسار جڏهن ڪا استري جهانجهرن جي جهڻڪار سان هن وڻ کي پير سان ڇهندي آهي تڏهن انجا گل ڪرندا آهن.

جي پرواهه نه ڪري لڙڻ لڳو. پنهنجي جا رت اڇي هڪ ٻئي ۾ اٽڪيا. ڪرڻ جي گهوڙن جو رنگ هو اڇو ڇهڙو ڪير ۽ ڀيمسين جي گهوڙن جو رنگ هو ڪارو ڇهڙو نيش. سواءِ گهوڙا جڏهن هڪ ٻئي ۾ اٽڪيا لڳا تڏهن ائين ڏسڻ ۾ پئي آيا، جڻ طوفان ۾ بادل.

ڪرڻ جو ڏنش پرزا پرزا ٿي پيو ۽ سندس سارٿي گوڙي ڪائي ڪري پيو. پوءِ ڪرڻ هڪ ٻئي ڀيمسين ڏانهن اڇلائي. پر ڀيمسين انهيءَ کي هٽائي ڇڏيو ۽ تيرن جو وسڪارو ڪندو رهيو.

ڀيمسين جي گهڻي زور ڪري هڪ ٻئي پنيان ڪرڻ جا رت ڀڃندا ويا. دريوڌن ڏنو ته ڪرڻ ڏاڍي ڪشت ۾ آهي سو پنهنجي پراڻا درجيه کي چيائين "هيءُ پاپي پاندو ڪرڻ کي پڇاڙي پورو ڪندو. وڃ وڃي يڪدم ڀيمسين تي حملو ڪري ڪرڻ جي زندگي بچاءِ."

آگيا موجب درجيه وڃي ڀيمسين تي حملو ڪيو. ڀيمسين مٿس ست بال هلايا. نتيجو اهو نڪتو جو درجيه جا گهوڙا ۽ سارٿي وڃي پرلوڪ پهتا ۽ خود درجيه کي به ڪاپاري ڌڪ لڳو ۽ هو پٽ تي ڪري پيو. جڏهن ڪرڻ ڏٺو ته درجيه جو زخمي شرير قتيل نانگ جيان ڌرتيءَ تي چربر ڪري رهيو آهي، تڏهن سندس دل ڀرجي آئي. هن درجيه جي چوڌاري پرڪرما ڏيئي سرڳواسي ويرپرش کي آخرين پرڻام ڪيو.

ڀيمسين لڙائي بند ڪئي ڪانه، پر ڪرڻ کي وڏيڪ لنگر ڪرڻ لڳو. ڪرڻ جو رت وري به ڀڄي پيو. هن نئون رت هٿ ڪري ڀيمسين تي ڏاڍيءَ هوشياريءَ سان تير ڇڏيا. ڀيمسين جوش ۾ اچي پنهنجي گدا ڪري ڪرڻ ڏانهن اڇلائي. گدا ڪرڻ جي رت کي ٽڪر ڪيا ۽ سندس گهوڙن ۽ سارٿيءَ کي پرلوڪ پهچايو. ڪرڻ جي جهنڊي جي آنگاس به ڀڄي

پيو. ڪرڻ هاڻي ڌرتيءَ تي بيٺو ۽ هن پنهنجو ڌنش موڙيو.

دريوڌن پنهنجي ٻئي پاءُ، درمک کي ڪرڻ جي مدد لاءِ موڪليو. درمک ڪرڻ وٽ پهچندي، ڪيس پنهنجي رٿ ۾ وهاريو.

درمک کي ڏسي ڀيمسين جي غصي جو پارو ٻه چار ڊگريون مٿي چڙهي ويو. جوش ۾ سندس چپ ڪاوڙيل رڇ جي چپن جيان لڏڻ لڳا. هن درمک تي سڄا سارا نَوَ ٻاڻ ڇوڙيا. اڃا ڪرڻ رٿ تي پورو نهي به ڪونه ويٺو هو ته درمک جي زره پڄي پيئي ۽ هو ٻاڻ بي جان بند جيان ڌرتيءَ تي ڪري پيو. جڏهن ڪرڻ ڏٺو ته دريوڌن جو هڪ ٻيو پاءُ به رٿ ڀاڙيندو پرلوڪ ڏانهن راهي ٿيو آهي، تڏهن هنکي ڏاڍي چنتا ورتي ويئي. ڪجهه وقت ته پهاڙ جيان چپ چاپ بيٺو رهيو.

ڀيمسين ڪرڻ تي بيدرديءَ سان حملو ڪندو رهيو. ڀيمسين جا تيز تير ڪرڻ جي ڪوچ ۾ گهري ويا ۽ هنکي ڏاڍو سور ٿيڻ لڳو. انهيءَ هوندي به هن موٽ ۾ ڀيمسين تي حملو ڪري سندس سارو شرير زخم زخم ڪري وڌو. انهيءَ هوندي پر ڀيمسين بس ڪانه ڪئي، هن ڏاڍي جوش ۾ اچي ڪرڻ تي نئين سر حملو ڪيو. ڪرڻ جو ڏٺو ته دريوڌن جا ڪيترا پاءُ هڪ ٻئي پٺيان سندس بچاءُ ڪندي سرڳ لوڪ ڏانهن روانا ٿيا آهن، سو سندس صبر جو پيالو پڄي پيو. هڪ قتن جو شاربڪ سور، ٻيو دل جو گهرو درد، ڪرڻ جي همت هارجي ويئي ۽ هو شڪست کائي پوئتي هٽڻ لڳو. اتي ڀيمسين اٿي کڙو ٿيو. سندس بدن زخمن جي ڪري پيڪندڙ باهه جيان ٿي ڏسڻ ۾ آيو. هن خوشيءَ وچان زوردار رڙ ڪئي. اها رڙ ٻڌي ڪرڻ کي وري جوش آيو ۽ هو لڙڻ لاءِ وري سنيري بيٺو.

[۸۷]

# پرتگيا جي پالنا

## ڌرتراشٽر جو ڏک

جڏهن ڪروڪيتر ۾ جنگ بند ٿي، تڏهن سنجيہ سورداس راجا ڌرتراشٽر کي سمورو حال ٿي ٻڌايو. ڪرڻ جي شڪست ۽ پنهنجن پٽن جي موت جو سماچار ٻڌي ڌرتراشٽر جي دل ڏاڍي اُداس ٿي پيئي. هن گهري ڏک سان چيو "سنجيہ! منهنجا پٽ انهن ٿا مرن جئن پتنگ شمع جي مٿان قربان ٿيندا آهن. هن هٺيلي دريوڌن، درمک ۽ درجيہ جهڙن ڳڀرو جوانن کي موت جي منهن ۾ موڪلي ختم ڪيو آهي. هاء منهنجا پٽڙا مونکان سدا لاء جدا ٿي ويا. هن مورک دريوڌن چيو هو 'ڪرڻ جي همت لاثاني آهي ۽ جنگي فن ۾ ڪوبہ سندس مٽ ڪونہ آهي. جڏهن اهڙو وير پرش اسان جي طرف آهي، تڏهن ڪوبہ اسانکي جيتي ڪونہ سگهندو. ڪرڻ منهنجي طرف آهي تہ ديوتائون بہ مونکان جنگ کٽي ڪونہ سگهندا. پانڊون جي ڳالهہ ني ڪهڙي ڪجي.' هاڻي دريوڌن کي ڪل پيئي هوندي تہ ڀيمسين جي حملي ڪري ڪرڻ پوٺتي هٽڻ لڳو آهي. هاڻي بہ دريوڌن کي سمجهہ اچي تہ نيڪ آهي. وايو پتر ڀيمسين شڪتيءَ ۾ ڪال ڀڳوان جي تلل آهي. دريوڌن جي ڪرتوتن ڪري ڀيمسين جي منهنجي پٽن سان جڳري دشمني پئجي چڪي آهي. اسان جي سڄ پڄ برٻادي آهي."

راجا جا هي شبد ٻڌي سنجيہ جواب ۾ چيو: "راجن! توهان پنهنجي موڙ هٺيلي پتر جي ڳالهين کي اوناپو ۽ هن پرڪار جي اٽوسامندڙ آگ کي الهن ڪيو. هن برٻاديءَ جو ڪارڻ اوهان ئي آهيو. ڀيشم ۽ ٻين بزرگن جي سهڻيءَ صلاح کي اوهان نڪرايو؛ اڄ انهيءَ جو ڦل ڀوڳي رهيا آهيو. پاڻکي

ڏوهه ڏيو ۽ ڪرڻ ۽ ڀيمَ ويڙهاڪن جي مٿان الزام نه مڙهيو. هو ته پوريءَ شڪتيءَ سان جنگ ۾ لڙي رهيا آهن.“

## دريوڌن جا ڀيا ڀائر ڇدقي جون ڀڪريون

اهڙيءَ ريت ڌرتراشٽر کي فهمائش ڏيڻ کان پوءِ سنجيه اڳتي ڳالهه هلائي.

جڏهن ڪرڻ ڀيم جي اڳيان ڀڄندو ڏسڻ ۾ آيو تڏهن ڌرتراشٽر جا ڀيا پنج پٽ يعني درمرش، دساهه، درمت، درڌرا ۽ ڄيءِ ڪرڻ جي مدد لاءِ اڳتي وڌيا. جڏهن ڪرڻ هننکي پنهنجي طرف ايندو ڏٺو، تڏهن ڪيس وري همت آئي ۽ هو ڀيڙ ڪرڻ لاءِ پوئتي موٽيو. ڀوڙين ته ڀيمسين هنن نول چوڪرن ڏانهن ڪجهه ڌيان ڪونه ڏنو ۽ ڪرڻ تي ئي حملو ڪندو رهيو. پر هيءَ جوان ڏاڍي جوش سان لڙڻ لڳا. انهيءَ ڪري ڀيمسين کي ڏاڍو غصو آيو، سو ڪرڻ کي ڇڏي، اچي هنن جوانن کي ورتائين ۽ منٽن ۾ ڪين ڀرلوڪ ڏانهن روانو ڪيائين. پنجئي پنهنجن گهوڙن ۽ سارٿين سميت پڌڪيتر ۾ پيا رهيا. پنجني جي قتن مان خون تي وهيو. پريان ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو، جڻڪ ڪي ڳاڙهن گلن ۽ ٻور سان پريل سندر وڻ طوفان جي ڪري، ڪري پٽ پيا آهن.

جڏهن ڪرڻ ڏٺو ته سندس خاطر راڄڪمارن جو هڪ ٻيو ٽولو هڻي ڪنو ويو آهي، تڏهن هو وڌيڪ جوش سان لڙڻ لڳو. هو ڏانهن ڀيمسين کي وري ڪرڻ جي ڪيلن الياچارن جي يادگيري تي پئي. انهيءَ جوش جي ڪري هو به خوب وڙهي رهيو هو. هن پنهنجو ڏنش اهڙيءَ طرح ڪم ۾ آندو، جئن ڪرڻ بلڪل نهٽيو تي پيو. سندس گهوڙا ۽ سارٿي زمين تي ليٽايا ويا. ڪرڻ رت تان ٽپ ڏيئي هيٺ لٿو ۽ پنهنجي گدا ڪٽي، ڀيمسين ڏانهن اڇلايائين. پر ڀيمسين پنهنجي مضبوط ڌنش مان اهڙيءَ ريت ٻاڻ ڇوڙيا جئن اها گدا پئي

طرف هلي ويئي. ڀيمسين ڪرڻ مٿان تيرن جو وسڪارو ڪيو ۽ انهيءَ ڪري ڪرڻ کي لاچار پوئتي هٽڻو پيو.

اهو حال ڏسي دريوڌن ڏاڍو مايوس ٿيو. هن پنهنجن ڀين ستن ڀائرن کي راڌا پٽر جي بچاءَ لاءِ موڪليو. سندن نالا هئا: چتر، اُپچتر، چترڪش، چاروچتر، شراسن، چترايڌ چتروَرمن. سنئي وڃي ڀيمسين کي ورايو ۽ وچتر پڌ ڪري ڏيکاري. سندن جنگي فن ساراهه جوڳو هو، پر نيٺ ڀيمسين جي مقابلي ۾ هئا ٻالڪڙا. سو ڀيمسين جي سامهون بيهي ڪونه سگهيا، هڪ هڪ ڪري ست ئي موت جي منهن ۾ ويا.

اهو حال ڏسي ڪرڻ جون اکيون ٽم ٽم مينهن وسائڻ لڳيون، سندس من ڏاڍي ڪروڌ ۾ ڀرجي پيو. نئون رٿ همٿ ڪري، انهيءَ تي سوار ٿيو ۽ ڪال جيان ڀيمسين تي اچي ڪڙڪيو. ٻئي يوڌا ائين پاڻ ۾ لڙي رهيا هئا، جڻ ڪڙڪات ڪندڙ بادل. ڀيمسين جي بهادري ڏسي ڪرشن، ارجن ۽ ساليڪي ٽيئي گدگد ٿيڻ لڳا: نه رڳو مٽر ڀيمسين جي ساراهه ڪرڻ لڳا، پر وروڌي پڪ جي ويرن، جهڙي طرح ڀورشروا، ڪرپاچاريه، اشوٿاما، شليه ۽ جئدرٿ به هنجي پرشنسا ڪئي.

پنهنجن آدمين جي واتان ڀيمسين جي ساراهه ٻڌي دريوڌن کان سٺو ڪونه ويو. ڪرڻ جو حال ڏسي ڪري هنکي ڏاڍو ڏک ٿيو. انهيءَ ڪري هن پنهنجن ڀين ستن ڀائرن کي آگيا ڪئي ته وڃي ڀيمسين کي گهيرو وجهو ۽ ڪرڻ جا پراڻ بچايو. شترنجيه، شترهس، چتر، چترايڌ، دڙه، چترسين ۽ وڪرڻ دريوڌن جي آگيا انوسار وڃي ڀيمسين تي حملو ڪيو. پر ڀيمسين جي تيرن هڪ هڪ ڪري ستن کي ئي ختم ڪيو. وڪرڻ سيني کان پوءِ ماريو ويو. وڪرڻ نياءَ ۽ ڌرم تي هلندڙ هو، انهيءَ ڪري سيني کي پيارو لڳندو هو. وڪرڻ جي مرڻ ڪري ڀيمسين کي به ڏاڍو ڏک ٿيو.

ڊڪ ۾ ٻرجي ھن چيو: ”ھاءِ وڪرڻ! تون نياءَ ٻڌي ھئين، توکي ڌرم جي مارگ جو پتو ھو. تون پنھنجي فرض پالڻ لاءِ لڙائيءَ ۾ شامل ٿئين. تون وڏن جي آڳيا مڃي ھن ميدان ۾ آئين. ڪھڙي نہ ڊڪ جي ڳالھ آھي جو، توکي منھنجي ھٿان مرڻو پيو. ھيءَ لڙائي نہ آھي، ٻر اسان جي ڪل لاءِ پٽ آھي. ڪھڙو نہ سراپ اچي اسانکي لڳو آھي جو وڪرڻ ۽ ڀيشم جھڙن ڌرماتمائن جو بہ قتل ڪيو ٿو وڃي.“

ڪرڻ جڏھن ڏٺو تہ دريوڌن جي ڀائرن جو ھڪ ٻيو جٿو، سنڌس رکيا ڪندي موت جي گھاٽ اتاريو ويو آھي، تڏھن سنڌس اندر ۾ ڊڪ ۽ درد جي آگ ڀڙڪي اٿي. رٿ ۾ ھو پنھنجي آسن تي ٽيڪ ڏيئي اکيون بند ڪري ويھي رھيو. ٿوري دير ائين ترسڻ کان پوءِ ھو پنھنجي جوش ۽ جذبي تي غالب پيو ۽ دل کي مضبوط ڪري وري ڀيمسين تي حملو ڪياءِ. جيتوڻيڪ ڀيمسين جي ٻاڻن لڳڻ ڪري ڪرڻ جو ھڪ ڌنش جي پنيان ٻيو ڌنش ڀڄندو ويو تہ بہ ھن پنھنجي جنگ برابر جاري رکي. ارڙھن دفعا ڪرڻ نئون نئون ڌنش ھٿ ڪيو. ھن سخت يڌ جي وقت ڪرڻ جي منڊڪ گم ٿي چڪي ھئي. سنڌس منھن ۾ بہ ڀيمسين جيان ڪروڌ جي آگ جاڳڻ لڳي ھئي. جڻ ھو ٻئي وڙھيا ٿي تڻن ھڪ ٻي ڏانھن گھور ڪري نھارڻ لڳا، ڀيمسين شينھن جيان گجگوڙ ڪئي. سنڌس رڙ جي گجگوڙ لڙائيءَ جي ميدان تي ٿيندڙن رڙين ۽ راڙن کان وڌيڪ زور واري ھئي، سو اچي يڌشٽر جي ڪنن تائين پھتي. ھيءَ گجگوڙ ٻڌي يڌشٽر جي دل ۾ وڏو اتساھ پيدا ٿيو. انھيءَ ڪري ھن دروڻاچاريہ تي اڳي کان وڌيڪ زوردار حملو ڪيو.

ھيءَ جيڪا ڏھن ٻن جوانن جي وچ ۾ نئين سر جنگ ڇڙي تنھن ۾ ڀيمسين جا گھوڙا ختم ٿي ويا ۽ سنڌس سارٿي بہ مري ويو، ٿوريءَ دير ۾ سنڌس رٿ بہ پرزا ٿي پيو. پوءِ ڀيمسين

ڪرڻ ڏانهن پنهنجو پاسو اڇلايو. ڪرڻ پنهنجي رٿ ۾ ويٺي ويٺي انهيءَ پاليءَ کي ٻئي طرف هٽائي ڇڏيو. ائين ڀيمسين تلوار ۽ ڍال کڻي اڳتي وڌيو، پر ڪرڻ پنهنجا ٻاڻ هلائي ڀيم جي ڍال کي يڪدم ڀڃي وڌو. پوءِ ڀيمسين پنهنجي تلوار ڦيرائي ڦيرائي ڪرڻ ڏانهن اڇلائي. اها تلوار ڪرڻ جي ڌنش کي وڃي لڳي. ڌنش ٻه ٽڪر ٿي پيو. پر ڪرڻ جهٽ ٻيو ڌنش هٿ ۾ کنيو ۽ اڳي کان به وڌيڪ زور سان ڀيمسين تي حملو ڪيو، ڀيم کي جو لڳي گهاوَ؛ سو ڪرڻ تي ائين جهپٽيو مارياءِ جئن سرڻ ماڻس جي ٽڪري تي. راڌي پٽر پاڻ بچائڻ لاءِ جهلدي جي آنگاس جي ٻنيان وڃي لڪو ۽ اهڙيءَ طرح موت جي منهن مان نڪري آيو. هاڻي ڀيم ڪرڻ جي رٿ مان ٽپ ڏيئي هيٺ لٿو. هن وقت هو پيرين پنڌ بيٺو هو. سندس سڀ هٿيار گم ٿي چڪا هئا، هن کي پنهنجي بچاءَ جو هڪ ئي رستو سجهيو. زمين تي جيڪي مئلن هاٿين جا لاش پيا هئا، تنهنجي پٺيان لڪندي هو پاڻ کي تيرن کان بچائيندو رهيو ۽ ساڳي وقت جيڪو به زمين تي پيل هٿيار هٿ ٿي آيس، اهي هو ڪرڻ جي طرف اڇلائيندو ٿي رهيو. ڪڏهن رٿن جي ڦيٿن جا پڳل ٽڪر ٿي ڪرڻ ڏانهن اڇلايائين، ڪڏهن هاٿين ۽ گهوڙن جون ٽٽل ٽنگون کڻي ٿي هن کي هنيائين. اهڙيءَ طرح لڳاتار لڙائي ڪندو رهيو. پر هن قسم جي لڙائي گهڻو وقت هلي ڪين سگهي ۽ ڀيم اچي مشڪلات ۾ مبتلا ٿيو. ائين ڪرڻ کيس چيو "اي مورک! پيٽوڙي! توکي يڌ جي فن جي ڪهڙي خبر آهي؟ هت ميدان ۾ تون ڇو آيو آهين؟ هليو وڃ ڪنهن بن ۾ ائين وڃي ڦلن ڦولن ۽ ڪندن مولن سان پنهنجو پيٽ ڀرت. تون هڪ جهنگلي آدمي آهين. توکي ڪترين جي مريادا جي ڪهڙي ڄاڻ؟ وڃ، وڃ، ڀڄي وڃ." ائين ڀيم کي ڪرڻ سخت طعنا ٽنڪا هنيا ۽ کيس خراب خوار ڪيو. پر ڄاڻ ڪاڻ جو هن ماتا ڪنتيءَ سان

پرتگيا ڪئي هئي ته مان سواءِ ارجن جي ٻئي ڪنهن به ڀاءَ
کي نه ماريندس، انهيءَ ڪري هن ڀيمسين کي مارڻ کان
پاسو ڪيو.

ڪرشن پريان اهو حال ڏٺو ته انهيءَ ڪري هن ارجن
کي چيو ”ارجن ڏس ته غريب ڀيم کي ڪرڻ ڪيترو نه
ڪٽ ڪيو آهي.“

ڪرشن جا اهي شبد ٻڌي ارجن جون اکيون ڪروڌ وچان
ڳاڙهيون لال ٿي پيون. هن پنهنجو گانڊيو ڌنش کڻي ڪرڻ
تي ڪان ڪشيا. ڪرڻ هاڻي ڀيم کي ڇڏي ارجن ڏانهن ڌيان
ڏنو. هن ڪنتيءَ سان پرتگيا ڪئي هئي ته مان پنجن پانڊون
مان رڳو هڪ ڀاءَ کي ماريندس. اهو هڪ ارجن ئي هو،
جنهن سان ڪرڻ کي جنگ جوٽڻي هئي.

[۸۸]

## سو مدت جو انت

ڪرشن سائيڪيءَ کي پنهنجي طرف ايندو ڏسي ارجن
کي چيو: ”هوڏانهن ڏس ته وير آتما سائيڪي، تنهنجو شش
۽ متر شترن جي صفن کي ڪاميابيءَ سان چيريندو هن طرف
اچي رهيو آهي.“

ارجن ورائيو: ”ماڌو اها ڳالهه مونکي نٿي وڻي. ڌرم
پتر کي ڇڏي هت منهنجي مدد لاءِ سائيڪيءَ کي اچڻ نه
گهربو هو. هت دروڻاچاريه واجهه وجهي رهيو آهي ته ڪٿن
به ڌرم پتر کي جيئندو پڪڙيان. سائيڪيءَ جو ڪم هو ته
ڌرم پتر جي رکيا لاءِ پنهنجي مقرر ڪيل ستان تي بيٺو هجي
ها. الي ٻهڻ جي بدران هن طرف هليو آيو آهي. هوڏانهن
ڏسو ته ٻڌو پرو ڀشروا سائيڪيءَ کي روڪي بيٺو آهي. يڌشتر

ساليڪيءَ کي هن طرف موڪلڻ ۾ وڏي پل ڪئي آهي."

ساليڪي ۽ پرويشروا (سومدت جو پٽ) هڪ ٻئي جا جاني دشمن هئا. سندن پريوار جي وچ ۾ پراڻو وروڌ هلندو ٿي آيو. اهو وروڌ هن ريت شروع ٿيو هو. شري ڪرشن جي ماتيشري، ديوڪي جڏهن اڃا ڪنواري هئي، تڏهن ڪيترا راجڪمار سائس وواهه ڪرڻ جا اڇڪ هئا. انهيءَ ڪري سومدت ۽ سني جي وچ ۾ سخت پد لڳي.

سني سوڀارو ٿيو ۽ وسديو جي عيوضيءَ طور هو ديوڪيءَ کي پنهنجي رٿ ۾ چاڙهي ويو. انهيءَ ڏينهن کانوٺي سنيءَ جي پريوار ۽ سومدت جي ڪل جي وچ ۾ جهيڙو شروع ٿيو. ساليڪي سنيءَ جو پوٽو هو. پوريشروا سومدت جو پٽ هو. ڪروکيتر جي جنگ ۾ سومدت ڪورون جي طرف هو ۽ ساليڪي پانڊون جي. انهيءَ ڪري جڏهن سومدت جي پٽ ڀڏي پوريشروا ساليڪيءَ کي ايندو ڏٺو تڏهن کيس خوب زور سان لڙائيءَ لاءِ للڪاريائين.

"ساليڪي! تون پاڻ وڏو وير سمجهي شان شوڪت سان گهمي ڦري رهيو آهين. هت تون منهنجي قبضي ۾ اچي ويو آهين. اڄهو ٿو لوڪي پورو ڪريان. مان گهڻن ڏينهن کان هن ملاقات جي انتظار ۾ هيس، جڏهن دشرٿ جي پٽ لڇمڻ جي هٿان اندرجيت ختم ٿي ويو، تڏهن تون اڄ جو اڄ يمپوريءَ ڏانهن روانو ٿيندين. تنهنجي مرڻ ڪري ڪيترين ئي دکي ورائن جي من کي سنتوش ملندو."

هي لفظ ٻڌي ساليڪيءَ کلي ڏنو ۽ جواب ۾ چيو: "وڏيڪ ٻٽاڪ نه هڻ. سخت لفظ ڪنهنجو سر نه وڍيندا آهن. پوڙن کي اجايو ڏڪاءِ نه. جيئن سرءُ جا بادل سڃي گجگوڙ ڪندا آهن، تيئن ٻنا طلب جا ٻت نه هڻ. سچي ڇٽي جيان گهٽو نه وڄ. لڙائي لڙي پنهنجو جوهر ڏيکار."

ائين هڪ ٻي کي ڏوراڀا ڏيئي ٻه شينهن اچي پاڻ ۾ الڪيا.

سندن گهوڙا قتل ٿي ويا، سندن ڏنش ڇڃي پيا. ٻنهي جا رٿ بيڪار ٿي پيا، هاٿي ٻئي جوان تلوارون ۽ ڀالون کڻي ڌرتيءَ تي ٻهي لڙڻ لڳا، نيٺ ٻنهي جون ڀالون پرزا پرزا ٿي پيون ۽ ٻنهي جون تلوارون به ٽڪر ٽڪر ٿي ويون. انهيءَ کان پوءِ هڪ ٻئي کي ٻک وجهي هڪ ٻئي کي مارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. ائين ڪندي ٻئي گڏجي ڌرتيءَ تي ڪري، ليٽڻ لڳا، جلد ئي هڪ ٻئي کان پاڻ ڇڏائي ٽپ ڏيئي اٿي کڙا ٿيا ۽ وري هڪ ٻئي کي جهپٽو هڻڻ لڳا. ڪئي وار ائين ئي ٿيو ۽ جنگ گهڻوئي وقت ئي هلي.

پارٿ جو سمورو ڌيان هو جئدرٿ جي طرف سو هيءَ خونخوار لڙائي سندس ڌيان ۾ ئي ڪونه آئي. پر ڪرشن کي ساتيڪيءَ جي سلامتيءَ جي ڏاڍي ڇنتا هئي. کيس هنن ٻنهن جي پرڀاوڪ ورود جو پورو پتو هو.

هيءُ حال ڏسي ڪرشن ارجن کي چيو ”ڌننجيا! ساتيڪي بلڪل ٿڪو ٽٽو پيو آهي. اجهو ٿو ڀوريشروا کيس ختم ڪري.“

ڪرشن جي هن چتاءُ کان پوءِ به ارجن جو سمورو چت جئدرٿ جي طرف لڳو رهيو.

انهيءَ ڪري ڪرشن ارجن جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ چيو: ”ساتيڪي ڪورون سان لڙي لڙي هت آيو آهي. هو اڳيئي ٿڪو ٽٽو پيو هو. هنکي لاچار ڀوريشروا جي اڪار اونائي پيو ڏنعو لڙائيءَ ۾ وڙهڻو پيو. ڀوريشروا جو پلڙو ڀاري آهي. جيڪڏهن اسان هنجي مدد نه ڪنداسين ته پيارو ڀيوڌن قتل ٿي ويندو.“

جنهن وقت ڪرشن ارجن کي هن ريت خبردار ٿي ڪيو، تنهن وقت ڀوريشروا ساتيڪيءَ کي مٿي کڻي ڪري ڌرتيءَ تي اڇلايو. انهيءَ تي ڪورون جي ساريءَ سئنا رڙ ڪري چيو: ”ڀيوڌن مارجي ويو.“

ڪرشن ٻيهر ارجن کي سچيت ڪيو. چي ”ڏس ته

ورشن ڪل جو اتم ۽ اتم رٿي سائيڪي انهن پٽ لڳي پيو آهي، ڀڳتِ مري چڪو آهي. اهو وير پرش جيڪو پنهنجي ساٿين کي بچائڻ لاءِ آيو هيو، تنهنجي اکين جي اڳيان ماري رهيا آهن. تون چپ ڪري ٿو ڏسين همت نٿو هلائين.“

ڀوريشروا سائيڪيءَ کي انهن گهاڻ لڳو جئن شينهن شڪار ٿيل هاٿيءَ کي گهائيندو آهي.

ارجن جي من ۾ ويڪت تيرڻ لڳي، هن جي دل ۾ هڪ طوفان هلڻ لڳو. هن چيو: ”ڀوريشروا کي مون لڙڻ لاءِ للڪار ڪانه ڪئي آهي. هن به مونکي چئلينج ڪونه ڏنو آهي. ڀوريشروا هن وقت ٻئي وير سان لڙي رهيو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ مان هن ڏانهن ڪان ڪئن ڪشيان؟ هڙي ڪم جو خيال ڪندي منهنجي دل کي ڌڏڪو ٿو اچي. انهن برابر آهي ته منهنجو هڪڙو سچو متر جيڪو مونکي بچائڻ لاءِ آيو هيو سو منهنجي اکين اڳيان ماريو وڃي ٿو.“

اڃا ارجن هي لفظ چئي پورا ڪيا مس ته جئدرٿ جي ڌنش مان تيرن جو وسڪارو ٿيو، ۽ آسمان ۾ اونده ڇانئجي ويئي. ارجن به تيرن جو وسڪارو ڪيو. ارجن انهن لڙائي ڪندو رهيو، جيتوڻيڪ سندس من ۾ سائيڪي ۽ ڀوريشروا جي لڙائيءَ جو خيال ڪندي ڏاڍو ڏک به ٿي ٿيو.

ڪرشن وري به ارجن تي زور پريو ته هو سائيڪيءَ جو خيال ڪري. هن چيو: ”ارجن سائيڪيءَ کان سڀ هٿيار کسيا ويا آهن ۽ هو هاڻي بي وس ٿيو ڀوريشروا جي قبضي ۾ اچي ويو آهي.“

جڏهن ارجن انهيءَ طرف نهاريو، تڏهن هن ڏٺو ته ڀوريشروا سائيڪيءَ جي لاش تي پير رکي، مٿس تلوار جو وار ڪرڻ لاءِ تيار بيٺو آهي. ڀوريشروا پنهنجي تلوار سائيڪيءَ کي هڻڻ تي هئي تنهن کان اڳ ارجن اهڙو طرح تير هلايو، جئن ڀوريشروا جي ٻانهن وڍجي وڃي پري ڪري.

پورشيشروا ھيءُ حال ڏسي وائڙو ٿي ويو ۽ منھن ڦيرائي ڏسڻ لڳو تہ ھيءُ ڪنھنجو ڪم آھي. ھن رڙ ڪري چيو: ”ھي ڪنتي پٽ! تو مان ھيڏي اميد ڪانہ ھئي. اھڙيءَ طرح ٻئي ٻي پنيان ٻھي لڪي تير ھڻڻ ڪترين جي شان وٽان ڪونہ آھي. مان ٻئي آدميءَ سان ٻڌ ڪري رھيو ھيس ۽ تو مونکي خبردار ڪرڻ بنا وار ڪيو آھي. تنھنجي ھيءَ گيدي پڻي جي ھلت ڏيکاري ٿي تہ ڪوبہ آدمي خراب صحبت جي اثر کان بچي نٿو سگھي. ھي ڏ نئجيہ جڏھن لون پنھنجي وڏي ياءَ ڏرم پٽر وٽ وينديون، تڏھن تون ھن ويرتا جي ڪرم جو ڪھڙو ورنن ڪندين؟ ارجن! توکي ڪنھن سيکاريو تہ تون ھن قسم جي نيچ حرڪت ڪر؟ اھا ڳالھ تنھنجي پتا اندر توکي ٻڌائي ھئي يا تنھنجي گورن درونٽاچاريہ ۽ ڪرپاچاريہ توکي ٻڌائي ھئي؟ ڪھڙي ڏرم انوسار، ڪھڙيءَ مريادا موجب تو ھيءُ تير انھيءَ آدميءَ تي ھلايو جو ٻئي سان لڙڻ ۾ لڳو پيو ھيو ۽ جو اڪ ڦيرائي توکي ڏسي بہ ڪونہ ٿي سگھيو؟ ھيڙا ڪم بدذات لوڪ ڪندا آھن. تو ھن ريت پنھنجي سموري عزت خاڪ ۾ ملائي ڇڏي آھي. وسديو جي پٽ توکان اھو ڪم ڪرايو ھوندو. تنھنجي سڀاءَ ۾ تہ اھڙيون ڳالھيون ھنيون ئي ڪونہ. ڪوبہ ماڻھو، جنھن جي بدن ۾ راجائي رت موجود آھي، ھيڙو ڪم ڪونہ ڪندو. مان سمجھان ٿو تہ انھيءَ ڏڪاريل ڪرشن ئي توکي ھن نيچ ڪرم لاءِ ھرڪايو آھي.“

اھڙيءَ ريت ٻڌ جي ميدان ۾ پنھنجيءَ سڄيءَ ٻانھن ڪپائڻ کان پوءِ پورشيشروا ارجن ۽ ڪرشن کي ڏوراپو ڏنو.

ارجن جواب ۾ ھن ريت چيو: ”پورشيشروا! اوھين ٻڍا ٿي ويا آھيو ۽ وڏيءَ عمر ڪري اوھانجي ٻڌي خراب ٿي چڪي آھي. بنا سبب جي اوھان مونکي ۽ ڪيشو کي ڏوھ ڏيئي

رهيا آهيو. هاڻي ٻڌايو ته جڏهن اوهين منهنجي انهيءَ مٽر کي قتل ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا، جنهن منهنجي بچاءَ لاءِ پنهنجي جان جوکم ۾ وڌي هئي، تڏهن ماٺ چپ ڪري ڪٿي وهاڻ ها؟ سائيڪي منهنجو ساڃو همت آهي. اوهان هنڪي انهيءَ وقت ٿي ماريو، جڏهن هو بيوس ٿيو پٽ ۾ پيو هو. اهڙي وقت جيڪڏهن ماٺ چپ ڪري وهاڻ ها ته نرڪ جو گامي ٿيان ها. اوهين چئو ٿا ته مادوءَ جي سنگ ڪري ماڻ برباد ٿي چڪو آهيان. هن وشال وشو ۾ ڪو جيو آهي ڇا جو هن ريت برباد ٿيڻ کان ڪيبائي؟ اوهان جي ٻڌي پرشٽ ٿي چڪي آهي، انهيءَ ڪري اوهين هن طرح ٻيبيو ٿا. جڏهن انيڪ يوڌن سان لڙڻ ڪري سائيڪي ٿڪو ٽٽو پيو هو، تڏهن اوهان هن سان جنگ جوٽي ۽ هنکي جيتيو، ڇا اهو ڪم مريادا جي اندر هو، ڇا ائين ڪرڻ ڌرم هو؟ وري جڏهن هار کائي هو بي هٿيار پٽ ۾ پيو هيو، انهيءَ وقت اوهان هنجو قتل ڪرڻ ٿي چاهيو، ڇا ائين ڪرڻ ڌرم انوسار هو؟ وري ٻڌايو ته اهو ايمينو جنهن جو ڪوچ ڪٽجي چڪو هو، جنهنجا هٿيار ڀڄي چڪا هئا، اهو جيڪو اڪيلو نڪل هو، جو ٻهي ۽ ڪوڙ ٿي سگهيو، اهڙي منهنجي نازڪ ۽ ڪومل ٻار جي مرڻ تي اوهان سيني خوشيون منايون هنيون، ٻڌايو ته ائين ڪرڻ کهڙيءَ مريادا جي موافق هو، کهڙي ڌرم جي انوسار هو؟"

ارجن جو هيءُ ترڪي ۽ ترڪي جواب ٻڌي، پورپشروا چپ ٿي ويو. هاڻي سائيڪيءَ جي ٻچر ڇڏي، پنهنجي کبي همت سان زمين تي ڪرڻ تيرن کي ڏاهي جوڙي آسن ٻڌائي ڌيان لڳائي پلٿي ماري ويهي رهيو. اتيئي هو يگوان جي ڀگتيءَ ۾ لڳي ويو ۽ مرڻ تاءِ ورت رکڻ شروع ڪياءِ. هن پرڪار جو ڏيرج ۽ ڀگتي ڏسي، ڪورو ۽ پورپشروا جي ساراهه ڪرڻ لڳا ۽ ارجن ۽ ڪرشن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا.

سندن سخن ٻڌي ارجن اُتيو: ”هي وير پرشو! اوهانکي منهنجي پرلڳيا جي خبر آهي. مان پرڻ ڪيو آهي ته منهنجي تيرن جي پهچ تاءِ ڪنهن به متر يا ساٿيءَ کي دشمن جي هٿان مرڻ نه ڏيندس. انهيءَ ڪري ساتيڪيءَ جي رکيا ڪرڻ منهنجو ڌرم هو. سندس خاص ڪرتويه ۽ ڌرم جي ڄاڻ بنا ڪنهن به آدميءَ جي نندا ڪرڻ واجب نه آهي.“

اٿين چوڻ کان پوءِ هن يوريشروا کي هن ريت چيو: ”هي وير شرومڻي! سوين توهان وٽ پنهنجي بچاءَ لاءِ آيا ۽ سون جي اوهان برابر رکيا ڪئي. اوهانکي خبر آهي ته جيڪي ڪجهه ٿيو آهي، سو اوهان جي پنهنجي ڀل کان ٿيو آهي. مونکي ڏوهه ڏيڻ نياءَ جي ورڌ آهي. جيڪڏهن نندا ڪرڻي آهي ته هنسا جي نندا ڪرڻ گهرجي. هنسا ڪترين جي ڌرم جو انگ آهي.“

ارجن جا هي شبد سڻي يوريشروا سر جهڪائي ساڻس نمستي ڪئي.

انهيءَ وچ ساتيڪي سچيت ٿيو ۽ اٿي بيٺو. جوش ۾ پرجي هن مئدان مان هڪ تلوار هٿ ۾ کنئين. هو يوريشروا طرف ڀڄندو ويو. لوڪن ڏاڍيون رڙيون ڪيون. ارجن ۽ ڪرشن کيس روڪڻ لاءِ سندس پٺيان ڀڳا. پر هو ڪڙو تڪڙو کانئن نڪري ويو ۽ هڪ زوردار ڌڪ سان سماڌيءَ ۾ ويٺل يوريشروا جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيائين. سر اڏامي اچي پٽ پيو. پر ڌڙ سماڌيءَ جي اوستا ۾ اتيئي ڌريو رهيو. ديوتائن ۽ سڌن آڪاش مان يوريشروا جي واهه واهه ڪئي. يڌ جي مئدان ۾ جيڪي به هئا تن سڀني ساتيڪيءَ کي خوب نِنديو.

ساتيڪيءَ پنهنجي بچاءَ ۾ هن ريت دليل ڏنا: ”مان جڏهن بيهوش ٿيو پٽ ۾ پيو هيس، تڏهن هن اسانجي ڪل جي شترو ءَ منهنجي شرير کي پيرن سان لتاڙيو ۽ مونکي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ ڪري مونکي حق

هو ته مان هنکي ماري پورو ڪريان، پوءِ هو ڪهڙو به آسن لڳايو وينو هجي، اُتوا ڪٿي به ويٺو هجي.”

پر سنڌس هن قسم جو دليل ۽ هن قسم جو بچاءُ ڪنهنکي به پسند ڪونه پيو.

## [٨٩]

## جڳدرٿ جوڌو

هاڻي دريوڌن ڪرڻ کي چيو: ”اڄ اسانجي پاڳ جو نرٽون ٿيڻ وارو آهي. اهو وقت اچي ويو آهي جڏهن شايد منهنجو پرالبڌ ڦيرو کائي ۽ اسانکي سوڀ جو رستو ڏيکاري. جيڪڏهن اڄ شام ٿيڻ کان اڳ جڳدرٿ شترن جي هٿ مان ڀڄي نڪتو ته پوءِ ارجن پڪ ئي پڪ بدنام ٿيندو ۽ لڄ جو ماريو هو آپگهات ڪندو. هاري مئو ته پيٺي سڀ سواهه. ارجن جي مرڻ کان پوءِ پانڊون جو پڪ ئي پڪ ناس ٿيندو. پوءِ اسين پڪ ئي پڪ بنا ڪنهن مشڪلات جي ساري راڄ جا پوريءَ ريت ڌڻي مالڪ ٿينداسين. ارجن بنا سوچ ويچار جي ابهرو ئي هن پرڪار جي اسمڀو پرلگيا ڪئي. شايد ديوتائن جي اها اڇا هئي ته ارجن پنهنجي ئي هٿان پورو ٿئي. انهين ڏسڻ ۾ اچي ٿو هن وقت منهنجا گرهه سٺا آهن. هيڙو وجهه هٿان وڃائڻ نه گهرجي. ڪونه ڪو يتن ڪري ارجن جي پرلگيا ڀنگ ڪرائڻ گهرجي. هاڻي سڄيءَ ڳالهه جو دارومدار توتي آهي. هاڻي تنهنجي يڌ ڪشلتا جي پرکيا آهي. سڄ لهڻ جو سمو اچي ويجهو پهتو آهي. اولهه ڏانهن ڏس ته ڪيئن سڄ لهندو ٿو وڃي. مان نٿو ڀانيان ته هن ٿوري وقت ۾ ارجن جڳدرٿ تائين پهچي سگهندو. ڪرپاچاريه، شليه، اشوٿاما، توکي ۽ مونکي جڳدرٿ جو پوريءَ ريت بچاءُ ڪرڻ گهرجي.

جيڪڏهن اسان پنهنجو فرض خبرداريءَ سان پورو ڪيوسين ته پوءِ ارجن جي پرڳيا بلڪل پوري ڪانه ٿيندي."

ڪرڻ وراڻيو: "راجن! پيمسين منهنجو سارو شرير ڦٽن وڌو آهي. منهنجي بدن ۾ شڪتي ڪانه رهي آهي. منهنجو لڱ لڱ ٿو سور ڪري. انهيءَ هوندي به جيڪا ٿوري سٿوري طاقت آهي، سا مان تنهنجي شيوا ۾ لڳائيندس. مان جيان ٿو تنهنجي شيوا لاءِ ٿو."

جڏهن دريوڌن ۽ ڪرڻ باقي ٿورڙيل سمي جي لاڀ وٺڻ لاءِ صلاحون ڪري رهيا هئا، تڏهن ارجن زور سان ڪورون جي لشڪر تي حملو ڪري رهيو هو، انهيءَ لاءِ ته هو وڃي جئدرٿ تائين پهچي ۽ سج لهڻ کان اڳ پنهنجو پرڻ پورو ڪري.

هاڻي ڪرشن پنهنجو پانچجنيه شنک وڄايو ۽ اهڙيءَ ريت پنهنجي سارٿيءَ داروڪ کي اشارو ڪيائين ته اچي حاضر ٿيءُ. داروڪ هڪ سندر رٿ ڪاهي اچي اتي وارد ٿيو.

جڏهن داروڪ رٿ ڪاهي آيو، تڏهن سالڪيءَ انهيءَ تي چڙهي ويٺو ۽ چڙهنديئي ڪرڻ سان لڙڻ لڳو. سالڪيءَ جي ڪوشش هئي ته ڪرڻ کي پوريءَ ريت مشغول رکان جئن هو جئدرٿ جو بچاءُ ڪري نه سگهي.

هڪ طرف سالڪي تيراندازيءَ جي هنر ۾ ڪمال ڪري رهيو هو ته ٻئي طرف داروڪ رٿ ڪاهڻ ۾ پنهنجو چمتڪار ڏيکاري رهيو هو. هنن ٻنهي جي رڻ ڪشلتا ڏسڻ لاءِ ديوتائون به آڪاش مان لهي هيٺ آيا. ڪرڻ جي رٿ جا چارئي گهوڙا ۽ سندس سارٿي ڏسندي ڏسندي ختم ٿي ويا. پوءِ سندس جهنڊي جو آلڪاس ڀڳو ويو. سندس رٿ به ٽڪر ٽڪر ٿي پيو. هن ڪري ڪورون جي لشڪر ۾ ڏاڍي ڪانڊڦوسي ٿيڻ لڳي. ڪرڻ ڊوڙي وڃي دريوڌن جي رٿ تي سوار ٿيو.

هيءَ سموري ڪٿا جئن پانڊون کي خبر آهي، سنجيه

ڏر ترارڻ کي ٻڌائي رهيو هو. وچ وچ ۾ هو پنهنجي آلوچنا به ڪندو رهندو هو. هڻ وقت هن آلوچنا ڪندي چيو:
”راجن! ساٿيڪي، ڪرشن ۽ پارٿ ڌنش وديا جا ماهر آهن. سنسار ۾ ڪو چوٿون ڪونه آهي جو هنن سان ٻجي سگهي.“

ارجن جنگ جوٽيندو، ڪورون جي سينا کي پڇائيندو، وڃي ڄڏرٿ جي ويجهو پهتو. ارجن لڙڻ ۾ رڌر جو روپ ڌارڻ ڪيو هو. سندس پٽ جي قتل ۽ ٻين مصيبتن جي يادگيريءَ سندس جوش کي ٻيڻو ٽيڻو ڪري ڇڏيو. ارجن جو هڪڙو نالو آهي سويه ساچي. اهو نالو انهيءَ ڪري پيو هيس جو هو کاٻو هٿ به ساڄي هٿ جيان ڪم ۾ آڻي سگهندو هو. هاڻي هن گانڊيوءَ مان تيرن جو مينهن وسائڻ شروع ڪيو. هر کاٻي هٿ سان تي ٻاڻ هلايائين، هر ساڄي هٿ سان. سندس تيرن جي بوڇاڙ ڪورون جي لشڪر ۾ ڌاڪوڙو وجهي ڇڏيو. هو ائين سمجهڻ لڳا ته خود ڪال ڀڳوان سندن موت ڪرڻ لاءِ اچي يڌڪيتر ۾ ناچ ڪري رهيو آهي.

اشوٿاما ۽ ٻيا ڪورو وير ڪئين هوشياريءَ چالاڪيءَ سان ڄڏرٿ جو بچاءُ ڪري رهيا هئا ۽ ڪئين ارجن پنهنجي ڪاريگريءَ سان هڪ هڪ کي پورو ڪندو ٿي ويو. انهيءَ جو ورنن وياس ڀڳوان تمام سهڻي نموني مهاڀارت ۾ ڪيو آهي.

هاڻي ڄڏرٿ تي حملو شروع ٿيو. هيءَ لڙائي به ڪافي وقت هلي. ٻنهي ڌرين هر هر اولهه ڏانهن تي نهاريو، ڇاڪاڻ ته سج جي لهڻ جو وقت ويجهو اچي پهتو هو. سنڌو راج ڪو اهڙو جهڙو جوڌو ڪونه هو. هو اهڙيءَ طرح سان ٿي لڙيو، جڻ ارجن کي پنهنجي سموري شڪتي لڳائڻي پوي. سج پڇ ته نه رڳو ارجن جي پرلگيا جي پريکيا هئي، پر اڄ خود ارجن جي به پريکيا ٿي رهي هئي.

هاڻي سج وڃي افق کي ويجهو پهتو ۽ لامڙي ليڻ لڳو،

پر پڇ جو انت نظر نه آيو، ٻئي وير بهادريءَ ۽ هوشياريءَ سان لڙندا رهيا.

دريوڌن ھيءَ حال ڏسي ٻوڙ ۾ اچي ويو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو: ”باقي گهڙي اڌ اچي ٻچي آهي. ڏسجي ائين ٿو ته جئدرٿ بچي ويندو. ارجن جي پرتگيا پوري ڪانه ٿيندي ۽ ارجن کي شرمندو ۽ لاچار ٿيڻو پوندو.“

اوچتو ئي اوچتو بلڪل اونده ٿي وئي. ٻنهي طرفن جي سپاهين هڪ آواز سان چيو: ”سج لهي ويو آهي. جئدرٿ بچي ويو آهي. ارجن هار کاڌي آهي.“ پانڊو اداسيءَ ۾ اچي ويا ۽ ڪورو خوشيءَ وچان رڙيون ڪرڻ لڳا.

هاڻي جئدرٿ اولهه ڏانهن نهاريو. هن ڏٺو ته سج ڪونه آهي. خطري جو وقت پورو ٿي چڪو آهي. انهيءَ ڪري هن دل ۾ سمجهو ته ”مان بچي چڪو آهيان.“

اتي ڪرشن ارجن کي چيو ”نهار ته جئدرٿ اولهه ڏانهن منهن ڪيو بيٺو آهي. سندس منهن ٻئي طرف آهي. هو بي خبر دار آهي. سچ پچ سج لٿو ڪونه آهي. اها اونده بناوٽي آهي. اها مان ڪرائي آهي. وجهه نه وڃاءِ. يڪدم پنهنجو ڪم پورو ڪر.“

اهي لفظ ڪرشن جي واتان نڪتا مس ته گانڊيو مان هڪ باڻ ڇٽو. اهو باڻ جئدرٿ جو سر ائين اڏائي کڻي ويو، جئن سرڻ ڪنهن بيضي کي جهٽ وجهي کڻي ويندي آهي.

ڪرشن وري ارجن کي چيو ”خوب هڪ ٻئي پٺيان تير هلاءِ. ائين تير هلاءِ جئن جئدرٿ جو سر ڌرتيءَ تي نه ڪري، پر تيرن جي زور سان ڪچي وڃي، سندس پتا ورڌڪشتر جي هنج ۾ پوي.“ ارجن سچ پچ اهڙيءَ ريت تير هلايا. هيءَ نظارو به ڏسڻ وٽان هو.

هن وقت ورڌڪشتر پنهنجي آشرم جي ٻاهران ميدان ۾ آسڻ لڳايو وينو هو. سندس اکيون بند هيون. هو سانيڪ

ڪال جي سنڌيا ۾ محو هو. اهڙي وقت سندس پٽ جو مٿو ڪارن وارن ۽ سونين ڪنڍلين سوڌو ڏيري ڏيري وڃي سندس گود ۾ ڪريو. جنهن وانپرستي پنهنجي پرارٿنا پوري ڪري اٿيو، تنهن جئدرٿ جو سر وڃي ڌرتيءَ تي ڪريو. جنهن وڏا تا لکي ڇڏيو هو، تنهن تي ورڌڪشتر جي سر جا ٻه ٽڪر ٿي پيا. جئدرٿ ۽ سندس پتا ٻئي گڏ ويرگتيءَ کي پراپت ٿيا.

هاڻي ڪيشو، ڌننجيه، ڀيم، ساتيڪيءَ ۽ يڌمنيوءَ، سڀني پنهنجا پنهنجا شنک وڄايا. ڌرمپتر هنن سوڀ جي شنکن جو آواز ٻڌو ۽ کيس خبر پيئي ته ارجن پنهنجي پرتگيا پوري ڪئي آهي ۽ سنڌو راج سرڳ لوڪ پڌاريو آهي. هاڻي يڌشٽر پنهنجي لشڪر سان خوب دروڻاچاريه تي حملو ڪيو. هاڻي رات ٿي ويئي هئي. پر چوڏهين ڏينهن تي سج لهڻ سان جنگ بند ڪرڻ جو نيم ٽوڙيو ويو. هر روز جوش وڌندو ٿي ويو. جئن جئن جوش وڌندو ٿي ويو، تئن تئن مرياداڻن جو وڌيڪ النگهن ٿي ڪيو ويو. وڌيءَ ۽ نشيڌ، ڌرم ۽ اڌرم جو ويچار ويو ٿي گم ٿيندو.

[٩٠]

## دروڻاچاريه جو سرڳواس

جنهن ته مهاڀارت جي ڪٿا ٻڌي هوندي، تنهن ضرور گهٽوتڪچ جو نالو ٻڌو هوندو. گهٽوتڪچ ڀيمسين جو پٽ هو. هنجي ماتا اسر ڪل جي هئي. مهاڀارت جي پاترن ۾ ٻه نوجوان، هڪ اڀيمنيو ۽ ٻيو گهٽوتڪچ اهڙا هئا، جو منهنجن انيڪ اوچ گڻ موجود هئا. هو جهڙو هئا بهادر، تهڙو ئي هئا سهنشيل. تڪليف ۽ مصيبت ۾ اصل گهٻرائبا ئي نه هئا.

وري جهڙي هئي سندس بدني طاقت تهڙوئي عاليٰ هئي سندس همت. سندس سياڻ ۽ ڏاڍو سنو ۽ ملنسار هو. هڪ هو ڀيم جو ڀاءُ، ٻيو هو ارجن جو دلارو. اهي ٻئي جوان ڪروکيتر جي ميدان تي ڪم ۾ آيا. ٻنهي پنهنجا سر ڏئي ڇڏيا.

لڙائيءَ جي پوين ڏينهن ۾ تڪرار ۽ جوش ڏاڍو وڌي ويو هو. انهيءَ ڪري پهرين ڏينهن جيان شام جو لڙائي بند ڪانه ٿيندي هئي، چوڏهين ڏينهن سج لهڻ وقت جنگ بند ڪان ڪيائون. پر مشعالون ٻاري رات جو به لڙندا رهيا. ڪروکيتر جو ميدان هڪ نئين روپ ۾ ڏسڻ ۾ آيو. اڳ يارت ورش ۾ اهڙو نظارو ڪڏهن ڏسڻ ۾ ڪونه آيو هيو. سڄو مشعالن سان جڳ مڳ ڪري رهيو هيو. ٻنهي طرفن جا وير عجيب جوش سان چمڪي رهيا هئا. سينا پتي پنهنجون پنهنجون سينائون سينگاري هڪ ٻئي جي رت جا پياسي بڻجي پيا هئا. رات جي ويلي رهبري ڪرڻ لاءِ سينا پتين نون نمونن جا اشارا ۽ نشان ايجاد ڪيا.

جڏهن مٿي چڙهي آيا آهيون گهٽوتڪچ اسر هو. اسرن کي اونده جي وقت وڙهڻ ۾ وڌيڪ سهوليت ٿيندي آهي. رات جو سندن شڪتي وڌي ويندي آهي. انهيءَ ڪري گهٽوتڪچ پنهنجي اسرن جي سينا سان خوب دريوڌن جي لشڪر تي مارو وڌو.

دريوڌن جڏهن ڏٺو ته سندس هزارين سينڪ اسرن جي هٿان ماريا ويا آهن. جڏهن هن ڏٺو ته اسر پنهنجي سيناپتيءَ گهٽوتڪچ جي همت هيٺ عجيب غريب نون نمونن سان سندس لشڪر مٿان حملو ڪري رهيا آهن، تڏهن سندس دل لڏڻ لڳي. سيني، ڪورون جي دلين ۾ مونجهه پيدا ٿي. انهيءَ ڪري سيني گڏجي ڪرڻ کي عرض ڪيو ته

ڪئن به ڪري گهٽوتڪچ کي ختم ڪري. جي گهٽوتڪچ ختم نه ٿيو ته پوءِ سڀ ڪورو ختم ٿي ويندا.

خود ڪرڻ به سخت مونجهاري ۾ هو. سندس ڪروڌ جي آڳ به پڙڪو کائي اٿي هئي. ٿاڙو ڪيس هڪ اسر جو تير لڳو هو ۽ سندس بدن زخمي ٿي پيو هو. هنکي اندر هڪ پالو ڏنو هو. اهو پالو اهڙو هو جنهنجو اثر ضرور ٿيڻو هو. اهو اهڙو پالو هو جو جنهنکي لڳي تنهنکي پورو ڪري ڇڏي. پر اهو پالو رڳو هڪ دفعوئي ڪم ۾ اچڻو هو. ڪرڻ اهو ارجن جي لاءِ رکي ڇڏيو هو. هنکي خبر هئي ته ارجن ۽ سندس وچ ۾ جيڪا لڙائي ٿيندي سائي ساري معاملي جو فيصلو ڪندي. انهيءَ ڪريئي هن اهو پالو ارجن لاءِ سانڍي رکيو هو. پر انهيءَ ڏينهن جو اڌ رات لاءِ پڌ هلي رهي هئي، انهيءَ ڪري ڏاڍي گڙٻڙ ۽ مونجهارو هو. انهيءَ گڙٻڙ جي وچ ۾ پل مان ڪرڻ پنهنجو پالو گهٽوتڪچ تي ڪري اڇلايو.

اهڙيءَ ريت ڪرشن جي پل ڪري ارجن بچي ويو، پر گهٽوتڪچ ختم ٿي ويو. گهٽوتڪچ جي مرڻيءَ ڪري پانڊون جي لشڪر کي وڏو ڌڪ لڳو.

گهٽوتڪچ انترڪش مان شترن جي مٿان تيرن جو وسڪارو ڪندو هو. اهو لڙائيءَ جو وڏو ۽ زبردست ساڌن هو. انهيءَ ساڌن جي گم ٿيڻ ڪري پانڊون کي ڏاڍو ڌڪ ٿيو.

هن منزل تي ڪرشن ارجن کي هن ريت سمجهايو. ”ارجن! اسان وٽ هڪ به اهڙو آدمي ڪونه آهي جو پڌ جي نيمن انوسار دروڻاچاريه کي جيتي سگهي. جيڪڏهن اسان ڌرم جا پابند رهنداسين ته پوءِ اسين دريوڌن سان پڇي ڪونه سگهنداسين. انهيءَ ڪري ڌرم ڌرم جي رٽ ڇڏي اسانکي ڪو ٻيو رستو اختيار ڪرڻ گهرجي. هڪڙوئي رستو کليل آهي. جيڪڏهن دروڻاچاريه جي ڪن تي اها ڳالهه پوي ته سندس پٽ اشوٿاما مارجي ويو آهي، ته پوءِ هو پڌ ڪرڻ

بند ڪندو. چاڪاڻ جو اهڙي وارتا ٻڌڻ سان هن لاءِ جيئڻ ۾ ڪو به چس ڪونه رهندو. هو هٿيار اڇلائي ڇڏيندو. اهو ضرور آهي ته ڪو دروڻاچاريه کي چئي ته اشوٿاما مري ويو آهي.“

ارجن ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ تيار ڪونه هو. انهيءَ ڪري هيءَ رٿ ٻڌي سندس دل کي سخت صدمو رسيو. الي جيڪي بينا هئا تن سيني کي به هيءَ رٿ پسند ڪونه آئي، ڪنهن جو به اهو ارادو ڪونه هو ته ڪو نڳي ڪجي.

ٿوري دير يڌشٽر ٽبيءَ ۾ پئجي ويو. خيال ڪرڻ لڳو ته هن چيو: ”انهيءَ پاپ جو بوجهه مان پنهنجي مٿان کڻندس.“ انهيءَ طرح پانڊون جي هيءَ مشڪلات دور ٿي.

يڌشٽر هن پرڪار جي قبوليت ڏني سا ڳالهه عجيب ڪندڙ آهي. پر هن ڳالهه سمجهڻ لاءِ اسانکي سنسار جي آرنيہ ڪال جي ڳالهه ياد ڪرڻ گهرجي. جڏهن سمندر منٿن ڪيو ويو هو، جڏهن ساگرکي ولوڙيو ويو هو، تڏهن هلاهل وک به بين رتنن سان گڏ پيدا ٿي هئي. اها وش هوند ديوتائن کي ختم ڪري ها، پر بين جي بچاءَ لاءِ رُدر اها پاڻ پي ڇڏي. سگريو پاڻکي بلڪل رام جي پناري اڇلائي ڇڏيو هو. اهڙي شرط آيل سچي متر جي خاطر رام باليءَ کي ماريو. باليءَ سان يڌ ڪندي رام نياءِ ۽ ڌرم يڌ جي نيمن کي تلانجلي ڏني هئي. جئن رُدر زهر پيتي، جئن رام انياءَ جو بوجهه پنهنجي سر تي کنيو، تئن يڌشٽر هيءَ بدنامي پنهنجي مٿان هموار ڪئي.

ڀيمسين ڇا ڪيو، جو پنهنجي ڳؤري گدا کڻي اشوٿاما نالي هاٿيءَ جي سر تي ٺهڪائي وڌائين. هاٿي مري ويو. تنهن تي ڀيمسين رڙ ڪري چيو ’مان اشوٿاما کي ماري وڌو.‘ ڀيمسين اهي لفظ الي چيا جت درونا چاريه جي سئنا جو دستو بيٺو هو. ڀيمسين ڪڏهن به اهڙو نيچ ڪم ڪونه ڪيو

هو. ٻالڪ هن ڪڏهن اهڙي ڪڏي ڪم ڪرڻ جو سپنو به نه لڌو هو، سو هن آواز ڪرڻ کانپوءِ ڏاڍو شرمندو ٿيو.

پيمسين جي، هنن لفظن درونا چاريه جي سيني ۾ وڃي ستڪو وڌو. 'ها سچ پچ ائين هوندو،' هو پانڊون پڇڻ لڳو. جنهن وقت هن هيءُ لفظ ٻڌا هئا، تنهن وقت هو برهماستر ڇوڙڻ لاءِ تيار بيٺو هو. پنهنجي شڪ دور ڪرڻ لاءِ هن ڌرم پتر کي مخاطب ٿي پڇيو "ڇا يڌشٽر، منهنجي پٽ جي قتل جي ڳالهه سچي آهي؟" درونا چاريه سمجهو.هو نه يڌشٽر ڪڏهن به ڪوڙ ڪونه ڳالهائيندو. هو نه ٽنهي لوڪن جي راڄ خاطر به ڪوڙ ڳالهائڻ وارو ڪونه آهي.

جڏهن درونا چاريه يڌشٽر کان هيءُ سوال پڇيو، تڏهن ڪرشن جي من ۾ ڏاڍي آنند مانند پيدا ٿي. دل ۾ چيائين "جيڪڏهن هن وقت يڌشٽر اسانکي دغا ڏني ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ کان ڊنو ته پوءِ اسانکي بلڪل بربادي جو منهن ڏسڻو پوندو. درونا چاريه جو برهماستر وڏيءَ طاقت وارو آهي. انهيءَ شستر کي خون جي ايتري پياس آهي جا ڪڏهن به لهي نٿي سگهي. اهو شستر هليو ته پانڊو پورا ٿي ويندا."

خود يڌشٽر کي به سيءُ ونسي ويو. هنجو من وڏي مونجهاري ۾ هو. جي ڳالهائي ٿو ڪوڙ ته ڌرم ٿو ٻڏيس. جي نٿو ڳالهائي ته راڄ هٿ ڪرڻ جو وجهه ٿو وڃائي. سندس دل ۾ به راڄ جي لالچ هئي. سو دل کي مضبوط ڪري چيائين: "هائو اها ڳالهه سچي آهي ته اشوٿاما مري ويو آهي." اهي لفظ چوندي سندس من ۾ گهٻرٽا پيدا ٿي، سو آهستي چيائين: "اشوٿاما نالي هاٿي مري ويو." انهيءَ وقت هئي دهلن دمامن جي ڌڌڪار ۽ لڙائيءَ جو گوڙ شور، انهيءَ ڪري درونا چاريه پويان لفظ ٻڌائي ڪونه.

جئن اڳ ٻڌايو ويو آهي، سنجيه يڌ جي سموريءَ ڪارروائي جو احوال ڌرتراشٽر کي پئي ٻڌايو. هن ڳالهه بابت هن

سورداس راجا کي چيو ”راڄن! اهڙيءَ طرح هڪ مهاپاپ ڪيو ويو.“

## ڪوڙ جو ڦل

ڌرم پتر يڌشٽر جي رٿ جا ڦيٿا ڌرتيءَ تي لڳندائي ڪونه هئا. اهي ڌرتيءَ کان هميشه چار آنچ مٿي رهندا هئا. هن هيءُ پاپ جو ڪم ڪيو مس، ته سندس رٿ جا ڦيٿا اچي ڌرتيءَ سان لڳا. هن وقت تائين يڌشٽر سنساري جيون کان گهڻو اونچو رهيو هو. هو سنسار جي وڪارن کان مٿي هو. پر هن پاپ جي ڪري هو سنسار جي گهير ۾ ڪري پيو. هنجي من ۾ به راڄ جي لالچ پيدا ٿي. انهيءَ ڪري هو ڌرم جي مارگ تان ڪسڪي پيو. انهيءَ ڪري سندس رٿ عام انسانن جي واهڻن جيان ڌرتيءَ تي هلڻ لڳو.

## دروڻاچاريه هٿيار اڇلائي ڇڏيا

جڏهن دروڻاچاريه ٻڌو ته سندس پيارو پٽ پورو ٿي ويو آهي، تڏهن سندس جيون جي ترشنا ختم ٿي ويئي. وهنوار جا سڀ لاڳاپا ٽٽي پيس. دروڻاچاريه هن ريت وڙهڻ جو واس وٺي رهيو هو ته پيمسين مٿس سخت حملا ڪرڻ شروع ڪيا.

”اوهان برهمڻن پنهنجي ورڻ جو ڌرم ڇڏي ڪترين جي ڪرم ۾ پئي راڄڪمارن جي ستياناس ڪئي آهي. جيڪڏهن اوهين برهمڻ پنهنجي ورڻ جو ڌرم نه ڇڏيو ها ته هوند ڪترين جي هئن ستياناس نه ٿئي ها. توهين چوندا آهيو ته اهنسا پرم ڌرم آهي. اٿين به چوندا آهيو ته برهمڻ ئي هن مهان ڌرم جو مکيه آڌار آهن. برهمڻن جي دواران ئي ڌرم وڌندو ۽ ويجهندو آهي. انهيءَ هوندي به اوهان اهو گيان وساري ڇڏيو آهي، جيڪو اوهانکي جنم وٽان سان مليو هو. لڄ لاهي اوهان هنسا جو ڌندو اختيار ڪيو، اوهان ڪترين جي ڌرم ۾

ڪاهي بيا. اهو اسانجو دريائُ آهي جو اوهان هن ريت ٻاپ جي جيون ۾ نهي پيا آهيو.“

ڀيشم جي هنن ڪوڙن وچنن درونا چاريه جي دل کي ڏهرو گهاءُ پهچايو. هو نه اڳيئي جيئڻ جي لمنا ليا ڳي چڪو هو. هنن لفظن جي ٻڌڻ کان پوءِ هن پنهنجا هٿيار پنوهار ڪري اڇلائي ڇڏيا ۽ پنهنجي رٿ ۾ ڌيان لڳائي ويهي رهيو. ٿوري وقت ۾ پنهنجي سماڌيءَ ۾ هليو ويو. اهڙي وقت ڌرشٽديمن پنهنجي تلوار ڪڍي آچاريه جي رٿ تي چڙهي بيٺو. لوڪن گهڻوئي دانهون ڪيون، گهڻوئي ڪيس نند پائون پر انهيءَ طرف هن ٻنهه ڌيان ڪونه ڏنو. وڌالا اڳيئي لڪي ڇڏيو هيو ته درونا چاريه جو موت ڌرشٽديمن جي هٿان ٿيندو. انهيءَ لوح قلم جي لکئي کي پوري ڪرڻ لاءِ ڌرشٽديمن پنهنجي تلوار سان بزرگ آچاريه جو سر اڏائي ڇڏيو. پاردواج پٽر جي آلما سرڳ ڏانهن رواني ٿي ويئي. جنهن وقت درونا چاريه جا پراڻ نڪتا تنهن وقت سندس شرير مان هڪ عجيب جوتي نڪتي ۽ اها سيني کي ڏسڻ ۾ آئي.

## مهاڀارت جو مهتو

مهان آهي، مهاڀارت جي ڪٿا. اها ڪٿا نه رڳو مهان آهي پر ساڻ ساڻ اچرج پيدا ڪندڙ، وسمئه ۾ وجهندڙ به آهي. هن اڌ يت ڪٿا ۾ انيڪ پان ۽ انيڪ دکن جو ورڻن آهي. پر انهيءَ ڪٿا جي دوارا ويا س مهراج پانڪن کي انمت انادي سنانن ست جو درشن ڪرائي ٿو. اهوئي سبب آهي جو هن الهاسڪ ڪهاڻيءَ کي جنناڌرم گرنٿ ڪري مڃيو آهي.

هيءُ اتم گرنٿ رواجي آکاڻين، ڪهاڻين، اپنياسن ۽ ناٽڪن کان بلڪل نرالو آهي. اڄ ڪالهه جي ناٽڪن، اپنياسن، ڪهاڻين ۽ چترپٽن جو پرنگ ٻئي پرڪار جو آهي. هنن ۾ جوش پيدا ڪندڙ درشيه ڏيکاريا ويندا آهن، رومانچڪاري

ڇتر ڇتيا ويندا آهن. ڪهاڻيءَ جو سورهو، ڪٿا جو مکيه نائڪ ڪيترن ڪشٽن ۽ ڪشالن مان پار پئي پنهنجي پريتما سان ووارهه ڪري سک جا ڏينهن ڪاٽيندو آهي. سندس جوانيءَ جا سپنا سڌ ٿيندا آهن. انهن کي سکانت (سکڪاري) ناٽڪ ڪري سڏيندا آهن. اهڙي کيل کي ڏسي درشڪن جي وياڪل من کي آنت ۽ آرام ملندو آهي. ٻئي قسم جا کيل ٿيندا آهن دکانت (دکڪاري) کيل. انهن ۾ نه پهريون سڀ پاتر موج ۾ هوندا آهن، ونن سنسار جا سک ميسر هوندا آهن. سندن سمو سندر نموني ۾ پيو گذرندو آهي. اوچتوئي اوچتو ڪا پل ٿي ويندي آهي، نائڪ جي هٿان ڪو الٽو پارو پارجي ويندو آهي. پوءِ سمورو سک ڪافور ٿي اڏامي ويندو آهي. سورهي کي سور سختيون ۽ سهما سهڻا پوندا آهن. جڏهن هو دک ساگر ۾ غوطا پيو کائيندو آهي، تڏهن اوچتوئي ڪٿا ختم ٿي ويندي آهي. کيل جو آخرين پڙدو ڪرندو آهي. رواجي جوش پيدا ڪندڙ ڪٿائن جي وڏي ۾ وڏي ڪاريگري انهيءَ ڍنگ سان ظاهر ڪئي ويندي آهي.

رامائڻ ۽ مهاڀارت جي ليکڪن جو ڪلا شاستر نرالو آهي. انهن ڪٿائن جي پڙهندي اسانجي انتر آتما تي پرڀاءُ پوي ٿو. اسانجو انتهه ڪرڻ شڌ ۽ پوتر ٿئي ٿو. اسين دکن ۽ سکن ٻنهي جو سواد وٺون ٿا. انت ۾ اسين انهيءَ منزل تي پهچون ٿا جت سک ۽ دک پنهنجي پرڀاءُ ڏيکارڻ ۾ اسمرٿ آهن. جت وهنواري دک سک آتم پت جي پاند پڙي تي ڪو اثر نٿا وجهي سگهن. هو نه سکن کي ڏسي سنرو ٿئي ٿو، نه ڏکن کي ڏسي ڏري ٿو، ڪرتويه جي مارگ تي اڳتي وڌندو رهي ٿو. جيون کي يگ سمجهي ٿو ۽ پرڀوءَ جو درشن پائي ٿو.

[٩١]

## ڪرڻ جو ديهانت

جڏهن دروڻاچاريه مري ويو تڏهن ڪورون جي طرف جي راجڪمارن ڪرڻ کي پنهنجي سينا جو سر سنڀالڪ ڪري چونڊيو. سندس سارٿي ٻٽيو مدر ديش (ايران) جو راجا شليه. ڪرڻ هڪ پرسد يوڌو هو. سنسار کيس مهاوير ڪري مڃيندو هو. وري هنکي پنهنجي شڪتيءَ تي اٿاهه وشواس هو. ڌر نه سندس ويڇوڻي کين ايندو هو. انهيءَ ڪري ڪورون ۾ نئون اتساهه اڀري پيو ۽ وري ٻه آرٿي ٿي.

ٻنهي طرفن جولشڪن سان صلاح ڪئي. پانڊون هن ٻيانڪ ٻه لاءِ شب مهورت ڪيايو. ارجن ڪرڻ تي حملو ڪيو. ارجن کي مدد ڪرڻ لاءِ ڀيمسين بلڪل هنجي پنيان ٿي هليو. دشاسن ٻڪيتو تي ڀيمسين تي مارو ڪيو ۽ متس خوب ٻاڻن جو وسڪارو ڪيو. ڀيمسين من ۾ خوب خوش ٿيو ۽ زبان مان عجيب آواز ڪري دل ۾ چيائين: ”هاڻي هيءُ ڪمبخت منهنجي هٿ ۾ آيو آهي. اڄ مان اها پرتگيا پوري ڪندس جا مون دروپديءَ سان ڪئي هئي. ورهيه گذري ويا آهن نه مان پنهنجو قسم پورو نه ڪيو آهي، پنهنجو پرڻ نه پاليو آهي.“

ڀيم جڏهن من ۾ خيال ڪرڻ لڳو لئن سندس ڪروڌ جي اڳ ڀيڪو ڪانئي اٿي. جوش ۾ اچي هن سڀ هٿيار اڇلائي ڇڏيا. جڏهن چيتو پنهنجي شڪار تي جهٽ ماريندو آهي، لئن ڀيم پنهنجي رٿ مان دشاسن متان ٽپ ڏنو. کيس ٻڪ وجهي متي ڪاٽي ڪري پٽ تي پٽڪائي اڇلايائين ۽ سندس هڏ گڏ ڀڃي وڌائين. جوش ۾ اچي ڀيم چيو: ”پاپي پسون! ڇا هيءُ آهي اهو اياڳو هٿ جنهن دروپدي جا وار پٽيا هئا؟ اجهو مان تنهنجي پانهن پاڙون پٽي اڇلايان ٿو، ڏسان ٿو ڪير تو توکي بچائڻ لاءِ اڳتي وڌي.“

رڙنديءَ ڀيمسين هي شبد اُچاريا ۽ دشاسن ڏانهن شوخ نظر ڪري، سندس ٻانهن پٽي ڪري جنگ جي ميدان ۾ هڪ طرف اڇلايائين. پوءِ هن تيرهن ورهيه اڳ جيڪو ڀيانڪ قسم ڪنيو هو، سو پورو ڪيو. جئن شڪاري جانور پنهنجي شڪار جي رت چوسيندو آهي، تئن هن دشاسن جي رت چوسي. پوءِ هن رت ۾ رنگيل زمين تي ويهي نچندي، زور سان چيو "هائو! مان پورو ڪيو پنهنجو پرڻ جو هن دشٽ جي بابت مون پندرهن ورهيه اڳ ڪيو هيو. هاڻي باقي دريوڌن جي بابت ڪنيل قسم کي پورو ڪرڻو آهي. يگ ويدي تيار آهي. ٻل اها صدقي جي ٻڪري به اچي."

ڀيمسين جو هيءُ ناچ ڏسي، سندس هي شبد ٻڌي سيني کي ڏرڙي اچي ويئي. خود مهارٿي ڪرڻ به هن قسم جي ڪروڌ ۽ هنسا ڀري مستي ڏسي ڏڏڪجي ويو.

ڪرڻ جو هيءُ حال ڏسي شليه ڪيس هن ريت چيو: "بلڪل ڊڄو نه ٿيءُ، ڪاڻ اهڙي ڏيکاري نه ڏج جنهن مان اهو گمان پيدا ٿئي ته تون ڏڪي ويو آهين. تون وڏو پرش آهين. تون پنهنجي شان وٽان وهنوار ڪر. دريوڌن جي دل ٽٽي پيئي آهي، هو ڪنبي رهيو آهي. اهڙي وقت ۾ نه هنجي دل ونڻ گهرجي. توکي نه ڪنهن به ريت دل لوڙهڻ نه گهرجي. دشاسن جي مرڻ کان پوءِ ساريءَ سينا جون تو ۾ اکيون آهن. هاڻي توکي ٿي سارو بار کڻڻو آهي. وير يوڌي جيان دوبدو لڙي يا نه ويرگتيءَ کي پراپت ڪر يا هن سنسار ۾ امر ڪيرتي پاءِ."

شليه جي هنن شبدن ڪرڻ جي ڪومايل هردي ڪمل ۾ نئون اُتساهه پيدا ڪيو. سندس اکيون ڪروڌ وچان ڳاڙهيون ٿي پيون. سندس لڙڪ لڙي آيا. هن شليه کي آگيا ڏني ته رٿ کي سڌو ارجن جي طرف ڪاهي هلي.

هاڻي اشوٿاما دريوڌن وٽ آيو، ڏاڍيءَ گنڀيرتا سان چيو ”هيءَ تمام گهڻو وقت هلي آهي. لڙائيءَ سڀني کي بيزار ڪيو آهي. مترا هن ڀيانڪ بربادي آڻيندڙ ويرورڌ کي بند ڪر ۽ پانڊون سان صلح ڪر. ختم ڪر هن جهيڙي کي.“

دريوڌن وراڻيو: ”ڇا تو هن هنيلي شوخ طبع ڀيمسين جا لفظ ڪونه ٻڌا؟ ڏٺئه نه هن ڪيئن هڪ شڪاريءَ پکيءَ جيان انساني خون پيتو. هن ڪيئن منهنجي پياري ڀراتا دشاسن جي ڇيريل ڇڏيل شرير تي ناچ ڪيو. هن ڪانپوءِ صلح جون ڳالهيون ڪرڻ بيڪار آهن. آچاريه پترا سياڻو آدمي ٿي تون اهي اجايون ڳالهيون ڇو ٿو ڪرين؟“

تنهن ڪانپوءِ دريوڌن سينا کي نئين نموني بهاري حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

هاڻي وري خونخوار لڙائي شروع ٿي. سوريه پتر ڪرڻ هڪ نئون ڪمان ڪشيو. ڪان ڇا هو، هڪ آگ جو اُلو هو. جنهن ڪارو نانگ زهر پيل ڦوڻ ڪيڏندو آهي، تنهن هيءَ تير ارجن جي طرف تکو تکو اڏامڻ لڳو. اهڙو زهر پيلو تير ارجن تان گسي وڃي، انهيءَ لاءِ ڪرشن رٿ کي اهڙيءَ ترڪيب سان هلايو، جو انجا چاڪ سڄيون سارين پنج آڱريون زمين ۾ پيهي ويا. انهيءَ ڪري اهو تير ارجن جي مٿي کان گسي ويو، پر سندس ٽوپ کي اڏائي ويو. انهيءَ ڪري ارجن کي ڏاڍو شرم آيو. هن غصي ۾ ڀرجي گانڊيو تي هڪ ٻاڻ اٽڪايو. هاڻي ڪرڻ جو سمو اچي پورو ٿيو هيو. موت هنجي سر مٿان نچي رهيو هيو. سندس رٿ جو کبو چاڪ گپ ۾ کپي پيو. اڳتي نه اهائي هٽي. ڪرڻ چاڪ کي گپ مان ڪڍڻ لاءِ هيٺ لٿو.

ڪرڻ هن اوسٿا ۾ ارجن کي هن ريت عرض ڪيو ”نه منت ترس. مونکي پنهنجو رٿ چڪرڻ مان ڪڍڻ ڏي. تون هڪ وير پرش آهين، تون ڌرم جو ڄاڻو آهين. مونکي پڪ

آهي ته هن اتفاق جو تون ناجائز فائدو ڪونه وٺندين. اڄو
تو مان پنهنجو رت نيڪ ڪريان. پوءِ جڏهن تون چوندين تڏهن
مان توسان لڙندس."

ارجن هٻڪڻ لڳو. ڪرڻ هن اتفاق ڪري ڪجهه مڙيوٽي
ڏهپرائهي، ويو هيو. هنکي پرسرام جي ڏنل سراپ جي اڄ
يادگيري ڏيئي. هن وري ارجن کي مريادا جي نالي آزادنا
ڪئي.

ڪرشن هاڻي وچ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو: "اي ڪرڻ!
اڄ ڏاڍي سٺي ڳالهه آهي جو توکي به نياءَ، ويرتا ۽ مريادا
جي يادگيري ڏيئي آهي. جڏهن تون مشڪلات ۾ مبتلا ٿيو
آهين، تڏهن توکي اهي ڳالهيون ياد ٿيون پون. ڀلا جڏهن
شڪنيءَ، دساشن، دريوڌن ۽ تو گڏجي ڪري دروپديءَ
کي سڀا پون ۾ گهلي آندو هيو، تڏهن تو اهي ڳالهيون ڇو
وساريون هيون؟ ڌرم پتر کي پاري راند کاڻ ايندي هئي،
تو ئي هنکي راند ڪرڻ لاءِ هرکايو، توئي هن سان ٺڳي
ڪئي. انهيءَ وقت تنهنجو نياءَ جو پريم ڪيڏانهن پڄي ويو
هيو؟ ڀلا ٻڌاءِ ته جڏهن يڌشٽر ٻارهن ورهيه بنواس جا ۽
تيرهون ورهيه اگيات واس جو انجام موجب پورو ڪيو هيو،
تڏهن سندس راڄ موٽائڻ کان ڇو انڪار ڪيو ويو؟ اهو ڪٿان
جو نياءَ هو؟ جنهن ڌرم جي هن وقت تون دهائي ڏيئي رهيو
آهين، انهيءَ وقت اهو ڌرم ڪيڏانهن هليو ويو هيو؟ جن
پاپين ڀيمسين کي زهر ڏيئي ختم ڪرڻ ٿي چاهيو، تن سان
سازش ۾ شامل هئين، انهيءَ مهل ڌرم ڪٿي گم هو؟ جڏهن
پانڊون کي لاکائي لاک جي گهر ۾ سمهاري، ساڙي ڀسم
ڪرڻ جي سازش ڪئي ويئي، تڏهن تو ڌرم کي ڇو وساريو
هيو، تڏهن تون ڇهن کي ڇو ڇونو لائي وينو هئين؟ جڏهن
دروپديءَ تي اتياچار ڪيو ويو تڏهن 'ڌرم' توکي ڇا سيکاريو؟
تڏهن هن سٺي ساڌويءَ جي بي عزتي ٿيندي ڏسي ڪري

توکي خوشي ڪانہ ٿي ٿي؟ تون ڪهڙ ڪهڙ ڪري ڪلين ڪونہ ٿي؟ ياد ڪر تہ تو دروپديءَ کي ڇا چيو هيو. ڇا تو ڪيس ائين ڪونہ چيو هيو تہ تنهنجا پتي هاڻي توکي بچائي نٿا سگهن وچ وچ ڪري ڀيو مڙس ڪر؟ عجب آهي تہ جا زبان هيڙا لفظ ڪيندي ٻڌي نہ مئي، سا زبان اڄ ويرن جي ادارتا جي دهائي ڏيئي رهي آهي! جڏهن اوهانجيءَ سڀني ٽوليءَ گڏجي ڪري ٻالڪ ابهمنيوءَ تي حملو ڪيو ۽ ڪيس بي رحميءَ سان ڪنو، تڏهن وير پرشن جو ڌرم ۽ مريادا ڪٿي گم ٿي ويا هئا؟ هي پاپي اڄ نياءَ ۽ وير ڌرم جون ڳالهيون نہ ڪر. تو پنهنجي حياتيءَ ۾ مريادا، نياءَ ۽ وير ڌرم جي ڪڏهن بہ عزت ڪانہ رکي آهي. تون انهن اوچ ڀاونائن جو سدا ڪوس ڪندو رهيو آهين.“

ارجن همت ڪري ڪرڻ تي حملو ڪري، انهيءَ لاءِ ٿي ڪرشن هن ريت ڪرڻ کي ڏوراپا ٿي ڏنا. ڪرڻ کي همت ڪانہ ٿي جو ڪري ڪو جواب ڏي. هن شرم وچان ڪنڌ ڪري هيٺ ڪيو. گسپ ۾ گنتل رٿ جي چاڪ جي ڇڏي ڇڏي هو رٿ تي چڙهي وينو. پوءِ پنهنجو ڌنش موڙي هڪ ٻاڻ پوريءَ ريت ڇٽي زور سان ارجن ڏانهن ڇوڙيائين. هڪ ڪرڻ لاءِ ارجن واٽڙو ٿي ويو. اهڙيءَ طرح ڪرڻ کي ڪجهہ وقت ملي ويو، جنهن ۾ هو وري ٽپ ڏيئي چاڪ کي گسپ مان ڪيڻ لاءِ سعيو ڪرڻ لڳو، پر هنکي جيڪو سراپ مليل هو، تنهنڪان ڇوٽڪارو پائڻ سندس شڪتيءَ کان ٻاهر هو. اڄ ڀاڳہ ڪرڻ کان موڪلائي ويو هيو. هن هزارين ڪوششون ڪيون، پر رٿ جو ڦيٿو گسپ مان نہ نڪري نہ نڪتو. پوءِ هو انهن منترن کي ياد ڪرڻ لڳو، جيڪي هن پرسرام کان شڪتي شالي استرن هلائڻ لاءِ سکيا هئا. پر پرسرام جي اڳڪٿيءَ انوسار سندس سمرتي، گم ٿي چڪي هئي.

الي مـاڏوءَ ارجن کي چيو: ”وڌيڪ وقت نہ وڃاءِ،

پنهنجو تير ڇوڙ ۽ پنهنجي ڌڻ ياڻي شروع ڪي پورو ڪر."
ارجن جو من هٻڪيو ٿي. سندس هٿن اهڙو ڪم ڪرڻ نٿي چاهيو جو ويد ڌرم جي وروڌ هجي. پر جڏهن ڪرشن هنکي آگيا ڪئي، تڏهن وياس جي چوڻ موجب، 'ارجن ڀڳوان جي آگيا سويڪار ڪئي ۽ هڪ ڪان ڪشي راڌا پتر جو سر ڌڙ کان ڌار ڪيو.'
سچ ته وياس جي اچا ڪانهي هئي ته هن ڪڏهن ڪم جي جوابداري ارجن جهڙي مريادا واري وير جي مٿان اڇي. انهي ڪري هو چوي ٿو ته ڪرشن ارجن کي هن ڪم ڪرڻ لاءِ اُڪسايو ۽ انهي وقت ڪرڻ کي ماريو جڏهن هو رٿ کي گپ مان ڪڍڻ لاءِ مٿا مونا هڻي رهيو هيو. انهي زماني جي مريادا موجب ۽ انهي وقت جي معتبر رواجن موجب ارجن جو هي ڪم بلڪل غلط هو. مريادا جي النگهن جي جوابداري سواءِ ڀڳوان جي ٻيو ڪير کڻي سگهندو؟
. سموري ڳالهه مان هڪ سکيا ملي ٿي ته هنسا ۽ ٻيا دواران اڌرم کي روڪڻ جي ڪوشش ڪرڻ ونرٿ آهي. ڌرم جي خاطر به جيڪڏهن زبردستي ۽ ڏاڍائپ جي وسيلي جنگ جوٽبي ته به گهٽيءَ پاپ ڪرڻا پوندا ۽ لئي پٽي پاپ ٿي ويندو.

## [٩٣]

## دريوڌن

ڪرڻ جو موت ڏسي دريوڌن حد کان وڌيڪ غمگين ٿيو. دريوڌن جي دلي دک کي ڏسي ڪرپاچاريه جي من کي گهرو گهاءُ رسيو. آچاريه دريوڌن کي چيو: "لوڀ ۽ لالچ ۾ ڦاسي اسان منتر لئي حد کان وڌيڪ بار رکيو سي. هنن مترن ٻنا ڪرڪڻ ڪنڌهن جي هيڏي وڏي جوابداري پنهنجي

مٿان هموار ڪئي ۽ پنهنجو فرض پاليندي، اسان جي خاطر
پنهنجو سر به ڏيئي ويا. اهڙيءَ ريت يڌڪيتو به لڙندي لڙندي ويرگتيءَ کي پراپت ڪري ويا. هاڻي اوهان لاءِ هڪڙو ئي رستو کليل آهي. اوهانکي پانڊون سان صلح ڪرڻ گهرجي. هي راجن! هن ستياناسيءَ لڙائيءَ کي وڌيڪ نه ڊگهايو."

جيتوڻيڪ دريوڌن هر ريت مايوس ٿي چڪو هو ته به ڪيس هيءَ صلاح ڪانه آئڙي.

هن آچاريه کي چيو: "شايد ڪو سمو هو جڏهن ائين ڪرڻ واجب ٿئي ها. اهو وقت گهڻو اڳ گذري چڪو آهي. ٻنهي ڌرين جي پيارن پريتمن جا خون ٿي چڪا آهن؛ رت جا درياءَ وهي چڪا آهن. اهڙا پاپ ٿي چڪا آهن، جنهن جو ڪو پرائشچت ٿي نٿو سگهي. جيڪڏهن مان پنهنجي جان بچائڻ لاءِ جنگ بند ڪندس ته دنيا منهنجي منهن ۾ ڌوڙ وجهندي. هيڙي بي شانائتيءَ ريت حياتي بچائڻ سان ڪهڙو سک ملندو؟ منهنجا يار ۽ مٽ مائٽ مري چڪا آهن. هاڻي صلح ڪري راڄ هٿ ڪبو ته من کي ڪهڙو سنتوش ملندو؟"

جڏهن دريوڌن هي شبد چيا تڏهن سڀني سپاهين هن جي واهه واهه ڪئي. سڀني سندس ڳالهه جو سمرٿن ڪيو. پوءِ شليه کي چونڊي سر سئناپتي بڻايائون. شليه جو شرير هو پلوان، همت ۽ ويرتا ۾ وري هو انهن يوڌن جو مٽ هو، جيڪي لڙندي ويرگتيءَ کي پراپت ٿي چڪا هئا. هاڻي شليه پنهنجي نموني سئنا جا ويوهه ٺڏا ۽ زوردار لڙائي لڳي ويئي.

پانڊون جي طرفان يڌشٽر خود شليه تي حملو ڪيو. هن وقت تائين يڌشٽر بلڪل ڪومل ۽ شانت رهيو هيو. هاڻي هو ڏاڍي جوش سان لڙڻ لڳو. اهڙي اوچتي تبديلي ڏسي سڀ اچرج ۾ پئجي ويا.

ڪجهه وقت ٻئي ڌريون ات مٽ بيٺيون هئيون. يڌشٽر هاڻي پنهنجو ڀالو شليه ڏانهن اڇلايو. اهو ڀالو وڃي شليه کي

[illegible]

[illegible] ن ۾ ٻوء جهنڊي جو آنگاس ڏ ڍي،
تي ڪري ٻوندو آهي.

ڪورون جو هي آخرين مهان يوڌو مري ويو. انهيءَ ڪري ڪورون جي سئنا جي سوري اميد ۽ آس ختم ٿي ويئي. انهيءَ هوندي به ڌرتراشٽر جا جيڪي باقي پٽ بچيا هئا، تن سيني گڏجي ڪري ڀيمسين تي حملو ڪيو. ڀيمسين سيني کي ٻڇاڙي پورو ڪيو. وايو پتر ڀيمسين ٻيرهن ورهيه ساندهه ڌرتراشٽر جي پٽن لاءِ پنهنجي اندر ۾ ڌڪار سانڍي رکي هئي. جنهن ڏينهن دروپديءَ جي ڪلي دربار ۾ بي عزتي ٿي هئي، تنهن وقت کان وٺي سندس من ڪروڌ ۽ دويش ۾ پئي جليو. ڀيمسين هڪ پياڪ ٺهڪ ڏنو ۽ چيو "منهنجي حياتي اجائي ڪانه ويئي آهي. ٻر هاء دريوڌن اڃا جيئرو آهي."

هاڻي شڪنيءَ سهديو جي دستي تي چڙهائي ڪئي. سهديو هڪ تلوار جي شڪل جو لکيءَ ڏار وارو تير ڇوڙيو. جنّن هن هيءَ تير ڇوڙيو، تنّن هن هي لفظ والون ڪڍيا: "اي مورک وٺ هيءُ پنهنجي مهاپاپ جو ڦل." تير سڌو وڃي شڪنيءَ جي ڳچيءَ کي لڳو. شڪنيءَ جنهنجي دماغ مان سوين سازشون نڪتيون هيون، تنهنجي سسي ڌڙ کان ڌار ٿي پيئي ۽ سندس مٿو ڦرندو وڃي مٽيءَ ۾ پيو.

هاڻي دريوڌن پنهنجي پڳل ٽٽل سئنا کي وري ڪٺي ڪرڻ لاءِ ڏاڍو پاڻا پتوڙيو. ٻڇاڙيءَ ۾ پنهنجي گدا هٿ ۾ کڻي هڪڙي تلاءَ ڏانهن هليو ويو. سندس سارو شرير اگهه جيان جلي رهيو هو ۽ پاڻيءَ جي کيس سخت ٻاڙ لڳل هئي. جنّن دريوڌن پنهنجي گرمي گهٽ ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ گهڙيو، تنّن هن چيو "گياني ودر کي خبر هئي ته ڪهڙو نتيجو نڪرندو ۽ هن اسانکي خبردار ڪيو هو."

وقت گذري وڃڻ کان پوءِ جيڪو عقل اچي، سو ڪنهن
به ڪم جو ڪونه ٿيندو آهي. گهوڙي جي چورائجڻ کان پوءِ
طبيلي جو در بند ڪرڻ بلڪل بي سود آهي. جيڪو تير
ڇٽي چڪو آهي سو موٽي تيرڪش ۾ ڪونه ايندو. ڪيل
ڪرم ضرور پنهنجو ڦل ڏيندو. انهيءَ جو ڀوڳ ضرور ڀوڳڻو
پوندو. اهوئي سرشٽيءَ جو نيم آهي.

يڌشٽر ۽ سندس ڀائرن خوب دريوڌن جو پيڇو ڪيو.
سا مڙڻ موٽڻ جي هو سندس پٺيان پيا ۽ ليٽ اچي انهيءَ
تلاءَ تي پهتا جت دريوڌن پنهنجي شرير کي ٺڌي ڪرڻ
لاءِ ويو هو.

يڌشٽر چيو: ”دريوڌن ڪل ۽ ڄاتيءَ کي ناس ڪرڻ کان
پوءِ توهان تلاءَ ۾ لڪي ڪري پنهنجي جان بچائي سگهندا
ڇا؟ ٻڌاءِ هاڻي تنهنجو غرور ۽ همت ڪيڏانهن گم ٿيو آهي؟
توکي لڄ ڪانه ٿي اچي؟ نڪري آءُ ۽ اچي لڙائي ڪر. ڪتري
ڪل ۾ اُپجي تي ڇا توهان جنگ ۽ موت کان ڊڄين ٿو؟“

ڌرم پٽر جا هي شبد دريوڌن جي دل ۾ ڪنڊن جيان
چڀڻ لڳا. هن جواب ۾ اُليو ”ڌرم پٽر مان هت پنهنجي جان
بچائڻ لاءِ ڪونه اچي لڪو آهيان. مان ڊپ وچان هت ڪونه
آيو آهيان. منهنجي ساري بدن ۾ آگ جلي رهي آهي. انهيءَ
کي وسائڻ لاءِ مان هت پاڻيءَ ۾ اچي ويٺو آهيان. مونکي
نڪي موت جو ڊر آهي، نڪي جيئڻ جو چاهه. لڙان نه ڇا
لاءِ لڙان؟ جن پدارٿن لاءِ مان لڙيس ٿي، سي سڀ گم ٿي
چڪا آهن. منهنجا سڀ وفادار دوست ۽ متر ڪال ڀڳوان
جو ڀک ٿي چڪا آهن. منهنجي من مان راڄ جي اڀلاشا اُڏامي
ويئي آهي. مان هيءُ سمورو سنسار توکي سپرد ڪريان ٿو.
هاڻي تنهنجو ڪو به مخالف ڪونه آهي. بنا ڪنٽڪ جي خوب
ويهي راڄ ماڻ.“

”واهه واهه هيءُ آهي تنهنجي اُدارتا. جڏهن اسان توکي

آزيون نيزاريون ڪيون ته صلح ڪر، تڏهن تو اسان جي آڇ کي ٺڪرايو ۽ چيو ته بنا جنگ جي، سئيءَ جي چهنب جيتري به جاءِ ڪونه ڏيندس. هاڻي چئين ٿو ته 'پل سمورو راڄ ڪٽو.' اسان راڄ ۽ ڌرتيءَ لاءِ لڙي ڪونه رهيا آهيون. ڇا مان توکي تنهنجي سمورن پاپن جي وچور وري ٻڌايان؟ تو جيڪي اسان تي اتياچار ڪيا، تو جيڪا دروپديءَ سان جٺ ڪئي تنهنجو پرائچست توکي پنهنجي جان ڏيئي ڪرڻو پوندو."

هاڻي ڪورون جي لشڪر جو ڪو به سينا پتي ڪونه رهيو هو. ٻن نيتا جي سپاهي تتر بتر ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. سوريارا پانڊو خوشيون ڪندا انهن جي پٺيان پيا ۽ هڪ هڪ ڪري انهن کي ماري ختم ڪيائون.

سنجيه ڌرتراشٽر کي لڙائيءَ جو بيان ٻڌائيندي چيو: "راجن! اهڙيءَ ريت توهانجي طرفان اڙندڙ سينا جون يارهن اڪشهوڻيون ختم ٿي ويون. انهن هڪ هزار راجائن مان، جن پنهنجي شڪتيءَ جي ڀروسي اوهان جو پاسو ورتو هو، تن مان رڳو دريوڌن اچي بچيو آهي. هو به سخت گهايل ۽ مور ڇت ٿيو پيو آهي."

سنجيه وڌيڪ چيو "جڏهن دريوڌن ڌرم پتر جي واتان هيترا ڏکوئيندڙ وچن ٻڌا، تڏهن هو يڪدم پنهنجي گدا کڻي پاڻيءَ کان ٻاهر نڪري آيو."

درياڳي دريوڌن چيو "مان اڪيلو آهيان، انهيءَ ڪري اوهان مان به هڪ هڪ ڪري مونسان لڙڻ لاءِ اچي. مان هڪ آهيان اڪيلو، ٻيو آهيان نڪل، تيون منهنجو سمورو شرير ڦٽيو پيو آهي. مونکي پڪ آهي ته اوهان پنجئي گڏجي ڪري مونتي حملو ڪونه ڪندا."

دريوڌن جا هي لفظ ٻڌي ڌرم پتر هن ريت چيندڙن

لفظن ۾ چيو ”جيڪڏهن گهڻن کي گڏجي ڪري هڪ ئي حملو ڪرڻ غيرواجب آهي، ته مهرباني ڪري ٻڌاءِ ته اڪيلي ابيمنيوءَ تي ڪٿن حملو ٿيو هو ۽ ڪٿن هنکي قتل ڪيو ويو؟ ڇا جڏهن اهو اڪيلو ٻار اوهان جي انبوهہ جي وچ ۾ پيئو هو تڏهن هيترن سارن مهارٿين گڏجي ڪري تنهنجي صلاح سان ئي نه هن جي مٿان حملو ڪيو هو. تڏهن ڌرم ڪيڏانهن ڪنپ پائي اڏامي ويو هو؟ جڏهن آدمي مصيبت ۾ مبتلا ٿيندو آهي، تڏهن کيس ڌرم ياد ايندو آهي ۽ هو ٻين کي چوندو آهي ته ڌرم جي رستي تي هلو، وير مريادا جو النگهن نه ڪريو. اِتي زره اوڍ ۽ اسان مان انهيءَ کي چونڊ جنهن سان تون لڙڻ چاهين. لڙ، خوب لڙ. يا ته سوپارو ٿي راڄ ڪماءِ يا سرڳ ڌام ڏانهن پڌار.“

پوءِ ڀيمسين ۽ دريوڌن پاڻ ۾ لڙڻ لڳا. سندن گدائون هڪ ٻئي کي لڳي ٺڪاءُ ڪرڻ لڳيون. ٻجليءَ جون چڻنگون پڻ انهن گدائن جي ٺڪاٺوڪيءَ ڪري پيدا ٿيون. دريوڌن ۽ ڀيمسين شڪتيءَ ۽ ڪشلتا ۾ هڪ ٻئي جي مٽ هئا. انهيءَ ڪري ٻنهيءَ دوندّ يدّ گهڻوئي وقت هلندي رهي.

چوڌاري جيڪي آدمي بيٺا هئا تن پڻ بحث مباحثو ڪيو ته ڏسون ته ڪير ٿو کٽي. اتي ڪرشن ارجن کي چيو ته ”ڀيمسين راڄ سڀا ۾ قسم کنيو هو ته هو دريوڌن جون ٽنگون ڀڃندو. اهو قسم اڄ هو ضرور پورو ڪندو. ڀيمسين هيءَ لفظ ٻڌا ۽ کيس دروپديءَ جي بي عزتيءَ جي ڳالهه اچي ياد پيئي. شينهن جيان ٽپ ڏيئي هن دريوڌن جي ٽنگن تي پنهنجي گدا ٺڪاءُ ڪئي. دريوڌن جون ٽنگون ڀڄي پيون ۽ دريوڌن زخمي ٿي مرڻيڪ حالت ۾ ڌرتيءَ تي ڪري پيو. ڀيمسين پنهنجي شتروءَ جي پٺ پيل شرير تي ٽپ ڏيئي چڙهيو، سندس سر کي لتاڙيائين ۽ ڀيانڪ ناچ ڪرڻ لڳو.

ڌرمراڄ ڀيمسين کي ٽوڪيندي چيو ”ڀيمسين هاڻي بس

تون پنهنجو بدلو چڪائي چڪو آهين. دريوڌن راجڪمار هو. هو اسانجو سؤٽ آهي. تنهنجي لاءِ واجب ڪونه آهي هنجي سر کي پيرن هيٺان لتاڙين.“

اِلي ڪرشن چيو ”جلدئي هن پاپيءَ جو پراڻ پکي پرواز ڪري ويندو. دريوڌن ۽ سندس سمورا ساٿي ختم ٿي چڪا هن. پانڊو پترو! هاڻي هت ترسڻ اجايو آهي. هلو هلي پنهنجا رٿ سنڀاليو.“

جڏهن ڪرشن هن ريت چيو تڏهن دريوڌن جو منهن ڏڪار ۽ ڪروڌ جي ڪري لال باهه ٿي ويو. هن ڪرشن ڏانهن منهن موڙي چيو: ”تو انهن وڍرن کي، جيڪي ڌرم يڌ جي نيمن موجب لڙي رهيا هئا، ٺڳيءَ سان ٿلهو اٿڪلون ڪري مارايو آهي، جيڪڏهن مريادا ۽ نيم انوسار يڌ ڪرين ها تہ ڀيشم، دروڻاچاريہ يا ڪرڻ کان جنگ کٽي ڪونہ سگهين ها، توکي ڪا لڄ جي ذري آهي يا بلڪل نرلڄ ٿي چڪو آهين؟“

مرندي سمي بہ دريوڌن جي دل ۾ پنهنجي ڪرتوتن لاءِ ڪو پڇتاءُ پيدا ڪونہ ٿيو.

ڪرشن وراڻيو ”دريوڌن! تون اجايو ٻين تي ڏوهہ هڻي رهيو آهين. غرور ۽ لوڀ وچان تو انيڪ پاپ جا ڪم ڪيا. اڄ تون انهن جو ڦل ڀوڳي رهيو آهين.“

دريوڌن جواب ۾ چيو ”اي ڪمبخت! جڏهن مان جيئرو هيس تڏهن مان هڪ ڊپ ڏيندڙ وارو راجڪمار هيس. مان ادار دل متر هيس ۽ ڀيانڪ شترو هيس. مان دنيا جون سڀ موجون ورتيون آهن. اهي موجون جن لاءِ راجا لوڪ اجايو سڪندا آهن ۽ جيڪي ديوتائون بہ پسند ڪندا آهن، سي مون وٽ پوريءَ طرح ميسر هيون. مان مران بہ ويرپرش جيان ٿو. اهوئي ڪترين جو شان آهي، مان ويرگتيءَ کي پراپت ڪري رهيو آهيان. مان سرڳ ڏانهن وڃي رهيو آهيان جت

منهنجا پاٹر ۽ مٹر جيڪي مون کان اڳ مري چڪا آهن، منهنجي آڏ آدر ڪرڻ لاءِ ترسيا وينا آهن. اوهين همت مرت لوڪ ۾ پيا آهيو. اوهانجو منورٿ سڌ ڪونه ٿيو آهي ۽ سڀ ڪتري لوڪ اوهان کي ڌڪار جي نظر سان ڏسي رهيا آهن. منهنجون ننگون پڇي چڪيون آهن. مان اِي وس ٿيو ڏرلي لي ليٽيو پيو آهيان، انهيءَ حالت ۾ پيم منهنجي مٿي تي پير رکيو نه چا ٿيو؟ مونکي انهيءَ ڳالهه جي پرواهه ڪانه آهي. اجهو ٿورن ئي منٽن کان پوءِ ٻڌهون ۽ ڪانو به پنهنجا پير منهنجي سر تي رکندا.“

جڏهن دريوڌن هيءَ واڪ مڪ مان ڪڍيا، تڏهن ديوتائن سرڳ لوڪ مان مٿس گلن جي ورکا ڪئي، حد کان وڌ پڪ لوڀ جي ڪري دريوڌن غلط رستي تي هليو، انهيءَ ڪري ڪروڌ ۽ ڪئي ڌرم ورڌ ڪرم پيدا ٿيا. انهيءَ هوندي به هر ڪنهنکي مڃڻو پوندو ته دريوڌن جي همت لاثاني هئي.

## [٩٣]

## پانڊون جو شرمسار ٿيڻ

اجا ڪروکيٽر جي جنگ پوري به ڪين ٿي هئي ته ڪرشڻ جو وڏو پراڻا هلڌر، بلرام، تيرٿ ياترا پوري ڪري اچي اتي پهتو. هو انهيءَ وقت آيو جنهن وقت ڀيم ۽ دريوڌن خونخوار يڌ ۾ مشغول هئا. هن ڏٺو ته ڀيمسين موڪامار ڌڪ هڻي دريوڌن جون ستون پڇي وڌيون آهن. انهيءَ لي بلرام کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ڇاڪاڻ جو ڪمر جي هيٺان ڌڪ هڻڻ دوند يڌ جي نيمن جي برخلاف هو.

هن جوش ۾ اچي چيو، ”لعنت هجي اوهان سڀني کي، ڪوبه ڪتري وير ڪڏهن ڏن جي هيٺان ڌڪ هڻندو آهي؟

ڀيمسين بلڪل نرلج ٿي پيا جا نيم ڀڳا آهن." پوءِ ٽڪرو ٽڪرو ڪرشن وٽ وڃي چيائين: "توهان هن قسم جون ڳالهيون چپ ڪري ڏسيو ٿا ۽ سهيو ٿا، پر مان هن پرڪار جي واهيات، نڪمي لڙائي ڏسي نٿو سگهان." ائين چئي هو پنهنجو هر مٿي کڻي، ڏوهاري ڀيمسين ڏانهن وڌيو. ڪرشڻ وڏيءَ مشڪلات وقت سدرشن چڪر ڪم ۾ آڻيندو هو ۽ بلرام وري اهڙي وقت پنهنجو هر هٿيار هلائيندو هو.

بلرام کي ڀيم جي طرف وڌندو ڏسي، ڪرشڻ ڏڪي ويو. اٿي وڏي هنڪي روڪيندي چيائين: "پانڊو اسانجا ويجها مائٽ ۽ مترآهن. دريوڌن ساڻن نه سهڻو جهڙيون جنيون ڪيون آهن. جڏهن راج سڀا ۾ دروپديءَ جي بي‌عزتي ڪئي ويئي هئي، تڏهن ڀيمسين قسم کڻي وڏي واڪي چيو هو: 'هڪڙي ڏينهن جنگ جي ميدان تي مان دريوڌن جون ٻئي ساٿرون ڀڃندس ۽ ڪيس ڀيم جو منهن ڏيکاريندس'. هن اهو پرڻ گنير تا پوروڪ ڪيو هو ۽ سڀني کي انهيءَ جي خبر آهي. ڪترين جو ڌرم آهي ته پنهنجو چوڻ پورو ڪن. ڪاوڙ ۾ اچي گمراهه نه ٿي ۽ هنن نراڌار پانڊو پترن سان انياءَ نه ڪر. ڀيم جي نندا ڪرڻ کان اڳ انهن سڀني اتياچارن جو ويچار ڪر، جيڪي ڪورون پانڊون سان ڪيا آهن. ڪنهن به ڪرم جي نيتيءَ ۽ انيتيءَ جو ويچار رڳو انهيءَ ڪرم کي ڏسي ڪري ڪرڻ نه گهرجي. مگر انهيءَ ڪرم کان اڳ جيڪي به ان سان لاڳاپو رکندڙ ڳالهيون ٿيون آهن، تن سڀني کي ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي. ٻيءَ حالت ۾ بلڪل بي انصافي ٿيندي. فلاڻو ڪم واجب آهي يا غيرواجب آهي، تنهنجو فيصلو انهيءَ ڪم کي لاڳاپو رکندڙن وارداتن کان جدا ڪري، ڪري نه سگهبو. ائين ڪبو ته وڏو انياءَ ٿيندو، ڪلجگ اچي ويو آهي. ڪلجگ ۾ اڳين جڳن جا نيم هلي ڪون سگهندا. جنهن پاپيءَ شتروءَ ڀيمسين جي حيالي سازش

ڪري ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهنڪري هينئن ڏڪ هڻڻ ۾ ڀيمسين ڪو ڏوهه ڪونه ڪيو آهي. جڏهن ايڀمينو گهڻن آدمين جو اڪيلي سر مقابلو ڪري رهيو هو، تڏهن دريوڌن جي چرچ تي ڪرڻ پٺيان ٻي ٻاڻ هلائي ايڀمينوءَ جو ڌنش ڀڳو هو، ارجن جي نوجوان پٽ کي ڪئين ماريو ويو؟ هو ميدان ۾ اڪيلو هو، سندس ڌنش ڀڳي چڪو هو. سندس رٿ ڀي ڪارتي چڪو هو، تڏهن ڪيترن يوڌن گڏجي ڪري ڪائرن جيان هنکي ختم ڪيو. دريوڌن جنم کان وٺي پاپ جا ئي ويچار ڪندو رهيو آهي. هو هميشه نگي ٿي ڪندو رهيو آهي. هنجي ڪري ئي سندس ڪل جو ناس ٿيو آهي. اهڙي آدميءَ کي مارڻ ۾ ڀيم ڪوبه ڏوهه ڪونه ٿو ڪري. ڀيمسين چپ ڪري اتياچار سنا ۽ سچا سارا تيرهن سال هن پنهنجي ڪروڌ کي اندر ۾ سانڍي رکيو. دريوڌن کي پوري ڄاڻ هئي ته ڀيمسين پرڻ ڪيو آهي ته هو سندس سٿرون ڀڃندو ۽ کيس قتل ڪندو. جڏهن دريوڌن هنن دکايلن پانڊون کي لڙائيءَ لاءِ للڪاريو تڏهن کيس ڄاڻ هئي ته هو ڀيمسين کي پنهنجي پرڻ پوري ڪرڻ جو موقعو ڏيئي رهيو آهي. انهيءَ ڪري ڀيمسين جي هن ڪرڪي انياءُ نه ڪوٺي سگهبو."

ڪرشڻ جا دليل ٻڌي ٻلرام جو ڪروڌ گهٽ ٿيو، پر سندس رائي ۾ ڪو فرق ڪونه آيو. هن هنريت پنهنجو ويچار ظاهر ڪيو. جي: "پراڻا ڪرشڻ تون ڪجهه به ڪري ڇٽين مونکي وشواس آهي ته دريوڌن کي پرلوڪ ۾ اهو سرڳ ملندو جت يوڌا ويندا آهن. ڀيمسين جي جس لي هميشه ڪارهن جو ٽڪو لڳو رهندو. گدا يد جي نيمن کي ٽوڙڻ ڪري سنسار سدائي سندس نندا ڪندو رهندو. جنهن هند اهڙو انياءُ ٿيو آهي، اتي مان هڪ گهڙي به نه رهندس." ائين چئي ٻلرام سڌو دوارڪا ڏانهن روانو ٿي ويو.

انهيءَ وير يڌشٽر چپ چاپ ويٺو رهيو. انهيءَ ڪري ڪرشڻ کيس چيو: ”يڌشٽر تون ڇو نه ڪجهه ڪهين. ايتري چپ ڇو سادي اٿئي؟“ يڌشٽر وراڻيو، ”مادو! مونکي اها ڳالهه نه وڻي جو ڀيمسين اڄ مٿي دريوڌن جي سر کي پيرن هيٺان لتاڙيو. مان سمجهان ٿو ته اسان جي پريوار جو جس ۽ ڪيرتي ختم ٿي چڪي آهي. اها ڳالهه برابر آهي ته ڪورون اسان تي ڪيئي ظلم ڪيا آهن ۽ اسانکي انيڪ ڪشٽ ڏنا آهن. اها به مونکي خبر آهي ته ڀيمسين جي من ۾ ڪروڌ ۽ ڏک جو سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو آهي، انهيءَ ڪري مان کيس گهٽو ڏوهه ڏيڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان، ائين برابر آهي ته ڪروڌ ۽ جوش وچان ڀيمسين پرڻ ڪيو هو، هاڻي دريوڌن مري ويو آهي، دريوڌن ۾ لوڀ ۽ لالچ جو غلبو هو. سندس سمجهه گهٽ هئي. ڀيمسين سان انيڪ جنيون ٿيون هيون. هن پنهنجو وير ڄمائي ورتو، هاڻي نياءَ انياءَ، ڌرم اڌرم جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ ۽ ڏوهه ورهائڻ اجايو آهي.“

يڌشٽر جي من ۾ سخت اشانتي هئي، جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿيندي آهي، تڏهن ڀلن آدمين، ڀدر پرشن کي ڏاڍو سنتاپ ٿيندو آهي. انهيءَ وقت ماڌو ڀائي ٻاڙيءَ ۽ پس پيش جي ويچار ۾ ڏور پوندو آهي، ته به کيس آرام نه ملندو آهي. ارجن هوندو هو تيز بڌيءَ وارو، اهو به چپ سادي ويٺو هو؛ هنکي به ڀيمسين جو ڪم پسند ڪونه پيو. هن وري ڀيمسين جي ڪا گهٽتائي به ڪانه ڪئي. اتي جيڪي ٻيا آدمي ويٺا هئا تن خوب دريوڌن جي نندا ڪرڻ شروع ڪئي. هنن هڪ ٻئي کي دريوڌن جا ڪيل پاپ ڳڻي ٻڌايا. اتي ڪرشڻ چيو: ”هي وير پرشو! اهو واجب نه آهي ته اسين انهيءَ شترو جي نندا ڪريون جنهنکي اسان جيتيو آهي ۽ هو يڌ ڪيتر ۾ مرڻ ڄيڪ حالت ۾ پيو آهي. مرندڙ آدميءَ جي گلا ڪرڻ واجب ڪونه آهي. هو موڙهه هو ۽ هن

پنهنجو انت آندو آهي. هو خراب سنگت ۾ پئجي ويو هو. انهيءَ ڪري هو برباد ٿيو. هلو ته هاڻي هلون."

دريوڌن ڏاڍو سور ۽ درد ڀوڳيندو يڌ جي ميدان تي ليٽيو پيو هو. ڪرشڻ جا هيءَ لفظ ٻڌي ڪيس حد کان وڌيڪ جوش وٺي ويو. پنهنجي بدن جي سور جي پرواهه نه ڪري، هو ٻانهن جي ٻل تي ٿورو سر مٿي ڪڍي چوڻ لڳو: "او ڪمبخت! او ٻانهيءَ جا پٽ! ڇا تنهنجو پيءُ وسديو ڪنس جو ٻانهو ڪونه هو؟ توکي ڪوبه اڌڪار ڪونه آهي ته تون راجڪمارن سان گھمين ۽ راجڪمارن جي وچ ۾ ويهين. تون هڪ نرلڄ ننڌڪ جيان بڪ بڪ ڪري رهيو آهين. مون ڏٺو ته توئي ڀيمسين کي چرچ ڏني ته منهنجي سٿر تي ڌڪ هڻي. مون کان تنهنجي ڪابه ڳالهه ڳجهي ڪانه آهي. مونکي تنهنجو سارو حال معلوم آهي. تو ڳالهايو ته ارجن سان ٿي ۽ ڳالهايو به اهڙيءَ طرح سان ٿي جٽڪ کا خاص ڳالهه ڪانه هئي. تو پنهنجي سٿر ڏانهن اشارو ڪيو ۽ اهڙي طرح ڀيمسين کي تو همٿايو ته دوند يڌ جا نيم ٽوڙي منهنجي سٿر تي حملو ڪري. جيسين ڀيم هيءَ نيم نه ٽوڙيو هو، تيسين اسين هڪ ٻئي سان پوريءَ ريت ٻڌي رهيا هواسين. لڙائي برابر ٽڪي بيٺي هئي. تنهنجي دل ۾ نڪا ديا آهي، نڪو شرم. توئي سازش ڪري پتامهه کي ماريو. توکي خبر هئي ته پتامهه استري تي هٿ نه هلائيندو. انهيءَ ڪري تو شکنديءَ کي منهن ۾ بيهاري ارجن کان تير ڇوڙائي گنگا پتر جو بڌ ڪرايو. تو ڌرم پتر کان ڪوڙ ڳالهرائي درونآچاريه کي ماريو. اهو مهان ڪوڙ جيڪو يڌشٽر ڳالهايو، تنهنجي ئي دماغ مان نڪتو هو. جنهن وقت دشت ڌرشٽديمن يوڳ ۾ ويٺل نهتي آچاريه تي حملو ڪيو تنهن وقت تو ذرو به انهيءَ ڪڌي ڪم جو ورود نه ڪيو، بلڪ چپن کي چونو لائي تو بيٺي تماشو ڏٺو. توئي ننگي ڪرڻ کان اهو پالو گهتو لڪڇ

تي اڇلارايو، جيڪو هن ارجن لاءِ سانڍي رکيو هو. هي مهاپاپي ٽوئي ساٿيڪيءَ کي ڇرچ ڏني ته ٻڍي ڀوريشروا کي قتل ڪري. پهريون دغابازيءَ سان انهيءَ ٻوڍي جي ٻانهن وڍائي. انهيءَ ڪري هن جنگ ڪرڻ بند ڪئي ۽ ٽيرن جو آسن ناهي هو ڀڳوان جو ڌيان ڪرڻ لڳو. اهڙي وقت هن جو خون ڪيو ويو.

"هي دشت ٽوئي ڪرڻ جو خون ڪرايو. هو پنهنجي رٿ جي ڦيٿي کي گپ مان ٻاهر ڪڍڻ ۾ لڳل هو ته ارجن متس گيڌين جيان وار ڪيو. هي دُر آتما! تون ئي اسان جي بربادي‌ءَ جو ڪارڻ آهين. ذرا خيال ته ڪر ته سنڌو راج جئدرٿ کي ڪئين ماريو ويو. ٽوئي جادوءَ جو چڪر هلايو. اجا سج لٿوئي ڪونه هو ته تو اونده ڪري، جئدرٿ کي ڀلايو. هو جڏهن بي خبردار هو، تڏهن هنکي ماريو ويو. تنهنجي هن ڪم لاءِ سارو سنسار توکي لعنتون ڏيئي رهيو آهي."

اهڙيءَ ريت دريوڌن دل کولي ڪرشن کي ڳالهو ڏنا. پوءِ ڪجهه زخمن جي درد ڪري ۽ ڪجهه ڪروڌ جي جوش ڪري هو ٿڪجي ڪري پيو ۽ پٽ ۾ ليٽيو رهيو.

ڪرشن پوءِ دريوڌن کي چيو "هي گانڌاري پٽ! پنهنجي اَنت ويلي ڪروڌ ۾ اچي ڇو پاڻکي جلائي دکي ڪري رهيو آهين. تون پنهنجن پاپن جوئي ڦل ڀوڳي رهيو آهين. تنهنجي ڪڪرمن جي ڪري ئي اوهان جو ناس ٿيو آهي. ناحق مونکي ڏوهه نه ڏي. ڀيشم ۽ دروڻاچاريه کي تنهنجي پاپن ڪري ئي مرڻو پيو. ساڳيءَ ريت ڪرڻ ۽ ٻين جي موت جو ڪارڻ به تنهنجائي اپراڌ آهن. پانڊو پترن تي جيڪي تو ظلم ڪيا تنهنجو اهوئي نتيجو نڪرڻو هو. ڇا انهن ظلمن جي ڪا حد به هئي؟ توکان اها ڳالهه وسري وئي آهي ته تو پانڊون کي سندن ماتا ڪنتيءَ سميت لاک گهر ۾ جلائي ڀسم ڪرڻ

جي سازش ڪئي هئي. اها سازش توکي ناس ڪري رهي آهي. دروپديءَ جو جنهن ريت تو اپمان ڪرايو، ڇا انجو ڪو بدلو تي سگهندو آهي؟ تو بين کي برباد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، انهيءَ ڪريئي وڏو ورود ۽ ڪاوڙ ڪروڌ وڌندا ويا. اسان جيڪي به مريادا ورڌ ڪارروايون ڪيون آهن، سي تنهنجي ڏنگاين ڪري لاچار حالت ۾ ڪيون آهن. لوڀ لالچ ۾ اچي جيڪي تو ڪرم ڪيا، تنجو بدلو تون ڏيئي چڪو آهين. ۽ تون اڄ ويرن جيان مري رهيو آهين. تون هاڻي انهيءَ سرڳ ڏانهن ويندين، جنهن ۾ پڌ ڪيتر ۾ پاڻ هومڻ وارا کتري يوڌا ويندا آهن. پوءِ ڇو تو ناحق پاڻکي دکي ڪرين؟ تون آهين تہ ڏاڍو سياڻو. ذرا ڌيرج ڌر."

ڪرشن جا هيءَ شبد ٻڌي دريوڌن ڪجهہ نرم ٿيو ۽ چيائين "ڪرشن! مان پنهنجن مٽن مائٽن ۽ ساٿين سنگتين سميت سرڳ ڏانهن وڃي رهيو آهيان. باقي تون ۽ تنهنجا ساٿي اڃا هن مرتيہ لوڪ ۾ دکي ٿيندا رهندا. جيڪي ڪکرم اوهان ڪيا آهن، تنجو ڦل اوهان لوڪن کي ڀوڳڻو پوندو."

دريوڌن اِلي بس نہ ڪئي هن وڌيڪ هئن آکيو: "مان ويد پڙهيا هئا. ڌرم انوسار مون دان ڪيا. مون سمنڊ جي هڪ ڪناري کان وٺي ٻئي ڪناري تائين ساريءَ پرٿويءَ تي ڌيڌبي سان راڄ ڪيو. جيئنديءَ مون ڪيترن شترن جو هٿ پنهنجي ڪين پيرن هيٺان لتاڙيو. مان تہ شڪتيءَ جي چوٽيءَ تي چڙهي چڪو هيس. مون اهي سڀ ڀوڳ ڀوڳيا آهن، جن لاءِ وڏا وڏا راجائون بہ سڪندا آهن، ۽ جن جو ديوتائون بہ تِرسڪار ڪونہ ڪندا آهن. مان يدڪيتر تي وير يوڌن جيان مري رهيو آهيان. منهنجا متر ۽ ٻاٻر جيڪي مونکان اڳ مئا آهن، سي سرڳ ۾ وينا منهنجي راهہ نهارين ۽ منهنجي آجيان ڪرڻ لاءِ منتظر آهن. اجهو تہ مان وڃي ساڻن سرڳ ۾ ملان. اوهان هن پرٿويءَ تي پيا هوندا، پنهنجن مٽن

متن مائٽن کي ياد ڪري ڪري روئندا رهندا. سڄن گهرن ۾ جن جا رهواسي مري چڪا آهن، پيا ڏکي ٿيندا. اوهان کي اها سوڀ ضرور ملي آهي، جنهن لاءِ ورهين جا ورهيه پيي تڙقيا. پر ساڻ ساڻ اوهان جي منهن ۾ ڪيريءَ جا ٻڪ پيا آهن. ٻڌايو ڀڳوان جي وڏ ٻڪ ڪرپا ڪنهن تي آهي؟ اوهانتي يا مونتي؟“

جڏهن دريوڌن هيءَ شبد اُچاريا تڏهن ديوتائن آڪاش مان متس گلن جي ورکا ڪئي ۽ گانڌرون مٺا سر آلاپيا. آڪاش ۾ هڪ وچتر جوتي ڏسڻ ۾ آئي. واسديو ۽ پانڊو ڏاڍا شرمندا ٿيا.

پانڊون ڏانهن مهڙ ڪري ڪرشن چيو ”جيڪي دريوڌن چئي ٿو، سو سچ آهي. اوهين جيڪڏهن انڪلون ننڪلون نه ڪريو ها ته هو ڪڏهن به ڪي جيتي ڪونه سگهو ها. هيءَ پاپي وڏو پهلوان هو، ڏاڍو بهادر هو. جنگ ۾ جيتجڻ جو نه هو.“

## [٩٤]
## اشوٿاما

جڏهن اشوٿاما کي خبر پيئي ته ڪيئن دريوڌن جنگ جي ميدان تي مرڻينگ حالت ۾ پيو آهي ۽ جڏهن کيس آخرين لڙائيءَ جي وچور جو پتو پيو تڏهن سندس من ۾ واجبي غصو آيو. سندس ڪروڌ جي لهر انين اُٿڻ لڳي جئن پورڻما جي ڏينهن سمندر جي ويرُ چڙهندي آهي. ڪئن سندس پتا دروڻاچاريه کي مارڻ لاءِ پانڊون ٺڳي ڪئي هئي، اها يادگيري سندس من ۾ ڪنڊي جيان چڀي رهي هئي. جڏهن هاڻي کيس سڌ پيئي ته ڪيئن دريوڌن سان ڌرم ورڌ وهنوار

تيو آهي، ڪٿن ڪيس دولد ٻڌ جي نيمن جي ورڌ سترن تي
گدا هڻئين ويئي آهي، تڏهن جوش ۾ ڀرجي هو الي ويو جت
دريوڌن ليٽيو پيو هو ۽ الي وڃي هن قسم کنيو ته اڄ جو اڄ
پانڊون کي يم پوريءَ ڏانهن روانو ڪندس.

دريوڌن سڪرات جا سور سهي رهيو هو. هن جڏهن
اشوٿاما جي پرتگيا ٻڌي تڏهن سندس من ۾ پرسنتا پيدا ٿي
۽ سندس پراڻو وير نئين سر جاڳي اٿيو. سندس چوڌاري
جيڪي ڪورو سپاهي بيٺا هئا، تن کي آگيا ڪياءِ ته اشوٿاما
کي نيم انوسار سر سيناپتي ٿاپين. جڏهن اشوٿا سر سيناپتيءَ
جي پڳ پاتي تڏهن دريوڌن چيو: "آچاريه پتر! اڄ منهنجون
سموريون آشائون تو ۾ ئي وڃي رهيون آهن. شايد تون ئي
مونکي شانتي ڏيئي سگهين. مان وڏيءَ انتظاريءَ مان تنهنجي
وات نهاريندو رهندس."

سڄ لهي چڪو هو. بن ۾ بلڪل اوندهه انڌوڪار هئي.
هڪڙي ٻڙ جي وڻ هيٺان ڪرپاچاريه، ڪرت ورما ۽ اشوٿاما
آرام وٺڻ جي خيال سان ويهي رهيا. هو ايترو ٿڪل هئا جو
ڪرپاچاريه ۽ ڪرت ورما کي ته يڪدم ننڊ اچي ويئي. باقي
اشوٿاما کي بلڪل ننڊ ڪانه آئي. سندس دل ۾ دک ۽ دويش
جي آگ جلي رهي هئي. سندس من ڪوپ ۽ ڪروڌ سان
ڀرپور هو. هو نانگ جيان ڦوڪون ڏيئي رهيو هو. هو پور
پچائي رهيو هو ته ڪئن دريوڌن سان ڪيل پرتگيا پوري
ڪريان. انهن جاڳندي، انڌاريءَ رات ۾ هن رات جو جاڳندڙن
هزارن پکين ۽ شڪار جي انتظار ۾ ويٺلن انيڪ خونخوار
جانورن جا عجيب ۽ غريب آواز ٿي ٻڌا.

جنهن ٻڙ جي هيٺان هي ليٽيا پيا هئا، انهيءَ ٻڙ جي
ٽارين تي سوين ڪانو ويٺا هئا. سيئي ڪانو چپ چاپ
شانتيءَ ۾ سمهيا پيا هئا. اوچتو هڪ چبڙو آيو ۽ هڪ هڪ
ڪري انهن ڪانون کي ماريندو ويو. اشوٿاما ڏٺو ته هيءَ

شڪاري ٻڪي ٻي وس ڪانون کي ماريندو ٿو وڃي. ڪانو رات جو ڏسي نه سگهندا آهن. هي ٻي وس ٿي چوڌاري اڏامڻ لڳا ۽ ڀيانڪ حملي ڪندڙ الوءَ جو شڪار ٿيا.

هن نظاري ڏسڻ کان پوءِ اشوٿاما دل ۾ چوڻ لڳو: ”هنن پاپي پانڊون ۽ پنچالن کي، جن منهنجي پتا ۽ سنڌس. سائين کي قتل ڪيو آهي، سهوليت سان ماري سگهبو، جيڪڏهن مٿن رات جي وقت جڏهن هو ننڊ ۾ سميل هجن تڏهن حملو ڪبو. اهڙيءَ طرح انهن جيڪي ڏکيون ڪيون آهن، تن جو بدلو وٺي سگهبو. هن الوءَ جو مونکي ڏاڍو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي ۽ هن مونکي نيڪ رستو ڏيکاريو آهي. حالتن موجب رٿن متاڻ ۾ ڪو به ڏوهه ڪونه آهي. جيڪڏهن ٿڪل ٽٽل دشمن تي حملو ڪرڻ روا آهي، جيڪڏهن انهيءَ شتروءَ تي حملو ڪرڻ واجب آهي، جنهن جو لشڪر تتر بتر ٿي ويو آهي، تڏهن اسان لاءِ جن جو لشڪر ناس ٿي چڪو آهي، ننڊ ۾ ستل دشمن تي حملو ڪرڻ ڇو غلط آهي؟ ائين ڪرڻ ۾ ڪو به ڏوهه ڪونه آهي. پانڊون دغابازي ڪري سوڀ حاصل ڪئي آهي. ڪين سزا ڏيڻ ۽ جيتڻ جو اهو ئي رستو آهي.

اشوٿاما اهڙيءَ ريت دل ۾ فيصلو ڪيو ۽ يڪدم ڪرپاچاريه کي جاڳايو ۽ ڪيس پنهنجي رٿا مان واقف ڪياءِ. ڪرپاچاريه جڏهن اشوٿاما جي رٿ ٻڌي تڏهن هو عجب ۾ پئجي ويو. هن اشوٿاما کي چيو:

”ائين ڪين ٿي سگهندو. اهڙو ڪرم ڪرڻ بلڪل غلط آهي. هن کان اڳ ڪڏهن به ننڊ ۾ پيلن مٿان حملو ڪونه ٿيو آهي. هن قسم جي وهنوار دواران کتري مريادا جي مٿان اهڙو حملو ڪيو ويندو جهڙو نه ڪنهن ڏٺو نه ٻڌو. اشوٿاما ذرا ٻڌاءِ ته سهين ته اسين ڪنهنجي لاءِ لڙي رهيا آهيون. جنهن شير مڙس جي خاطر اسان هن جنگ ۾ شامل ٿيا سين، سو زخمي

ٿي دڙٽيڻنگ حالت ۾ يڌ جي ميدان ۾ پيو آهي. هن جو انت اچي رهيو آهي. اسان پنهنجو فرض بلڪل ايمانداريءَ ۽ وفاداريءَ سان بجا آندو آهي. لوڀي ۽ موڙهه دريوڌن جي خاطر اسان خوب لڙياسين؛ اسان پاڻ ڪا به ڪثر نه ڇڏي. پر اسان اهڙي هار کاڌي آهي، جو حالتن کي سڌارڻ اسيمو ٿي پيو آهي. وڌيڪ جنگ هلائڻ ۾ ڪو به لاڀ ڪونه آهي. اچ ته اسين گڏجي ڪري ڌرتراشٽر ۽ نراپراڌ گانڌاريءَ وٽ هلون، پاڻ انهن کي ارپيون. اسانکي گياني ودر جي پڻ صلاح وٺڻ گهرجي. اهي اسانکي ٻڌائيندا ته اسانکي ڇا ڪرڻ گهرجي."

جڏهن ڪرپاچاريه هيءَ صلاح ڏني تڏهن اشوٿاما جو ڏک ۽ ڪروڌ ڏاڍو وڌي ويو. هن ڏاڍي ڪوڙي آواز سان چيو: "ماما! هرڪو آدمي ائين سمجهندو آهي ته جيڪي مان سمجهان ٿو سوئي نيڪ ۽ واجبي رستو آهي. پر هرهڪ جي خيال جي ڊوڙ سندس سمجهه تاءِ پهچندي آهي. پريرو هنجو ويچار وجهي ڪونه سگهندو آهي. هنن پانڊون مها اپراڌ جو ڪم ڪيو آهي. هنن ڪوڙ ڳالهائي منهنجي ڌرماتما پوڄيه پتا کي ماريو. ڪتري مريادا کي تلانجلي ڏيئي هنن دريوڌن کي ماريو آهي. هنن پاپين کان سندن اپراڌن جي بدلي چڪائڻ جو هيءُ اُتم رستو آهي. اهائي واجبي وات آهي. اها راهه وٺندس، تڏهن ئي مان پنهنجي پتا ۽ پنهنجي راجا جو قرض ادا ڪري سگهندس. تڏهن ئي مان پنهنجو فرض پورو ڪري سگهندس. مان اهو نشچيو ڪيو آهي. اڄ رات جو مان اتي ويندس جت پانڊو ۽ ڌرشٽديمن پنهنجي ڪوچ لاهي سمهيا پيا هوندا. جڏهن هو ننڊ ۾ هوندا تڏهن مان ڪين ماري پورو ڪندس."

پنهنجي ڀاڻيجي جون هيءَ ڳالهيون ٻڌي ڪرپاچاريه کي ڏاڍو ڏک ٿيو. ڏک وچان هن چيو "اشوٿاما تنهنجو لالوچه پرسڌ آهي. هرڪو لوڪي ڌرماتما ۽ نراپراڌ سمجهندو آهي.

پر جيڪڏهن تو هيءُ ڪم ڪيو ته پوءِ تنهنجو نالو بدنام ٿيندو. تنهنجي شان کي ٽڪو لڳندو. جيئن ڪير ڇهڙو سفيد ڪپڙو رت جي داغ لڳڻ ڪري اپوتر ٿي پوندو آهي، اهڙو ئي تنهنجو حال ٿيندو. پنهنجي انهيءَ ارادي کان باز اچ. ننڊ ۾ سمهيل آدمين کي مارڻ بلڪل غيرواجبي آهي."

هاڻي اشوٿاما جوش ۾ اچي چيو: "اوهان اها ڌرم جي دهائي ڇا جي لاءِ ڏيئي رهيا آهيو. پاپي پانڊون پتاجن کي انهيءَ وقت ماريو، جڏهن هنن سڀ هٿيار پنهنجا هار اڇلائي ڇڏيا هئا، جڏهن هو رت ۾ ويهي پريوءَ جي ڌيان ۾ مگن وينا هئا. هنن پاپين ڌرم جو بند پڃي اڇلايو آهي ۽ اڌرم جو درياءُ وهائي ڇڏيو آهي. هاڻي ڌرم ته ڪٿي ڳولهيو به نٿو لڀي. هنن مريادا هيڻ لڱنگن ڪرڻ کي انهيءَ وقت ڪنو جڏهن هو ڪيچڙ ۾ قائل رت جي ڦيٿي کي ٻاهر ڪڍي رهيو هو. ڀيمسين دريوڌن کي ڪمر جي هيٺان ڏڪ هڻي ماريو آهي. هاڻي ٻڌاءِ ته ڌرم ڪٿي بچيو آهي. پانڊون ته اڌرم جي چوطرف ٻوڏ ڪري ڇڏي آهي. هنن ڌرم ۽ ويرن جي مريادا ٻنهي کي ختم ڪري ڇڏيو آهي. اهڙن نردئي نيچ لوڪن کان بدلي وٺڻ وقت ڌرم ۽ اڌرم جو ويچار ڪرڻ نه وڻرت آهي. مها اپراڌيءَ ڌرشٽديمن کي، جنهن پتاجن کي ڪنو هو، ننڊ ۾ مارڻ ڪري جيڪڏهن مونکي ڪٽليءَ ماڪوڙي جو جنم ملندو ته مان اهو وٺڻ پسند ڪندس."

ائين چئي هن پنهنجو رت سنڀرايو ۽ پانڊون جي ڇانوڻيءَ ڏانهن وڃڻ لڳو. ڪرت ورما ۽ ڪرپاچاريه دانهن ڪري چيو: "اشوٿاما ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اڄ تون هيءُ ڪم ڪريئي رهندين. تنهنجو هيءُ رايو اسانکي بلڪل نٿو وڻي. پر ائين به نيڪ نه آهي ته تون اڪيلو انهيءَ ارانگهي ڪم جي ڪڍ وڃين. جنهن وات وٺڻ جو تو خيال ڪيو آهي، اها وات اسان به وٺنداسين. اسين به تنهنجي پاپ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿينداسين."

پوءِ ٻئي گڏجي هليا. پاپ ڪوڙيءَ ول جيان وڌندو آهي. هڪ پاپ مان ٻيو پاپ پيدا ٿيندو رهندو آهي تانجو ڌرم بلڪل دٻجي ويندو آهي. ٻدلي وڻ سان پاپ وڌيڪ ڦهلجندو آهي.

جڏهن هو ٻئي پاندون جي ڇاوڻيءَ ۾ پهتا، تڏهن اڌ رات گذري چڪي هئي. سڀ مٿيءَ ننڊ ۾ ستا پيا هئا. ڌرشٽديمن به زره لاهي بي سڌ پيو هو. اشوٿاما ٽپ ڏيئي هن يوڌي کي لتون هڻي ماري وڌو. هنکي پنهنجي بچاءَ ڪرڻ جو وجهه ئي نه ملي سگهيو.

اهڙيءَ طرح سيني پنچالن کي ۽ دروپديءَ جي سيني پٽن کي هڪ هڪ ڪري ننڊ ۾ ختم ڪيو ويو. هتڙو پاپ جو ڪم اڳ ڪڏهن ڪونه ٿيو هو. اهو ڪڏو ڪم ڪرڻ کان پوءِ ٻئي ٽنبن مان نڪري آيا ۽ اچي ڇاوڻيءَ کي باهه ڏنائون. جنهن باهه پنيت ڪري ٻرڻ لڳي تڏهن ستل سڀئي جاڳي پيا ۽ ڏر جا ماريا هيڏانهن هوڏانهن ڀڄڻ لڳا. سندن ساڳيو حال ٿيو جهڙو ٻڙ جي وڻ تي ويٺل ڪانون جو ٿيو هو. جنهن الوءَ ڪانون کي ماري پورو ڪيو، تنهن ئي اشوٿاما پاندون جي سپاهين جو حال ڪيو.

هن اگهور پاپ ڪرڻ کان پوءِ هنن چيو ”هاڻي اسان پنهنجو ڪم پورو ڪيو. اسانجو فرض ادا ٿيو. هاڻي هلو ته دريوڌن کي هلي هيءَ خبر ٻڌايون، جيڪڏهن هو جيئرو هوندو ته سماچار سڻي ڏاڍو سرهو ٿيندو.“

پوءِ ٻئي دريوڌن جي طرف روانا ٿيا.

[٩٥]

## چڪتو بدلو ورتو ويو

جڏهن دريوڌن وٽ پهتا، تڏهن اشوٿاما چيو: ”مهاراج

دريوڌن! اوهان اڄا ٻساهه ڀيا ڪٿو. مان اوهان جي لاءِ
خوشخبري آندي آهي. اها ٻڌي اوهان ضرور پرسن ٿيندا
۽ اوهان شانتيءَ سان مرندا. اسان رات ورات وڃي سڀني پانڊون
جي ڇاوڻيءَ تي حملو ڪيو. سڀيئي پنجا لاءِ ختم ٿي چڪا
آهن. پانڊون جا ٻه سپ پٽ ماريا ويا آهن. سندن سارو
لشڪر به پورو ڪيو ويو آهي. پانڊون جي طرف رڳو ست
آدمي بچيا آهن. اسانجي طرف ڪرت ورما، مامو ڪرپاچاريه
۽ مان بچيا آهيون."
هيءَ خبر ٻڌي دريوڌن ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چياءِ "گرياڻي
اشوٿاما! تو منهنجي لاءِ اهو ڪم ڪيو آهي جيڪو نه ڀيشم
پتامها ڪري سگهيو ۽ نه مهاوير ڪرڻ ڪري سگهيو. هاڻي
منهنجا پراڻ شانتيءَ سان نڪرندا." هن اهي لفظ چيا ۽ سندس
پراڻ پکيڙو اڏامي ويو.
جڏهن ڀڳ شتر کي جاڳ ٿي ۽ جڏهن هن ڏٺو ته سندس
سموري سئنا ننڊ ۾ ختم ڪئي وئي آهي تڏهن هو خوب
ورلاپ ڪرڻ لڳو. چي "اسان اڄا جنگ ڪٽي مس ويٺا آهيون
ته مٿان هيءَ آفت آئي آهي. جي هار ڪائي چڪا هئا، تن
جي هاڻي جيت آهي. اسان جي سوڀ بدلجي هار تي پيئي
آهي. مهاپرتاپي ڪرڻ به دروپديءَ جي پٽن کي ماري ڪونه
سگهيو هو. اڄ اسانجي لاپرواهيءَ جي ڪري هو پتنگن ۽
پروانن جيان جلي ڀسم ٿي ويا. اڄ اسانجو اهڙو حال ٿيو آهي
جهڙو انهيءَ واپاريءَ جو ٿيندو آهي جنهن جو جهاز مهاساگر
پار ڪري اچي ننڍڙيءَ ڪاڙيءَ ۾ ٻڏندو آهي."
دروپديءَ جا پنجئي پٽ هڪدم، ائين اوچتو ختم ٿي
ويا. سندس من جي حالت بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. هوءَ
روئندي پٽيندي اچي ڌرم پتر جي پرسان ويٺي ۽ چيائين:
"پر اسانجي پاسي ڪوبه اهڙو وير ڪونه آهي جو هن

پاپيءَ اشوٿاما کي ماري منهنجي پٽن جي خون جو بدلو چڪائي؟"

جڏهن هن اهي لفظ چيا، تڏهن پنجئي پانڊو ٻاهر ميدان تي نڪري پيا. هنن خوب اشوٿاما جي ڳولها ڪئي. نيٺ ڏٺائون ته هو گنگا جي ڪناري ڀڳوان وياس جي ڀرسان لڪو ويٺو آهي. جڏهن اشوٿاما پانڊون ۽ ڪرشن کي پنهنجي طرف ايندو ڏٺو، تڏهن هن گاهه جو ٽڪرو ڪڍي ان تي منتر پڙهيو. 'شل هن جي وسيلي پانڊون جي ونش ناس ٿئي.' اهي لفظ چئي هن انکي هوا ۾ اڇلايو. ٽڪرو سڌو اترا جي طرف ويو. اترا گرڀوتي هئي. ٽڪرو انکي لڳي ها ته سندس گرڀ ناس ٿي پوي ها. پر ڪرشن وچ ۾ اچي اترا جي گرڀ کي بچائي ورتو. اترا جي گرڀ مان پريڪشت پيدا ٿيو ۽ جڏهن پانڊو پاڻ آخرين طرح بنواس ڏانهن ويا، تڏهن يڌشٽر پريڪشت کي سنگهاسن تي وهاريو. اهڙيءَ ريت پانڊون جي ونش جو نشان رهجي ويو.

هاڻي اشوٿاما ۽ ڀيمسين جي وچ ۾ يڌ شروع ٿي ويئي. انت ۾ اشوٿاما هارائي بن ڏانهن هليو ويو. وڃڻ کان اڳ هو پنهنجي مٿي جي اڳو ملهه مڻي ڀيمسين کي ڏيئي ويو. ڀيمسين هيءَ قيمتي جواهر کڻي دروپديءَ ڏانهن ويو ۽ هنکي وڃي چيائين: "هي پوتر ناريءَ جي ديوي! هي رتن تنهنجي واسطي آندو اٿم. جنهن دشٽ تنهنجي پٽن کي ماريو هيو، انهيءَ کي جيتي آيو آهيان. دريوڌن ناس ٿي چڪو آهي. ميون دشاسن جي رت پيتي آهي. توسان جيڪا جٺ ٿي هئي، تنهنجو مان بدلو چڪائي چڪو آهيان ۽ مون پنهنجي پرتگيا پوري ڪئي آهي."

دروپدي اهو رتن کڻي يڌشٽر ڏانهن ويئي ۽ کيس چيائين: "هي نراپراڌ ڌرم راج! هيءَ رتن توکي پنهنجي ڇت ۾ وجهڻ گهرجي."

# ڪير دل ونئي؟

جڏهن جنگ جي خاتمي جي هستناپور ۾ خبر پيئي تڏهن لکين وڌوائون ۽ اناٿ ٻالڪ پنهنجي پريتمن پيارن جي وڇوڙي ڪري روئڻ پٽڻ لڳا. سورداس راجا ڌرتراشٽر هزارن ٻي وهه استرين سوڌو ڪروکيتر جي ميدان تي ويو. هيءَ ئي ميدان آهي جت پانڊون پانڊون جا گلا ڪاٽي پنهنجي ساري ونش ناس ڪئي. اتي ڌرتراشٽر گذريلين ڳالهين کي ياد ڪري خوب هاهاڪار ڪئي. پر اتي ڪوئي هو ئي ڪونه جو سندس ڳوڙها اگهي ۽ ساڻس پرچاءِ ڪري. اتي گدڙ، ٻگهڙ ۽ ڪتا به بنا روڪ ٽوڪ جي راجڪمارن ۽ ڪتري وارن، ماءُ پيءُ جي لاڏلن ۽ استرين جي سينگارن جو ماس چڪ پائي پائي کائي رهيا هئا. هليون، ڪتا ۽ ڳجهون لاشن کي چيري رهيون هيون. ڌرتراشٽر جو روج ٻڌي سڀني، هاءِ هاءِ ڪئي. چڻڪ سيني هڪ سر سان ٻي چيو: "هاڻي هن ورلاپ ۽ دانهن ڪوڪ مان ڪجهه ڪين ورندو."

سنجيه هو سورداس راجا جو گهرو منتري. هن راجا کي آٿت ڏيڻ لاءِ چيو: "راجن! پرچاءِ ڪرڻ سان ڪنهنجو به دک متائي نه سگهبو آهي. تنهنجي پٽن جي خاطر هزارن راجائن هن کيتر ۾ پنهنجا سر قربان ڪيا آهن. هاڻي توهانکي گهرجي ته سرڳواسين جو نيڪ ڪريا ڪرم ڪريو."

وڊر وري هن ريت ڌرتراشٽر کي سمجهايو: "جيڪي يڌ کيتر ۾ مرندا آهن، تن لاءِ رئڻ اجايو آهي. جڏهن آتما شرير ڇڏي وڃي ٿي، تڏهن ڪايا مٽي مائٽي نٿي رهي. پوءِ نڪو ڪو آهي پياءُ، نڪو پٽ، نڪو بندو باندو. سچ ته تنهنجي پٽن جو توسان ڪو به لاڳاپو ڪونه هو. موت اچڻ تي سڀ لاڳاپا ختم ٿي وڃن ٿا. مٽيون مائٽيون شرير سان

سمنبڌ رکن ٿيون. هيءَ زندگي آتما جي امر جيوت ۾ هڪ نئڊيڙو واقعو آهي. هي آتمائون ادرشٽ ستان ٽان اچن ٿيون ۽ وري ادرشٽ ۾ لين ٿي وڃن ٿيون. انهن آتمائن جي وڇوڙي ڪري ورلاپ ڪرڻ اجايو آهي. جيڪي ڀڳ ڪيترا ۾ وڏهي ويرگتيءَ کي پراپت ڪندا آهن، سي اِندر جا مهمان ٿي وڃي اِندرپري وسائيندا آهن. جيڪي گذري ويو آهي تنهن لاءِ دانهون ڪرڻ سان نڪي ڌرم جي اُتي ٿيندي، نڪي ڌن يا سک پراپت ٿيندو."

گياني وِدر انهيءَ طرح ڌرتراشٽر جي دل وٽي رهيو هيو ۽ ڀڳوان وياس به اُتي اچي سهڙيو. هن ڏاڍي پريم سان سورداس راجا کي چيو: "پيارا پٽ! تون گياني آهين. ڪا به اهڙي نئين ڳالهه ڪانه آهي، جا مان توکي ٻڌائي سگهان. توکي خبر آهي ته جيڪو ڄميو آهي، سو پڄندو؛ جيڪو ڄائو آهي سو مرندو. مان خود ڀڳوان وشنوءَ کان ٻڌو آهي ته هن يڌ واران پرٿويءَ جو بار هلڪو ٿيڻو هو. انهيءَ ڪري هن آفت کي روڪڻ جو ڪو رستو ڪونه هو. اڄ کان وٺي يڌشٽر کي پنهنجو پٽ ڪري سمجهه. هن سان لاڏ پيار ڪر ۽ اهڙيءَ ريت پنهنجي ڏک جو بار هلڪو ڪر."

هن روح راڙي جي وچ ۾، يڌشٽر پيهه کي پار ڪندو، اچي ڌرتراشٽر وٽ پهتو. يڌشٽر ڌرتراشٽر کي پيرين پيو ۽ ڌرتراشٽر کيس گلي لڳايو پر انهيءَ ڀاڪر ۾ پريم ۽ پريت جي رلي به ڪانه هئي. پوءِ ڌرتراشٽر ڀيمسين کي ڀاڪر وٽ سڏيو. ڀڳوان ڪرشن صورتحال ڏسي سهي ڪيو ته ڌرتراشٽر کي پٽن جي موت ڪري ڏاڍو ڏک ۽ ڀڻ ڏاڍو غصو آهي. انهيءَ ڪري هن ڀيم کي هڪ طرف ڌڪو ڏيئي هڪ لوهي جي مورتي ڪري راجا جي ويجهو ڪئي. ڪرشن جو اُنومان ٺيڪ نڪتو. جڏهن ڌرتراشٽر انهيءَ لوهي ڀيمسين کي ڀاڪر پاتو، تڏهن هنکي پنهنجي مئل پٽن جي اچي ياد پيئي، جوش وچان انهيءَ

مورتيءَ کي اهڙو دٻايائين جو اها پرزا پرزا ٿي ويئي.
اتي ڌرتراشٽر کي پڇتاءُ ٿيڻ لڳو. هن چيو: ”هاءِ! ڪروڌ ۾ اچي، مون ڪهڙي نه مورکتا ڪئي؟ مان ڀيمسين جي هتيا ڪري وڌي.“ ائين چئي ڌرتراشٽر اچي روئڻ ۾ ڇٽڪيو.

اتي شري ڪرشن ڌرتراشٽر کي چيو: ”اي راجن! ڪميا ڪجو. مونکي پهريون پتو هو ته ڪروڌ ۾ اچي اوهان اهو ڪم ڪندا. اهڙي انرٿ کي روڪڻ لاءِ مون بندوبست ڪيو هيو. اوهان ڀيمسين کي ڪونه ماريو آهي. اوهان رڳو هڪ لوهي جي مورتي ڀڳي آهي. شل اوهانجو ڪروڌ شانت ٿئي. ڀيمسين اڃا جيئندو آهي.“

اتي ڌرتراشٽر جو ڪروڌ ڪجهه ڍرو ٿيو. هن ڀيمسين ۽ سندس ڀائرن کي آشيرواد ڏني. پانڊو هاڻي ڌرتراشٽر کان موڪلائي گانڌاريءَ ڏانهن ويا.

وياس اڳيئي گانڌاريءَ وٽ ويو هو ۽ هن کي ڌيرج ڏيڻ لاءِ چيائين: ”اي راڻي تون پانڊون تي ڪروڌ نه ڪر. جڏهن اڃا جنگ شروع ئي ڪانه ٿي هئي، تڏهن تو خود چيو هيو ته جنهن طرف ڌرم هوندو، انهيءَ طرف جي سوڀ ٿيندي. ائين ئي ٿيو آهي. جيڪي ٿي چڪو آهي تنهنجو ويچار ڪرڻ اجايو آهي. من ۾ وير رکڻ به نيڪ ڪونه آهي. تنهنجي ڌيرج ۽ سهنشيلتا جو جس هنڌين ماڳين ڦهليل آهي. تون پنهنجي انهيءَ اُتم سڀاءَ جو تياڳ نه ڪر.“

گانڌاريءَ جواب ۾ چيو: ”مونکي خبر آهي ته پٽن جي وڇوڙي ڪري منهنجي ٻڌي خراب ٿي چڪي آهي. انهيءَ هوندي به پانڊون جي سوڀ ڏسي مونکي ايرکا ڪانه ٿي ٿئي. پانڊو به منهنجا پٽ آهن. مونکي خبر آهي ته دشاسن ۽ شڪنيءَ جي ڪري هيءَ برٻادي ٿي آهي. ارجن ۽ ڀيم

جو ڪو ڏوھ ڪونه آھي. ھت ۽ اھنڪار ڪريئي ھيءَ لڙائي،
شروع ٿي ھئي. منھنجي پٽن سان جيڪي ٿيو آھي، تنھنجي
ھو لائق ھئا. انھيءَ ڳالھ جي مان داڻھن ڪانه ٿي ڪريان.
پر ھڪ ڳالھ جو ارمان اٿم. ڪرشن جي روبرو ڀيمسين دريوڌن
کي جنگ لاءِ للڪاريو. ڀيم کي اھا خبر ھئي ته دريوڌن
مضبوط آھي ۽ ھنڪي دوند يڌ ۾ جيتڻ مشڪل آھي. انھيءَ
ڪري ڀيمسين دريوڌن کي ڪمر جي ھينان ڌڪ ھنيو. ائين
ڪرڻ دوند يڌ جي نيمن جي ورڌ آھي. اھڙيءَ ريت دريوڌن
کي جيتيو ۽ ماريو ويو. واسديو ھيءُ تماشو ويٺي ڏٺو. ھن
کي ائين ڪرڻ واجب ڪونه ھو. واسديو جي ھيءَ ڳالھ مان
معاف ڪري ڪونه سگھنديس.”

ڀيمسين ھيءَ سموري گفتار ٻڌي. ھو گانڌاريءَ جي واجھو
ڇري آيو ۽ ھن ريت آکڻ لڳو: ”اسان مان پاڻ بچائڻ لاءِ
ائين ڪيو ھيو. برابر ھو يا غلط، ڌرم ھو يا اڌرم اھا ڳالھ
خيال ۾ نه آڻي مونکي معاف ڪر. دوند يڌ ۾ تنھنجي پٽ
کي جيتڻ اسنڀو ھو. انھيءَ ڪري پاڻ بچائڻ لاءِ مونکي ھيءُ
رستو وٺڻو پيو. ھو اھو ڪم اڌرم جو. تنھنجي پٽ يڌشٽر
کي ٻاري راند لاءِ للڪاريو ھيو ۽ ھن سان ٺڳي ڪئي ھئي.
تنھنجي پٽ اسان سان ٻيون به گھٽيون جنيون ڪيون ھيون.
ھن ڌرم ورڌ اسان جو راڄ پنھنجي ھٿ ڪيو ھيو ۽ اھو موٽائڻ
کان ھن انڪار ڪيو. توکي اھا به خبر آھي ته تنھنجي پٽ
ڀر اپراڌ دروپديءَ لي ڪھڙو وڙل وھايو. جڏھن تنھنجي پٽ
دربار ھال ۾ ھن ريت بي فضيلت ھليو، تڏھن جيڪڏھن
اسان ڪيس اتي جو اتي ماري وجھون ھا ته جيڪر لون
اسان کي ھٿن ڏوھ نه ڏين ھا. انھيءَ وقت ڌرم راڄ جو پڻ
ڪيل ھيو. انھيءَ پڻ جي پت رکڻ لاءِ اسان پاڻکي ڏاڍيءَ
ڏکيائيءَ سان ضابطي ھيٺ رکيو ھيوسين. يڌ ڪيتر ۾ اسان
عزت جو ٻاڦ وني پنھنجي من کي سنتشٽ ڪيو ھيو. ھان

ڏورو اسان ڪجهه انيت به ڪئي آهي. امان توُن اسانکي
معاف ڪر."

گانڌاريءَ جو من ڀرجي آيو. هن چيو: "پٽ! جيڪڏهن
تو منهنجي سؤ پٽن مان ڪنهن هڪڙي کي به بچايو هجي ها
ته هوند اسان ٻنهي ٻڍن کي پيريءَ ۾ ڪجهه شانتي ملي ها.
اسان انهيءَ هڪ جي آسري تي پنهنجا ڏينهن ڪاٽيون ها.
پر تو ته سؤ جا سؤ ئي ماري ڇڏيا. ڀلا ڌرم پتر ڪاٿي آهي؟
انهيءَ کي سڏ ڪر."

گانڌاريءَ جا هي لفظ ٻڌي يڌشٽر همت ٻڌي ڏڪندو
گانڌاريءَ وٽ آيو. گانڌاريءَ جي پيرن کي ڇهي ڪري هن
جهيڻي آواز ۾ چيو: "ماتا! جنهن نردئي يڌشٽر تنهنجي پٽن
کي ماريو هيو، سو تنهنجي اڳيان موجود آهي، مان گهڻيئي
پاپ ڪيا آهن. مان تنهنجي پٽن پاران جي ٻڌڻ جي لائق
آهيان. ڀل دل کولي مونکي پٽ. مونکي نه جيئڻ جو چاهه
آهي، نه راڄ ڪرڻ جي چاهنا."

گانڌاريءَ ٿڌو ساهه کنيو ۽ چپ چاپ ٻيهي رهي. هن منهن
ڪري ٻي طرف ڪيو. هنکي خبر هئي ته جيڪڏهن سندس
اکين جي پٽي ڪري پيئي ۽ سندس درشٽي يڌشٽر تي پئجي
ويئي ته هو سڙي ڀسم ٿي پوندو. جڏهن هوءَ منهن ٻئي طرف
ڦيرائي رهي هئي، لڪن سندس نظر يڌشٽر جي پير جي آڱوٺي
تي وڃي پيئي ۽ اهو آڱوٺو ڪارو ڪوئلو ٿي پيو."

ارجن کي هن ڏکيءَ گانڌاريءَ جي پٽ جي شڪتيءَ جو
پتو هو، انهيءَ ڪري هو ڪرشن جي پٺيان لڪي بيٺو.

گانڌاري گيانوان ۽ ڌيرجوان هئي. سو پنهنجي ڪروڌ کي
روڪي پانڊون کي آشيرواد ڏيئي ڪنتيءَ جي طرف روانو
ڪري ڇڏياءِ.

دروپديءَ جا سڀ پٽ مري چڪا هئا، انهيءَ ڪري
هوءَ ورلاپ ڪري رهي هئي. گانڌاريءَ هنکي پاٿوت سڏي

چيو "پياري پٽ ڌيرج ڪر. لنهنجي ۽ منهنجي ڏک جي ڪا حد حساب ڪونه آهي. اسانکي ڪير ڌيرج ڏيندو؟ ڪنهن کي طاقت آهي جو اسان جا ڳوڙها اگهي سگهي؟ منهنجي غلطيءَ ڪري ئي هيءَ مهان جاتي سموري برباد ٿي ويئي آهي."

## [٩٧]

## يڌشٽر جو پڇتاءُ

پانڊو، مئلن جي پنڊ ترپڻ ڪرڻ کان پوءِ، هڪ مهيني لاءِ گنگا جي ڪناري تي ڇانوڻي وجهي ويٺا.

انهيءَ وقت نارد ڪٿان اچي نڪتو. هن يڌشٽر کي چيو "پٽ! ڪرشن جي ڪرپا، ارجن جي ويرتا ۽ پنهنجي ڌرم پريم ذريعي تو سوڀ پاتي آهي. تون سنسار جو سمراٽ آهين. بڌاءِ ته سکي آهين يا ڏکي؟"

يڌشٽر جواب ۾ چيو "ڀڳوان لڳا ڳالهه سچي آهي ته راڄ مونکي مليو آهي، پر منهنجا بندو بانڌو مري چڪا آهن. اسانجا پيارا پٽر اسان کان سدا لاءِ جدا ٿي ويا آهن. منهنجي نظر ۾ هيءَ سوڀ نه آهي، پر هڪ وڏي هار آهي. او نارد! اسان پنهنجي وڏي ڀاءُ کي دشمن سمجهي ماري وڌو. اهو ڪرڻ مرڻ گهڙيءَ لاءِ پنهنجي ڀرڳيا تي پورو رهيو هيو. سندس يڌ ڪشلتا ڏسي سارو سنسار ڏنڊ ين آڱريون ڪندو هو. هن وير ماءُ کي وچن ڏنو اسان کي جيءَ دان ڏنو هو، لنهنکي اسان راڄ جي لوڀ ۾ پئي دغا سان ماري وڌو. هي وير رشي! اوهان مونکان سک ٿي ڳالهه پڇو ٿا. مان نه ايترو ڏکي آهيان جو انجو شبدن ۾ ورنن ڪري ئي ڪين آهي. ڪرڻ جا پير ماتا ڪنتيءَ جي پيرن سان ملندا جهلندا هئا.

راڄ سڀا ۾ جڏهن هن اسانجو اپمان ڪيو، لڏهن مونکي ڪروڌ نہ ڏاڍو تي آيو، پر جڏهن سندس پيرن لڳي لڙار پيئي لڳي، منهنجو ڪروڌ خبر نہ آهي تہ ڇو شانت ٿي ٿي ويو. انهيءَ ڳالهہ جي مونکي هاڻي يادگيري پوي ٿي ۽ منهنجو ڏک ڏيڍو ٿئي ٿو. هاءِ! مان پاپي آهيان. مان مها نيچ آهيان. مان پنهنجي پاءُ جي هتيا ڪئي آهي."

انين ڇئي يڌشٽر ٿڌو ساهہ کنيو. انهيءَ لاءِ نارد کيس ڪرڻ جي ساري ڪٿا ٻڌائي ۽ انهن سڀني سراپن جي کيس سڌ ڏني، جي سمي سمي تي ڪرڻ کي مليا هئا.

هيڪر جڏهن ڪرڻ ڏٺو تہ ارجن تير اندازيءَ ۾ ڪانئس سرس آهي، تڏهن هن دروڻاچاريہ کي وينتي ڪئي تہ هو کيس برهماستر هلائڻ سيکاري. دروڻاچاريہ کيس انهيءَ ودبا ڏيڻ کان انڪار ڪيو. هن کيس چيو "يا تہ مان هڪ نراپراڌ برهمڻ کي هيءَ ودبا ڏيئي سگهان ٿو، يا تہ انهيءَ ڪتريءَ کي سيکاري سگهان ٿو، جنهن تپسيا ڪري پاڻکي شڌ ڪيو آهي. پوءِ ڪرڻ مهيندر پهاڙين ڏانهن ويو ۽ اتي پرسرام سان ٺڳي ڪري کيس چيائين تہ مان برهمڻ آهيان. پرسرام کيس پنهنجو شش بڻايو ۽ کيس ڌنش ودبا ۽ انيڪ پرڪارن جي استر ودبا سيکاري.

"هيڪر پرسرام جي آشرم جي ويجهو بن ۾ ڪرڻ ٻاڻن ڇوڙڻ جو ابياس ٿي ڪيو. انهيءَ وقت سندس هڪ ٻاڻ اتفاق سان ڪنهن برهمڻ جي ڳئوءَ کي لڳو. ڳانءِ مري ويئي. برهمڻ کي ڪروڌ آيو ۽ هن ڪرڻ کي سراپ ڏيئي چيو 'يڌ کيتر ۾ تنهنجو رٿ ڳپ ۾ ڳپي پوندو ۽ جئن هيءَ نراپراڌ ڳئو ماري ويئي آهي، تئن تون بہ ماريو ويندين.'

"پرسرام ڪرڻ کي ڏاڍو پيار ڪندو هو؛ هن کيس هر پرڪار جي ڌنش ودبا سيکاري. هن کيس اهو بہ گيان ڏنو

نہ ڪيئن برهمر استر هلائجي ۽ ڪيئن اهو واپس گهرائجي. هڪڙي ڏينهن پرسرام کي پتو پيو تہ ڪرڻ کتري آهي ۽ برهمڻ نہ آهي. اها ڳالهہ هيئن ٿي. هڪ جنتوءَ ڪرڻ جي ستر ۾ چڪ پاتي، انهيءَ تنگ ڪيو. انهيءَ وقت پرسرام ڪرڻ جي هنج ۾ مٿو رکي ستو پيو هيو. ڪرڻ جيت جي چڪ جو ايذ دک چپ ڪري سٺو ۽ ذرو بہ دانهن نہ ڪئي. هنڪي پڙ ٿيو تہ سندس چرڻ ٻرڻ ڪري گوروءَ جي ننڊ ڦٽي پوندي. پر زخم مان جيڪا گرم رت ٿي نڪتي سا پرسرام کي لڳي ۽ پرسرام جاڳي پيو. جڏهن هنکي هن واقعي جي خبر پيئي، تڏهن هو ڏاڍي ڪروڌ ۾ آيو ۽ چياءِ 'تون کتري آهين. کتري نہ هجين ها تہ هيترو بدني ايذاءُ چپ ڪري ڪان سواءِ سهي نہ سگهين ها. سچ چؤ تون برهمڻ آهين يا نہ. تو پنهنجي گوروءَ سان ٺڳي ڪئي آهي. مورک! جيڪا وديا تو مون کان سکي آهي، سا عين موقعي تي تنهنجي ڪم ڪانہ ايندي.'

سنسار کي سڌ آهي تہ پرسرام کترين جو مهان شترو هو. انهيءَ ڪري هن ڪروڌ ۾ اچي ڪرڻ کي مٿي بيان ڪيل نموني پاراتو ڏنو.

## ڪرڻ جي دان ويرتا

دان ڪرڻ ۾ ڪرڻ جو هٿ ڏاڍو ڪشادو هو. هڪڙي ڏينهن ارجن جو پيءُ اندر برهمڻ جو روپ ڌارڻ ڪري دان وٺڻ لاءِ وٽس آيو. هن کانئس سندس ايشوري ڪنڊل ۽ ڪوچ دان ۾ گهريو. ڪرڻ اهي ٻئي شيون دان ۾ ڏيئي ڇڏيون. انهيءَ ڪري سندس شڪتي گهٽجي ويئي.

نارد وديڪ چيو "ڪرڻ جي موت لاءِ تون اڪيلو ذميوار نہ آهين. انهيءَ ڪري اجايو پڇتاءُ نہ ڪر. ڪرڻ جي موت لاءِ ڪئي سبب اچي گڏ ٿيا هئا. هن ڪنتيءَ سان پرڻيا ڪئي هئي تہ هو پنجن پانڊون مان رڳو هڪ کي ماريندو. پرسرام

کيس پاراتو ڏنو هو. جنهن برهمڻ جي ڳئو مئي هئي، تنهن ناراض ٿي کيس سراپ ڏنو هو. سندس ساٿيءَ شليه وري کيس ٻي همت ٿي ڪيو ۽ سندس سينو ٿي ڪاڙو. ڪرڻ وري پنهنجي وچٿر ڪلا ڪم ۾ آندي." اهڙيءَ ريت نارد يڌشٽر کي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. پر يڌشٽر کي انهيءَ ريت شانتي ڪانه ملي. تڏهن ڪنتيءَ يڌشٽر کي چيو "ڪرڻ جي موت لاءِ تون پاڻکي ڏوهه نه ڏي. خود ڪرڻ جي پيءُ، سورج ڀڳوان کيس گهڻوئي سمجهايو. کيس چيائين ته 'پاپيءَ دريوڌن جو سنگ ڇڏ ۽ پانڊون جو پاسو وٺ.' مون کيس سمجهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي. پر هن اسانجي ڳالهه ڏانهن بلڪل ڌيان نه ڏنو. انهيءَ طرح هن پنهنجو موت پاڻ آندو."

ڪنتيءَ جا شبد ٻڌي يڌشٽر کي ڏاڍو ڪروڌ آيو. هن جوش ۾ اچي چيو "امان ڪرڻ جي جنم جي ڳالهه اسانکان لڪائي تو اسانکان هيءُ وڏو پاپ ڪرايو. ٿل آئينده ڪابه استري پنهنجو ڳجهه رکي نه سگهي."

يڌشٽر پنهنجي ماءُ کي ڪنو. انهيءَ ڪري کيس ڏاڍو گهرو دک ٿيو. انهيءَ ڏک وچان هن سڀني استرين کي پاراتو ڏنو. وياس هيءَ ڪٿا مهاڀارت ۾ لکي آهي. عام لوڪن جو اهو خيال آهي ته زالون ڳجهه سانڍي ڪونه سگهنديون آهن. هن ڪٿا ۾ انهيءَ عام خيال کي هڪ سندر نموني ۾ پيش ڪيو ويو آهي. اها ٺيڪ جهڙي ڳالهه آهي ته وهنوار ۾ ڳجهه سانڍڻ فائديمند آهي. پر نيتڪ ويچار کان اها ڪا وڏي خاصيت ڪونه آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن هن پٽ پاراتي ڪري زالون ڳجهه سانڍڻ ۾ اسمرٿ آهن، ته به کين ڏک ڪرڻ جو ڪو خاص سبب ڪونه آهي. زالون سڀ ماءُ ڪري ٻرٻيريون ٿينديون آهن. انهيءَ ڪري هو شايد وڌيڪ ڪليل ٿينديون آهن.

پر ڪي استريون ڳجهه سانڍڻ ۾ ٻه ڏاڍيون قابل ٿينديون آهن. نڪي وري سڀني مردن ۾ هيءُ ڳڻ ٿيندو آهي، اهو پيد جيڪو سکيا دواران اچن ٿيون ٿو، يا اهو پيد جيڪو پڻ پڻ مشغولين ڪري ٿئي ٿو، تنهنڪي سوپاويڪ سمجهڻ غلط آهي.

اهو خيال ٻه برابر نه آهي ته استرين ۽ پرشن جي سڀاءَ ۾ وڏو انتر آهي؛ ته ڪي ڳڻ خاص زالن جا آهن ۽ ڪي خاص مردن جا.

[٩٨]

## شوڪ ۽ شانتي

پڊ شٽر جي من ۾ اها ڳالهه سٺيءَ جيان ٿي چڀي ته اسان پنهنجن مٽن مائٽن کي ماري راڄ هٿ ڪيو آهي. انهيءَ ڪري روز بروز سندس دل جو دک وڌندو ٿي ويو. هنکي ڏاڍو گهرو پڇتاءُ پي ٿيو. هن دل ۾ ارادو ڪيو ته راڄ ڀاڳ ڇڏي بن ۾ وڃي تپسيا ڪري ڪيلن پاپن جو پرائشچت ڪريان.

هن پنهنجن ڀائرن کي چيو ”ڀائرو! مونکي هن راڄ ۾ ڪا به خوشي ڪانه ٿي ٿئي. مان سمجهان ٿو ته هيڏي راڄ ۾ ڪا به ڀلائي ڪانه آهي. ڪو به لاڀ ڪونه آهي. اوهان ڀل گڏجي ڪري راڄ سنڀاليو. مونکي ڇڏيو ته بن ۾ وڃي تپسيا ڪريان.“

ارجن ڌرم راڄ کي سمجهائڻ لاءِ گرهست ڌرم جي اتما جو ورنن ڪيو. هن اها ڳالهه ظاهر ڪئي ته سنياس ڌارڻ ڪرڻ کان سواءِ گرهست دواران منش انيڪ پنج ڪرم ڪري سگهندو آهي.

ڀيمسين پنهنجي سڀاءَ انوسار ڪجهه سخت ڳالهايو ۽ چيو ”هاءِ! اوهان اهڙيءَ ريت ڳالهائي رهيا آهيو، جڻ اهو بي سمجهه ڳالهائيندو آهي جنهن شاستر رٽيا آهن، پر ڌرم

جو نت سمجهيو ويئي ڪونه آهي. سنياس ڌارڻ ڪترين جو ڪم نه آهي. ڪنهن به جو ڪم آهي ته پنهنجا فرض پاليندي اتساهه ۽ همت سان زندگي ڪاٽي. ڪرم جو مارگ ڇڏي سنياس ڌارڻ ڪرڻ ڪترين کي نٿو جڳائي.

نڪل به ڌرم پتر جي ويچارن جو ورود ڪيو ۽ ٻڌائڻ ڏيئي اهو سڌ ڪياءِ ته ڪرم يوگ سنياس يوگ کان وڌيڪ مهتو جو آهي. ڪرم مارگ آهي به سولو. سنياس مارگ وڌيڪ ڏکيو آهي.

سهديو نمرتا پوروڪ ڌرم پتر کي نويدن ڪئي: "اوهان ئي منهنجا پتا، ماتا، گورو ۽ پراڻا آهيو. اسانکي رولي نه وڃو. اسانجون گهٽتايون نظرانداز ڪريو. اسان تي ديا جي درشٽي رکو."

دروپديءَ وري هن نوع ۾ ڳالهايو "دريوڌن ۽ سندس ساٿين کي مارڻ سان اسان ڌرم جو ڪم ڪيو آهي. راجا جو هڪ ڌرم اهو آهي ته ڏوهارين کي واجبي سزا ڏي. انهيءَ ڪرم کان پاسو ڪرڻ راجا لاءِ واجب نه آهي. بلڪ اهو فرض سندس مکيه فرضن مان آهي. اوهان اپراڌين کي واجبي ڏنڊ ڏنو آهي. پڇتاءَ ڪرڻ جو ڪو به سبب ڪونه آهي. هاڻي اوهانجو پرم پوتر ڪرتويه اهو آهي ته ڌرم انوسار ويهي راڄ ڪريو. ڏک ۽ پڇتاءَ جون ڳالهيون ڇڏي ڏيو."

پوءِ وياس مهراج به اچي اتي پهتو. هن اتهاس ۽ شاسترن مان ڪٿي پرماڻ ڏيئي يڌشٽر جون شنڪائون دور ڪيون. ڪيس پوريءَ ريت سمجهاياءِ ته ڌرم جو مارگ اهو آهي ته تون هستناپور ۾ وڃي راڄ جون واڳون سنڀال.

وياس مهراج جي سمجهائڻ کان پوءِ يڌشٽر هستناپور ڏانهن ويو ۽ اتي وڏيءَ انوسار سندس راڄ تلڪ ٿيو. هاڻي هو ڀيشم پتامها وٽ آسيس وٺڻ لاءِ ويو. ڀيشم پتامها تيرن جي سيجا تي سمهيو پيو هو ۽ موت جي وات نهاري رهيو هو.

ڀيشم يڌشٽر کي تمام چڱي پرڪار اُپديش ڪيو. ڀيشم جو اهو اُپديش اُني مهاڀارت جو پرسڌ شانتي پرو آهي.

جڏهن پتامها اُپديش ڏيئي پورو ڪيو، تڏهن سندس پراڻ پکيئڙو پراڪرت شرير کي ڇڏي مڪت پرديش ڏانهن پرواز ڪري ويو. يڌشٽر پوءِ گنگاجيءَ تي وڃي پتامها جو پنڊ ترپڻ ڪيو. انهيءَ ڪرياڪرم جي پوري ٿيڻ کان پوءِ يڌشٽر گنگا جي ڪپ تي ايهي رهيو. اتي سندس من ۾ سڀ گذريل ڳالهيون، جنگيون جدل ۽ خون خرابيون اچي ياد پيا. ڪيس ايترو نه ڏک ٿيو جو هو ڦهڪري زمين تي ڪري پيو. يڌشٽر ائين ڪريو جئن تير سان گهايل ٿيل هاٿي ڪرندو آهي. ڀيمسين يڌشٽر وٽ اچي هن جي پريم پوروڪ پرگهور لهڻ لڳو. ڌرتراشٽر به اتي آيو. هن يڌشٽر کي چيو: "توکي هن ريت ڏک ڪرڻ نه گهرجي. اُٿ! راڄ جون واڳون هٿ ڪر. پانڊون، پنڌن ۽ اشت مترن سان گڏجي راڄ جو ڪاروبار هلاءِ. اڄ اهو ئي تنهنجو ڌرم آهي. ڏک ڪرڻو آهي ته مونکي ۽ گانڌاريءَ کي ڪرڻو آهي. تو ڪتري ڌرم انوسار يڌ ڪيترو ۽ سوڀ پاتي آهي. هاڻي توکي سوياڻن سردارن جا فرض بجاءِ آڻڻ گهرجن. مان مورکتا ڪئي جو پنهنجي گياني پرالا ودر جي ڳالهه نه ٻڌي. هنيلي ۽ موڙهه درپوڌن جي ڳالهين تي لڳڻ ڪري وڏي ڀل ڪيم. انهيءَ غلطيءَ جو هيءُ ڀيانڪ نتيجو نڪتو آهي. جئن سپني ۾ ڏٺل سونو صبوح جي وقت گم ٿي ويندو آهي، تئن منهنجا سڀ ئي پٽ ليستيءَ جي انڌاريءَ رات ۾ غائب ٿي ويا. هاڻي تون ئي منهنجو پٽ آهين. اُٿي، ڏک کي وسار ۽ پنهنجو ڌرم پال."

## [٩٩]

## ايرڪا

پتامها جي پنڊ ترپڻ کان پوءِ يڌشٽر کي اتي ڏک ۾ ڏسي

وياس مهراج کيس ديوتائن جي گورو برهسپتيءَ جي جيون مان هڪڙي ڪٿا ٻڌائي.

سياڻن ۽ سياڻن ماڻهن کي ٻه ايرکا جو روڳ اچي ورائيندو آهي. ۽ انهيءَ ڪري کين مهان ڪشٽ ڀوڳڻا پوندا آهن. ديوتائن جو گورو برهسپتي ويدن ۽ سمورن شاسترن جو ڄاڻو هو. انهيءَ هوندي به کيس هيڪر ايرکا اچي ورايو. انهيءَ ڪري سندس ڏاڍو اپمان ٿيو.

برهسپتيءَ جي ننڍي ڀاءُ جو نالو سمورت هو. هو هڪڙو ڏاڍو سنو آدمي هو ۽ ودوان به اوچ ڪوٽيءَ جو هو. برهسپتيءَ جي من ۾ پنهنجي ڀاءُ لاءِ ڏاڍو حسد پيدا ٿيو. هن سنسار ۾ اهڙا لوڪ پڻ جي، چڱائي ڏسي جلندا آهن، ڇاڪاڻ جو منجهن ايتري چڱائي ڪانه هوندي آهي. هيءَ ڳالهه ڏاڍيءَ حيرانيءَ جي آهي جو آدمي ٻين جي چڱائي به سهي نه سگهن.

ايرکا جي ڪري برهسپتي پنهنجي ڀاءُ کي ڏاڍو ستائڻ لڳو. جڏهن سمورت ڏاڍو بيزار ٿيو، تڏهن هو پاڳلن جو روپ بڻائي وليو ڳوٺ ڳوٺ گهمندو. اهڙيءَ ريت هن پاڻ کي پنهنجي ڀاءُ جي سازش جي آزار کان بچايو.

اڪشواڪو ونش جي راجا مروت انهن ڏينهن ۾ گهور تپسيا ڪري مهاديو کي سنتشٽ ڪيو هو. ڪيلاش پربت پرسن ٿي کيس هماليه پهاڙ جي اندر هڪ سوني جي کاڻ ڏني. اهڙيءَ ريت مروت جو خزانو ڏاڍو وڌي ويو. انهيءَ ڪري هن هڪ وڏي يگ ڪرڻ جو سنڪلپ ڪيو. هن برهسپتيءَ کي وينتي ڪئي ته هو پروهت ٿي يگ پورو ڪرائي. برهسپتيءَ خيال ڪيو ته جيڪڏهن مروت هڙو يگ ڪيو ته هو ديوتائن کان گوءِ کڻي ويندو. ديوتائون هيا سندس شش. انهيءَ ڪري اها ڳالهه، کيس پسند ڪانه آئي. راجا برهسپتيءَ کي گهڻيون ئي آزيون نيزاريون ڪيون، پر هن يگ ڪرائڻ کان صفا انڪار ڪيو. تنهن کان پوءِ راجا مروت کي

برهسپتيءَ جي ياءَ سمورت جو پٽ پيو. هن ڳولها ڦولها ڪري
وچي سمورت کي لڌو. راجا سمورت کي يگ ڪرائڻ لاءِ
وينتي ڪئي. ڀڄڻ سمورت پروهت ٿيڻ کان بلڪل انڪار
ڪيو. پر گهڻي زور بار پوڻ ڪري هن قبوليت ڏني. جڏهن
برهسپتيءَ کي اها خبر پيئي تڏهن هن جي من ۾ پنهنجي ڀاءَ
لاءِ وڏيڪ ايرکا پيدا ٿي.

برهسپتيءَ کي بار بار هڪڙو ئي خيال ستائي رهيو هو.
هر هر پيو پاڻکان پڇيائين "هاڻي مان ڇا ڪريان؟ هيءُ منهنجو
دشمن سمورت وچي ٿو وڌندو. اجهو هو مروت جو يگ ڪري
وڏيڪ مشهور ٿيندو!"

اهڙو خيال ڪندي هو بيمار ٿي پيو. سندس
منهن پنو چڙي ويو. سندس شرير ويو لاغر ٿيندو. روز روز
سندس حالت وڏيڪ خراب ٿيندي وئي. ليڪن اِندر جي
ڌيان ۾ اها ڳالهه آئي.

ديوتائن جو راجا اِندر پنهنجي گوروءَ برهسپتيءَ وٽ
ويو ۽ نمسڪار ڪري چياءِ "مهراج! اوهانکي ڇا ٿي ويو
آهي؟ ڇو ٿا روزمره ڳرندا وڃو؟ رات جو اوهانکي ننڊ اچي
ٿي يا نه؟ نوڪر چاڪر اوهانجي شيوا ۾ ڪا ڪمي نه ڪانه
ٿا ڪن؟ ڇا هو پنهنجو پاڻ اوهان جي چوڻ کان اڳ ئي اوهان
جون اڇائون پوريون ڪندا آهن يا نه؟ ديوتا لوڪ اوهان
سان ادب سان هلندا آهن يا نه؟ ڇا هنن جي طرفان ڪا غفلت
نه ڪانه ٿي آهي؟"

اِندر ڏاڍيءَ انتظاريءَ سان هيءُ سوال پڇيا. الهيءَ لي
برهسپتيءَ کيس چيو "ديوراج! مان وقت سر سمهندو آهيان.
منهنجو وڇاڻو به سندر آهي. نوڪر چاڪر پوري پريم ۽ شرڌا
سان منهنجي سيوا ڪندا آهن. ديوتائون به مونکي پوري
عزت ڏيندا آهن." ائين چوندي برهسپتيءَ جو آواز ڀلو ٿي

واو ۽ هو وڌيڪ ڪجهه چئي ڪونه سگهيو. ايتري قدر برهسپتيءَ جي آتما کي ڪليش رسيو هو.

اندر هاڻي برهسپتيءَ کي چيو "هي گورو ديو! پوءِ اوهان ايترو ڳري ڇو ويا آهيو؟ اوهان ايتري قدر پيلا ڇو ٿا ٿيندا وڃو؟ سچ ٻڌايو اوهان سان ڪهڙي ويڌن آهي. اوهان جي من کي ڪهڙي ڳالهه ستائي رهي آهي؟" اندر جي بار بار ستائڻ ڪري، برهسپتيءَ پنهنجي دل جو حال هن سان اوريو. چي: "سمورت هڪ وڏو يڳ ڪرڻ وارو آهي. انهيءَ ڪري مان وڃان ٿو ڳرندو ۽ پيلو ٿيندو!"

برهسپتيءَ جي هيءَ وارتا ٻڌي اندر کي ڏاڍو اچرج لڳو. هن همت جهاي آچاريه کي چيو: "هي سريشٽ برهمڻ! اوهانجا سڀ منورٿ پورا ٿيل آهن، جيڪي گهرو ٿا سو لهو ٿا، اوهان ديوتائن جا گورو آهيو. اوهان ئي اسانجا نيتا ۽ صلاحڪار آهيو. اوهان ودوان ۽ پورڻ گياني آهيو، سمورت اوهانجو ڪهڙو نقصان ڪري سگهندو؟ اوهان ايرڪا ۾ پئي ڇو پاڻکي هيڻن دکي ڪري رهيا آهيو؟"

ٻين کي اپديش ڪرڻ سولو ٿيندو آهي، پاڻ تي وهائڻ ڏکيو آهي. اندر هن ريت برهسپتيءَ کي اپديش ڪندي، پنهنجي پراڻي تاريخ وساري ڇڏي. انهيءَ ڪري برهسپتيءَ کيس اهي پراڻيون ڳالهيون ياد ڏياريون. برهسپتيءَ اندر راڄ کي چيو "ذرا خيال ڪريو ته جڏهن اوهانجا شترو وڌندا آهن، تڏهن اوهان ڇا ڪندا آهيو؟ پنهنجي ورڌين جي اُنتي ڏسي اوهانکي آرام ايندو آهي؟ مونکي ڪجهه ڇٽو ته هن کان اڳ انهيءَ ڳالهه جو خيال ڪريو ته جيڪڏهن اوهان منهنجي حالت ۾ هجو ته جيڪر ڇا ڪريو؟ مان اوهانکي اها وينتي ڪريان ٿو ته ڪنهن طرح سمورت جي اُنتيءَ کي روڪيو ۽ منهنجي رکيا ڪريو."

اندر ٻڌو يون اگني ديوتا کي ڌڪرائي آگيا ڪئي ته ڪنهن به طرح وڃي سموَرت جو يگه روڪي. اگني ديوتا آگيا مڃي اُتيءَ ڪم جي ڪلي ويو. جڏهن ديوتا پنهنجي ڪم جي پورت لاءِ رستي کان لنگهيو ٿي، تڏهن رستي جي ٻنهي پاسي بيٺل ساوا وڻ وڃا ٿي جلي ڀسم ٿيندا. سندس گرجنا جي ڪري پرٿوي ٿي ڪنبي. اهڙيءَ ريت هلندي هلندي راجا مروت جي سڀا ۾ اگن ديوتا اچي براجمان ٿيو.

مروت اگني ديوتا کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو. هن نوڪرن کي آگيا ڪئي ته ديوتا جو پوريءَ ريت آءُ آدر ڪيو. چياءِ: ”ديوتا کي نيڪ استان تي وهاريو. سندس پير ڌوئو ۽ هنجي لاءِ ارگهه، مڌوپرڪ ۽ ڳانءِ آدي پيتائون آڻيو.“

جڏهن ديوتا جو نيڪ سنڪار ۽ پوجن ٿي چڪو، تڏهن هن چيو ”راجن! سموَرت ڪان يگه نه ڪرايو، اوهان چوندا ته مان خود برهسپتيءَ کي مڃائيندس ته هو اچي اوهان جو يگه پورو ڪرائي.“ سموَرت اتي موجود هو. هن ڳالهه ٻڌندئي ڪيس ڪروڌ اچي ويو. سموَرت هڪ پورڻ برهمچاري هو. سندس ڪروڌ ۾ آگ ٿي وسي. سندس تيج ۽ شڪتي مهان هئي.

سموَرت جوش ۾ اچي چيو ”اگني ديوتا! هي ڳالهيون نه ڪريو. نه ته مان اوهانکي ساڙي ڀسم ڪري ڇڏيندس.“

برهمچريه جو تيج اگنيءَ جي شڪتيءَ کان وڌيڪ ٿيندو آهي. سموَرت جون ڳالهيون ٻڌي اگني ديوتا پپل جي پتي جيان ڪنبڻ لڳو ۽ چپ ڪري پوٽتي موٽي اچي اندر سان سارو حال ڪياءِ. اندر کي اگنيءَ جي ڳالهه تي اعتبار ٿي نه آيو. هن چيو ته ”اگني ديوتا! اوهين سڀ شيون ساڙي ڀسم ڪندا آهيو. سموَرت اوهانکي ڪئن ساڙي سگهندو؟ مونکي ته اوهانجي اها ڳالهه سمجهه ۾ ٿي نٿي اچي.“

اگنيءَ اندر کي جواب ۾ چيو ”ديوراج! اٿين نه چئو. اوهانکي

خبر آهي ته برهم ڪيئن پيدا ٿيندو آهي، اوهانکي اها به خبر آهي ته برهمچريه جو ٻل ڪهڙو نه پرٻل ٿيندو آهي."

اگنيءَ جا هي شبد ٻڌي اندر کي اچي يادگيري پيئي ته ڪئن ڪيس برهم شڪتيءَ سمپن ٿيڻ جي مٿاڀائي ۾ منهن جي ڪاٺي ٻيٺي هئي. انهيءَ ڪري هن وڏيڪ واد وواد ڪونه ڪيو ۽ چپ ڪري هڪڙي گندروءَ کي گهرايو.

گندرو کي اندر چيو "اگني ديوتا استل ٿيو آهي. هاڻي تون منهنجو سنديش کڻي مروت وٽ وڃ ۽ وڃي ڪيس چئه ته سمورت جي يڳ ۾ نه وڃي. ڪيس ائين به چئو ته جي هوائين نه ڪندو ته مان مٿس ناراض ٿيندس ۽ ڪيس برباد ڪندس."

گندرو مروت وٽ وڃي ڪيس اندر جو نياپو جيئن جوليون ڏيئي خبردار ڪيو. مروت جواب ۾ چيو: "مان سمورت کي ڇڏڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان. هڪ وشواس پاتر متر سان ويساهه گهات ڪري مان مهاپاپ جو ڀاڳي ڪونه ٿيندس."

گندرو مروت کي وري سمجهائي چيو "هي راڄن! جڏهن اندر پنهنجو ٻجر تولي اڇلائيندو، تڏهن تون ڪئن بچندين؟ ذرا خيال ته ڪر."

گندرو اهي شبد چئي مس ته اوندها بادل اچي آسمان ۾ ڇانئجي ويا ۽ گجگوڙ ڪرڻ لڳا. سڀني سمجهيو ته اندر ديوتا اچي رهيو آهي ۽ سڀ ڪنبڻ لڳا.

مروت کي ڏاڍو ڊپ لڳو ۽ هن سمورت کي نويدن ڪئي ته ڪيس اندر جي ڪروڌ کان بچائي.

سمورت مروت کي وشواس ڏياريو ته ڊڄڻ جو ڪو به سبب ڪونه آهي. پوءِ هن پنهنجي تپسيا جي ٻل کي ڪم ۾ آندو. تپسيا جي ٻل کي ڏسي اندر هيڻو پيو. لڙائي ڪرڻ جي بدران هن صلح جي وات ورتي ۽ اچي يڳ ۾ شامل ٿيو. ديوتائن جي ٽيجوان راڄا اندر جي وڏيءَ وڏان سان پوڄا ارچنا ڪئي وئي. يڳ آهوتيءَ جو اهو ڀاڱو جيڪو سندس هو،

سو هن پرسنتا سان سوڪار ڪيو ۽ واپس پنهنجي ديش وريو.

برهسپتيءَ ايرڪا دواران جيڪا سازش ڪئي، سا بلڪل وئرٿ ويئي ۽ برهمچريه جو ٻول بالا ٿيو.

ايرڪا هڪ مهان پاپ آهي ۽ هر هنڌ ڦهليل. سرسوتيءَ جو جيتيندڙ، برهسپتي به انهيءَ کان بچي ڪونه سگهيو، پوءِ رواجي منشن جي ڳالهه ئي ڪهڙي ڪجي.

## [١٠٠]

## مني اتنڪ جي ڪٿا

يڌ پوري ٿيڻ کان پوءِ ڪرشن پانڊون کان موڪلائي دوارڪا ڏانهن روانو ٿيو. رستي تي هو پنهنجي پراڻي متر اتنڪ سان مليو. ڪرشن رٿ بيهاري، هيٺ لهي پنهنجي متر کي پرڻام ڪيو. اتنڪ به ڪرشن جو يٿايوگ ستڪار ڪيو.

پوءِ منيءَ ڪائنس حال احوال ورتو، منيءَ ڪورون ۽ پانڊون جي باري ۾ پڇا ڳاڇا ڪندي چيو، "ماڌو! اوهانجا بندو ڪورو ۽ پانڊو ڪشلتا گذارين. سندن هڪ ٻئي سان پيار آهي يا نه؟ هو خوش ته آهن. هستناپور ۾ سڀ آنند منگل آهي نه؟"

منيءَ جو هي سوال ٻڌي ڪرشن حيرانيءَ ۾ پئجي ويو! ڪجهه وقت ته هو بلڪل سن ۾ هو. سندس متر کي مهاڀارت جي لڙائيءَ جي بنهه خبر ڪانه هئي. ڍيري ڍيري ڪرشن منيءَ کي مهاڀارت جي يڌ جي ڪٿا ڪري ٻڌائي، ڀڳوان چيو، "ڪورون ۽ پانڊون جي وچ ۾ هڪ مهاڀاري لڙائي ٿي چڪي آهي. مان هر ريت يڌ کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي. گهڻائي مٿا ماريم ته هو صلح سانت ۾ رهن. پر هنن منهنجي هڪ به نه ٻڌي. گهڻو ڪري سڀيئي يڌ کيتر ۾ ختم ٿي چڪا آهن. ورڌاتا جي هٿ کي ڪير روڪي سگهندو؟"

منيءَ جڏهن هي ساري ڪٿا ٻڌي تڏهن هو ٽپي لوهه تي ويو، سندس اکيون ڳاڙهيون لعل ٿي پيون ۽ سندس چپ جوش مان ٿرڪڻ لڳا. منيءَ چيو: "واسديوا! هن ساري ٿهر جي وقت ڇا تو چپ چاپ بيٺي تماشو ڏٺو؟ تون پنهنجي ڌرم پالڻ ۾ ڳتو آهين. تو سچ پچ ٺڳي ڪري هننکي برباد ڪيو آهي. هاڻ منهنجي سراپ جي ستَ سهڻ لاءِ تيار ٿي."

الي ڪرشن کلي ڏنو ۽ چياءِ: "مني ور! شانت ٿيو، ڌيرج ڪريو. پنهنجي تپسيا جو ڦل هن ريت ونرٿ نه وڃايو. ڀر ٻن منهنجي سڄي ڳالهه ٻڌي وڃو، پوءِ چاهيو ته ڀل مونکي سراپ ڏيو."

اهڙي ريت ڪاوڙيل برهمڻ کي ٿڌو ڪري، ڪرشن وشوروپ ڌارڻ ڪيو. هو وراٽ روپ ڌارڻ ڪري چوڻ لڳو، "مان جڳهه جڳهه ۾ جدا جدا روپ ڌارڻ ڪندو آهيان. سنسار جي ڪلياڻ ۽ ڌرم جي استاپنا لاءِ مان ائين ڪندو آهيان. جنهن روپ ۾ مان پرگهٽ ٿيندو آهيان، انهيءَ روپ انوسار ٿي سڀ ڪرم ڪندو آهيان. جڏهن مان ديوتائن جي شرير ۾ ايندو آهيان، تڏهن مان ديوتائن جيان هلندو آهيان. جيڪڏهن يڪش جو جنم وٺندو آهيان ته يڪش جيان وهنوار ڪندو آهيان. جيڪڏهن راڪشي اوتار ٿيندو آهيان ته راڪشس وانگيان وهنوار ڪندو آهيان. جڏهن منش يا پسو روپ ۾ پرگهٽ ٿيندو آهيان، تڏهن انهن شريرن موافق هلت ڪندو آهيان. مان هنيلن ڪورون کي ڏاڍيون منٿون ڪيون. پر هو ڏاڍي ايمان ۾ هوا ۽ کين شڪتيءَ جو مد هو. هنن منهنجي صلاح تي ذرو به ڌيان نه ڏنو. مان کين ڊيڄارڻ جي ڪوشش ڪئي، پر انهيءَ ۾ به ڪامياب ڪونه ٿيس. مونکي ڪروڌ آيو ۽ مان کين پنهنجي وشو روپ جو درشن ڪرايو. پر انهيءَ جو به ڪو اثر ڪونه ٿين. مٿن اڌرم جو ڀوت سوار هو. انهيءَ ڪري هنن پنهنجو ضد ڪونه ڇڏيو. هو پاڻهي

پڻ جوالا ۾ ٻيو ڏيئي پسر ٿي ويا. هي برهمڻ شرومڻي! انهيءَ ڪري اوهانکي مونتي ڪروڌ ڪرڻ جو ڪوبه سبب ڪونه آهي.“

منيءَ هيءَ سموري وارتا ٻڌي شانت ٿيو. منيءَ کي شانت ڏسي ڪرشن ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ منيءَ کي چيائين، ”مان ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان. منهنجي مرضي آهي ته توهانکي وردان ڏيان، جيڪو وَر دان گهرڻ چاهيو سو گهرو.“

منيءَ جواب ۾ چيو: ”هي اَچيت! مان اوهانجو درشن ڪيو ۽ اوهانجو وراٽ روپ ڏٺو، منهنجي لاءِ اهوئي بس آهي. مان ته سمجهان ٿو ته اوهانجي درشن ڪري منهنجو جنم سڦل ٿيو آهي. مونکي ٻيو ڪجهه نه گهرجي.“

ڪرشن وري برهمڻ کي ور گهرڻ لاءِ چيو، سرل سڀاءَ تپسوي چيو، ”مهراج! جيڪڏهن اوهان کي وردان ڏيڻو آهي ته مونکي اها شڪتي پردان ڪريو جو جنهن وقت به مونکي اُڃ لڳي تنهن وقت مونکي تمام سهوليت ۽ بنان دير جي پاڻي ملي پوي.“

هن سادي سودي برهمڻ جي هي ڳالهه ٻڌي ڪرشن مشڪي ڏنو. پوءِ برهمڻ کي گهربل وردان ڏيئي هو پنهنجي ياترا ۾ اڳتي وڌيو.

هيڪر بيابان ۾ گهمندي منيءَ کي اُڃ اچي ڏاڍو ستايو. هو هيڏانهن هوڏانهن گهڻوئي ڀٽڪيو، پر ڪيس بوند پاڻيءَ جي به ڏسڻ ۾ ڪانه آئي. اهڙيءَ مشڪلات ۾ کيس ڪرشن جي ڏنل ور جي يادگيري اچي پيئي. اجان هن وردان ياد ڪيو مس ته هڪڙو نشاد اچي اُتي نڪتو. نشاد کي بدن تي گنديون ٽڳڙيون پيل هيون. سندس هٿ ۾ هڪ رسي هئي جنهن سان پنج شڪاري ڪتا ٻڌل هوا. سندس ڪلهي تي هڪ چمڙي جي گوئري هئي جنهن ۾ پاڻي پيل هيو. نشاد ڏند شيڪي اتنڪ ڏانهن نهاريو ۽ چيو: ”ڏسجي ٿو ته

اوهانکي اڄ ستائي رهي آهي. اڄهو مون اوهانجي واسطي
پاڻي آندو آهي." ائين چئي هن مشڪ ۾ لڳل بانس جي نلي
ڪري منيءَ کي ڏني.
نشاد جا ڪپڙا، ڪتا ۽ مشڪ ڏسي منيءَ کي بيان اچي
ويئي ۽ هنکي چيائين، "دوست! تنهنجي ڏاڍي مهرباني!
مونکي پاڻيءَ جي گهرج ڪانه آهي."
ائين چوڻ کان پوءِ هن ڪرشن کي ياد ڪري ڪيس هن
طرح ڏوراپو ڏنو، "ڇا اهوئي آهي وردان جو پرسن ٿي تو
مونکي ڏنو آهي."
نشاد هر هر منيءَ کي پاڻي پيئڻ لاءِ عرض ڪيو. پر جئن
جئن نشاد هن ڳالهه تي زور ڏنو، تئن منيءَ جو ڪروڌ وڌندو
ويو ۽ هن پاڻيءَ پيئڻ کان صفا انڪار ڪيو. نشاد پنهنجي
ڪتن سوڌو الوپ ٿي ويو.
نشاد جي الوپ ٿيڻ کان پوءِ مني ڪجهه پڇتائڻ لڳو.
هن دل ۾ چيو، "هي سچ پچ نشاد ڪونه هوندو. مان پاڻيان
تو منهنجي پريکيا ڳئي ٿي. مان ڏاڍي ڀل ڪئي جو هن کان
پاڻي نه ورتم. منهنجو گيان مونکان وسري ويو هيو. مان
نشاد جي پاڻي پيئڻ کان انڪار ڪري اهو سڌ ڪيو آهي
ته مون ۾ اهنڪار ڀريل آهي. اُتنڪ جي من ۾ ڏاڍي آنند
مانڌ اچي ٿي. ٿوريءَ دير ۾ ڪرشن پنهنجي شنک ۽ چڪر
سان اچي پرگهٽ ٿيو.
ڪرشن کي ڏسي اُتنڪ چيو، "اي پرشوتم! تو مونکي
ڏاڍيءَ ڏکيءَ پريکيا ۾ وڌو. ڇا ائين ڪرڻ تنهنجي لاءِ
واجب هو جو هڪ اڇوت دواران هڪ براهمڻ کي گندو پاڻي
پيئڻ لاءِ تو موڪليو؟ ڇا هيءَ آهي تنهنجي ڪرپا؟" اهي
شبد اتنڪ ڏاڍي ڪوڙي آواز سان چيا.
جناردن مشڪندي جواب ڏنو ته "اي مني اتنڪ جڏهين
تو منهنجي وردان آزمائڻ جي ڪوشش ڪئي تڏهين مون

اندر کي آڱيا ڪئي ته هو لوڪي امرت پياري وڃي. اندر مونکي چيو ته مان ڪنهن منش کي امرت پيارڻ لاءِ تيار نه آهيان. منش کي مرڻو آهي انهيءَ ڪري امر ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيان. ٻي ڪا آڱيا ڪريو ته مان پالڻ لاءِ تيار آهيان. پر مون ڪيس ٿورڪي امرت ڏيڻ لاءِ ريجهايو. هن اها ڳالهه قبول ڪئي پر اهو شرط وڌائين ته تنهنجي سمجهه جي آزمائش وٺڻ لاءِ هو چنڊال جو روپ ڌارڻ ڪري امرت ڪي پاڻي ٻڻائي تو وٽ ايندو. مان اندر جي هيءَ ڳالهه قبول ڪئي. ڇاڪاڻ جو منهنجو وشواس هو ته تون گيان پراپت ڪري چڪو آهين ۽ مهاتما جي پدويءَ تي پهچي چڪو آهين. تنهنجي نظر ۾ چنڊال ۽ برهمڻ سمان هوندا ۽ تون چنڊال جي هٿان پاڻي پيئڻ ۾ نه هٻڪندين پر منهنجي اميد پوري نه ٿي. تو پاڻي پيئڻ قبول نه ڪيو. اندر مون کان ڪٽي ويو. مونکي هنجي اڳيان شرمندو ٿيڻو پوندو. اهي لفظ چئي ڪرشن انترڌيان ٿي ويو.

اُتنڪ پنهنجي ڀُل محسوس ڪئي ۽ ڏاڍو شرمندو ٿيو.

[١٠١]

## اَنَّ جو سير

ڪروڪشيتر جي يُڌ کان پوءِ يڌشٽر راج سنگهاسن تي ويٺو. يڌشٽر هاڻي اشوميڌ يگيه ڪيو. هميشه جي دستور موجب ساري ديش جا راجڪمار اچي حاضر ٿيا ۽ يگيه وڏي ڌامڌوم سان پورو ٿيو. برهمڻ ۽ غريب غربا جيڪي به اچي آيا هئا تن سڀني کي ڍيرا دان مليا. هرهڪ ڪريا شاستر جي وڌيءَ موجب ڪئي ويئي ۽ پوري سڄ ڌڄ سان پورڻ ٿي.

اوچتوئي اوچتو هڪڙو وڏو نوريئڙو الٽيو ۽ پروهتن جي

وچ ۾ اچي ٻرگهٽ ٿيو. هن خوب ڌڙليءَ لاءِ ليٽڙيون پائيون. انهيءَ ڪان پوءِ بلڪل ٺريٺتا سان ماٺهن وانگر ٺهڪ ڏيڻ لڳو چٽڪ سيني لاءِ ٺٺولي ڪري رهيو هو. هيءَ گهٽنا ڏسي پروهت ڏڪي ويا. هنن کي اچي پڪ ور تي ته شايد ڪو پريت هن روپ ۾ يگيه کي ڀرشٽ ڪرڻ لاءِ اچي پهتو آهي.

نوريٽڙي جو اڌ بدن سونو هو. نوريٽڙي گهور ڪري راجڪمارن، راج پروهتن ۽ ودوان پنڊتن ڏانهن نهاريو. سڀني جي چٽني طرف نهارڻ کان پوءِ هن چيو:- ”اي پروهتو ۽ راجڪمارو! منهنجي ڳالهه ٻڌو. انهيءَ ۾ ذرو به سنديهه نه آهي ته اوهان ائين سمجهي ويٺا آهيو ته اوهان هي مهان يگيه پوري شان شوڪت سان سماپت ڪيو آهي. هيڪر ڪروکيتر ۾ رهندڙ هڪڙي غريب برهمڻ مڪاني جي اٽي جو سير دان ڪيو هو. انهيءَ برهمڻ جي انهيءَ ننڍڙي دان جو ڀرپاءُ لوهان جي هن سموري يگيه جي ڀرپاو کان گهڻو وڏو هو. توهان ائين سمجهي ويٺا آهيو ته يگيه ڪري اوهان ڪا وڏي تلوار ماري آهي. ڪرپا ڪري ايترو ايمان نه ڪريو.“

انهيءَ عجيب نوريٽڙي جون هي ڳالهيون ٻڌي سڀ واٺڙا ٿي ويا. جن پروهتن هي يگيه ڪرايو هو تن نوريٽڙي جي ويجهو وڃي چيو ”هي نوريٽڙا! تون ڪير آهين ۽ هن يگيه شالا ۾ تون ڪٿان آيو آهين؟ هي مهان اشوميڌ يگيه شاستر انوسار نيڪ وڌين ۽ پوريءَ سامگريءَ سان ڪيو ويو آهي. ائين واجب نه آهي ته تون هن مهان يگيه جي نندا ڪرين. هن يگيه ۾ جيڪي به شريڪ ٿيا آهن انهن جي هر پرڪار شيوا ڪئي وئي آهي ۽ ڪين يوگيتا آهر مان ۽ پيٽانون ڏنيون ويون آهن. هرڪو پيٽا وٺي پرسن ٿيو آهي ۽ خوش ٿي پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿئي ٿو. منترن جي پوري سر سان اچارڻ ڪيو ويو هو ۽ آهوليون پوريءَ وڌيءَ سان ڏنيون ويون

هيون. هن يڳيه کي ڏسي، چارئي ورڻ پرسن ٿيا آهن. هاڻي ٻڌاءِ ته تون اهڙيءَ ريت ڇو ٿو ڳالهائين؟"

نوريٽڙو وري ڪلڻ لڳو ۽ چيائين 'اي يُڌ ٻوو! جيڪي مون چيو آهي سو سڀ سچ آهي. مونکي مهاراجا يڌشٽر جي وڏائي ڏسي ڪا ايرکا ڪانه ٿي ٿئي. نڪي توهانجي ياڳه جي ڪري منهنجي من ۾ ڪا ريس يا حسد پيدا ٿئي ٿو. توهان هي يڳيه جيڪو ايڏي ٺاٺ باٺ سان پورو ڪيو آهي، تنهنجو ڪروڪيتر جي غريب برهمڻ جي دان سان مقابلو نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ دان جي ڪري برهمڻ، سندس استري، سندس پٽ ۽ نُهن يڪدم سرڳ پراپت ڪري ويا. ڌيان سان منهنجي ڳالهه ٻڌو. اها ڳالهه اکين ڏٺي آهي ۽ بلڪل سچي آهي.

توهان ڪروڪيتر جي ميدان تي لڙائي لڳي تنهن کان گهڻا ورهيه اڳي اتي هڪ برهمڻ رهندو هو ۽ هو کيتن ۾ وڃي پنهنجي کاڌي لاءِ روز ان جا ڪڻا چونڊي ايندو هو. برهمڻ، سندس استري، سندس پٽ ۽ سندس نُهن چارئي اهڙيءَ ريت پنهنجو وقت ڪاٽيندا هئا. هو ڏينهن ۾ هڪ دفعو کائيندا هئا ۽ پوياڙيءَ جو اهو پوڄن ور ٽائيندا هئا. جنهن ڏينهن هنن کي کائڻ لاءِ پورو اناج نه ملندو هو، تنهن ڏينهن بک ڪڍندا هئا ۽ ايندڙ پوياڙيءَ تاءِ ترسندا هئا. جيڪڏهين کين ضرورت کان وڌيڪ ملندو هو ته هو ٻئي ڏينهن لاءِ سانڍي نه رکندا هئا. اهوئي سندن نيم هو ۽ کيت ۾ ڪريل ان جا ڪڻا چونڊي انهن تي گذارو ڪرڻ جو پرڻ پورو ڪندا هئا.

ورهين جا ورهيه هنن ائين گذارو ڪيو. هڪڙي سال برسات نه پيئي ۽ سڄي ديش ۾ ڏڪر پئجي ويو. لوڪن ٻج پوکيو ئي ڪونه. ٻنين ۾ اتفاق سان جيڪي ڪڻا ڪريا هئا تن ۾ سلو نه ڪيو تنهن ڪري ڪو به فصل لڻڻ ۾ نه آيو.

ڪيترا ڏينهن برهمڻ ۽ سندس پريوار بک ۾ ڦاٿو تڙپندو رهيو. هڪڙي ڏينهن بک جا ماريا اُس ۾ ٿڪي ٿڪيا. ٿڪندي ٿڪندي هو ٿوري ڪمائي گڏ ڪري گهر موٽيا. گهر اچڻ کان پوءِ هنن ان کي پيهو ۽ پرارٿنا ڪرڻ کان پوءِ ان جا چار حصا ڪري کائڻ ويٺا. اڃا هو ويٺا ئي مس ته هڪڙو ڏاڍو بکايل برهمڻ اچي نڪتو. اوچتو اتٿيءَ کي ايندو ڏسي سڀ اٿي کڙا ٿيا ۽ هن کي نمسڪار ڪيائون. پوءِ کيس وينتي ڪيائون ته هو به ساڻن گڏ ويهي ڀوڄن ڪري. هن پوتر آتما برهمڻ جي پريوار جا لوڪ هڪ مهمان کي ايندو ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ ڀاڳ کي ڀاڳوان سمجهڻ لڳا. برهمڻ اتٿيءَ کي چيو "اي دوج سريشٽ! مان ڏاڍو غريب آهيان. هيءُ اٽو ڌرم مارڳ دواران پراپت ڪيو ويو آهي. ڪرپا ڪري اهو انگيڪار ڪريو. شل ايشور جي اوهان جي مٿان آشيرواد ٿئي. ائين چئي برهمڻ پنهنجو حصو اتٿيءَ کي ارپڻ ڪيو. اتٿي اهو اٽو کڙڪو کائي ويو پر سندس بک نه لٿي. جڏهين ڪروڪيتري برهمڻ ڏٺو ته سندس اتٿيءَ جي بک نه لٿي آهي تڏهن سندس دل ۾ ڏاڍو دک ٿيو. برهمڻ جو ڪوماڻل منهن ڏسي سندس استريءَ چيو ته "پتي ديو! منهنجو ڀاڱو به هن برهمڻ کي ارپڻ ڪريو. جيڪڏهين اتٿيءَ جو پيٽ ڀريو ته مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي." ائين چئي هن پنهنجو حصو پنهنجي پتيءَ جي هٿ ۾ ڏنو.

ان تي انهيءَ برهمڻ هيئن چيو:- 'هي ستي! پسون ۽ سڀ جيو ڏاري، پنهنجي استريءَ جي شيوا ڪندا آهن. ڇا منش، ائين ڪرڻ کان گسائي؟ تنهن ڪري تنهن جي آڇ مونکي قبول نه آهي. جيڪڏهن لوڪي مان بک ماريندس ته لوڪ يا پرلوڪ ۾ مونکي ڪهڙو لاڀ پهچندو؟ تون ئي مونکي گرهست ڌرم پالڻ ۾ ساٿ ڏين ٿي ۽ پوريءَ دل سان منهنجي شيوا ڪرين ٿي. هي پياري بک جي ڪري تنهنجا هڏ به

نڪري آيا آهن. تون ڏاڍي بکي آهين. ڇوڪي ٻه ماري اٽيءَ کي کارائي مان کهڙو سک پائيندس؟ نه نه تنهنجي آڇ مونکي قبول نه آهي.'

پٽيءَ جا هي شبد ٻڌي برهمڻيءَ وراڻيو:- 'هي آلم برهمڻ! اوهين شاستر جا ڄاڻو آهيو. توهان ۽ مان ڌرم الوسار پتي پتني آهيون. اسان ٻنهي جو ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ سيني ڪرمن ۾ هڪجيترو اڌڪار آهي. ڪرپا ڪري مون تي انوگرهه ڪريو ۽ منهنجو ڀاڱو وٺي هن اٽيءَ جي گهرج پوري ڪريو. جيئن مان بکي آهيان، تيئن توهان به بکيا آهيو. جيئن توهان پنهنجو حصو اٽيءَ کي ڏنو، تيئن منهنجو حصو به کيس ڏيو. اسان ٻنهي ۾ ڀيد ڀاءُ ٿيڻ نه گهرجي. ڪرپا ڪري منهنجي وينتي سويڪار ڪريو.'

برهمڻ پنهنجي ڌرم پتنيءَ جي ڳالهه مڃي ۽ هن جو حصو به وٺي اٽيءَ کي کائڻ لاءِ ڏنو. اٽي اهو به جلد جلد کائي ويو. پر ته به سندس بک نه لٿي. ڪروکيتري برهمڻ وري گهبرائڻ لڳو. پيءُ جي گهبراهٽ ڏسي پٽهنس چيو 'پتاجي! هي منهنجو حصو به وٺو. ڪرپا ڪري هن بکئي اٽيءَ کي اهو حصو به ڏيو. مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي. پٽ جي ڳالهه ٻڌي برهمڻ ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويو. هن پٽ کي هن طرح سمجهايو:- 'پتر! ٻڍا آدمي بک ڪيئي سگهندا آهن. جوانن جي بک ڏاڍي تکي نه ٿيندي آهي. منهنجي دل نٿي ڇئي ته مان ڪو تنهنجي آڇ قبول ڪريان.' پيءُ جي هيءَ ڳالهه ٻڌي پٽ چيو ته 'پٽ جو اهو ڌرم آهي ته ٻڍي پيءُ جي سنڀال ڪري. پٽ کو پيءُ کان جدا نه آهي. شاستر ۾ ته لکيل آهي ته پتا ئي پتر جي شرير ۾ ٿئون جنم وٺندو آهي. انهيءَ ڪري جيڪو منهنجو حصو آهي سو اوهان جو ئي آهي. مان اوهان کي وينتي ٿو ڪريان ته منهنجو حصو سويڪار ڪري هن اٽيءَ کي کارايو." اي پيءُ چيو ته "پيارا پٽ! تنهنجي

ادارتا ۽ سنڌ ۾ ڏسي مونکي ڏاڍو فخر ٿو ٿئي. شل ڀڳوان تنهنجي مٿان ديا ڪندو رهي.' انهن چئي هن پنهنجي پٽ جو حصو به ونهي اٿيءَ کي ڏنو. اٿي اهو کائي ويو پر ته به سندس بک نه لٿي. ويچارو برهمڻ جيڪو ٻين ۾ ڪريل اناج جا داڻا کائڻ لاءِ چونڊي ايندو هو، سو هيءَ حال ڏسي وري منجهي پيو.

براهمڻ انهيءَ مونجهاري ۾ ئي هو ته سندس ننهن کيس چيو ته: 'هي ناٿ! مان پنهنجو حصو به خوشيءَ سان ڏينديس جيئن هن براهمڻ جي پيٽ ڀرڻ لاءِ اسان جو ڀتن پورو ٿئي. ڪرپا ڪري منهنجي آڄ سويڪار ڪريو ۽ مونکي آسيسا ڏيو. توهان جي آسيس دوارا ئي مونکي اننت سک ملندو. ننهن جي ڳالهه ٻڌي سهرو گهٻرائجي ويو ۽ چوڻ لڳو: اي نراپراڌ نينگري! تنهنجون هانيون ٻه ڪري آيون آهن، تنهنجو منهن پيلو ٿي ويو آهي. انهيءَ هوندي به تون مونکي پنهنجو کاڌو ڏيئي رهي آهين، انهيءَ لاءِ ته هن براهمڻ کي ڏيئي پڃ ڪمايان. جيڪڏهين تنهنجي آڄ قبول ڪندس ته اهو انياچار جو ڪم ٿيندو. تون بک ۾ مري رهي آهين. مان ڪيئن چپ ڪري هيءَ ڪم ڪريان؟'

چوڪريءَ سهري جي ڳالهه نه ٻڌي ۽ نمرتا سان چوڻ لڳي ”ناٿ! اوهان منهنجي پتيءَ جا پتا آهيو. اوهان ئي منهنجي گروءَ کي سکيا ڏني آهي. مان جنهن ديو جي پوڄا ڪندي آهيان سو اوهان جي ئي پوڄا ڪندو آهي. مان اوهان کي وينتي ڪريان ٿي ته منهنجو انّو سويڪار ڪريو. هيءَ شرير انهيءَ لاءِ مليو آهي ته مان اهو سمورو پتي ديو جي شيوا ۾ لڳايان. ڪرپا ڪري سهايتا ڪريو ته مان سرڳ پراپت ڪريان. هيءَ انّو اوس سويڪار ڪريو.“

پنهنجي ننهن جي آري نيزاري ٻڌي برهمڻ سندس آڄ قبول ڪئي ۽ کيس آشيرواد ڏيندي چيو! هي سشيل

پتري هي مهاستي! شل توکي هن لوڪ ۽ پرلوڪ جا سڀ سک ملن.

اتيءَ هيءُ پويون حصو اتي جو وني ڪري الساه سان ڪاڏو ۽ سنڌس پيٽ پوريءَ ريت پريو. پيٽ پرڻ کان پوءِ اتيءَ چيو: ”اي برهمڻ! ڌنيه آهي تنهنجي اُدارتا! اوهان جيڪي ڪجهه ڏنو آهي سو پوري هرديءَ سان ڏنلو آهي. اوهان پنهنجي سموري شڪتي منهنجي شيوا ۾ لڳائي آهي. اوهان ڪابه ڪمي ڪانه ڇڏي آهي. اوهان جو پرساد پائي مان ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان. اوهان جو هيءَ نرالو تياڳ ڏسي ديوتائون گلن جي ورشا ڪري رهيا آهن. ديوگڻ ۽ گنڌرو جن پنهنجن نوڪرن چاڪرن سميت چمڪندڙ رٿن ۾ چڙهي توهانجي پريوار کي سرڳ ڏانهن وني وڃڻ لاءِ اچي براجمان ٿيا آهن. اوهانجي دان جي ڪري توهانکيءَ توهانجي پوروجن (وڏن) کي سرڳ پراپت ٿيو آهي. بک ٻچڙو تول آهي. بک منشيه جي بدي پرشت ڪري ڇڏيندي آهي. بک جي ڪري منشيه ڌرم جو مارڳ ڇڏي ڏيندا آهن. بک ۾ منشيه پاپ جي ويچارن ۾ پئجي ويندا آهن. بک جي دک ڪري ڌرماتما لوڪ بہ پنهنجي ڌريتا ڇڏي ڏيندا آهن. پر بک جي هوندي بہ توهان ويرتا سان ڪم ڪيو آهي. اوهان استري، پتر ۽ پتروڌو جو موه ڇڏي ڌرم جي مارگتي هليا آهيو. هن ادارتا جي ڪرم ڪري جيڪي اوهان پنج ڪتيو آهي، تنهن جي مقابلي ۾ راجسو يگيه ۽ اشوميڌ يگيه جي ڌام ڌوم بہ تيچ ڏسڻ ۾ ايندا. هي رٿ اوهان جي واسطي تيار آهي ۽ انهيءَ ۾ چڙهي پنهنجي پريوار سميت سرڳ ڏانهن وڃو. انهن چئي هي وچتر انتي لوپ ٿي ويو.“

براهمڻ جو پنيءَ مان ڪٿا گڏ ڪري گذران ڪندو هو تنهنجي هيءَ ڪهاڻي ٻڌائيندي نوريئڙي اڳتي هلي چيو: ”مان اُتي پرسان هوس ۽ براهمڻ جي انهيءَ اٿي مان ٿڪرندڙ

سرهاڻ جهٽيم. انهيءَ سرهاڻ ئي منهنجو مٿو سونو بڻائي ڇڏيو
آهي. مون انهيءَ تي خوشيءَ ۾ اچي انهيءَ هنڌ ليٽڙيون
پاتيون جتي انهيءَ اٽي مان ٿورو اٽو هيٺ ٽڙيل پکڙيل هو.
انهيءَ تي منهنجي بدن جو هڪڙو پاسو چمڪندڙ سون جهڙو
۽ سونو ٿي ويو. مون پوءِ پاسو ورايو ۽ پنهنجي بدن جي
ٻئي پاسي سان ليٽڙيون پائڻ لڳس پر جئن ته زمين تي هينئر
اٽو نه رهيو هو، ان ڪري منهنجي بدن جو اهو حصو اڳي جهڙو ئي
رهجي ويو. پنهنجي سڄي بدن کي سونو بڻائڻ جي چاهنا
هئڻ ڪري هينئر مان انهن سڀني هنڌن تي وڃي ڪوشش
ڪندو آهيان جتي مهاتما وڏا يگيه ۽ تپسيائون ڪندا
آهن. مون ٻڌو ته يڌشٽر جنهن جو نالو دنيا ڀر ۾ مشهور آهي،
سو يگيه ڪرائي رهيو آهي ۽ انهيءَ ڪري مان هت آيس
جو سمجهيم ته سندس اهو يگيه به ضرور براهمڻ جي يگيه
جهڙو ئي هوندو. پر مون ڏٺو ته ائين نه آهي. انهيءَ ڪري
ئي مان چوان ٿو ته توهان جو اشوميڌ اهڙو مهان نه آهي جهڙو
براهمڻ جو ڏنل اٽو جو هن پنهنجي اتٿيءَ کي، ڀوڄن ڪرڻ
لاءِ ڏنو هو.“ ايترو چئي نوريئڙو غائب ٿي ويو.

[١٠٢]

## يڌشٽر جو راڄ ۽ اٽرو هونهار

منش جو سڀاءُ آهي ته هو مست ٿي پنهنجي ڪامنائن
کي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پر جڏهن سندس
ڪامنائن جا پدارٿ کيس ملندا آهن، تڏهن هن جو من رڄي
پوندو آهي ۽ انهن وستن تان سندس دل کڄي ويندي آهي.
پوءِ وري سندس من ۾ نيون ڪامنائون پيدا ٿينديون آهن.
انهن ڪامنائن ڪري کيس نوان دک سور به ملندا آهن. اهڙيءَ

رِيت نت نيون ايلاشائون رکندي منش کي سنتوش کون ايندو آهي.

ائين برابر آهي تہ شترن کي مارڻ ۽ يڌ ڪرڻ ڪتري جو ڌرم آهي. پر جيڪو راڄ متي مانڻ، پاڻ پائٽين کي مارڻ ۽ دکہ ڏيڻ سان ماڻي ٿو، تنهن مان سکہ جي ڪهڙي آشا رکي سگهجي؟ اهائي ڳالهہ آهي جا يڌ جي آرمڀ ۾ ارجن ڪرشن جي روبرو زوردار نمونيَ پيش ڪئي هئي. ارجن جي دليل جو جواب ڏيندي ڪرشن ارجن کي منش جي ڪرم ۽ ڪرتب پوري ڪرڻ جي سڌانتن جي سمجهاڻي ڏني. پر جيڪي ڪجهہ ارجن چيو، سو بلڪل اجايو نہ هو. انهيءَ ۾ بہ سچائي موجود هئي.

پانڊون ڪورون کي شڪست ڏني ۽ سڄي راڄ لي سندن ني پورو پورو اڌڪار ٿي ويو. راڄ جي ڪاروبار کي هو پنهنجو ڌرم ۽ ڪرم سمجهي، لياءَ انوسار ۽ ڌرم پٽاندر پورو ڪندا رهيا. پر انهيءَ ۾ ڪين سنتوش، سکہ ۽ آنند ڪونہ پراپت ٿيو. جڏهن ونشمپاين جنميجيہ کي وياس جي لکيل مهاڀارت جي ڪٿا ٻڌائي، تڏهن جنميجيہ کائنس پڇيو: ”جڏهن پانڊون جنگ کٽي ۽ راڄ هٿ ڪيو، تڏهن انهن ڌرتراشٽر سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو؟“

ونشمپاين جواب ۾ چيو، ”ڌرتراشٽر دکہ جي ساگر ۾ ٻڏو پيو هو. پانڊون ساڻس ڏاڍو پريم ۽ مان ڀريو ورتاءُ ڪيو. انهن ڪا بہ اهڙي ڳالهہ نہ ڪئي جنهن ڌرتراشٽر جي گهٽتائي ٿئي يا سندس مان ۽ شان ۾ ڪا ڪمي اچي! يڌشٽر جيڪي بہ راڄ آگيائون ڪڍندو هو، تن بابت پهرين ڌرتراشٽر سان صلاح ڪندو هو.

گانڌاريءَ جا سو پٽ ماريا ويا هوا. هو ائين ڳڻتي ويا، جڻ سپني ۾ مليل خزانو. انهيءَ ڪري ڪنتي ديوي سندس شيوا ڏاڍي پريم ۽ شرڌا سان سڳيءَ ڀيڻ جيان ڪندي هئي.

دروپديءَ ڏاڍيءَ عزت سان ٻنهي سسن جي شيوا ڪندي هئي. هوءَ ڪنتيءَ ۽ گانڌاريءَ جي وچ ۾ ڪو به ڀيد ڪو نه ڪندي هئي. ٻنهي کي هڪ سمان ڪري سمجهندي هئي. يڌشٽر ڌرتراشٽر جي رهڻ جي جاءِ تي سڀني ۾ سٺن هنڌن وڇائڻ جو پربند ڪري ڇڏيو هيو. جاءِ کي سينگارڻ ۾ به ڪا ڪمي ڪانه ڪئي ويئي هئي. راڄ رنڌڻي ۾ جيڪي سڀني ۾ سٺا ۽ سواديءَ ۾ سوادي طعام تيار ٿيندا هوا، سي ڌرتراشٽر کي کائڻ لاءِ موڪليا ويندا هوا. ڪرپاچاريه ڌرتراشٽر سان گڏ رهندو هو. اهڙيءَ ريت پرڻي مڙس لاءِ سندر ۾ سندر ۽ دل گهري سنگت ۾ به موجود هئي. ڌرتراشٽر جي دک کي گهٽائڻ لاءِ وياس مهراج ڪيس پراچين ڪال جون سکيائن سان پروندرائيندڙ ڪٿائون ٻڌائيندو هو. راڄ ڪاروبار ۾ يڌشٽر هر ڳالهه ۾ ڌرتراشٽر جي صلاح وٺندو هو. ڏسڻ ۾ ائين ايندو هو ته سچو پچو راجا ڌرتراشٽر آهي ۽ يڌشٽر سندس عيوضي آهي. ڪرو ونش ۾ سڀ کان ٻڍو ڌرتراشٽر اڄ به ڪُل جو شرومڻي هو. هنجو استان سڀ کان اوچو هو. يڌشٽر جو پنهنجي زبان تي پورو ضابطو هو. هو پل ڪري به اهڙي واٽ نه ڪڍندو هو جنهن مان ڌرتراشٽر کي ڪنهن طرح جو به دک پهچي. سنسار جي ڀِن ڀِن ڀاڱن مان جيڪي به راڄڪمار ايندا هئا، سي ڌرتراشٽر کي اڳي جيان ۽ اڳي جهڙي عزت ڏيندا هئا، ائين ڏسڻ ۾ ايندو هو ته هو چڪرورتي راجا هو. نوڪرياڻيون چاڪرياڻيون گانڌاريءَ سان اهڙي هلت هلنديون هيون، جئن ڪيس پنهنجي ڪريل اوستا جو ذرو به احساس نه ٿئي. يڌشٽر پنهنجي ڀائرن کي سخت تاڪيد ڪري ڇڏيو هيو ته هو ڪو به اهڙو ٻول نه ٻولين جنهن مان سندن چاچي کي ڪو دک رسي. ڀيمسين کان سواءِ ٻيا سڀ ڀائر يڌشٽر جي هن آڳيا جي پوري پابندي ڪندا هئا. جيڪڏهن پانڊو ادب

M 65

۽ عزت سان پنهنجي چاچي سان هلندا هئا، ته هو به ساڻن پرنم ۽ پريت جو ورتاءُ ڪندو هو. پنهنجي طرفان ڪان ڪو به وير ورود ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو هو.

اهڙيءَ ريت پانڊو ڌرتراشٽر سان پٽن جيان وهنوار ڪندا آيا. پر ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ ڀيمسين بعضي ڪي اهڙيون ڳالهيون ڪندو هو، جنهن مان ڌرتراشٽر جي دل کي صدمو پهچندو هو. اڌ پر ٿي، هو هن ورد پرش جي آگيائن جي ورد هلندو هو. ڪنهن ڪنهن وقت ڌرتراشٽر جي سامهون هنجي زبان مان هن قسم جا لفظ نڪرندا هئا. "اسانجي هٿيلن هوڏ ين سؤڻن سان جيڪي وهيو واپريو آهي، تنهن لاءِ هو پاڻ ئي جوابدار آهن." ڀيمسين جي دل ۾ دريوڌن، ڪرڻ ۽ دشاسن لاءِ ڏاڍي تڪرار هئي. هنن دروپديءَ سان جيڪو دشٽتا جو وهنوار ڪيو هيو، سو هن کان وسريو ئي نه ٿي. ڪميا ڪرڻ جو ته سوال ئي پيدا نٿي ٿيو. ڀيمسين جي اڻ وڻندڙ واڪن کي ٻڌي جڏهن ڌرتراشٽر کي دک پهچندو هو، تڏهن گانڌاري کي گهڻو گهاءُ رسندو هو. پر گانڌاري گياناوان هئي. سندس من ڏاڍو اُدار هو. ڪيس ڌرم جي مرم ۽ مريادا جي پوري پوري ڄاڻ هئي. انهيءَ ڪري جڏهن ڀيمسين جي ڳالهائڻ ڪري ڪيس دک ٿيندو هو، تڏهن هوءَ ڪنتي جي سندر وهنوار کي ياد ڪندي هئي. ڪنتي هئي ڌرم جي مورت ۽ سهنشيلتا جو پتلو.

[١٠٣]

## ڌرتراشٽر جو وئراڳ

مهاراج يڌشٽر جي راڄ ۾ ڌرتراشٽر سچا سارا پندرهن ورهيه گذاريا. نيٺ هن جو من ڏاڍو ڪٽ ٿيو ۽ اتي وڌيڪ رهڻ

هن لاءِ مشڪل ٿي پيو. هڪ ته سندس دل پٽن جي ويوڳ ڪري ڏاڍي گهايل هئي. وري بعضي بعضي ڀيمسين ٽوڪڻي ڪندو هيو. انهيءَ ڪري هن جي آتما کي اها ڳالهه وڻيئي ڪانه ٿي ته هو ڪو يڌشٽر کان مليل سک ۽ سهوليتون سويڪار ڪري. انهيءَ ڪري پانڊون کان لڪي ڇپي هن ورت رکڻ شروع ڪيا. هو انيڪ پرڪارن جي تپسيا پڻ ڪرڻ لڳو. ڪٽ کي ڇڏي پٽ تي سمهندو هو. گانڌاريءَ به ورت رکڻ شروع ڪيا ۽ پنهنجي تن کي سخت تسيا ڏيڻ لڳي.

هڪڙي ڏينهن ڌرتراشٽر يڌشٽر کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ هنکي هن ريت چوڻ لڳو:

”هي پٽ شل ايشور توکي وڌائي! مان تو وٽ سڄا سارا پندرهن ورهيه گذاريا آهن. تو منهنجي ڏاڍيءَ شرڌا ۽ پريم سان سيوا ڪئي آهي. هت رهي مون گهڻيئي دان پنج ڪيا آهن. مان پٽرن جو شراڌ ۽ پنڊ ترپڻ به چڱيءَ پر ڪيو. هن سنبنڌ ۾ منهنجا سڀ منورٿ پورا ٿيا آهن. گانڌاري جيتوڻيڪ ڏاڍي دکي آهي ته به هن پنهنجو دک وساري منهنجي خوب سيوا ڪئي آهي ۽ سمورو وقت منهنجي شرير جي سک لاءِ يتن ڪندي رهي آهي. منهنجا پٽ ڪنور دل هئا. هنن دروپديءَ جي اهڙي بي عزتي ڪئي جو ڪو به انکي وساري نٿو سگهي. هنن اوهانجي ورثي جو واجبي حصو اوهانکان کسي ورتو. انهن پاپن ڪري هو نشٽ ٿي ويا. پر لڙائيءَ ۾ هنن وير ورين جهڙو وهنوار ڪيو ۽ يڌکيتر ۾ ختم ٿيا. انهيءَ ڪري هنن وڃي انهيءَ سک سمپن لوڪ ۾ واسو ڪيو آهي، جت وير پرش مرڻ کان پوءِ ويندا آهن، هاڻي مونکي ۽ گانڌاريءَ کي پرلوڪ سڌارڻ لاءِ سعيو ڪرڻ گهرجي. توکي خبر آهي ته شاسترن ۾ ڇا لکيل آهي. هن وقت مونکي بن ۾ وڃڻ گهرجي. هي وستر لاهي مونکي ولڪل (وڻن جا ڇوڏا) ۽ قانل ڳڙيون پهرڻ گهرجن. اهوئي وانپرستين جو مرڪ

آهي. منهنجي اِڇا آهي ته مان بہ وچ رهان ۽ الي ايشور جي در توهان جي ڀلائيءَ لاءِ آراڌنا ڪندو رهان. مهرباني ڪري مونکي موڪل ڏيو ته مان ائين ڪريان. اسانجا بزرگ بہ ائين ڪندا هئا ۽ سندن رواج موجب اسانکي بہ هلڻ گهرجي. توهان راجا آهيو، الهيءَ ڪري منهنجي تپسيا جي ڦل جو ڪجهه ڀاڱو توهان کي بہ پراپت ٿيندو."

ڌرتراشٽر جي اوستا ڏسي ۽ سندس هي وچن ٻڌي يڌشٽر جي دل کي ڌڌڪو اچي ويو. هن ڏاڍيءَ نمرتا سان چيو: "پتا مونکي خبر ڪانہ هئي تہ ڪو اوهان ورت رکي ۽ زمين تي سمهي هن ريت تن کي تپسيا ڏيئي رهيا آهيو. منهنجي ڀائرن کي بہ اها ڪل ڪانہ هئي. مون تہ سمجهيو تہ اوهانجي هر ريت سيوا ۽ سنڀال ٿيندي آهي ۽ اوهان بلڪل سکي آهيو. مون ڪهڙي نہ غلطي ڪئي! پتاجي! اوهانکي اهو دک رسيو آهي جنهن جو ڪو علاج ڪونہ آهي. مونکي راڄ ۽ راڄ ڀوڳ بہ ڪا بہ چڱائي ڏسڻ ۾ نٿي اچي. مان هڪ پاپي جيءُ آهيان. راڄ جي لوڀ ۽ ڀوڳ جي ترشنا مونکي انڌو ڪيو هيو. هاڻي منهنجو من هنن سکن صاحبين کان ڪڇي چڪو آهي. اوهان پنهنجي پتر يُيتسو يا ٻئي ڪنهنکي راڄ سنگهاسن تي وهاريو. چاهيو تہ اوهين پاڻ پنهنجي سر سنگهاسن تي براجمان ٿي هيءَ راڄ سنڀاليو، مان بن ڏانهن هليو ويندس. مون جيڪي ڀلون ڪيون آهن، انهنجو هاڻي انت ٿيڻ گهرجي. مان اوهانکي پرارٿنا ٿو ڪريان تہ مونکي وڌيڪ اڀچس ۽ شرم کان بچايو. مان تہ راجا ڪونہ آهيان. اوهين ئي سمراٽ آهيو. اوهين بن وڃڻ لاءِ مونکان موڪل ٿا گهرو. مان ڪير آهيان جو اوهانکي موڪل ڏيان، يا موڪل ڏيڻ کان انڪار ڪريان؟ دريوڌن لاءِ منهنجي من ۾ جيڪو بہ آويش هو، سو هاڻي بلڪل ڪونہ رهيو آهي. ان جو هن وقت منهنجي اندر ڪو نشان بہ باقي ڪونہ رهيو آهي. وڌاتا اسان جي بڌين تي پردو وجهي

چڏيو هيو ۽ جيڪي ڪجهه ٿيڻو هو، سو ٿي چڪو. انهيءَ ڪري روڪڻ اسان جي شڪتيءَ کان ٻاهر هو. اسان اوهانجا اهڙائي پٽ آهيون، جهڙا دريوڌن ۽ ٻيا هئا. گانڌاري ۽ ڪنتي ٻئي منهنجون ماتائون آهن. مان ٻنهي کي هڪ جيتري عزت ڏيندو آهيان. مان ٻنهي جو ٻار آهيان ۽ ٻنهي کي ٻارن جيان پيار ڪندو آهيان. جيڪڏهن اوهان ٻن ڏانهن ويندا ته پوءِ مان به اوهان سان گڏجي هلندس ۽ هلي اوهانجي سيوا ڪندس جي اوهان اسانکي ڇڏي ويندا ته پوءِ هن راڄ مان مونکي ڪهڙو سک ملندو؟ مان اوهانکي ڏنڊوت نمسڪار ڪريان ٿو ۽ اوهانکي وينتي ڪريان ٿو ته ڪرپا ڪري اسانجون ڀلون چڪون معاف ڪريو. اوهانجي سيوا ۾ ئي مونکي سچو سک ۽ من جي شانتي ملندي. اهو سيوا جو وجهه مونکان نه کسيو. اسانکي ڇڏي نه وڃو."

يڌشٽر جي وينتيءَ جو ڌرتراشٽر تي ڏاڍو گهرو اثر پيو. پر انهيءَ هوندي به هن يڌشٽر کي چيو "هي پيارا ڪنتي پٽ! مان ٻن وڃڻ لاءِ درڍ سنڪلپ ڪيو آهي. ٻن وڃڻ کان سواءِ مونکي شانتي نه ملندي. مان اوهان وٽ گهڻا ورهيه رهيو آهيان. تو ۽ تنهنجي ڀين ڀائرن خوب منهنجي شيوا ڪئي آهي. اوهان شيوا ۾ ڪا به ڪمي ڪانه رکي آهي. هاڻي مونکي موڪل ڏيو ته مان پنهنجي اڇا پوري ڪريان ۽ مان پنهنجي سنڪلپ جي پيروي ڪريان."

يڌشٽر سارو وقت هٿ ٻڌي، ڏکندو پنهنجي چاچي اڳيان بيٺو رهيو. ڌرتراشٽر هاڻي ودر ۽ ڪرپاچاريه سان ڳالهائڻ لڳو. هننکي چياءِ "اوهين ڪرپا ڪري يڌشٽر جي دل کي ڌيرج ڏيو ۽ کيس چئو ته مونکي موڪل ڏي. مان ٻن ڏانهن وڃڻ جو پڪو سنڪلپ ڪيو آهي. مونکان وڌيڪ ڳالهائڻ نٿو پڄي. منهنجو گلو گهٽجي رهيو آهي. مان پريو مڙس آهيان. ڳالهايو به گهڻو اٿم. مان بلڪل ٿڪجي پيو آهيان."

ڌرتراشٽر ھن ريت ڳالھائيندي ڳالھائيندي ٿڪ وچان مورڇت ٿي ويو ۽ گانڌاريءَ جي پروسي ليٽي پيو. گانڌاريءَ ھن کي خوب سنڀاليو. ڌرتراشٽر جي ھيءَ حالت ڏسي يڌشٽر جو جيءُ ڀرجي آيو. سندس اکين مان ڳوڙھن جو مينھن وسڻ لڳو. پنھنجي چاچي کي ايترو دکي ٿيندو ڏسڻ ھن جي سھڻ کان ٻاھر ھو. دکي دل سان ھو چوڻ لڳو "ھيءُ سڀ منھنجي ڪرمن جوئي ڦل آھي. اسانجي ھن بزرگ کي ھاٿيءَ جيڏي ته شڪتي ھئي. ھن ڀيمسين جي لوھي جي بوتي کي ڀاڪر ۾ دٻائي ٽڪر ٽڪر ڪري وڌو ھو. اھو وير پرش اڄ دل ۾ دکي ٿي ھڏن جي پڃري سمان ٿي پيو آھي. مورڇت ٿي اڄ گانڌاريءَ جي گود ۾ ائين پيو آھي، جڻ ڪو محتاج نربل منش ھجي. ھاءِ! ورڌاتا! تو ھيءُ ڇا ڪيو آھي؟ منھنجي ڪرڻي ھن پوڄ شروماڻيءَ جو ھيءُ حال ٿيو آھي. ڌڪار ھجي مونکي! ڌڪار ھجي منھنجي وديا ۽ منھنجي گيان کي. ڌڪار منھنجي ٻڌيءَ ۽ وويڪ کي. ھاءِ اڄ ڏينھن سوڌو مان پورو ڌرم جو گيان پراپت ڪري ڪونه سگھيو آھيان."

ائين ورلاپ ڪندي يڌشٽر ڌرتراشٽر کي ٿڌي پاڻيءَ جا ڇنڊا ھنيا ۽ نرم نرم ھٿن سان ڪيس مالش ڪرڻ لڳو. جڏھن ڌرتراشٽر سرجيت ٿيو، تڏھن ھن اڪير مان ڪري يڌشٽر کي ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ چيو "پٽ تنھنجو ھٿ ڪيترو نه سنو آھي. تنھنجي ڇھڻ ڪري مونکي حد کان وڌيڪ سک ملي رھيو آھي. مان ڀانيان ٿو ته تون مونکي امرت پياري رھيو آھين."

ائين ڳالھيون ھلي رھيون ھيون ته مھارشي ويد وياس اچي براجمان ٿيو. سڀ سماچار کان واقف ٿي رشيءَ يڌشٽر کي چيو "پٽ! ڌرتراشٽر سڀني کان وڏو آھي. جيئن ھو توکي چوي تيئن ڪر. ڇڏيس ته بن ڏانھن وڃي. ھو ورڌ پرش

آهي. سندس سڀ پٽ مري چڪا آهن. هو وڏيڪ ڏک سهي ڪونه سگهندو. گانڌاري ايشور جي ديا مان گيانوان آهي. هن سمورو ڏک ڌيرج سان سٺو آهي. سندن اڳيائين ۽ سنڪٽن ۾ ٻاڌا نه وجهه. ائين نه ٿئي جو ڌرتراشٽر ڳرندو ڳرندو هتي مري. جڏهن ته وڃي بن ۾ گلن جو واس وٺي، ماکيءَ سان ڀرپور ڦلن جي سڳنڌ جو آنند ماڻي. راجائن جو ڌرم آهي ته يا ته پڌڪيتر ۾ ويرگتيءَ کي پراپت ڪن يا پنهنجا انتم ڏينهن بن ۾ تپسيا جيان گهارين! ڌرتراشٽر پنهنجي سمي ۾ راڄ ڪمايو آهي ۽ ڀڳ ڀاڳ ڪيا آهن. جڏهن اوهان بنواس ۾ هئا، تڏهن تيرهن ورهيه سانده هن دريوڌن جي دوارا چڪرورتي راڄ جو آنند ورتو ۽ وڏا دان پڻ ڪيا. تو وري هيءُ پندرهن ورهيه خوب هنجي سار سنڀال لڌي آهي. تو هنجون سڀ اڳيائون پوريون ڪيون آهن. هاڻي وقت آيو آهي، جڏهن کيس تپسيا ڪرڻ گهرجي. دل سان کيس موڪل ڏي. سندس من ۾ ڪروڌ اچڻ نه ڏي. جڏهن ته ڌيرج سان هو بن جي راهه ڏانهن روانو ٿئي."

وياس مهراج جا هيءُ وچن سڻي پڌشٽر چيو "تٿاستو. ائين ئي ٿيندو."

وياس هاڻي پنهنجي ڪٽيا ڏانهن هليو ويو.

## [١٠٤]

## ٽن ٻين جو ديهانت

جڏهن اهڙيءَ ريت پڌشٽر ڌرتراشٽر کي بن ڏانهن وڃڻ جي موڪل ڏني، تڏهن ڌرتراشٽر ۽ گانڌاري پنهنجي ماڳ موٽي آيا ۽ اچي پنهنجو ورت ڇوڙيائون. ڪنتي به گانڌاريءَ جي پاسي ۾ ٿي ويٺي ۽ هنن گڏجي ڪري ڪاڌو

وڙتايو. ڌرتراشٽر يڌشٽر کي آگيا ڪئي ته سندس پيرسان ٿي ويهي ۽ يڌشٽر ائين ڪيو ۽ ڌرتراشٽر کيس آشيرواد ڏني. پوءِ پريو مڙس گهر کان ٻاهر نڪتو. گانڌاريءَ جي ڪلهي تي هٿ رکي، هو ڏيري ڏيري نگر کان ٻاهر نڪتو ۽ بن ڏانهن وڃڻ لڳو. گانڌاريءَ جو پتي سورداس هو. پتي پريم وچان گانڌاري پنهنجين اکين تي سدا پٽي ٻڌي ڇڏيندي هئي. هوءَ ڪڏهن به پنهنجون اکيون ڪم ۾ نه آڻيندي هئي. هاڻي هن پنهنجو هٿ ڪري ڪنتيءَ جي ڪنڌ تي رکيو. اهڙيءَ ريت ڪنتيءَ جي آڌار تي ٻئي ڏيري ڏيري هلڻ لڳا.

ڪنتيءَ پنهنجي من ۾ سنڪلپ ڪيو هو ته هوءَ گانڌاريءَ سان گڏجي بن ڏانهن ويندي. جڏهن ٽيئي اڳتي تي وڌيا لڳن ڪنتيءَ يڌشٽر کي چيو: "پٽ! سهديو سان ڪڏهن به ڪروڌ ۾ اچي ڪوڙ ڳالهائيندو ڪر. ڪرڻ ڪوروڪيتر ۾ وير پرش جيان لڙي سرڳ پڌاريو. انهيءَ جو نالو به پريم سان ياد ڪجو. هو منهنجي ڪک مان پيدا ٿيو هو. مان پاپ ڪيو جو اها ڳالهه لوڪان ڳجهي رکيم. دروپديءَ سان پريم ۽ نرميءَ جو وهنوار ڪجو. ڀيم، ارجن، نڪل ۽ سهديو کي ڪڏهن به ناراض نه ڪجو. هيءَ ڳالهيون برابر ياد رکجو. ساري پريوار جو بوجهه هاڻي توهنجي مٿان آهي."

ڌرم پٽر کي هن ڪان اڳ اهو خيال ڪونه آيو هو ته ڪو ڪنتي به بنواس ڏانهن وڃي رهي آهي. هن سمجهو هو ته ڪنتي رڳو گانڌاريءَ کي اڳيرو ڪرڻ لاءِ وڃي رهي آهي. جڏهن هن ڪنتيءَ جي واتان هيءَ وارتا ٻڌي، تڏهن هنکي ڌڪ اچي ويو. ٿوري وقت لاءِ ته هو بلڪل سڻن ۾ پئجي ويو. جڏهن سامت ۾ آيو، تڏهن چيائين "اما! ائين نه ڪر. تو آشيرواد ڏيئي اسانکي لڙائيءَ جي ميدان ڏانهن موڪليو هو. ائين واجب نه آهي ته تون اسانکي هئن اڪيلو ڇڏي بن ڏانهن وڃين."

يڌشٽر جي آڏين نيزارين جو ڪنتيءَ تي ڪوبہ پرڀاءُ ڪونہ پيو. هوءَ پنهنجي ارادي تي اَڏول رهي. هن جواب ۾ چيو ”منهنجو ڌرم آهي تہ مان پنهنجي پتي ديوتا سان وڃي سرڳ ۾ ملان. مان گانڌاريءَ سان گڏ ويهنديس ۽ ٻن ۾ تپسيائون ڪري جلد تنهنجي پتا سان وڃي ملنديس. تون دل ۾ ڪوبہ اُلڪو نہ ڪر. نگر ڏانهن واپس ور ۽ وڃي راڄ سنڀال. شل تنهنجو من ۽ ٻڌي سدا ڌرم ۾ لڳي رهي.“ اهڙيءَ ريت ڪنتي پنهنجي يشسوي پتر کي آشيرواد ڏيئي ٻن ڏانهن رواني ٿي.

ٿوري دير تہ يڌشٽر بلڪل چپ ٻاچي ويو. ڪنتيءَ، اڳتي اڳتي وڌندي ٿي ويئي، ۽ بعضي يڌشٽر ۽ ٻين پٽن ڏانهن منهن ڦيرائي ٿي نهاريائين.

اهڙيءَ ريت هي ٽيئي ٻوڙها، هڪ ٻي جي ڪلهي تي هٿ رکي، سنسار جي سکن کي تلانجلي ڏيئي تپسيا لاءِ ٻن ڏانهن ٿي روانا ٿيا. هن درشيہ جو وياس مهراج ڪروڻا جنڪ سندر چٽر چٽيو آهي. پڙهندي ائين ٿو معلوم ٿئي تہ اهو سمورو قصو اڄ اسان جي اکين اڳيان ٿي رهيو آهي. هن درشيہ کي ڏسي دل درد سان ڀرجي پوي ٿي.

ڌرتراشٽر، گانڌاريءَ ۽ ڪنتيءَ سڄا سارا ٽي ورهيہ ٻن ۾ گذاريا. سنجيہ بہ ساڻن گڏ هو. هڪ ڏينهن جڏهن ڌرتراشٽر سنان ڌيان پورو ڪري پنهنجي ڪٽيا ڏانهن موٽيو مس هو تہ ٻن کي اچي باهہ لڳي. هوا بہ ڏاڍي تيز هئي. انهيءَ ڪري آگ جلد ساري جهنگل ۾ ڦهلجي ويئي. هرڻ، سوئر ۽ ٻيا جهنگ جا جانور ڏڪي آگ کان بچڻ لاءِ تلاءَ تلن ۽ ڍنڍن پورن ڏانهن ڊڪڻ لڳا.

انهيءَ وقت سنجيہ بہ هنن سان گڏ هو. ڌرتراشٽر کيس چيو تہ ڪنهن بہ طرح ڀڄي هو پنهنجي جان بچائي. سنجيہ

جي وڃڻ کان پوءِ سورداس راڄا، ستي ڳانڌاري ۽ ڀڳتي پريم ۾ رت ڪنتي، ٽيئي اوتر ڏانهن منهن ڪري يوڳ سماڌيءَ ۾ ويهي رهيا ۽ سندن شرير سڙي ڀسم ٿي ويا.

سنجيه ڌرتراشٽر جو جيون ساٿي هو. هو سندس لنگوٽيو يار هو. هو انڌي جي لٺ هو. هوئي راڄا کي سڀ ڪنهن ڳالهه ۽ درشيه جو گيان ڏيندو هو. ڌرتراشٽر کيس پراڻن کان به پيارو سمجهندو هو. ڌرتراشٽر جي سرڳواس ٿيڻ کان پوءِ سنجيه سنياس ڌارڻ ڪري وڃي هماليه ۾ تپسيا ڪرڻ لڳو.

[١٠٥]

## ڪرشن جي ليلا سماپت ٿئي ٿي

ڪروڪيتر جي يڌ جي سماپت ٿيڻ کان پوءِ ڪرشن دوارڪا ۾ ٣٦ ورهيه راڄ ڪيو. ڪرشن يادو ونش جو هو. هن سمي يادونش جا سڀ دل، ورشني، انڌڪ ۽ ڀوج، عيش عشرت ۾ ڦٿجي ويا. خوب رنگ رليون ڪرڻ لڳا. سنجم، ميل ۽ شِشٽاچار کائن سداءِ لاءِ موڪلائي ويو. اهڙيءَ اوستا ۾ ڪي رشي اچي دوارڪا ۾ وارد ٿيا. بي ادب، هٺيلن يادون رشين سان ٺٺوليون ڪرڻ شروع ڪيون. هنن هڪ ڇوڪر کي زالاڻو ويس ڪرائي، رشين کان پرشن ڪيو ته ٻڌايو ته هن مائيءَ کي ڌيءَ ڄمندي يا پٽ.”

رشين ساري ڳالهه سمجهي ورتي. يادون جي هٺڙيءَ بي ادبيءَ ۽ حرڪت تي رشين کي ڏاڍو ڪروڌ آيو. هنن يادون کي سراپ ڏيئي چيو: ”هن کي نه ڌيءَ ڄمندي نه پٽ. پر هن مان هڪ مهڙي پيدا ٿيندي. اها مهڙي اوهانجي ڪل لاءِ يم جو روپ ڌارڻ ڪندي ۽ اوهان سڀني جو موت آڻيندي.”

سراپ ڏيئي رشي ته رمندا رهيا. هاڻي مورک يادو جوانن

ڏنو ته ڪل مان ٻل ٿي پيئي ۽ سندن چرچي مان هڪ مهان چنتا پيدا ٿي. هو هاڻي گهڻوئي پڇتائڻ لڳا.

ٻئي ڏينهن ٻي سامب، جنهن کي هنن زالاڻو ٻهراڻو ٻهريو هو، تنهن کي اچي سور لڳا ۽ نيٺ هن مان هڪ مهري پيدا ٿي. الهيءَ ڪان پوءِ کين ڪنبڻي وٺي ويئي. هنن سمجهيو ته رشين جو سراپ نيڪ نڪرندو ۽ سندن ساري ونش ناس ٿيندي.

گهڻي ويچار ڪان پوءِ هنن مهريءَ کي جلائي رک ڪري وڌو. اِها رک ڪٺي هنن سمنڊ جي ڪناري تي ڇٽڪاري ڇڏي. انهن سمجهيو ته اهڙيءَ ريت مٿن آيل آپدا ٽري ويئي. ڪجهه وقت ته ڪا به خرابي ڪا نه ٿي. مندون هڪ ٻئي جي پٺيان گذرنديون ويون. نيٺ ورشا رُتو جو درشن ٿيو. مينهن جي ڪري سمنڊ جي ڪناري تي ڇٽڪايل رک مان گهاٽا گاهه پيدا ٿي پيا. گاهن کي ڏسي سندن دل ۾ ڏاڍي لالچ اُتپن ٿي. ڪاٿن رشين جي ٻاراڻي جي ڳالهه بلڪل وسري ويئي هئي.

هڪڙي ڏينهن يادوجوان سمنڊ جي ڪناري تي شغل ڪرڻ لاءِ ويا. سارو ڏينهن موج مزي ۾ گذاريائون. شراب به دل تي پيتائون. شام جي وقت شراب پنهنجو اثر ڏيکارڻ لڳو. شراب جي نشي جي اثر هيٺ مست ٿي خوب اُبتو سُبتو ڳالهائڻ لڳا ۽ پٽ هڻڻ لڳا. ٿوريءَ ٿوريءَ ڳالهه تي هڪ ٻئي کي گاريون ڏيڻ لڳا ۽ ذريءَ ذريءَ تي وڙهڻ لڳا. کين پراڻيون ڳالهيون به اچي ياد پيون.

مهاڀارت جي لڙائيءَ ۾ يادون مان ڪرت ورما ڪورون جي طرفان ۽ ساتيڪي پانڊون جي طرفان لڙيو هيو. ساتيڪيءَ ڪرت ورما کي ٽوڪيندي چيو: ”ڪرت ورما تو اسان جي ڪل تي ڪلنڪ لڳايو آهي. ڀلا ڪوني ڪتي وير ننڊ ۾ سمهيل سپاهين تي حملو ڪري کين ماريندو آهي!“

ڪيترن يادون ساتيڪيءَ جي ڳالهه جو سمرٿن ڪيو.

ڪرت ورما اها ڳالهه سهي نه سگهيو. هن ساتيڪيءَ کي هن ريت جواب ڏنو: ”تون ڪير آهين جو مونکي اپديش ٿو ڏين؟ ياد ڪر ته جڏهن مهاتما ڀورشروا جو دغابازيءَ سان هٿ وڍجي ويو هيو ۽ جڏهن هو ٻاڻن جو آسن ٺاهي پيو سمرڻ ۾ مگن هو، تڏهن تو ٿي ڪاسائيءَ جيان هن جو ڪنڌ ڪپيو هيو. اي پاپي! توکي ٽوڪ ڪرڻ جي همٿ ڪئن ٿي ٿئي؟“ يادو هوا نشي ۾ مخمور سو انهن مان ڪيترن ڪرت ورما جي طرفداري ڪئي ۽ ساتيڪيءَ کي ٽوڪون هڻڻ لڳا. اهڙيءَ طرح يادون جا ٻه دل ٺجي پيا. ٻنهي ذلن ۾ اچي سخت جهيڙو ٿيو، ٻنهي خوب هڪ ٻئي جي مرمت ڪئي.

جهيڙي ندي جهيڙي ساتيڪيءَ هٿ ۾ کليل تلوار کڻي ۽ ڪرت ورما تي زور سان حملو ڪيو. رڙ ڪري ساتيڪيءَ چيو ”جنهن گيديءَ پاپيءَ ننڊ ۾ پيل سپاهين کي ڪٺو هو، ڏسو ته تنهنکي ڪيئن ٿو سندس ڪڪرم جو ڦل ملي.“ ائين چئي هن پنهنجي تلوار سان ڪرت ورما جو سر قلم ڪري ڇڏيو.

اهو ڏسي سوين يادو ساتيڪيءَ کي ورائي ويا. شراب جا مٽڪا ۽ پيالا کڻي هن جي مٿان وسائڻ لڳا. شري ڪرشن جي پٽ پرديمن ساتيڪيءَ جو طرف ورتو ۽ ٻين جو مقابلو ڪيو. سڀ هڪ ٻئي کي وڇڙي ويا. ساتيڪي ۽ پرديمن ٻئي هن ويڙهه ۾ ختم ٿي ويا.

پنهنجي پريتم ۽ پنهنجي پٽ جو مرڻ ڏسي شري ڪرشن کي به ڪروڌ اچي ويو. هن سمنڊ جي ڪناري ايرڪل گاهه مان هڪ ٻوڙو پٽي هٿ ۾ ڪيو ۽ اچي ويڙهه ۾ شامل ٿيو. پوءِ ته سڀيئي يادو اهڙا ٻوڙا پٽي هڪ ٻئي کي هڻڻ لڳا. هڪ ٻئي پٺيان ويا سڀ مرندا. رشين جي ڏنل پاراپي پوريءَ ريت پنهنجو اثر ڏيکاريو.

هئن پنهنجو ڪل ناس ٿيندو ڏسي، بلرام کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هن اليئي سماڌيءَ ۾ ويهي پراڻ تياڳي ڇڏيا. جڏهن

ٻلرام پڻ لوڪ ڏانهن پرواز ڪيو، تڏهن سندس وات مان سپ جي شڪل جي هڪ وچتر جوتي نڪتي ۽ اها سمنڊ ۾ لين ٿي وئي. جنهن ليلا لاءِ نارائڻ ٻلرام جي شرير ۾ جنم ورتو هو، سا ليلا هن رهت سماپت ٿي.

شري ڪرشن ڏٺو ته سندس سمورو ڪُل هن رهت موت جو شڪار ٿيو آهي. ٻلرام جو موت ڏسي هيڏانهن هوڏانهن ڦيريون پائڻ لڳو. ڪرشن ڏاڍي سوچ ويچار ۾ ٿي گهميو: گهمندي گهمندي هن چيو ”منهنجي وڃڻ جو به وقت اچي ويو آهي.“ ائين چئي هو گاهه جي ٻوڙن تي ليٽي پيو ۽ ڪيس گهري ننڊ اچي وئي.

انهيءَ ڪناري تي گهاٽي گاهه جي وچ ۾ هڪ شڪاريءَ شڪار سمجهي مٿس تير هلايو. تير ڪرشن جي پير ۾ لڳو ۽ سندس ساري بدن کي چير پيدو اڏامندو ويو. اهڙيءَ رهت شري ڪرشن جي جيون جي سموري ليلا هن تير سان سماپت ٿي. ڪرشن جنهنجي هٿ ۾ ساري ڀارت کنڊ جي راڄنيتيءَ جي واڳ ڏور هئي، سو به هن اپار سنسار مان هليو ويو.

## [١٠٦]

## يڌشٽر جي آخرين آزمائش

شري ڪرشن جي مرليوءَ ۽ يادون جي ناس ٿيڻ جي خبر هستناپور ۾ پهتي. پاندون جي دل اڳيئي ڪٽي ٿيل هئي، سو هيءَ خبر ٻڌي هنن جي سنسار مان موهي بنهه کم ٿي وئي. پوءِ هنن ابيمينوءَ جي پٽ پريڪشت کي راڄ تلڪ ڏنو ۽ ڀارت کنڊ جو سمرات بڻايو. پنجئي ڀائر دروپديءَ سوڌو نگر ڇڏي ويا. هو تيرٿ ياترا ڪندا، پڻ پڻ پوتر استان ڏسندا نيٺ وڃي هماليه تي پهتا. رستي تي ڪتان هڪ

ڪتو بہ سندن ڪيڏ لڳو. سڀئي گڏجي هماليہ تي چڙهندا هليا. جڏهن هو پهاڙ تي چڙهي رهيا هئا، تڏهن هڪ هڪ ڪري يڌشٽر کان سواءِ سڀ ٿڪ وڃڻ ڪري ڪرندا مرندا ويا. پهرين پهرين سيني پرنديو پاءُ سهديو ڪريو. سهديو کان پوءِ نڪل ڪريو، پوءِ دروپديءَ جو وارو آيو، دروپديءَ کان پوءِ ارجن بہ ساڳي رستي هليو. نيٺ ڀيم بہ ڪري پيو. جيتوڻيڪ يڌشٽر جي سامهون هئن سندس مائٽ ڪرندا مرندا ويا، تہ بہ هو گمڀيرتا سان اڳتي اڳتي وڌندو رهيو. سندس چت ۾ هن سمي گيان جي جوتي ٻري رهي هئي، انهيءَ ڪري ڪيس شوڪ ڪونہ ٿي ٿيو. يڌشٽر کي هاڻي پڪي ۽ سچي پدارٿ جو وويڪ ٿي چڪو هو. هن خوب سمجهيو هيو تہ هي سنسار ڪٿڻنگر آهي.

ڪتي يڌشٽر جي پٺ ڪانہ ڇڏي، اهو ڪتو ڪير هو؟ ڪٿان آيو هيو؟ ڪتو هيو يڌشٽر جي ڌرم جو روپ. وياس مهراج ڪتي کي ڪتا ۾ انهيءَ لاءِ آندو آهي تہ لوڪن کي پڪ ٿئي تہ پرلوڪ ڏانهن ڪوبہ سنساري سڱي ساٿي ڪوبہ ڪونہ هلندو آهي. رڳو ڌرم ئي پرلوڪ جي وات ۾ اسانجو ساٿي ٿيندو آهي.

هلندي هلندي جڏهن يڌشٽر وڏيءَ اتاهين تي پهتو، تڏهن اندر پنهنجي رٿ ۾ چڙهي ڌرم پٽر جي سامهون اچي بيٺو. اندر يڌشٽر کي چيو "دروپدي ۽ تنهنجا پائر اڳيئي سرڳ پهچي ويا آهن. تون پوئتي رهجي ويو آهين انهيءَ جو ڪارڻ اهو آهي تہ تو اجا ستول شرير تياڳ ڪونہ ڪيو آهي. مان هيءُ رٿ وٺي آيو آهيان، انهيءَ لاءِ تہ توکي ستول شرير سهت سرڳ وٺي هلان. ٽپ ڏيئي رٿ تي چڙهہ. جڏهن يڌشٽر ٽپ ڏيئي رٿ تي چڙهيو، تڏهن سندس ڪتو بہ رٿ تي چڙهي ويٺو. پر اندر ڪتي کي ڌڪو ڏيئي چيو "نہ! نہ! تون ڪونہ هلندين. سرڳ ۾ ڪتن لاءِ جاءِ ڪانہ آهي.

اندر جا هيءُ شبد ٻڌي يڌشٽر وراڻيو: "ائين آهي تہ

مان وري سرڳ ڏانهن ڪيئن هلندس؟" ائين چئي هن رٿ تي چڙهڻ کان انڪار ڪيو. يڌشٽر هيڏي وفادار متر کي پوئتي ڇڏي وڃڻ نٿي چاهيو.

ڌرم يڌشٽر جي وفاداريءَ جو امتحان وٺڻ آيو هو. يڌشٽر جي وفاداري ڏسي ڌرم کي ڏاڍي خوشي ٿي. انهيءَ وچ ۾ ڪتو الوپ ٿي ويو.

يڌشٽر جڏهن سرڳ ۾ پهتو، تڏهن هن ڏٺو تہ اتي دريوڌن هڪ سندر سنگهاسن تي ويٺو آهي ۽ سورج جيان چمڪاٽ ڏيئي رهيو آهي. ويرتا جا ديوتائون ۽ ٻيا سرڳي جيو دريوڌن جي چوڌاري ويٺا سندس شيوا ڪري رهيا آهن.

يڌشٽر سرڳواسين کان پڇيو "منهنجا ڀائر ڪٿي آهن؟ مان ڏسان ٿو تہ هت لوڀي موڍ دريوڌن براجمان آهي. مان نٿو چاهيان تہ ڪو سندس سنگ ۾ هت رهان. هن آدميءَ جي ايرکا ۽ دويش جي ڪري ئي اسان پنهنجن مٽن مائٽن ۽ مترن عزيزن جو خون ڪيو. ڌرم جي مريادا ۾ ٻڌل اسين انهيءَ وقت بلڪل مات ۾ رهياسين. جڏهن نراپراڌ دروپديءَ کي سڀا ڀون ۾ گهلي آيا ۽ سندس اپمان ڪيائون. دروپدي اسان جي ڌرم پتني هئي. هن پاپيءَ جي آڳيا سان ئي سندس بي عزتي ڪئي ويئي هئي. مان هن آدميءَ جو منهن بہ نٿو ڏسي سگهان. مونکي ٻڌايو تہ منهنجا ڀائر ڪٿي آهن. مان اُتي وڃڻ ٿو چاهيان جتي منهنجا ڀائر موجود آهن." ائين چئي يڌشٽر انهيءَ طرفان پنهنجي نظر هٽائي ڇڏي، جت دريوڌن شان شوڪت سان ويٺو هو. اتي پورڻ گياني ديو رشي نارد يڌشٽر کي چيو: "هي سريشٽ راجن! توکي ائين چوڻ نہ جڳائي. سرڳ ۾ ايرکا دويش جو استان ڪونہ آهي. هن ريت دريوڌن جي گهٽتائي نہ ڪر. وير دريوڌن ڪتري ڌرم پاليو آهي، انهيءَ ڪري هو سرڳ ۾ آيو آهي. اهو واجب نہ آهي تہ هت سرڳ ۾ سنساري ڳالهيون ياد ڪجن ۽ لب

دوشن ۾ ڦاسجي. هت ويڙهه ورود جو استان ڪونه آهي. ٻون هت استول شرير سوڙو آيو آهين، انهيءَ ڪري لنهنجون اهڙيون وڙايون آهن. ڇڏ انهن اجوڳه ورلين ڪي."

يڌشٽر جواب ۾ چيو: "هي ديو رشي! ڪهڙي نه عجب جي ڳالهه آهي ته دريوڌن هت سرڳ ۾ ويٺو آهي. دريوڌن ڪي ته پاپ ۽ پڇ جو وويڪ ني ڪونه هو. هن گهڻوئي پاپ ڪمايو هو. هن ڀلن آدمين کي ايذاريو هو. هن ئي ڪروڌ ۽ ويڙهه ورود وڌايو ۽ لکن آدمين کي موت جو منهن ڏيکاريو. ڀلا بڌاءِ ته اهو مهان سرڳ ڪٿي آهي جت منهنجي وير ڀائرن ۽ دروپديءَ کي استان مليو آهي. منهنجي پربل اڇا آهي ته مان انهن سان ملان ۽ پڻ ڪرڻ سان ملان. جن مترن ۽ راجڪمارن منهنجي خاطر يڌڪيتر ۾ پنهنجا سر هوميا هئا، لن جو ٻه درشن ڪرڻ چاهيان ٿو. مان وراٽ، دروپد، ڌرشٽ ڪيتو، شڪنڌي ۽ پانچال راجڪمارن سان ملڻ چاهيان ٿو. مان چاهيان ٿو ته دروپديءَ جي پيارن پٽن ۽ ابيمنيوءَ کي ڏسان. ڪٿي آهن اهي وير پرش جن يڌ روپي اگني ڪنڊ ۾ انهن پنهنجا شرير اڇلايا، جنن يڳه روپي اگنيءَ ۾ گيهه جون آهوتيون ڏنيون آهن. هت مونکي انهن مان هڪ ٻه ڏسڻ ۾ نٿو اچي. ٻڌايو ته اهي سڀ ڪٿي آهن. مونکي انهن جي وچ ۾ ئي جاءِ ملڻ گهرجي. يڌ پوري ٿيڻ وقت ڪنتيءَ مونکي چيو هو ته مان ڪرڻ جو ٻه پنڊ ترپڻ ڪريان. جڏهن انهيءَ ڳالهه جو مان خيال ڪريان ٿو ته اڄ ٻه مونکي ڏک ٿو ٿئي. مونکي خبر ڪانه هئي ته ڪرڻ منهنجو سهودر ڀاءُ هو. الهيءَ اڻڄاڻائپ ڪري ئي مان ڪيس ماريو. منهنجي پربل اڇا آهي ته مان پنهنجي پراڻ پياري ڀيم جو درشن ڪريان. ارجن ته اِندر جو روپ هو. پياري پنچالي سدا ڌرم جي مارڳ تي هلندي هئي. نڪل ۽ سهديو ته اشولي ڪمارن جيان هئا. منهنجي ڏاڍي ابلاشا آهي ته مان انهن سڀني سان ملان.

انهيءَ سرڳ ۾ رهڻ مان ڪھڙو لاڀ آهي، جت منهنجا ڀائر ڪونہ آهن. جتي منهنجا ڀائر آهن اهوئي منهنجو سرڳ آهي. هيءَ جاءِ مون لاءِ سرڳ ڪونہ آهي."

جن گاندرون ڀڌشٽر جي هيءَ ڳالھ ٻڌي تن جواب ۾ چيس: "اي ڀڌشٽر! جيڪڏهن تون انهن سان گڏ رهڻ ٿو چاهين تہ ڀلي انهن وٽ وڃ، يڪدم وڃ. هت ترسڻ جي ضرورت ڪانہ آهي." ائين چئي هنن هڪ قاصد کي چيو تہ ڀڌشٽر کي سندس ڀائرن وٽ وٺي وڃي.

قاصد اڳيان اڳيان هليو. سندس پٺيان هليو ڀڌشٽر. جئن هو اڳتي وڌيا تہ بلڪل اونداهہ ٿي ويئي. انهيءَ اونداهہ ۾ جيڪي بہ شيون ڏسڻ ۾ ٿي آيون سي سڀ گهڻتا پيدا ڪندڙ هيون. ڀڌشٽر انهي رت پونءِ جي ٿلاءَ مان ٽڙڪندو هليو. رستي تي لاش ۽ هڏيون پيا هئا. هت هت مئلن جا وار وڇايا پيا هئا. هرهنڌ جيت ۽ ڪيئان سري رهيا هئا. هوا ۾ سخت درگند هئي. هرهنڌ ٻيگا ٻتا، ويڙيا ڪپيا منشن جا شرير پئي ڏسڻ ۾ آيا.

ڀڌشٽر بنھ ڏکي ويو ۽ منجهي پيو. ڏاڍي ڏک وچان هن قاصد کان پڇيو "مترا! ٻڌاءِ تہ منهنجا ڀائر سچ پچ ڪٿي آهن. هن رستي تي اسانکي ڪيستائين هلڻو پوندو؟"

قاصد ٻنا ڪنهن جذبي يا آويش جي ڌيرج سان چيو: "جيڪڏهن تون چاهين تہ اسين پوئتي موٽي هلون."

الي بدبوءِ اهڙي سخت هئي جو هڪ وار ڀڌشٽر جو من بہ لڏي ويو. هن خيال بہ ڪيو تہ پوئتي موٽجي. انهيءَ ڪڻ ۾ چئني طرفن کان ڪروڻا پيدا ڪندڙ پراٿنا جا ڪل آواز آهستہ آهستہ ٻڌڻ ۾ آيا. ائين ڏسڻ ۾ ٿي آيو تہ جڻڪ سندس مٽ مائٽ ڀڌشٽر جو ارادو سهي ڪري ڪيس الي رهڻ لاءِ روئي روئي پراٿنا ڪري رهيا آهن.

انهن آواز ڳڌجي ڪري چيو: ”ڌرم پتر يڌشٽر نه وڃ. ڪجهه گهڙي ته هت ترس. تنهنجي اچڻ ڪري اسانجي عذابن ۾ مڙيوئي ڪمي ٿي آهي. اسين دک ۽ سور ۾ هئاسين. تنهنجي اچڻ ڪري اهڙي منڍ ۽ شڌ هير لڳڻ شروع ٿي آهي جو اسانکي ڪجهه مڙيوئي آرام مليو آهي. ڪنتي پتر! تنهنجي درشن سان ئي اسانکي سک ملي ٿو. ڪرپا ڪري هت ترس. ٿورو وقت ئي سهين ضرور ترس. تنهنجي هت هئڻ ڪري اسانجي دک ۾ ڪمي ٿئي ٿي. يوڌشٽر نه وڃ. تنهنجي هولدي اسانکي عذابن کان ڪجهه آرام ملي ٿو.“

چئني طرفن کان هن طرح جو روج راڙو ٻڌي يڌشٽر حيرانيءَ ۾ پئجي ويو! هنن پراڻن سڃاڻل آوازن ۾ هن پرڪار جي دک درد جي وارتا ٻڌي سندس دل ۾ ڏاڍو دک ٿيو ۽ سندس من ڪروڻا سان ڀرجي آيو.

هن ڏاڍي سوز مان پڇو: ”هي اياڻا جيوو! اوهان ڪير آهيو؟ اوهان هت ڇو آيا آهيو؟ اوهان ڇو تا ائين دانهون ڪريو؟“

هڪ آواز چيو ”هي سوامي! مان ڪرڻ آهيان.“ وري ٻئي چيو ”مان ڀيم آهيان.“ ٽئين چيو ”مان ارجن آهيان.“ وري ڪنهن آليو ”مان دروپدي آهيان.“ نڪل ۽ سهديو ۾ پنهنجا نالا ٻڌايا. دروپديءَ جي پٽن ۾ دانهن ڪئي. مطلب ته چئني طرفن کان ساڳي پرڪار جا ڏکوئيندڙ آواز ٻڌڻ ۾ آيا.

اهي دردناڪ آواز ٻڌي يڌشٽر ڪنبڻ لڳو. هن ڏاڍي سوز مان چيو ”منهنجن هنن مٺن مائٽن، سڀني ساٿين ڪهڙو پاپ ڪيو آهي، جو هٿن نرڪ ۾ پيا آهن ۽ هن پرڪار جون سختيون سهي رهيا آهن. ڌرتراشٽر جي پٽن ڪهڙو پنج ڪرم ڪيو آهي جو سرڳ جا سک ڀوڳي رهيا آهن؟ هيءَ سپنو آهي يا ساڀيا؟ منهنجو هوش حواس قائم آهي يا نه؟ موتتي مورچا ته سوار نه ٿي آهي؟“ ائين ويچار ڪندي يڌشٽر پنهنجي

ڏل ۾ ايشوري نياءَ، ڌرم ۽ ديوتائن جي پنهنجي من ۾ نندا ڪرڻ لڳو.

هن سان گڏ جيڪو ديوتائن جو قاصد آيو هو، تنهنکي يڌشٽر چيو ”جن جو تون قاصد آهين، انهن وٽ موٽي وڃ ۽ کين وڃي چؤ ته مان هتيئي رهندس. مان واپس ڪونه ايندس. منهنجي ڪري منهنجا پيارا ڀائر ۽ ٻولر پنچالي هن نرڪ ۾ پيا آهن ۽ هن پرڪار جا ڪشٽ سهي رهيا آهن. انهيءَ ڪري مان به پنهنجن پرين سان هت ئي رهيو پيو هوندس.“

سنديشهر ٻوٽتي موٽي ويو ۽ وڃي ڌرمراج سان هيءُ حال ڪياءِ. هڪ *مهورت لاءِ يڌشٽر چپ چاپ انهين نرڪ ۾ بيٺو رهيو. جلد ئي اِندر ۽ يم اچي اتي وارد ٿيا. جئن هو آيا، ليئن اوندهه گم ٿي ويئي، ڀيانڪ درشيه ختم ٿي ويا. پاپي ۽ سندن ڪشٽ هاڻي غائب ٿي ويا. جئن ڌرم جي ديوتا يم راج پنهنجي پٽر يڌشٽر کي ڏسي مشڪيو، تئن هڪ مٺي سڳنڌ واري هير لڳڻ لڳي. ڌرم راج يڌشٽر کي چيو: ”هي گيانوانن جا شرومڻي! هي ٽيون دفعو آهي جو مون توکي آزمايو آهي. تو پنهنجي ڀائرن جي خاطر نرڪ ۾ رهڻ قبول ڪيو. انهيءَ ڪري مونکي ڏاڍي پرسنتا ٿي آهي. اهو ضروري آهي ته راجائن ۽ راجڪرمچارين کي ٿوري وقت لاءِ ئي سهين نرڪ ضرور ڏسڻو پوي. اهوئي سبب هو جو توکي به مهورت لاءِ هيءُ ڀيانڪ دک ڀوڳڻو پيو. پرتاپي وير ارجن، تنهنجو پيارو ڀاءُ ڀيم، ورت ڌاري ڪرڻ ۽ تنهنجي ٻين مٽن مائٽن مان ڪنهنکي به نرڪ ڪونه مليو آهي. هيءَ ساري مايا مان تنهنجي پريکيا لاءِ رچي هئي، هي نرڪ نه آهي، پر سرڳ آهي. هوڏانهن نهار ته ٽنهي لوڪن جو سير ڪرڻ

*مهورت ڏينهن جو ٽيهون حصو يعني ۳۴ منٽن ۽ ۴۰ سيڪنڊن جي برابر ٿيندو آهي.

وارو ديو رشي نارد موجود آهي. هاڻي وڌيڪ دير نه ڪر."

جڏهن هن ريت درشيه بدليو، تڏهن يڌشٽر کي ڏاڍو سک پهتو. هن مرت لوڪ جو شرير تياڳي ديولوڪ جو چولو ڌارڻ ڪيو.

جڏهن ٿي هن سنساري شرير ڇڏيو تڏهن سندس من مان وير وروڌ، اهنڪار، ديوش ۽ ٻيون انساني ڪمزوريون گم ٿي ويون. يڌشٽر هاڻي سروتا شڌ ۽ پوتر ٿي پيو.

هاڻي يڌشٽر ڏٺو ته سندس وڏو ڀاءُ ڪرڻ ۽ سندس ٻيا ڀائر ۽ سندس سوٽ ڌرتراشٽر جا پٽ سڀ وير وروڌ ڇڏي پريم پوروڪ گڏ گذاري رهيا آهن، رشي مني ۽ ديو ديوتائون سندن پوڄا ڪري رهيا آهن. اهو نرمل نظارو ڏسي يڌشٽر کي به ڏاڍي شانتي پراپت ٿي.

# مھاڀارت

ليکڪ

چڪرورتي راجگوپال آچاري

سنڌيڪار

پروفيسر تاراچند گاجرا

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيِ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَــنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻَ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي non-commercial رهنــدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن ڪــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَڙَهن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، تَوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)